# نجم عباسي

## جديد انقلابي فڪر جو ترجمان

ريحانه نظير



# نجم عباسي

## جديد انقلابي فڪر جو ترجمان

[پي. ايڇ. ڊي لاءِ پيش ڪيل تحقيقي مقالو]

**ڊاڪٽر ريحانه نظير**

ڪويتا پبليڪيشن

حيدرآباد- 2016ع

ڪويتا پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر ـ 120

ڪتاب جو نالو: نجم عباسي ـ جديد انقلابي فڪر جو ترجمان
محقق: ڊاڪٽر ريحانه نظير
موضوع: پي.ايڇ.ڊي لاءِ پيش ڪيل تحقيقي مقالو
ڇاپو: پهريون
سال: 2016ع
ٽائيٽل: خدا بخش ابڙو
ڪمپوزنگ: روهن مڪواڻو
ڇپائيندڙ: ڪويتا پبليڪيشن، 9ـ ربي چيمبر
حيدرچوڪ، حيدرآباد، سنڌ. فون: 2728541
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد، سنڌ
قيمت: 700 رپيا

اسٽاڪسٽ:
حيدرآباد: ڪويتا بڪ شاپ، ذوالفقار بڪ ڊيو، سنڌيڪا بڪ هائوس، فڪشن هائوس، سنڌي ادبي بورڊ بڪ اسٽال
سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بڪ اسٽال، فرينڊس بڪ پوائنٽ، بلينس پلازه، ڪاشف بڪ ڊيو حيدرچوڪ، ڪنگ پن بڪ شاپ ـ پريس ڪلب
ڪراچي: ايس. اي بڪ ڪارنر (اردو بازار)، رائل بڪ هائوس، توڪل اڪيڊمي اردو بازار، ثقافت ڪاتو بڪ شاپ، ڪاٺياواڙ بڪ اسٽور
ڀٽ شاهه: شاهه لطيف بڪ اسٽال، درگاهه ڀٽ شاهه. ميهڙ: ماجر ڪتاب گهر (ڪونڊي) 03468948535
سٽي پريس بڪ شاپ، ثقافت ڪاتو بڪ اسٽال، توڪل بڪ ڊيو سکر: عزيز ڪتاب گهر، الفتح نيوز ايجنسي
اسلام آباد: سعيد بڪ بئنڪ، خيرپور ميرس: تهذيب نيوز ايجنسي، نيشنل بڪ اسٽال، ميرپور ماٿيلو: هائوس آف ناولٽي
لاڙڪاڻو: رابيل ڪتاب گهر، مهراڻ ڪتاب گهر سامهون سينا لان، شڪارپور: ڪل ڪتاب گهر، وسيم ڪتاب گهر
دادو: ممتاز بڪ ڊيو، مٺي: ٿر ڪتاب گهر، عمرڪوٽ: العزيز بڪ ڊيو، ٿر ڪتاب گهر
سانگهڙ: المهراڻ ادبي ڪتاب گهر، بدين: مرچو مل بڪ ڊيو، محمد هاشم بڪ اسٽال ـ پريس ڪلب
سجاول: سنڌ ڪتاب گهر، ونگهڙي: اڪرام بڪ ڊيو (03442930628)

ISBN: 978-969-9329-67-8

**Najam Abbasi:**
**Jadeed Inqilabi Fiker Jo Tarjaman**
**[Research Thesis for Ph.D]**

*By: Dr. Rehana Nazir*

First Edition: 2016
Title: Khuda Bux Abro
Composing & Printed by: Intel Communications,
Hyderchowk, Hyderabad. Tel: +92 22-2728541
Published by: Kavita Publication, 9-Rabi Chamber,
court road, hyderchowk, Hyderabad-Sindh.
**www.kavitapublications.com**
email: mlmintel@yahoo.com
Price: Rs. 700-00

# انتساب

**مان پنهنجو هيءُ تحقيقي پورهيو**

**پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ**

**جي نالي ڪيان ٿي.**

منهنجو پيءُ، جنهن کي ننڍي هوندي خواجه محمد زمان لنواريءَ واري جي گادي نشين مٿي تي هٿ رکي هيءَ دعا ڏني هئي ته، ”تنهنجي چانئِ ۾ ڪئين مسافر پنهنجا پگهر سڪائي ٿڪ ڀڃيندا“. ۽ بابا اڄ به هڪ قابل استاد جي حيثيت ۾ پنهنجي شاگردن لاءِ ننهڻ اس ۾ ٿڌي ڇانوَ مثل آهي. منهنجي امڙ جنهن بظاهر ڪنهن اداري مان تعليم جي ڊگري ڪانه ورتي، تنهن هوندي به سندس سماجي شعور ۽ خدمتِ خلق جو جذبو ڪنهن اداري جيئان آهي، جيڪو هر ضرورتمند لاءِ محبت، شفقت ۽ عنايت جي پناهه گاهه مثل اڄ به ڪليل آهي.

- ريحانه نظير

## فهرست

## اداري پاران

ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ادب جا جيڪي ستارا ابري آيا، انهن ۾ نجم عباسيءَ جو نالو به اچي وڃي ٿو جنهن ڪهاڻي کيتر کي جديد انداز ڏنو.

نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين ۾ سنڌي سماج جو عڪس ملندو جنهن ۾ فڪري، نظرياتي ۽ روحاني ماحول جي ترجماني ٿيل آهي. هن پنهنجين لکڻين ذريعي روزمره جي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ واقعن کي ڀرپور نموني سان بيان ڪيو آهي. اهوئي سبب هو جو سندس پهرئين ڪهاڻين جي مجموعي ”طوفان جي تمنا“ تي پاڪستان رائٽرس گلڊ ۽ سنڌالاجيءَ پاران انعام سان نوازيو ويو. مذڪوره مجموعي ۾ شامل ڪهاڻي ”چوڏو“ تمام گهڻي پسند ڪئي وئي، جنهن کي پوءِ ڊرامائي تشڪيل ڏيئي پي. ٽي. ويءَ تان نشر به ڪئي ويئي.

ڊاڪٽر ريحانا نظير جو پي ايچ. ڊي لاءِ پيش ڪيل تحقيقي مقالو ”نجم عباسي جي ڪهاڻين جو سماجي ڪارج: هڪ تنقيدي جائزو“ ڪي ڪتابي صورت ۾ آندو ويو آهي، جنهن ۾ نه صرف نجم عباسيءَ جي فن ۽ فڪر جي پروڙ پوي ٿي پر هن جي همعصر اديبن وٽ هن جي اهميت جو به اندازو ٿئي ٿو. انهيءَ ڏس ۾ ڊاڪٽر ريحانا نظير وڏي محنت ڪئي آهي، جنهن کي پڙهي، نجم عباسيءَ جي فن ۽ فڪر جي ڀرپور ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي ٿي.

**موهن مدهوش**

28-نومبر، 2016ع
حيدرآباد، سنڌ.

# پيش لفظ

تخليق، تحقيق ۽ تنقيد بظاهر ٽي مختلف صنفون نظر اچن ٿيون، ليڪن ڪامياب لکڻيون اهي ئي ٿين ٿيون، جيڪي انهن ٽنهي جي ربط سان لکيون وڃن ٿيون. خاص طور تي هڪ تخليقي ذهن ئي بهتر طور پنهنجو مدعا لفظن ۾ بيان ڪري سگهي ٿو ۽ جڏهن هو ذات جي دائري ۾ رهي لکي ٿو ته اهو شعر نثر (ناول افسانو) يا ڊرامي جي صورتَ اختيار ڪري ٿو پر جڏهن هو خارجي اثرات (مشاهدي) جو سهارو وٺي ٿو ته هن جهڙو محقق ۽ نقاد ڪو ٿي نه ٿو سگهي. ان ڪري جو تحقيق جهڙي ٺوس ۽ حقائق کي پيش ڪندڙ لکڻين ۾ اهو مزو نه هوندو آهي جيڪو افسانې يا ناول ۾ هوندو آهي ليڪن جيڪڏهن ڪو محقق يا مورخ مزاج جي طور تي دانش ۽ مزاح جي حِس به رکي ٿو ته هن جي انهن ٺوس لکڻين ۾ به جان پئجي ٿي وڃي.

تحقيق جو فن به پنهنجي اندر ڪئين گوشا اهڙا ٿو رکي جن تائين پهچڻ جي لاءِ تخليق جو انداز وڏيڪ اثرائتو ٿي وڃي ٿو. ان ڪري موجوده دور توڙي گذريل دور جي تحقيق تي نظر وجهبي ته اُهي تحقيقي ڪتاب وڏيڪ پسند پيا هوندا جن جو انداز تخليقي هوندو آهي. اُهي تحقيقي ڪتاب وڏيڪ پسند پيا هوندا جن جو انداز تخليقي هوندو آهي، جيئن اردو ٻوليءَ ۾ مولانا محمد حسين آزاد آب حيات جيڪو اردو زبان تي تحقيق ۽ بيان جو جو زنده جاويد مثال آهي، تنهن جو تخليقي انداز آهي، جنهن هن رُکي موضوع کي به مزيدار بنائي وڌو آهي ۽ پڙهندڙن کي پڙهڻ مان ڪڏهن به بور نه ٿو ٿئي. ورنه صرف ٻوليءَ جي ارتقا جو بيان ڪيل هجي ها ته شايد اهو ڪتاب ايڏي وڏي عرصي تائين مجتا نه ماڻي ها.

حالانڪه تحقيق جا اصول جوڙيندڙن، ان لاءِ ڪي قاعدا قانون جوڙيا آهن ۽ تحقيق جا جدا جدا طريقا، جيڪي وقت سان گڏ بدلجندا رهن ٿا، بيان ڪيا آهن پر انهن مان گهڻا اهو وساري ويٺا آهن ته خبر نويسي ۽

تحقيق ۾ وڏو فرق آهي. تحقيق ڪن سماجي توڙي ديني علوم توڙي شخصيات ۽ سماجي، سياسي يا تاريخي واقعن جي باري ۾ مختلف حوالا هٿ ڪري، ڪا نئين سوچ پيدا ڪرڻ ۽ نوان نتيجا ظاهر ڪرڻ ۽ ان جي ڪارائتي هجڻ جا ثبوت، ڏيڻ جو نالو آهي، تنهنڪري جيڪڏهن ان جو لهجو يا انداز دلپذير هوندو ته پڙهندڙ ان ڪي دلچسپيءَ سان پڙهندو به ۽ سمجهي به ويندو بلڪ هن ۾ ان ڪم کي اڳتي وڌائڻ جو اتساهه به جاڳندو. هت اهو به ڏيان ۾ رکجي ته دنيا جي مختلف ٻولين ۾ ڪئين اهڙا ناول به لکيا ويا آهن، جن جو بنياد تحقيق تي آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ به 'موهن جي دڙي' ۽ 'سامي سچ وڙاءُ' کان وٺي هيل تائين ڪئين تحقيقاتي موضوعن تي ناول پڻ لکيا ويا آهن جن ۾ جديد دور جي اديبن سراج، آغا سليم مراد علي مرزا ۽ علي بابا جا نالا قابل ذڪر آهن.

سنڌي ٻوليءَ ۾ مختصر ڪهاڻي لکندڙن ۾ نجم عباسيءَ جو هڪ نهايت منفرد مقام آهي. هن جون ڪهاڻيون صرف دل جا داستان يا جڳ بيتيون نه آهن ۽ نه صرف تفريح لاءِ لکيل آهن، بلڪ هن جي لکڻيءَ ۾ مشاهدي، تجربي، فڪر ۽ احساسن جو هڪ اهڙو امتزاج آهن، جن کي پڙهڻ سان اسان جي سماجي ڪمزورين، سياسي نٽڪ ٽڳين، اٻوجهه ۽ غريبي وساريل ڪروڙين انسانن جون ڪهاڻيون آهن. جن ۾ دنيا جي مڙني مصيبت ماريلن جا داستان ۽ انهن جا مسئلا ملن ٿا. هن کي ڪنهن به طرح سان هڪ جذباتي اديب نه ٿو ڪوئي سگهجي. هو سائنس ۾ يقين رکندڙ هئو تنهنڪري سماجي نابرابرين جو حل معجزن ۾ نه بلڪ جدوجهد ۽ انساني ڪوشش وسيلي ڏسڻ چاهيندو هو. هو هر لحاظ کان سنڌ جي هر انهيءَ انسان جي نمائندگي ڪندڙ هئو جيڪو تعليم کان وانجهو رهجي ويو هجي يا ظالم ۽ ٺهري اختيارن جي مالڪن جو ڏکويل هجي.

هن موضوع جي چونڊ مان ئي ظاهر ٿئي ٿو ته هي مقالو صرف تحقيقي نه پر تجزياتي ۽ تنقيدي اڀياس جي حيثيت رکي ٿو جنهن جو مطالعو سنڌي ڪهاڻيءَ جي شروعات کان موجوده دور تائين آيل تبديلين کي ڏسڻ لاءِ نهايت ڪارائتو ثابت ٿيندو ۽ ان مان ٻيا ڪئين اهڙا موضوع ڦٽي نڪرندا، جن کي لکڻ لاءِ ڪي نوان محقق ضرور پيدا ٿيندا.

پي. ايڇ ڊي جي ڊگري حاصل ڪرڻ بيشڪ هڪ محنت طلب ۽ ڏکيو ڪم آهي ليڪن ان جي اهميت جو اندازو تڏهن تي سگهي ٿو جڏهن

اها شايع ڪئي وڃي تہ جيئن علمي ۽ تحقيقي ڪارنامو عام پڙهندڙن تائين پهچي سگهي ۽ نہ صرف ان مان ڄاڻ حاصل ٿئي بلڪ جيڪڏهن ڪِن پڙهندڙن کي ان موضوع تي ڪا وڌيڪ ڄاڻ آهي تہ هُو اها بہ ان ۾ شامل ڪري سگهن يا ڪا معلومات اڻ پوري آهي تہ ان لاءِ مشورا ڏيئي سگهن، تبصرا ۽ تنقيد ڪري ان ٿيسز جي اهميت کي وڌيڪ اجاگر ڪري سگهن. ان ڪري جو هڪ تحقيقي يا تجزياتي مواد جيڪڏهن سواءِ گائيڊ ۽ ممتحن جي ٻئي ڪنهن تائين پهچي نہ سگهيو تہ نہ اهو معاشري لاءِ ڪارگر ٿي سگهي ٿو ۽ نہ وري ان مان ڪو علمي يا فني مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو. هڪ طرح سان ڏٺو وڃي تہ جنهن بہ يونيورسٽي مان پي.ايڇ ڊي جي ڊگري ڪنهن محقق کي ڏني ٿي وڃي تہ اها يونيورسٽي ان جي ڇپائيءَ جو بہ بندوبست ڪري تہ جيئن دنيا ان تحقيق، پوءِ سائنسي هجي يا سماجي علوم جي، مان فائدو حاصل ڪري سگهي.

ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جهڙي ناមياري ۽ انقلابي ليکڪ جي حياتي توڙي علمي ۽ ادبي ڪاوشن جي پس منظر ۽ مقصدن کي واضح ڪندڙ ٿيسز "نجم عباسي: جديد انقلابي فڪر جو ترجمان" جنهن کي لکي ريحانہ نظير، ڊاڪٽر ريحانہ نظير بڻجي وئي آهي، تنهن جي اشاعت نہ صرف هن جي محنت کي ثابت ڪندڙ آهي بلڪ سنڌ جي هڪ وڏي ليکڪ جي باري ۾ نهايت مفيد تفصيلي معلومات پڻ ڏئي ٿي جيڪا ايندڙ وقت ۾ نون لکندڙن ۽ پيدا ٿيندڙ عالمن لاءِ نهايت ڪارائتي ثابت ٿيندي.

ڊاڪٽر ريحانہ نظير هڪ اهڙي اديب تي تحقيق لاءِ قلم کنيو آهي، جنهن کي دنيا مان وئي ڪو وڏو وقت ڪونہ ٿيو آهي، تنهنڪري هي مشڪل ڪم ڪري هن سنڌي تحقيقي ادب جي جيڪا خدمت ڪئي آهي سا واقعي ساراهڻ جوڳي آهي. مون کي اهو چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ڪونہ ٿو لڳي تہ منهنجي نگرانيءَ ۾ جن بہ محققن پي.ايڇ ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي آهي تن ۾ ڊاڪٽر ريحانہ نظير هڪ خاص اهميت رکي ٿي.

**ڊاڪٽر قاضي خادم**

9_آڪٽوبر، 2016ع

حيدرآباد، سنڌ.

# تخليق جي رنگيني کان
# تحقيق جي ڪشت تائين

ريحانه نذير سان هونئن ته گهر ڀاتين جيتري ويجهڙائپ وارو رشتو پر اُن مهل هن جٽڪ مونکي ڇرڪائي وڌو هو جڏهن هوءَ پنهنجو پهريون افسانوو ڏيکارڻ لاءِ ڪٽي آئي هئي. موضوع تي گرفت، بيان ۾ چٽائي ۽ ٻولي جي پختگي سميت مونکي سندس افساني ۾ اُهي سڀ گڻ نظر آيا، جيڪي ڪنهن اعليٰ ڪهاڻيڪار جي بنيادي ضرورت هوندا آهن. ريحانه نذير جا ابتدائي ڪجه افسانه پڙهي مونکي لڳو هو ته تخليقي لحاظ کان، زندگي سان گهٽي احساساتي ويجهڙائپ، ذاتي تجربن ۽ مشاهدي جي گوناگونيت توڙي نج ٺيٺ سنڌي ڳوٺاڻي لهجي ۽ محاوري تي عبور کيس ڪهاڻي جي اعليٰ مقام تي پهچائيندو. سنڌي ادب ۾ افسانه نگاري جو موجوده حال ساريو پيوهو ويتر ان ۾ عورتن جي اڻ هوند ڏسي ، مون اُميد ٿي رکي ته ريحانه ان ڏس ۾ ضرور پنهنجو تخليقي حصو ضرور وجهندي. وڏيڪ لکڻ لاءِ اتساهيندي، کيس اردو، سنڌي توڙي ترجمو ٿيل چونڊ افسانن کي نظر مان ڪيڻ جي صلاح ڏيڻ وقت به منهنجو پختو يقين هو ته ريحانه ادب جي دنيا ۾ پنهنجا

پير نشان ضرور ڇڏيندي. پر ريحانه ڪهاڻيون پڙهندي پڙندي جلد ئي پنهنجو رستو مٽائي تخليق کان تحقيق ڏانهن نڪري وئي. هوئن ته تخليق جي دنيا جون پنهنجون رنگينيون ۽ رنگ روپ آهن پر پي پاسي تحقيق جو ٿوٽ صحرا پار ڪرڻ به هڪ ڪشٽ کان گهٽ ناهي . ريحانه نذير ڪي شايد تخليق کان وڌ تحقيق جي ڏکئي ڪم پاڻ ڏي پي ڇڪيو يا وري علميت جي اڃ ڪيس سڪ ڪرڻ نٿي ڏنو ان ڪري اوچتو ئي هوءَ پنهنجو قلم پاسيرو ڪري اهو صبر آزما ڪشٽ جهاڳڻ نڪري پئي.

تخليق کان تحقيق ڏي اچڻ جو فيصلو اٿين به بهتر هو ته سندس موضوع ڪنهن بوسيده ۽ بار بار پڇاريل، ورجايل ڳالهين کي دُهرائي پَڪ ڪرڻ يا وري سماجي حالتن کان ڇڳل ڪو بي جان موضوع نه هو پر ريحانه نذير اُن موضوع جي چونڊ ۾ پڻ سماجي ڊانچي ۽ اُن جي عام زندگي سان نامياتي ڳانڊاپي کي پنهنجي تحقيق جو مرڪز ناهيو— جيتوڻيڪ ڊگرين ۽ ڊاڪٽريٽ ڪرڻ وارن ۾ تيزي سان واڌ اچڻ ۾ اُن جي مقداري چاڙهه، معيار ۾ لاٿ جو سبب ضرور بڻي آهي، ان ڪري جاندار موضوعن تي سهل پسندي جي ڪري محقق ۾ گهڻو ڪري رواجي ۽ روايتي موضوعن تي ٿورو ڪي گهڻو ڪم ڪري، ڪم ٽپائڻ واري عادت گهر ڪري ويئي آهي. سال اندر علم و ادب جي ڏس ۾ لاتعداد ڊگرين بعد به ڪي چندئي اهڙا مقالا هوندا آهن جن کي سماجي ڪارج جي اهميت ڪري ڇپائي پڌرو ڪيو ويندو آهي. تحقيق جي پرک جا ٿي مُک پيمانا آهن جن جي آڌار تي ڇئي سگهجي ته اُها ڪنهن به محقق توڙي سماج لاءِ ڪيتريقدر مفيد آهي. تحقيق جو موضوع سماج جي نامياتي حقيقت تي اثرانداز ٿيڻ جي ڪيتري سگهه رکي ٿو. اها تحقيق سماج ۾ زندگي جي باهم ڳانڊاپي ۾ ڪنهن تبديلي جي مظهر کي ڪيتريقدر ڇُهڻ ۾ ڪامياب ويئي آهي ۽ آخر ۾ ادبي دُنيا ۾ موضوعن جي گوناگونيت ۾ اهو نڪتو پڻ معنيٰ رکي ٿو ته سماج موجوده سماج تي اُن تحقيق جو ڪهڙو هاڪاري ڪارج ٿيا آهي؟

نجم عباسيءَ جي تخليقي پورهيي کي سماجي ڪارج جي پس منظر ۾ جائزو وٺڻ سان ريحانه نذير بحيثيت محقق پنهنجي تحقيقي موضوع ۽ معيار جي حوالي سان، سنڌي ادب ۾ نمايان اضافو ڪيو آهي

موضوع جي حوالي سان ڏسجي ته ريحانه نذير پنهنجي ڊاڪٽريٽ واري هن ٿيسز ۾ اُن سرد بحث کي ٻيهر ڇيڙيو آهي جنهن گذريل صدي جي آخري اڌ تائين ادب جي پارکن ۽ اديبن جي مڪالمي کي جيئرو رکيو هو— پر سماج ۾ ادبي ڪارج جي حوالي سان شروع ٿيندڙ اُهو بحث هڪ مُني صدي تائين فن ۽ ادب جي ماحول کي گرم رکندي هاڻي پنهنجا پير پوئتي ڪيا هٽائين. اڄوڪي دؤر ۾ هونئن به همه گير سماجي انقلابن کي جنم ڏيندڙ عالمگير فڪري تحريڪن جو پڇاڙڪو پنڌ آهي، ادب ۽ فن جو دائرو جيڪو احساساتي جماليات کي ڇُهندو سياست جي دَر تي دستڪ وجي ڏيندو هو، اُن جو دائرو به سوڙهو ٿي تخليقڪار جي پنهنجي دُنيا تائين محدود ٿيو آهي. ان ڪري اهڙي ماحول ۾ ٿڌي ٿيل بحث کي سنڌ جي سياسي ۽ سماجي اُٿل پٿل جي پسمنظر ۾ ڏسندي نجم عباسي جي ڪهاڻيءَ کي اُن دؤر جي سماجي شعور ۾ هڪ خاص محرڪ طور ڏسجي ته نه رڳو لاڀائتو آهي پر حقيقت ۾ اُهو سماج ۾ سياسي ۽ سماجي تحرڪ جي روح ۽ ادب جي باهمي ڳانڍاپي کي سمجهڻ ۾ پڻ مدد ڏي ٿو. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته ڪيترائي رستا ان نئين تحقيق جي ماخذ مان ڦٽي نڪرندا.

امر سنڌو

28_آڪٽوبر، 2016ع
حيدرآباد، سنڌ.

## ٿورا مَر ٿورا

ادب انساني احساسن جو اظهار آهي. اهو زندگيءَ جي انفرادي توڙي اجتماعي لحاظ کان ترجماني ڪري ٿو. ادب جو تشخّص ان جي تهذيب، تمدن، ٻولي ۽ ثقافت سان ئي جُڙي ٿو. سنڌي ادب بہ پنهنجي تاريخي تشخّص ۽ تسلسل ۾، دنيا جي ٻين ٻولين جي ادب سان ڪُلهو ڪُلهي ۾ ملائي سگهڻ جي حيثيت رکي ٿو. فني ۽ فڪري لحاظ کان سنڌي ادب جي وسعت ۽ گهرائي، پرواز ۽ معيار کي نقادن ضرور ساراهيو آهي. ادبي تاريخ جي لحاظ کان ادب جي ترتيب کي دؤرن ۾ ورهايو ويو آهي. هر هڪ دؤر ۾ فني نقطءِ نگاهہ کان مختلف صنفون اظهار جون ترجمان رهيون آهن. ٻي جنگ عظيم کان پوءِ ادب ۾ جيڪي نوان لاڙا پيدا ٿيا، انهن ۾ فني لحاظ کان ڪهاڻين ۽ افسانې، تخليق جي عمل ۾ خاص اهميت حاصل ڪئي. سنڌي ادب ۾ بہ اديبن پنهنجي احساساتي اظهار لاءِ انهن ئي صنفن کي ترجيح ڏني، ۽ انهن ئي صنفن جو سڦلو سماجي ڪارج ڏسڻ ۾ آيو. سنڌي ڪهاڻيءَ، گذريل صديءَ ۾ قابل قدر ترقي ڪئي، تنهن جي مختلف پهلوئن کي جاچڻ ۽ سمجهڻ لاءِ، اعليٰ تعليمي ادارن ۾ ان جي تحقيق ۽ ترويج طرف خاص ڌيان ڏريو ويو. سنڌ جي اعليٰ تعليمي ۽ تحقيقي اداري سنڌ يونيورسٽيءَ، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تحقيق ۽ ترويج لاءِ جيڪي خدمتون سرانجام ڏنيون آهن، تن جي نتيجن ادب جي ارتقا کي منظم بڻايو آهي. سنڌي ٻولي ۽ ادب سان دلچسپي هئڻ جي ناتي، مون سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي ۾ تحقيقي سکيا حاصل ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيل ڪورس ورڪ کان پوءِ، نامور ڪهاڻيڪار **"نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو سماجي ڪارج: هڪ تنقيدي جائزو"** جي موضوع تحت تحقيق ڪري نتيجا حاصل ڪرڻ لاءِ، پنهنجي رهنما ڊاڪٽر قاضي خادم جي رهبريءَ ۾ تحقيق شروع ڪئي، ۽ سنڌ

يونيورسٽيءَ جي ائڊوانسڊ اسٽڊيز ۽ ريسرچ بورڊ جي آڏو پيش ڪيل تحقيقي رٿابنديءَ تحت ڪم ڪندي رهيس. نجم عباسي پنهنجي دؤر جو اهڙو ڪهاڻيڪار هو جنهن ٿوري وقت ۾ پنهنجا گهڻا پڙهندڙ پيدا ڪري ورتا. پنهنجي فڪر جي اظهار لاءِ سندس فني قابليت کيس همعصر دؤر ۾ منفرد مقام تي رسايو. هڪ اندازي مطابق هن 30 ڪتاب تخليق ڪيا، ۽ 300 کان وڌيڪ ڪهاڻيون پنهنجي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌيون، جي اُن دؤر جي حالتن جي ترجمانيءَ سان گڏ، عڪاسي ڪرڻ ۾ انفراديت جون حامل چئي سگهجن ٿيون. هن جي فن ۽ فڪر جي تنقيدي جائزي لاءِ، سنڌي ڪهاڻيءَ جي فني ۽ فڪري ارتقا سان گڏ، اُن جي ادبي اهميت ۽ سماجي ڪارج جي پڻ اوک ڊوک ڪرڻ لاءِ، سموري سنڌي ڪهاڻيءَ جي اڀياس مان گذرڻ لازم و ملزوم هو. اهڙيءَ طرح سنڌ جي سرحدن جي ويجهن ملڪن ۽ زبانن جي ادب جو ادراڪ به ضروري ٿيو پوي، ته جيئن اهو ڄاڻي سگهجي ته ادب تي پيل اثرن جي نوعيت ڪيتري قدر سجائي ۽ سقلي ثابت ٿئي ٿي. ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي فڪر ۽ فن جي ڇنڊڇاڻ لاءِ اهڙو اڀياس پڻ پيش ڪيو ويو آهي، جنهن مان تحقيقي نتيجن جي حاصلات تائين رسائي ممڪن ٿيڻ ۾ آساني ٿي. نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين مان هڪ نقطو اهو به ڄاتو ويو آهي، ته ادب جي ترقيءَ ۽ ترويج جو مدار ملڪي حالتن تي منحصر آهي، ۽ تخليقڪار جو فڪري اظهار لاءِ آزاد ۽ بااعتماد هئڻ ضروري آهي. نجم عباسيءَ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته هو پنهنجي فڪري اظهار ۾ پختو ۽ پراعتماد هو جنهن منهنجي شخصيت جي تعمير ۾ غير معمولي وسعت آندي آهي، ۽ بيشڪ اها چوڻي مون لاءِ ثابت ٿي چڪي آهي، ته ”علم روشني آهي ۽ انسان جي تين اک آهي.“

هن تحقيقي ڪم ۾ آءٌ ڪاميابي حاصل ڪري، خوشي تڏهن حاصل ڪري سگهان ٿي، جڏهن پنهنجي مهربان عزيزن ۽ دوستن جا احسان دل سان مڃي، کين مڃتا ڏيئي سندن قابليت ۽ تدبر جو اعتراف ڪريان. سڀ کان اڳ آءٌ پنهنجي رهبر، پروفيسر ڊاڪٽر قاضي خادم صاحب جا ٿورا ٿي مڃان، جنهن هر وقت روبرو ۽ فون تي به منهنجي رهنمائي پئي ڪئي. مان نه سندس وقت جو خيال ڪيو ۽ نه مصروفيتن ڏانهن ڌيان ڏنو ۽ جنهن مهل به پاڻ

ڪي مسئلي ۾ پيئي محسوس ڪيم، تنهن مهل وٽن حاضر ٿي ويس. منهنجي ان روَيي تي پاڻ هڪ شفيق استاد وانگر "ڪڏهن ڪوسا ڪونہ ٿيا، ڏوراپو ڏيئي" ان لاءِ ڪين دل سان دعائون ڪريان ٿي. ان سان گڏ ٻين اهڙن استادن، عزيزن ۽ دوستن ۾ محترمہ پروفيسر امر سنڌو صاحبہ انچارج چيئرپرسن (شعبو فلاسافي)، منهنجي پنهنجي پيڻ پروفيسر ڊاڪٽر عرفانہ ملاح سنڌ يونيورسٽي، ڊپارٽمينٽ جو چيئرمين ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو، سنڌالاجيءَ جي اڳوڻي ڊپٽي ڊائريڪٽر آشا، ڊاڪٽرجاويد چانڊيو جن مون کي هن وڏي تحقيقي ڪم لاءِ همٿايو ۽ وک وک تي پنهنجي رهنمائي ڪئي. ان سان گڏ سنڌي ادبي بورڊ جون ساٿياڻيون، گلبدن جاويد، نجمہ پنهور ۽ لائبررين ادا ضمير، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي سيمينار جي لائبررين ساجده سومرو، پنهنجي رفيقِ حيات نظير احمد چنا (جنهن مون کي هميشہ اڳتي وڌڻ جا موقعا مهيا ڪيا) ان کان علاوه مان پنهنجي اڳوڻي هيڊ مسٽريس زرينا سهاڳ جي پڻ ٿورائتي آهيان، جنهن وقت بوقت هن ٿيسز لکڻ لاءِ مون کي نہ صرف همٿايو پر موقعا پڻ فراهم ڪيا.

مان هن تحقيقي مقالي لاءِ جيڪي ذريعا استعمال ڪيا، ان ۾ پرائمري مٽيريل (ڊائريڪٽ ميٿڊ)، جنهن ۾ مون مختلف علمي ۽ ادبي شخصيتون، جن جو واسطو نجم عباسيءَ جي دؤر سان هو جن مان ڪي سندس همعصر پڻ هئا، جن ۾ محمد ابراهيم جويو، رسول بخش پليجو، وليرام ولڀ، زيب سنڌي، حميد سنڌي، ڊاڪٽر نور افروز خواجہ، ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو، سليم چنا ۽ پروانو ڀٽي شامل آهن. ان سلسلي ۾ منهنجي گائيڊ ڊاڪٽر قاضي خادم هڪ سوال نامي ذريعي نجم عباسيءَ جي زندگيءَ ۽ ڪهاڻين بابت پڇا ڳاڇا ڪرڻ جو مشورو ڏنو. ان سوالنامي ذريعي نہ صرف سندس همعصر اديبن، پر سندس نياڻي غزالہ کان سندس نجي زندگيءَ بابت انٽرويو بہ ڪيو ويو. اها ڪيل ڳالهہ ٻولهہ پڻ هن ٿيسز ۾ شامل ڪئي ويئي آهي. ان کان علاوه ثانوي مواد (سيڪنڊري مٽيريل) ۾ ان موضوع سان لاڳاپيل ڪتاب جهڙوڪ: سنڌي افسانو آزاديءَ کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر، سنڌي ادب جي مختصر تاريخ، سنڌي نثر جي تاريخ (منگهارام ملڪاڻي)، سنڌي نثر جي تاريخ (ڊاڪٽر غلام علي الانا)،

ادب ۽ روايتون (ڊاڪٽر قاضي خادم)، سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر، ادب ۽ تنقيد، چونڊ سنڌي افسانا، سنڌي ادب جو فڪري پسمنظر، جي تند برابر توريان، جمال ابڙو شخصيت ۽ فن، افسانوي ۽ فڪري ادب، جمال ابڙو ۽ جديد سنڌي ڪهاڻي وغيره شامل آهن، ۽ مختلف ڪهاڻيڪارن جا افسانوي مجموعا، ۽ جهڙوڪ: "جڏهن مان نہ هوندس" (امر جليل)، "30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون" (طارق اشرف)، "ويريون" (حميد سنڌي)، گڏو گڏ نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جا سمورا مجموعا ان سان گڏ مختلف اردو ادب ۾ افسانوي فن سان لاڳاپيل ڪتاب جهڙوڪ: اردو افسانے کی روایت ۱۹۰۳ع سے ۱۹۹۰ع تک، کرشن چندر کا تنقیدی مطالعہ، ترقی پسند ادب کا پچاس سالہ سفر، روشنائی، عصمت کے دس بہترین افسانے، عصمت چغتائی فن اور شخصیت، کہانیاں، نیاافسانہ، مزاحمتی ادب، پاکستانی ادب، ادب اور روشن خیالی وغيره شامل آهن. ان کان علاوه ان وقت جي مشهور رسالن: مهراڻ، نئين زندگي، روح رهاڻ، سهڻي، نئون نياپو ڪونج، ساجاه ، يڪائي جرنل، پرک ۽ ادب رسالن مان پڻ هن ٿيسز لاءِ مواد حاصل ڪيو اٿم. ان سان گڏ، مختلف تحقيقي جرنلن جهڙوڪ: ڪلاچي (شاهہ لطيف چيئر)، ڪينجهر (سنڌ يونيورسٽي سنڌي شعبو)، سنڌي ٻولي (سنڌي ٻولي اٿارٽي حيدرآباد) ۽ سنڌي ادب (انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي). ان سان گڏوگڏ مختلف اخبارن مثلاً عوام، انسان، عبرت، خادم وطن، هلال پاڪستان ۽ عوامي آواز مان ضروري مواد حاصل ڪيم. ان سان گڏ، سنڌ جي لائبررين: سنڌالاجي لائبرري، علامہ دائودپوٽو لائبريري، سنڌي ادبي بورڊ لائبرري، سينٽرل لائبرري سنڌ يونيورسٽي، سيمينار لائبرري، اردو لائبرري ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽي لائبرري وغيره مان مون پنهنجي تحقيق سان لاڳاپيل مواد حاصل ڪيو.

ڊاڪٽر ريحانہ نظير

8-جولاءِ 2016ع
حيدرآباد، سنڌ.

باب پهريون

# برِصغير ۾ جديد افساني جي ابتدا

1853ع ۾ سنڌ جي انگريز ڪمشنر سر بارٽل فريئر جي ڪوشش سان، سنڌس سربراهيءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي "معياري ۽ عام لوڪ مقبول" آئيويتا (رسم الخط) متفقہ طور طيءِ ٿي. ان جي نتيجي ۾ سنڌ جي ماڻهن ڪي جديد تعليم سان متعارف ڪرائڻ لاءِ، پڙهيل لکيل سماجي خدمتگارن، جن ۾ گهڻي اڪثريت هندو برادريءَ جي هئي، پنهنجي ذاتي خرچ سان ڪيترائي اسڪول، ڪاليج چوڪرن ۽ چوڪرين لاءِ ۽ ڏرمي سنسٿائون قائم ڪيون، تہ جيئن عام ماڻهوءَ کي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ مشڪلاتون پيش نہ اچن. ان سلسلي ۾ نصابي ۽ غير نصابي ڪتاب ڇپايا ويا، جن ۾ درسي ڪتابن سان گڏ ماڻهن جي وندر لاءِ ادبي ڪتاب پڻ شايع ٿيا. جن ۾ داستان، قصا ۽ شاعري وغيره جا ڪتاب شامل هئا. پر وقت جي تيز رفتاري ۽ صنعتي ترقي ۽ بدلجندڙ سماجي قدرن ڪري عام ماڻهن وٽ ايترو وقت ڪونہ هو جو وڏا قصا يا داستان پڙهي سگهي.

اوڻويهين صديءَ ۾ يورپ ۾ افسانو جنم وٺي چڪو هو جيڪو انگريزن جي بنگال فتح ڪرڻ ڪانپوءِ (1757) بنگالي توڙي هندي اديبن لکڻ شروع ڪيو جن ۾ شرت ڪمار چٽرجي ۽ منشي پريم چند جا نالا قابلِ ذڪر آهن. ان ڪري معاملي جي نزاڪت کي سمجهندي، ان وقت جي سنڌي ليکڪن بہ ادب ۾ نين صنفن ناول، ڊراما ۽ آکاڻين جا ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪيا، جن پڙهندڙن ۾ چڱي مقبوليت حاصل ڪئي. ان دور ۾ "انگريز سرڪار سنڌ کي انتظامي لحاظ کان ٽن ضلعن ۾ ورهايو. ڪراچي،حيدرآباد ۽ شڪارپور- جنهن ڪري اهي ٽيئي شهر ضلعي هيڊ ڪوارٽر جي حيثيت ملڻ ڪري وڏيڪ ترقي ماڻي سگهيا. نئين تشڪيل

ڏنل آئيوبتا ڪان پوءِ اهي تيئي شهرجديد تعليم ۽ ادب ۾ اڳيرا ٿيڻ لڳا. ڪراچي ۽ حيدرآباد ڪان علاوه، شڪارپور جي علمي ادبي ماحول ۾ جيئن پوءِ تيئن نيون رونقون رونما ٿيڻ لڳيون. جديد تعليمي ادارا قائم ٿيڻ سان گڏ اشاعتي ادارا بہ وجود ۾ اچڻ لڳا، جنهن ڪري قلمڪارن جو قلمي پورهيو بہ شايع ٿيڻ لڳو. ان وقت جي تقاضا موجب ماڻهو روح جي راحت، ۽ دل جي وندر لاءِ قصن ۽ داستانن جو مطالعو ڪندا هئا، جنهن ڪري اديب قصن ۽ داستانن جي لکڻ ۽ ڇپائڻ طرف توجهه ڏيڻ لڳا. اڳتي هلي اهي قصا ۽ داستان ئي افسانوي ادب جو بنياد بڻيا. انگريزن جي دؤر ۾ ادب جي مختلف صنفن ڪانسواءِ نثري صنف ڪهاڻي پڻ ترقي ڪئي، ۽ قصن ۽ داستانن جي دؤر ناول، ڪهاڻي ۽ افساني جي دؤر ۾ پاسو بدلايو." (ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو) (1)

سنڌي اديبن طبعزاد ڪهاڻين سان گڏ، مختلف پرڏيهي ٻولين جي ادبي صنفن جا ترجما سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪري، نہ صرف پڙهندڙ کي اعليٰ ادب کان متعارف ڪرايو پر ان سان گڏ هنن نئين دنيا جي نوَن خيالن ۽ بدلجندڙ ماحول جي سياسي ۽ سماجي قدرن ڪان پڻ آگاهہ ڪيو. عام ماڻهن ۾ انهن ترجمن عجيب ڪشمڪش پيدا ڪئي. سندن سوچ آس پاس جي ماحول مان نڪري، سرحدون پار ڪري، ٻاهرين دنيا جي تهذيب تمدن جي نوَن رنگن ڍنگن سان متعارف ٿي. اهڙن ترجمن ۾ **"راسيلاس"، "ايسپ جون آکاڻيون"، "دلپسند قصا"، "چار درويش"، "امير حمزو"، "طوطي نامہ"**، وغيره شامل آهن. ساڌو هيرانند 1880ع ۾ **"سرسوتي"** نالي هڪ تعليمي ۽ سماجي مخزن جاري ڪئي، جنهن ۾ ٻولچند ڪوڏومل جون ترجمو ڪيل آکاڻيون، جن ۾ **"اماڙيءَ جي ڳالهہ"** شايع ٿي. ائين گهڻي ڀاڱي شروعاتي دؤر جو ادب بنيادي طرح سکيا، وندر ۽ سماج سڌارڪ خيالن جي ترجماني ڪندي نظر اچي ٿو. ان شروعاتي دؤر ۾ ورثل سنڌي ادب لاءِ انهن ڪاوشن جو اظهار ڪندي، منگهارام ملڪاڻيءَ لکيو آهي تہ "19 صديءَ جي آخر ڏاري ڪي سنڌي اڳواڻ، جهڙوڪ ساڌو نولراءِ ۽ ساڌو هيرانند، ديوان ڪوڙومل چندن مل ۽ ديوان ڏيارام گدومل، بنگال ۾ راجا رام موهن جي جاري ڪيل قومي ۽ سماجي جاڳرتا واري تحريڪ جي اثر هيٺ آيا هئا، ۽ سنڌ ۾ ڪيتريون خانگي تعليمي ۽ پنگتي سنستائون کوليائون."(2) جن اڳتي هلي سنڌي

ادب کي جديد دؤر سان متعارف ڪرايو. اهو جديد دؤر پاڻ سان گڏ ڪيترائي انقلابي تصوّر کڻي آيو. بجلي ۽ مشيني ايجادن جتي وقت جي بچت ڪئي، اتي ڪيترا ماڻهو بيروزگار پڻ بنجي ويا. صنعتي ترقي ۽ ڪارخانن جي قيام، هترادو ڪم ڪندڙن پورهيتن کي محتاج بنائي ڇڏيو.

ان سان گڏ جديد تعليم نہ هئڻ سبب، سرڪاري ادارن ۾ بہ سندن شموليت نہ هئڻ جي برابر هئي. انهن حالتن سنگين مادي ۽ اقتصادي مسئلن کي جنم ڏنو جنهن سان ماڻهن ۾ انگريزن جي خلاف نفرت جي جذبي جنم ورتو. بنگال جي ورهاڱي 1905ع عام ماڻهن ۾ قوميت ۽ آزاديءَ جي جذبي لاءِ راهہ هموار ڪئي. اديبن بنگاليءَ جاڳرتا کان متاثر ٿي، ادب ۾ "سماج سڌارڪ" لاڙي کي ادب جو حصو بنايو. ديوان ڪوڙومل سڀ کان پهرين سماج سڌاري جي پيشِ نظر، بنڪمر چٽترجيءَ جون پنگتي ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڇپرايون، جن ۾ "راڌا راڻي"، "انڌيرا"، "بہ منديون" وغيره شامل آهن. هن کان علاوه ڪجهہ ٻين تحريڪن پڻ افسانوي ادب تي پنهنجو اثر ڇڏيو جنهن ۾ راجا رام جي سماجي تحريڪ، جنهن جو مقصد، ماڻهن ۾ خاص طور تي عورتن ۾، جديد تعليم سان گڏ هندو سماج جي فرسوده ريتن رسمن خلاف، ماڻهن ۾ ذهني سجاڳي ۽ جاڳرتا پيدا ڪرڻ هو. رشيد ملڪ ان تحريڪ جو پس منظر هن طرح بيان ڪيو آهي تہ، *"انگریزوں اور ان کے مذہب کے خلاف ہندو مذہب نے اپنے دفاع کے لیے خود اپنے اندر سے قوت حاصل کی۔ اس کی ایک صورت راجا رام موہن رائے کا قائم کردہ برہمو سماج تھا۔ جس نے وقت کے تقاضوں کے پیش نظر ہندوازم میں اصلاحات کر کے عیسائیت کا راستہ بڑی کامیابی سے روکا، چیلینج خارجہ سے آیا جس کے پیچھے چرچ کی آہنی تنظیم اس کا تبلیغی مشن عیسائیت اختیار کرنے والوں کے لیے سیاسی اور اقتصادی، تعلیمی اور دیگر مراعات بھی شامل تھے۔ لیکن اس کا مقابلا ہندو دھرم میں زمانے سے ہم آہنگ اصلاحات کر کے کیا گیا۔"* (3)

ان کان علاوه سنڌ ۾ "سناتن ڌرم" جي لهر پيدا ٿي، جنهن ماهوار "سناتن ڌرم پرچارڪ پتر" نالي هڪ رسالو جاري ڪيو جنهن ۾ ڪيترائي پنگتي ۽ سماجي ناول ۽ افسانا لکيا ويا. انهن افسانن ۾ گهڻو تڻو سماجي اوڻاين جي اپٽار ٿيندي نظر ايندي. مثلاً عورتن جي تعليم، بيواهہ جي شادي، ڏيتي ليتي، ننڍپڻ جي شادي، زوري شادي وغيره تي ٻڌل موضوع شامل هئا. اهڙي طرح نوان لاڙا ۽ نوان رجحان جديد ادب جو حصو بنيا، جن

۾ عام رواجي ماڻهن جي زندگيءَ جو چٽر چٽيو ويو. جنهن جو سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح عام ماڻهن جي جِيوَت سان واسطو هو. ان ڪري انهن ڪهاڻين عام ماڻهن ۾ جلدي مقبوليت ماڻي. بنيادي طور مختصر ڪهاڻي 19 صديءَ جي جديد ادبي صنف آهي، جيڪا آڳاٽي زماني جي داستانن، جنگجو سُورمن جي قصن، رومانوي ۽ تمثيلي آکاڻين جي هنج مان نڪتي آهي. جنهن جي مقبوليت جو وڏو سبب هڪ ته ان جو مختصر هئڻ، ۽ ٻيو ته هن ۾ عام انساني زندگيءَ جي وهنوار جو عڪس چٽيل هوندو هو. بقول ع ـ ق شيخ جي ته "افسانہ نگاري خود اٹھارھوين صديءَ جي پيداوار آهي. علم جي ترقي، ڇاپخانن ۽ آمدورفت جي آسانين ان کي يورپ مان اسان تائين پهچايو. افساني جي ارتقا وارا اسباب: قديم ڏند ڪٿائون، رزميہ داستان، مذهبي روايات، رومانوي ڪهاڻيون ۽ انهن سان گڏ اديب، شاعر، سمجهو ۽ سياڻا انسان ته اسان وٽ بہ موجود هئا."(4)

هيٺ مختلف ٻولين جي ليکڪن جي ان بابت مختصر وضاحت پيش ڪجي ٿي:

Encyclopedia funk and venglas ۾ مختصر ڪهاڻيءَ بابت هيءَ وصف ڏنل آهي ته:

Short story is a condensed fictional narrative, usually in prose. Typically concerning a relatively small number of characters involved in a single action with one thematic focus, short stories are aimed at exciting in the reader a single emotional response.(5)

جڏهن ته وليم هينري هڊسن ان جي وضاحت هنن لفظن سان ڪئي آهي ته:

Short story must contain one and only one informing idea and that this idea must be worked out of its logical conclusion with absolute singleness of aim and directness of method."(6)

"A short story is a prose narrative requiring from half an hour to one or two hours in its perusal. Putting the same idea in to different phraseology, we may say that a short story is a story that can be easily read at a single sitting."(7)

جڏهن تہ آڪسفورڊ ڊڪشنريءَ ۾ ان جي وضاحت هن طرح ڪيل ملي ٿي تہ

A story, usually imaginary in characters and events, that is, short enough to be read from begining to end without stopping.(8)

مختصر ڪهاڻي ايتري تہ مختصر هوندي آهي، جو ماڻهو ان کي هڪ ئي ويهڪ ۾ پڙهي سگهي ٿو. افساني جي باري ۾ ڏيهي توڙي پرڏيهي عالمن اديبن جي راءِ ڪافي تضاد رکندڙ آهي. هيٺ ڪجهہ اردو ادب جي مشهور ليکڪن جي افساني بابت راءِ پيش ڪجي ٿي.

سڀ کان پهرين هندي ۽ اردوءَ جي بنيادي ڪهاڻيڪار منشي پريم چند جي افساني جي متعلق راءِ پيش ڪجي ٿي، جنهن ۾ هو لکي ٿو تہ "زندگيءَ جي ڪنهن هڪ پهلوءَ جذبي کي افسانو ظاهر ڪري ٿو." (9)

ڪرشن چندر ان جي تشريح هنن لفظن ۾ ڪري ٿو تہ

"Any slice of life can be called a story."

ہو سکتا ہے دل ہی کا ایک ٹکڑا ہو آپ وہی پیش کر دیں کسی ایک تار کو پکڑ کر آخر تک پہنچا دینا ایک کہانی ہے۔ وہ تار کردار کا ہو واقعے کا ہو زندگی کا کوئی لمحہ ہو اس میں کلائمکس کا ہونا ضروری ہے چاہے وہ فزیکل ہو یا مینٹل ہو (10)

جڏهن تہ افساني جي باري ۾ شبلي لکي ٿو تہ "اهو بياني نثري نمونو جنهن کي اڄ ڪلهہ افسانو سڏجي ٿو سو 19 صديءَ ۾ ٿي پيدا ٿيو. افسانو اها شيءِ آسي، جنهن جي ترقي مستقل طور پر مصنوعي نموني سان ٿي آهي. افسانو ناول جي گهٽ عنصرن مان رڳو هڪ تي ئي زور ڏيئي ٿو. افساني ۾ ڪردار جو تہ رڳو ذڪر ڪيو ويندو آهي. پر ناولٽ ۾ ڪردار کي تفصيلي طور پيش ڪيو ويندو آهي. ڪهاڻي هڪ مختصر نثري بيان آهي." (11)

راجندر سنگهہ بيديءَ جي افساني متعلق هيءَ راءِ آهي تہ "افسانے اور شعر میں کوئی فرق ہے تو صرف اتنا کہ شعر چھوٹے سے بحر میں ہوتا ہے اور افسانہ ایک ایسی مسلسل لمبی بحر میں ہوتا ہے جو افسانے کے شروع سے لیکر آخر تک چلتی ہے۔ مبتدی اس بات کو نہیں جانتا اور افسانے کو بحیثیت فن شعر سے زیادہ سہل سمجھتا ہے پھر شعر بالخصوص غزل میں آپ عورت سے مخاطب ہوتے ہیں لیکن افسانے میں کوئی ایسی قباحت نہیں۔ آپ مرد سے بات کر رہے ہیں اس لیے

زبان کا کوئی رکھ رکھاؤ نہیں۔ غزل کا شعر کسی کھردرے پن کا متحمل نہیں ہو سکتا ہے، بلکہ نثری نژاد ہونے کی وجہ سے اس میں کھردرا پن ہونا ہی چاہیے جس سے وہ شعر سے ممیز ہو سکے۔" (12)

عزيز احمد جو هيءُ خيال آهي ته "افسانے میں جو چیز اہم ہے اور اس کی جان ہے اور جو کسی ٹیکنیک کی پابند نہیں وہ واقعہ محض واقعہ ہے." (13)

جڏهن ته اردوءَ جي مشهور اديب احمد عليءَ جو ان باري ۾ هيءُ چوڻ آهي ته "افسانے میں وسعت نہیں ہوتی۔ افسانے میں انسانی زندگی اس کے اثرات اور تاریخ کے بدلتے ہوئے رخ کو ایک حد تک پیش کیا جاسکتا ہے اور اس لیے لکھنے والے میں تشنگی کا احساس باقی رہ جاتا ہے۔ گویا افسانہ ایک کڑی ہے جو اپنی جگہ معنٰی خیز ہونے کے باوجود محض ایک کڑی رہتا ہے اور زرہ بکتر نہیں بنتا." (14)

اردو افسانہ نويس غلام عباس ان باري ۾ هيءَ راءِ رکي ٿو ته "افسانہ ادب کی سب سے آسان صنف ہے ایک معمولی پڑھا لکھا آدمی جو خط لکھنا جانتا ہو تھوڑی سی کوشش سے افسانہ لکھ سکتا ہے بشرطیکہ وہ یہ جانتا ہو کہ زندگی کی حقیقتوں کو کم سے کم لفظوں میں کس طرح پیش کیا جاسکتا ہے اور افسانہ نثر کی تمام اصناف میں اس لیے برتری رکھتا ہے کہ وہ چند صفحات میں لکھا جا سکتا ہے اور زندگی کی حقیقت کو پیش کر سکتا ہے۔" (15)

پروفيسر وقار عظيم جو ان بابت هيءُ خيال آهي ته "اِج جو افسانو فن جي حيثيت سان ته برابر اڳتي وڌندو رهي ٿو پر اج جيڪا ان جي وصف ڪئي وڃي ٿي، ان ۾ شايد سياٽي خامي نظر اچي. ان جو سبب اهو آهي ته افساني جي هر پهلوءَ تي نفسيات جي نوَن نوَن نظرين جو اثر پوندو وڃي ٿو." (16)

**جديد افساني بابت مختلف سنڌي نقاد پڻ پنهنجو جدا جدا موقف رکن ٿا. هيٺ انهن جي راءِ بہ پيش ڪجي ٿي.**

سنڌ جي مشهور اديب ۽ نقاد محمد ابراهيم جويو جو ان لاءِ هيءُ چوڻ آهي ته "مختصر افسانو نثري ادب جو معراج آهي، ۽ نثر اتي پهچي شعر ۽ تغزل سان وڃي همدوش ٿئي ٿو. ڪامياب مختصر افسانو پنهنجي جاءِ، لفظن جي چونڊ، معنيٰ ۽ مطلب جي وسعت، جذبات جي لطافت ۽ گهرائيءَ، ۽ آخري تاثر جي لحاظ کان نثري شعر آهي." (17)

ڊاڪٽر عبادت بريلوي ان جي وضاحت هن طرح ڪئي آهي ته "مختصر افسانو اهو نہ آهي، جيڪو رڳو مختصر هجي، پر منجهس

اختصار ڪانسواءِ ٻيو بہ گھڻو ڪجھہ ٿئي ٿو. اختصار بنيادي خوبي ضرور آهي، پر ان سان گڏ جيستائين ان ۾ ٻيون ضروري خوبيون نہ هونديون، تيستائين ان کي ”مختصر افسانو“ چئي نٿو سگھجي. مختصر افسانو هڪ فن آهي، جنهن کي پنهنجا جمالياتي ۽ فني اصول آهن. افسانو جيستائين انهن اصولن کي پورو نہ ٿو ڪري، تيستائين ان کي مختصر افسانو چوڻ غلط آهي.“ (18)

ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي بہ مختلف عالمن طرفان ڪيل افساني جي وصف سان اختلاف رکندي، هي لفظ چيا آهن تہ ”افساني جي اِيپاس مان اها ڳالهہ تمام مشڪل آهي، تہ اسان سنڌي افساني جي ڪن ادبي روايتن جي باري ۾ ڪو فيصلو ڪري سگھون. عمومي طور هن ڳالهہ تي اڳ ۾ بحث ڪونہ ٿيو آهي، ۽ خصوصي طور تي ادبي روايت جي باري ۾ سوچ جو بنياد بہ اسان پاڻ رکي رهيا آهيون. ان ڪري اسان جي لاءِ هن جاءِ تي فقط ايترو ئي چوڻ ممڪن آهي، تہ افسانو بہ تصّوراتي ادب جو ڪردار ادا ڪري ٿو ۽ تصّوراتي ادب اهو آهي جيڪو:

(1) خيال اپاري ٿو.
(2) عورت ۽ مرد جي تعلقات تي روشني وجهي ٿو.
(3) ادبي آرٽ جي خيال کان هڪ سڌريل آرٽ بنجي ٿو.
(4) سماجي ۽ تهذيبي مسئلن کي سمجھڻ ۾ مدد ڪري ٿو.
(5) عمومي طور زندگيءَ جي مختصر، پر اونهي تنقيد ڪري ٿو.

اهڙيءَ طرح افساني جون روايتون ڳل تي ٿي سگھن ٿيون: (1) ادبي آرٽ (2) زندگيءَ جي تنقيد (3) سماجي ۽ ڪلچري وٿون. (19)

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ان لاءِ لکي ٿو تہ ”جنهن صنف کي افسانو يا ڪهاڻي سڏجي ٿو سا جديد زماني جي هڪ مقبول ترين نثري صنف آهي.“(20)

محمد اسماعيل عرساڻي مطابق، ”مختصر افسانو اسان جي پنهنجي زماني جي پيداوار آهي. ان جي بناوٽ تي نظر وجهبي تہ اختصار ان جي سڀ کان زيادہ نمايان خصوصيت آهي.“ (21)

جڏهن تہ شمس الدين عرساڻيءَ جو هيءُ چوڻ آهي تہ ”افسانو هڪ اهم تخليقي ۽ عظيم آرٽ آهي. جيتوڻيڪ ان ۾ ظاهري طرح فرضي

ڳالهيون ٿين ٿيون، تاهم اهي ڪن صداقتن تي مبني آهن، جن جو اختراع هڪ روشن آئيني وانگي معلوم ٿئي ٿو ۽ جنهن مان زندگيءَ جي گذريل واقعن ۽ زماني جي حادثات کي بخوبي ڏسي سگهجي ٿو.“ (22)

ڊاڪٽر قاضي خادم پنهنجي مضمون ”ادب ۽ روايتون“ ۾ افساني جي تشريح هنن لفظن ۾ ڪئي آهي ته، ”مختصر ڪهاڻي ادب جي هڪ نهايت مقبول صنف آهي. جديد دؤر ۾ هن ادبي صنف کي جيتري مقبوليت حاصل ٿي آهي، تنهن جو ڪو بيو مثال ورلي ملندو.“ (23)

سنڌ جي جڳ مشهور اديب، شيخ اياز جو ڪهاڻيءَ بابت هيءَ چوڻ آهي ته، ”ڪهاڻي پل پر جو واقعو آهي، ناول جيئن سال صديءَ ۾ نٿي ڦهلجي. گهڙيءَ جا گهڙيال آهن، پيو انسان بدلجي سدلجي، نيون نيون تبديليون، نوان نوان تعميري خيال، خوديءَ جو خيال، ڪڏهن ڪيئن، ته ڪڏهن ڪيئن؟ انهن ۾ ڪو خاص رشتو ڪا ڳالهه ڳانڍاپو آهي ته پوءِ چو زندگيءَ ۾ ايتريون تبديليون خيال ۾ رکي، انهن ۾ ڪوئي عام تعلق ڳولجي.“(24)

پروفيسر ڊاڪٽر خورشيد عباسيءَ جي راءِ هيءَ آهي ته ” افسانو ادب جي سڀ کان اهم شاخ آهي. ناول کانپوءِ فقط افسانو ئي آهي جيڪو زندگيءَ جي غم ۽ خوشي، مرڪن ۽ لڙڪن، جدوجهد ۽ ڪشمڪش، ڪاميابين ۽ ناڪامين جي ڀرپور ترجماني ڪري ٿو.“ ( 25)

ڊاڪٽر نور افروز خواجه ان لاءِ لکي ٿي ته، ”زندگيءَ جي سلسلي وار يا مسلسل ۽ متواتر بيان کي ڪهاڻي چئجي ٿو. پوءِ اهو فرضي قصو هجي يا حقيقي. زندگيءَ جو اهو سلسلو ٻالڪپڻ، جواني يا ٻڍاپڻ کان به شروع ٿي سگهي ٿو پر ان ۾ ڳالهه جو مقصد پورو بيان ڪيل هجي.“ (26)

جڏهن ته نجم عباسيءَ جو ان لاءِ هيءُ رايو آهي ته، ”منهنجي خيال موجب ننڍي ڪهاڻيءَ جي وصف هيءَ آهي ته، زندگيءَ جي ڪنهن اهم پهلو يا غير معمولي واقعي جو دلچسپ پيرائي، ۾ ۽ ٿوري ۾ ٿوري لفظن ۾ بيان ۽ چند چاڻ ڪرڻ.“ (27)

## حوالا:


(1) هڪڙو انور فگار ڊاڪٽر. "شڪارپور شهر جو سنڌي ادب ۾ حصو" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 2009 ع ص 411

(2) ملڪاڻي منگهارام "انگريزن جي راڄ ۾ سنڌي نثر جي اوسر" سهڻي ڪتابي سلسلو ص 78

(3) سليم اختر ڊاڪٽر ۽ مسعود اشعر مرتبه رشيد ملڪ "يڪتي تحريڪ"، "پاڪستاني ادب" اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان 1993ع

(4) شيخ ع. ق "سنڌ ۾ افسانه نگاري" ادبي جائزو "روح رهاڻ" حيدرآباد: زندگي پبليڪيشن ص 11 ع

(5) The Study of the short story Encyclopedia funk and venglas volume 23. (1993ع)

(6) An introduction to the study of literature William Henry Hudson page 339

(7) William. Henry. Hudson. The study of the short story An introduction to the study of literature Page 337

(8) Oxford advanced learner's dictionary sixth new edition ( O U P)

(9) پریم چند "صبح ہوتی ہے" کرشن چندر کا ایک رپورتاژ شمیم احمد کرشن چندر تنقیدی مطالعہ

(10) ايضاً

(11) بوهيو الهداد ڊاڪٽر. "افسانو"، "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1978ع

(12) سنگھ، راجندر بیدی. "افسانوی تجربہ اور اظہار کے تخلیقی مسائل"، "کہانیاں" لاہور: نذیر سنز پبلشرز 1992ع

(13) مرزا، احمد بیگ ڈاکٹر. اردو افسانے کی روایت 1903ع سے 1990ع تک. اسلام آباد: اکادمی ادبیات پاکستان 1993ع

(14) ايضاً

(15) ايضاً

(16) جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 1994ع ص 167

(17) جويو محمد ابراهيم. مهاڳ "جمال ابڙو ڪهاڻيون مضمون شخصيت" ڪراچي: ثقافت ۽ سياحت کاتو 1992ع

(18) عبادت بريلوي ڊاڪٽر. "مختصر افساني جو فن"، "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ ص 1957ع ص 172

(19) بوهيو الهداد ڊاڪٽر "ڪي ٻيون ادبي صنفون افسانو". "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1978 ع ص 149

(20) جوڻيجو عبدالجبار. "افسانو"، "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 1994 ع ص 167

(21) عرساڻي، محمد اسماعيل "سنڌي افسانو"، "چار مقالا" ڇاپو ٻيو ڇپرائيندڙ جامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1994ع ص 157

(22) عرساڻي، شمس الدين ڊاڪٽر. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي 1982ع ص 71

(23) قاضي، خادم ڊاڪٽر. "سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ جي ابتدا"، "ادب ۽ روايتون " حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1992ع

(24) هَڪڙو انور فگار ڊاڪٽر. مرتب "جي تند برابر تورڀان" ڪراچي: سنڌي ادبي اڪيڊمي 1998ع ص48

(25) عباسي، خورشيد ڊاڪٽر. "سنڌ جي ٽن مشهور رسالن ٽماهي مهراڻ، نئين زندگي ۽ گل ڦل جي ذريعي سنڌي افساني ۽ ڪهاڻيءَ جي اوسر"، "ريسرچ جنرل" ڪراچي: سنڌي شعبو وفاقي اردو يونيورسٽي عبدالحق ڪئمپس 2010 ع ص 33

(26) خواجه، نور افروز ڊاڪٽر. "ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ناول جي اوسر" ڪراچي: شوڪت علي اينڊ سنز 2010ع

(27) عباسي، نجم "طوفان جي تمنا" حيدرآباد: سنڌ يونيورسٽي رائيٽرس ڪلب سنڌي سيڪشن 1969ع ص؟

باب ٻيو

## سنڌي افسانوي ۾ ترجمي جو دؤر

سنڌي افساني جي شروعات ويهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪي کان ٿي، سڀ کان پهرين اصلاحي ڪهاڻيون لکيون ويون، جن جو مقصد عام ماڻهن ۾ اخلاقي سکيا ۽ سماجي سڌاري سان گڏ وندر وروٺهن پيدا ڪرڻ هو. ان ڪري شروعاتي دؤر جي اڪثر ڪهاڻين جا موضوع انساني سماج جي اوسر ۽ ترقيءَ سان سلهاڙيل نظر اچن ٿا . مثال "ڌرم راءِ جي وهي"، "ڄيوَت جو جس" ۽ "پريم جو مهاتم". هندو مسلم اتحاد بابت لکيل ڪهاڻي "سروجني"، "شيرين" ۽ "پويتر پريم" وغيره. اوائلي دؤر ۾ لعل چند امر ڏنو مل جي ڪوشش سان برپا ٿيندڙ "سنڌي ساهت سوسائٽي"، سنڌي ڪهاڻيءَ جي فروغ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو جنهن ۾ گهرو زندگيءَ جي واقعن تي مبني ڪهاڻيون لکيو ويون. جيئن جيئن جديد تعليم عام ماڻهن جي زندگيءَ ۾ شامل ٿي ۽ آمدورفت جا ذريعا وڌيا، تيئن موضوعن ۾ پڻ وڏي تبديلي آئي، ۽ ڪيترائي نوان موضوع سنڌي ڪهاڻيءَ جو حصو بنيا. ٻي جنگ عظيم ڪهاڻيءَ کي انقلابي موڙ تي وٺي ويئي- ۽ جيئن ته برِصغير ۾ اهو دؤر انگريزن جي حڪمرانيءَ جو دؤر هو ان ڪري انهن ديسي ادب سان گڏ انگريزي ادب کي پڻ گهڻو فروغ ڏنو. سنڌي ليکڪن پڻ عالمي ادب کي عام ماڻهن تائين منتقل ڪرڻ لاءِ ان پرڏيهي ادب جا ديسي ٻوليءَ ۾ ترجما ڪري، عام ماڻهن جو عالمي ادب ڏانهن ڌيان ڇڪايو. نه صرف ايترو پر ان سان گڏ انهن (ليکڪن) ناول ۽ ڪهاڻين جا موضوع ساڳيا رکي، ڪردارن کي ديسي ويس پارائي، مقامي نالا رکي پڻ پيش ڪيو. مثال طور مرزا قليچ بيگ جو "حسنا دلدار"، "وينس جو واپاري"، ليلارام ولايت مل جي "سمن موچيءَ جي ٻالھ"، شريمتي گهوشال جي آڪاڻيءَ تان ترجمو ٿيل آسانند

مامتورا جي "بلوو" ۽ "ٻال هتيا"، جيڪا تالسٽاءِ جي ناٽڪ "Power of Darkness" تان ورتي ويئي، تہ جيئن عام ماڻهن ۾ ڪتاب پڙهڻ جو شوق جاڳي. ان ڪري جيڪڏهن ان دؤر جي افسانوي ادب جو مطالعو ڪبو تہ طبعزاد ڪهاڻين سان گڏ اهڙا ناول يا افسانہ بہ جَجهي تعداد ۾ ملندا، جن جا گهڻو ڪري موضوع، ڪردار ۽ ماحول ٻين ٻولين جي افسانوي ادب تان ماخوذ نظر ايندو. بقول سيّد مظهر جميل جي تہ "سندھی زبان میں فکشن نگاری کا ابتدائی دور دراصل دوسری زبانوں کے افسانوی ادب سے اخذوماخوذ کا دور رہا جس میں انگریزی، مرہٹی، بنگالی اور اردو زبان میں لکھے ہوئے، شاہکار ناول اور قصے کہانیوں کو سندھی زبان میں منتقل کرنے کا کام نہایت منظم اور وسیع پیمانے پر کیا گیا".(1)

انهن ماخوذ ٿيل پلاٽن کان علاوه، سنڌي افسانوي ادب پنهنجي جڳهہ بڻائڻ کان پهرين، ٻيا جيڪي مرحلا طئہ ڪيا، انهن ۾ سڀني کان اول ترجمي جو مرحلو اچي ٿو. ترجمي واري ان دؤر جي اهميت کان ڪوبہ انڪار نٿو ڪري سگهجي. بقول رسول بخش پليجي جي تہ، "دنيا جي تاريخ اهڙن مثالن سان ڀري پيئي آهي، جو ماڻهن ناڻن جون خزينون خرچ ڪري ڌارين ٻولين جا ڪتاب ترجمو ڪرائي پڙهيا هئا. ايران جي شاهن ۽ بغداد جي خليفن لکين روپيا خرچ ڪري، سنسڪرت تان ورتل "نل دمينتي"، "پنج تنتر" جهڙا ڪتاب فارسي ۽ عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايا، ۽ اهي ڪتاب اڄ تائين "انوار سهيلي" ۽ "گلزار چنبيلي" جي نالن سان دنيا کان داد وصول ڪري رهيا آهن. مگر اها ڳالهہ ٿورن ماڻهن کي معلوم آهي، تہ دنيا جا ڪيترائي سماجي ۽ ذهني انقلاب، ترجمو ڪندڙن جي ڪاوشن جو نتيجو آهن. ورهاڱي کان اڳ سنڌيءَ ۾ ترجمي جا من موهيندڙ سرچشما موجود آهن. "ڪهاڻي مالها" وغيره ادارا هر مهيني ڪو نہ ڪو بنگالي، هندي يا ٻيو ڪو سهڻو ناول يا ڪهاڻين جو مجموعو پيش ڪندا هئا. شرت چندر، بنڪم چٽترجي ۽ رابندرناٿ ٽئگور جهڙن عظيم ناول نويسن سان اسان جو تعارف انهن رسالن ڪرايو."(2)

ادب جي تاريخ ۾ انهن ترجمن کي بنيادي حيثيت حاصل آهي، جنهن ادب ۽ ٻوليءَ جي ترقي ۽ ڦهلاءَ ۾ ضروري ڪردار ادا ڪيو آهي. ڊاڪٽر عاشق حسين ان لاءِ لکي ٿو تہ، "تحقيق ۽ تخليق کان پوءِ ترجمي کي بہ وڏي اهميت حاصل آهي. عربن، يوناني ۽ سرياني ٻولين مان ڪتاب ترجما

ڪري ادب ۾ واڌارو ڪيو يورپ وارن اسپيني عربن جي ادبي خزانن جا ترجما ڪري، يورپ جي نشاتِ ثانيہ جو بنياد وڌو. انگريزن بہ ٻين ترقي يافتہ ٻولين مان مکيہ ۽ شاهڪار ڪتاب ترجمو ڪري، انگريزيءَ کي سائنس ۽ آرٽ جي جديد ۽ جامع زبان بڻايو. اسان کي بہ کپي تہ اسين بہ دنيا جي فني ۽ علمي، اهم ۽ ضروري ڪتابن کي سنڌيءَ ۾ منتقل ڪري، پنهنجي سباجهڙي ٻوليءَ کي هڪ سائنٽيفڪ ۽ شاهوڪار زبان بڻايون."(3)

سنڌي ادب جي شروعاتي دؤر ۾ جيڪي ناول ۽ ڪهاڻيون ترجمو ڪيون ويون، انهن ۾ سڀ کان وڌيڪ جنهن عالم ۽ اديب پاڻ موکيو سو مرزا قليچ بيگ هو. هن جيڪا سنڌي ٻولي ۽ ادب جي خدمت ڪئي، سا تاحيات پڙهندڙن جي دلين ۾ قائم رهندي. ان ڪري ئي اوائلي دؤر جي ترجمو ڪندڙن ۾ مرزا قليچ بيگ جو نالو وڏي حيثيت جو حامل آهي. هن دنيا جي مختلف ٻولين جي افسانن، ناولن، ڊرامن، ۽ مضمونن جا ترجما ڪري، سنڌي ٻوليءَ کي معياري ترجمن سان مالا مال ڪيو. هن اديب ئي شرلاڪ هومز جون ڪهاڻيون ۽ شيڪسپيئر جا مختلف ڊراما ماخوذ ڪري، سنڌي زبان تي سڀ کان وڏو احسان ڪيو. هن فرانس بيڪن جي مضمونن ۽ وڪٽر هيوگو جو مشهور ناول، **"محبت ماريا سائين سنواريا"** جي نالي سان ترجمو ڪري، سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌا. آفاق صديقي سندس انهن خدمتن جي مڃتا طور لکي ٿو تہ "*سندھ کے افسانوی ادب میں انیسویں صدی کے وسط سے طبعزاد قصے، کہانیوں کے ساتھ ساتھ انگریزی، اردو اور فارسی وغیرہ سے تراجم کیے جانے والی کتابوں کے نام آتے ہیں. اس دور کی ممتاز سندھی ہر اہل قلم نے یہ کام بڑی عمدگی سے کیا. خصوصاً مرزا قلیچ بیگ کا نام سندھی زبان اور ادب کے عظیم محسن کی حیثیت رکھتا ہے۔ بقول غلام ربانی آگرو کے کہ "مرزا قلیچ بیگ کا سندھی ادب پر یہ بڑا احسان ہے کہ انھوں نے عظیم یورپی مصنفوں کے شاہکار سندھی میں منتقل کیے ہیں اور ایسی سندھی زبان میں ترجمے کیے ہیں کہ ان کے ترجمے خود اپنی جگہ کارنامے ہیں.*"(4)

هن جيڪي ناول ۽ ڪهاڻيون ترجمو ڪيون، انهن ۾ مٿي ڄاڻايل ناولن کان علاوه بوڪرٽي واشنگٽن جو ناول، **"اپ فرام سليوري"**، ڊين سوئيفٽ جو ناول **"ٽريول آف گليور"**، ڊي فو جو ناول **"رابنسن ڪروسو"** وغيره شامل آهن. شيخ اياز سندس فن جي مڃتا هنن لفظن ۾ ڪري ٿو تہ "مرزا قليچ بيگ اسان جي ادبي ذوق ۽ انقلاب جو باني هو. ڪڏهن ڪڏهن مان پنهنجي

شعور جا قالين اُڪيليندو آهيان، تہ انهن ۾ بہ تي رنگين ڌاڳا قليچ بيگ جا بہ ملندا آهن. منهنجي عمر ڏهہ ورهيہ هئي، جڏهن مون قليچ بيگ کي پڙهڻ شروع ڪيو هو. هن جي تصنيفات منهنجي ذهن کي کهنبي ۾ ويڙهي، ان جي چوڌاري هزارهان رنگين پوپٽ اڏائي ڇڏيا. شاهہ لطيف کانپوءِ قليچ بيگ سنڌ جي عظيم ترين ادبي شخصيت آهي.“(5)

ان سان گڏ هندو ليکڪن پڻ انهن ترجمن کي ڪامياب بڻائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. ان سلسلي ۾ جيڪي ترجما ڪيا ويا، انهن ۾ فرانسيسي ناول ”**ڪائونٽ آف مونٽي ڪرسٽو**“ کي ”**حسد جي باهہ**“ (نانڪ رام ڏرمر داس)، رينالڊ جو ناول ”**ينگ فشرمين**“ (منگها رام ملڪاڻي)، وڪٽرهيوگو جو ناول ”**ليس مزريبل**“کي ”**ڏکيو انسان**“(پروفيسر موتومل گدواڻي)، غلامن جي زندگيءَ جي ترجماني ڪندڙ آمريڪي ناول، ”**دي انڪل ٽام ڪئبن**“ کي ”**گولن جا گوندر**“ (پيرومل مهرچند آڏواڻي) وغيره شامل آهن. ڊاڪٽر قاضي خادم سندس خدمتن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ ”عربي ۽ فارسيءَ کان سواءِ انگريزن جي دؤر کان انگريزي علم و ادب جا ڪتاب بہ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيڻ لڳا. ان کان سواءِ بنگالي، هندي، گجراتي ۽ اردوءَ مان بہ ڪيترائي ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا. خاص طور اڻويهہ صديءَ جي آخر ۾ ترجمو هڪ صنف جي صورت ۾ سامهون آيو ۽ ان سنڌي ادب ۾ هڪ مستقل مقام حاصل ڪيو. 1880ع کان 1947ع تائين تمام اهم روسي، فرانسي، اسپيني، اطالوي ۽ انگريزي ادب جا ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا. ڏٺو وڃي تہ ان دؤر جي ترجمي نگارن ۾ گهڻو تعداد هندو اديبن جو هو. پرانهن ۾ مرزا قليچ بيگ جو نالو وڏي اهميت جو حامل آهي، ڇو تہ ان اٽڪل چار سؤ ڪتاب لکيا، جن ۾ گهڻو تعداد ترجمن جو هو.“ (6)

1914ع جي عالمگير لڙائي انساني ذهنن ۾ وڏي اٿل پٿل پيدا ڪئي، جنهن سان انساني سوچ جو دائرو وسيع ٿي ويو. ڇو تہ ان جي سوچ ان جي آس پاس جي ماحول سان گڏ، دنيا جي مجموعي حالتن کي پنهنجي دائري ۾ آڻي ڇڏيو هو. انهن جي انهي شعوري سجاڳي، انهن کي عالمي ادب سان متعارف ڪرايو. اهو ادب، جنهن ۾ گهڻي قدر عام ماڻهن جي سماجي، سياسي ۽ معاشي مسئلن جي اُپٽار ٿيل هئي. جنهن ۾ عام رواجي زندگي ۽ ان ۾ پيش ايندڙ واقعن جي هوبهو عڪاسي ٿيل هئي، ترجمي جي ان اوائلي

دؤر ۾ بہ ڪهاڻين جا زياده تر موضوع نصيحت آميز ۽ اخلاقي هئا، جن ۾ مختلف سماجي براين جي نشاندهي ڪئي ويئي هئي. ديوان ڪوڙومل پهريون اديب هو جنهن سماج سڌارڪ جي خيال کان بنڪم چٽرجيءَ جون ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون. جيئن تہ انهن ڪهاڻين جا موضوع عام طور تي سماج ۾ موجود براين جي نشاندهي تي ٻڌل هئا، ان ڪري انهن جي پڙهندڙن جو تعداد ڏينهون ڏينهن وڌندو رهيو.

ويهين صديءَ جا ڪي پرچا، جن ۾ اهي افسانا ڇپيا سي ڏيپلائيءَ موجب، **"سرسوتي"**، **"سناتن ڌرم"**، ماهوار ناول **"اخبار"**، **"سنڌي ساهت سوسائٽي"**، **"سنسار چڪر"** ۽ **"سندر ساهتيہ"** وغيره ماهوار رسالا هئا. افساني جو ٻيو دؤر 1925ع کان 1940ع تائين رهيو جيڪو گهڻن ليکڪن موجب ترجمي وارو دؤر هو جنهن ۾ عالمي ادب کي ترجمي هيٺ آندو ويو. ان ڪري هن دؤر جي سنڌي ڪهاڻي سياسي ۽ سماجي شعور سان ڀرپور نظر اچي ٿي، جن ۾ طبعزاد ڪهاڻين کان وڌيڪ ترجمن تي گهڻو زور ڏنو ويو. ان ڪري هن دؤر کي سنڌي ادب ۾ ترجمي جو دؤر بہ چيو ويجي ٿو. جنهن ۾ بنگالي ادب جي ترجمن جي پنهنجي نمايان حيثيت آهي، ڇو تہ شروعات ۾ گهڻي ڀاڱي بنگالي ادب ترجمي هيٺ آندو ويو هو جنهن جو سبب گهڻي ڀاڱي نقادن ٽئگور جي سنڌ ياترا کي مڃيو آهي. شمس الدين عرساڻي ان بابت لکي ٿو تہ "ٽئگور جي انسان دوستي، امن، ڀائيچاري ۽ قومي امنگ وارن خيالن سنڌي اديبن کي مٿس فريف تہ ڪري ڇڏيو ۽ سندس سنڌ ياترا سنڌي ادب جي تبديليءَ ۾ سنگِ ميل ثابت ٿي." (7)

ان ڪري ٻي ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ بنگالي ادب مان ٿيل گهڻا ترجما، ٽئگور جي سنڌ اندر مقبوليت کي ظاهر ڪن ٿا. ان سلسلي ۾ سندس ڪيترين ئي ڪهاڻين جا ترجما شامل آهن، جن ۾ داراچنداس آڏواڻي، جنهن سندس هڪ ڪهاڻي **"پريم جو راز"** جي نالي سان ترجمي هيٺ آندي. ان ڪانسواءِ گرڌاري ڪرپالاڻي **"ٽئگور جون آکاڻيون"** نالي ڪتاب لکيو جنهن ۾ ٽئگور جي مشهور ڪهاڻي **"ڪابلي والا"** بہ شامل هئي. ان ئي سلسلي کي قائم رکندي منشي پريم چند جون سياسي ۽ سماجي موضوعن تي لکيل ڪهاڻيون بہ شايع ڪيون ويون. ان کان علاوه بنگالي ادب مان جن ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون ترجمو ڪيو ويون، انهن ۾ بنڪم چٽرجي،

گجيندر متر، پرشاد چٽترجي، نارائڻ پرشاد ۽ منش گهاتڪ وغيره شامل آهن. جنهن سان گڏ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ترجمي جي دؤر جي باقاعده شروعات ٿي. ترجمي جي اهڙي اهميت بيان ڪندي محمد ابراهيم جويو لکي ٿو ته "انساني فڪر جي واڌ ۽ پکيڙ دنيا ۾ جيتري ترجمن وسيلي ٿي آهي، ۽ ٿي رهي آهي، اهڙي ڪنهن ٻـئي ذريعي سان ٿي نـ سگهي آهي." (8)

ان ڪري بلاشبہ چئي سگهجي ٿو تہ، ترجمي سنڌي افسانوي ادب ۾ نئين فڪر ۽ نئين شعور جي شروعات ڪئي. جنهن ۾ نـ صرف بنگالي، پر انگريزي، هندي، اردو، مرهٽي ۽ گجراتي ۽ ٻين ٻولين تان سوين افسانا سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيا ويا. جن مشهور اديبن جا افسانـ ترجمو ڪيا ويا، انهن ۾ شرت چندر، منشي پريم چند، ٽئگور، ڪرشن چندر، ڪشور ساهو، رٽبير سنگهہ، ڪوراناٿ، خواجہ احمد عباس، ابراهيم جليس، ڪملا ڪانٿ ورما ۽ ڪنيا لعل وغيره شامل آهن. بقول ولي رام ولڀ، "هندستان جي ڏيهي ادب سان گڏ پرڏيهي ادب، خاص ڪري هندي، گجراتي، مراٺي، بنگالي، روسي، فرينچ، جرمن ۽ انگريزي ٻولين جو شاهڪار ترجمو پيش ڪيو ويندو هو. اسان وٽ منشي پريم چند، اوپيندر ناٿ اشڪ، سدرشن، ٽئگور، بنڪم چندر چٽترجي، شرت چندر چٽترجي، ڪنيالال منشي ۽ ڪرشن چندر وغيره مشهور ٿي ويا. ٻاهرين ملڪن جي ليکڪن ۾ او هينري، پرل بڪ، ٽالسٽاءِ، گورڪي، چيخوف ۽ موپاسان جون ڪهاڻيون ۽ ناول ۽ شيڪسپيئر جا ناٽڪ سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيا. هڪ ٿلهي اندازي پٽاندر ورهاڱي تائين گهٽ ۾ گهٽ 400_500 تائين ڪهاڻيون، 150 کن ناول، 50 کن ناٽڪ ۽ 200 کن ٻين مختلف موضوعن جا ڪتاب ترجما ٿيا هوندا، ان طرح سان جديد ادب لاءِ ترجمن وسيلي ميدان هموار ٿيندو ويو." (9)

ترجمي جي هن عظيم فن ۾ جن سنڌي اديبن نمايان ڪردار ادا ڪيو تن ۾ شيوارام لالا، ڪلياڻ آڏواڻي، نانڪرام ڏرمداس ميرچنداڻي، امرلعل هنگوراڻي، جڳت آڏواڻي، ميلا رام منگت رام واسواڻي، گوبند مالهي، ديو سنياڻي، ليکو تلسياڻي، وديارٿي ۽ مسلمان اديبن مان وري دوست علي، اميد علي ۽ دلدار حسين موسوي شامل آهن.

سنڌي ادب ۾ ترجمي واري فن کي پنهنجو الڳ مقام حاصل آهي، جنهن ڪري اها دعويٰ ڪري سگهجي ٿي تہ سنڌي افساني جي ترقي، ۽

معيار انهن ترجمن جي بدولت عمل ۾ آيو. شمس الدين عرساڻي ان دؤر بابت لکي ٿو ته، "هيءَ اهو دؤر هو جنهن ۾ جديد سنڌي ڪهاڻيءَ جي ترقي ٿي، ليڪن ان جو سمورو انحصار وري به ترجمن تي هو. جيتوڻيڪ هندستان جي گهڻو ڪري سيني ٻولين هندي، گجراتي، اردو ۽ مراهٽي وغيره مان ترجمو ڪيا ويا، ليڪن بنگالي ادب مان خصوصن گهڻي تعداد ۾ ڪهاڻيون ترجمو ڪيون ويون، ۽ انهن ڪهاڻين جي پيڙهه تي سنڌي ڪهاڻيءَ جي عمارت تعمير ڪئي ويئي."(10)

ادبي رچنائن ۾ ترجمي واري ڪم کي بلڪل الڳ شعبو نه سمجهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته طبع زاد لکڻين کان سواءِ، ترجمي جو پڻ سنڌي افسانوي ادب ۾ معيار نهايت اهم رهيو آهي، ۽ ان جي ئي بدولت سنڌي ڪهاڻي موجوده منزل ماڻي آهي. بقول ڊاڪٽر غلام علي الانا جي ته، "سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيءَ جي شروعات ننڍي کنڊ جي مشهور ڪهاڻي نويسن، توڙي عالمي ادب جي مشهور ڪهاڻيڪارن جي ترجمن جهڙوڪ ٽئگور، شرت چندر، منشي پريم چند، ڪرشن چندر، ٽالسٽاءِ، گورڪي، چيخوف، پشڪن ۽ موپاسان وغيره جي ڪهاڻين جي ترجمن سان ٿي. اهي ترجمو ٿيل ڪهاڻيون ان دؤر جي سنڌي رسالن "ڀارت جيون"، "آشا" ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپيون. ان دؤر جو مشهور رسالو ماهوار "سنڌو"، جيڪو 1932ع ۾ ٻولچند راجپال پهرين شڪارپور مان، پوءِ جيڪب آباد مان شايع ڪندو هو. هيءُ رسالو ملڪ جي ورهاڱي تائين جاري رهيو. هن رسالي ۾ به طبعزاد ۽ ترجمو ٿيل ڪهاڻيون شايع ٿينديون هيون."(11)

جيئن مٿي پڙهي آياسين ته اوائلي سنڌي ڪهاڻيءَ جو انحصار گهڻي ڀاڱي ترجمن تي هو ان ڪري سنڌي ادب ۾ سٺن ۽ معياري ترجمن عام ماڻهن ۾ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. ماڻهو وڏي چاهه سان سنڌي ڪهاڻيءَ کي پڙهڻ لڳا.

جيئن ته اهو دؤر افسانا نويسيءَ جو شروعاتي دؤر تصور ڪيو وڃي ٿو ان ڪري جيڪڏهن ان دؤر جي ادبي ڪٿ ڪئي وڃي، ته سنڌي افسانا نويسيءَ ۾ اهو دؤر افساني جو "سونهري دؤر" نظر ايندو جنهن ۾ سنڌي رسالن، خاص ڪري "سنڌو" رسالي جو ڪردار پڻ "سون تي سهاڳي" مثل نمايان نظر ايندو جنهن انهن ترجمو ڪيل افسانن کي شايع ڪري، عام

ماڻهن کي ڏيهي توڙي پرڏيهي ادب کان روشناس ڪرايو. هن دؤر ۾ طبعزاد توڙي ترجمو ڪيل ڪهاڻين جا اڪثر موضوع غربت، جنس، نفسياتي مونجهارا، سياست ۽ طبقاتي ڇڪتاڻ ۽ تحريڪن سان وابستہ موضوع رهيا. انهن موضوعن تي لکيل ان وقت جي ڪهاڻين ۾ لعل چند امرڏنو مل جي **"ڪشني جو ڪشٽ"** جيٺمل پرسرام جون **"چمڙا پوش جون آکاڻيون"** ديوان ڪوڙي مل جي **"راڌا"** وغيره شامل آهن. انهي ئي دؤر ۾ پرمانند جون ڪهاڻيون دلبهار 1912ع ۾ شايع ٿيون. ان کان پوءِ ديوان دولت رام بولچند جي ڪهاڻي **"آبِ حيات"** جيڪا نيشنل هاٿورن جي ڪهاڻي (Twice told tales) تان ورتل هئي، سنڌو رسالي 1937ع ۾ شايع ڪئي. انهن سڀني افسانن جي اشاعت ۾ مٿي بيان ڪيل رسالن کان علاوه، "لتڪا چتڪا"، "ماهوار گلشن"، "راجپوت"، "علمي دنيا" شامل آهن، جن ۾ هندو ليکڪن سان گڏ مسلمان اديبن ۾ مسٽر عبدالله عبد جا لکيل افسانہ "ماسترياڻي"، "اتفاق" ۽ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جا افسانہ شامل آهن. ان ڪري اهو چوڻ بجاءِ آهي تہ ترجمي ٿيل ادب جو ٻوليءَ جي وسعت، ۽ ڦهلاءَ ۾ تمام وڏو ڪردار رهيو آهي. انهن ترجمن جي بدولت پڙهندڙ عالمي دنيا ۽ ان جي مذهب، قانون، سياست ۽ سماج جي رسمن رواجن بابت ڄاڻ حاصل ڪن ٿا. بقول رئوف نيازيءَ جي تہ *"ترجمہ ایک ایسی ثقافتی اور تھذیبی سرگرمی ہے جو زبان اور بیان کے توسط سے علم ودانش فکرو نظر حیات وکائنات وراء اور ماوراء کے بسط وکشاد کو اپنے دامن میں سمیٹے ہوئے ہیں یہ زبان کی ثروت میں نئے الفاظ نئے محاورے نئے محاکات نئے اسالیب نئے اصنافِ سخن کے ساتھ ساتھ مستعمل زبان کے خوابیدہ ومتروکہ الفاظ کو نئے معنوی علامتے نئی زندگی اور نئے ترنگ بھی عطاکرتا ہے."* (12)

ترجمي جو سنڌي افسانوي ادب جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ اهم رول رهيو. ان جي ئي بدولت پڙهندڙ ادب جي ترقي پسند ۽ جديد قدرن کان متعارف ٿيا. پهريون پيرو ادب جمالياتي حِس سان گڏ، انسان جي بنيادي مسئلن جو ترجمان بنجي اڀريو. ان سڄي پورهيي ۾ انهن ماڻهن جون ڪاوشون شامل آهن، جن پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي، دنيا جي مختلف ٻولين جي ادبي رچنائن جو اڀياس ڪري، ان کي پنهنجي ٻوليءَ جو ويس پهرائي، پڙهندڙن تائين منتقل ڪيو جيڪو بظاهر خود هڪ مشڪل مرحلو آهي. بقول ايچ ٽي سورلي: "هڪ مترجم کي هميشہ وڏي مشڪل سان منهن ڏيڻو پوي ٿو. ڇا

هن کي اصل لفظ ڏيڻ گهرجن يا اصل جو روپ پيش ڪرڻ گهرجي؟ هن کي فوٽوگرافر ٿيڻ گهرجي يا فنڪار؟ ان مشڪل جو ڪو حل ڪونهي. آخرڪار مترجم کي مصلحت کانسواءِ ٻيو ڪو چارو ڪونہ هوندو آهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ زبان جي عظيم شاهڪار کي، ٻي زبان ۾ بنا ڪجهہ وڃائڻ جي، هوبهو اٿلائڻ تمام گهٽ ممڪن هوندو آهي."(13)

ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ انساني فڪر جي شعور کي روشن ڪرڻ ۾، ۽ علم و ادب جي واڌ ويجهہ ۾ ترجمي جي حيثيت مسلم آهي. محمد ابراهيم جويو صاحب ان جي وضاحت هن طرح ڪري ٿو تہ "انساني فڪر جي واڌ ۽ پکيڙ دنيا ۾ جيتري ترجمن وسيلي ٿي آهي ۽ ٿي رهي آهي، اهڙي ڪنهن بہ ٻئي ذريعي سان ٿي نہ ٿي سگهي. هندستان ۽ يونان جي ادب ۽ علم جو عربيءَ ۾ نقل، يورپ جي ٻولين جي علمي ۽ ادبي ذخيري جو دنيا جي ٻولين ۾ منتقل ٿيڻ، جديد مهذب دنيا جي ڄاڻ جون اهي زوردار ڏاراٽون ٿي ان جي مهذب بنجڻ، ۽ مهذب هجڻ جو مکيہ سبب بنيون آهن، ۽ مکيہ سبب آهن."(14)

ترجميءَ جي فروغ ۾ ٻوليءَ جي ڪردار کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. هڪ معياري ترجمي لاءِ ڪنهن بہ ٻوليءَ جو وسيع هجڻ لازمي جز آهي، ۽ اها ڳالهہ تہ پنهنجي جاءِ تي اهميت واري آهي، تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ايڏي وسعت آهي، جو اها هر ڪنهن زبان جا لفظ پنهنجي دائري ۾ سمائي سگهي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو دنيا جو اهم ادبي ذخيرو اڄ بہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمي جي صورت ۾ موجود آهي، جنهن ۾ روز بروز واڌارو ٿي رهيو آهي. نورالهديٰ شاهہ ترجمي لاءِ ٻوليءَ جي اهميت کي هن طرح بيان ڪيو آهي تہ "بظاهر ادب ۾ ترجمي جو ڪارڻ ان ٻوليءَ ۾ سوچ ۽ فڪر جو واڌارو ۽ نوَن لاڙن ڏانهن ان ٻوليءَ جو رخ موڙڻ هوندو آهي، جنهن ۾ ترجمو آندو پيو وڃي پر ان جا ان کان بہ وڌيڪ گهرا ۽ احساساتي ڪارڻ هوندا آهن - ٻولي جنهن ۾ ترجمو آندو پيو وڃي، ان ۾ ايڏو ڦهلاءُ هجي، جنهن ۾ ٻاهرين ادب جا لفظ سمائجي سگهجن. ان ڌرتيءَ جو سياسي، سماجي ۽ احساساتي مزاج اهڙو هجي، جيڪو نہ رڳو ان ترجمي کي قبول ڪري، پر ان کي پنهنجو اظهار سمجهي، نہ تہ ترجمو محض ترجمو آهي، جن سان بُڪ اسٽال ۽ لائبريريون ڀريون پيو آهن."(15)

ترجمہ نگاري پڻ هڪ قسم جو فن آهي، جنهن جي وسيلي هڪ قوم جي ٻولي، تهذيب تمدن، رسمن رواجن ۽ فڪر کي ٻي ٻوليءَ ۾ اهڙيءَ طرح سان منتقل ڪرڻو پوي ٿو جو اهي ڪردار پنهنجي ماحول سان ٺهڪي اچن ۽ ڌاريا نہ لڳن. ان لاءِ پڻ ترجمہ نگار جو ٻنهي ٻولين بابت صحيح ڄاڻو هجڻ لازمي آهي. هڪ ترجمہ نگار ترجمو ڪرڻ کان اڳ ڪهڙن مرحلن مان گذري ٿو، ان بابت مشهور افسانوي ترجمہ نگار مراد علي مرزا لکي ٿو تہ "ترجمي ڪرڻ کان اڳ اهڙي افساني جا سمورا رخ منهنجي ذهن ۾ هوندا آهن. افساني جي ڪهاڻي، ان جا ڪردار، افساني جو بنيادي واقعو افساني جي فضا ۽ ماحول، ڪردارن جي طبيعت جي ٻي مثالي، افساني جي طرزِ تحرير ٻوليءَ جي خوبصورتي، سلاست ۽ سادگي، واقعي جو پسمنظر ۽ پيش منظر_ اهڙي ريت افساني جي سموري سونهن ذهن ۾ ويهاري، پوءِ ان کي سنڌيءَ جو لباس پارائيندو آهيان."(16)

ورهاڱي کان پوءِ بہ سنڌي ادب، خاص طور افسانوي ادب ۾ ڪيترائي ٻين ٻولين جا ڪتاب ترجمي هيٺ آندا ويا، ۽ جن ترجمہ نگارن ان ڏِس ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو انهن ۾ محمد ابراهيم جويو جو نالو سرِفهرست آهي. هن مختلف پرڏيهي ٻولين جا معياري ڪتاب ترجمو ڪري، نہ صرف سنڌي ماڻهن جي شعوري آبياري ڪئي، پر سنڌي ادب کي پڻ مالا مال ڪيو. سراج سندس اهڙين خدمتن کي ڀيٽا ڏيندي لکي ٿو تہ "آزاديءَ کانپوءِ ترجمي جي اهميت جيڪڏهن ڪنهن محسوس ڪئي ۽ ڪرائي، سو ابراهيم جويو هو. هن کي پاڻ بہ ترجمي جو فن ايترو تہ مٿاهين معيار تي کڻي ويو آهي، جو هن جا ترجما اصلوڪيون ۽ طبعزاد تحريرون ٿيون پائنجن."(17)

جويي صاحب کانسواءِ جن اديبن ورهاڱي کانپوءِ ترجمي جي فن ۾ پاڻ موکيو انهن ۾ نجم عباسي پڻ اهم آهي. هن "زلزلو"، "ماسترياڻي"، "ڳاڙهو لالٽين"، "اڪيلا نہ آهيون"، "پهاڙن ۾ پڪار" "هڪ انقلابيءَ جو نندپڻ" ۽ "گانڌي" جهڙا ڪتاب ترجمو ڪري، سنڌي ساهت ۾ ترجمي جي فن کي اڳتي وڌايو. ترجمي جي فني خوبين ۽ تجربن جو ذڪر ڪندي هو پنهنجا ويچار ڪجهہ هن طرح ظاهر ڪري ٿو تہ "ساهت ۽ ٻوليءَ ۾ ترجمي جي جيڪا اهميت ۽ فائديمندي آهي، تنهن کي مان نہ ورجائيندس. مان ترجمي جا پنهنجا ڪجهہ تجربا ٻڌائيندس. مون محسوس ڪيو آهي تہ

ترجمو تخليق کان وڌيڪ ڏکيو ڪم آهي. جڏهن ذهن ۾ ڪهاڻيءَ جو خاڪو اڀري ٿو ۽ ڪهاڻيڪار لکڻ لاءِ بيتاب ٿئي ٿو ته پوءِ اها لکڻ آسان ٿيو پوي، پر ترجمي ڪرڻ وقت، ڊڪشنريءَ ۾ لفظن جي معنيٰ ڏسڻ ۽ ان ٻوليءَ جا پنهنجي ٻوليءَ ۾ نهڪندڙ لفظ پرکڻ ڪانسواءِ، ان ٻوليءَ جي اصطلاحن لاءِ پنهنجي ٻوليءَ جا اصطلاح ڳولڻ ۽ اجا بہ ان ٻوليءَ جا ويچار پنهنجي ٻوليءَ ۾ آڻڻ واسطي وڏي ذهني ولوڙ ۽ دماغي جاکوڙ ڪرڻي پوي ٿي."(18)

نجم سان گڏو گڏ جن ليکڪن ورهاڱي بعد هن فن کي اڳتي وڌايو انهن ۾ رشيد ڀٽي، سراج، نورالدين سرڪي، مراد علي مرزا، ولي رام ولڀ، فضل احمد بچاڻي ۽ ڊاڪٽر عاشق حسين ٻيا شامل آهن.


حوالا:

(1) سید، مظہر جمیل. "سوبھو گیانچندانی کے افسانے" "سوبھو گیانچندانی شخصیت اور فن" "پاکستانی ادب کے معمار".

(2) پليجو رسول بخش "ادب ۾ ترجمن جي اهميت"، "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1960ع ص 136

(3)عاشق حسين ڊاڪٽر. ترجمو ۽ ترتيب "چونڊ شاهڪار ڪهاڻيون" ٽنڊو آدم: پدم پبليڪيشن.

(4) صدیقی، آفاق. سندھی افسانے کے تراجم "آزادی کے بعد"، "سہ ماہی ادبیات" شمارہ 24 جلد 6 اسلام آباد: اکادمی ادبیات پاکستان 1993ع ص 23

(5) شيخ، اياز "ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي" ڇاپو پهريون حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن ڊسمبر 1963ع ص 102

(6) قاضي، خادم ڊاڪٽر. انٽرنيشنل ڪانفرنس "سنڌ ماضي حال ۽ مستقبل"، "ادبيات" ص 24

(7) مرزا، نصير مرتب "مرزا نادر بيگ جون ڪهاڻيون" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1992ع

(8) جوڻيو محمد ابراهيم "ڪلاچي"، "تحقيقي جرنل" ڪراچي: شاهه لطيف چيئر جامعہ ڪراچي

(9) رام ولڀ ولي، "ادب ۾ ترجمن جي اهميت ۽ سنڌالاجيءَ جو اشاعتي سلسلو" ٽه ماهي "سنڌي ادب" جلد: 13 شمارو 1 ـ 2 1995ع ص 120

(10)عرساڻي، شمس الدين ڊاڪٽر. "آزاديءَ کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1982ع. ص 66

(11) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. "آءٌ بہ ڄاڳي پوندس"، "حقيقت نگاريءَ جو هڪ مثالي ليکڪ" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع ص 44

(12) سلیم احسن، مدیر "سماجی اجرہ" رئوف نیازی ترجمہ کے افکار و مسائل کراچی : جنوری-مارچ 2011ع ص 23

(13) پنھيرو عطا محمد: ترجمو "پٽ جو شاھ" ايچ ني سورلي ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي جولاءِ، 1992ع ص 391

(14) جوڻيو محمد ابراهيم. "فڪر جي آزادي" ڇاپو چوٿون ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 2008ع

(15) پليجو رسول بخش. "اوهانجي پچائا" (مهاڳ) نورالهدي شاه حيدآباد: سنڌي ساهت گهر 2004ع

(16) مرزا، مراد علي. "عالمي افسانا" ڇپائيندڙ پاران ڄامشورو سنڌي ادبي بورڊ

(17) سراج، "ادبي گڏجاڻي" سنڌي ادبي سنگت ڪراچي 21 ڊسمبر 1981ع مريد ڳوٺ: سنڌي ادبي سنگت 1982ع ص 19۔18

(18) عباسي نجم، (منهنجو ڏهون ڪتاب) "اڪيلائ آهيو" حيدرآباد: اداره شهباز پبليڪيشن 1982ع ص 10۔9

باب ٽيون

# سنڌي ادب ۾ مختصر ڪهاڻيءَ جو مقام

سنڌي ادب ۾ نثري لکڻين جي باقاعده شروعات انگريزن جي دؤر ۾ ٿي.

هيءُ اهو دؤر هو جنهن ۾ عام ماڻهو جديد تعليم پرائڻ لڳا. اٿين چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ ڪونه ٿيندو ته انگريزن ئي اسان جي سنڌي ادب ۾ نثر جي پيڙهه جو پهريون پٿر رکيو جنهن تي اڳتي هلي سنڌي ادب جي شاندار عمارت قائم ٿي. هيءُ اهو دؤر ئي هو جنهن ۾ سنڌي ماڻهن کي پنهنجي تاريخي ورثي موهن جي دڙي جي ڄاڻ پئي، جنهن جي ذريعي اسان کي پنهنجي تاريخي اهميت جو قدر ٿيو. ان سان گڏ سنڌين جو نون علمن سان پڻ واهپو پيو. اهو به انگريزن جو ئي دؤر هو جنهن ۾ نه صرف سنڌي آئيويٽا کي ڪامليت (Perfection) ملي، پر ان سان گڏ سنڌ اندر سنڌي ٻوليءَ کي لازمي قرار ڏنو ويو.

ان سلسلي ۾ 1853ع کان پوءِ ان وقت جي سنڌ سرڪار سنڌ ۾ ڪيترا ئي ڪتاب شايع ڪرايا، جن ۾ سڀ کان پهرين ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ۽ ڊاڪٽر ٽرمپ سنڌي ڊڪشنري ۽ سنڌي گرامر جوڙيا. ان کان علاوه ٽرمپ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءِ جي شاعريءَ تي مشتمل ”شاهه جو رسالو“ تيار ڪري، سنڌي ٻوليءَ ۾ جرمنيءَ مان شايع ڪرايو. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ پنهنجي گرامر جي ڪتاب ۾ ضميمي طور ديوان اڌارام ٿانورداس جي لکيل آکاڻي ”راءِ ڏياچ“ شامل ڪئي، جنهن کي ڪيترائي عالم سنڌي ادب جي پهرين آکاڻي تسليم ڪن ٿا.

هن دؤر جي اوائلي نثرنگار ۽ اديبن، ادب جي هر صنف تي لکيو جنهن ۾ تاريخ، جاگرافي، گرامر، سائنس، رياضي، قصا، ڪهاڻيون، ڊراما،

ناول ۽ مضمونن جا ڪتاب شامل آهن. ڪيترائي اسڪول ۽ ڪاليج کوليا ويا، مختلف اشاعتي ادارا قائم ڪيا ويا، جن جي ذريعي عام ماڻهن ۾ جديد تعليم حاصل ڪرڻ جو شعور جاڳيو. ڊاڪٽر نور افروز خواجہ ان دؤر تي روشني وجهندي لکي ٿي تہ ”انگريزن جي دؤر ۾ ڪراچي، حيدرآباد، سکر ۽ شڪارپور شهر علم ۽ ادب جا خاص مرڪز بڻيا، جتي ڪيترين ئي ادبي سنستائون ۽ اشاعتي ادارا، اسڪول ۽ ڪاليج قائم ڪيا ويا، جن ۾ نئين ۽ جديد تعليم جي شروعات ڪئي ويئي.“(1)

ماڻهن پنهنجي ان تعليمي شعور وسيلي معلومات حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ، وندر حاصل ڪرڻ جا نت نوان طريقا ڳولڻ شروع ڪيا، توڙي جو انهن طريقن جو بنياد پراڻن مان ئي ڪييو ويو. مثال طور اڳي ماڻھو پنهنجي وندر لاءِ وڏا وڏا داستان يا قصا ٻڌندا هئا، جيڪي گهر جو ڪو وڏو يا وڏي، گهر اندر ڪٽڻندا هئا. ٻاهر يا سفر تي وري داستان گو يا قصا خوان اهي داستان مسافرن کي ٻڌائيندا هئا، جن مان ڪي تہ هڪ ڏينهن اندر ۽ ڪي وري ايڏا طويل هوندا هئا، جو مهينن جا مهينا پيا هلندا هئا، پر مجال آهي جو ماڻهن جي دلچسپيءَ ۾ گهٽتائي ٿئي. ماڻهو وڏي چاهہ سان اهي ٻڌندا هئا، جيئن تہ هيءُ جديد دؤر جنهن کي مشيني يا صنعتي دؤر بہ چئجي ٿو ان دؤر ۾ ماڻهن وٽ ايترو وقت ڪونہ هو جو وڏا قصا يا داستان ٻڌن يا ٻڌائين، انهي ڪري هنن ننڍا ننڍا قصا، ڳالهہ آکاڻي يا ڪهاڻي لکڻ يا پڙهڻ کي اهميت ڏني، ۽ هو انهيءَ ۾ ٻين جي بنسبت وڌيڪ دلچسپي ظاهر ڪرڻ لڳا.

## ڪهاڻيءَ جي وصف ۽ ان جي شروعات:

ڪهاڻيءَ کي ڄاڻڻ لاءِ اسان کي سڀ کان پهرين ادب جي چنڊ ڇاڻ ڪرڻي پوندي، ڇاڪاڻ تہ ڪهاڻي يا افسانو ادب جي ئي هڪ مشهور صنف آهي. ان ڪري سڀ کان پهرين اچو تہ ادب جي باري ۾ ڄاڻون تہ ادب ڇا آهي؟ اهي ڪهڙا سماجي يا سياسي اسباب هئا جن کان مختلف دورن ۾ اسان جو سنڌي ادب متاثر رهيو ۽ ادب حالتن ۽ واقعن جي نمائندگي ڪرڻ ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ٿيو. خاص طور تي سنڌي ڪهاڻيءَ تي ان جا اثر ڪيتري قدر اثر انداز رهيا، ان جو جائزو وٺون ٿا.

## ادب جي وصف:

مختلف عالمن اديبن جا ان بابت مختلف رايا موجود ملن ٿا. ادب سماج جو اولڙو آهي، تنهن ڪري سماج جي چڱاين مداين کي بيان ڪري ٿو. ادب سماج جو عڪس آهي، ادب زندگيءَ جو تفسير آهي، ادب ناصح آهي، ادب سماج سڌارڪ آهي يعني مختلف عالمن ۽ اديبن جا ان بابت مختلف ويچار آهن، پر ڏٺو وڃي ته سينيءَ ۾ هڪ ڳالهه مشترڪ نظر ايندي ته انساني زندگي ۽ سماج ۾ پيش ايندڙ هر حالت، خوشي توڙي غم سان ان جو سڌو واسطو آهي. جو ته ادب ۾ ليکڪ اهو ڪجهه تخليق ڪري ٿو جيڪو هو سماج- جنهن ۾ هو رهي ٿو - ۾ ڏسي ٿو. هو پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جي بنياد تي، معاشري جي تبديليءَ کي سڀ کان پهرين پرکي وٺي ٿو. ان ڪري هر دؤر جو ادب پنهنجي زماني جي نون لاڙن ۽ رجحانن جو حقيقي عڪاس ۽ ترجمان ٿئي ٿو.

## ادب جي وصف، مختلف اديبن جي نظر ۾:

وليم هينري هڊسن ان جي تشريح هنن لفظن ۾ ڪري ٿو ته:

"Literature is a vital record of what men have seen in life, what they have experienced of it, and what they have thought and felt about those aspects of it which have the most immediate and enduring interest for all of us." (2)

جڏهن ته روسي انقلابي رهنما لينن، ان جي تشريح هن طرح ڪئي آهي ته، "ادب هڪ آئينو آهي ۽ جيڪو آئينو صحيح ۽ حقيقي عڪس پيدا نٿو ڪري، سو آئينو نه سڏبو. ان جي وڌيڪ اپٽار ڪندي پنهنجي مضمون، 'بورجوا رسالي' ۾ هو لکي ٿو ته، "صحيح ۽ سچو اديب عام ۽ جاتل حقيقتن جو نقش چٽي، پڙهندڙن کي مطالعي ۽ سوچڻ جي راهه تي وٺي ايندو آهي. سادن دليلن ۽ ڪُپي ويندڙ مثالن سان، هو انهن حقيقتن مان اهم ۽ چيدا نتيجا ڪڍي ڏيکاريندو آهي، ۽ پڙهندڙن جي ذهن ۾ زندگي ۽ زندگيءَ جي حقيقت بابت نوان نوان سوال اڀاريندو آهي." (3)

ميٿو آرنولڊ چوي ٿو ته ”ادب انساني زندگيءَ جو تفسير آهي.“ مياڪن جو انهيءَ بابت هيءُ رايو آهي ته ”قدرت انسان ۾ جن سرمدي شين کي امانت طور رکيو آهي، تن جي اظهار کي ئي ادب لطيف چيو وڃي ٿو.“ (4)

مشهور جرمن فيلسوف هيگل چوي ٿو ته ”ادب هڪ تاريخ آهي، جنهن مان هڪ ملڪ يا قوم جي وقت بہ وقت بدلجندڙ تمدن جون لڳو لڳ تصويرون ڏسي سگهجن ٿيون. ادب قومن جي عروج ۽ زوال جو آئينو آهي.“(5)

محمد ابراهيم جويو ادب جي تشريح هنن لفظن ۾ ڪئي آهي تہ ”ادب انساني سماج جي پيداوار بہ آهي، ۽ ان جو عڪاس پڻ. سماجي ۽ تاريخي تبديلين جي اثر هيٺ وڌندڙ سماجي شعور، بلند تر ذهني معيار جي پيش نظر، ادب پنهنجي هيئت توڙي اسلوب جا نت نوان روپ اختيار پئي ڪندو رهيو آهي.“ (6)

اختر حسين راءِ پوريءَ جو هيءُ خيال آهي ته ”ادب زندگی کا ایک شعبہ ہے اور اپنے ماحول کا ترجمان ہے."(7)

مولوي عبدالحق جي هيءَ راءِ آهي ته ”ادب کے نام پر زندگی قائم ہے اور اگر یہ نہیں تو وہ ایک لچر سی کہانی ہے، یہ جو کہا گیا ہے کہ ادب زندگی کا آئینہ ہے وہ حقیقت پر مبنی ہے.“(8)

ڊاڪٽر گيان چند ان لاءِ لکي ٿو ته ”تخلیقی ادب معاشی زندگی کا ایک شعبہ ہے اور ادب زندگی کا پردا اور آئینہ دار ہے"(9)

جڏهن تہ عشرت علي خان مطابق، ”ادب ڪنهن بہ ٻولي، علائقي يا قوم جو قيمتي سرمايو هوندو آهي، جنهن ۾ علاقائي ماحول، سماجي پس منظر، سياسي ۽ معاشي حالتن جي عڪاسي ٿيئي ٿي. فڪر و نظر، نظام ۽ نظريي جي واڌ ويجهہ کي اهڙي طرح محفوظ ڪيو وڃي ٿو جيئن ماضي ۽ حال کي نظر ۾ رکي، مستقبل جي امڪانن کي آسانيءَ سان سمجهي سگهجي. ادب دراصل فڪري، نظرياتي ۽ روحاني ارتقا جي لفظي شڪل آهي.“ (10)

ولي رام ولڀ ان بابت لکي ٿو ته ”ادب ڪنهن بہ سماج جو اولڙو هوندو آهي. ماڻهن جي خواهشن، دلي امنگن، آرزوئن، محبتن، نفرتن، عقيدن

۽ ٻين ڪيترن ئي زندگيءَ جي رخن جي مجموعي صورت، ان مخصوص سماج ۾ سرجيل ادب مان جهلڪندي آهي، منهنجي نظر ۾ اهو ان سماج جي معياري ادب جي نمائندگي ڪندو آهي." (11)

ڊاڪٽر گل حسن لغاري ان جي وضاحت هن نموني ڪري ٿو ته "ادب زندگيءَ جي سمورين قوتن، محبتن، مسرتن، ذوق، ڏک ۽ سک جو ترجمان آهي. چڱو ادب، هر دؤر هر حال ۾ هر ملڪ ۾ پيدا ٿيندو رهيو آهي. انهيءَ جو مقصد ۽ مطلب، افاديت ۽ اهميت ان جي ٻولي ۽ هنڌ چاهي ڪيتري قدر به ڪٽي مختلف هجن، تنهن هوندي به پنهنجي لڳاتار اوسر ۽ ارتقا جي ڪري، جدا جدا ڀاڱن ۾ ورهائڻ واري شيءِ نه آهي ۽ ادب به ٻولي، مقام ۽ زمان(دؤر) جي اختلافن جي باوجود، هڪ عظيم "اتحاد" يا "ايڪو" آهي، جنهن جي مسلسل واڌ ۽ تبديلين جي رفتار کي سمجهڻ ۽ پروڙڻ لاءِ، زندگيءَ سان گڏو گڏ قدم وڌائڻو پوندو." (12)

اهو ادب ئي آهي، جنهن وسيلي اسان کي دنيا جي ڪنهن به خطي جي سماجي تاريخ، تهذيب، رسم و رواج ۽ ٻولي وغيره جي ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي. جنهن جي وڌيڪ مؤثر تشريح ڪندي ڊاڪٽر قاضي خادم لکي ٿو ته "ادب مان ڪنهن هڪ ملڪ جي ٻولي، ثقافت، سماج، سياست، اقتصاديات، طبعي حالتن، پوکن، ٻوٽن، وڻن ٽڻن، ندين، جبلن ۽ آبهوا جي پڻ معلومات ملي ٿي. ان مان اهو پڻ ثابت ٿئي ٿو ته ادب صرف تخيلي بيان ڪونهي، بلڪ ڪنهن اديب جي دؤر جي مجموعي شعوري ۽ لاشعوري سوچ، مشاهدن ۽ تجربن جو نچوڙ آهي."(13)

اي جي. اُتم جو ادب لاءِ هيءُ چوڻ آهي ته، "ادب انساني خيالات ۽ جذبات جي اظهار جو نالو آهي، اهو سماج جو شاهد آهي." (14)

تنهنڪري هڪ اديب مٿان اها ذميواري آهي، ته اهو پنهنجي قلم سان ان قومي سرمائي جي نه فقط رکوالي ڪري، پر پڙهندڙن کي پڻ انهن ڏانهن دلچسپي پيدا ڪرڻ تي مجبور ڪري، ۽ اسان جي روز مره جي زندگيءَ ۾ جيڪي واقعا پيش اچن ٿا، انهن جي نه صرف ڀرپور عڪاسي ڪري، پراهو پڻ ٻڌائي ته انهن مسئلن ۽ مشڪلاتن کان ڪهڙي ريت ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهجي ٿو.

اديب جي اها پڻ ذميواري آهي تہ هو اهي مسئلا، جن جو هو پنهنجي لکڻين ۾ اظهار ڪري، ان جو ڪو نہ ڪو حل بہ انهن لکڻين ذريعي تلاش ڪري ٻڌائي. مطلب تہ اديبن تي ٻيڻي ذميواري اچي ٿي، جن جو اظهار هو پنهنجي تخليق، پوءِ اها چاهي شاعري هجي يا ناول، مضمون هجي يا ڪهاڻي، هر ڪنهن ۾ ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان بيان ڪندي نظر اچن ٿا. بقول احسان بدويءَ جي تہ "اديب جو ڪجهہ اسان کي تخليق ذريعي ڏيئي ٿو ان جو ڪو نہ ڪو مقصد ٿئي ٿو چو تہ هو ارادي يا غيرارادي طور اهي ئي ڳالهيون ڪري ٿو جن جو هن جي ماحول سان واسطو رهي ٿو. هو ديوانو يا مجنون نہ آهي، جو ڪجهہ هن جي زبان تي چڙهيو سوچئي ڏنائين. هو جو ڪجهہ بہ چوي ٿو تنهن جي ڪانہ ڪا معنيٰ ضرور ٿئي ٿي، ۽ هن جي عمل جو ڪونہ ڪو مقصد لازمي ٿئي ٿو." (15)

ڊاڪٽر فهميده حسين ان بابت لکي ٿي تہ "ادب ڪنهن بہ خطي جي تهذيب ۽ تمدن جي تاريخ، ۽ سماجي شعور جو عظيم ۽ لطيف انداز ۾ اظهار هوندو آهي. انهيءَ جي مختلف دؤرن ۾ موجود ادبي تحريڪن، فڪري ڌارائن، فني قدرن ۽ تخليقي محرڪن کي قلمبند ڪري، هر دؤر جا سرجڻهار پنهنجو ڪردار ادا ڪندا آهن."(16)

شيخ اياز جي لفظن ۾ تہ "ادب فقط زلزلي ماپ جي اوزار وانگر نہ آهي، جو فقط قومي زندگيءَ جا ڌوڏا ڏيکاري ٿو پر هڪ قطب نما وانگر بہ آهي، جو منزل جو طرف ڏيکاريندو آهي."(17)

## ادب جو سماجي ڪارج:

ڪنهن بہ سماج ۾ ادب جي تخليق ڇو ٿي ٿئي، ۽ ادب جو سماجي ڪارج ڇا آهي؟ ان جي باري ۾ مشهور تاريخ دان، محترم حبيب الله صديقي ٻڌائي ٿو تہ "اَدب جو سماجي ڪارج انهي اصول تي ٻڌل آهي، جيڪو هاڻي اڪثر طور عالم قبول.ڪن ٿا. ادب زندگيءَ جي واسطي آهي، بهتر زندگيءَ جي تلاش، ۽ ابتر زندگيءَ جي مرهم پٽي ۽ چارو ڇيلهو ادب براءِ زندگي هئڻ گهرجي. انسان جي زندگي ڪنهن نہ ڪنهن سماج ۾ گذري ٿي. بهتر زندگي بهتر سماج. لفظن کي اڳتي پوئتي ڪرڻ سان ائين صحيح آهي تہ بهتر

سماج بهتر زندگي، تنهنڪري زندگي ۽ سماج ٺهيءَ جي بهتري ادب جو خاص ڪارج آهي.“ (18)

ان ڪري هڪ اديب آڏو ادب جو سماجي ڪارج، بهتر زندگيءَ جي تلاش هئڻ گهرجي. هن کي گهرجي تہ هو پنهنجي تخليقن وسيلي، سماج ۾ رهندڙ ماڻهن جي ٻولي، رهڻي ڪهڻي، ڏک سک، ريتون رسمون، ٻک، بدحالي، يا خوشحالي، ان جو نہ صرف ذڪر ڪري، پر گڏوگڏ انهن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، اِنهن مان نقصان رسائيندڙ منفي قوتن کان نجات جو رستو پڻ ڏيکاري، ادب جي ڪارج ۾ زندگيءَ سان لاڳاپيل لاتعداد مسئلا ۽ مونجهارا شامل آهن، جن جو سنئون سڌو واسطو سماج سان آهي. ان ڪري اديبن جو فرض آهي تہ هو نہ صرف سماجي زندگيءَ جي ڪنورتائن کي بيان ڪن، پر گڏوگڏ هو پنهنجي تخليقي ۽ فڪري جوهرن سان، ان کي تبديل ڪرڻ جو فڪر ڏيئي، ادب جي صحيح موقف کي اڳتي وڌائين. شيخ اياز جي لفظن ۾ تہ، ”ادب گلابي فريب تہ آهي، فرار نہ آهي. ادب نہ صرف زندگيءَ جي نقاب ڪشائي آهي، نہ صرف ان جي چچريل چهري جي پلاسٽڪ سرجري آهي، پر ان آگ خلاف آواز آهي، جا هر جيئري منهن جي سونهن ساڙي رهي آهي.“(19)

دنيا ۾ هرسماج جون پنهنجون پنهنجون گهُرجون آهن، تنهن هوندي بہ جيڪا ڳالهہ دنيا ۾ موجود هرسماج ۾ مشترڪ آهي، اها آهي ”انسانيت“۔ ۽ جيڪو بہ سماج انسانيت کان وانجهيل آهي، ان کي زمين جو ٽڪرو تہ چئي سگهجي ٿو پر انساني سماج نٿو ڪوٺي سگهجي. سماج جون خوشيون ۽ ڏک هڪ جهڙا ئي آهن. ائين ڪونہ ٿيندو آهي، تہ آمريڪا ۾ مرڻ واري جي ميت تي خوشيءَ جو اظهار ڪيو ويندو آهي، يا وري چين ۾ ٻار جي ڄمڻ تي ماتم ڪيو ويچي ٿو. مطلب تہ انسانيت جون بنيادي گهُرجون ۽ قدر سڄي دنيا جي معاشري ۾ لڳ ڀڳ يڪسان ملن ٿا. سياسي، معاشرتي ۽ جاگرافيائي تبديلين کان سواءِ هرملڪ هر خطي جي انسانن ۾ سماجي برائيون جهڙوڪ چوري، خون، ڪوڙ جهيڙو ۽ نشو ڪرڻ وغيره خراب ۽ برو عمل، ۽ ان جي برعڪس سچائي، ايمانداري، پرهيزگاري، سونهن، پيار ۽ محبت کي انساني سماج جي سٺن ۽ معياري قدرن ۾ شمار ڪيو ويچي ٿو.

ادب ۾ بہ انھن ئي سماجي چڱاين يا براين جو اظھار ڪيو وڃي ٿو. جيڪو ادب انھن پنھي خصلتن تي پورو نٿو بيھي، ان کي اسان وندر تہ چئي سگھون ٿا. پر ادب نٿا ڪوٺي سگھون. سنو ۽ معياري ادب ھميشہ اھو مڃيو وڃي ٿو جنھن ۾ پنھنجي ڌرتي، پنھنجي ماڻھن ۽ پنھنجي ٻوليءَ جي سڳنڌ، ۽ انھن ماڻھن سان وابستہ خوشين، خواھشن، مسئلن ۽ مشڪلاتن، يا ڪنھن نہ ڪنھن جذباتي عمل يا ردعمل جو اظھار شامل ٿيل ھجي. تڏھن تہ ادب ۽ فن کي ڪنھن قوم جي سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ ثقافتي تاريخ ڪوٺيو ويو آھي. بقول ولي رام ولڀ جي تہ، "جيڪڏھن اسان ڪنھن ماڻھوءَ جي ٻوليءَ جي ذريعي سندس تجربا، مشاھدا ۽ اظھار جي خوبصورتي ٻڌڻ جي تجربن مان گذرون ٿا، تہ اسان سندس اثر وٺون ٿا، ۽ اھڙيءَ طرح ان جي معياري تخليق سونھن ۽ فن جا قدردان ٿيون ٿا، ڪانئس متاثر ٿي، ۽ سندس لکڻين کي ڳولي ھٿ ڪري تفصيل سان پڙھون ٿا. ادب جو سماجي حالتن، ماحول جي ناھموارين، تضادن، انساني عادتن ۽ مزاج تي گھرو اثر پوي ٿو ۽ سماج ۾ ماڻھن جي رھڻي ڪھڻي پڻ رسم رواج تي اثر وجھي ٿي، ان ڪري ادب جي وسيلي ئي ھو پنھنجي زندگي، ۽ ان جي سچائيءَ جي اندروني ۽ ٻيروني رخن جي جاڻ حاصل ڪري سگھي ٿو. اھو ئي ادب جو موضوع آھي، بنياد آھي ۽ مقصد پڻ. جڏھن زندگيءَ جا اعليٰ قدر پامال ٿيڻ لڳندا آھن، تہ ادب ڪيس سھارو ڏيئي شعور ۽ احساس جا نوان رخ ڏسي، حوصلو بخشيندو آھي. ادب جي اثر ھيٺ انساني زندگيءَ ۾ جيئڻ جا نوان رخ ملن ٿا. اھا ڳالھہ دنيا جي سموري ادب سان لاڳو آھي، جنھن ۾ ھر سماج پنھنجي صورت ڏسي ٿو." (20)

مطلب تہ ادب، سماج ۾ موجود ھر چڱائي ۽ برائيءَ کي بيان ڪرڻ جو ڪامياب ذريعو آھي. جيئن تہ ادب جو براہ راست واسطو انساني سماج سان آھي، ۽ انساني زندگي جيئن تہ سماج جي اردگرد گھمندي رھي ٿي، ان ڪري ان سماج ۾ جيڪي معاشي، اقتصادي ۽ سماجي مسئلا آھن، اھي عام ماڻھوءَ سان گڏ اديبن کي پڻ درپيش اچن ٿا. اديب ڪو ڏاريو ٻاھران نظارو ڪندڙ فرد نہ آھي، بلڪ ان سماج جو ئي ھڪڙو باشعور فرد آھي، ان ڪري ھو جيڪو ڪجھہ پنھنجي آس پاس جي ماحول اندر محسوس ڪري ٿو، ان کي پنھنجي اظھار جو ذريعو بنائي، ٻين ماڻھن تائين پھچائي ٿو. فرق صرف

مشاهدي جي باريڪ بيني ۽ اظهار جي قوت جو آهي، ته هو ڪيتري قدر پنهنجي معاشري جي سماجي تبديلين، ۽ اڻ برابرين کي وائکو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. ان ڪري سماج ۾ ادب جي سماجي ڪارج جي پرک پڻ مقرر آهي. ادب ڪنهن به سماج ۾ سرجيل انهن سماجي قدرن، ۽ ڪارجن، سياسي لاڙن ۽ بدلجندڙ ادبي رجحانن جو آئينو آهي.

هيٺ انهن سيني حالتن ۽ واقعن جو جائزو پيش ڪجي ٿو جن مان گذري موجوده ڪهاڻي انهي مقام تي پهتي آهي. سڀ کان پهرين سنڌي ڪهاڻيءَ جي تاريخ جو پس منظر پيش ڪجي ٿو.

## ڪهاڻيءَ جي ابتدا:

ڪهاڻيءَ جي ابتدا ڪڏهن ٿي؟ ان سلسلي ۾ شيخ اياز جو هيءُ چوڻ آهي ته، ”ڪهاڻيءَ جي تاريخ ايتري ئي قديم آهي، جيتري انسان جي. هر ڪهاڻي ماحول جي اثر جو اظهار آهي، ۽ اردگرد جي فضا جي پيداوار آهي. جڏهن انسان هن دنيا ۾ پير پاتو ۽ پنهنجي خيالن يا جذبن جو اظهار زبان وسيلي ڪيو. تڏهن کان ان جي شروعات ٿي هونديا“ (21)

بقول ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي ته، ”ڪهاڻيءَ جي شروعات جڏهن کان ماڻهو گوڏن ڀر هلڻ سکيو تڏهن کان وٺي مڃڻ ۾ ڪابه اچرج جي ڳالهه نه آهي.“ بقول رچرڊ برٽن جي ته، ”جيئن ته اهي ڪهاڻيون سڄي دنيا کي عزيز آهن، ان ڪري عجب ناهي ته قصه گوئيءَ جو آغاز تڏهن ٿيو جڏهن انسان پيرن تي بيهڻ سکيو.“ (22)

جڏهن ته پوپٽي هيراننداڻي ان جي تاريخ هن طرح بيان ڪئي آهي ته، ”ڪهاڻي يا آکاڻي لفظ ڪهه، ڪٿ يا آکشه شبدن مان نڪتا آهن. جن جو ارٿ آهي چوڻ يا ٻڌائڻ. ان ڪري جڏهن کان انسان ٻولي ٻولڻ شروع ڪئي آهي، تڏهن کان ڳالهه چوڻ يا آکاڻي ٻڌائڻ شروع ٿي آهي، ان جي ڪا نشچت تنت تاريخ چٽي نٿي سگهجي.“(23)

جمال ابڙي جو ان بابت هيءُ چوڻ آهي ته ”مختصر افسانو يا ڪهاڻي ايتري پراڻي صنف آهي، جو اندازو ئي نٿو لڳائي سگهجي ته ماڻهو جڏهن لکڻ نه ڄاڻندو هو. ته غارن ۾ رهندي تصويرون پٿر تي گهڙي، شڪار جون خطرناڪ ڪهاڻيون ۽ ڪاميابيون، اُڪر وسيلي رڪارڊ ڪري ڇڏيائين.“(24)

ڊاڪٽر تهمينه مفتي ان لاءِ لکي ٿي ته، ”ڪهاڻي انسان جي جنم سان گڏ وجود ۾ آئي. هن ڪائنات جي خالق آدم ۽ حوا جي تخليق ڪئي، ته اها تخليق پنهنجي ٿوري تسلسل موجب ڪهاڻي بڻي. انسان ۽ شيطان، نيڪي بدي، سرڪشي، ندامت، درگذر سزا ۽ جزا جي هن ڪهاڻيءَ ۾ ابتدا به آهي، ته انتها پڻ.“ (25)

جڳديش لڇاڻي لکي ٿو ته، ”ڪهاڻي ڪنهن هڪ واقعي يا چرپر جو هڪ ننڍو پرڪشش چٽر آهي. ڪهاڻيءَ جي پلاٽ ۾ ڪنهن واقعي يا چٽر جو ئي چٽر آهي. يعني جيڪي واقعا اسان کي روز بروز جي ماحول ۾ پيش اچن ٿا، انهن جو اظهار ئي انهن ڪهاڻين جو بنياد رکي ٿو.“(26)

جڏهن ته امر جليل لکي ٿو ته، ”ڪهاڻي اظهار آهي زندگيءَ جي غم خوشي، ڏک سک، ڪاوڙ رحم، انتقام، نفرت ۽ پيار محبت جي ڪروڙين گهڙين مان هڪ گهڙيءَ جو. جيڪا ڪهاڻي زندگيءَ جي انيڪ گهڙين مان فقط هڪ گهڙي، انيڪ آزمائشن مان فقط هڪ آزمائش، ۽ انيڪ حادثن مان فقط هڪ حادثي جي عڪاسي ڪري ٿي، سان فنيءَ طرح ڪهاڻي سڏجي ٿي.“ (27)

مطلب ته انسان کي پنهنجي روز مره جي زندگيءَ ۾ جيڪي واقعا درپيش آيا هوندا، ان جو ذڪر ان پين ماڻهن جي اڳيان هوبهو بيان ڪيو هوندو ائين اهي واقعا هڪ ڳالهه جي صورت بڻجي، هڪ کان ٻئي، ٻئي کان ٽئين ۽ ٽئين کان چوٿين ماڻهوءَ تائين پهچندي، ڪهاڻيءَ جي شڪل اختيار ڪري ويا هوندا. شمس الدين عرساڻي لکي ٿو ته، ”قديم انسان کي گذر معاش لاءِ گهڻي ڊُڪ ڊوڙ ڪرڻي پوندي هئي. شڪار تان واپس گهر پهچڻ کان پوءِ هن مهم جوئي ۽ هڙ هٽان جو ذڪر پنهنجي ساٿين سان فخر ۽ غرور مان ڪيو هجي، ائين به هوندو ته فرصت جي وقت همدرديءَ طور هن اهڙو اظهار پاڻ جهڙن هم جنسن سان ڪيو هجي، بس اتان ئي افساني جي شروعات ٿي هجي! حقيقت ۾ ٻولي ۽ قصه گوئيءَ ۾ رڳو هڪ وِڪ جو فاصلو آهي.“(28)

مثال طور ڪنهن ماڻهوءَ شڪار دوران جهنگ ۾ هڪ بلا ڏٺي هوندي، جيڪا هن کي کائڻ لاءِ اچي رهي هوندي! هن پهرين ته پنهنجي بچاءَ لاءِ رڙيون ڪيون هونديون، پوءِ جڏهن آس پاس مان ڪنهن کي ايندو نه ڏٺو هوندائين، ته پاڻ ئي ڪو وڻ جو ڪِريل ٽِنڊ يا آس پاس تي رکيل پٿر کڻي ان

ڪي هنيو هونداڻين، ۽ انهن اها بلا انهن تي مري ويئي هوندي، هن شڪار تان موٽڻ بعد ان ڳالهه جو ذڪر سيني سان ڪيو هوندو اهڙيءَ طرح اها ڳالهه ۽ هن جي بهادري آس پاس ۾ پکڙجي ويئي هوندي، ۽ اهڙيءَ طرح ئي ماڻهن سان روزمره جي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ واقعا، ڪنهن ڳالهه يا آکاڻيءَ جي شڪل اختيار ڪري، پرپاسي تائين پهچندي، ڪهاڻيءَ يا قصن جي شڪل اختيار ڪري ويا هوندا، ۽ اهي عام ماڻهن ۾ دلچسپي جو سبب بڻيا هوندا.

بقول ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي تہ، "ڪهاڻيءَ جي سٽاءَ جي شروعات غالباً پهريان ڪنهن گهر جي ياتي، يا سورهيہ اڳواڻن جي ڪارنامن، يا وچڙي ويل شخص جي ڪشالن جي حقيقي بيان سان ٿي هوندي، جن کي وقت گذرڻ ڪانپوءِ وڌائي ويجهائي وڌو ڪيو ويو. اوائلي ڪهاڻيون سڀ حقيقي ڳالهيون هيون جن تي پوءِ حڪايتي رنگ چڙهيو." (29)

يعني ڏٺو وڃي تہ شروعات کان ئي انهن قصن، ڳالهين ۽ ڪهاڻين ۾ بهادري، مقصد ۽ ڪاميابي۔ انهن ٿن ڳالهين جو عمل دخل شامل رهيو تہ بنا ڪنهن خوف، بهادريءَ سان وڙهي، پنهنجي جائز مقصد ۾ ڪاميابي حاصل ڪجي. ان ڪري پنهنجي ننڍپڻ جي يادگيرين ۾ وڃبو تہ اسان مان هرهڪ کي اهڙا ڪيترا ئي قصا، ڳالهيون ۽ آکاڻيون پنهنجي ماءُ، ڏاڏي، ناني يا پاڙي واري وڏڙي مائيءَ کان ٻڌل هونديون، جن ۾ اهم ڪردارن جو تڪليفن ۽ ڪشالن ڪانپوءِ پنهنجي منزل ماڻڻ جو ذڪر ڪيل هوندو. ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ ڪهاڻي زباني بيان ڪيل هجي يا لکيل هجي، شروع کان ان جو واضح مقصد هو ۽ ان مقصد کي حاصل ڪرڻ ان جا لازمي جُزا هئا. جيئن تہ اهي ڪهاڻيون اسان جي پنهنجي سماج جي ڪنهن چڱائي يا برائي، واقعي يا حالات جي نمائندا تصوير هيون، ان ڪري انهن کي اسان جي ادب ۾ هميشہ پسند ڪيو ويو ۽ ادب کي جيئن تہ سماج جو عڪاس ليکيو وڃي ٿو ان ڪري انهن ڪهاڻين جا موضوع بہ ان انساني سماج مان ڪنيل نظر ايندا.

### افساني جي وصف:

مختلف عالمن ۽ اديبن جي راءِ موجب، اڄ جو مختصر افسانو قصن، داستانن، آکاڻين ۽ ڳالهين مان گذرندو هن مقام تي پهتو آهي. عبدالڪريم

پنهنجي مقالي، ”فنِ افسانہ نگاري“ ۾ ان بابت لکي ٿو تہ، ”ادبي دنيا ۾ پير پائڻ سان يا ٻاهرين دنيا ۾ سير ڪرڻ سان معلوم ٿيندو تہ قصہ گوئي انسان جي زندگيءَ جو جڙ لازمي جُز آهي. اهڙيءَ طرح قصا ۽ ڪهاڻيون، نقل ۽ نظير هميشہ بيان ٿيندا رهيا آهن. پنهنجي روايت کي پيڙهي بہ پيڙهي قائم ۽ دائم رکڻ، هر دؤر ۾ انهن کي سڌارڻ ۽ سنوارڻ ۽ انهن ۾ جدت يا نواڻ پيدا ڪرڻ، خود انسان جي فطرت آهي. ان لحاظ کان افسانو پنهنجي اصطلاحي معنيٰ خواهہ ظاهري روپ ۾، انهن قصن ڪهاڻين جي نقل نظيرن جي هڪ ارتقائي صورت يا سڌريل نمونو آهي.“(30)

ابنِ حيات پنهور لکي ٿو تہ، ”مختصر افساني جي شروعات ڪيئن ٿي، تنهن متعلق ڪجهہ يقين سان نٿو چئي سگهجي، پر ايترو سو چيو ويو آهي، تہ هيءَ يورپ ۽ آمريڪا جي سائنسي ترقيءَ جي دؤر جي پيداوار آهي.“ (31)

پروفيسرعبدالجبار جوڻيجو جي هيءَ راءِ آهي تہ، ”ابتدا ۾ هن صنف کي ڪڏهن افسانو ڪڏهن ڪهاڻي-ان سان گڏو گڏ ڪي اڻ ڄاڻ تہ مرڳو منجهي پيا، ۽ ڪي ٻڌائڻ وارا بہ هڪ صنف کي بہ ڪري ٻڌائڻ لڳا! حقيقت ۾ صنف هڪ ئي آهي پر پراڻي آکاڻيءَ کان مختصر آهي. ڪو وقت افسانو سڏيو ويو، هاڻي عام خاص هن صنف کي ڪهاڻي سڏي ٿو.“ (32)

جڏهن تہ ڊاڪٽر اياز قادري لکي ٿو تہ، ”منهنجي نظر ۾ شارٽ اسٽوري يا افساني ۾ سواءِ نالن جي مثاسثا جي، ڪوبہ فرق ڪونهي. باقي ڪهاڻي مختلف ٿئي ٿي.“ (33)

نجم عباسي ننڍي ڪهاڻيءَ جي وصف هن ريت بيان ڪري ٿو تہ، ”زندگيءَ جي ڪنهن اهم پهلو يا غير معمولي واقعي جو دلچسپ پيرايي ۾، ٿوري ۾ ٿوري لفظن ۾ بيان ۽ چند چاڻ ڪرڻ.“ (34)

ڊاڪٽرسحر امداد لکي ٿي تہ، ”نثر ۾ بنيادي صنف ڪهاڻي آهي، جنهن ترقي ڪئي آهي. ماضيءَ جا تجربا بہ آهن تہ نوان رستا بہ آهن.“(35)

شمس الدين عرساڻي ان بابت لکي ٿو تہ، ”هن دؤر جو سڀ کان مقبول افسانوي فن، مختصر ڪهاڻي آهي، جا جديد دؤر جي پيداوار آهي. دراصل مختصر ڪهاڻي انهيءَ عام رواجي آکاڻيءَ جي ارتقائي شڪل آهي، جا

صدها سالن کان، هر زماني ۾ انسان جو ننڍڙو نسل پنهنجي وڏڙن کان ٻڌندو اچي.“(36)

يعني سڄي ڏينهن جي هڻ هٽان بعد، جڏهن ماٺهو ٿڪجي ٽُٽي گهر ايندا هئا، يا ڪنهن ڏورانهين هنڌ سفر سنباهيندا هئا، ۽ عورتون سڄي ڏينهن جي مشقت کانپوءِ جڏهن وانديون ٿينديون هيون، تڏهن اهي پنهنجي تفريح لاءِ ڪو قصو ڪٿنديون هيون، يا ٻارن کي لُياڻڻ لاءِ ڪا نصيحت آميز ڳالهه يا آکاڻي ٻڌائينديون هيون. سندن اندازِ بيان ايڏو ته دل لپائيندڙ ۽ اثرائتو هوندو هو جو ٻار توڙي وڏا وڏي شوق سان ويهي ان کي ٻڌندا هئا. انهن ڪهاڻين ۾ وندر سان گڏ سماجي حالتن جو وستار پڻ نظر ايندو، جنهن ۾ انساني زندگي ۽ ان جي مسئلن سان گڏ، ڪو نصيحت آميز پهلو پڻ نمايان هوندو هو. شروعاتي دؤر ۾ انهن ڪهاڻين جا اڪثر موضوع همت، بهادري، سچائي، مافوق الفطرت ڪردار، جن، ديو، راڪاس، خوف، دهشت ۽ پڇاڙي نيڪيءَ جي بديءَ تي فتح جهڙا هئا. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته هميشه کان ڪهاڻين جو واضح مقصد ظالم، ۽ پرمار قوتن کي ناس ڪرڻ، ۽ حق سچ جي قوت کي ساراهڻ هو. سبطِ حسن لکي ٿو ته، ”بچوں کو داستانوں کے پیرائے میں بچپن سے ہی بتایا جاتا تھا کہ شجاعت، خدا ترسی، مہمان نوازی، مہم جوئی، راست بازی اور حق پرستی اچھی صفتیں ہیں اور ان اوصاف کو اپنا کر انسان سرخرو اور کامیاب ہوتا ہے۔ اس کی برعکس مردم آزار ظلم و تشدد قتل و غارت گری بری باتیں ہیں ان سے آدمي ذلیل اور ناکام ہوتا ہے چناچہ ان کہانیوں کی سب سے بڑی خوبی اور سب سے بڑی خصوصیت یہ تھی کہ ہزاروں آفتیں جھیلنے اور لاکھوں بلائوں مین مبتلا ہونے کے بعد آخر میں فتح انسان ہی کی ہوتی ہے۔" (37)

اڳتي هلي آهستہ آهستہ اهي (ڪهاڻيون، ڳالهه ۽ قصا) داستان، ناول ۽ مختصر ڪهاڻيءَ جي شڪل ۾ وڌيڪ مؤثر، ۽ اثرائتي اسلوب سان لکجڻ لڳا.

### سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيءَ جي ابتدا:

سنڌي ادب ۾ جا پهرين ڪهاڻي ڇاپي هيٺ آئي، ان بابت پڻ مختلف عالمن جا مختلف رايا ملن ٿا.

پروفيسر منگهارام ملڪاڻي ان بابت لکي ٿو تہ "پهرين ڪهاڻي، يا 'آڪاڻي' 'راءِ ڏياچ ۽ سورٺ' جي ڪهاڻي هئي، جيڪا ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي سنڌي گرامر ۾ ضميمي طور ڏنل هئي." (38)

محترمہ ثميره زرين ان بابت لکي ٿي تہ "سنڌي افسانن جي سلسلي ۾ ڪن عالمن جو چوڻ آهي، تہ پهريون افسانو جو سنڌي ٻوليءَ ۾ آيو سو سيّد ميران محمد شاه جو، 'سڏا توري ڪڏا توري جي ڳالهہ' آهي." (39)

ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جو بہ ساڳيو پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ وارو رايو آهي. هو لکي ٿو تہ "سنڌيءَ ۾ پهرين ڪهاڻي، 'راءِ ڏياچ ۽ سورٺ' آهي، جا ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي سنڌي گرامر ۾ ضميمي طور ڇپي." (40)

جڏهن تہ پير حسام الدين راشدي لکي ٿو تہ "1853ع ۾ غلام حسين محمد قاسم قريشي "ينيي زميندار جي ڳالهہ" جي ڪهاڻي لکي، ۽ 1855ع ۾ سيّد ميران محمد شاهہ 'سڏا توري ڪڏا توري' جو قصو لکيو." (41)

آغا تاج محمد ان بابت لکي ٿو تہ "سن 1854ع ۾ غلام حسين محمد قاسم قريشي هڪ نثر ۾ ڪتاب لکيو جنهن جو نالو هو "ينيي زميندار جي ڳالهہ" وري مٽيارن جي ويٺل سيّد ميران محمد شاهہ "سڏا توري ۽ ڪڏا توري" جي ڳالهہ لکي، هڪ ڪتاب جي صورت ۾1855ع ۾ ظاهر ڪئي." (42)

## سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيءَ جو مقام:

سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيءَ جي ابتدا کي جاچڻ کانپوءِ، انهن حالتن ۽ واقعن جو جائزو وٺون ٿا، جن جي بدولت سنڌي ڪهاڻي مختلف مرحلن مان گذري، پنهنجو موجوده مقام ماڻيو. شروعات سنڌي ادب جي اوائلي دؤر کان ڪيون ٿا.

ادب پنهنجي ملڪ ۽ قوم جي سماجي، سياسي ۽ معاشي حالتن جو عڪاس هئڻ سان گڏ، رهبر پڻ هوندو آهي، جنهن جي ذريعي معاشري جي منفي قدرن جي نشاندهي ڪرڻ سان گڏ، انهن کان نجات حاصل ڪرڻ جو شعور پڻ ڏنو وڃي ٿو. سنڌي ادب، خاص طور سنڌي افساني يا ڪهاڻي ڪيتري قدر ان مقصد کي نڀايو ان جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

جيئن تہ مٿي بيان ڪري آيا آهيون تہ سنڌي ادب جي شروعات، انگريزن جي دؤر ۾ سنڌي آئيوينا جي نهڙ ڪانپوءِ ٿي، ۽ اڳتي هلي جڏهن ڇاپخانن ۽ ڪتابن جي اشاعت جا سلسلا جاري ٿيا. تڏهن مختلف ادبي صنفون بہ ميدان تي نروار ٿيون. هر صنف پوءِ اها چاهي شاعري هجي يا افسانو داستان هجي يا ناول، سيني صنفن کي عام ماڻهن ۾ مقبوليت حاصل ٿيڻ لڳي، پر انهن سيني صنفن ۾ افسانو مؤثر گوءِ کٽڻ ۾ ڪامياب ٿيو. افساني جي ڪاميابي ان ڪري بہ ٿي، جو ڪهاڻي شروع کان ئي ماڻهوءَ جي ٻندر ۽ ورونهن جو خاص ذريعو رهي آهي. ان ڪانسواءِ اسان پنهنجي جذبن جو اظهار ڪهاڻيءَ وسيلي وڏيڪ مؤثر نموني ڪري سگهون ٿا. بقول غلام محمد گرامي صاحب جي تہ "انسان ۽ ان جي سماجي زندگيءَ جي هر پهلوءَ جي ترجماني، جيتري افساني ۾ ٿي سگهي ٿي، اوتري نہ شعر و شاعريءَ ۾ ٿي آهي، نہ تاريخ ۾۔ افسانو انسان جي ڪنهن نہ ڪنهن جذباتي عمل، ۽ رد عمل جي اهڙي تہ سادي، مؤثر، دلنشين ۽ هوبهو تصوير پيش ڪري ٿو جنهن کان ماڻهوءَ جو ذهن هر حال ۾ متاثر ٿئي ٿو."(43)

انگريزن جي دؤر ۾ جديد تعليم جي ڪري عام ماڻهن ۾ ادبي شعور تيزيءَ سان وڌي رهيو هو ۽ آس پاس جي ماحول ۾ رونما ٿيندڙ تبديلين عام ماڻهوءَ جي سوچ ۽ فڪر جي دائري کي پڻ وسيع ڪيو جو هو انهن اثرن کي پنهنجي ذات اندر محسوس ڪري رهيا هئا. گڏو گڏ مختلف ڇاپخانن جي نڪرڻ سان ادب جي اشاعت ۾ پڻ اضافو ٿيو. اخبارن ۽ رسالن جي اجراءَ انهن صنفن کي وڏيڪ سهوليتون ميسر ڪيون. ادب جو رنگ، ڍنگ، موضوع ۽ مواد سڀ تبديل ٿيڻ لڳا، ليڪڪن ان جو اظهار پنهنجي رچنائن وسيلي ڪيو ۽ عام ماڻهن کي ان نئين شعور سان متعارف ڪرايو. جيئن تہ ڪهاڻي بہ ڪلا جو هڪ مشهور روپ آهي، ان ڪري ان وقت اسان جي سنڌي اديبن پنهنجي ڪهاڻين ۾، انهن خارجي توڙي داخلي تبديلين ۽ سماجي ۽ معاشي حالتن کي پيش ڪيو. شروعاتي دؤر ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ جن مسئلن جو گهڻي ڀاڱي ذڪر ڪيو ويو انهن ۾ پنگتي سڌارا اهم موضوع رهيا. ان دؤر جي ڪهاڻين جا اڪثر موضوع سماجي اڻبرابري، جديد تعليم جو حصول، مرد ۽ عورت لاءِ لازمي، خاص طور تي عورتن لاءِ وڏيڪ لازمي هئڻ تي زور ڏنو ويو. ڏيتي ليتي، بيوه جي ٻي شادي نہ ڪرڻ،

پسند جي شادي نہ ٿيڻ، اميرن جو غريبن مٿان ٿيندڙ ظلم، سس نُنهن جو جهڳڙو، مذهبي برتري، قديم عقيدن ۽ مدي خارج رسم و رواجن جي انحرافيءَ تي مشتمل نظر اچن ٿا. جن ۾ ليکڪن جو سنڌي سماج ۾ شامل انيڪ اوڻاين کي سڌارڻ جو عمل ڏيکاريل آهي. مثال: **"لچڻ ڪين لڌو"، "هيري جي منڍي"، "ڏرم راءِ جي وهي"، "جيوت جو جس"، "ڏکن ڏڏي زندگي"، "چمڙا پوش جون آکاڻيون"** وغيره. انهن سيني ڪهاڻين جي پڇاڙي ڪنهن نصيحت آميز جملي تي ٿيندي هئي، جنهن ڪري اوائلي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ وندر، نصيحت ۽ مقصد اهم پهلو هئا. ان سان گڏ ان وقت جي سنڌي ڪهاڻي، حقيقت نگاريءَ ۾ بہ پنهنجو مٽ پاڻ هئي. بقول شوڪت حسين شورو جي تہ، "سنڌي ڪهاڻيءَ جي شروعات حقيقت نگاريءَ سان ٿي، جڏهن اوائلي دؤر ۾ ڪهاڻيڪارن جيٺمل پرسرام، لعلچند امرڏنو مل، ۽ ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي ان وقت سماج ۾ موجود برائين تي ڪهاڻيون لکيون. جيٺمل پرسرام جي ڪهاڻين جو مجموعو "چمڙا پوش جون آکاڻيون"، جن ۾ نام نهاد سماجي ۽ ڌرمي آدرشن کي وائکو ڪيو ويو."(44)

ان سان گڏ پهرين مهاڀاري جنگ، زندگيءَ جي ٻين شعبن جيئان ادب ۾ پڻ هلچل برپا ڪئي. دنيا جا سياسي توڙي مادي حالات تيزيءَ سان تبديل ٿي رهيا هئا. اجا انهن تحريڪن جو زور هلي رهيو هو تہ ان دوران دنيا ۾ هڪ عظيم انقلاب، جيڪو روس ۾ محنت ڪش مظلوم عوام جي جدوجهد جو هڪ اعليٰ مثال هو رونما ٿيو. جنهن سڄي دنيا جي پورهيت عوام کي نہ صرف پُرعزم ڪيو پر ان انقلاب عام ماڻهن جي سٽل ۽ ٿڪل جذبن ۽ خوابن کي جاڳائي، انهن ۾ عجيب هلچل مچائي ڇڏي، جنهن جو ذڪر ڪندي سوڀو گيانچنداڻي لکي ٿو تہ، "پهرين جنگ عظيم هلندي 1917ع ۾ روس ۾ انقلاب آيو جنهن سڄي دنيا جي نہ صرف پوئتي پيل قومن، بلڪ فاتح قومن جي عوام ۾ بہ انقلابي لهر قوڪي ڇڏي."(45)

اديبن پنهنجي ڪهاڻين جا موضوع انهن بهادر سپاهين، مزدورن ۽ پورهيتن کي بڻايو جن پنهنجي همت، شجاعت، دليري ۽ جوانمرديءَ سان هڪ قابل اڳواڻ، لينن جي اڳواڻيءَ ۾ پورهيت راڄ واري خواب کي حقيقت جو روپ ڏنو. هيءُ اهو خواب هو جيڪو روءِ زمين تي پيدا ٿيڻ کان پوءِ، هر انسان جي دل جي ڪنهن خاني ۾ لڪل هو. سرمائيداري نظام جي ان

شڪست، سڄي دنيا جي مزدورن ۽ مظلوم قومن ۾ نئون جذبو، نئين سياسي ۽ سماجي امنگ جاڳائي. قومن پنهنجي روشن مستقبل جي ڳولا ۾ انقلاب جو پيچرو ورتي، جدوجهدِ آزاديءَ جا گيت ۽ ڪهاڻيون لکيون. سنڌ ۾ ان وقت نہ صرف طبعزاد ڪهاڻين ۾، پر دنيا جي اعليٰ ڪلاسيڪي توڙي انقلابي ادب مان پڻ سنڌي ادب ۾ جيڪي ترجما ڪيا ويا، انهن ترجمن مان پڻ انهي فڪر جي نشاندهي ٿيندي نظر اچي ٿي. ڪيرت ٻاٻاڻي ان دؤر جي بدلجندڙ سوچ ۽ انداز جو ذڪر هن طريقي سان ڪري ٿو تہ، "ويهين صديءَ ۾ پير وجهڻ سان دنيا ۾ وسيع پيماني تي بدل سدل نظر اچي ٿي. روس ۾ مزدور انقلاب جي سوڀ، سرمائيداري جڳت ۽ عام ويچار ۾ وڏو ٽرٽلو پيدا ڪري ڇڏيو آهي. ڀارت ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪ عوامي رُخ وٺي رهي آهي. ڪروڙين انسان نئين ڌڙڪن محسوس ڪري رهيا آهن. ٽئگور، منشي پريم چند، اقبال ۽ شرت جهڙا ساهتڪار نئين روشنيءَ جي انيوڙ ۾ رسمي ڪٽيل سٽيل پيچري ڪان ٻاهر نڪري آيا آهن. اهڙي وسيع لهر سنڌي ادبي افق ۾ پڻ نوان رنگ پرڻ شروع ڪيا آهن. ويهين صديءَ جو شروعاتي دؤر شعور ۽ شناس جو پيغام کڻي آيو. ڀارت ۾ پڻ سياسي سماجي اٿل پٿل ۽ نئين جاڳرتا جو آرنڀ ٿيو. ساهت ان جو سڌ اونايو." (46)

جنهن سان ادب جي موضوعات ۾ وسعت پيدا ٿي. اديبن ۽ ليکڪن سائنسي شعور ۽ عقلي بنياد سان سلهاڙيل فڪر کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، پراڻن مذي خارج سماجي ۽ سياسي نظرين جا ڪوٽ ڊاهي، نئون عوام دوست، ترقي پسند روشن خيال ادب متعارف ڪرايو. جنهن جو مقصد هو فاشسٽ قومن کان انقلاب ۽ جدوجهد ذريعي آزادي حاصل ڪرڻ، ۽ هڪ نئين قومي سماج جي اڏاوت ڪرڻ، جنهن ۾ رهندڙ سڀ ماڻهو پنهنجي زندگي بهتر طريقي سان گذاري سگهن.

اوائلي دؤر ۾ جن ليکڪن سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ڀاڱ موڪيو انهن ۾ سرفهرست مرزا قليچ بيگ هو. هن 1914ع ۾ "شريف بيگم" نالي افسانو لکيو جيڪو جديد فڪر جي ترجماني ڪندي نظر اچي ٿو. هن افساني جو هڪ ڪردار ميان محمد امين، جيڪو هڪ اخبار ۾ ڪم ڪندو هو ۽ غربت ۽ مفلسيءَ جو شڪار هو پر ان ڪڏهن بہ همت نہ هاري ۽ آخرڪار هو پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. مرزا قليچ بيگ طبعزاد

افسانن سان گڏ ڪيترائي افسانا ترجمو پڻ ڪيا، جن ۾ "**شرلاڪ هومز جون ڪهاڻيون**" ۽ شيڪسپيئر جا مختلف ڊراما ماخوذ ڪري سنڌي، زبان تي سڀ کان وڏو احسان ڪيو. سراج سندس ترجمي جي فن جي واکاڻ ڪندي لکي ٿو ته. "آزاديءَ کان اڳ سنڌيءَ ۾ ترجمي جو فن ڏاڍو اوج تي هو. سنڌيءَ جي هر اهم اديب ۽ عالم اهو پئي محسوس ڪيو ته جيسين سنڌيءَ ۾ اصلوڪو ادب پيدا ٿئي، تيسين ترجمن ذريعي سنڌيءَ ۾ ٻين زبانن جو بهترين ادب ۽ علم اٿلائڻ، هڪ ضرورت سان گڏ سنڌيءَ جي مخلص ترين خدمت ب آهي. ان ڏس ۾ مرزا قليچ بيگ جو نالو سرفهرست آهي. هن سوين ڪتاب سنڌيءَ ۾ اٿلائي وڌا." (47)

ان کان علاوه ٻين مسلمان ليکڪن جا جيڪي تاريخي، سياسي ۽ سماجي افسانا شايع ٿيا. انهن ۾ پير حسام الدين جو لکيل تاريخي افسانو "انارڪلي"، جو جهانگير بادشاهه ۽ انارڪليءَ جي محبت تي مبني افسانو آهي. لطف الله بدويءَ جو "**غريبت**"، جنهن ۾ هُن اسڪول ماستر جي زندگيءَ جو نقشو پيش ڪيو آهي، ۽ "**خوفناڪ بدلو**" سندس ٻي مشهور ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ڳوٺاڻي ماحول ۾ زميندار ظلم جي تصوير پيش ڪئي ويئي آهي. عبدالله عبد جو سماجي افسانو "**اسڪول ماسترياڻي**" ۽ "**اتفاق**"، عثمان انصاريءَ جو "**ململ جو چولو**" پڻ هن دؤر ۾ شايع ٿيا.

1932ع ۾ ٻولچند راجپال شڪارپور مان "سنڌو" رسالي جو اجراءَ ڪيو. هن رسالي ڪيترن ئي ليکڪن کي اهڙو ادبي پليٽ فارم مهيا ڪيو جنهن مان ڪيترا ئي ليکڪ ادب جي اعليٰ منصب تي رسيا. جن ۾ سرفهرست مرزا نادر بيگ هو. سندس ڪهاڻيون گهڻي ڀاڱي موهني جي عنوان هيٺ لکيل آهن. جن ۾ "**موهني**"، "**موهنيءَ جي آهه**"، "**موهنيءَ جي دل جو داغ**"، "**موهنيءَ جي فتح**" ۽ "**معشوق موهني**" وغيره شامل آهن. هن سماجي حالتن سان گڏ محبت جي نازڪ جذبي سان تمتار ڪهاڻيون لکي، انسان جي جذباتي قدرن ۽ انسانيت جي اعليٰ گڻن کي پڻ اجاگر ڪيو. مثلاً سندس ڪهاڻي، "معشوق موهني" ۾ مرزا نادر بيگ لکي ٿو ته. "جن کي اسين ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ ۾ مرشد يا گُرو سڏيون ٿا، اهي ئي اسان جا سچا معشوق آهن. انهن سان ئي دل عشق ۾ اڙيل آهي، جن جي چڪ اسان کي واچوڙن، طوفانن ۽ گوڙ ۾ به انهيءَ پيپچري تي اچي چاڙهيو آهي. اهي ئي

معشوق قدردان ۽ منصف مزاج آهن، جي ڪڏهن ڪنهن کي ڏکوئين ڪين." (48)

مرزا نادر بيگ جون ڪهاڻيون جتي جذبات، تخليّل پرستي ۽ رومانيت جون مظهر نظر اچن ٿيون، اتي امر لعل هنگوراڻيءَ جون ڪهاڻيون حقيقت نگاريءَ جو اعليٰ مثال پيش ڪن ٿيون. "ادو عبدالرحمان" سندس اها جڳ مشهور ڪهاڻي آهي، جنهن کي يونيسڪو طرفان بهترين ڪهاڻين جي انتخاب ۾ پڻ شامل ڪيو ويو.

هنن ڪهاڻيڪارن سان گڏ عثمان علي انصاري، جنهن جي ڪهاڻين جو ڳٽڪو "پنج" عنوان هيٺ ڇپيو. جنهن ۾ سندس مشهور ڪهاڻي "ململ جو چولو" هئي، جيڪا عورت جي صبر ۽ وفاداريءَ جي عيوض مڙس جي بي وفائيءَ کي ظاهر ڪري ٿي. ان کانپوءِ سنڌي افساني ۾ ترقي پسند دؤر شامل ٿيو جيڪو پاڻ سان گڏ نئون سياسي، سماجي ۽ اقتصادي نظريو کڻي آيو. جنهن تحت ليکڪن تي سماج سڌار هئڻ سان گڏوگڏ: ماڻهن ۾ قومي شعور جي جاڳائڻ جي زميداري پڻ رکي ويئي. اهو ئي سبب آهي جو ان وقت جي ڪهاڻين جا گهڻا موضوع طبقاتي سماج جي اوڻاين، ۽ آزاديءَ جي تحريڪن جي پس منظر هيٺ سلهاڙيل نظر اچن ٿا. جن ۾ انگريزن جي خلاف باغيانه خيالات ۽ جذبات سان گڏ سرمائيدار ۽ جاگيردار جي ظالم ڪردار کي ننديو ويو. غريب مزدور ۽ هارين جي حقن جي پاسداري ڪئي ويئي، ۽ آزاديءَ جي لاءِ اجتماعي جدوجهد تي زور رکيو ويو. ان ڪري ان وقت جا افسانا گهڻي ڀاڱي انگريز سامراج خلاف بغاوت، غلام ۽ سرمائيداري نظام خلاف گڏيل احساس بيدار ڪندي نظر اچن ٿا. جن ۾ شيخ اياز جو لکيل افسانو "سفيد وحشي"، جيڪو انگريز سرڪار خلاف نفرت جو کلم کلا اظهار پيش ڪري ٿو پڻ اهم آهي. ان کانسواءِ اتمچنداڻيءَ جو "شڪست" ۽ "آخر ڪيستائين"، گوبند پنجابيءَ جو "نيلو"، جيڪو غريب مزدور ٻار جي موت جي الميي کي ظاهر ڪري ٿو. گوبند مالهيءَ جو "غم جي ڪهاڻي" ۽ "هاري حقدار" سماج ۾ هاريءَ جي ڪردار کي اڀارڻ جي ڪوشش ڪندي نظر اچن ٿا. ان کانسواءِ ڪرشن کتواڻيءَ جو "ڪتي جو موت"، حشو ڪيولراماڻيءَ جو "پدم"، ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جو افسانو "آزاديءَ جو سڏ" وغيره سياسي ۽ سماجي هلچل جي

فڪر سان سلهاڙيل ڪهاڻيون آهن، جن جو مقصد انسان جي عظمت کي ظاهر ڪرڻ ۽ کين پرمار قوتن جي قيد مان رهائي ڏيئي، آزاديءَ جي منزل ماڻڻ هو. ورهاڱي کان پهرين افساني جي هن مختصر اپياس مان، سنڌي ڪهاڻيءَ جي مقام ۽ معيار جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته، ڪيئن سنڌي ڪهاڻي مختلف سياسي، سماجي ۽ فڪري مرحلن اندر پاڻ موڪيو. ورهاڱي بعد سنڌي ادب پنهنجي زمان و مڪان جي حالتن، مختلف سياسي ۽ معاشي نظرين ۽ نوَن تهذيبي و تمدني فڪرن، ريتن، رسمن ۽ بدلجندڙ سماجي قانونن جو پرچار بنجي ايريو. ڇاڪاڻ ته ادب جو انهن سيني محرڪن ۽ رجحانن کان اثرانداز هجڻ، هڪ لازمي جُز مڃيو وڃي ٿو. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي لفظن ۾ ته، "ڪنهن به قوم جو ذوقِ جمال، ان قوم جي نظرين، اعتقادن، ان قوم جي سماجي قانونن، ان جي اخلاقي رجحانن ۽ تاريخ کان بي نياز ۽ بي تعلق رهي نٿو سگهي، پر اهو سدائين ان جي اجتماعي شخصيت جي زيرِ اثر رهي ٿو. ذوقِ جمال پنهنجو مڪمل مظاهرو لطيف فنن جي ذريعي ڪندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو هر قوم جو لطيف فن، ان قوم جي فردن لاءِ ذوقِ جمال جي تربيت جو مؤثر ترين ذريعو آهي."(49)

اهي ڪهڙا تهذيبي، تمدني، لساني، سماجي ۽ فڪري لاڙا هئا، جن سنڌي ادب کي اثرانداز ڪيو؟ انهن جو مختصر بيان اڳتي ايندڙ بابن ۾ شامل آهي.

## سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ جديد فڪر جي ابتدا:

ادب سماج جو آئينو هوندو آهي، جنهن ۾ زندگيءَ جي هر پهلوءَ جي حيثيت مشترڪ اهميت جي حامل هوندي آهي. ادب جي ذريعي ليکڪ سماج جي مادي ضرورتن هيٺ پيڙهجندڙ انسان جي خارجي، ۽ داخلي مسئلن کي موضوع بنائي، انساني سماج جي شعوري سگهه کي وڌائي، انهن ۾ نوان خيال ۽ جذبا بيدار ڪن ٿا. بقول منير احمد مانڪ جي ته "ادب محض خيالي بي مقصد يا ذهني عياشيءَ جي تحرير جو نالو نه آهي، بلڪ ادب پنهنجي دوَر جي سماجي زندگيءَ جو حقيقي عڪاس آهي، جنهن ۾ اديب

انساني بهبود جي واسطي، انساني سماج جي ارتقا ڪي اڳتي وڌائڻ لاءِ نوان خيال ۽ افادي قدر پري، فني رنگ ڏيئي، ادب جي شڪل ۾ پيش ڪن ٿا.“ (50)

ادب پنهنجي سماجي، معاشي قدرن ۽ روين سان مختلف دؤرن ۾ مختلف فڪرن هيٺ لکجندو رهيو آهي. افسانو ادب جي اها صنف آهي، جيڪو جديد فڪر سان سلهاڙجي، ويهين صديءَ جي شروعاتي دؤر ۾ ڇپائيءَ هيٺ آيو. سنڌي ادب ۾ پڻ هيءَ نئين ڪنڊ جي ٻين ٻولين جيان پنهنجي فني، تهذيبي، معاشرتي ۽ سماجي حالتن جي اثر هيٺ لکجڻ ۾ آيو جنهن ۾ نہ صرف سماجي اڻ برابريءَ خلاف لکيو ويو پر انهن ۾ اخلاقي ۽ اصلاحي پهلوءَ کي پڻ ڪهاڻين جو موضوع بنائي، عام ماڻهن جي سُتل شعور کي بيدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. ان ڪري ان دؤر جي ڪهاڻين جا اڪثر موضوع اصلاحي ۽ سماج سڌارڪ ڪهاڻين تي مشتمل نظر اچن ٿا. جن ۾ جديد تعليم جو حصول، مرد ۽ عورت ٻنهيءَ لاءِ مشترڪ، عورتن تي ٿيندڙ گهريلو تشدد. مثلاً انهن جي مرضيءَ کان سواءِ انهن جي شادي رچائڻ ۽ سماج جي پراڻن ۽ فرسوده رسم و رواج وغيره شامل نظر اچن ٿا. آءِ جي.اتم ان دؤر جي افسانن جو ذڪر هن طرح ڪري ٿو تہ "اهو سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر جو شروعاتي دؤر هو جڏهن ليکڪن جو مکيہ مقصد ئي هو سماج کي سڌارڻ . ان ڪري هي ڪهاڻيون ان زماني جي فوٽو گرافڪ حقيقت نگاريءَ وارو چٽر ڏين ٿيون.“ (51)

جيئن تہ ان وقت نئين ڪنڊ ۾ سماج سڌارڪ تحريڪن جو دؤر هو تنهنڪري سنڌي اديبن بہ انهن سماجي تحريڪن کي پنهنجيُ ڪهاڻين جو موضوع بنائي، سماج جي اصلاح تحت ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ لعل چند امرڏنو مل جي **”ڪشني جا ڪشٽ“**، جنهن ۾ سنڌي گهريلو زندگيءَ جو عڪس چٽيل نظر ايندو. ۽ ڄيٺمل پرسرام جي ڪهاڻين جو مجموعو **”چمڙا پوش جون آکاڻيون“** آهن، جن ۾ سماجي مسئلن سان گڏ سرمائيدارن ۽ وڏيرن جو ظلم پيش ڪيو ويو آهي. بقول امر لعل هنگوراڻيءَ جي تہ ”جيئن خليفو هارون الرشيد چمڙا پوش ڪري رعيت جي خبر چار لهندو هو تيئن شري ڄيٺمل پرسرام چمڙا پوش ڪري جنتا جا ڏک سک، پنگتي انياءَ ۽ سرڪاري ظلم جو بيان ڪندو هو.“ (52)

جڏهن تہ جيٺمل پرسرام هنن ڪهاڻين لکڻ جو سبب ڪجهه هن طرح بيان ڪري ٿو تہ "منهنجي چمڙا پوشي هڪ دک جو ڏنڏو آهي، ٻئي جي اگهڙ ڪرڻ پنهنجي اگهڙ ڪرڻ، تنهنڪري دل تہ ائين چوندي آهي تہ منهنجو اڏامندڙ جبو، غيبي ٽوپي ۽ آواز بند چمپل، پيتيءَ ۾ بند ٿيا رهن تہ چگوا پر ڇا ڪريان، لاچار ٿيو پوان، جيئن پيو چمڙا پوشيءَ کان پري ڀڄان، تيئن وڌيڪ ظلم پيو ٻڌان. هنن ٿورن مهينن ۾ ڇا نہ ٿي گذريو آهي! ٻال هتيا جا خراب ۾ خراب مثال، آپگهات جا دکدائڪ حادثا، ظالمن هٿان گگدام ڇوڪرين جو ٻاهه ۾ جلڻ، مطلب تہ هڪ ٻئي پٺيان ويون ٽڪا ٽوڪيون ٿينديون."(53)

سندس ڪهاڻين ۾ سليس ٻوليءَ سان گڏ، معاشري جي قبيح رسمن رواجن جو شڪار انساني فريادون آهن، جن تي ان وقت هلندڙ مختلف سماجي اصلاحي تحريڪن جو اثر نمايان طور نظر اچي ٿو.

شروعاتي دؤر ۾ جن ڪهاڻيڪارن جديد فڪر کي ڪهاڻين جو موضوع بنائي پيش ڪيو انهن ۾ مرزا قليچ بيگ، لعل چند امرڏنومل، ديوان ڪوڙو مل، جيٺمل پرسرام وغيره شامل آهن. هندو ليکڪن سان گڏ سماج جي سڌاري ۽ اصلاح لاءِ مسلمان ليکڪن ۾ مرزا نادر بيگ جو ڪردار پڻ خاص اهميت جو حامل نظر ايندو جنهن جون تقريباً سڀ ڪهاڻيون جديد فڪر سان سلهاڙيل نظر اينديون. جن ۾ جديد رومانوي اندازِ بيان سان گڏ سماج جي اصلاح جو پهلو پڻ نمايان آهي. سندس افسانن جي تعريف ڪندي، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو تہ "جنهن اديب معاشري جي معاملن ۽ جذباتي ڪيفيت کي افساني ۾ آندو سو مرزا قليچ بيگ جو فرزند نادر بيگ هو. نادر بيگ کي تمام اعليٰ درجي جا افسانا لکيا، جن ۾ سماجي حالتن ۽ محبت جي واردات کي آندائين."(54)

سندس مشهور ڪهاڻين ۾ **"موهنيءَ جي ڊائري"**، **"ماءُ جي دل"**، **"موهنيءَ جي دل جو داغ"**، **"انقلاب"**، **"مس رستم جي"** ۽ **"ڏٺي مڪياري"** وغيره شامل آهن، جن ۾ سماجي رسمن ۽ گهريلو زندگيءَ جي مسئلن، مثلاً نندپڻ جون شاديون، پسند جي شادي، قرض ۽ بي راهه رويءَ جون مصيبتون ۽ مشڪلاتن جي نشاندهي ڪئي ويئي آهي. بقول احسان بدويءَ جي تہ "مرزا نادر بيگ کي سنڌي افسانہ نگاريءَ ۾ اهميت حاصل آهي. مرزا

صاحب هندستان جي رسمن، ۽ انهن جي گهرو مسئلن کي پنهنجي افسانن جو موضوع بنايو آهي. ننڍپڻ جون شاديون غميون، فضول خرچيءَ جا مهلڪ نتيجا، قرض ۽ بي راهه رويءَ جون مصيبتون ۽ مشڪلاتون - ان خيال کان هن زندگيءَ جي مختلف پهلوئن کي پنهنجي افسانن جو موضوع بنايو."(55)

هيٺ سندس ڪهاڻين جو مختصر فڪري جائزو پيش ڪيون ٿا:

"ماءُ جي محبت" هن ڪهاڻيءَ جون هي ٻه ٿي سٿون، مائٽن جي پسند جي شادي، جنهن ۾ مائٽ صرف پنهنجي مفادن کي ڏسن ٿا، ان جي تصوير پيش ڪن ٿيون، جنهن ۾ هڪ هنڌ هو لکي ٿو ته "رام لعل سکر جي ڪنهن ڪارخاني ۾ ٽيهين روپئي تي نوڪر هو. انهن سان ئي چندن مل پنهنجي ڀاڻيجي ڪملا جي شادي ڪرائي ڇڏي. شاديءَ کان اڳي چندن مل اها خبر رکڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي، ته جنهن سان گڏ ڪملا کي پنهنجي حياتي گذارڻي آهي، انهيءَ جي چال چلن ڪهڙي آهي. هو ته اهڙي گهوٽ جي ڳولا ۾ هو جنهن کي ڪجهه ڏيتي ليتيءَ ۾ ڏيڻو نه پوي."

ان ڪانسواءِ ننڍپڻ جي شادي، جنهن لاءِ هو لکي ٿو ته، "ننڍپڻ جي شادين جا اسين روز پيا حشر ڏسون. ڀڳوان اسان کي ان کان بچائي." يا وري هيءُ جملو ته، "ڪملا خيال ڪيو ته جو پتي پنهنجي پتنيءَ کي ڇڏي، بازاري زالن تي جان قربان ڪندو وتندو هجي، جو پنهنجي لڄ کي بدمعاشن جي پاڙي ۾ ڦٽي ڪري، پاڻ بي پرواهيءَ سان گهمندو وتي، انهيءَ سان پريم ڪرڻ پاپ..مها پاپ آهي." (56)

"موهنيءَ جي فتح": هن ڪهاڻيءَ ۾ هو پسند جي شاديءَ تي زور ڏيندي، ماءُ ۽ ڌيءَ جي بحث اندر لکي ٿو ته، "آزاديءَ جو زمانو آهي، جنهن ۾ ڪو ڪنهن کي شاديءَ لاءِ زور ڪري نٿو سگهي."

"دنيا ڇا چوندي؟"

"امي! ذرا دنيا جي معنيٰ ته ٻڌائجو.!"

"ماڻهو."

"۽ اهي ماڻهو ڪهڙا؟ مان ته انهن کي ڪوڙه سڃاڻان، ۽ مان انهن ماڻهن جي ڪري پنهنجي خوشي قربان ڪرڻ نٿي چاهيان."(57)

"انقلاب": سندس لکيل هيءُ افسانو پڻ هڪ ڇرڪائيندڙ موضوع کي بيان ڪري ٿو جنهن ۾ هڪ مسلمان عورت پنهنجي بدڪردار مڙس

خلاف نفرت جو اظهار ڪندي، بغاوت جو اعلان ڪندي نظر اچي ٿي. انهن ڪهاڻين کي پڙهي، اندازو ٿي وڃي ٿو ته سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ روشن خيالي، ۽ ترقي پسند فڪر جي ابتدا شروع کان ٿي شامل هئي، جن ۾ مرزا نادر بيگ جو ڪردار خاص اهميت جو حامل نظر ايندو. نصير مرزا سندس ڪهاڻين جي اهميت کي بيان ڪندي لکي ٿو ته، "افسانوي ادب جي کيتر ۾ هن اهڙيون ٿي چرڪائيندڙ ۽ بولڊ وکون کنيون، ۽ ان وقت موجود هندو مسلم ۽ پارسيءَ کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ لاءِ بطور اديب ۽ انسان دوست سفير جي، هُن پنهنجي ڪهاڻين ۾ مکيه رول ادا ڪرڻ جي ڪوشش ٻه پئي ورتي، ان کان ٻه اڳتي فني سطح تي ڪهاڻي، هن وٽ اسلوب، ٽيڪنيڪ، ٽريٽمينٽ ۽ ٻوليءَ جي سطح تي انتهائي سڌريل ۽ صفا صاف نظراچي ٿي." (58)

مٿين ڪهاڻيڪارن کان علاوه ان دؤر جي مشهور افسانه نگارن محمد صالح ڀٽي، شيخ عبدالله عبد (ماسترياڻي ۽ اتفاق) ۽ منگهارام ملڪاڻي ۽ لطف الله بدويءَ جا افسانا خاص طور تي "خوفناڪ بدلو" ۽ "غريبت" وغيره وڏي اهميت جا حامل افسانا ليکيا وڃن ٿا، جيڪي ان وقت ۾ شايع ٿيندڙ رسالن ۾ ڇپيا، جن ۾ "سنڌو" رسالي جي حيثيت مسلم آهي. جنهن نه صرف سماج سڌارڪ افسانا، پر اصلاح پسند مضمون لکي، پنهنجي رسالي جي زينت وڌائي. گڏو گڏ هن سنڌي ادب جي فڪري معيار کي به بلند ڪيو. هيٺ ڪجهه اهڙن مضمونن ۽ افسانن جو ذڪر ڪجي ٿو.

"سنڌو" جنوري 1932ع ۾ **"استري سماج"** (شريمتي ڪملا ديوي) ۽ **"استري سکيا آدرش ۽ اپيو"** (پروفيسر شيوارام اين ڦيرواڻي ايم اي اپريل 1932ع ۾ سنڌوءَ ۾ **"استري سماج"** (پرمانند ميوارام) جو مضمون، جتي **"زال جو قدر اتي سک جي پراپرتي"** جون سنڌو 1934ع ۾، **"ڏسڻ ۾ چو نه ٿو اچين"** (شيوڪ ڀوڄراج ) جولاءِ سنڌو 1934ع، **"مايا جي مستي"** (ارجن داس بي آڏواڻي) نومبر 1934ع سنڌو **"مالهڻ جي ڌيءَ"** (آڪاٽي)، (نندلعل جرنلسٽ) **"مغرب ۽ مشرق جي نياڻي"** (آڪاٽي)، (رٽبير سنگها) فبروري سنڌو 1936ع، **"جلاد"** آڪاٽي (ماڌوداس شوالو مل)، **"خود ڪشي"** پرسرام اي ياتيه وغيره شامل آهن، جن ۾ مختلف معاشي ۽ سماجي مسئلن سان گڏ عورت کي مذهبي، تعليمي ۽ سماجي لحاظ کان مساوي حق ڏيڻ جو فڪر

نمايان آهي. ان کان علاوه ان دؤر جي رسالن ۾ "سنڌي گلشن"، "سنسار سماچار" روزانه "اخبار" ڪراچي وغيره شامل آهن.

انهن ليکڪن جي ڪاوشن سان ئي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ حقيقت نگاري، ۽ جديد فڪر جو آغاز ٿيو. ان دؤر جو هڪ مشهور ڪهاڻيڪار تيرٿ وسنت (امرلعل هنگوراڻي) آهي، جنهن "ادو عبدالرحمان" جهڙي شاهڪار لکي، سنڌي ادب جي افسانوي کيتر ۾ پاڻ موکيو. هن ڪهاڻيءَ جو دنيا جي ڪيترين ئي ٻولين ۾ ترجمو پڻ ڪيو ويو. ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي لفظن ۾ ته "شري امر لعل هنگوراڻيءَ جي ڪهاڻي "ادو عبدالرحمان" اهڙي ادبي معيار جي رچنا آهي، جيڪا انيڪ ٻولين ۾ التو تي مقبول پيئي، ۽ يونيسڪو طرفان ڇپيل دنيا جي بهترين ڪهاڻين جي سنگره ۾ پڻ ڪيس جڳهه ملي." (59)

<u>"ادو عبدالرحمان"</u>: هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ هڪ اهڙو فقير منش ڪردار گهڙيو آهي، جيڪو پنهنجي صاف گوئيءَ سان عدالت ۾ انصاف جي ٿنين کي جهنجهوڙي ڇڏي ٿو. جنهن لاءِ ڪيرت ٻاٻاڻي لکي ٿو ته "هيءَ ڪهاڻي هڪ مست جي چوڏاري ڦري ٿي، جو ڪو عام رواجي مست ڪونه آهي. اڳتي هلي سندس ڪردار مان اپري ٿو بيهي ته هو هڪ وڏو عالم آهي، ۽ ان کان به وڌيڪ ڳالهه اها آهي، ته سندس آتما بلڪل روشن آهي. پوءِ جي اوسر مان اها به جهلڪ ملي ٿي، ۽ ڳجهه ڪي قدر ظاهر ٿين ٿا، ته اڄوڪي مطلبي، نردئي، ڪوڪلي، ڍيٺ ۽ واهيات دنيا جي وهنوار ئي کيس مست بڻايو آهي، ۽ پوءِ زميندار جي ڏاڍائي ۽ جج جي ڪُڌائيءَ جو مقابلو ڪندي، نام نهاد "اعليٰ سماج" جي ڪوڪلائپ جو پردو فاش ڪري ٿو ڇڏي. هن ڪردار جو ايڏو تاثير آهي، جو هڪ دفعو پڙهڻ کانپوءِ ذهن تي ڇانئجي ٿو وڃي: ۽ سالن تائين جهونجهاڙيندو ٿو رهي." (60)

<u>"هيءَ به رانجهوءَ سنڌي رمز"</u>: هن ڪهاڻيءَ ۾ پڻ هڪ انوکو موضوع رکيل نظر ايندو. ڏاڏو جيڪو بظاهر تمام پراڻن خيالن جو ڏيک ڏئي ٿو پر جڏهن پنهنجي پوٽيءَ کي پنهنجي محبوب سان ملاقات ڪندي ڏسي ٿو تڏهن هو ان کي فطرت جي تقاضا سمجهي خاموش رهي ٿو. هيءَ ڪهاڻي پڻ ڪهاڻيءَ کيتر ۾ جديد فڪر جي ترجماني ڪندي نظر اچي ٿي. ان کان علاوه هن "ڏس ڏيوم ڪٿان ليندي"، "رام رحيم" ۽ "لکيو ڪين ٽريو" وغيره

جي نالن سان منفرد اسلوب سان ڀرپور ۽ بامقصد ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ سماج جي قديم مدي خارج نظرين کي خارج ڪري، جديد ۽ روشن خيال فڪر کي بيان ڪيو ويو آهي. بقول جگديش لڇاڻيءَ جي ته، "امرلعل هنڱوراڻيءَ پنهنجي ڪهاڻين ذريعي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ موڙ آندو. هن کان اڳ جتي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ سماجڪ مسئلن جي رودن - پٽڪي جي پرمار هئي، اتي هن انساني من - ورتين ۽ ڀاونائن کي آڌار بڻائي، ڪردارنگاريءَ جا سهڻا مثال پيش ڪيا. وشيہ جي نواڻ سان گڏوگڏ، امر لعل جي ٽيڪنيڪ به پڪي پختي ڪم آيل آهي، جيڪا هن کان اڳ وارين ڪهاڻين ۾ عدم پيدا هئي." (61)

هي سڀ اهي ليکڪ هئا، جن صحيح معنيٰ ۾ سنڌي ادب کي جديد فڪر سان سلهاڙيو جنهن جي شروعات ڄيٺمل پرسرام جي ڪهاڻين سان، اڳ ئي ٿي چڪي هئي. غلام علي الانا جي لفظن ۾ ته، "سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيءَ جي شروعات 1936ع جي مارڪسواد جي اثر هيٺ، ترقي پسند ليکڪن جي آغاز کان اڳئين، ڄيٺمل پرسرام جي ترقي پسند نظريئي طرف موڙي ڇڏيو هو. مرزا نادر بيگ،آسانند مامتوراءِ ۽ امر لعل هنڱوراڻي به اڻ سڌيءَ طرح ڄيٺمل پرسرام جي ترقي پسند نظريي واري اثر کان آجا نه رهيا."(62)

جنهن تي بعد ۾ مختلف سياسي تحريڪن ۽ عالمي ادب ۾ رونما ٿيندڙ نوَن ادبي لاڙن جهڙوڪ: حقيت نگاري، جدت پسندي، ترقي پسند فڪر ۽ ادب براءِ زندگيءَ جهڙن نوَن قدرن ۽ مسئلن جو اثر ٿيو. جيئن ته اهو وقت هندستان ۾ آزاديءَ جي تحريڪن سان ڀريل هو ان ڪري ان وقت جي افسانه نگارن جي ڪهاڻين ۾ جدوجهد آزادي ۽ حب الوطنيءَ جو جذبو جنهن ۾ فرد جي قومي ڪردار تي زور ڏنل نمايان نظر اچي ٿو. ڊاڪٽر غلام علي الانا ان دؤر جي حالتن کي هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي ته "هيءُ اهو دؤر هو جنهن ۾ خلافت تحريڪ ۽ ٻي مهاڀاري جنگ جي حالتن جو اثر هتي جي ملڪي ماحول سان گڏ علم و ادب تي به پيو. آزاديءَ جي تحريڪ، قومي ۽ وطني جذبي، هندن جي اکنڊ ڀارت لاءِ ڪوشش ۽ مسلمانن جي پاڪستان لاءِ جدوجهد ادب ۾ نوان موضوع، نوان قدر ۽ نئين نظر پيدا ڪئي، پر ساڳي

وقت هندو مسلم اتحاد جي ڪوشش ۽ ادب جو وسيلو اختيار ڪيو. انهن مڙني تحريڪن جو عڪس ان وقت جي ڪهاڻيءَ ۾ نظر اچي ٿو." (63)

هن دؤر جي ادب کي فڪري طريقي سان اسان حقيقت نگاري، ۽ ترقي پسند دائري ۾ شمار ڪريون ٿا. هن دؤر ۾ عالمي ترقي پسند تحريڪ، ادب براءِ ادب کي زندگيءَ کان ڪٽيل ۽ سماج کان ويڳاڻو ادب ڄاڻائيندي، ان کي رجعت پسنديءَ جي خاني ۾ ڦٽي ڪري ڇڏيو. جنهن ادب کي محض جمالياتي حِظ حاصل ڪرڻ جو ذريعو سمجھڻ وارن خيالن کان بغاوت ڪندي، ادب کي زندگيءَ جي آئيني جيان زندگيءَ جو هُوبهو چٽو عڪس پيش ڪندڙ هڪ تحريڪ جي طور اڀاريو. ڊاڪٽر سليم اختر هن تحريڪ جي منشور بابت لکي ٿو ته "*ہماری انجمن کا مقصد ادب اور آرٹ کو ان رجعت پرست طبقوں کے چنگل سے نجات دلانا ہے، جو اپنے ساتھ ادب اور فن کو بھی انحطاط کے گڑھوں میں دھکیل دینا چاہتے ہیں۔ ہم ادب کو عوام کے قریب لانا چاہتے ہیں اور اسے زندگی کی عکاسی اور مستقبل کی تعمیر کا مؤثر ذریعا بنانا چاہتے ہیں۔ ہم چاہتے ہیں کہ ہندستان کا نیا ادب ہماری زندگی کے بنیادی مسائل کو اپنا موضوع بنائے۔ یہ بھوک، افلاس، سماجی پستی اور غلامی کے مسائل ہیں۔*" (64)

هندستان ۾ ترقي پسند تحريڪ جي شروعات ۽ سنڌي افساني کي جديد فڪر سان لبريز ڪيو. هندستان جي ورهاڱي تائين سنڌي ادب ۾ ترقي پسند ادب جو رجحان پڪو ٿي چڪو هو. ان عرصي ۾ ترقي پسند ليکڪن پنهنجي ڪهاڻين ۾ انگريزن، سرمائيدارن، زميندارن، جاگيردارن، ۽ مذهبي ٺيڪيدارن جي ظلمن کي ننگو ڪيو ۽ عورت ۽ مرد جي برابريءَ واري تصوّر کي بيدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. بقول اي جي اتم جي ته "ترقي پسند ليکڪن پهريون دفعو سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نه صرف انگريزن جي ظلم، پر زميندارن، سرمائيدارن، سماج ۽ ڌرم جي ٺيڪيدارن جي ڏاڍاين جي زوردار اوگھڙ ڪئي، ته استري پرش جي پيار ۽ برابريءَ جو به بي باڪ چٽر چٽيو. گوبند پنجابيءَ کي ترقي پسند ڪهاڻيءَ جي شروعات جو شرف حاصل آهي، جنهن جو ثبوت هن جي ڪهاڻين جو مجموعو "سرد آهون" آهي." (65)

سنڌن اهڙين افسانوي ڪاوشن ۾ گوبند پنجابيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو "سرد آهون"، "پره ڦٽي"، "ريگستاني ڦول" ۽ شيخ اياز جو لکيل "سفيد وحشي" وغيره شامل آهن. جن ۾ ترقي پسند منشور تحت ان

وقت جي سياسي توڙي سماجي حالتن جي ڏيک سان گڏ، هڪ نئين انقلابي رجحان تي مبني ڪهاڻيون شامل آهن. ممتاز مهر جي مطابق ته، ”مجموعي طور ترقي پسند ليکڪن جي لکڻين اعليٰ ۽ مثبت قدر ۽ روايتون قائم ڪيون آهن. مثلاً هر طرح جي ظلم ۽ ڏاڍ خلاف نفرت جو برملا اظهار، درباري ادب ۽ درباري روش خلاف نفرت ۽ هيءَ درس، ته انسان پنهنجي مستقبل کي ضابطي ۾ آڻي، بهتر ۽ آدرشي سماج جي تعمير ڪري سگهي ٿو ۽ هيءَ ته ليکڪ کي بہ حسبِ حال سياست ۾ حصو وٺي، انهي عظيم انساني جدوجهد کي ڪامياب بنائڻ ۾ مددگار ٿيڻ گهرجي.“(66)

هن دؤر جي افسانن جا موضوع سياسي، سماجي، معاشي ۽ اخلاقي مسئلن مان ڪنيل آهن، جن ۾ انگريزن جي حڪومت خلاف نفرت، هندو مسلم ايڪتا، سرمائيداري ظلم، غريبن جي بدحالي ۽ اقتصادي ڦرلٽ وغيره اهي مسئلا هئا، جن کي سنڌي اديبن پنهنجي تخليق جو حصو بنايو. ورهاڱي کان پهرين سنڌي افسانو پنهنجي موضوع جي حوالي سان عالمي ۽ ڏيهي فڪر کان متاثر ٿيڻ لڳو هو ۽ جيئن ته متي بيان ڪري آيا آهيون، ته اهو دؤر گڏيل هندستان ۾ آزاديءَ جي تحريڪن جو دؤر هو. قوم پرست تحريڪ کان ويندي طبقاتي هلچل تائين جون تحريڪون، هندستان جي سياسي ماحول کي گرم ڪيون بيٺيون هيون، ۽ جيئن ته ادب سماج جو ئي حصو آهي، تنهنڪري سماج ۾ موجود سماجي توڙي سياسي تحريڪن جا آثر ادب تي لازمي پون ٿا. ان حوالي سان ڏسجي ته ان وقت جا سنڌي افسانا، گهڻي ڀاڱي انهن خارجي توڙي داخلي تحريڪن کان متاثر ٿيڻ کانسواءِ نہ رهي سگهيا. جنهن سبب ان دؤر جي افسانن کي بجا طور قومي لاڙو ڏيکاريندڙ انقلابي فڪر جو آئينہ دار چئي سگهجي ٿو. غلام علي الانا صاحب جي لفظن ۾ ته، ”1940ع کان 1947ع تائينءَ جي ستن سالن واري عرصي ۾ قومي بيداري، سماج جي اڏنگين رسمن ۽ رواجن، توڙي عام ماڻهن جي روزانہ زندگيءَ سان واسطو رکندڙ ضروري ڳالهين جو عڪس، سنڌي ادب ۾ گهڻو نظر اچي ٿو. سماجي رسمن کان سواءِ انٽي، لٽي ۽ اجهي سان واسطيدار عنوانن تي قلم آرائي ڪئي ويئي.“ (69)

هن زماني جي ليکڪن ۾ آسانند مامتوراءِ، ڪرشن کٽواڻي، اتم ڪيرت ٻاٻاڻي، شيخ اياز اياز قادري، گوبند پنجابي، سگن آهوجا، گوبند

مالهي، آنند گولاڻي، لڇمڻ راجپال، رام پنجواڻي، شيخ عبدالستار ۽ ٻيا شامل هئا. جن جي ڪهاڻين پڙهڻ سان بدن ۾ سياٽو پئجي وڃي ٿو. شيخ اياز جي افسانن جي مجموعي **"سفيد وحشي"** جو ئي مثال وٺجي، جنهن ۾ سندس افسانو "سفيد وحشي"، جيڪو هندستان جي غلامانا بيٺڪي نظام جي خلاف، علامتي طور انگريزن خلاف نفرت جي اظهار جو هڪ نمونو پيش ڪندي نظر ايندو. هڪ پاسي سفيد وحشي هندستان جي قوم پرست اثرهيٺ لکيل ڏسجي ٿو، ته ٻئي پاسي ان ئي مجموعي ۾ شامل ڪهاڻي، **"مسافر مکراڻي"** طبقاتي فڪر جو اولڙو ٿي ڏسجي. بقول شمس الدين عرساڻيءَ جي ته، "مسافر مکراڻيءَ ۾ هڪ ٻار جي معصوم فطرت جي عڪاسي ڪيل آهي، جنهن جي ٻاراڻين حرڪتن ۽ شرارتن ۾ امنگ سمايل آهي. ليڪن افلاس ۽ بک جو راڪاس، هن جي تمنائن جو نپوڙي ساهه ڪيي ٿو. ان ۾ ٻار جي نفسيات کي سهڻيءَ طرح چٽيو ويو آهي." (70)

1940ع ۾ سنڌي ادب ۾ ڪجهه اهڙا افسانہ نويس پيدا ٿي چڪا هئا، جن حقيقت نگاريءَ جي بنياد تي سماجي مسئلن جي چنڊ ڇاڻ ڪئي. هن دؤر جي خصوصيت اها به رهي، ته هن دؤر جي ليکڪن نہ رڳو قلم جي حوالي سان سماجي هلچل ۾ حصو ورتو پر عملي طور به اهي ترقي پسند تحريڪ جو حصو رهيا. جن ۾ خاص طور سوڀو گيانچنداڻي، اي جي اتم، گوبند مالهي، شيخ اياز ڪيرت ٻاٻاڻي، سگن آهوجا، ڪرشن کٽواڻي وغيره شامل آهن. هن سڄي دؤر ۾ ترقي پسند تحريڪ جي اثر هيٺ لکجندڙ افسانن کي، سماجي حقيقت نگاريءَ جي رجحان جي نمائندگي ڪندڙ چئي سگهجي ٿو. بقول انور فگار هَڪڙو جي ته، "ان دؤر ۾ ادب ۾ نوان لاڙا رونما ٿيا. حقيقت نگاري، جدت پسندي ۽ ترقي پسنديءَ جي روپ ۾ سامهون اچڻ لڳي ۽ ليڪ ادب براءِ ادب جي نظريي کان بغاوت ڪري، ادب کي زندگيءَ جو آئينو ڄاڻي، هڪ تحريڪ ٿي ايريا، جو ادب جي افق تي سج جيان چمڪڻ لڳا."(71)

جلد ئي 1947ع ۾ هندستان جو ورهاڱو پاڪستان جي وجود ۾ نيٺ ظاهر ٿيو جنهن سبب سنڌي هندن جي يارت ڏانهن لڏپلاڻ شروع ٿي، جنهن جي ڪري سنڌي ادب ۾ ترقي پسند تحريڪ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي. جيتوڻيڪ سنڌي افسانو پوءِ بہ يارت توڙي پاڪستان ٻنهي هندن تي

لکجندو رهيو. ورهاڱي جي ان ڪربناڪ حالتن، مسلمانن توڙي هندن تي يڪسان اثرات مرتب ڪيا. پنهنجي ڌرتيءَ کان وڇوڙي جي دردناڪ عذاب سان گڏ، نئين ملڪ ۾ ڪئمپ جي زندگيءَ سان وابسطہ مسائل، پنهنجن آبائي وسندين ۾ گهاريل گهڙيون ماڻهن سان ٿيل ميل ملاقاتون ۽ يادون، ان وقت جي افسانن جو خاص موضوع بڻيون. ورهاڱي جي ان صورتحال کي ڪرشن کٽواڻي هن ريت رقم ڪيو آهي تہ "ورهاڱو سنڌي هندن لاءِ، ۽ ڪنهن حد تائين سنڌي مسلمانن لاءِ اهو ڪهاڙيءَ جو وار هو، جنهن جي زخمن جا نشان بدن تان ۽ سندس آتما تان ڪڏهن بہ متا ناهن. ورهاڱي بعد سنڌي ساڳيا سنڌي نہ رهيا. راڄنيتي پنهنجي طرف قائم رهي، ان ڪري اهو سياويڪ هو تہ ورهاڱي بعد جو هند ۾ سنڌي ساهت لکيو ويو، ان ۾ سنڌ ۾ گذاريل خوش زندگيءَ جون يادگيريون، ڪئمپ ۾ گهاريل ذليل زندگي، ۽ ويجهن انسانن جو هڪٻئي کان وڇوڙو ۽ بدليل حالتن انوسار سماجڪ تبديلين جا جدا جدا چٽر هجن."(72)

اهڙي صورتحال سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ڪجهہ وقت لاءِ ماٺار ضرور پيدا ڪئي، پر پوءِ جلد ئي سنڌي ليکڪ ان ادبي خال کي پرڻ لاءِ سرگرم عمل ٿيا. سندن ئي ڪاوشن بدولت سنڌي ادب جو اهو پوساٽيل پوٽو هڪ دفعو ٻيهر ادبي ميدان تي نمودار ٿيو. ليڪڪن افسانن ذريعي ترقي پسند فڪر ۽ سماجي حقيقت نگاريءَ جي رجحانن کي منظم شڪل جي صورت ۾ آڻي، پڙهندڙن کي جديد ادبي لاڙن ۽ قدرن کان متعارف ڪرايو. ڊاڪٽر قاضي خادم ان دؤر جي ڪهاڻين جي موضوعن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ "ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ وڏي تبديلي آئي، ۽ ان جو انداز بدلجي ويو. ٻين لفظن ۾ اهو چئي سگهجي ٿو تہ ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ڪهاڻي تمام خوبصورت انداز ۾ لکي ويئي، جنهن ۾ هڪ مخصوص سماجي توڙي سياسي پس منظر هيٺ، ملڪي مسئلن توڙي ملڪ جي باشندن جي ذهني ۽ جسماني مسائل جو ذڪر ڪيو ويو. خاص ڪري سنڌي هندن جي لڏپلاڻ ۽ هندستانين جي آمد جو هن تي وڏو اثر پيو."(73)

ورهاڱي کانپوءِ هن صنف ۾ ڪيترائي نوان موضوع شامل ٿيا، جن ۾ قوميت جو فڪر سگهارو نظر ايندو. گڏوگڏ انهن ڪهاڻين ۾ سنڌي سماج جي ڏکن، سورن، تڪليفن ۽ ملڪ جي سياسي ۽ اقتصادي صورتحال کي

پڻ ڪهاڻين جو موضوع بنايو ويو. ليڪڪن انهي رياستي جبر، ظلم ۽ استبداد کي پنهنجي ڪهاڻين ذريعي وائکو ڪيو ون يونٽ جو قيام، ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڪٽي ڌار ڪرڻ ۽ سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو نہ ڏيڻ وغيره جهڙن سياسي فيصلن سنڌ ۾ سياسي، قومي ۽ ثقافتي شعور کي اجاگر ڪيو ۽ ليڪڪن پنهنجي فن ۽ سوچ ۾ انقلابي فڪر جي پرچار کي ادب جو مقصد بنايو. اهو ئي سبب آهي جو ان دؤر جي اڪثر ڪهاڻين جا موضوع، گهڻي ڀاڱي سياسي سوچ ۽ قوميت جي سگهاري فڪر تي مشتمل نظر اچن ٿا. ڊاڪٽر غلام عَلي الانا جي لفظن ۾ تہ "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي ادب ۾ انقلابي تبديليون آيون. هن دؤر ۾ علم و ادب جي هر موضوع تي طبع آزمائي ڪئي ويئي. هندو ليڪڪن، ناشرن، شاعرن، نثر نويسن، عالمن ۽ اديبن جي لڏي وڃڻ ڪري، ۽ سنڌي زبان سان پرينديءَ ئي ڪٽرپڻي واري روش ڪري ۽ ٻاهران ايندڙن، جن پاڻ کي فاتح پاڪستان تي سمجهيو تن جي هلت ڪري سنڌي اديبن ۽ شاعرن وٽ جيڪڏهن ڪو سڀ کان اهم ۽ اتم مسئلو هو تہ اهو هو سنڌي زبان جو مسئلو. ان کانپوءِ ڪراچيءَ کي سنڌ کان ڌار ڪرڻ جو مسئلو ۽ ڪراچيءَ مان سنڌي زبان جي پاڙ پٽڻ جهڙا مسئلا. اهي مسئلا هر اديب، شاعر ۽ سجاڳ شخص جي نظر ۾ اهم مسئلا هئا. انهن مسئلن کانسواءِ قومي جاڳرتا، سماجي، ملڪي، سياسي ۽ اقتصادي مسئلا، سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن جي ڪهاڻين، ناولن ۽ نظمن جو موضوع هئا." (74)

هن دؤر جو ادب، سماجي حقيقت نگاريءَ ذريعي فقط سماج جي ئي عڪاسي نہ ٿو ڪري، پر ان سان گڏوگڏ اها بہ نشاندهي ڪري ٿو تہ ڇا هئڻ گهرجي، ڇا ٿيڻ گهرجي ۽ ڪيئن ڪرڻ گهرجي؟ ان ڏِس ۾ جن خاص ڪهاڻيڪارن جا نالا اچن ٿا، انهن ۾ جمال ابڙو نمايان حيثيت رکي ٿو. جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ اسان کي سماجي ۽ تخليقي حقيقت نگاريءَ جو ڀرپور رجحان ۽ لاڙو نظر اچي ٿو. ان کان سواءِ اياز قادري، ع.ق.شيخ، غلام رباني، حفيظ شيخ، نجم عباسي، محمد عثمان ڏيپلائي، رشيد ڀٽي، بيگم زينت چنا، آغا سليم، نسيم کرل ۽ حميد سنڌي وغيره شامل آهن ۽ سندن مشهور تصنيفون هي آهن: **"پشو پاشا"** (جمال ابڙو)، **"ٻلو دادا"** (اياز قادري) **"آبِ حيات"** (غلام رباني)، **"نئون شهر"** (غلام نبي مغل)، **"عبرت**

ڪده“ (ڊاڪٽر ابراهيم خليل)، **”چنڊ جا تمنائي“** (آغا سليم)، **”گهڙيءَ گهڙيءَ گهاءُ“** (رشيد ڀٽي)، **”طوفان جي تمنا“** (نجم عباسي) ۽ ڪجھ مشهور ڪهاڻيڪارن جون مشهور ڪهاڻيون جهڙوڪ - ع. ق. شيخ جي **”مکو مست“** ۽ **”حيدرآباد“**، بشير موريائيءَ جي **”پريم“** ۽ **”ڇهڙي“**، محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي **”ڪونڊير“**، ابن حيات جي **”واھ وڏيرا“** پڻ شامل آهن. هوڏانهن ڀارت لڏي ويل اديبن پڻ افسانوي جي صنف کي پروان چڙهايو جنهن ۾ ڪلا پرڪاش جي ڪهاڻي **”خانواهڻ“**، جنهن ۾ وطن جي سڪ جو جذبو ڪارفرما نظر اچي ٿو. نارائڻ ڀارتيءَ جون ڪهاڻيون **”ڪليم ۽ دستاويز“**، آنند گولاڻيءَ جو **”چريو“**، جڳديش لڇاڻيءَ جو **”نئين نظر“**، **”خاموش زندگي“** ۽ **”ڦيرو“** ۽ برج موهن، ڪلا پرڪاش، تارا ميرچنداڻي، منوهر لعل، اتم، نارائڻ ڀارتي، گل آسناڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ ٻين ڪيترن ئي افسانه نگارن جا مجموعا شامل آهن. جن ۾ سنڌي هندن سان ورهاڱي کان پوءِ ٿيندڙ ڪلور ۽ وارتائون بيان ڪيل نظر اچن ٿيون. بقول جگديش لڇاڻيءَ جي ته ”ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ اها ترقي پسند ڌارا، لڳ ڀڳ ڏهن سالن تائين جاري رهي. هن دؤر جا مکيه ڪهاڻي نويس گوبند مالهي، ڪيرت ٻاٻاڻي، گوبند پنجابي، اتم، سندري، آنند گوڪلاڻي، ڦتن پرسواڻي، ڪرشن کٽواڻي ۽ ڪلا پرڪاش وغيره آهن. نئين زندگي هن دؤر جو عيوضي مخزن هئو. ترقي پسند ليکڪن جي ڪهاڻين ۾ شرنارٿين جي ذليل زندگيءَ جا ”قانون“ بک ۽ بيروزگاريءَ جا ”پيار ۽ پئسو“ ڪئمپن جي دوزخي زندگيءَ جا ”هڪ ڳوڙهو“ ۽ ”چري“ ۽ پاپڙ وڪڻندڙ خوددار سنڌي عورتن جا ”پوري“ جهڙين ڪهاڻين اندر انيڪ چٽر ملن ٿا.“ (75)

فڪري حوالي کان ان دؤر جي ڪهاڻيءَ جا موضوع انقلاب، آزادي، قوميت ۽ سماجي برايون، مذهبي مت ڀيد ۽ ثقافتي رجحان کي اجاگر ڪندي نظر اچن ٿا. ان ڪري ئي ڪن ليکڪن جهڙوڪ محمد اسماعيل عرساڻي، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، جڳديش لڇاڻي وغيره هن دؤر جي ڪهاڻيءَ لاءِ هيءَ راءِ ڏني ته، ”ان دؤر جي سنڌي ڪهاڻي فني حوالي کان ڪمزور ضرور هئي، پر مقصديت جي حوالي سان وڏي شاهوڪار ڏسجي ٿي. ان جو سبب ان وقت جون حالتون هيون.“ (76)

1950ع کانپوءِ سنڌي ڪهاڻيڪارن پنهنجي ڀرپور صلاحيتن سان، ڪهاڻيءَ کي جمود وارين حالتن مان ڪڍڻ لاءِ ڪوششون شروع ڪيون، جن ۾ اشاعتي ادارن پاران مخزنون ۽ رسالا شايع ٿيا، تن ۾ حڪومت جي طرفان نڪتل رسالو "نئين زندگي" ۽ سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيندڙ رسالو "مهراڻ" خاص اهميت جوڳا آهن، جن سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. بقول ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي تہ، "تقسیم کے جلد ہی بعد سندھی ادبی بورڈ کی طرف سے جو سہ ماہی مہران جاری کیا گیا، اس کا ایک حصہ محض افسانوں کے لیے مخصوص کیا گیا۔ مہران میں بہترین افسانے شائع ہوئے، جن میں سندھی ماحول کی عکاسی کی گئی۔" (77)

هيءَ اهو دؤر هو جنهن ۾ هڪ طرف سنڌي اديب ترقي پسند تحريڪ کان سخت متاثر ٿي چڪا هئا، تہ ٻئي طرف سنڌ ۾ قومي شعور جاڳي چڪو هو. اهو ئي سبب هو جو ان وقت جي اڪثر افسانن جا موضوع قومي جاڳرتا، طبقاتي ڇڪتاڻ، سنڌي ثقافت، ۽ عورتن سان ٿيندڙ مذهبي ۽ سماجي ناانصافين سان گڏوگڏ، وڏيرن جي هارين سان ٿيندڙ ناانصافين، زيادتين ۽ ظلمن وغيره تي مشتمل نظر اچن ٿا. ان کان علاوه هن دؤر ۾ هڪ اهڙو تمثيلي ڪردار سنڌي افساني جو موضوع بڻيو، جيڪو سماجي ناانصافين جو مقابلو ڌاڙيل يا داداگير بڻجي ڪري ٿو. اهو مزاحمتي ڪردار سنڌي افساني ۾ اياز قادريءَ جي **"بلو دادا"**، غلام ربانيءَ جي **"شيدو ڌاڙيل"**، جمال ابڙي جي **"بدمعاش"** ڪهاڻين اندر نظر ايندو. بقول آغا سليم تہ "انهي دؤر ۾ سنڌي ادب ۾ هڪڙو ڪردار پيدا ٿيو جنهن کي شريف بدمعاش سڏيو ويو جيڪو اياز قادريءَ جي افساني "بلو دادا"، غلام ربانيءَ جي "شيدو ڌاڙيل" ۽ جمال ابڙي جي "پشو پاشا" جي جدا جدا روپن ۾ ظاهر ٿئي ٿو." (78)

ان سان گڏ جمال ابڙي جي ڪهاڻي **"شاهہ جو ڦر"**، جنهن ۾ نسلي برتريءَ ۾ مبتلا سماج جو ڏيک پيش ڪيو ويو آهي. غلام ربانيءَ جون ڪهاڻيون **"شيدو ڌاڙيل"** ۽ **"بري هن ڀنڀور"**، جنهن ۾ زمينداريءَ ظلم جو داستان بيان ڪيل نظر اچي ٿو ان کانسواءِ رشيد ڀٽيءَ جي ڪهاڻي **"ٻڻ"** پڻ انهي فڪر جي ترجماني ڪندي نظر اچي ٿي. جڏهن تہ زينت چنا جي ڪهاڻي **"مٺي"** ۽ بشير موريائيءَ جي ڪهاڻي **"ڇمڙي"**، سماجي اڻ برابريءَ

جي تصوير پيش ڪندي نظر اچن ٿيون. هن دؤر جي افسانن جي موضوعن بابت الانا صاحب لکي ٿو ته "هن دؤر جي افسانن ۾ ڪڏهن زميندارِي ظلم، ته ڪڏهن سرمائيدارن ۽ جاگيرداري نظام جي خلاف ڪات ڪهاڙا کنيا ويا، ته ڪڏهن وري غريبن جي آهن ۽ دانهن جو نقشو چٽيو ويو. وڏي ڳالهه ته هيءَ آهي، ته هن دؤر جي افسانن ۾ سنڌي ماحول ۽ سنڌي زندگيءَ جي جهلڪ گهڻي قدر نظر اچي ٿي، جن جي مطالعي سان هن خطي جي اهم خصوصيت ۽ ان جي فطري، سياسي، تاريخي، قومي، سماجي ۽ اقتصادي لاڙن جو پتو پوي ٿو. ان ڪانسواءِ فني نقطهءِ نگاهه کان موجوده دؤر جو افسانو وڌيڪ ڪامياب ثابت ٿيو آهي."(79)

## سنڌي ڪهاڻيءَ جي تخليق ۾ مقامي ادبي تحريڪن جو ڪردار:

ننڍي کنڊ ۾ اٿندڙ سماجي تحريڪن جي لهر، سماج جي هر شعبي سان گڏ ادب کي پڻ متاثر ڪيو بلڪ ڪٿي ڪٿي ته ائين ٿيو ته ادب انهن سماجي تحريڪن کي ترقي ونرائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو ڇو ته ادب ۽ سياست ٻئي سماج جو حصو آهن. ان ڪري انهن تحريڪن سان وابسط سرگرمين جو اثر ادب تي هئڻ اٽلتر آهي. بقول علي سردار جعفريءَ جي ته "ادب اور تحریک کا اپنے ملک کی قومی اور انقلابی سیاست سے متاثر ہونا فطری عمل ہے لیکن ادب اور تحریک کو کسی سیاسی جماعت کا آلاءِ کار نہیں بنایا جاسکتا اگر کوئی سیاسی جماعت اپنے میمبروں پر مشتمل کوئی تنظیم بنائے تو یہ الگ بات ہے۔ اس صورت میں وہ تنظیم اس سیاسی جماعت کے نام سے منسوب ہوگی۔ پریم چند نے اپنے خطبہ صدارت میں یہ کہا تھا کہ، "ادب سیاست کے پیچھے پیچھے چلنے والی حقیقت نہیں بلکہ وہ مشعل ہے جو سیاست کو راہ دکھاتی ہو تو وہ ادب کی انفرادیت اور معاشرے کی اجتماعیت کے رشتے کو ظاہر کر رہے تھے۔" (80)

ان حوالي سان سنڌي ادب جي تاريخ تي نظر ڊوڙائبي، ته ان ۾ ننڍي کنڊ ۾ انگريزن جي حڪومت قائم ٿيڻ کان پوءِ، مواصلاتي نظام جي تيز رفتاريءَ سبب، هن ڪيترين ئي سماجي تحريڪن جو اثر قبوليو. ننڍي کنڊ ۾ اهي تحريڪون اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ اڀريون، جنهن مان خاص طور بنگالي جاڳرتا جو به ذڪر ڪري سگهجي ٿو.

**بنگالي جاڳرتا:**

هن ڏِس ۾ سڄي هندستان ۾ سماج سڌارڪ، ديش ڀڳتي تحريڪون برپا ٿيون. بقول رسول بخش پليجي ته، "بنگال ۾ راجا رام موهن راءِ جي برهمو سماج ۽ مهاراشٽر ۾ برهمڻ مخالف تحريڪ جي اڳواڻ، جيوبا ڦلي جي ناهيل، "ستيا شوڌڪ" سماج جهڙين سماجي سڌاري جي تحريڪن، هندو سماج، ۾ ڪافي هلچل پيدا ڪئي. ان کان علاوه تلڪ جي شروع ڪيل گڻيش پوڄا، بنگال جي انقلابين جي شروع ڪيل درگا پوڄا جون تحريڪون، اهي سڀ هندستان جي وچين طبقي جي ماتحت هلي رهيون هيون. انهن جي پويان جيڪو نظريو هو، سو هندو دانشور طبقي جي ذهني تخليقات جي پيداوار هو. هنن دانشورن ۾ مشهور ناول نويس بنڪم چٽرجي شامل هو جنهن وندي ماترم ۾ڀارت ماتا جي نظريي مطابق 'وندي ماترم' جو نعرو بلند ڪيو." (81)

ان ڪري ان وقت جي لکيل ادب، شاعري توڙي ڪهاڻين ۾ انهن تحريڪن جو نمايان عڪس جهلڪندي نظر اچي ٿو. راجا رام موهن راءِ جي تحريڪ، جنهن جديد خيالن کي فروغ ڏيئي، هندو سماج جي پراڻين رسمن رواجن خلاف بغاوت جو اعلان ڪيو. بقول ڊاڪٽر جميل جالبيءَ جي ته، *"راجا رام موہن کثرت کی بجاء توحید کے قائل تھے انہوں نے بیواہوں کی دوسری شادی پر مذہبی پابندی، ستی کی رسم اور ذات پات کے نظام کو بھی رد کیا۔ راجا رام موہن کا برہمو سماج ہندو مذہب کی اصلاح کی تحریک تھی۔"* (82)

ـ جنهن ۾ قومي جاڳرتا ۽ آزاديءَ جي جدوجهد سمايل نظر اچي ٿي. بقول شمس الدين عرسانيءَ جي ته، "ننڍي کنڊ ۾ بنگال اهو پرڳڻو هو جتي سينيءَ کان اڳ ۾ سياسي تحريڪن زور ورتو. اڻويهين صديءَ جي آخر ۾، اتي راجا رام موهن جي سماجي ۽ قومي جاڳرتا جي تحريڪ هلي ليڪن، جڏهن 1905ع ۾ بنگال جي تقسيم عمل هيٺ آئي، تڏهن هن هلچل ۾ ايجا بـ وڌيڪ زور پيدا ٿيو. انهي تحريڪ عوام ۾ قومي امنگ ۽ اتساه پيدا ڪيو جنهن جي ڪري سڄي ملڪ ۾ جتي ڪٿي آزاديءَ جي لاءِ جدوجهد جو لاڙو پيدا ٿيو. قومي جاڳرتا جي زير اثر بنگال ۾ بهترين قومي ادب تخليق ٿيو." (83)

**منډليون ۽ سڀائون:**

انهن تحريڪن جي اثرهيٺ، ننڍين وڏن ڳوٺن ۾ منڊليون ۽ سڀائون قائم ڪيون ويون. انهن منڊلين ۽ سڀائن پاران عوامي جاڳرتا لاءِ اخبارون ۽ رسالا جاري ڪيا ويا. ديوان ڪوڙو مل انهن ئي بنگالي ڀڳتي تحريڪن کان متاثر ٿي، سماج سڌارڪ خيال کان بنڪم چندر چٽرجيءَ جون ڪهاڻيون ترجمو ڪيون.

**ٿياسافيڪل سوسائٽي:**

هيءَ سوسائٽي آمريڪا جي نيو يارڪ شهر ۾ 17 نومبر 1888ع ۾ مئڊم بلئوٽسڪي ۽ ڪرنل آلڪاٽ استاپن قائم ڪئي. سنڌ ۾ هن سوسائٽيءَ جون شاخون حيدرآباد، سکر، ڪراچي، روهڙي، شڪارپور ۽ خيرپور ۾ قائم ڪيون ويو. ڪجهه ليکڪ هن تحريڪ کان متاثر ٿي لکڻ لڳا. هن تحريڪ مذهب کان وڌيڪ انسانيت جي فلسفي ڪي زور وٺايو. ان کان علاوه جيئن ته اهو دؤر عالمي حوالي سان سياسي اٿل پٿل جو دؤر هيو جنهن ۾ قومي ۽ سماجي تحريڪون زورن تي هيون. مثان وري پهرين مهاڀاري لڙائي پڻ سڄي دنيا ڪي پنهنجي لپيٽ ۾ آٿي، ڪيترائي سنگين مسئلا ڪڙا ڪري وڌا هئا. خاڪي جويو مطابق ته، ”پهرين وڏي جنگ ۾ لکين انسان قتل ٿيڻ لڳا. هزارين شهر ڊهي پٽ پيا، ڌرتي ته ڇا پر، ڪروڙين انسانن جي وهيل رت سان سمنڊ به ڳاڙها ٿي ويا، جنهن جي نتيجي ۾ سڄي انسان ذات آويءَ ۾ ڪوئلي وانگر سڙندي رهي.“ (84)

ان ڪري ان لڙائيءَ جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل سماجي، مادي ۽ اقتصادي مسئلن منهن ڪڍيو. عجيب بي چينيءَ جي فضا هئي، جنهن ۾ چؤطرف سياسي هلچل ۽ تحريڪن جو زور هيو جيئن **”خلافت تحريڪ“، ”هوم رول تحريڪ“، ”ريشمي رومال تحريڪ“، مهاتما گانڌيءَ واري ”قطع تعلقات واري تحريڪ“** ۽ هڪ ٻئي پٺيان لڳاتار سياسي پس منظر تي رونما ٿيندڙ واقعا، مثلاً **جليانه والا باغ** جو قتل ۽ انهن جا اثر دنيا جي ٻين خطن وانگر سنڌ تي به رونما ٿي رهيا هئا. ان ڪري ان وقت جي ادب ۾ انهن تحريڪن جو فڪري اثر هئڻ لازمي هو. اهو ئي سبب هو جو ان دؤر جي ليکڪن، ادب

کي سياسي سجاڳيءَ آڻڻ لاءِ هڪ ڪامياب وسيلي طور ڪتب آندو. نوان قدر ۽ موضوع ادب جو حصو بنيا. ليڪن پنهنجي ڪهاڻين کي اصلاحي فڪر مان بدلائي، احتجاجي ادب جو ويس ڍڪايو. بقول سبطِ حسن جي ته: "يہ اصلاحی ادب بيسويں صدی کی تيز رفتاری کا ساتھ نہ دے سکا جنگ بلقان وطرابلس، تحريک خلافت، جليان والا باغ کا قتل عام، قصہ خوانی بازار کا سانحہ اور پھر سول نافرمانی ہنگامے دار وگير ميں اصلاحی ادب کی آواز کون سنتا اب تو نئے اديبوں کے تيور ہی بدلے ہوئے تھے." (85)

انهن تحريڪن کان علاوه ان دؤر ۾ عالمي سطح تي روسي انقلاب پڻ برپا ٿيو جنهن ادب ۾ مارڪس جي فلسفي جو ڦهلاءُ ڪيو. جنهن هاري، پورهيت ۽ مزور کي غير طبقاتي سوچ ۽ فڪر جو سڏ ڏنو. ڪيرت ٻاٻاڻي انهن حالتن جي باري ۾ لکي ٿو ته: "روسي انقلاب جي عالمگيري اهميت ۽ اثر هيٺ، مارڪسوادي جمالياتي نظريو ساري دنيا ۾ ڦهلجي ويو جنهن ڪان دنيا جا ڪيترائي ناميارا بڌيمان، ڪلاڪار، ساهتڪار ۽ خود وگياني متاثر ٿيا، ۽ سندن رچنا ڪاريہ تي بہ ان جو زوردار پرڀاءُ پيو. ڀين ديشن جي ساهتڪارن تي پڻ هن ويچار ڌارا جو زوردار اثر پيو جنهن هڪ تحريڪ جي صورت اختيار ڪئي، جنهن کي رابندر ناٿ ٽئگور ۽ منشي پريم چند جهڙن مهان ساهتڪارن جي آشيرواد ملي. تنهن ڪانپوءِ ته سيني ٻولين ۾ برک ساهتڪارن هن نظريي جي آجيان ڪئي، ۽ ڪيتريون اعليٰ رچنائون ڪيون." (86)

انگريزن جي دؤر ۾ سنڌي سماج جي سرشتي ۾ تبديليءَ جا اهي اهڃاڻ، ان دؤر جي ادبي ڪاوشن مان معلوم ٿي وڃن ٿا.

هيٺ انهن جو ڪجھ احوال مختصر لفظن ۾ پيش ڪجي ٿو:

1914ع ۾ سنڌ جي ادبي ماحول مان جنم ورتل، **"سنڌي ساهت سوسائٽي"** طرفان ڪي رسالا بہ شايع ڪيا ويا، جن ۾ انهن مسئلن تحت ڪهاڻيون ڇپجڻ لڳيون، جن جو موضوع سماجي ۽ اخلاقي هو. انهن رسالن مان ڪجھ رسالا مثلاً **"لٽڪا چٽڪا"**، **"ماهوار گلشن"** ۽ **"راجپوت"** وغيره ۾ اهڙيون ڪهاڻيون ڇپجنديون هيون، مثلاً پرمانند ميوارام جي لکيل ڪهاڻي **"لڇڻ ڪين لڏو"** ۽ **"هيري جي منڊي"**- نانڪرام ڌرم داس جي اخلاقي موضوع تي لکيل ڪهاڻي **"ڌرم جي ڏيءَ"** ۽ **"جيوت جو جس"** ۽

نرملداس فتح چند جي هندو مسلم اتحاد تي لکيل ڪهاڻي "سروجني"، لعلچند امر ڏنو مل جئ ڪهاڻيءَ "حُر مکي جا"، جيڪا سامراجن جي خلاف پير صبغت الله (پير پاڳارو) جي اڳواڻيءَ ۾ هلندڙ "حر تحريڪ" جو پس منظر پيش ڪندي نظر اچي ٿي، جنهن کي سنڌي ڪهاڻيءَ کيتر ۾ مزاحمتي ادب جي پهرين ڪهاڻي چئي سگهجي ٿو. ان کان علاوه "ڪشني جا ڪشٽ" ۽ تلوڪ ٿيميءَ جي ڪهاڻي "مون ۾ سنگتي ۾ ڪجهه ڏٺو هو" وغيره قابل ذڪر آهن. 1923ع ڌاري خود بنگالي اديب ۽ عظيم شاعر، رابندر ناٿ ٽئگور جو سنڌ اچڻ پڻ سنڌي اديبن لاءِ اتساهڪ رهيو. ٽئگور جي ٻڌارڪ مَن، ياٿيچاري ۽ انسان دوستيءَ وارن خيالن سنڌي اديبن کي ڏاڍو متاثر ڪيو. بقول رام ايس رام واڻيءَ جي تہ "مها ڪوي سنڌ ۾ پير پاتا تہ سنڌ جو پاڳ کليو پيچ پنيءَ جو شاعر صاحب ڪوٺڙي پهتو ۽ حيدآباد ۾ ٻہ چار ڏينهن رهيو."(87)

ٽئگور جي سنڌ ياترا کان پوءِ گرڌاري ڪرپالاڻي، جيڪو ٽئگور جي قائم ڪيل تعليمي اداري "شانتينڪيتن" ۾ پڙهيو هو. ٽئگور جي آکاڻين کي ترجمو ڪيو. هندستان ان وقت خلافت تحريڪ، روسي انقلاب ۽ ٻين قومي تحريڪن جي حوالي سان هلچل ۾ هيو. ڊاڪٽر غلام علي الانا ان دؤر تي روشني وجهندي لکي ٿو تہ "ان زماني ۾ خلافت تحريڪ ۽ ٻي عالمي جنگ جي حالتن جو اثر، هتي جي ملڪي ماحول سان گڏ علم ادب تي ب پيو. آزاديءَ جي تحريڪ، قومي ۽ وطني جذبي، هندن جي اکنڊ ڀارت لاءِ ڪوشش، ۽ مسلمانن جي پاڪستان لاءِ جدوجهد سنڌي ادب ۾ نوان موضوع، نوان قدر ۽ نئين نظر پيدا ڪئي، پر ساڳئي وقت هندو مسلم اتحاد جي ڪوشش بہ ادب جو وسيلو اختيار ڪيو. انهن مڙني تحريڪن جو عڪس ان وقت جي ڪهاڻيءَ ۾ نظر اچي ٿو." (88)

ان دؤر جي ادبي رسالن مان "ڀارت جيون ڪهاڻي"، "آشا"، "علمي دنيا"، "راجپوت" ۽ "گلشن" جا نالا قابلِ ذڪر آهن. اُن ڏس ۾ سنڌ جا ڪجهہ مشهور ادبي ادارا "سندر ساهتيہ"، "مسلم ادبي سوسائٽي"، "رتن ساهتيہ منڊل" وغيره جا نالا ڪٽي سگهجن ٿا. هن دؤر جو سڀ کان وڌيڪ قابلِ ذڪر رسالو ماهوار "سنڌو" آهي، جو جديد ادب خصوصاً افساني جي ترويج ۽ ترقيءَ ۾ سينيءَ کان اڳيرو رهيو.

اهو جريدو 1932ع ۾ پهرين شڪارپور، پوءِ جيڪب آباد مان شايع ٿيڻ لڳو ۽ ملڪ جي ورهاڱي تائين باقاعدا نڪرندو رهيو. هن رسالي جي اهم خاصيت اها هئي، جو هن ترجمن سان گڏ اصلوڪن افسانن کي به گهڻو فروغ ڏنو. هن رسالي ۾ شايع ٿيندڙ ڪهاڻين ۾ "**مايا جي مستي**"، ارجن داس بي آڏواڻي (جولاءِ 1934ع)، پرمانند ميوارام جو مضمون "**جتي زال جو قدر اتي سک جي پراپتي**"، شيوڪ رام پوڄراج موٽواڻي سنڌو (جون 1934ع) ۽ "**امرت**" ڪيلداس وليرام ۽ ماڌو داس شوالومل (فيبروري 1936ع) جي "**جلاد**" شامل آهن. مرزا نادر بيگ پڻ پنهنجي افسانن جي شروعات هن رسالي سان ڪئي. سنڌس لکيل پهرين ڪهاڻي "**موهني جي ڊائري**" هئي، جا هن رسالي ۾ ڇپي. ان کان علاوه هن رسالي لطف الله بدوي، عبدالله عبد، شيوڪ پوڄراج، آسانند مامتوراءِ، تاراچند ڦتيل، گوبند مالهي ۽ ٻين جا معياري افسانا شايع ڪيا، جن ۾ لطف الله بدويءَ جو "**غريبت**" آسانند مامتوراءِ جو ذهني ۽ نفسياتي مونجهارن بابت لکيل "**ڪڪي**"، عبدالله عبد جي "**اسڪول ماسترياڻي**"، "**عشق ۽ فرض**" مرزا نادر بيگ جي "**اڇوت ٻاجائي**" "**موهني**"، "**ماءُ جو قهر**" وغيره قابلِ ذڪر آهن.

امر لعل هنگوراڻي1930ع ۾ "**ڦلواڙي**" نالي رسالو ڪڍيو جنهن ۾ سنڌس لکيل بهترين افسانا شايع ٿيا، ۽ جيئن ته هو هڪ قانون دان هو ان ڪري سنڌس اڪثر ڪهاڻيون ان پيشي سان تعلق رکنديون هيون. "**ادو عبد الرحمان**" به اهڙي هڪ ڪهاڻي آهي، جيڪا ماهرن جي خيال موجب سنڌي ادب جي پهرين ترقي پسند ڪهاڻي هئي. بقول ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي ته، "سنڌيءَ ۾ صحيح معنيٰ ۾ نئين ۽ جديد ڪهاڻيءَ جي ڪوشش، ۽ وڪاس ۾ 'ادو عبدالرحمان' هڪ وڏو قدم آهي. سنڌي ساهت اندر پنهنجي دؤر ۾ هيءَ ڪهاڻي حدِ نشان ٿي رهندي، جتان سنڌي جديد ڪهاڻيءَ جو بنياد پئي سگهجي ٿو." (89)

سنڌس ٻين مشهور ڪهاڻين ۾ "**هي به رانجهون سنڌي رمز**"، جيڪا ڪجهه نقادن موجب فرانسي ليکڪ موپاسان جي ڪهاڻي، "**مون لائيٽ**" تان ورتل آهي، "**رام رحيم**"، "**لکيو ڪين ٽريو**" ۽ "**ٻڏيءَ جي ڳالهه**" قابل ذڪر آهن.

1925ع کان 1940ع تائين افسانن جو ٽيون دؤر شروع ٿيو جيڪو سياسي نقطہءِ نظر کان آزاديءَ جي تحريڪن تي مشتمل هو. ان ڪري ان دور جون اڪثر ڪهاڻيون قوميت جي رنگ ۾ رنگيل ڏسجن ٿيون، جن کي ادبي شاهڪار تہ نٿو چئي سگهجي، پر اهي سڀ مقصديت سان ڀرپور هيون. ڊاڪٽر عبدالجبار ان دؤر جي وضاحت ڪندي لکي ٿو تہ "اڻ ورهايل هندستان ۾ آزاديءَ جون تحريڪون شروع ٿيون، جڏهن اهي تحريڪون هلندڙ هيون يا پڇي راس ٿيون تہ ادب تي بہ اثر ڪيائون. ڪراچيءَ جو "باغي سلسلو" انهي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. ڪي ٻيا ادارا انقلابي ادب شايع ڪري رهيا هئا، انهن ڏينهن ۾ شيخ اياز جي افسانن جو مجموعو "سفيد وحشي" شايع ٿيو جنهن ۾ خاص طور تي انگريزن جي خلاف نفرت جو اظهار ڪيل آهي." (90)

شيخ اياز جي **"سفيد وحشي"** کان سواءِ **"پرهہ ڦٽي"**، **"ريگستاني ڦول"** ۽ **"سنڌي ڪهاڻيون"** ان دؤر جي ڪهاڻين جا مشهور مجموعا ميجيا وڃن ٿا. ان سان گڏ گوبند پنجابيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو **"سرد آهون"**، جنهن ۾ ڪل ست ڪهاڻيون شامل هيون، جن ۾ **"سرد آهون"**، **"چور"**، **"ڪفن"** ۽ **"بي اي ايل ايل بي"** شامل آهن، جنۡ ۾ نہ صرف مٿين طبقي جي سماجي عيبن جي نشاندهي ڪئي ويئي آهي، پر ان سان گڏ هيٺين ڪلاس جهڙوڪ هاري، مزور، پورهيت ۽ غريبن جي ڏکن، اهنجن کي پڻ واڪو ڪيو ويو آهي. ان مجموعي تي روشني وجهندي ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو لکي ٿو تہ "گوبند پنجابي سماج ۾ جيڪي برايون ۽ ڪچايون ڏٺيون، انهن کي تحرير ۾ قيد ڪري، افسانن جو روپ ڏيئي، سماج جي سڌاري جي تلقين ڪئي. هن جي لکڻيءَ مان ظاهر آهي تہ هو ان دؤر ۾ ڪيڏو نہ باشعور ترقي پسند اديب ٿي اڀريو، هن حقيقي طرح ادب براءِ زندگيءَ جي ڳالهہ ڪئي آهي." (91)

ننڍي کنڊ ۾ "ترقي پسند تحريڪ" جي شروعات 1936ع ۾ ٿي، جنهن ۾ منشي پريم چند صدارتي خطبو ڏنو. هن تحريڪ جو ننڍي کنڊ جي سڀني ترقي يافتہ زبانن تي گهرو اثر رونما ٿيو. سنڌي ادب پڻ هن تحريڪ جي اثر هيٺ رهيو. سجاد ظهير پنهنجي ڪتاب "روشنائي" ۾ لکيو آهي تہ سنڌ مان ٻن چڱن محمد امين کوسو ۽ قادر بخش نظامانيءَ ان ۾ شرڪت ڪئي، جنهن مان ثابتي ملي ٿي تہ سنڌي ادب شروع کان وٺي هن تحريڪ جو

حصو رهيو. اهو ئي سبب هو جو ان دؤر ۾ سندن ڪهاڻين جا اڪثر موضوع زميندارن، سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ مذهبي ٺيڪيدارن جي ظلم و ستم جي شڪار طبقاتي معاشري جي خلاف لکيل نظر اچن ٿا. جنهن جو مثال هيٺ لکيل ڪجهه ڪهاڻين مان وٺي سگهجي ٿو. **"منجري ڪولهڻ"** (ليکوتيل سياڻي). **"هاري حقدار"** (گوبند مالهي) **"سفيد وحشي"** (شيخ اياز) **"ڪتي جو موت"** (ڪرشن ڪتواڻي). **"پيڻ"** (پوَن پنجواڻي)، **"هوءَ"** (ڪيرت ٻاٻاڻي)، **"سرحد"** (رام پنجواڻي)، **"نئو زمان"** (لڇمڻ راجپال)وغيره شامل آهن. شمس الدين عرساڻي ان دؤر جي سياسي صورتحال بيان ڪندي لکي ٿو تہ "1940ع کان وٺي ورهاڱي تائين ڪهاڻيءَ جو تيون ۽ انگريزي راڄ جو آخرين دؤر هو. هيءَ سڄو زمانو هنگامن سان پريو پيو هو. آزاديءَ جي تحريڪ ننڍي کنڊ ۾ عروج کي پهچي چڪي هئي. گانڌيءَ جي **"ڪوئيٽ انڊيا"**، **"ترڪ موالات"** جي هلچل ۾ جتيَ ڪتي **سول نافرماني** تي رهي هئي. ان ڪانسواءِ ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهريون پيرو سوشلسٽ جماعتون منظم ٿيڻ لڳيون. جيڪي روس جي **ڪميونسٽ انقلاب** کي نشانبر ڪرڻ لاءِ ڪم ڪرڻ لڳيون. ان ڪري سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ پورهيتن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ وڌي ويئي." (92)

ادب ۾ ترقي پسند تحريڪ بہ ان دؤر کان ترقي ڪئي. سن 1936ع ۾ "ترقي پسند مصنفين" جي نالي سان هڪ جماعت قائم ٿي، جنهن جو سيڪريٽري گوبند مالهي هو. نارائڻ شيام، شيخ عبدالرزاق، رام پنجواڻي، سوڀو گيانچنداڻي، ارجن شاد، سڳن آهوجا، شيخ عبدالستار ۽ شيخ اياز ان دؤر جي پيداوار آهن. هندو اديبن افسانن تي گهڻو زور رکيو جڏهن تہ ڪجهه مسلمان اديبن مثلاً شيخ اياز، شيخ عبدالرزاق راز ۽ شيخ عبدالستار ترقي پسند نوعيت جا ڪجهه افسانا لکيا، جن ۾ معاشري تي طنز غلط رسم رواج جي خلاف بغاوت، هاري ۽ مزدور سان همدرديءَ جو اظهار ۽ زميندارن جي ظالمانہ ڪردار کي وائکو ڪيو ويو. هن دؤر جا مشهور رسالا جن ڪهاڻيءَ جي فروغ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو تن ۾ ماهوار "ڪهاڻي"، جيڪو ڪراچي مان ڇپبو هو ۽ "اڳتي قدم" جنهن جو ايڊيٽر شيخ اياز هو. نمايان حيثيت رکن ٿا. هن دؤر جي ڪهاڻيءَ جا مشهور مجموعا "سرد آهون" (1942ع)، "پرهہ ڦٽي" (1945ع)، "مائيداساڻيءَ جون آکاڻيون" (1943ع)، "ريگستاني

قول“ (1944ع) ۽ ان کان علاوه هن دؤر ۾ ئي شيخ اياز جي ڪهاڻين جو مجموعو ”سفيد وحشي“ پڻ ڇپيو. ان دؤر تي روشني وجهندي ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو لکي ٿو ته، ”ان دؤر ۾ ادب ۾ نوان لاڙا رونما ٿيا. حقيقت نگاري، جدت پسندي ۽ ترقي پسنديءَ جي روپ ۾ سامهون اچڻ لڳي ۽ ليڪڪ، ادب براءِ ادب جي نظريي کان بغاوت ڪري، ادب کي زندگيءَ جو آئينو ڄاڻي، هڪ تحريڪ تي اپريا، ۽ ادب جي افق تي سج جيان چمڪڻ لڳا. ٿوري عرصي اندر شيخ اياز جي ڪهاڻين جو مجموعو ”سفيد وحشي“ منظرعام تي آيو جنهن ننڍڙي شعور جي ڳنڍڙي، ڪيترن جا ڪپاٽ کولي ڇڏيا.“ (93)

هن دؤر جي افسانن ۾ طبعزاد افسانن سان گڏ، عالمي ادب مان ترجمو ٿيندڙ افسانن پڻ عام ماڻهن ۾ قومي ۽ سياسي سجاڳيءَ جو فڪر بيدار ڪيو. سنڌي اديبن نئين شعور ۽ وقت جي مسئلن کي پنهنجي افسانن جو موضوع بنائي، ترقي پسند ادب کي فروغ ڏنو. بقول محمد اسماعيل عرساڻيءَ جي ته، ”ان دؤر ۾ گهڻي ڀاڱي افسانن ۾ آزاديءَ جو جذبو نظر اچي ٿو. ان کانسواءِ بين الاقوامي تحريڪن، جهڙوڪ سوشلزم ۽ ڪميونزم وغيره جو اثر به سنڌي ادب، خاص طور تي سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نمايان طور اثر انداز ٿيندي نظر اچي ٿو.“(94)

ان کانسواءِ نيشنل ڪاليج حيدرآباد جي رسالي**”قليلي“، ”اڳتي قدم“، ”نئين دنيا“، ”فردوس“، ”عبرت“** ۾ پڻ ان قسم جون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون شايع ٿيون، جن ۾ اياز قادريءَ جو **”بلو دادا“**، جمال ابڙو جو **”پشو پاشا“**، غلام ربانيءَ جو **”پن پوڙي پاتال“** وغيره شامل آهن. ان ئي دؤر ۾ ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻيءَ جي نگرانيءَ ۾ سنڌي ادبي سرڪل 1942ع ۾، ۽ سنڌي ادبي سنگت سنڌي ادبي تنظيمن جي زور تي قائم ٿيون. سنڌي ادب ۾ ترقي پسند ڪهاڻيءَ کي اوج تائين پهچائڻ ۾ هنن تنظيمن جو وڏو ڪردار رهيو. جنهن جي ناهڻ ۾ نارائڻ شيام، شيخ اياز، شيخ عبدالرزاق راز، روشن آرا مغل، ۽ سندري اتم چنداڻيءَ وغيره جا نالا اهم آهن، جنهن جو ذڪر شيخ اياز پنهنجي ڪتاب ”ساهيوال جيل جي ڊائري“ ۾ پڻ ڪيو آهي. هو لکي ٿو ته، ”1945ع ۾ مان ۽ منهنجو دوست عبدالرزاق راز ڊي، جي. سنڌ ڪاليج ۾ قائم ڪيل، ’سنڌي سرڪل‘ ۾ ويندا هئا سين.“ (95)

مجموعي طور ورهاڱي کان پهرين واري دؤر جو سچو سنڌي ادب، ترقي پسند فڪر سان سلهاڙيل مختلف سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي تحريڪن جو ترجمان نظر اچي ٿو جنهن ۾ سياسي پسمنظر هيٺ ڪيل فيصلن جو گهرو اثر شامل آهي. خاص طور تي سنڌي افسانوي ادب جا موضوع نہ صرف سياسي منظر ڪشي ۽ تبديلين جي ترجماني ڪن ٿا، پر ان سان گڏ سنڌي معاشري جي فرسوده رسم و رواج، جنهن جو گهٽي پاڳي شڪار مظلوم طبقو خاص طور تي عورتون ٿين ٿيون، ان جي انحرافي ۽ قديم توهمات جو شڪار معاشرو خاص طور ڳوٺاڻو سماج ۽ ان تي پوندڙ جديد صنعتي زندگيءَ جا اثرات، ۽ عالمي جنگين جي تباهڪارين تي مشتمل نظر اچن ٿا.

پاڪستان جي قيام کانپوءِ افسانوي ادب جا موضوع گهٽي پاڳي ۾ هجرت، لڏپلاڻ ۽ فسادن جي نمائندگي ڪندي نظر اچن ٿا. جن ۾ پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجي زبان کان وڇڙڻ جو درد ۽ يادگيريون شامل آهن. ڊاڪٽر سحر امداد ان دؤر جي حالتن کي بيان ڪندي لکي ٿي تہ "شروعات جا پهريان چند سال شاعري توڙي ڪهاڻي، سنڌ کان جدائيءَ جو هڪ نهايت دکدائڪ منظر پيش ڪندي نظر اچي ٿي. ساروڻيون سندن لفظ لفظ مان لڙڪن جيان ٽمن ٿيون. اکر اکر آگم تي ايري ٿو ست ست ۾ سڏڪا سمايل آهن. پر پوءِ وقت سان گڏ زميني حقيقتون جذبن تي حاوي ٿي وڃن ٿيون. ليڪن دل ۾ وري بہ سنڌ سمايل اٿن. اها سڪ، اڪير ۽ اداسي ڪڏهن خود بخود اٿلي ٿي پوي." (96)

### سنڌي ادبي سنگت:

ورهاڱي کان بعد سنڌي ادب جي فروغ ۾ مختلف ادبي رسالن جو وڏو عمل دخل نظر ايندو. 1955ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران ٽہ ماهي مهراڻ جو ٻيهر اجراءُ ٿيو جنهن ۾ علامہ دائود پوٽي جو خط ڇپيو جنهن هڪ ادبي تنظيم "ادبي سنگت" جي نالي قائم ڪرڻ جي تجويز ڏني. سنڌي ادبي سنگت جو اڳوڻو سيڪريٽري مرحوم رشيد ڀٽي پنهنجي مضمون، "سنگت جا ٽيويهہ سال" ۾ لکي ٿو تہ "سنڌي ادبي سنگت جي پيڙهہ تڏهن پئي، جڏهن هندو پاڪ ۾ هڪ پاسي انگريزي سامراج جي خلاف هلچل زورن تي هئي، تہ ٻئي پاسي اقتصادي نظريا دنيا جي ڳپل حصي ۾ ڏتڙيل، ڦريل ۽ لتيل

عوام جا پاڙ پيلائي چڪا هئا. هي ٻئي عمل وقت جي ادبي لاڙن ۽ قدرن تي ڪم ڪري رهيا هئا." (97)

هن تنظيم سنڌي ادب، ثقافت ۽ ٻوليءَ جي ڦهلاءَ ۾ نمايان ڪارڪردگيءَ جو مظاهرو ڪيو. هن تنظيم جي پليٽ فارم تي ڪيترن ئي شاعرن ۽ اديبن جي فن ۽ فڪر جي، چٽا پيٽي ذريعي ذهني ۽ نظرياتي اوسر ڪئي ويئي. بقول فقير محمد لاشاريءَ جي تہ "هن سنگت پاڻ کي نہ رڳو با ضمير سنڌي ليکڪن جي فعال تنظيم ثابت ڪيو پر پنهنجي دؤر جي هر انهيءَ سماجي ۽ سياسي تبديليءَ جو سختيءَ سان نوٽيس ورتو جيڪا سڌي يا اڻ سنڌي طرح سنڌيءَ ٻولي ۽ ادب، ۽ سنڌي ڳالهائيندڙ ماڻهن جي مستقبل تي اثر انداز ٿئي ٿي."(98)

ان کان علاوه ون يونٽ جي قيام ۽ سنڌي ٻوليءَ سان ٿيندڙ ويساهہ گهاتين دوران، هن تنظيم هيٺ ڪيترائي ميڙاڪا، جلسا ۽ جلوس منعقد ٿيندا هئا، جنهن ۾ سنڌي ماڻهن کي درپيش معاشرتي توڙي سماجي مسئلن جي ڇنڊڇاڻ ڪري، سرمائيداري ۽ جاگيرداري نظام خلاف انقلابي شعور اجاگر ڪرڻ ۾ پڻ نمايان ڪردار ادا ڪيو جنهن جي مڃتا رشيد ڀٽي هنن لفظن سان ڪئي آهي تہ "سنڌي ادبي سنگت جي تاريخ بہ انهن گذريل سالن جي ملڪي، سامراجن ۽ سرمائيدارن جي سنڌ خلاف سازشن ۽ ستائڻ سان سنڌي اديب ۽ مفڪر جي مزسيءَ واري مقابلي جي تاريخ آهي. ان عرصي ۾ سنڌي اديب ۽ مفڪر نہ رڳو ثقافتي، ادبي ۽ علمي محاذن تان سنڌ جي زبان، ثقافت، ادب ۽ خود سندس وجود جي بچاءَ لاءِ منهن ڏيندو رهيو پر هن نئين نسل کي قوميت جي چٽي ۽ سلجهيل تصور جهڙي شيءِ ڏيئي، کيس سجاڳ ڪري، سياسي رهنمائيءَ وارو هڪ انوکو ۽ املهہ ڪردار بہ ادا ڪيو." (99)

1954ع ۾ انجمن ترقي پسند مصنفين تي وقت جي حڪمرانن بندش وڌي، پر تنهن هوندي بہ هيءَ تحريڪ ادب ۾ پنهنجو معيار قائم رکڻ ۾ ڪامياب ويئي، ۽ حڪمران سندس مقصد کي ختم ڪري ڪونہ سگهيا. بقول علي سردار جعفري جي تہ "ترقي پسند تحريڪ جو اهو ادب، جيڪو وقتي ضرورتن جي سبب لکيو ويو تاريخ جو اهو حصو آهي ۽ اهو باب آهي، جيڪو زنده آهي ۽ هميشہ زنده رهندو ۽ تاريخ ادب جو هڪ زنده

ڪارنامو آهي. ڪو استدلال ان کي ختم ڪري نہ ٿو سگهي. مستقبل جي راھ ۾ اهو ادب اسان لاءِ مشعل جي برابر ٿيندو ماٺهو گڏ ايندا رهندا ۽ قافلو بنجي ويندو۔ اور پرورش لوح و قلم هوتي رهي گي." (100)

ان ڪانپوءِ سنڌي ادبي سنگت جو پهريون مرڪزي ڪنوينشن ٿيو جنهن ڪيترن ئي معياري افسانن ۽ افسانہ نگارن کي جنم ڏنو. حالتون تيزيءَ سان تبديل ٿي رهيون هيون، ان سان گڏ ادب جا موضوع بہ تبديل ٿيا.

### هاري تحريڪ، الاٽي تحريڪ:

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ سماجي سڌاري تحت پڻ ڪيترين ئي تحريڪن جنم ورتو. مثلاً حيدر بخش جتوئيءَ جي حقن ۽ فلاح و بهبود لاءِ قائم ڪيل "هاري حقدار تحريڪ، الاٽي تحريڪ"، جنهن سنڌي سماج جي مظلوم ۽ مجبور ڪردار هاريءَ جي حقن لاءِ آواز اٿاريو. هن تحريڪ ان وقت وڌيڪ زور پڪڙيو جڏهن سنڌي هارين کان زمينون ڪسي پارت ڪان لڏي آيل مسلمانن کي ڪليم ۾ ڏنيون ويون. بقول سوڀو گيانچندائيءَ جي تہ هيءَ تحريڪ انهيءَ لاءِ هلائي ويئي هئي، تہ جيڪا بہ زمين هندو ڇڏي ويا آهن، اها مهاجرن کي الاٽ ڪرڻ بدران سنڌي هارين کي الاٽ ڪئي وڃي، جن جو انهيءَ ۾ پيڙهي بہ پيڙهي پگهر ۽ رت شامل هو اها زمين انهن کي ڏني وڃي."(101)

هن تحريڪ پڻ سنڌي ادب، خاص ڪري سنڌي ڪهاڻيءَ کي هڪ نئين فڪر ۽ شعور سان متعارف ڪرايو. پروفيسر محبوب علي چنہ جي لفظن ۾ تہ "ایک انقلابی تحریک بنام "ہاری حقدار" تحریک کا آغاز ہوا۔ ہاری، اور مزدور جو فرائض کے بوجھ تلے دبے ہوئے تھے، جسکونا انصافیاں کھائے جارہی تھی جسکو حق تلفیوں نے دبوچ رکھا تھا ادب کا موضوع بن گیا۔ اس تحریک نے نوجوان نسل کے روشن دماغوں میں ایک نئی کرن بیدار کی اور گلستان ادب کی نئی نئی کلیاں انگڑائی لیکر جاگ پڑیں اور وہی ہوا جو ساری دنیا کے زبان و اور ادب میں ہوتا آیا ہے۔ سندھی بھی جدید اشتراکی خیالات و معتقدات سے متاثر ہوئے اور ادب میں وہ نیا موڑ آگیا جس کو ترقی پسند تحریک کہا جاتا ہے، پھر ترقی پسندانہ خیالات پر مبنی شاہکاروں کی بارش ہونے لگی۔"(102)

انهن حالتن پڻ افسانوي ادب تي پنهنجا اثر مرتب ڪيا. افسانہ نگارن انهيءَ موضوع تي پڻ ڪيترائي افسانا لکيا، پر سڀ کان وڌو سياسي بحران "ون يونٽ" جي قائمر ٿيڻ سان ٿيو جنهن جي سياسي توڙي سماجي سطح تي ڀرپور مزاحمت ڪئي ويئي. جنهن کان پوءِ سنڌي ادب ۾ قوميت جي لاڙي زور پڪڙيو جنهن ڪري ون يونٽ" نهڻ کان پوءِ قوميت ۽ جديديت جا ادبي ۽ فڪري لاڙا ۽ تحريڪون بہ سنڌي ادب جو حصو بنجي اڀريون. بقول ڊاڪٽر حبيب الله صديقيءَ جي تہ "سنڌي ڪهاڻيءَ جا فڪري لاڙا مختلف رهيا آهن، ڇاڪاڻ تہ فڪر ڪهاڻيڪار جو پنهنجو آهي، ليڪن جنهن سماج ۾ هو رهي ٿو ۽ جنهن سماجي صورتحال بابت ڪهاڻيءَ جو پلاٽ ٺاهيو ويو آهي، انهيءَ ۾ گهڻا ئي نڪر، ٽوپر، پٿر يا لاهہ کٽل آهن، جن کي ڪيڏي ٻاهر ڪرڻ هڪ ڪهاڻيڪار لاءِ لازمي امر ٿئي ٿو. پوءِ جڏهن سماج جا ڪي پول پڌرا ٿين ٿا، تہ خود بہ انهيءَ سماج جو حصو آهي. ٻين سان گڏ سماجي نابرابري، نا انصافي، ڏاڍ ۽ ڏمر جو خود بہ شڪار بنيل آهي، تنهنڪري لا محالا سندس قلم هڪ رخ اختيار ڪري ٿو. اها نعري بازي هجي، قوم پرستي ۽ ترقي پسنديءَ جي تنوار هجي، علامتي اظهار جو تڪرار هجي يا انقلابي شعلا بياني هجي، اها روئداد سيني اديبن سان لاڳو آهي. ان ۾ ڪهاڻيڪار گهٽ ۾ گهٽ تضاد جو مظاهرو ڪري ٿو ۽ وڌ ۾ وڌ پنهنجي ڪهاڻيءَ جي پلاٽ، ڪردارن ۽ واقعن کي مؤثر انداز ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو.(103)

سياسي ۽ سماجي تحريڪن جي اثر کان بچڻ، هڪ عام ماڻهوءَ لاءِ تہ مناسب ٿي سگهي ٿو پر هڪ سجاڳ انسان جو انهن تحريڪن کان متاثر ٿيڻ اٽل هوندو آهي. ان لاءِ جو اديب صرف پنهنجي ذات تائين پنهنجي ذات جو جوهر محدود نہ ٿو رکي سگهي. اديب مٿان ملڪ، معاشري ۽ قوم جي بہ ذميواري آهي. ان ڪري سندس تخليق ۾ انهن سيني رجحانن جو عمل دخل شامل هوندو آهي. بقول غلام نبي مغل جي تہ "اديب ۽ شاعر سماجي، سياسي ۽ تهذيبي تحريڪن کي پنهنجي تحريرن سان همٿائيندا آهن."(104)

انهن تحريڪن هر قسم جي سياسي توڙي سماجي ظلم ۽ جبر خلاف ڀرپور آواز بلند ڪيو. جنهن جو مثبت اثر ادب تي پڻ رهيو. ليڪن

پنهنجي فن ۽ فڪر سان ان جي ڀرپور حمايت ڪندي مزاحمتي ادب تخليق ڪيو. ليڪن ظلم ۽ جبر جي ان دؤر جو مختلف تحريڪن جي مدد سان مقابلو ڪيو جنهن جو مقصد هر قسم جي جبر جو خاتمو هو. بقول شيخ اياز ته، "جبر ڪميونسٽ جو هجي يا بورجوازيءَ جو يا فوجي آمر جو جبر، جبر آهي. هر سچي اديب کي جابر کان نفرت هوندي آهي ۽ هو انهيءَ فلسفي جي ٿي پاڙ پٽڻ چاهيندو آهي، جنهن جي آڙ ۾ جبر ڪيو ويندو آهي."(105)

مطلب ته ويهين صدي پاڻ سان گڏ وڏا انقلاب ۽ آزاديءَ جون تحريڪون ڪٺي نمودار ٿي، جنهن ۾ ادب جو سماج سان ڪمٽمينٽ جو بنياد پيو. نوان انقلابي لاڙا ۽ علمي قدر ۽ فڪري رجحان ادب جو موضوع بنيا. ليڪن معاشري سان جانبداريءَ تحت سماج سڌار مقصد کي سامهون رکي، ادب تخليق ڪري، عام ماڻهن ۾ شعوري سگهه بيدار ڪرڻ لاءِ مڪمل ڪوششون ڪيون. قاضي خادم 20 صديءَ جي انهن سياسي توڙي سماجي تحريڪن ۽ فڪري تبديلين جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته، "گذريل صديءَ ۾ دنيا وڏا انقلاب ۽ جنگيون ڏٺيون، ته هندستان ۾ به وڏيون تبديليون ۽ تغير آيا. بين الاقوامي تناظر ۾ اهي واقعا ننڍا ٿي سهي، پر اهو ثابت ٿي ويو ته جانبدار ادب ٿي اهڙن ڏينهن ۾ پيدا ٿيو آهي، جڏهن ڪا هلچل يا تحريڪ پيدا ٿي آهي، جنهن ماڻهن ۾ مذهبي، قومي، اخلاقي ۽ سماجي تبديليون آنديون هجن. جيڪڏهن انگريزن جي خلاف تحريڪ نه هلي ها، ۽ آخرڪار به ملڪ نه ٿهن ها، ته شايد قرت العين حيدر "آگ ڪا دريا" نه لکي ها، نه عبدالله حسين "اُداس نسلين" لکي ها، نه هاجره مسرور "آنگن"لکي ها. قاضي فيض محمد به شايد "جنسار" نه لکي ها، نه ڪو محمد عثمان ڏيپلائيءَ کي "سانگهڙ" جو مواد ملي ها. اياز فيض ۽ جالب جي شاعريءَ جا رخ به ٻيا هجن ها.(106)

## ادب ۾ ترقي پسند نظريو:

ادب ۾ ترقي پسند تحريڪ صحيح معنيٰ ۾ 1936ع ۾ هڪ تنظيم جي صورت ۾ رجسٽرڊ ٿي وجود ۾ آئي، جيتوڻيڪ ان جا اثر نظم توڙي نثر ۾ اڳ ٿي ظاهر ٿي چڪا هئا. هن تحريڪ ادب لاءِ هڪ منشور ترتيب ڏنو. جنهن ۾ هر اديب تي ڪجهه ذميواريون رکيون ويون. هن ادب جو مقصد هو

تہ ملڪ جي سياسي، معاشي، معاشرتي ۽ سماجي اڻ برابريءَ جو نہ صرف اظهار ڪرڻ، پر ان جي خاتمي لاءِ گڏجي ڪوششون پڻ ونڻ. يعني نہ صرف مسئلن جو پرچار ڪجي، پر انهن کي فنا ڪرڻ جا حيلا ۽ وسيلا بہ ٻڌايا وڃن. بقول غلام نبي مغل جي تہ "گڏيل هندستان ۾ جديد ادب جي تحريڪ پهرين جنگ عظيم جي خاتمي، ۽ ڪميونزم جي ٻاهرين دنيا ۾ ڦهلجڻ ڪري وجود ۾ آئي، جنهن کي ترقي پسند تحريڪ سڏيو ويو ۽ اهي ليکڪ، جن عام ماڻهن جي بدتر حالت محسوس ڪئي، ۽ انگريزن جي غلاميءَ خلاف ذهنن ۾ زهر پرجڻ لڳو. سڄي دنيا ۾ ترقي پسندي ۽ روشن خياليءَ جون تحريڪون ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ ڦهلجڻ لڳيون، انهن جو اثر هندستان سان گڏ سنڌ ۾ بہ پهچڻ شروع ٿيو تہ اسان وٽ بہ جديد ادب جي شروعات ٿي." (107)

ترقي پسند ادب ڇو وجود ۾ آيو؟ ان جو واضح مقصد ڇا هو؟ ان بابت فيض احمد فيض لکي ٿو تہ "ترقي پسند ادب مان مراد اهڙيون لکتون آهن، جيڪي: (1) سماجي ترقيءَ ۾ مدد ڏين، (2) ادب جي فني معيار تي پوريون لهن. جن سان سماج جي سياسي ۽ اقتصادي ماحول ۾ اهڙيون ترغيبون پيدا ٿين، جن سان ڪلچر ترقي ڪري." (108)

ڇا اهو ادب سچ ۾ 1936ع ڪانپورءِ لکيو ۽ پڙهيو ويو؟ ڇا ان کان اڳ ترقي پسند تصوّر ادب ۾ موجود ڪونہ هو. ان جي وضاحت ڪندي سردار جعفري لکي ٿو تہ "ترقی پسند کی داغ بیل ۱۹۳۵ء میں نہیں ڈالی گئی بلکہ یہ تو اتنی ہی قدیم ہے جتنی کہ بنی نوع انسان کی تاریخ انسان نے جب اس کرہ ارض پر قدم رکھا تب سے وہ ظلم وجبر بدی اور شر کی قوتوں سے نبرد آزما ہے۔ تاریکی اور جہالت کے خلاف اس کی اس جنگ نے اسے عرفان ذات حیات کی دولت سے مالامال کر کے عظمت آدم کا احساس دلایا ہے۔" (109)

۔ ان ڪري، جي تحقيق ڪبي، تہ هيءُ نقطو سامهون ايندو تہ شروع کان وٺي هيءُ ادب عام ماڻهن ۾ سماجي حقيقتن ۽ طبقاتي شعور کي جاڳائڻ سان گڏ، انهن ۾ سياسي ۽ سماجي جاڳرتا پيدا ڪرڻ جو سندس سڀ کان اهم وسيلو رهيو. جمال ابڙو جو ان بابت هيءُ چوڻ آهي تہ "سڌو سنئون معلوماتي ادب، جو سوچڻ تي مجبور ڪري، بهتريءَ جي چاهنا پيدا ڪري ۽ ان لاءِ راهون کولي ڏيئي، تہ اسان جهڙي ملڪ ۾ ان کان وڌ ترقي پسند ادب ڪهڙو ٿيندو."(110)

مٿي اهو بيان ڪري آيا آهيون ته ترقي پسند ادب جي باقاعده هڪ جماعت جي حيثيت ۾ شروعات انگريزن جي دؤر ۾ ٿي، ۽ جيئن ته اهو سڄو دؤر هنگامن، آزاديءَ جي تحريڪن ۽ انساني شعور جي بيداريءَ جو دؤر هو جنهن ۾ بين الاقوامي سطح تي رونما ٿيندڙ واقعا، انساني ذهن توڙي ضمير کي جنجهوڙي رهيا هئا. انهن سياسي، سماجي ۽ اقتصادي تبديلين ادب کي به تحرڪ ۾ آندو ۽ زندگيءَ جا نوان قدر نوان موضوع ۽ مسئلا ادب جو حصو بڻيا. ليڪڪن طبقاتي سماج، معاشي ناهمواري، پراڻن دقيانوسي مدي خارج سماجي قدرن، ۽ توهم پرستيءَ خلاف هڪ مهم جو اعلان ڪيو جنهن کي منهن ڏيڻ لاءِ انهن هڪ پليٽ فارم تي متحد ٿي، ادب کي هڪ شعوري هٿيار طور متعارف ڪرائڻ جو فيصلو ڪيو. ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو ان دؤر جي لکيل ادب جو تذڪرو هن ريت ڪيو آهي ته اديبن سوچيو ته "ادب کي زندگيءَ جو آئينو هئڻ گهرجي. اديبن کي متفق ۽ متحد ٿي فسطائيت جي وڌندڙ سيلاب کي بند ڏيڻو پوندو. ادب جي ذريعي دنيا جي سيني مزدورن، غريبن ۽ مفلوڪ الحال انسانن کي آجپي جي جدوجهد ۾ مصروف ۽ مگن هئڻ گهرجي. اهڙا احساس ۽ خيال ڪجهه نامور اديبن جي دل ۽ دماغ ۾ ولوڙ پيدا ڪري رهيا هئا. ان سلسلي ۾ ڪجهه عملي ۽ باضابطه ڪوششون پڻ عمل ۾ آيون." (111)

سندن ان شعوري ڪوشش اڳتي هلي، ادب ۾ هڪ منظم ۽ مضبوط جدوجهد جي صورت اختيار ڪئي. ان تحريڪ عام ماڻهن ۾ سياسي ۽ سماجي شعور بيدار ڪرڻ سان گڏ، انهن کي استحصالي قوتن خلاف جنگ جوٽڻ جون واٽون ۽ گس پڻ ٻڌايا، جنهن ۾ هنن مظلوم ماڻهن جي حقن لاءِ ظالم طبقي، يعني جاگيردارانه ۽ سرمائيدارانه نظام جي خلاف جنگ جوٽي، ۽ ان جي مخالفت ۾ اهڙو ادب تخليق ڪيو. جيڪو مظلوم قوم جو آواز ثابت ٿيو ۽ تاريخ ۾ انساني حقن جي آزاديءَ جو علمبردار بڻجي هميشه لاءِ امر ٿي ويو. محمد علي صديقي لکي ٿو ته "ترقی پسند ادب انسانی آزادی کا ادب ہے۔ انسانی مقدر پر استحصالی قوتوں کے عمل کے خلاف ادب ہے غیر جانبدارانہ ادب نہیں کہ اپنا رخ زندگی گریز رجحانات کے جانب منعطف کر کے یہ دعوا کرے کہ ادیب اجتماعیت پسندی پر یقین نہیں رکھ سکتا کہ اس طرح فنکار کی انفرادیت مجروح ہو جاتی ہے۔" (112)

ترقي پسند ادب جو بنياد، جديد تعليم يافتہ نوجوان سجاد ظهير جيڪو لنڊن مان تعليم حاصل ڪري موٽيو هو ان هن تحريڪ جو باقاعده بنياد وڌو جنهن ۾ صدارتي خطبو ان وقت جي مشهور ۽ معروف اردو افسانہ نگار منشي پريم چند پڙهيو جنهن ۾ هن واضع لفظن ۾ ادب جو هيءُ مفهوم ڏنو تہ "جب تک ادب کا کام تفریح کا سامان پیدا کرنا محض لوریاں گا گا کر سلانہ، محض آنسو بہا کر غم غلط کرنا تھا اس وقت تک کے لیے عمل کی ضرورت نہ تھی مگر ہم ادب کو محض تفریح اور تعیش کی چیز نہیں سمجھتے ہماری کسوٹی پر وہ ادب کھرا اترے گا جس میں تفکر ہو آزادی کا جذبہ ہو حسن کا جوہر ہو تعمیر کی روح ہو زندگی کی حقیقتوں کی روشنی ہو جو ہم میں حرکت، ہنگامہ اور بے چینی پیدا کرے سلائے نہیں کیوں کے اب اور زیادہ سونا موت کی علامت ہو گی۔" (113)

هيءُ تحريڪ سڄي برِصغير ۾ هڪ ولولہ انگيز تحريڪ طور نمايان ٿي. ادب جي هرهڪ صنف ان کي ڀرپور انداز سان اپنايو ۽ ڏسندي ئي ڏسندي هيءُ ادب جي مقبول ترين تحريڪ بنجي ويئي. هن تحريڪ جي تحت جيڪو ادب تخليق ڪيو ويو ان جو زندگيءَ جي حقيقتن کي بيان ڪرڻ سان گڏو گڏ واضع مقصد پڻ رکيو ويو. هاڻي ادب صرف تفريح جو ذريعو نہ رهيو پر ملڪي ۽ بين الاقوامي سطح تي رونما ٿيندڙ سياسي ۽ سماجي تبديلين جو مظهر بنجي ويو ۽ جيئن تہ ان وقت جو هندستان، آزادي حاصل ڪرڻ وارين تحريڪن سان ڀريل هو ان ڪري ادب جي هن نظريي ان وقت مؤثر هٿيار بنجي انقلابي ادب جو روپ اختيار ڪيو جنهن ۾ گهڻو ڪري ڪهاڻين جا موضوع آزادي، هڙتالون، احتجاج، جلسن ۽ جلوسن جي پس منظر ۾ لکيل نظر اچن ٿا. ان ڪانسواءِ هن ادب جي خاص خوبي اها هئي، تہ هن عام ماڻهو هاري، پورهيت ۽ مزور جي ڪردار کي پنهنجي ڪهاڻين جو هيرو بنائي، اهڙا موضوع چونڊ ڪيا، جن انهن جي زندگيءَ سان وابستہ خوشين، خوابن ۽ خواهشن کي حاصل ڪرڻ لاءِ، منجهن جستجو ۽ جدوجهد جو حوصلو جاڳايو ويو.

پروفيسر نامور سنگهہ ان جي باري ۾ لکي ٿو تہ "1936ع میں سجّاد ظہیر نے مٹھی بھر ادیبوں کے ساتھ ترقی پسند ادب کی شروعات کی تھی اس کا جائزہ لیں تو سارے ہندستان میں ادب کی جو صورت تھی وہ بدل گئی تھی لوگ پہلے کسانوں، مزدوروں اور غریب عوام کے بارے میں نہیں لکھتے تھے نہ صرف اردو بلکہ ہندی، بنگلہ، تامل اور مراٹھی میں ادب کے یہ موضوعات پہلے نہیں تھے۔" (114)

ادب ۾ ادب براءِ ادب ۽ ادب براءِ زندگيءَ جو فرق به ان دؤر کان شروع ٿيو ۽ جنهن ۾ هيءَ واضع نقطه نظر رکيو ويو ته ادب جو مقصد صرف تفريح نه، پر زندگي هئڻ گهرجي ۽ زندگيءَ ۾ جيڪي مسئلا، مشڪلاتون ۽ پيچيدگيون ماڻهن کي درپيش اچن ٿيون، ان جو ادب ذريعي نه صرف اظهار ڪرڻ گهرجي، پر انهن انسان دشمن قوتن خلاف مزاحمت ڪري، انهن کان هميشه جي لاءِ ڇوٽڪارو پڻ حاصل ڪجي. يعني ادب جي زندگيءَ سان وابستگي هئڻ ادب جو لازمي حصو آهي.

جيئن ته مٿي بيان ڪري آيا آهيون، اهو وقت برصغير ۾ ملڪي توڙي بين الاقوامي سطح تي سياسي بيداريءَ جو هو جنهن ۾ هرطرف سياسي تحريڪون عروج تي هيون ڇؤطرف انقلاب ۽ آزاديءَ جا نعرا گونجي رهيا هئا. ان ڪري ان وقت جي ادب جا خاص موضوع سماجي برابرين جي نشاندهيءَ سان گڏ، سياسي اندولن، انقلابي تحريڪن ۽ جدوجهد آزاديءَ سان گڏ غلامي ۽ سرمائيداريءَ خلاف بغاوت ڪندي نظر اچن ٿا. بقول سجاد ظهير جي ته، *"1936ع سے ليکر 1939ع کے اختتام تک کا زمانہ (جب دوسری جنگ عظیم کا آغاز ہوا) ہمارے ملک ہیں نئے خیالات، انقلابی تحریکوں بلند عزائم اور جھلملاتی امیدوں کا زمانا تھا."* (115)

سنڌ ۾ ترقي پسند نظريو 1940ع کان سنڌي ادب جي زينت بڻيو. هيءَ ادب تفريح کان وڌيڪ مقصد جو حامي ادب هو جنهن عام ماڻهن کي سندن بنيادي حقن، جن ۾ معاشي، سماجي ۽ اقتصادي حق شامل هئا. نه صرف انهن کان آگاهي ڏني، بلڪ صدين کان قائم توهم پرستي ۽ انڌن عقيدن ۾ پيڙهيل جاهل، مظلوم ۽ لاچار ماڻهن کي عقليت جي بنياد تي زندگيءَ جي نون قدرن طرف مائل ڪري، کين نئين آئيندي لاءِ هلچل جو پڻ پيغام ڏنو. ترقي پسند ادب جو مقصد بيان ڪندي اي جي اتم لکي ٿو ته، "سنڌ ۾ هيءَ ڌارا مهاڀاري جنگ جي وقت 1940ع ۾ نمودار ٿي. هيءَ ڌارا اڳتي وڌندڙ زندگيءَ جي ڌارا آهي، اها آزادي، برابري، امن ۽ آشتي، انسانيت ۽ عقليت، پيار ۽ پرشارٿ جي زبردست حامي آهي، ۽ هر قسم جي پيد ياق وهم پرم انڌ شرڌا ۽ انڌ وشواس، غلط رسم رواج، تنگدلي ۽ تعصب، بي انصافي ۽ بدنظميءَ جي مخالف آهي. ان جو آديش سماج واد آهي." (116)

سنڌ جي نوجوان ليکڪن، ادب جي هن نئين نظريي کي پنهنجي ڪهاڻين، توڙي ٻين صنفن جو موضوع بنايو جنهن ۾ هنن سنڌي سماج جي لڪل عيبن کي وائکو ڪري، سنڌين سان ٿيندڙ سياسي، سماجي ۽ معاشي نا انصافين کي پنهنجي سوچ ۽ فڪر جو موضوع بنايو. ترقي پسند تحريڪ ادب جي روايتي رنگ کي رد ڪري، نون قدرن کي جيئاريو. شيخ اياز ان دؤر ۾ "اڳتي قدم" نالي رسالو ڪڍيو جيڪو انقلابي ترقي پسند فڪر جو پيغام کڻي آيو جنهن ۾ شيخ اياز جي لکيل ايڊيٽوريل، ڪهاڻين ۽ شاعري ترقي پسند ادب کي فروغ ڏيڻ ۾ سنڌ اندر اهو ڪردار ادا ڪيو جيڪو بيحد قابلِ تعريف آهي. مثلاً هو پنهنجي هڪ ايڊيٽوريل ۾ لکي ٿو ته "اڄ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ انقلاب جو آواز بلند ٿي رهيو آهي. حڪومت، سماج، تهذيب، مذهب، رسم رواج ۾ قيد گهير اچي رهيو آهي، صديون ستم سهي سهي، غلاميءَ جا زنجير گهلي گهلي عمريون لٽائي، ڦٽڪا کائي، هيسجي هارائي، اڄ آدمي مڪمل بغاوت جو اعلان ڪيو آهي. جاگيرداري ۽ سرمائيداري نظام سان پنجو لڙايو آهي، جنهن ۾ ترقي پسند ادب جو مڪمل ساٿ رهيو آهي. ترقي پسند ادب اونچي طبقي جا ظلم ۽ بي انصافي چڱيءَ طرح چٽي عوام جون مصيبتون، مجبوريون، ڏک درد ڏيکاري، اسان ۾ انقلابي روح ڦوڪي رهيو آهي. ترقي پسند ادب حقيقت نگاريءَ تي ٻڌل آهي." (117)

ان سلسلي ۾ گوبند پنجابيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو "سرد آهون" پڻ نمايان آهي. سنڌي ادب ۾ ان وقت جن ليکڪن هن ادب کي زور وٺائڻ لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي، ان ۾ گوبند مالهيءَ جون خدمتون وسارڻ جوڳيون ڪين آهن. بقول منظور علي ويسريو جي ته "ترقی پسند تحریک کو پروان چڑہانے کے سلسلے میں صوبے سندھ میں گوبند مالہی نے باغی کے نام سے اپنا ایک ادبی رسالا جاری کیا تھا جس نے سندھی ادبی فضاہی بدل دی۔ افسانا نگاروں نے رومانوی شیش محل سے نکل کر حصہ زمین بر سرزمین کہنے کا وتیرا اپنایا اور اس کثرت سے ایسے افسانے مذکورہ رسالے کے لیے لکھے جن میں طبقہ واریت، غربت، ظلم تشدد اور استحصال جیسے موضوعات کو عنوان بنایا۔" (118)

ترقي پسند ادب جو مقصد ئي اهو هو ته هو قوم ۾ آزادي، انسانيت ۽ اتحاد پيدا ڪرڻ سان گڏ، ظلم جي مخالفت ڪرڻ ۽ محنت ڪش عوام جي صلاحيتن کي مٿيرو درجو ڏيڻ ۽ اهو جهالت، توهم پرستي ۽ قديم

دقيانوسي رسم و رواجن کي عقلي بنيادن سان مسترد ڪرڻ وغيره تي مشتمل هو. انور جي لفظن ۾ تہ "ترقي پسند لاڙي جا ليکڪ اديب ۽ پارکو سماج جو ترقي پسند حقيقت نگاريءَ سان جائزو وٺندا آهن. هو وهم، وسوسن، جذباتيت، نعري بازي، ۽ سستي شهرت حاصل ڪرڻ وارن گرن کان اڻچاڻ، اهڙا سچ ۽ حق جا پانڌيئڙا هوندا آهن. هو ادبي محاذ جا سچا انقلابي آهن. هو صحتمند انسان دوست ۽ عوامي ادب پيدا ڪندا آهن، ۽ انسان ۾ موجود ٻن فطري جبلتن نيڪي ۽ بديءَ واري عنصر مان، نيڪيءَ جا پوٺلڳ ٿيندا آهن." (119)

ان ڪري 1940ع کان آزاديءَ تائين سنڌي ادب ۾ خاص ڪري ڪهاڻين جو مطالعو ڪبو تہ اتي اسان کي گھڻي ڀاڱي ان جا موضوع مارڪسوادي سوچ جي اردگرد نظر ايندا. مثلاً شيخ اياز جي ڪهاڻي **"سفيد وحشي"** (جنهن ۾ آزاديءَ جي تحريڪ جي پس منظر هيٺ برطانوي سامراج خلاف عوام جي جذبن احساسن جي نمائندگي نظراچي ٿي) گوبند مالهيءَ جي ڪهاڻي **"هاري حقدار"**، ليکو تلسياڻيءَ جي **"منجزي ڪولهڻ"** اتم چنداڻيءَ جي ڪهاڻي **"شڪست"** ۽ **"آخر ڪيستائين"** انهي سلسلي ۾ خاص اهميت رکن ٿيون. ان تحريڪ ٻين زبانن جيئان سنڌي ادب ۾ پڻ تمام گھڻي مقبوليت ماڻي. جنهن ۾ ٻين ٻولين جي ترجمن سان گڏ طبعزاد ڪهاڻيون پڻ ڪثير تعداد ۾ لکيل نظراچن ٿيون. جن ۾ اديبن پراڻن مدي خارج نظرين ۽ خيالن کي ٿڏي، حقيقت پسند ادب کي پنهنجي قلم جو موضوع بنائي، ان وقت جي سياسي، سماجي ۽ ثقافتي پهلوئن کي مدنظر رکي، عام ماڻهن ۾ نئين جدوجهد ۽ جستجوءَ جو روح ڦوڪيو. ان ڪانپوءِ انگريزن جنهن طريقي سان هندستان جو ورهاڱو ڪيو ان تمام وڏي تهذيبي، ثقافتي، لساني ۽ مذهبي ڇڪتاڻ کي جنم ڏنو جنهن سبب وڏي پئماني تي فرقيوارانہ فسادن کي هٿي ملي. ڊاڪٽر محمد رضا ڪاظميءَ جي مطابق تہ *"دوسری جنگ عظیم کے اختتام پر انگریزوں نے اس وسیع و عریض برصغیر کو اس حالت میں چھوڑا تھا کہ اس کے مذہبی، لسانی، تہذیبی اور طبقاتی تنوع میں شدید ٹکراؤ کے پوری امکانات موجود تھے۔* (120)

۔ جنهن پڻ سنڌي ماڻهن جي زندگيءَ ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو. ان جا مهلڪ اثر بہ ان وقت جي سنڌي ادب مان نمايان نظر اچن ٿا، ڇو جو لکن

جي تعداد ۾ ماڻهو نہ صرف بي گهر ٿيا، پر فرقيوارانہ فسادن سبب ڪيترائي انسان انسانيت سوز ظلمن جو نشانو بنيا. مذهب جي بنياد تي رتيل هيءَ ورهاڱو انساني لاشن جي ڍير تي ختم ٿيو جتي ڪيترائي ٻار يتيم ۽ عورتون نہ صرف بيواهيون ٿيون، پر سندن عصمتون پڻ لٽيون ويون. اهڙين حالتن باشعور ۽ دردمند اديبن جي دلين کي تڙپائي وڌو ۽ انهن رت جي قلم سان انهن دردناڪ ۽ دل آزاريندڙ واقعن جي پڌرائي، پنهنجين لکڻين جي وسيلي ڪئي. پروفيسرغفور ميمڻ انهن حالتن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ "ننڍي کنڊ جي ورهاڱي جا معاشي، سياسي، سماجي ۽ فڪري طور تي اثر ننڍي کنڊ جي سيني ماڻهن تي پيا. خاص طور تي هندو مسلم نفاق ۽ لڏپلاڻ جا اثر ادب تي گهڻا پيا. جنهن جو اظهار هندي، اردو بنگلہ ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ گهڻو ٿيو. اردوءَ ۾ ڪرشن چندر "غدار"، سعادت حسين منٽو "ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ" ۽ "کول دو" وغيره شامل آهي. اديبن ورهاڱي جي هاڃيڪار اثرن تي ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا. هتان سنڌي هندن کي لڏ پلاڻ ڪانپوءِ اتي پهچي، جن تڪليفن کي منهن ڏيڻو پيو ان جو اظهار موهن ڪلپنا جي ناول 'جلاوطن' ۽ 'تاريخ مان موڪل' مان بخوبي لڳائي سگهجي ٿو." (121)

ـ انهن حالتن سنڌي ماڻهن توڙي ادب تي جيڪي مهلڪ اثر ڇڏيا، ان جو اظهار پڻ ترقي پسند ادب جو حصو رهيو. ورهاڱي ڪانپوءِ بين دردناڪ واقعن کان علاوه سنڌ کي جيڪو سياسي، معاشي بحران سنڌي هندن جي هتان هندستان لڏي وڃڻ سان ٿيو ان جو ازالو ڪرڻ لاءِ پڻ سنڌين کي سخت جدوجهد جي ضرورت هئي. ڇو تہ ڪيترائي تجارتي ۽ ڪاروباري مرڪز جيڪي هندو برادريءَ جي بدولت هلندا هئا، اهي پڻ هندن پڄڻ مٿ تي وڪڻي، پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي وڃي پرديس وسايو. نہ صرف علمي ادبي دنيا ۾، پر اقتصادي ۽ معاشي حالتن ۾ پڻ سنڌ هڪ صدي پوئتي ڌڪجي ويئي. مهاجرن انهن حالتن جو فائدو ورتو، انهن سيني اقتصادي ۽ معاشي وسيلن تي قبضو ڄمائي، سنڌ اندر پنهنجي پوزيشن کي مستحڪم ڪري ڇڏيو. بقول احمد سليم جي تہ "سندھ میں صوبے سے ہجرت کرنے والے تاجروں اور ہندوں صنعتکاروں جن کی بھاری اکثریت سندھی تھی ان کی جگہ مہاجر کاروباریوں نے سنبھالی اندرونی تجارت اور صنعتی پیداوار کے بنیادی حصہ پر کنٹرول ان کے ہاتھوں میں آگیا سندھ کے دستکار جنہوں نے تقسیم کے نتیجے میں نقصان اٹھایا حکمرانوں کے سنجیدہ امداد پر بیکار انحصار کیا۔

جاگیرداروں نے مرکزی حکومت کے بعض اقدامات پر ناراضگی کا اظہار کیا وہ ہندوؤں کی چھوڑی ہوئی زمین کے بڑے رقبے مہاجرین کے ہاتھوں منتقلی پر جھنجھلائے ہوئے تھے مقامی دانشور مرکزی ریاستی اداروں میں سندھیوں کی غیر متناسب نمائندگی اور غیر سندھی ملازمین کی بھرمار سے نالاں تھے."(122)

اهڙين حالتن، سنڌ ۾ جيڪو خال پيدا ڪيو ان کي پرڻ لاءِ ساڃاهه وند طبقي پنهنجي قومي تشخص جي لاءِ، ترقي پسند ادب کي هٿيار بنائي، پڙهندڙن ۾ شعوري سگهه پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن ادب جي هڪ اهم خاصيت اها آهي، جو حالتون ڪيڏيون به سنگين ڇو نه هجن، هي هميشه مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن ۾ جدوجهد ۽ تازگيءَ جو احساس اڀاري ٿو ڪين ڪٿي به مايوس نٿو ڪري. مثال طور ورهاڱي کان پوءِ مقامي باشندن جو وطن ڇڏي وڃڻ جو ڏک، پيو وري ادبي دنيا ۾ خال هجڻ جو احساس، ڇو ته ڪيترائي هندو پبلشر به هندستان لڏي ويا، جنهن جي ڪري سنڌي ادب تي مايوسي ڇانئجي ويئي، اهي اهڙا مسئلا هئا، جن مايوس حالتن کي جنم ڏنو. اهو ترقي پسند ادب ئي هو جن ڪين انهن مشڪلاتن سان وڙهڻ سيکاريو. پنهنجن کي ويڇاڙڻ جو درد ڇا هوندو آهي، ليڪن ان کي پنهنجي گيتن، ناولن ۽ ڪهاڻيءَ جي ذريعي پيش ڪيو. ان سلسلي ۾ شيخ اياز جي ڪهاڻي "پاڙيسري" ۽ ع. ق. شيخ جي "حيدرآباد" ان جو واضح مثال پيش ڪن ٿيون. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته مذهب جي نالي تي رٿيل ورهاڱو سنڌي ماڻهن جي دلين اندر گهاءُ ڪري ويو اڄ به هنن کي سنڌي هندن سان ايتري محبت آهي، جيڪا هڪ ڀاءُ کي ٻئي ڀاءُ سان هوندي آهي. اهوئي حال هتان وڃڻ ڙهندن جو پڻ هو. اهو ئي سبب هو جو هتان وڃڻ مهل سندن اکين ۾ نئين هندستان جي لاءِ خواب نه پر سنڌ کان جدا ٿيڻ جا ڳوڙها هئا. جنهن جو اظهار موهن ڪلپنا پنهنجي آتم ڪهاڻي "بک، عشق ۽ ادب" ۾ هنن دل ڏاريندڙ لفظن ۾ ڪيو آهي ته. "جهاز هليو مان آهستي آهستي سنڌ ڌرتيءَ کان پري ٿيندو ويس. سڀ ته ياد اٿم، خوش رهو اي اهلِ وطن! هم تو سفر کرتي هين! در و ديوار پر حسرت کي نظر کرتي هين! خيال آيم ته هوا جو جهونڪو بنجي وڃان ۽ سنڌ زمين، مڪان ۽ ماڻهن کي چمڻ شروع ڪيان، ۽ سنڌ جي رستن تي هلڻ شروع ڪيان، ڀنگي ٿيان ۽ سنڌ

جي زمين تي ٻهاري ڏيئي، ان جي مٽيءَ سان سنان ڪريان. شايد چيز جو قدر وڃائجڻ ڪانپوءِ ٿيندو آهي." (123)

هندستان ۾ پهچي سنڌي هندن ڪي جن حالتن مان گذرڻو پيو انهن جو پڻ انهن هن ادب ذريعي اظهار ڪيو. بقول هيرو شيوڪاڻيءَ جي تہ "مسئلا ۽ موضوع نوان هئا، لڏ پلاڻ بعد رفيوجي ڪئمپ جي سخت زندگي وري وسجڻ لاءِ ۽ روزگار لاءِ واجهائيندڙ مردن سان گڏ زالن ۽ ٻارن جي ڪشمڪش، جلاوطنيءَ مان اپري آيل سنڌ جي ساروڻي- اهي موضوع هئا. هند ۾ مڪيہ زبانن جي ادب ۾ اڳ ئي ڪجھ وقت کان مروج، مارڪسوادي نظريي واري ترقي پسند ادبي ڌارا، اهڙن مسئلن ۽ موضوعن لاءِ سٺائي نظر آئي." (124)

مجموعي طورتي تجزيو ڪيو وڃي، تہ اوائلي دؤر کان وٺي ورهاڱي تائين، سنڌي ڪهاڻي هميشہ کان ترقي پسند ادب جي ترجمان رهي، ۽ هن هميشہ پنهنجي قوم جي سياسي ۽ اقتصادي حالتن جي فڪر سان گڏ، پراڻن مدي خارج سماجي، ۽ مذهبي قدرن ۽ عقيدن کي پنهنجي ادبي تخليقن جو موضوع بڻائي، ماڻهن ۾ سماجي، مذهبي ۽ سياسي شعور کي بيدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سنڌي افساني ۾ ورهاڱي کان پهرين هن موضوع تي جيڪي ڪهاڻيون لکيون ويون، تن ۾ امر لعل هنگوراڻيءَ جي **"ادو عبدالرحمان"** ۽ **"هي بہ رانجهوءَ سنڌي رمز"**، مرزا نادر بيگ جي **"ماءُ جي محبت"** ۽ **"موهني جي ڊائري"**، شيخ اياز جي **"سفيد وحشي"** ڀڳوان لعل واڙي جي **"ساڙهي"**، شيخ عبدالستار جي **"رحيما"**، سوڀو گيانچنداڻيءَ جي **"آڪيري ڪان ٽٽڻ"**، نارائڻ ڏيواليءَ جي **"ڏاڙيل"**، گوبند پنجابيءَ جي ڪهاڻي **"نيلو"** وغيره شامل آهن. ورهاڱي بعد لڏ پلاڻ ۽ اشاعتي ادارن جي بند ٿيڻ کان پوءِ جيڪا ماٺار سنڌي ادب تي ڇانئجي ويئي هئي، اها آهستي آهستي ختم ٿيڻ لڳي ۽ اديبن نئين سر ترقي پسند نظريي جي پرچار ۾ نئين ملڪ جي نون مسئلن کي ڪهاڻيءَ جي روپ ۾ پڙهندڙن سامهون پيش ڪيو. ان وقت جي ڪهاڻين جا اهم موضوع سماجي حقيقت نگاريءَ تي مشتمل هئا. مثال: اياز قادريءَ جي ڪهاڻي **"بلو دادا"**، جمال ابڙي جي **"پيراڻي"**، غلام ربانيءَ جي ڪهاڻي **"شيدو ڌاڙيل"**، نجم عباسيءَ جي **"چوڏو"**، رشيد ڀٽيءَ جي ڪهاڻي **"ٻڙ"**، حفيظ شيخ جي **"امان مان**

اسڪول ڪونہ ويندس"، نسيم کرل جي "ڪافر" ۽ رسول بخش پليجو جي "پسي ڳاڙها ڳل" وغيره شامل آهن. بقول شوڪت حسين شورو جي تہ، "هندستان جي ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ تي ڪجهہ وقت لاءِ ماٺار ڇانئجي ويئي. ڪجهہ سالن بعد نيٺ اهو جمود ٽُٽو ۽ نوجوان ڪهاڻيڪار، جيڪي ورهاڱي ڪانپوءِ ايريا سي ترقي پسند تحريڪ جي روايتن کي کڻي اڳتي وڌيا. ان وقت جي ڪهاڻين ۾ ڏاڍي ۽ هيڻي، وڏيري ۽ هاري، امير ۽ غريب جا فرق، معاشري ۾ ٿيندڙ ناانصافيون ۽ ظلم عام موضوع هئا."(125)

1954ع ۾ ترقي پسند تحريڪ تي وقت جي حڪمرانن پابندي عائد ڪئي، جنهن جو بيان ڪندي ضمير نيازي لکي ٿو تہ، "*ترقی پسند تحریک ابتدا ہی سے حکمران طبقے میں معتوب رہی بلکہ ۴۷ کے بعد تو اس پر سختی کچھ اور بڑھ گئی چناچہ حکومت پاکستان نے انجمن ترقی پسند مصنفین کو ۱۹۵۴ء میں خلاف قانون جماعت قرار دے دیا۔*" (126)

۔ تنهن هوندي بہ هن ادب جو پرچار شاعري توڙي ڪهاڻيءَ جو حصو رهيو. ڇاڪاڻ تہ جيڪو فڪر ۽ سوچ هن تحريڪ عالمن، اديبن ۽ عام ماڻهن کي ميسر ڪيو هو اهو ڪنهن پابنديءَ اندر قيد ڪرڻ جوڳو نہ هو پر هي اهو وهندڙ پاڻي مثل هو جنهن سان معاشري ۾ گهر ڪندڙ پراڻن ۽ فرسوده سماجي توڙي مذهبي رسم و رواج جي گند ڪچري کي صاف ڪري، معاشري کي صحتمند ۽ شفاف ڪري سگهجي ٿو. بقول ڊاڪٽر انور سعيد جي تہ، "*تحریکیں آنی جانی چیزیں ہوتی ہیں اور ادب کا کارواں جاری رہتا ہے کبھی سست رفتاری لیے کبھی تیز رفتاری کے ساتھ، تحریکوں سے صرف اتنا فرق پڑتا ہے کہ ادب کے لیے وقتی طور پر نیا خون دستیاب ہوتا ہے مگر تحریک کا غلغلہ ہو جاتا ہے جب وہ ختم ہو جاتی ہے تو ایک سناٹے کا احساس ہوتا ہے۔*" (127)

ان تحريڪ سبب ڪان وڌيڪ، افسانوي ادب ۾ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. ان جو وڏو سبب اهو آهي جو شروعات ڪان وٺي، عام ماڻهن ۾ ادب جي ٻين ادبي صنفن جي ڀيٽ ۾ ڪهاڻي گهڻي مشهور رهي آهي. پراڻي لوڪ ادب جي اڄ تائينءَ جي مقبوليت ان جو زنده مثال آهي، جن ۾ هر ڪهاڻيءَ اندر هميشہ ڪيترين مشڪلاتن ۽ ڪشالن جي گذرڻ ڪانپوءِ نيڪيءَ جي بديءَ تي فوقيت بيان ڪيل نظر اچي ٿي. ترقي پسند ادب جو پڻ اهو مفهوم آهي تہ هو عام ماڻهن جي زندگيءَ جو چِٽ چِٽڻ سان گڏ، ڪڏهن بہ مصلحت ڪان ڪم وٺي، وقت جي سامراج آڏو گوڏا نہ ٽيڪي، پر ترقي پسند ادب

هميشہ ان جي خلاف ڀرپور آواز بلند ڪري، انهن کي گوڏا ٽيڪڻ تي مجبور ڪيو. شيخ اياز ان جي وضاحت هن طرح ڪري ٿو تہ ”ترقي پسند دنيا جي هر عظيم انسان دوست مفڪر، اديب ۽ فنڪار کي اپنايو آهي، ڇو تہ انهن ڪوڙ کي ڌڪاريو آهي ۽ سچ جي سوڀ لاءِ واجهايو آهي، ڇو تہ انهن ماڻهن جي لوڀ، لالچ، ڏاڍ، ڌهڪاءُ ۽ هر طرح جي گُڏائي ۽ ڪميڻائيءَ تي ملامت ڪئي آهي، ۽ انصاف، نيڪي ۽ رواداريءَ جي حمايت ڪئي آهي.“ (128)

ورهاڱي کانپوءِ سنڌ جي سياسي ۽ سماجي پس منظر ۾ ڪيترائي اهڙا واقعا نمودار ٿيا، جن سنڌي ادب ۾ انقلابي تبديليون بيدار ڪيون. خاص طور تي افسانوي ادب ۾ انهن حالتن ۽ ناانصافين کي ليکڪن سنڌي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. مثال طور پاڪستان جي وجود کانپوءِ سنڌ جي حصي ۾ آزادي جيڪي زخم کڻي نروار ٿي، انهن ۾ سرفهرست ”ون يونٽ جو قيام“ شامل هو جيڪو سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن جي لاءِ سڀ کان وڏو نقصان ثابت ٿيو جنهن ۾ سنڌ کي ”سابقہ سنڌ“ جي نالي سان سڏيو ويو. سنڌين کي پنهنجي صدين جي تهذيب، تمدن، ثقافت ۽ ٻوليءَ کان محروم ڪرڻ جي هن ڪوشش، سنڌي نوجوان، عالمن، اديبن ۽ سياستدانن جي رت کي ٽهڪائي ڇڏيو ۽ انهن هن جي خلاف ڀرپور جهاد ڪيو. سڀئي هڪ پليٽ فارم تي جمع ٿيا ۽ انهن ان جي خلاف ڀرپور جدوجهد جو اعلان ڪيو. انهن حالتن جو ذڪر ڪندي رشيد ڀٽي لکي ٿو تہ ”ون يونٽ خلاف ان جي حمايتين، جاگيردارن، سرمائيدارن، فوجي ۽ شهري ڪاموراشاهيءَ خلاف سياسي ۽ ثقافتي بنيادن تي تحريڪ زور وٺي ويئي. اديبن ۽ دانشورن جي پيغام تي ۽ سنيهي تي سنڌ جو سجاڳ شاگرد ۽ شهري وچولو طبقو ميدانِ عمل ۾ نڪري آيو ۽ سائين جي ايم سيد سنڌ جي نجات لاءِ تحريڪ جي علامت ۽ رهبري ڪري، هڪ باقاعده تحريڪ ۽ هلچل جو روپ ڏنو جنهن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي ۽ قاضي فيض محمد وغيره پڻ شامل ٿيا. انهن سياسي دانشورن جي سياسي ادب ۽ ترقي پسند اديبن جي تخليقي ادب، جيڪا سنڌ جي ذهن ۾ ٿوري عرصي ۾ انقلابي سجاڳي ۽ ساڃهہ آندي، تنهن جو مثال دنيا جي ادب جي تاريخ ۾ ملڻ مشڪل آهي.“ (129)

اتي بہ سنڌ تي ٿيندڙ ظلمن جي پڄاڻي ڪانہ ٿي، پر ان کانپوءِ بہ سنڌي زبان ۽ سنڌي ماڻهن جي حق تلفي جاري رهي، جنهن ۾ سنڌي زبان کي سنڌ

اندر ذريعہ تعليم ۽ ذريعہِ امتحان وٺڻ تي پابندي لڳائي ويئي، ڪراچيءَ کي ڌار ڪري سنڌ کان ڪٽيو ويو. نہ صرف ايترو پر بئراجن جي زمين پنجابي فوجي آفيسرن ۽ ٻين جي حوالي ڪئي ويئي. بقول رشيد ڀٽيءَ جي تہ، ”سنڌ جي بئراجن (ڪوٽڙي گڊو) جي زمينن کان سنڌي هارين کي محروم ڪيو ويو ۽ اهي پنجاب جي فوجي ۽ سِول ڪامورن ۾ ورهايون ويون.“ (130)

اهڙيون حالتون ڏسي سنڌ جا ساڃاہ وند ماڻهو بيدار ٿيا، ۽ انهن انهيءَ حق تلفيءَ خلاف مزاحمت جو آواز بلند ڪيو جنهن ۾ اسان جو دانشور ۽ اديب طبقو سينيءَ کان اول نظر آيو جنهن پنهنجي تخليقي سرگرمين ذريعي انهن جي خلاف احتجاج جو جهنڊو بلند ڪيو جنهن ۾ ترقي پسند ادب هنن جو ٻانهن ٻيلي ٿيو. هن نظريي جي پسِ منظر ۾ ان وقت جيڪو ادب تخليق ڪيو ويو اهو سنڌي ادب جو بهترين مزاحمتي ادب مڃيو وڃي ٿو. بقول موهن ڪلپنا جي تہ، ”1956ع ۾ ون يونٽ، جنهن منصوبي تحت سنڌ پاڪستان جي نقشي تان غائب ٿي ويئي، ترقي پسند دؤر پيهر پنهنجي زور سان ظاهر ٿيو ۽ پوءِ 1970ع تائين سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نئين سر قائم رهيو. ترقي پسنديءَ وارو اهو دؤر، ثقافتي بچاءَ جو دؤر هو جنهن ۾ سنڌين جي سيڪيولر ڪردار تي گهڻو زور ڏنل آهي.“(131)

حڪومت انهن احتجاجن کي ختم ڪرڻ لاءِ هر قسم جا حربا استعمال ڪيا، ايستائين جو هن رت وهائڻ کان بہ ڪونہ ڪيٻايو. 4 مارچ 1965ع تي جيڪو واقعو پيش آيو اهو انتظاميہ جي ان بدحواسيءَ کي ظاهر ڪري ٿو تہ ڪيئن سنڌي شاگردن کي سندن جائز حقن لاءِ وڙهڻ تان گوليون هلائي، لاٺي چارج ڪري ماريو ۽ زخمي ڪيو ويو. يوسف سنڌي، جيڪو پاڻ ان واقعي ۾ شاگردن سان گڏ هو لکي ٿو تہ ”4 مارچ اسان جي قومي تحريڪ جو اهو روشن ڏينهن آهي، جڏهن صدين جي غلاميءَ جون ڪٽ چڙهيل زنجيرون، هڪ ٺڪاءَ سان پڇي پور پور ٿي ويون هيون. ڌرتي ماءُ کي رت جو ريج مليو هو اپ سڄي کي لاڪ لڳي هئي، مهراڻ جي موجن مان هڪ نئون نڪور نج سج ايريو هو جنهن جي جوت سموري سنڌ کي جرڪائي ويئي هئي، هر ڪنهن من ۾ نئون جذبو ۽ هڪ نئين اِمنگ جاڳي هئي.“ (132)

سنڌي ليکڪن انهن سيني واقعن کي پنهنجين لکڻين ذريعي ظاهر ڪيو. شاگردن جي زندگيءَ ڪهاڻين جا موضوع بنيا. جنهن مان ظاهر ٿي

اڇي ٿو تہ سنڌي ادب هميشہ پنهنجي اردگرد جي حالتن ۽ واقعن جو ترجمان رهيو آهي، پوءِ اهي واقعا ۽ حالتون ڪهڙي بہ نوعيت جون ڇو نہ هجن. چاهي سياسي هجن يا سماجي، معاشي هجن يا مذهبي، اديبن هر ڪنهن موضوع تي لکي، ان خلاف آواز بلند ڪيو. جنهن جو بنياد ترقي پسند نظريي قائم ڪيو هو جنهن جي ذريعي هنن عام ماڻهن ۾ قومي، ثقافتي ۽ سياسي جذبي کي اڀارڻ جي ڪوشش ڪئي. ان ڪان سواءِ سنڌي ڪهاڻيءَ جي مقبوليت ۾ سماجي حقيت نگاريءَ جو پهلو بہ ان جي ڪاميابيءَ جو اهم جز مڃيو وڃي ٿو. جن ڪهاڻيڪارن انهن حالتن ۽ واقعن کي پنهنجي ڪهاڻين جو ويس ڍڪايو انهن ۾ اياز قادري، شيخ اياز جمال ابڙو محمد عثمان ڏيپلائي، رشيد ڀٽي، سراج الحق ميمڻ، امر جليل، نجم عباسي، شيخ حفيظ غلام رباني، نسيم کرل، طارق اشرف، قاضي خادم، غلام نبي مغل ۽ حميد سنڌي، شمشيرالحيدري، زينت چنا، نورالهديٰ شاهہ، عبدالقادر جوڻيجو وغيره شامل آهن.

سنڌن ڪهاڻين جا موضوع، هڪ پاسي پرمار طبقي (سرمائيدارن ۽ جاگيردارن) جي غريب ابوجهہ ماڻهن مٿان وسندڙ ظلمن جي نشاندهي ڪن ٿا، تہ ٻئي پاسي انهن مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن جي، انهن پرمار قوتن جي ناانصافين خلاف احتجاج کي پڻ بيان ڪن ٿا. ترقي پسند اديبن جو منشور هو تہ ڏاڍي هيڻي، غريب امير، سرمائيدار مزور هاري، زميندار عورت ۽ مرد پير ۽ مريد جي وچن کي مٽائي غيرطبقاتي، سماجي، مذهبي ۽ معاشي قدرن کي فروغ ڏئي، هڪ اهڙو صحتمند سماجي ۽ معاشي نظام قائم ڪيو وڃي، جنهن ۾ هرهڪ فرد کي هڪ جيترا سياسي، معاشي ۽ اقتصادي حق حاصل هجن. ان ڪري اسان چئي سگهون ٿا تہ سنڌي افسانوي ادب، شروع ڪان وٺي ترقي پسند رجحانن جو ترجمان ادب رهيو آهي، جنهن تي ورهاڱي بعد يڪثر ٿيندڙ سياسي ۽ ثقافتي تبديلين جو اثر گهرو نظر اچي ٿو. مجموعي طور اهو چئي سگهجي ٿو تہ ترقي پسند ادب جا فڪري ۽ نظرياتي مقصد ساڳيا هئا، جن جو اظهار ترقي پسند ليکڪن پنهنجي پنهنجي انداز بيان، مشاهدي جي قوت ۽ اسلوب سان پنهنجي تخليقن ذريعي ڪيو.

## حوالا:


(1) خواجہ نور افروز. "سنڌي نثر جو جائزو" حيدرآباد: گلشن پبليڪيشن

(2) An introduction to the study of literature William. Henry .Hudson

(3) شيخ، اياز. "خط انٽرويو تقريرون" (مهاڳ رشيد ڀٽي) حيدرآباد: نيو فيلڊس ڀاڱو 1 1999ع ص 191

(4) ابراهيم خليل ڊاڪٽر. "ادب ۽ تنقيد" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز سال 1975ع ص 14

(5) ايضاً

(6) جويو محمد ابراهيم. "جمال ابڙو ڪهاڻيون، مضمون ۽ شخصيت" ڪراچي: ثقافت ۽ سياحت کاتو 1992ع ص

(7) گيانچند ڊاڪٽر: "نقوش" لاهور: اختر حسين راءِ پوري 1965ع مئي ص 12

(8) مولوی عبدالحق "افکار" ص (61)

(9) گيان چند ڊاڪٽر "ادب اور زندگي ڪا تعلق" نقوش مئي 1965ع

(10) خان، عشرت علي "علم ادب حيدرآباد" (سنڌيڪار آڪاش سنتوراڻي ۽ عنبرين هيسباڻي) ٽيو ڇاپو لطيف آباد: ادراڪ پبليڪيشنز 2009ع ص 318

(11) ولي رام ولڀ انٽرويو ماهوار "اديب" گل ڪونڊر سيپٽمبر 2004ع ص 15

(12) گل حسن ڊاڪٽر. "مهراڻ" ڄامشورو آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر 1985ع

(13) قاضي، خادم ڊاڪٽر. "ادب جو سماجي ڪارج"، "ادب ۽ روايتون" حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1992ع ص 27

(14) ميمڻ، عبدالغفور ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو فڪري پس منظر" ڪراچي شاه عبداللطيف ڀٽائي چيئر يونيورسٽي 2002ع ص 450

((15)) بدوي احسان. "ادب زندگي ۽ سماج" (مرتب) ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو شڪارپور مهراڻ اڪيڊمي 2006ع

(16) آگرو غلام رباني، جمال ابڙو همعصرن جي نظر ۾، آءُ به جاڳي پوندس، (سهيڙيندڙ بدر ابڙو) ڪراچي سنڌيڪا اڪيڊمي2009ع

(17) اتم "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1958ع

(18) منگي، محمد عثمان. مرتب "هڪ قلم هڪڙو ماڻ" حبيب الله صديقي حيدرآباد : سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم 2007ع ص 128

(19) شيخ اياز. "سهڻي" شيخ اياز نمبر ايڊيٽر: طارق اشرف حيدرآباد:

(20) ولي رام ولڀ : انٽرويو ماهوار "اديب" گل ڪونڊر سيپٽمبر 2004ع ص 15

(21) شيخ، اياز" جي تند برابر توريان" ڪراچي: سنڌي ادبي اڪيڊمي 1998ع ص 42

(22) ٻاٻاڻي، ڪيرت. "سنڌي ڪهاڻيءَ جو شروعاتي دؤر" (مهاڳ) ص 59

(23) هيراننداڻي، پوپٽي: "بهترين سنڌي ڪهاڻيون" سمپادڪ ص 1

(24) ابڙو جمال. مهاڳ "هڪ حوا ڪئين ڪهاڻيون" ڪراچي: سنگم پبليڪيشن 2003ع

(25) مفتي، تهمينہ ڊاڪٽر. "ويهين صدي ۾ سنڌي ڪهاڻي افساني جو سماجي ڪارج. "فريلم" ٽہ ماهي2008ع 6۔5

(26) لڇاڻي، جڳديش صويراج. "سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر" الهاس نگر: ريتا پبليڪيشن 1991ع ص 68

(27) امر جليل. ماهوار "سهڻي" امر جليل نمبر ايڊيٽر طارق اشرف حيدرآباد: 1973ع ص 208

(28) عرساڻي، شمس الدين ڊاڪٽر. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي يونيورسٽي 1982ع

(29) بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر "لوڪ ڪهاڻيون" مقدمو جلد۔1، ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ

30) عبدالڪريم. "فن افسانہ نگاري ۽ موجوده سنڌي افسانو"، "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ

(31) پنهور، ابن حيات "مختصر افسانو" "روح رهاڻ" افسانہ نمبر ايڊيٽر حميد سنڌي حيدرآباد: 1960ع ص3

(32) جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو مطالعو"، "افسانو" ڇاپو پهريون حيدرآباد: ڪهاڻي گنج بخش ڪتاب گهر 2001ع

(33) قادري، اياز. "سنڌ جي ڏاهپ ڪان سورنهن انٽرويو" همسفر گاڏهي ڪراچي: سارنگ پبليڪيشن 2004ع

(34) عباسي، نجمہ. "طوفان جي تمنا" ڇاپو ٻيو حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1982ع

(35) سحر امداد، "لطيف" ايل ايم سي انٽرويو. شميم ميمڻ

(36) عرساڻي، شمس الدين. ڊاڪٽر. "مختصر ڪهاڻيءَ جو فن ۽ ارتقا" سهڻي ڪتابي سلسلو ص 7

(37) سبطِ حسن. مرتب سيّد جعفر احمد "ڪيا شهزادون جنون پوتون ڪي ڪهانيان بچون ڪي ليي مفرد هين"، "ادب اور روشن خيالي" ڪراچي: حوري نوراني مڪتب دانيال1990ع ص

( 38) ملڪاڻي، منگهارام. "سنڌي نثر جي تاريخ" حيدرآباد: روشني پبليڪيشن 1993ع ص۔ 38

(39) ثميره زرين. "سنڌي افساني جي اوسر اوائلي دؤر (مقدمو). "افسانوي ۾ فڪري ادب" (اينٽالاجي) 2007ع

(40) ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي. "سنڌي آکاڻيءَ جي ارتقا"، "سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس" (ص74)

41) راشدي، پير حسام الدين. "سنڌي ادب" (ترجمو) غلام محمد لاکو حيدرآباد سنڌي تحقيقي بورڊ 1996ع (ص 75)

42) آغا، تاج محمد "سنڌ جا قديم نثر نويس"، "نئين زندگي" مارچ 1950ع، (ص 20)

(43) گرامي، غلام محمد "امر جليل افسانوي فن"، "سهڻي امر جليل نمبر" حيدرآباد: 1973ع ص 11

(44) شورو، شوڪت حسين. "سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نوان لاڙا"، "سنڌ ماضي حال ۽ مستقبل" ڪراچي: لطيف پٿائي چيئر 2006ع، ص 342

(45) گيانچنداڻي، سوڀو. "تاريخ جا وساريل ورق"، "ٻہ مهاڀاريون لڙايون ۽ اڄ جي متحد ٿيل جرمني" حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1992ع ص 75

(46) ٻاٻاڻي ڪيرت. "پيهي منجهه پاتار" پونا: آرميڪ سنڌي ساهتيہ پرچار يوجنا ص 10۔11
(47) سراج "ادبي گڏجاڻي"، "ڪوڪو ماڻهو موتي داڻو" ڪراچي، سنڌي ادبي سنگت، مريد جو ڳوٺ، 1982ع
(48) مرزا، نادر بيگ جون ڪهاڻيون مرتب نصير مرزا ڄامشورو انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1992ع
(49) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. "سنڌي ثقافت" صداءِ مهراڻ ڪراچي: مهراڻ ميڊيڪوز آرگنائيزيشن ڊو ميڊيڪل ڪاليج 1970ع
(50) مالڪ منير احمد. "ادب زندگي ۽ سياست" " روح رهاڻ " 1965ع ص 11
(51) اتم اي جي " سنڌي ڪهاڻي ناول ۽ تنقيد" ص50
(52) هنگوراڻي امر لعل "علمي دنيا" هڪ استريءَ جا هيبتناڪ تجربا ص 120 (20)
(53) پرسرام جيتمل. "چمڙا پوش جون آکاڻيون" علمي دنيا (20) ص33
(54) جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو مطالعو" افسانو حيدرآباد: گنج بخش ڪتاب گهر2001ع
(55) بدوي احسان. "سنڌي ادب جا 25 سال" نئين زندگي آزادي نمبر 1953ع ص 20
(56) مرزا، نصير. مرتب "ماءَ جي محبت"، "مرزا نادر بيگ جون ڪهاڻيون" (ماءَ جي محبت) ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ص 235
(57) ايضاً
(58) مرزا ،نصير. ايضاً ص 164
(59) ٻاٻاڻي، ڪيرت. مهاڳ " امر لعل جون ڪهاڻيون" ايڊيٽر حيدر سومرو
(60) ايضاً
(61) لچاڻي، جڳديش صوپراج: "سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر"، ريتا پبليڪيشن الهاس نگر1991ع ص 68
(62) الانا، غلام علي. "آءٌ بہ جاڳي پوندس" (سهيڙيندڙ: بدر ابڙو) ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع
(63) الانا، غلام علي. "چونڊ سنڌي افسانا" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي1986ع
(64) اختر سليم ڊاڪٽر. "ترقي پسند ادب ڪي تحريڪ" اردو ادب ڪي مختصر تاريخ (جميل جالبي) "ادب اردو" جلد سوئم لاهور. انيسوين صدي نصف اول مجلس ترقي ادب، ص 193
(65) اي جي اتم. "سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ سنڌي زندگي" سنڌي ڪهاڻي ناٽڪ ۽ تنقيد، ص 54
(66) مهر، ممتاز. "ترقي پسند ڪهاڻي" ويچار 10 حيدرآباد: آگم پبليڪيشن 1980ع، ص91
(67) عرساڻي، محمد اسماعيل. "چار مقالا" ڇاپو پهريون، سنڌي ادبي بورڊ.
(68) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جا نوان موڙ"، "مهراڻ" ڄامشورو: 1975 ع ص 162
(70) عرساڻي، شمس الدين ڊاڪٽر. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڇاپو پهريون ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1982ع، ص 202
(71) هَڪڙو انور فگار ڊاڪٽر. "جي تند برابر توريان" شيخ اياز ڪراچي: سنڌ ادبي اڪيڊمي، 1998ع، ص 8

(72) ڪتواڻي، ڪرشن. "ورهاڱي بعد سنڌي ناول ۾ بدلجندڙ موضوع " گجرات: ادبي چمن رسالو ساهتيہ اڪادمي، گانڌي نگر هندستان ص 157
(73) قاضي، خادم ڊاڪٽر. "ادب ۽ روايتون"، ڇاپو پهريون، حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1992ع ص 73
(74) الانا، غلام علي: "سنڌي ادب جا نوان موڙ"، "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1975ع ص 163
(75) لڇاڻي، جڳديش. "سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر" ڇاپو ٻيو حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1996ع ص 78
(76) ايضاً
(77) ميمڻ، عبدالمجيد. "سندھی ادب کی مختصر تاریخ" ڇاپو پهريون ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1983ع ص 426
(78) آغا، سليم: "سنڌي ڪهاڻيءَ تي هڪ نظر" نئين زندگي، حيدرآباد جنوري 1968ع ص 35
(79) الانا، غلام علي. "چونڊ سنڌي افسانا" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1986ع ص ز
(80) ڪاظمي عاشور ۽ قمر رئيس "ترقي پسند ادب پچاس سالا سفر" ڇاپو ٽيون دهلي: ايجوڪيشنل پبلڪ هائوس، 1994ع ص 62
(81) پليجو رسول بخش. "سياسي ادب" سهيڙيندڙ جامي چانڊيو ٻاڳو پهريون، حيدرآباد: ڇپائيندڙ سي. پي. سي. ايس 2005ع ص 48
(82) جالبي جميل "ادب اردو" جلد سوئم لاهور انيسوين صدي نصف اول مجلس ترقي ادب
(83) عرساڻي، شمس الدين. "آزاديءَ کان پوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر"، "سنڌي ۽ بنگالي ڪهاڻين جو تقابلي مقابلو" ڄامشورو: انسيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1982ع ص 198
(84) جويو، خاڪي. "ترقي پسند ادب جا معمار" ڪراچي: سنگم پبليڪيشن 1988ع
(85) سبط حسن. ديباچہ: "روشنائي" سجاد ظهير ڇاپو ٽيون، ڪراچي: مڪتبہ دانيال 2005ع ص 14
(86) ٻاٻاڻي، ڪيرت. "پيهي منجهہ پاتار" پونا: آرمڪ سنڌي ساهتيہ پرچار يوجنا، ص 95
(87) راماڻي، ايس موتي رام. "جينمل پرسرام ۽ سندس چونڊ ڪهاڻيون" بمبئي: شاردا پرڪاش 1991ع ص 247
(88) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. "سنڌي نثر جي تاريخ"، ڇاپو ٽيون، حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1999ع ص (62)
(89) ٻاٻاڻي، ڪيرت. مرتب: جامي چانڊيو "افسانوي ۽ فڪري ادب" ڪهاڻي "ادو عبدالرحمان" ص 119
(90) جوڻيجو عبدالجبار. "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، جلد ٽيون، حيدرآباد: سنڌي ٻولي اٿارٽي 2006ع ص 169
(91) ھَڪڙو انور فگار ڊاڪٽر. مرتب "جي تند برابر توريان" شيخ اياز ڪراچي: سنڌ ادبي اڪيڊمي 1998ع ص 8
(92) عرساڻي، شمس الدين. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو انسيٽيوٽ آف سنڌالاجي

(93) هڪڙو انور فگار ڊاڪٽر. مرتب "جي تند برابر توريان" شيخ اياز ڪراچي: سنڌ ادبي اڪيڊمي 1998ع
(94) عرساڻي، محمد اسماعيل. "چار مقالا" ڇاپو پهريون ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ
(95) شيخ، اياز "ساهيوال جيل جي ڊائري" ڇاپو پهريون، ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1986ع ص 170
(96) سحر امداد: "شعور شاعر ۽ شاعري" ڇاپو پهريون. حيدرآباد: سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر، جولاءِ 2008ع
(97) پٽي، رشيد "سنڌي ادبي سنگت جا 23 سال" سنگت پبليڪيشن نومبر ڊسمبر. 2007ع ص : 39 ۽ 47
(98) لاشاري، فقير محمد "ادبي گڏجاڻي"، 31 ڊسمبر 1981ع (تعارف) مريد گوٺ ڪراچي: سنڌي ادبي سنگت 1982ع ص 18
(99) پٽي، رشيد "سنڌي ادبي سنگت جا 23 سال" سنگت پبليڪيشن، نومبر ڊسمبر 2007ع ص 39 ۽ 47
(100) جعفري، علي سردار. ترتيب قمر رئيس عاشور قاسمي "ترقي پسند ادب پچاس سالا سفر" ص68
(101) گيانچنداڻي، سوڀو. مرتب ناز سنائي "سوڀي جون تحريرون" حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر اپريل 2011ع ص 320
(102) چنا، محبوب علي پروفيسر. "سنڌي ادب ڪي مختلف رجحانات" حيدرآباد: اداره صالح سيريز 1972ع سنڌ ص 61
(103) منگي، محمد عثمان مرتب "هڪ قلم هڪڙو مان" حبيب الله صديقي حيدرآباد: سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم ص 133
(104) مغل، غلام نبي. "يڪ نعرا حيدري"، ماهوار "سهڻي" حيدرآباد: 1989ع ص 39، 20
(105) شيخ، اياز. "ساهيوال جيل جي ڊائري" ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1986ع ص
(106) قاضي، خادم. "پير اچا مون پنڌ ۾" (يادگيريون )، حيدرآباد: ڪويتا پبليڪيشن، 2012ع ص 182
(107) مغل، غلام نبي. (مهاڳ) "ڪهاڻي هر دؤر جي" اياز قادري ڪراچي: قادري قلم قبيلو 2008ع ص15
(108) فيض احمد فيض. سنڌيڪار: ڊاڪٽر نواز علي شوق "ميزان" ڪراچي: ثقافت کاتو حڪومت سنڌ 2012ع
(109) ڪاظمي، عاشور ۽ قمر رئيس "ترقي پسند ادب پچاس سال سفر" دهلي ايجوڪيشنل پبلشنگ هائوس 1994ع ص 79
(110) ابڙو جمال. مهاڳ "خبرون ڪيڙائن جون"، "آءُ بہ جاڳي پوندس" ڪراچي سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع
(111) هڪڙو انور فگار. "سنڌي ادبي سرڪل" ڪينجهر تحقيقي جرنل 10 ڄام شورو سنڌ يونيورسٽي ص 175

(112) "ارتقا". "ترقي پسند فکر کا ترجمان" (سجاد ظهيراورترقي پسند تحريڪ) ص 41

(113) سبط حسن. مرتب "پاڪستاني ادب" 2004ع

(114) سنگ نامور پروفيسر. ايضاً

(115) ظهير سجاد "روشنائي" ڇهٽا باب ، ڪراچي : مڪتب دانيال 2005 ع ص 140

(116) پنجابي گوبند. مهاڳ اي جي اتم. "هوءَ موٽي آئي" (ڪهاڻيون) ممبئي: نئين دنيا پبلشر 1980ع

(117) شيخ, اياز. "اڳتي قدم" رسالو شڪارپور, آگسٽ 1947ع

(118) ويسريو, منظور علي. سنده مين انجمن ترقي پسند مصنفين ڪي تشڪيل, "ڪلاچي" تحقيقي جرنل, جون 2009ع ص 60-59

(119) انور. "سنڌي ترقي پسند ڪهاڻيءَ جو سماجي ڪارج", "لطيف", سنڌي پاڳو ايل. ايم. سي

(120) ڪاظمي, محمد رضا ڊاڪٽر. "هم لوگ", فهميده رياض ڪراچي: آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس, 2013ع

(121) ميمڻ, غفور پروفيسر. "سنڌي اد ب جو فڪري پسمنظر", ڪراچي, شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي 2002ع

(122) فخر زمان. "پنجاب, پنجابي اور پنجابيت" تاريخ سياست اور ادب کي دستاويز (ديباچه) احمد سليم

(123) ڪلپنا موهن. " يک عشق ادب " (آتم ڪٿا) حيدرآباد: سپي پبليڪيشن سنڌ ڊسمبر 1984ع ص 57

(124) شورو, شوڪت حسين: "انٽر نيشنل ڪانفرنس سنڌ ماضي, حال ۽ مستقبل" ص 374

(125) شورو, شوڪت حسين. "سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نوان لاڙا ۽ تحريڪون", ايضاً

(126) نيازي, ضمير: مرتب: سبط حسن, *سعيده گذور "جائزوں کا جائزه پاکستانی ادب"* آڪتوبر 1977ع

(127) انور سعيد ڊاڪٽر. مدير احسن سليم. "ادب براءِ تبديلي ڪي تحريڪ" , "سه ماهي اجرا", 5 ص 18, ڪتابي سلسلا جنوري تا مارچ 2010ع

(128) شيخ, اياز. "روح رهاڻ", ايڊيٽر, حميد سنڌي (هڪ خط), حيدرآباد: مئي جون 1967ع ص 24

(129) شيخ, اياز. مرتب پاران رشيد ڀٽي "خط تقريرون انٽرويو", تنبو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن, 1999ع ص

(130) ايضاً

(131) موهن ڪلپنا. مرتب: جامي چانڊيو "سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي", "افسانوي ۽ فڪري ادب" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي 2007ع ص

(132) لغاري, يوسف. 4 مارچ 1967ع, ڪارونجهر پبليڪيشن, 2003ع ص

باب چوٿون

# نجم عباسي بحيثيت هڪ ڪهاڻيءَ نويس

نجم عباسي سنڌ جو اهو اديب هو جنهن جون سموريون ڪهاڻيون سنڌ کي درپيش سياسي، اقتصادي ۽ معاشرتي مسئلن جي اپٽار سان، غير طبقاتي سماج لاءِ جدوجهد ۽ جستجوءَ جي نشاندهي ڪندي نظر اچن ٿيون. سندس هر ڪهاڻي انهن ظلمن جو پڙاڏو آهي، جيڪي پاڪستان بنجڻ کان پوءِ سنڌي قوم کي نصيب ٿيا. ڇاڪاڻ ته اديب به ته ان ئي معاشري جو هڪ فرد هوندو آهي. هڪ اهڙو فرد، جنهن جي دور رس نگاهه، معاشري ۾ تبديل ٿيندڙ پهلوئن جو نه صرف جائزو وٺي ٿي، پر مشاهدو پڻ ماڻي ٿي، ۽ ان سان گڏوگڏ هو انهن تبديلين کي، پوءِ اهي ڇاهي مثبت هجن يا منفي، پين سان گڏجي پوکي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو هو جيڪي وارتائون پنهنجي اکين سان ڏسي ۽ پسي ٿو تن جو عڪس سندس رچنائن جو حصو بنجي ٿو. بقول شوانند مامتاڻيءَ جي ته، ”ليکڪ سماج ۾ جيڪو وهي واپري ٿو يا جيڪي سئايون ڪميون ۽ پيشيون ۽ اوڻائيون ڏسي ٿو انهن کي اکري روپ ڏيئي، انهن جي تصوير چٽڻ لاءِ پنهنجي اُڏمن کي راتيون جاڳي، پاڻ پتوڙي، نُور نچوئي، پنهنجي انداز ۾ ليک، ڪهاڻي، نظم يا ناٽڪ جي روپ ۾ درسنيءَ وانگر ماڻهن اڳيان سماج جو عڪس پيش ڪري ٿو.“(1)

نجم عباسي اهو ليکڪ هو جنهن پنهنجي ڪهاڻين ذريعي سماجي مسئلن ۽ مشڪلاتن جو نه صرف اظهار ڪيو بلڪه انهن کي جڙ کان ئي ختم ڪرڻ جا ڏس پتا پڻ ڏنا. سماجي لحاظ کان سندس اڪثر ڪهاڻين جا موضوع طبقاتي سماج جي اوڻاين، مثلاً: وڏيرن جا هارين مٿان ٿيندڙ ظلم، فرسوده رسم و رواج مثلاً ـ بي جوڙ شاديون، مذهبي بنياد تي مردن ۽

عورتن جي حقن ۾ تضاد، ۽ سياسي پسمنظر هيٺ سنڌين سان ٿيندڙ ثقافتي ۽ لساني ويساهه گهاتيون، ۽ قوميت جي بنياد تي ڄاڻي واڻي سنڌين کي پنهنجي جائز حقن کان محروم رکڻ جي سازش وغيره شامل آهن. نجم عباسيءَ جون سموريون ڪهاڻيون مزاحمتي ادب جو حصو آهن، جن ۾ هو معاشري جي مايوس ڪن حالتن جو ورونڌ ڪندي نظر اچي ٿو ۽ ان سان گڏ هو انهن حالتن کي تبديل ڪرڻ لاءِ انهن مظلوم ماڻهن ۾ حوصلي ۽ جدوجهد جو جذبو بيدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. بنيادي طرح سان هو مقصدي ادب جو قائل هو. هو ادب کي انساني ڀلائيءَ جو هٿيار مڃيندو هو جيڪو روشن خيال ترقي پسند اديبن جو منشور هو. نوبل انعام يافته اديب رابندر ناٿ ٽئگور جو پڻ ادب لاءِ اهو چوڻ هو ته، "جنهن ڪلا جي جڙ ۾ سماجي ڀلائيءَ جي پاونا سمايل نه آهي، سا بي معنيٰ آهي، بي جان آهي، ۽ جيڪي ان جي ٻاهرين موهيندڙ روپ جا پوڄاري آهن، سي انسانيت جا ويري آهن. اهڙي ڪلا سرءَ جي پنن وانگر آهي، جن ۾ چمڪندڙ رنگن جي رونق ته ٿي سگهي ٿي، ليڪن جن کي موت جي سرد هوا لڳي چڪي آهي، ۽ جيڪي ڇاڻ ڇڻڻ وارا آهن." (2)

نجم عباسي پنهنجي قلم کي هڪ واضح مقصد، جنهن ۾ سنڌي قوم ۽ سنڌي ماڻهن سان ٿيندڙ ظلم ستم ۽ ناانصافين جي ڀرپور مخالفت ڪرڻ، ۽ کين پنهنجي بنيادي حقن کان آگاهي ڏيڻ شامل هو ان کي پنهنجي ڪلا وسيلي زور وٺائڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ کين سمجهايو ته مسئلا چاهي ڪيتري قدر به پيچيده ڇو نه هجن، حالتن کان هارائڻ بزدلي آهي. هن پنهنجي سمورين ڪهاڻين ۾ هڪ ترقي پسند، مخلص ۽ همدرد انسان جيئان سنڌي ماڻهن کي سک ۽ سلامتيءَ لاءِ جاڪوڙ جو عملي سبق سيکاريو. سندس جنگ انسان جي بنيادي حقن جي انحرافي ڪندڙ منفي قوتن، سرمائيدارن، ڪامورن ۽ جاگيردارن جي خلاف هئي. منظور علي ويسريو سندس افسانن جي موضوعن جي حوالي سان لکي ٿو ته، ”نجم عباسی کا سندھی ادب کے معروف ادیبوں میں شمار ہوتا ہے۔ انہوں نے تقسیم سے پہلے افسانے لکھنے شروع کیے اور ان کے کئی مجموعے منظر عام پر آئے وہ کہنہ مشق اہل قلم میں شامل ہوتے ہوئے عرصہ دراز سے افسانہ نگاری پر مائل رہے۔ نجم عباسی نے اپنی کہانیوں میں طبقاتی شعور دیا ہے۔اس سلسلے میں وہ کہتے ہیں کہ یہ نظام تبدیل ہونا چاہیے۔ وڈیرانہ نظام، ہیروں والا نظام، سرمائیدارانہ نظام بدلنا چاہیے۔" (3)

نجم عباسي اهو اديب هو جنهن مظلوم سنڌي عوام ۾ اهو شعور جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي، ته ظلم سهڻ، ظلم ڪرڻ کان وڏو گناهه آهي، جنهن جي دنيا جو ڪوبه مذهب يا قانون اجازت ڪونه ٿو ڏيئي. ان سلسلي ۾ هن ڪيترين ئي ڪهاڻيون، مضمون ۽ ناول تحرير ڪيا، جن ۾ سندس سوچ جذباتي نه پر ڳوڙهي مشاهدي جي بنياد تي حق ۽ سچ جي جنگ جوتيندي نظر اچي ٿي. چو ته سندس پڪو نظريو هو ته جيستائين عوام ۾ انقلابي شعور بيدار نه ٿيندو، تستائين هو ظلم جي چڪيءَ ۾ پيسبو رهندو. جنهن جي تائيد ان وقت جي ڪيترن ئي اديبن ۽ معروف سياستدانن پڻ ڪئي هئي، جن ۾ سوبو گيانچنداڻي به هڪ هو. جنهن جو بيان ڪيرت باباڻي هن طرح ڪيو آهي ته ”سوبو پنهنجي وشال ابياس مان ۽ سياسي چاڻ جي بنياد تي چوندو هو ته انساني تاريخ ۾ ڪوبه انقلاب يا سماج ۾ بنيادي بدل سدل اهنسڪ نموني ڪڏهن به نه آئي آهي. ڇاڪاڻ ته سماجڪ سرشتي تي قابض شخص ۽ طاقتون، سمجهائڻ بجهائڻ تي طاقت ۽ قبضي کان دستبردار ڪونه ٿينديون آهن. تاريخ ان جي شاهد آهي ته طاقت ۽ قبضو زوريءَ کسي وٺبو آهي.“ (4)

هن پنهنجي وقت جي آمر حڪمرانن خلاف مهاڏو اٽڪايو ڇو ته هو آزاديءَ لاءِ جاکوڙيندڙ انسان هو ۽ سندس تخليق ڪيل ادب ۾ سندس قوم سان ٿيندڙ ويساهه گهاتين جو نه صرف اظهار پر ان سان گڏ هنن (سنڌين) ۾ پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت جي اهميت کي اجاگر ڪري، ان تحت پنهنجي عملي جدوجهد جي شروعات ڪرڻ جو مقصد شامل هو. هن ظالم قوتن خلاف وڏي دليريءَ سان لکيو. سنڌ جي سُورن ۽ تڪليفن کي هو پنهنجا سُور ۽ تڪليفون سمجهي لکندو هو. هن پنهنجي ڪهاڻين ذريعي سنڌي ماڻهن کي جهالت ۽ بي وسيءَ جي زنجيرن مان ڪڍي، ڪين نوَن جديد علمن ذريعي سياسي خودمختياري، امن ۽ انصاف تي قائم معاشري لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو درس ڏنو جنهن جو خاص مقصد سنڌي ماڻهن لاءِ امن، آجپو محبت ۽ سچائي ۽ انهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ انهن ۾ جستجو ۽ جدوجهد جو حوصلو بيدار ڪرڻ هو. مراد علي مرزا سندس ان جدوجهد جي روشنيءَ ۾ لکي ٿو ته ”ڊاڪٽر صاحب ۾ هر صنف تي لکڻ جي سگهه هئي. سندس سنڌ سان السٽي عشق هو هن سنڌ جي مڙني روين کي چڱيءَ طرح پڙهيو ۽ پرکيو هو

هو سماج جي اونداهين تهہ تائين پهچي، انهن کي واڪو ڪري چڪو هو. سندس خواهش هئي تہ سنڌي سماج اعليٰ قدرن وارو سماج بنجي.“ (5)

قومن تي ڪڏهن ڪڏهن اهڙو وقت بہ ايندو آهي، جڏهن ان جا ساڃاهہ وند فرد پنهنجي انفرادي زندگي ڇڏي، اجتماعي زندگيءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ شروع ڪندا آهن. هو بغير ڪنهن غرض، لالچ ۽ ذاتي مفاد جي سماج کي اميد ۽ خوشيءَ جو پيغام ڏيئي، منجهن نئين زندگي ۽ نئين جدوجهد جو روح ڦوڪي، سجاڳيءَ جي نئين لهر بيدار ڪري، پنهنجي فڪري مقصد کي پايہ تڪميل تي پهچائي، هميشہ لاءِ تاريخ ۾ امر بنجي ويندا آهن. نجم عباسيءَ جو شمار اهڙن وطن پرست سنڌي سرويچن ۽ سپوتن سان گڏ ڪيو ويندو. هن پنهنجي فن ۽ فڪر جي شروعات سماجي برائين خلاف مزاحمت ڪندي ڪئي. پر ورهاڱي بعد جهڙيءَ طرح حالتون بدليون، خاص طور تي سياسي حالتون، جيئن ون يونٽ جو قيام سنڌي قوم لاءِ نہ صرف سياسي، پر سماجي، معاشي ۽ اقتصادي استحصال جو هٿيار بنجي آيو جنهن سنڌ جي ساڃاهہ وند ماڻهن ۾ قوم پرستيءَ واري شعور کي جنم ڏنو ۽ هنن پنهنجي تخليقن ذريعي انهن سمورين پاليسين جي ڀرپور مخالفت ڪئي. نجم عباسي بہ ان قافلي جو مسافر هو. هن بہ پنهنجي ڪهاڻين کي بامقصد بنائي، سنڌي قوم جي انهيءَ سياسي، ثقافتي ۽ لساني استحصال جو مقدمو لڙيو ۽ آخر تائين وڙهندو رهيو. جنهن لاءِ هو لکي ٿو تہ، ”ون يونٽ ڪانپوءِ ترقي پسند ۽ قوم پرست فڪر ۾ واڌ آئي، ۽ مون باقاعده ترقي پسند ۽ قوم پرست فڪر کي اڳيان رکي لکڻ شروع ڪيو. ان کان اڳ سماجي برائين خلاف لکندو هوس، پر ون يونٽ ڪانپوءِ اڄ تائين مان شعوري طور ترقي پسند، ۽ قوم پرست لاڙي هيٺ لکي رهيو آهيان. جنهن ۾ طبقاتي ڏاڍ خلاف بہ لکان ٿو قومي جبر خلاف بہ لکان ٿو ۽ سياسي شعور ڏيندڙ ڪهاڻيون بہ لکان ٿو.“ (6)

## نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو فني جائزو:

ڪهاڻيءَ جي ڪلاسيڪل وصف ۾ ان جا هيٺيان اهم جزا ڄاڻايا ويا آهن، جيڪي گهڻو تڻو ناول سان لاڳو ٿين ٿا:

(1) ٻولي

(2) مرڪزي خيال

(3) ڪردار نگاري
(4) منظر نگاري
(5) مُڪالما

<u>ٻولي</u>: هن باب ۾ نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين ۾ ٻوليءَ جو فني ورتاءُ، ۽ تاريخي پس منظر سميت، ان جي ڪنهن بہ قوم لاءِ سماجي اهميت جي حوالي سان، ٻوليءَ جي بقا واري سوال جو جائزو بہ ورتو ويو آهي.

ٻولي اهو واحد ذريعو آهي، جنهن سبب انسان ۽ جانور ۾ فرق واضح ٿئي ٿو. زبان انساني جذبن جي اظهار جو هڪ مؤثر ذريعو آهي، جنهن جي وسيلي ماڻهو پنهنجي خيالن جو اظهار ڪري ٿو. زبان مان جيڪي آواز اچاريا وڃن ٿا، انهن کي ٻولي چيو وڃي ٿو ۽ اها ٻولي جيڪا ٻار پيدا ٿيڻ کانپوءِ پنهنجي حواسن ذريعي محسوس ڪري ٿو تنهن کي مادري زبان ڪوٺيو وڃي ٿو. مادري زبان جو اهو منڙو تاثر، ان ٻار جي ننڍپڻ کان وٺي بلوغت تائين سندس دل ۽ دماغ تي غالب پئجي وڃي ٿو. مادري ٻوليءَ جو اهڙو سگهارو رشتو هميشہ ان انسان جي حواسن ۾ زندھ رهي ٿو جنهن کي اڳتي هلي هو پنهنجي تهذيب، تمدن ۽ علم ادب جو حصو بنائي، پنهنجي جذبن جي ترجماني ڪري ٿو. بقول محمد ابراهيم جويي جي تہ، "ماڻهن جي هر تهذيب جي ابتدا ذهن جي انهي معجزي سان ٿئي ٿي، جنهن کي ٻولي چئجي ٿو. ٻوليون قومن جي روح جا، انهن جي آدرشي عڪس جا، انهن جي هئڻ جي احساس جا سڀ کان سڌا ۽ چٽا اظهار آهن."(7)

سنڌي ٻولي ننڍي کنڊ جي سيني ٻولين ۾ هڪ شاهوڪار ٻولي تسليم ڪئي وڃي ٿي. قديم دؤر کان وٺي هن ٻوليءَ ۾ چيل شعر، ان جي پراڻي تمثيلي حيثيت جي نشاندهي ڪن ٿا، جن مان خبر پئي ٿي تہ هن زبان جون پاڙون علم ادب جي کيتر ۾ تمام وسيع ۽ اونهيون آهن. ڊاڪٽر جيٺو لعلواڻي ان جي وضاحت ڪندي لکي ٿو تہ "سنڌي ننڍي کنڊ جي اسريل ٻولين مان هڪ آهي. هن کي پنهنجو اعليٰ ادبي ۽ تهذيبي ورثو آهي. سنڌي شاهوڪار ۽ وسيع ٻولي آهي."(8)

دنيا جي سڌريل قومن کي پنهنجي قومي سڄاڳيءَ جي پهرين منزل تي، قومي ٻوليءَ جي واڌاري جي ضرورت پوي ٿي. جنهن سان هو پنهنجي

علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرمين کي رقم ڪري، تاريخ ۾ هميشہ لاءِ زنده جاويد رهن ٿا. ٻوليءَ جي ان اهميت کي علامہ آءِ. آءِ. قاضي هن طرح بيان ڪيو آهي تہ، ”ماڻهن جي ٻولي سندن ادب ۽ علم جي غربت ۽ تونگريءَ جو نشان آهي، ۽ اها سندن اخلاقي سطح ۽ شان جي پڻ شاهد آهي. اصل ائين جيئن سونَ جي پرک لاءِ ڪسوٽي.“ (9)

انگريزن جي دؤر ۾ سنڌي ٻوليءَ تي تحقيق ۽ تنقيد جي باقاعده شروعات ڪئي ويئي، جن ۾ ڏيهي عالمن سان گڏ پرڏيهي عالمن جو ڪردار پڻ ساراهہ جوڳو آهي، جن هن زبان جي وساريل ورقن کي هڪ دفعو ٻيهر ڪتابن جي زينت بنائي، عالمي سطح تي هن ٻوليءَ جي پذيرائي ڪرائي. ان سلسلي ۾ سر بارٽل فريئر، جارج اسٽئڪ، ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، رچرڊ برٽن، بٽرو ايلس، گريئرسن، ايچ ٽي سورلي، اينيَ ميري شمل ۽ ايلسا قاضيءَ جون خدمتون وسارڻ جوڳيون ڪين آهن. انهن عالمن سنڌي ٻولي، سنڌي لغت، گرامر، سنڌي شاعري ۽ شاعرن تي تحقيق ڪري پڌرو ڪيو تہ هن زبان جو علم و ادب دنيا جي ڪنهن بہ ٻوليءَ جي علم و ادب کان پنهنجي معيار توڙي مقدار ۾ ڪنهن بہ لحاظ کان گهٽ ڪونہ آهي. ستت ئي ننڍي کنڊ جو ورهاڱو عمل پذير ٿيو هن ورهاڱي، جتي سنڌ جي سماجي، تهذيبي ۽ معاشي قدرن کي پائمال ڪيو اتي سڀ کان وڏو ڇيهو سنڌي زبان کي رسيو. ڇاڪاڻ تہ هن زبان جا پارکو اڪثريت ۾ پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي هندستان هليا ويا، ان جي برعڪس هتي جيڪي مهاجر آيا، انهن پنهنجي تهذيب تمدن ۽ ثقافت سان گڏ ڏاري ٻولي پڻ آندي ۽ سنڌي، جيڪا هتان جي ماڻهن جي مقامي زبان هئي، هنن ان کي تبديل ڪري ڏاري زبان کي ان جي مٿان مسلط ڪري ڇڏيو جنهن سبب لساني فسادن منهن ڪڍيو. ڇاڪاڻ تہ ڪوبہ سماج پنهنجي خاص ٻولي ۽ ان ۾ لکيل تاريخ ذريعي ئي سڃاتو وڃي ٿو. ٻوليءَ جي ان تاريخي اهميت کي بيان ڪندي ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو لکي ٿو تہ، ”ٻولي سماجي حيثيت ۾ سماج جي اها وڏي ۾ وڏي طاقت آهي، جيڪا شايد ٻي هر طاقت کان وڌي ۽ طاقتور آهي. ٻوليءَ جو ڪم آهي ڪلچر کي سموهڻ ۽ سنوارڻ، پر ٻوليءَ وسيلي ڪلچر جي تاريخي منتقلي بہ تمام اهم ۽ ظاهر آهي. هن طرح ٻولي ڪلچر جي وٽن کي پکيڙڻ جو هڪ وسيلو آهي.“(10)

جڏهن ان ٻوليءَ تي پابندي مڙهي وجي، ته پوءِ ڪا به سجاڳ قوم خاموش تي نه ٿي سگهي. سنڌين به پنهنجي ٻولي ۽ سڃيتا جي بچاءَ لاءِ متحد ٿي، سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان قلمي ۽ عملي جدوجهد ڪري، حڪومت جي ان فيصلي کي غلط ثابت ڪري، پنهنجي ان تهذيب ۽ ثقافت جي پاسداري ڪئي، جنهن جون پاڙون پنج هزار سال پراڻيون آهن. جنهن جا ماڻهو نه صرف تهذيبي ۽ تجارتي لحاظ کان مالا مال هئا، پر علمي سطح تي پڻ سندن مقام بلند هو. ارتقا ۾ ان جي تاريخي حيثيت بيان ڪندي تجزيه نگار لکي ٿو ته *"دنیا میں جہاں کہیں سے قدیم ترین تہذیبی آثار ملے ہیں وادی سندھ ان میں شامل ہے یہاں کے آثار پانچ ہزار سال پرانے ہیں جن مقامات سے یہ تہذیبی کھنڈرات ملے ہیں ان میں موہن جو داڑو (لاڑکانہ سندھ) اور ہڑپہ (پنجاب) شامل ہیں۔ ان کھنڈرات سے دریافت ہونے والی اکثر اشیا پر ایک خاص قسم کی عبارت کندہ ہے جو کہ اس بات کی غمازی کرتی ہے کہ یہاں کے مقیمین بڑے مہذب و متمدن تھے اور وہ نہ صرف خود تعلیم یافتہ تھے بلکہ زندگی کے تمام شعبوں میں تعلیم کو اہمیت اور اولیت دیتے تھے۔ انہوں نی اپنی زبان کو ترقی دے کر ایک خاص قسم کا تعلیمی نظام وضع کیا تھا جس کے تحت پورے سماج میں ایک ہی طرح کی تعلیم دی جاتی اور کاروبار و تجارت اور زندگی کے ہر مرحلے میں زبان کو تحریر کی بندشوں میں لایا جاتا تھا۔"* (11)

هيءَ اها زبان آهي جنهن مان اڄ به تخليق جا وڻ ائين ٿي ڦٽن ٿا، جن جون ٽاريون اڄ به علم جون ٿڌيون ڇانئون ٻنجي ڪيترن ئي مسافرن کي ننهڻ اس ۾ ٿڌي ڇانوَ فراهم ڪن ٿيون. ٻوليءَ جي ان ادبي، تاريخي ۽ ثقافتي حيثيت ۽ اهميت کي بيان ڪندي، شهزادو گلفام لکي ٿو ته، "ڪنهن به قوم جو سرمايو ان جي ٻولي، ۽ ان ٻوليءَ ۾ تخليق ڪيل ادب هوندو آهي، جنهن مان ان قوم جي تهذيب ۽ ثقافت جي لحاظ کان بلندي ۽ پستي، ڪمال ۽ زوال، امارت ۽ افلاس جو اندازو لڳائي سگهبو آهي. اهو ادب ئي هوندو آهي، جنهن مان ڪنهن قوم جي تاريخ، زنده دلي ۽ مرده دلي، طاقت ۽ ڪمزوري، زنده رهڻ لاءِ ڪيل جدوجهد، همت ۽ بزدلي، ماضي ۽ حال جي پروڙ پئي ٿي."(12)

۽ جڏهن ته عبدالله مگسي ٻوليءَ جي ان تاريخي تهذيبي ورثي جي نشاندهي ڪندي لکي ٿو ته "زبان ڪنهن به قوم جي ثقافت جو بنياد ۽ ان جي فروغ جو اهم ذريعو هوندي آهي." (13)

ورهاڱي بعد جڏهن ان کي سازش ڪري سنڌي نصاب کان ٻ الڳ ڪيو ويو تڏهن سنڌ ۾ هر طرف کان مزاحمت جي لهر پيدا ٿي. ادب پڻ انهي مزاحمت جو اهم حصو بڻيو ۽ سنڌي اديبن پنهنجي تخليقي عمل اندر اهڙو ادب متعارف ڪرايو جيڪو تاريخ جي هر دؤر ۾ امر رهندو.

هن دؤر جي اديبن سنڌي زبان جي قومي ۽ ثقافتي حيثيت کي مڃرائڻ لاءِ ڀرپور جدوجهد ڪئي. سندن مطالبو هو تہ سنڌي ٻوليءَ کي سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ڏنو وڃي. دنيا ۾ هر هنڌ اهو مڃيل قاعدو آهي، تہ جنهن بہ ٻوليءَ جا ڳالهائڻ وارا هزارن کان مٿي هجن، ۽ جنهن بہ ٻوليءَ ۾ ساهت لکيو ۽ پڙهيو وڃي، ان کي ان علائقي جي قومي ٻولي مڃيو ويندو آهي. ان جو مثال روسي شاعر ۽ ناول نويس سيمناف جي هنن سٽن مان وٺي سگهجي ٿو جيڪي هن "ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس" ۾ پڇيل سوال جي جواب ۾ چيون هيون تہ "اسان وٽ اها مڃيل حقيقت آهي، تہ ڪنهن بہ ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ ڀلي ڪٿي ڪيترا ئي ٿورا ڇو نہ هجن، پر جيڪڏهن هنن وٽ پنهنجي الڳ ٻولي آهي، ۽ هو ان کي لکڻ پڙهڻ چاهين ٿا، تہ ائين ڪرڻ لاءِ انهن کي هر ڪو حق آهي، ٻيا سيئي ماڻهو هنن جي انهيءَ حق جو احترام ڪرڻ لاءِ ٻڌل آهن، پوءِ ڀلي ڪٽي اهي ڪيتري بہ تعداد وارا ڇونہ هجن."(14)

ان سلسلي ۾ هر ليکڪ جو پنهنجو نرالو ۽ منفرد انداز بيان رهيو آهي. ڪنهن پنهنجي تخليقن ۾ نج سنڌي زبان ۽ ان جي محاورتي ٻولي، ۽ چوڻين کي پنهنجي ادب وسيلي متعارف ڪرائڻ جون ڪوششون ورتيون، تہ ڪنهن وري سنڌ جي ثقافت جي قديم تهذيبي ورثي کي جديد قدرن سان پيش ڪيو، سندس روايتي عظمت کي اهڙي تہ سهڻين تشبيهن ۽ اهڙي تہ اثرائتي انداز سان بيان ڪيو جو اڳتي هلي سندن تصنيفون سنڌي ادب جو معياري ورثو ثابت ٿيون. انهن سڀنيءَ ۾ نجم عباسيءَ جو ڪردار برابر اهم حيثيت جو حامل آهي. هن سنڌي ٻوليءَ سان ٿيندڙ انهن سرڪاري توڙي غيرسرڪاري ويساهہ گهاتين خلاف تمام گهڻو لکيو. سندس ڪيترين ئي ڪهاڻيون مثال:"ديسي سيٺ ڪڄن"، "دٻي ۾ ٺڪريون"، "سمنڊ ٿو پڪاري"، "هاٺوڪو خان واهڻ"، "نئون محاذ"، "هڪ نعرو"، "انگ اکر" ۽ "سمنڊ ٿو پڪاري" وغيره انهيءَ پس منظر ۾ لکيل آهن. نجم عباسيءَ

جون ڪهاڻيون سنڌي ٻوليءَ جي سونهن آهن. نج سنڌي محاورا ۽ انهن جي مطابق ٺيٺ مڪالما، جنهن ۾ سنڌس عام فهم ۽ سلاست سان ڀرپور استعمال ٿيندڙ ٻولي، جنهن کي پڙهڻ سان پنهنجائپ جو احساس جاڳي، سنڌس ڪهاڻيءَ جي اهم خاصيت آهي. هن پنهنجي ڪهاڻين جي ذريعي پڙهڻ وارن ۾ شعوري سجاڳيءَ جي لهر پيدا ڪئي، ان ڪري هن پنهنجي بيان جو طريقو سادو يا ڪٿي ائين چئجي ته سليس سنڌي زبان کي بنايو ته جيئن سنڌس پيغام پڙهندڙن تائين آسانيءَ سان پهچي وڃي. عبدالقيوم صائب جي لفظن ۾ ته، ”هن جي ٻولي ۽ ادبي معيار جي باري ۾ ايترو چئبو ته هن جي ٻولي سادي، سپڪ، وقتائتي ۽ اثرائتي ٿئي ٿي. سهڻا محاورا، سهڻيون چوڻيون ۽ سهڻيون تشبيهون استعمال ڪرڻ سان گڏ ڪهاڻين جا سهڻا پس منظر ۽ پيش منظر پيش ڪري ٿو.“ (15)

سنڌي ٻوليءَ تي ڪنيل ڪات ڪهاڙن خلاف ڀرپور مزاحمت، ۽ ان جي علمي، ادبي ۽ سماجي حيثيت کي برقرار رکڻ لاءِ نجم عباسيءَ جي ڪاوشن کي ساراهڻ بنا رهي نٿو سگهجي. ٻوليءَ جي نالي تي ٿيل فسادن دوران اهي ليکڪ ئي هئا، جن پنهنجي فن ۽ فڪر ذريعي سنڌي ٻوليءَ جي قديم تهذيبي ۽ تمدني حيثيت کي برقرار رکڻ لاءِ جيڪو قلمي پورهيو ڪيو، اهو اڄ به ادبي تاريخ ۾ روشن باب جيان پڙهيو ۽ ساراهيو وڃي ٿو. موهن ڪلپنا ٻوليءَ جي ثقافتي اهميت کي بيان ڪندي لکي ٿو ته ”ٻوليءَ جو هڪ ڪلچرل پهلو به آهي، هر ٻولي پنهنجي جاتيءَ جي هڪ ياداشت آهي. هوندئن به هر ٻوليءَ کي پاڻ بچائڻ جي شڪتي رهندي آهي، ان ڪري سنڌي ٻوليءَ جي مرڻ جو سوال ئي نٿو اٿي، ۽ اڃا ته سنڌ قائم دائم آهي، ان ڪري سنڌي ٻوليءَ کي مرڻ جو خطرو ڪونهي.“ (16)

سنڌي ۽ اردو زبان درميان اهي ملاڪڙا صرف ون يونٽ دؤر تائين محدود نه، بلڪ 1972ع ۾ جڏهن ملڪ تي پهرين مڪمل جمهوري حڪومت هئي، جنهن جو وزيراعظم هڪ سنڌي هو اهو دؤر به هن لساني فسادن کي روڪي نه سگهيو. بقول زاهده حنا جي ته، "۱۹۵۸ع کے مارشلا میں جنرل ٹکا خان نے سندھی زبان پر جو کلہاڑا چلایا اور ۱۹۷۲ع کی جمہوری حکومت نے سندھی اور اردو کے درمیان جو ملاکھڑا کروایا، اس نے سندھی اور اردو کے بیشتر ادیبوں کو غیر متوازن کر دیا۔" (17)

ٻوليءَ جا اهي فساد، ان ڪانپوءِ بہ سنڌي ۽ اردو زبان ۾ تنازعي جي صورت ۾ ٿيندا رهيا. نجم عباسي انهن سيني دؤرن جو اکين ڏٺو شاهد هو ان ڪري ان جي لکڻين ۾ گهڻي ڀاڱي اهو موضوع شامل رهيو. پنهنجي قومي ٻوليءَ جي پراڻي حيثيت کي برقرار رکڻ لاءِ سندس ڪيل خدمتن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. پاڪستان جي قيام کانپوءِ سنڌي زبان ۽ ثقافت جي خلاف جيڪي سازشون ٿيون، ان ۾ نجم عباسيءَ جي دل ۾ پنهنجي ٻولي ۽ سڀيتا لاءِ وڌيڪ فڪر جنم ورتو. پنهنجي ٻوليءَ جي دفاع لاءِ قلم کڻڻ جو جذبو فطري ڳالهہ آهي، جنهن کي تعصب نہ، بلڪ سندس قوم پرستي يا سنڌ دوستيءَ جو عمل چئي سگهجي ٿو. هن جي نظرين ۽ عملن ۾ شدت، اسٽيبلشمينٽ جي سنڌ دشمني، ۽ سنڌ ۾ ٻاهران اچي آباد ٿيندڙن جي منفي روّين جو منفي دخل هو جنهن کيس باغيانا ۽ ڪلم ڪلا اظهار ڏانهن راغب ڪيو.

ان کان علاوه هن سنڌي ٻوليءَ جي اصل تهذيب ۽ تمدن کي برقرار رکڻ لاءِ نج سنڌي ماحول، ۽ ڪردارن کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، سنڌي ٻولي ۽ سڀيتا کي فروغ ڏنو. سندس افسانا سنڌي سماج ۽ زندگيءَ جو وستار آهن جن ۾ سنڌي سماج جو حقيقي عڪس پوشيده آهي. ان کان علاو سڀ کان نمايان ڳالهہ جا سندس ڪهاڻين اندر منفرد انداز رکي ٿي، سا هيءَ آهي تہ هن انگريزي زبان جا اهي لفظ جيڪي سنڌي توڙي ٻين زبانن اندر مروج ٿي چڪا هئا، ۽ سماج ۾ روزمره جي زندگيءَ ۾ استعمال جو هڪ حصو بنجي ويا هئا، هن انهن لفظن جا نعم البدل سنڌي لفظ جوڙي، پنهنجي ڪهاڻين ذريعي پڙهندڙن ۾ متعارف ڪرايا. هيٺ ڪجهہ اهڙا لفظ پيش ڪجن ٿا:

ٿرما ميٽر: تپ تپاسٽي

ٽيليويزن: ڏور ڏسٽي

پوسٽ مارٽم: وڍ ڪٽ

رسيور: جهٽو

بريڪ: رڪٽي

بيڊ روم: سمهڻ ڪوٺي

ڊرائنگ هال: اوطاق صفحو

فرج: ڪيٽ ٽارٽو
بلڊ پريشر: رت جو وڌيل داٻ
ٽيپ رڪارڊ: آواز بند
ايڊوانس: سوٽيون
فٽ پاٿ: پنڌ پيچرو
شهيد: سدا حيات
فون نمبر: ڏور ڳالهائيندڙ انگ وغيره
- پر اها ٻي ڳالهہ آهي تہ اهي سيئي لفظ سنڌي سماج جي روزمره زندگيءَ اندر يا سنڌي ٻوليءَ ۾ مروج ٿي نہ سگهيا.

نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين ۾ انهن سيني سياسي توڙي سماجي، علمي توڙي ادبي پاليسين جي ڀرپور مخالفت ڪئي، جيڪي سنڌ، سنڌي يا سنڌي ٻوليءَ کي هاڃو رسائڻ لاءِ سرڪاري، يا نجي سطح تي لاڳو ڪيون پئي ويون. هن جي سوچ، فڪر ۽ فني سگهہ، سڀ ۾ پنهنجو منفرد انداز هو. سندس ڪهاڻيون حب الوطني ۽ قومي جذبي سان ٽمٽار پنهنجي زبان، تهذيب، روايات ۽ ثقافت جون امين آهن. هن پنهنجي ڪهاڻين ذريعي سنڌين جي سياسي، معاشي، اخلاقي، قومي ۽ روحاني سکيا ڪئي. خاڪي جوڻيو سندس فن جي مڃتا هنن لفظن سان ڪئي آهي تہ، "ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو سنڌ جي آجپي ۽ آزاديءَ لاءِ اهو ئي ڪردار آهي، جيڪو روس جي سوشلسٽ انقلاب لاءِ ٽالسٽاءِ، گورڪي، دوستو وسڪي، گوگول ۽ چيخوف جو آهي. جهڙيءَ طرح مٿين اديبن جي ڪهاڻين ۽ ناولن روسي انقلاب لاءِ عوام جي ذهني تربيت ڪئي، تهڙيءَ طرح نجم عباسيءَ جي لکڻين سنڌ جي آزادي ۽ انقلاب لاءِ، سنڌي عوام جي ذهني ۽ روحاني سکيا ڪئي. سندس لکڻين سنڌي ماڻهن کي انقلابي ۽ عوامي ادب پڙهڻ تي هيرايو آهي. سندس ڪهاڻين جو انداز جيئن تہ عوامي آهي، ان ڪري سنڌ جو عام ماڻهو بہ سندس ڪهاڻين کي نہ صرف پڙهي ٿو پر سمجهي بہ ٿو جيڪا هڪ ليکڪ جي وڏي خوبي آهي." (18)

نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين ۾ نج سنڌي ماحول اندر نج سنڌي ڪردار ۽ ٻوليءَ کي فروغ وٺايو. جنهن جو واضح مقصد سنڌي ٻوليءَ جي عظمت کي پڙهندڙن سامهون آڻڻ سان گڏ، ڪيس پنهنجي مقام تائين رسائڻ

هو. هن ليڪڪ جيڪو لساني، قومي ۽ تهذيبي شعور جو ٻج پوکيو اهو اڄ وڏي وڻ تي پڪو آهي، ۽ ليڪڪن سنڌي ٻوليءَ سان ٿيندڙ انهن عقوبتن ۽ ويساهه گهاتين خلاف مزاحمت جي شمع اڄ به روشن رکي آهي. اها حقيقت پنهنجي جاءِ تي قائم آهي، ته اڄ به اسان جي اها مادري زبان سنڌ اندر قومي زبان جي حق کان محروم آهي. دنيا ۾ جتي به جيڪا قوم گهٽائي رکي ٿي، ان کي پنهنجي مادري زبان ۾ علم حاصل ڪرڻ جون سڀ سهوليتون ميسر آهن، جنهن جي بدولت هو پنهنجي علم و ادب، تهذيب و تمدن ۽ ريتن رسمن ذريعي پنهنجي ثقافت کي جيئاري، سندس اهميت کي دنيا ۾ متعارف ڪرائي، سندس مانُ مٿاهون ڪن ٿا. ڪيول ملڪاڻيءَ جي لفظن ۾ ته "ٻولي ۽ ادب سماج جي زندگيءَ جو روح هوندا آهن. سنڌي ٻولي ۽ ادب، سنڌي زندگي ۽ فڪر جي گونا گونيت ۽ معيار جو عڪس آهن."(19)

پر هتي خاص طور تي سنڌ ۾ ان جي برعڪس، سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ جو عيب تصوّر ڪري، ان کي پوئتي ڌڪڻ ۽ هڪ ٻئي پٺيان لڳاتار سازشن ذريعي، سندس قدر و قيمت گهٽائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ڪئي ويئي. پر سنڌي ليکڪ سنڌي زبان جي ان قومي ۽ ثقافتي حيثيت کي برقرار رکڻ لاءِ، مسلسل جدوجهد جاري رکي، جا اڄ به جاري ۽ ساري آهي. ٻوليءَ جي ان بنيادي ۽ تمدني حيثيت کي واضح ڪندي، سنڌي ٻوليءَ جي برک عالم، اديب، دانشور ۽ ماهرِ لسانيات ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مشهور زمانہ شاعر، مولانا روميءَ جي شعر جي مفهوم سان بيان ڪندي لکيو آهي ته "هر ڪنهن کي پنهنجي جدا ٻولي مليل آهي ۽ هر ڪنهن جي هڪ جدا طرزِ زندگي آهي، هند وارن کي هند جي ٻولي جڳائي، ۽ سنڌ وارن کي سنڌ جي ٻولي سونهين_ مطلب ته هر قوم کي پنهجي هڪ نرالي ٻولي آهي، هڪ نرالو تمدن آهي ۽ جيئن ته اهي خصوصيتون قانونِ فطرت جي عين مطابق آهن، انهيءَ ڪري انهن جو احترام به لازم آهي." (20)

هڪ ماڻهوءَ جو پنهنجي ڪلچر، زمين ۽ ٻوليءَ سان اٿاهه عشق جو جذبو فطري هوندو آهي، نجم عباسيءَ جو عشق به ان جو حصو آهي، جنهن نيٺ سنڌي ٻوليءَ کي وافر مقدار ۾ پنهنجي ڪهاڻين ۾ شامل ڪري، عام ماڻهن تائين سندس وقار ۽ عظمت کي رسائي ڏني. سندس ڪهاڻين ۾ ڪٽر پڻي وارو روّيو دراصل پنهنجي ٻوليءَ لاءِ لڙندڙ جنگ جو هڪ حصو هو.

مرڪزي خيال: افسانيءَ جيءَ لوازمات ۾ مرڪزي خيال جي پنهنجي جدا گانا حيثيت آهي. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن ڪنهن ڪهاڻيءَ کي بيان ڪرڻ جو سبب ئي نہ هوندو تہ اها بي جان لڳندي.

مرڪزي خيال مان ئي خبر پوندي تہ ليکڪ ڇا ٿو چوڻ چاهي. جنهن جي وضاحت پروفيسر ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو هن طرح ڪئي آهي تہ "هر هڪ اديب ڪنهن نہ ڪنهن خيال فڪر سان پنهنجي تخليق کي دلڪش ۽ وڻندڙ بنائي ٿو. افسانہ نگار زندگيءَ جي ڪنهن فلسفي هيٺ افساني ۾ پنهنجو نقطہ خيال آڻي ٿو جنهن کي هو اهڙي ڍنگ سان پيش ڪري ٿو جو اهو پنهنجو منفرد انداز اختيار ڪري ٿو وٺي." (21)

هر ليکڪ پنهنجي سوچ ۽ فڪر آهر ئي لکندو آهي، ۽ ان جي ڪري ئي هڪ ليکڪ ٻئي ليکڪ کان جدا حيثيت رکندو آهي. مثال طور محمد عثمان ڏيپلائي ۽ ڊاڪٽر نجم عباسي توڙي ان قسم جا ٻيا ليکڪ انقلابي سوچ رکن ٿا، جيڪا سندن ڪهاڻين جي مرڪزي خيال مان پڌري ٿئي ٿي. جڏهن تہ آغا سليم ۽ غلام نبي مغل رومانوي سوچ جا حامل آهن، تہ امر جليل ۽ نسيم کرل سماجي فڪر جو اظهار رکن ٿا.

ڪهاڻيءَ جو موضوع يا مرڪزي خيال، ڪهاڻيءَ جي ڪاميابيءَ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري ٿو ڇاڪاڻ تہ ان جي ذريعي ئي ليکڪ پنهنجا ويچار، مقصد ۽ آس پاس جي ماحول يا حالتن مان اخذ ڪيل تجربو يا مشاهدو پڙهندڙن جي سامهون آڻي ٿو جنهن مان سندس سماجي شعور جي پروڙ کان علاوه ملڪ جي اقتصادي، معاشي ۽ ثقافتي تبديلين متعلق سندس نظرياتي شعور جي پڻ مَعلومات ملي ٿي. نجم عباسي بنيادي طور قوم پرست فڪر جو ترجمان هو جنهن سبب سندس ڳاڻيتي کان وڌيڪ ڪهاڻيون ان فڪر سان لاڳاپيل نظر اچن ٿيون. بقول طارق اشرف جي تہ "نجم جي ڪهاڻين ۾ قوميت هوندي آهي."(22)

نجم عباسيءَ جو پنهنجو منفرد اسٽائيل هو. هو ڪٿي بہ پنهنجي جائز حقن حاصل ڪرڻ لاءِ سمجهوتي يا صبر جو پيغام نٿو ڏيئي، بلڪ سندس ڪهاڻيون جدوجهد آزاديءَ جو عملي نمونو پيش ڪندي نظر اچن ٿيون. هن پنهنجي ڪهاڻين جا موضوع ۽ ڪردار، عام سنڌي ماڻهن جي زندگيءَ سان وابستہ رکيا آهن، جن جو مرڪزي خيال سنڌي معاشري جي

اصلاح ۽ قومي سطح تي سنڌي سيپيتا کي متعارف ڪرائڻ سان گڏ، سنڌي قوم سان ٻين صوبن جيئان برابريءَ واري سلوڪ روا رکڻ جي فلسفي تي ٻڌل هو. مطلب تہ سندس ڪهاڻيون گهڻي ڀاڱي "سنڌيت" جي فڪر سان مالامال هيون، ان ڪري ئي سندس ڪهاڻين جا اڪثر موضوع سنڌ جي سياسي، تاريخي ۽ سماجي پس منظر جي نمائندگي ڪندي نظر اچن ٿا. زيب سنڌي سندس ڪهاڻين جي مرڪزي خيال بابت لکي ٿو تہ "سندس ڪهاڻين جا موضوع وسيع هئا، جن ۾ سڀ کان طاقتور موضوع جنهن جي پرچار گهڻي ڀاڱي سندس ڪهاڻين جو موضوع رهي، اها "سنڌيت" هئي. هو پنهنجي ڪهاڻين ذريعي سنڌي ماڻهن ۾ سياسي ساجاهہ ۽ قومي شعور جاڳائڻ سان گڏ، انهن کي پنهنجي حقن جي حاصلات لاءِ وڙهڻ جو پيغام ڏئي ٿو."(23)

نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعي طور جائزو وٺبو تہ اهي گهڻي ڀاڱي سنڌ ۽ سنڌي معاشري جي مسئلن تي مشتمل نظر ايندين، ڇو تہ هي ڪهاڻيون جنهن دؤر ۾ لکيون ويون، اهو سياسي ۽ ادبي لحاظ کان وڏي اٿل پٿل وارو دؤر هو جنهن ۾ گهڻي ڀاڱي قومي سجاڳي ۽ سماجي اصلاح جي ضرورت هئي، ان ڪري ان دؤر جون اڪثر ڪهاڻيون سياسي يا ثقافتي لاڙن تي مبني حقيقتن کي بيان ڪندي نظر ايندين. گڏوگڏ اهي مذهبي ڪٽرپڻي، سماجي فڪر ۽ طبقاتي ڇڪتاڻ جي بہ نمائندگي ڪندي نظر اچن ٿيون. ورهاڱي کان پوءِ سنڌ ۽ سنڌي قوم ڪهڙين حالتن مان گذري، اهو ڪنهن بہ ماڻهوءَ کان شايد ئي وسريو هجي. پنهنجي مٽيءَ، پنهنجا ماڻهو پنهنجي ثقافت ۽ پنهنجي ٻوليءَ تي ڌاڙو هڻندڙ انهن قوتن جي آڏو جيڪي ماڻهو اٿي کڙا ٿيا هئا، انهن ۾ سرِفهرست اسان جو اهو باشعور علمي ادبي جٿو هو جنهن انهن مشڪلاتن ۽ مصيبتن کي منهن ڏيئي، سنڌي سماج ۽ ان جي ثقافت کي بچايو. بقول جامي چانڊيو جي تہ "ون يونٽ جي زماني ۾ سنڌي اديبن ۽ دانشورن جو هڪ ڪردار هو. انهن ادب، علم ۽ ادبي تحريڪ وسيلي سنڌ ۾ وڏي سجاڳي آندي، مزاحمت ڪئي ۽ قومي شعور پيدا ڪرڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو." (24)

اهو ئي سبب آهي جو نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جا موضوع گهڻي ڀاڱي قومي، لساني ۽ تهذيبي استحصال، طبقاتي مت ڀيد ۽ مذهبي ڪٽر پڻي جي ننداا ڪرڻ واري فڪر سان مالا مال نظر اچن ٿا.

## ڪردار نگاري:

ڪردارُ: فارسي زبان جو لفظ آهي، ان جو جمع ڪردارَ آهي. نحوي لحاظ کان اسم مذڪر آهي. لغوي معنيٰ: طرز روش - طورُ - طريقو- قاعدو شغل - ڪم - عمل - ڏنڍو- چال چلن - روَيو- اخلاق - ورتارو- ورتاءُ - عادت - لڇڻ- افعال - خصلت- وغيره

افساني جي سٽاءَ ۾ ڪردار نگاري بنيادي حيثيت رکي ٿي. ڪهاڻيڪار ڪردارن جي ذريعي واقعن ۽ حالتن کي ڪهاڻيءَ جو موضوع بنائي، پنهنجو موقف پڙهندڙن جي سامهون پيش ڪندو آهي. ڪردار يا ڪردارنگاريءَ جي ڪهاڻيءَ ۾ ڪهڙي اهميت آهي، ان بابت مختلف عالمن ۽ اديبن جي ڏنل راءِ پيش ڪجي ٿي:

آڪسفورڊ ايڊوانس لرنرس ڊڪشنريءَ ۾ ان بابت لکيل آهي ته:

"All the qualities and features, that make a person group of people and places different from others." (25)

علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جو ان لاءِ هيءُ چوڻ آهي ته، "ڪنهن شيءِ جو اهڃو اهڃاڻ يا علامت، جيڪا ان شيءِ جي ڪنهن خاص حقيقت ڏانهن اشارو ڪري، جنهن مان ان جي سڃاڻپ، اصليت ۽ منهن مهانڊي وغيره جي خبر پوي." مطلب ته اهڙو گڻ يا لڇڻ، جنهن جي ڪري هڪ شيءِ ٻي شيءِ کان سڃاپجي، يا الڳ ۽ ممتاز نظر اچي." (26)

ڪردار نگاريءَ جو پڻ ڪهاڻيءَ کي اڳتي وڌائڻ ۾ ڀرپور ڪردار نظر اچي ٿو. ڪردار نگاريءَ جي اهڙي اهميت انسائيڪلوپيڊيا آف امريڪا ۾ هن طرح بيان ڪئي ويئي آهي ته:

"Characterization: in literaturet is the presentation of attitudes and the behaviour of imaginary persons in order to make them credible to the authors, audience.Characterization is unique features of such fictional forms as the short story, novel, drama, and narrative poetry."(27)

ناول جي فني جزن مان ڪردار نگاري نهايت اهم آهي. ناول جي ڪهاڻيءَ ۾ جيڪي انسان حصو وٺندا آهن، انهن کي ڪردار چئبو آهي. ناول جا ڪردار اڻ ٽيڙا ٿي نٿا سگهن. اهي دنيا جا انسان ٿي هوندا آهن.

ڪنهن به ڪهاڻيءَ يا ناول جي ادبي مقام مقرر ڪرڻ لاءِ اهو ڏسڻو پوي ٿو ته مصنف گهڻا جيئرا جاڳندا ڪردار تخليق ڪيا آهن؟ ۽ هن ڪردارنگاريءَ لاءِ ڪهڙين صلاحيتن جي اظهار جو ثبوت ڏنو آهي.

دراصل ڪردار جا ٻه قسم ٿيندا آهن: "متحرڪ" ٻيو "غير متحرڪ".

"متحرڪ" ڪردار وقت، حالتن ۽ واقعن کان متاثر ٿي، بدلبو رهندو آهي ۽ "غير متحرڪ" ڪردار، ڪو سماجي تنظيم جو نمائندو ۽ ترجمان ٿي، اڪثر اجتماعي ڪردارن سان گڏ ڪو غير متوقع ڪم ڪونه ڪندو آهي، جنهن ڪري اهو غير متحرڪ ۽ جامد ڪردار چئبو آهي. ڪامياب ڪردار جي خصوصيت اها هوندي آهي، ته اهو مصنف جي ننهن تي نچي نه سگهندو آهي. ان ڪي پنهنجي شخصيت هوندي آهي، جنهن ڪري اهو پنهنجي فطري گهرج موجب ٻين ڪردارن سان ڪهاڻيءَ ۾ پنهنجي راهه سان هلندو آهي. ڪامياب ليکڪ جا ڪردار ان جي گرفت ۾ نه ايندا آهن، بلڪ ليکڪ خود انهن ڪردارن جي گرفت ۾ اچي ويندو آهي، ۽ ڪردارن جي راه ۽ فطرت ۾ رنڊڪ بڻجي نه سگهندو آهي. ڪامياب ڪردار جي هڪڙي خوبي سندس وقت، ماحول ۽ واقعي جي اثر کان تبديل نه ٿيڻ يا متاثر نه ٿيڻ به آهي ۽، تبديل نه ٿيڻ جو ڪارڻ ڪهاڻيءَ جي واقعن کانسواءِ ان ڪردار جي شخصيت يا فطرت هوندي هئي.

سنڌي افسانوي ادب ۾ ڪردارنگاريءَ جي لحاظ کان **"بلو دادا"، "شيدو ڏاڙيل"، "پشو پاشا"، "مڪو مست"** ڪافي مقبوليت حاصل ڪئي. هنن ليکڪن انهن ڪردارن جا اسڪيچ اهڙي سٽاءَ سان بنايا، جو اهي شاهه سائينءَ جي سورمين جيئان سنڌي افسانوي ادب جا لازوال ڪردار بنجي ويا، جن کي هنن (ليکڪن) کانپوءِ نون ڪهاڻيڪارن پڻ پنهنجي افسانوي جو حصو بنايو. نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين ۽ ناولن جا ڪردار ڏيان ڇڪائيندڙ ته ضرور آهن، پر افسوس! سندس ڪردار ۽ ڪردارنگاريءَ تي همعصر دؤر جي ڪنهن بہ اديب ۽ نقاد گفتگو ڪونه ڪئي آهي، سواءِ محمد ابراهيم جويي جي- جنهن نجم عباسيءَ جي "ناچڻي" ڪهاڻيءَ جي ڪردار 'ناچڻيءَ' کي، "وطن جي تاريخ ۾، وطن جي ڪڏهن فنا نه ٿيندڙ آزاد روح جو ترجمان سڏيو آهي." (28)

نجم عباسيءَ اهڙيون ڪيتريون ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ سندس ڪردار خارجي توڙي داخلي سطح تي فرد جي آزاديءَ جا قائل نظر اچن ٿا.

هو پنهنجي ڪهاڻين ۾ ڪٿي به ڪردارن کي حالتن ۽ واقعن کان منهن موڙڻ نٿو سيکاري. ان جي برعڪس نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جا ڪردار پوءِ اهي چاهي مرد هجي يا عورت، هميشه بيباڪ، جوشيلا ۽ انقلابيت جا مظهر نظر ايندا، جن جو مقصد سنڌي ماڻهن کي شخصي توڙي قومي سطح تي آزادي، ۽ ڪين معاشري ۾ مساوات جي بنياد تي پنهنجي حقن لاءِ جاکوڙيندي ڏيکاريو ويو آهي. ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي سندس ڪهاڻين بابت لکي ٿو ته، "هن جي افسانوي دنيا ڏاڍي وسيع هئي. ايتري قدر جو پڙهندڙ ان ۾ گهڙڻ سان ئي هڪوار ان جي بوالعجبين ۾ گم ٿيو وڃن. هن جو اسٽائيل اسلوب نهايت گهرو ۽ صاف آهي، ۽ ڪٿي ڪٿي ته عاميانه حد تائين سادو آهي. هن جي ڪهاڻي ڳڻ ڳوٺ ڪردارن جي نرالي رخ يا هلت ۽ ان جي واقعاتي عمل سان ڳنڍيل هوندي آهي. هو ڌرتيءَ جي ماحول ۾ جهاتي پائي ڏسندو آهي، ۽ تلخ واقعن پويان لڪل پوشيده ڳالهين تان پردو کڻندو آهي. ان ڪري بنيادي طور هن جو فن نظريات سان وابسطه هوندو آهي، ۽ هن جي هر ڪا ڪهاڻي ڪنهن نه ڪنهن مقصد سان ڳنڍيل ٿئي ٿي." (29)

ڪردار نگاريءَ جي لحاظ کان نجم عباسيءَ جا ڪردار، روزمره جي زندگيءَ جا عام رواجي انسان هوندا هئا، جيڪي پنهنجي قابليت، محنت ۽ عملن ذريعي حالتن ۽ واقعن جو مقابلو ڪندي، پاڻ کي آدرش يا هيرو ثابت ڪندا هئا. سندس ڪهاڻين جي ڪردارن جي خاص خوبي اها هوندي هئي، جو اهي عام رواجي معاشري جي انسانن جيئان خوبين ۽ خامين تي مشتمل هوندا هئا، جن جي ذريعي نجم عباسي سماج ۾ رهندڙ ماڻهن جي نفسيات، ۽ سندن زندگيءَ جي وهنوار کي پرکي، ڪهاڻيءَ جي روپ ۾ پيش ڪندو هو. هن خاص ڪردار تخليق ڪرڻ بدران ڪهاڻين ۾ مقصد تي گهڻو زور رکيو. پنهنجي موقف کي بيان ڪندي، هن ڪجهه ڪهاڻين ۾ افساني جي لوازمات کي مد نظر رکي، ڪجهه ڪردار، ڪردارنگاريءَ هيٺ آندا آهن.

<u>"دارون هن ديواني جو"</u>: هن ۾ هڪ مجذوب شخص "پريل" جي ڪردار جو اسڪيچ، هن اهڙي طرح سٽيو آهي ته، "پريل جا منهن مهانڊا پاڳلن جهڙا نه هئا، ۽ نه هن جي بدني ساخت چرين، احمقن يا چسن جهڙي هئي، پر هن جا افعال ديوانن جهڙا هئا. هن جي مٿي جا وار بيحد وڏيل، جيئن

سنياسن جون ان مان جتائون نهي سگهن، انهن ۾ چيڙهه ۽ متيءَ جا مڻ، اٽيا ۽ ڪنڊر ونڊڙ ايا، ۽ سخت اهڙا، جهڙا واٽر ڪورس تي سرن جا ٻوڙا! ڏاڙهي جهڙو منجهيل ڪارو سُٽ، ۽ ٻوٽي وانگر تڙيل پکڙيل مڇون ملهن جي شهپرن جيڏيون. متي جا وار هنجي ڪياڙي، ڪنن ۽ نرڙ ڪي ڍڪي ڇڏيندا هئا، ۽ ڏاڙهي ۽ مڇون هنجي ڳلن ۽ وات جو برقعو بڻجي ويندڙيون هيون. هن جو منهن ننڍڙو هيو ۽ ڳتا اندر پيٺل هئا ۽ هن وهيءَ ۾ ٿي گهُنجيل بنجي ويا هوندا، هن جو بدن سڪل ڪانيءَ جهڙو ۽ گهٽو ڪري گدلو ۽ مر سان ٿقيل رهندو هو. هن جا ڪپڙا ڏاڍا ميرا ۽ قاتل هوندا هئا. هن جي پيرن ۾ ڪڏهن چنل چمپل هوندو هو تہ ڪڏهن نہ." (30)

حليي مان مان ٿي ڪردار جي نفسيات ۽ حرڪتن جو سبب معلوم ٿي وڃي ٿو ۽ توهان جيڪڏهن غور ڪندؤ تہ اهڙا ڪردار توهان کي ضرور روڊ يا رستي تي نظر آيا هوندا، جن کي توهان هڪ نظر وجهڻ کان پوءِ نظرانداز ڪري هليا ويا هوندا! نجم عباسي هن ڪردار کي پرکي ڪهاڻيءَ جو ويس ڍڪائي، پڙهندڙن کي اهو تاثر ڏنو تہ معاشري جا اهي ڪردار ڪهڙن سببن جي ڪري ائين دربدر بڻجي وڃن ٿا.

<u>سڙي سارو ڏينهن:</u> اسان جي سماج ۾ مولويءَ جو ڪردار هميشہ عام ماڻهن لاءِ آزار جو سبب رهيو آهي، ڇو تہ اهي (مولوي) پاڻ کي پوري دنيا جي اخلاق جا ٺيڪيدار سمجهن ٿا، ۽ اهو چاهين ٿا تہ ماڻهو اسان جي حڪم جي تابعداري ڪندا رهن. اهڙي ئي هڪ مولويءَ جي ڪردار جي ظاهري روش کي نجم عباسي هن طرح سان بيان ڪيو آهي تہ "مولوي ڪريم داد سڌ تي ٻاهر نڪتو. هن کي در تي اچي ڏاڙهي وارو بزرگ نظر آيو. هو قداور شخص هو ۽ ڊگهي چاپئين ڏاڙهي هئس. هٿ ۾ ناس جي دٻلي، ڪلهي تي ڳلن وارو ڳاڙهو رومال. هن جي ڪپڙي لٽي، منهن مهانڊي ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ مولويا ٺو انداز پڌرو هو."(31)

مطلب تہ پڙهڻ وارو ڪردارنگاريءَ مان ئي ڪهاڻيءَ جو تصوّر سمجهي ويندو هو جيڪا هڪ ڪامياب افسانہ نگار جي ئي خوبي مڃي وڃي ٿي. بقول ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو جي تہ "افسانوي ادب جو رنگ محل جن ٿنڀن تي بيٺل آهي، ڪردار ان ۾ هڪ اهم ٿنڀ آهي. ڪردار جي پنهنجي هڪ نفسيات آهي، جنهن تحت هو ناول، ناٽڪ ۽ افساني جي

ڪهاڻيءَ کي تيڪ ڏئي ٿو. ڪردار جو اپياس هڪ شخص جي حيثيت سان ڪرڻ گهرجي، ۽ ان جي نفسيات کي ائين جاچڻ گهرجي، جيئن هڪ حقيقي شخصيت کي جاچجي ٿو.“ (32)

”ڪوريءَ جي ڪهاڻي“: هن ۾ نظير ڪوريءَ جي ڪردار واتان جاگيرداري سماج خلاف احتجاج ڪندي چوائي ٿو تہ، ”بس هاڻي مان نہ روئندس، آئينده ڳوڙها ڳاڙڻ بدران مان هڪ هڪ ڳوٺ ۾ ويندس، هڪ هڪ هاريءَ سان ملندس، هڪ هڪ وونر وٽ ويندس، هن کي چوندس تہ تون تعليم پراءِ، تون وڪيل بنج، تون منتظم بنج، تون پاڻ ۾ قابليت پيدا ڪر. حڪومت تنهنجي هجڻ گهرجي ۽ تون پنهنجو حق حاصل ڪر، ۽ پنهنجي حڪومت حاصل ڪر.“(33)

”پڌرناما“: هن ڪهاڻيءَ ۾ وري ٻهراڙيءَ جي ٻار جي غربت ۽ مفلسيءَ جو هن طرح اظهار ڪيو اٿس تہ، ”هن جي عمر ست اٺ سال کن هئي. هڙئي سخت سرديءَ ۾ بہ هن جا ڪپڙا اڌپورا ۽ ڦاٽل هئا. هن جا پير اگهاڙا هئا. اهڙي ڇنل گوڏ ٻهريل هئي، جا هن جي گوڏن تائين مس ٿي پهتي. هن کي ميري ۽ ڇيهون ڇيهون ٿيل قميص هئي، ان مٿان اهڙو سئيٽر هو جو نہ رڳو ڪٽل ۽ ڇنل هو پر ان جو رنگ بہ ڦٽي ويو هو. هن جو منهن، پير، ڄنگهون ٻانهون، سيءَ ۽ اٽيائيءَ ڪري ڦٽيل ڦٽيل هيون. هوءَ ڏاڍو سنهڙو ۽ ايرو ٻار هو.“ (34)

”ڪتي جو موت“: هن ڪهاڻيءَ ۾ جيل گهاريندڙ هڪ قيديءَ جي ڪردار جو اسڪيچ هن طرح سان چٽيو اٿس تہ، ”هن جو چهرو سرءَ جي وڻ وانگر مرجهايل آهي. هن جي ڏاڙهي ڏڀ وانگر وڌي ويئي آهي. هن جا چپ ڪلراٺي زمين وانگر سڪي ٺوٺ ٿي سفيد ٿي ويا آهن. هن جو وات جهڙو ناڳ جو ٻر، جنهن مان ڪڏهن ڪڏهن سڪل ۽ ڪاري زبان، مٿل ناڳ جي پڇڙيءَ وانگر پسجي ٿي. هن جون ڏرا ڏئي ويل اکيون ائين ٿيون ڏسجن، ڄڻ تہ پٿرائجي ويون آهن يا سِير وڌل ٻهروءَ جي اکين وانگر اجهاميل آهن.“ (35)

سندس ڪهاڻين جا ڪردار سماج ۾ رهندڙ مظلوم ماڻهو هئا، جن کي هو پنهنجي متحرڪ ۽ مضبوط فڪر سان پُراثر ڪردار ۾ تبديل ڪري، سياسي، معاشي ۽ سماجي انقلاب لاءِ راهہ هموار ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. الهداد ٻوهيو جي لفظن ۾ تہ، ”مضبوط ادب، طاقتور ادب، صالح ادب، بااثر

۾ متحرڪ جمهوريت جي سياسي نظريي جي ڪري نہ پر اديبن جي اخلاقي جرئت جي ڪري، انسان دوستيءَ جي ڪري يا مظلوم اڪثريت جي انهيءَ اخلاقي همت جي ڪري وجود ۾ اچي ٿو جنهن کي 'حاڪم اقليت' ڪنهن نہ ڪنهن طريقي سان ڏاڍ جو نشانو بنائي ٿي." (36)

### منظر نگاري:

افسانوي ادب ۾ ڪهاڻيءَ کي جا مقبوليت حاصل آهي، ان جا ڪيترا ئي اسباب آهن. سڀ کان پهريون سبب ان جو مختصر هئڻ، ٻيو ان جو ڪونہ ڪو مقصد ۽ ان سان لاڳاپيل ڪردار. انهن ڪردارن جي چوڌاري گهمندڙ ڪهاڻي، ۽ ان ۾ ڪردارن جي نفسيات سان ٺهڪندڙ مڪالما، ۽ ان ڪهاڻيءَ جو سمورو وايو منڊل، جنهن کي منظر نگاري چئجي ٿو اچي وڃن ٿا. ڪهاڻيءَ جي مقبوليت ۾ انهن سڀني لوازمات جو هئڻ لازمي آهي، تہ جيئن پڙهندڙن کي مڪمل تفريح حاصل ٿي سگهي. بقول طارق عالم ابڙي جي تہ "پاڻيءَ جا ٻہ حصا هائيڊروجن ۽ هڪ حصو آڪسيجن جو مرڪب آهي، ۽ ڪهاڻي؟ ڪهاڻي مرڪب آهي اٺت ـ جملي ۽ منظرنگاريءَ جو! منهنجي سوچ مطابق جنهن ۾ اهم ترين ڪردار اٺت آهي ٻي حصا، هڪ حصو جملو ۽ منظرنگاري يعني هڪ ڪهاڻي تڏهن ئي ڪاميابيءَ جي منزل ماڻي ٿي."(37)

ان پس منظر ۾ نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو جائزو وٺبو تہ اهي گهڻي ڀاڱي منظر نگاريءَ کان خالي نظر اينديون، ڇاڪاڻ تہ هو پرچاري ادب جو حامي ليکڪ هو. سندس وڌيڪ توجهہ جو مرڪز ڪهاڻيءَ جي مقصد کي ڦهلائڻ هو. ڪا هيڪڙ ٻيڪڙ اهڙي ڪهاڻي نظر ايندي، جيڪا منظر نگاريءَ ۾ لکيل هجي. ان جو سبب اهو ڪونہ ٿو ڀيهي تہ هو ان خاصيت کان واقف نہ هو بلڪ هن جن ٻہ ـ ٽي ڪهاڻين ۾ منظرنگاريءَ کي پيش ڪيو اها پنهنجي جاءِ تي پنهنجو مٽ پاڻ نظر ايندي هو ڪٿي بہ منطق جوڙي، اجائي ڊيگهہ ڏيئي پڙهندڙن کي بور نہ ٿو ڪري، بلڪ سندس ڪهاڻين جي منظرنگاري حقيقي زندگيءَ جي عڪاس نظر اچي ٿي.

"<u>ڇهنڊڙيون</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ سرد رات جو نقشو هن طرح چٽيو ويو آهي تہ "ٻاهر فقط سردي سجاڳ آهي، باقي آسمان جا تارا، رستي جا بلب،

آس پاس جا گهر، رات جو روح، ماحول جي اونده، رولو ڪتا ۽ خود رستو هن آفيسر ۽ سندس بيگم وانگر گهر ۾ آهن.“ (38)

”ڏاڙيل جو جنم“ هن ڪهاڻيءَ ۾ ڳوٺ جي رات جو وايو منڊل هن طرح بيان ڪري ٿو ته ”مٿي آسمان جا تارا ٽمڪي رهيا هئا. ٽڏين جي ”ٽين ٽين“، ڏيڏرن جي ”ٽان ٽان“ جا آواز اچي رهيا هئا. گدڙن جي اوناڙ ۽ ڪتن جي ڀونڪ ٻ وقتي وقتي پئي ٻڌجي. پر واري ڪنهن گهر ۾ همراه آواز بند (ٽيپ رڪارڊ) تي جيوڻي ٻائيءَ جو راڳ ٻڌي رهيو هو.“(39)

سندس منظر نگاري، ڪهاڻيءَ جي واقعن جي اردگرد گهمندي نظر اچي ٿي. مثلاً ڪهاڻي ”ڌمڪاءُ“ ۾ هن خوف هراس جو ماحول هنن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي ته ”جڏهن شهر ۾ حرن جي اچڻ جو اطلاع آيو تڏهن ماڻهو رستن، گهٽين، آفيسن، بازارين مان وٺي ڀڳا ۽ جڏهن ڪجهه ٿاپر ٿي ته هڪ ماڻهو ٻاهر آيو ته ڇا ڏسي ٿو ته شهر جون گهٽيون بازاريون گول چڪرو پڙ ڀانگ لڳا پيا آهن، ڪا پهر نظر ڪانه ٿي آئي. دڪان دار پنهنجا دڪان ۽ گهوڙيا پنهنجا گاڏا ڪليل ڇڏي ڀڄي ويا. ڍور ڍڳا اچي ميون ڀاڄين تي ڪڙڪيا هئا، ۽ ڪُتا ڪاسائين جي پڙن تي گوشت مان وارا ڪري رهيا هئا_ نه ڪٿي ٻاهيون هيون، نه قتل ۽ نه حرا!“ (40)

”ڍبي ۾ ٺڪريون“: هن ڪهاڻيءَ ۾ ورهاڱي کان پهرين سنڌ جي سڌريل حالت، ۽ سندس ڀهراڙين جي سرسبزيءَ جو ذڪر ڪندي، هو تجنيس حرفي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي وسعت کي سامهون رکندي لکي ٿو ته ”ڀهراڙي ۽ ٻنيون، جهنگ ۽ جهوپڙيون، کوهه ۽ کڏون، ڍورا ۽ ڍنڍون، وٽاڻ ۽ واڙا، لوڙها ۽ لانڍيون، پيها ۽ پکيون، واه ۽ وٽڪار باغ ۽ ٻٽ، ڏاند ۽ ڏاچيون، پکي ۽ پوک، جهار ۽ جهرڪيون، نانگ ۽ نوريئڙا، تتا ۽ تاٽ، نار ۽ ناڙي، لابارا ۽ لنب، رومبو ۽ ريج، ڪاتي ۽ ڪيڻ ڳاهڻ ۽ ڳائڻ، کر ۽ کرا، وائرڻ ۽ ونگار چيڙ ۽ شڪار گاگڙا ۽ گنديون، پنيرڪو ۽ ٻيج پني، جهڙ ۽ جهڙالا، بوندون ۽ برسات، سانوڻ ۽ سيارو ساوڪ ۽ سبزي، سڳنڌ ۽ سرهاڻ جوَ ۽ جوئر، ڪٽڪ ۽ ڪپهه، ڪڙ ۽ کير، ڪڙٻ ۽ ڪتر، ترڻ ۽ ترڪڻ، راڳ ۽ رهاڻ، ڀڳتيون ۽ پٽ، ميلا ۽ ملاکڙا، بينون ۽ بوڙينڊا، ڳيچ ۽ ڳجهارتون، جوانڙيون ۽ جوين، سڪ ۽ سنيها، ميل ملاقاتون، وڇوڙا ۽ ورلا، چارڻ ۽ چاڪري، محنت ۽ مزدوري، نياز ۽ نوڙت، لڄ ۽ لحاظ، رسمون ۽ رواج، گلا ۽

گاريون، سادگي ۽ سهپ، مروت ۽ مهمان نوازي، قرض ۽ ڪنگاليٽو ڏڌ ۽ ڏت، آيون ۽ انبڙيون، اجرڪ ۽ اوڇڻ، پٽڪو ۽ پهراڻ، گوڏ ۽ گيتلو ڇيج ۽ ڇيڪڙا، ڀينگا ۽ ڍنگر، ڏاتا ۽ ڏانداريون، ڪارا ۽ ڪانياٽيون، وڏيرا ۽ واٽيا، ڪمدار ۽ ڪامورا، ملا ۽ مرشد، ڊاڪٽر ۽ ڏاها، گوناٽا ۽ ڳنوار. وغيره.“(41)

**"عمر شاديءَ جي سزا"**: هن ڪهاڻيءَ ۾ چانڊوڪيءَ رات ۾ درياءَ جو منظر چٽيندي هو لکي ٿو ته، ”آسمان صاف آهي نه ڪڪر نه ڪاراڻ. تارا ٽمڪندڙ سون جا ٽڪرا لڳن ٿا. درياهه لٽل آهي، ان جو پاڻي صاف ۽ شفاف، ان ۾ چنڊ جو اولڙو لڏي ۽ لمي رهيو آهي. پرئين ڪناري تي لڳل بجليءَ جي بلب جي روشنيءَ جي عڪس جي ليڪ پاڻيءَ ۾ لڙهي رهي آهي. هوا جي ڪري پاڻيءَ ۾ هلڪيون هلڪيون لهرون پيدا ٿين ٿيون.“ (42)

**"سورج هوندي مرجهايل"**: گرمين ۾ ڳوٺ جي ماحول ۽ موسم جو حال بيان ڪندي هو لکي ٿو ته، ”ڳوٺ ۾ گهڙڻ سان ڏسجي ٿو ته ڍگها ڍگها وڻ نم ۽ سرنهه جا آهن. اس ڏاڍي تيز آهي صاف آسمان جڻ آگ پيو وسائي، هوا جڻ ڪنهن دشمن کي ايندو ڏسي دم جهلي بيٺي آهي، ڇُرپر ڪانسواءِ وڻ اٿين ڏسجن ٿا، جڻ گوتم ٻڌ گيان ڌيان ۾ ٻت ٻٽيل آهي.“ (43)

**"ڪهاڻيءَ جي تلاش"**: هن ڪهاڻيءَ ۾ هن ڳوٺ جي شام جي منظرڪشي هن طرح چٽي آهي ته، ”سج لهڻ کي اڃي ويجهو ٿيو. نثار ميمڻ گهر کان ٻاهر نڪرڻ جو خيال ڪيو. رستي ويندي سارو ڏينهن پنيءَ تي ڪم ڪري سانجهيءَ جو مٽي تي ڪانين جي ڀري رکي، پنهنجي جهوپڙيءَ ڏانهن موٽندڙ هاريءَ جو معصوم پٽ... ٻوٽيندڙ وجائيدو ۽ پنهنجي ڌڻ کي هڪليندو ويندڙ ٻڪرار... ڪو ٿڪل ٻڪايل مسافر... پلي گهوڙي تي سوار ۽ پنهنجي نوڪرن چاڪرن سان مينهن واءُ ڪندو مٽي اڏائيندو شڪار تان واپس ايندڙ زميندار... شهر مان سودو سلف ۽ پنهنجي ٻارن لاءِ شيون خريد ڪري ڳوٺن ڏانهن موٽندڙ سادا ڳوٺاٽا... گاهه جون ڀريون ڪٽي ويندڙ ٻهراڙيءَ جون زالفان.“ (44)

**"ديسي سيڻ ڪجن"**: هن ڪهاڻيءَ ۾ ٻن پيار پرين دلين جي ميلاپ جو وايو منڊل شاعرانه انداز هيٺ هن طرح بيان ڪيو اٿس ته، ”چنيسر سانوڻ پسي، سڄڻ کي ساريو هو. سوچي رهيو هو اڄ پيار ڪرڻ جو ڏينهن

آهي، سڄڻ سان ملڻ جو ڏينهن آهي، قرب جون ڪچهريون ڪرڻ جو ڏينهن آهي، سڪ جا ساز ڇورڻ جو ڏينهن آهي، نينهن جا نغما ڳائڻ جهڙو ڏينهن آهي، دل جون تارون ڇيڙڻ جهڙو ڏينهن آهي.“ ساڳي ڪهاڻيءَ ۾ هو اڳتي لکي ٿو ته، ”هو پنهنجي دنيا ۾ هئا. هو پنهنجي جنت ۾ هئا. پيار جون وڄون هيون، پيار جو وسڪارو هو پيار جو سارنگ هو پيار جو ميگهه ملهار هو پيار جا بادل هئا. پيار جي ٽم ٽم هئي، پيار جون ڦينگون هيون، پيار جا ڦڙا هئا.“(45)

## مڪالما:

نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين ۾ جا نمايان خوبي هوندي آهي، جنهن مان پوري ڪهاڻيءَ جو تاثر اُڀري، اها آهي سندس ڪهاڻين جا معنيٰ خيز مڪالما، جن جي پڙهڻ سان ڪهاڻيءَ جو تاثر ۽ مقصد واضح نظر ايندو آهي.

”اتفاق جو مامرو“: هن ڪهاڻيءَ ۾ هو لکي ٿو ته، ”فقط بي عمل، بزدل ۽ چڙو چڙ ماڻهو ٿي“ اتفاق“ تي خوش ٿيندو آهي.“ (46)

”اگهاڙو سماج“ هن ڪهاڻيءَ ۾ زميندارن جي ظلم کان عوام کي نجات ڏيارڻ لاءِ لکي ٿو ته، ”منهنجي خيال ۾ ته ظالم زميندار کان هي بزدل عوام وڏيڪ مجرم آهي. ها! ڪمزوري وڏي ۾ وڏو جرم آهي. ظلم سهڻ پاپ آهي، ته ظلم ڏسي ماٺ ۾ ويٺو رهڻ ان کان گهٽ پاپ نه آهي.“ (47)

نجم عباسي ڪڏهن به پنهنجي ڪهاڻين جي موضوع يا ڪردارن کي حالتن جو غلام بنائي، مايوسين جي قبر ۾ دفن نه ڪيو پر ان جي برعڪس سندس موضوع ۽ ان جا ڪردار بي باڪ، ’جوشيلا ۽ جذباتي طبيعت جا مالڪ، هر مشڪل تي قابو پائڻ سندن مقصد ۾ شامل هوندو هو. جن جو اندازو سندس پرزور جوشيلن مڪالمن مان بخوبي معلوم ٿئي ٿو. مثال: ”سمنڊ ٿو پڪاري“ هن ڪهاڻيءَ ۾ هو لکي ٿو ته، ”بي انصافي ان سان ٿيندي آهي جو ڪمزور، بي علم ۽ زندگيءَ کان خالي هوندو آهي. اسان ۾ سمنڊ جهڙي ساندهه چرپر، جوش ۽ اپار هجڻ گهرجي.“(48)

”دارون هن ديوانيءَ جو“: ۾ سياسي قيدين جو ذڪر ڪندي هو لکي ٿو ته، ”جنهن جا اڳواڻ ئي بيمار آهن سا قوم ڪيئن چڱي ڀلي ٿي سگهندي؟ پوءِ اها بيماري سياسي ۽ طبقاتي ئي ڇو نه هجي!“(49)

نجم عباسي سنڌي زبان جي عقيدت مندن مان هو. ڪيس سنڌ، سنڌين ۽ سنڌي ٻوليءَ سان عشق هو جنهن جو اظهار ڪندي هو "**ولايت مان ولر آيا**" ۾ لکي ٿو ته، "جن ماڻهن جي جاگرافي هڪ آهي، زبان هڪ آهي ۽ ڪلچر هڪ آهي، انهن جو پاڻ ۾ تاريخ جو ناتو پڻ ٿئي ٿو. هو ڪهڙي به مذهب جا هجن هنن جا تاريخي سُورما، ڪهڙي به ڌرم جا هجن، پر هو سڀ انهن تي فخر ڪن ٿا. اهي سُورما جن سندن زمين خاطر قرباني ڏني. پنهنجي ڌرتيءَ لاءِ قرباني ڏني. دشمن سان مقابلو ڪرڻ واسطي، ديس جي سيني مذهبن جا ماڻهو نڪري نروار ٿيندا آهن، گڏ مرندا جيئندا آهن. انسان جي وچ ۾ تاريخ جو رشتو وڏيڪ اونهون ۽ جٽادار ٿيندو آهي." (50)

"**مورچي ۾**": هن ۾ جدوجهد ڪرڻ جا اصل سبب بيان ڪندي لکي ٿو ته، "وڏهبو آهي انقلاب لاءِ، قومي آجپي لاءِ، غير طبقاتي سماج قائم ڪرڻ لاءِ، پنهنجا بنيادي حق حاصل ڪرڻ لاءِ."(51)

"**پهاڙن ۾ واردات**": هن ڪهاڻيءَ ۾ سنڌي وڏيرن جي قومي ڪردار کي واٽکو ڪندي لکي ٿو ته، سنڌ جا وڏيرا قومي غيرت کان ايترو وانجهايل ڇو آهن؟

"اها هنن جي طبقاتي ضرورت آهي ته ڪرسيءَ خاطر پنهنجي قوم ۽ ڌرتيءَ کي تين وال ڪن، اهڙن کي ته ٻڏي مرڻ کپي! ٻڏي مرڻ لاءِ به ته قومي غيرت جو هجڻ ضروري آهي."(52)

هن جي ڪهاڻين جا مڪالما هر قسم جي پرمار قوتن ۽ سماج جي منفي روين خلاف ڀرپور مزاحمت ڪندي نظر اچن ٿا.

"**وڇوڙيون**": هن ڪهاڻيءَ ۾ هو وڏيرن ۽ ملن جي اصل ڪردار کي واٽکو ڪندي لکي ٿو ته، "ملا ۽ وڏيرا سماج جو چورون آهن، ۽ هڪ ٻئي سان ٻٽ آهن."(53)

وڏيرا شاهيءَ نظام خلاف هن ڪيترين ئي ڪهاڻيون لکيون. ان بابت سندس محڄڻ هو ته، "وڏيرو صدين کان سنڌ جو دشمن رهيو آهي. هن نه رڳو پاڻ سنڌين کي تباهہ پئي ڪيو آهي، پر ڌارين جو دلال بنجي سنڌ کي انهن هٿان برباد ڪرائڻ ۾ ڪا گهٽتائي ڪانہ ڪئي اٿائين. انهيءَ ڪري اها بنيادي ضرورت آهي ته وڏيري، ان زهر جي پڙيءَ کي پاڙئون پٽيو وڃي." (54)

"<u>چيڳري</u>" هو پيار جي معاملي ۾ ٻنهي فردن(عورت توڙي مرد) جي آزاديءَ جو قائل آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ هو سماج ۾ پيار تي لڳل پابندين بابت لکي ٿو ته "قومي آزاديءَ لاءِ جنگ، غير طبقاتي سماج لاءِ جاکوڙ سماجي برابريءَ لاءِ ڪوشش ۽ اقتصادي انصاف لاءِ هلچل، انهن سينيءَ جو توڙ اهو آهي ته انسان کي سماج ۾ پيار جي آزادي ملي."(55)

"<u>منتار جو من</u>" هن ڪهاڻيءَ ۾ هو سنڌ تي ڌارين جي يلغار جا اصل سبب بيان ڪندي لکي ٿو ته "جهڙيءَ طرح هڪ غريب ۽ بي پهچ انسان لاءِ، سندس سهڻي ۽ ساماڻيل ڇوڪري جنجال بنجي پوندي آهي، جو وڏيري کان وٺي پوليس واري تائين، پاڙيسريءَ کان وٺي تپيدار تائين، انهي نوجوان خوبصورت ڇوڪريءَ ۾ بُري نظر وجهندا آهن. تيئن سائي ۽ آباد ملڪ تي به ڌارين ملڪن ۽ ڌارين قومن جون نظرون اٽڪي بيهنديون آهن."(56)

هو ڪڏهن به پڙهندڙن کي منجهائي ڪين ٿو. مثال طور سنڌي سماج ۾ جتي عورت کي هميشه ذاتي ملڪيت تصوّر ڪيو وڃي ٿو اتي سندس شخصيت گهر جي سامان جي برابر آهي. اهڙي ئي هڪ عورت جو ڪردار هن ڪهاڻيءَ "<u>سڙي سارو ڏينهن</u>" ۾ پيش ڪيو اٿس. جيڪو ڪهاڻيءَ جي هن مڪالمي مان صاف ظاهر ٿئي ٿو.ته "هوءَ سوچڻ لڳي ته چوندا آهن ته صبر جو ڦل مٺو آهي، پر اهو وڏو دوکو آهي. مونکي زندگيءَ جي تجربي سيکاريو آهي، ته صبر جو ڦل ٿوهر کان وڌيڪ ڪؤڙو آهي، صبر ڪرڻ ۽ مظلوم بنجي ڳوڙها وهائي رحم طلب ڪرڻ سان عورت کي ڪجهه به حاصل ڪونه ٿيندو. هتي بغاوت ۽ جرئت درڪار آهي."(57)

نجم عباسي هر قسم جي پرمار طاقتن خلاف ڀرپور مڪالما لکي، پڙهندڙن کي انهيءَ ذهني خوف کان آجو ڪرايو جنهن سبب هو پنهنجي ذات اندر قيد ٿي، اندر ئي اندر گهٽجي رهيا هئا. نجم عباسي انهن کي ٻڌايو ته پرمار طبقي جا سڀ ماڻهو سنڌن لاءِ هڪ قسم جي بيماري مثل آهن. جنهن لاءِ هو چوندو هو ته "جاگيرداريءَ دؤر جا مکيه ڪردار: وڏيرو، پير ۽ مُلو سنڌي قوم لاءِ ڪينسر ثابت ٿيا آهن."(58)

ان ڪري، هن هڪ ڊاڪٽر ۽ هڪ مبلّغ جيئان، سنڌي قوم جي پنهنجي فن ۽ فڪر ذريعي، صحتمند سماج جوڙڻ لاءِ ڀرپور رهنمائي ڪئي.

## حوالا:


(1) مامتاڻي، شوانند. "سنڌي گلشن" چونڊ سنڌي اصلوڪين ڪهاڻين جو گلدستو لعل باغ ، لکنو:

(2) اتم. "ادب ۽ زندگي" مهراڻ 3 ـ ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1958ع. ص: 110

(3) ويسريو منظور علي. "ترقي پسند تحريڪ ڪي سنڌي ادب پر اثرات"، سنڌي ادبي سنگت سنڌ ڇاپو پهريون 2001ع. ص 176

(4) ٻاٻاڻي، ڪيرت. "ڪجهه ٻڌايم ڪجهه لکايم" (آتم ڪٿا) ص 86 سنڌي ٽائمس پبليڪيشن، 90 لڪشمي مارڪيٽ، الهاس نگر 3

(5) مرزا، مراد علي ( 2) روزانه "عبرت" حيدرآباد: 25 آڪٽوبر 1995ع.

(6) عباسي، نجم. "اوچا ڳاٽ پهاڙن جا" ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن. 1993ع

(7) جويو محمد ابراهيم. "سنڌي ٻولي" تحقيقي جرنل جلد-2، شمارو پهريون، حيدرآباد: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، جنوري مارچ 2009ع.

(8) لالواڻي ڄيٺو لعل ڊاڪٽر. ايضاً

(9) قاضي، علامه آءِ آءِ "سنڌ منهنجي خوابن جي" روشن خيال تعليمي سلسلو 11 حيدرآباد: سي پي سي ايس 2008ع

(10) ٻوهيو الهداد ڊاڪٽر "ادب جا فڪري محرڪ" حيدرآباد: سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت سنڌ، 1984ع. ص: 339

(11) *سندھی زبان کا ارتقاء سندھی زبان اور ادب کی تاریخ* 23

(12) گلفام. "سنڌي ادب" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌيالاجي سنڌ يونيورسٽي 2002ع.

(13) مگسي، عبدالله "ساڃاهه" مئي-جون. ايڊيٽر: خاڪي جويو 1993ع. ص 87

(14) موهن ڪلپنا: "ايشيائي اديبن جي ڪانفرنس ۽ سنڌي ڊيليگيشن"، "مهراڻ" ڄامشورو: 1987ع. ص 284

(15) صائب عبدالقيوم. دارون هن ديواني جو (اپياس) "مهراڻ" ڄامشورو سنڌي ادبي بورڊ 1989ع. ص 132

(16) موهن ڪلپنا. "ائين ڪٿا" (ڪهاڻيون) مهاڳ، ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن. 1990ع

(17) زاهده حنا. "ذکر اياز": (اياز خسرو ڪبير اور پريم ڪا دهاگا)، حوري نوراني. ڪراچي: مڪتبه دانيال پهريون 1999ع. ص: 100

(18) عباسي، تجمر. مهاڳ خاڪي جويو "سوچون هڪ سچار جون" سڪرنڊ: مارئي اڪيڊمي ڪراچي. 1999ع.

(19) ملڪاڻي، ڪيول ۽ تاج جويو. "سنڌي ڪهاڻي" (تاريخ) ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن. 1991ع. ص : 267

(20) بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر. "سنڌي ٻولي ان جو ماضي حال ۽ مستقبل"، "سنڌي ٻولي" تحقيقي جرنل جولاءِ حيدرآباد: سنڌي ٻولي اٿارٽي، سنڌ. 2001ع ص: 8 ـ 7
(21) هَڪڙو ڊاڪٽر انور نگار. "شڪارپور شهر جو سنڌي ادب ۾ حصو" ڇاپو پهريون ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 2009ع.
(22) طارق اشرف. مهاڳ، "دوکو". ليکڪ نجم عباسي حيدرآباد : سهڻي پبليڪيشن 1989ع.
(23) سنڌي زيب. "سنڌي ادب جي سڳنڌ".
(24) چانڊيو جامي. "سنڌي اديبن ۽ دانشورن جو مزاحمتي ڪردار ڇو نه ٿو جڙي؟"، "تبديليءَ جا محرڪ ۽ سنڌ جو آئيندو" حيدرآباد: سينٽر فار پيس اينڊ سول سوسائٽي. 2007ع.
Oxford advanced learners dictionary 7th edition 2005. Oxford University press page no:(25)
(26) علامه آءِ آءِ قاضي، مرتب عبدالغفار سومرو "صوفي لاڪوفي (مضمون ۽ ڪردار ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 2009ع ص 221
The Encyclopdia of America vol: 6, 1985 page no: 291 (27)
(28) جويو، ابراهيم. "ناچڻي"، نجم عباسي حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1978ع.
(29) عرساڻي، شمس الدين ڊاڪٽر. نجم عباسي "سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ص ـ 402 401)
(30) عباسي، نجم. "دارون هن ديواني جو" حيدرآباد : نيو فيلڊس پبليڪيشن 1985ع ص 35
(31) عباسي، نجم ايضاً (سڙي سارو ڏينهن)
(32) جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر. "افسانوي ادب ۾ ڪردار جي اهميت"، "ڪنمال" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 2002ع. ص: 551
(33) عباسي، نجم. (ڪوريءَ جي ڪهاڻي) "طوفان جي تمنا".
(34) عباسي، نجم. (پڊرناما) "دارون هن ديواني جو"، ص: 201
(35) عباسي، نجم: "ڪتي جو موت" "دوکو" سهڻي پبليڪيشن حيدرآباد 1989ع ص: 7
(36) ٻوهيو الهداد. "ادب جا فڪري محرڪ" حيدرآباد: سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت 1984ع ص: 167
(37) ابڙو طارق عالم: "سنڌي ادب ۾ تازو جهُوتو"، "رنگن وڪرڻ ڪانپوءِ" منور سلطان ص: 7
(38) عباسي، نجم. (ڇهنڊڙيون) "دارون هن ديواني جو" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1985ع. ص:
(39) عباسي، نجم: "دارون هن ديواني جو" (ڏاڙيل جو جنم)، حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1985ع
(40) عباسي، نجم (ڏهڪاءُ) ايضاً
(41) عباسي، نجم. (دبي ۾ نڪريون) "ايڏو شور سهي" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1978ع. ص: 16ـ 17
(42) عباسي، نجم (عمر شاديءَ جي سزا). "جيڪي منهنجي من" حيدرآباد : زيب ادبي مرڪز 1977ع. ص 176
(43) عباسي، نجم. "سورج هوندي مرجهايل" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن ڊسمبر 1982ع. ص: 18

(44) عباسي، نجم (ڪهاڻيءَ جي تلاش) "ڪهاڻيءَ جو قافلو" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1986ع.
(45) عباسي، نجم. (ديسي سيٺ ڪجن) "ناچڻي" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1978ع.
(46) عباسي، نجم. "(اتفاق جو مامرو)" پروفيسر لاڙڪاڻو: سگنڊ پبليڪيشن، 1984ع ص: 48
(47) عباسي ،نجم. (اڳهاڙو سماج) "پروفيسر" لاڙڪاڻو: سگنڊ پبليڪيشن 1984ع. ص: 180
(48) عباسي، نجم. (سمنڊ ٿو پڪاري) "سورج هوندي مرجهايل"، 1982ع .ص: 53
(49) عباسي، نجم. "دارون هن ديواني جو" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن، مئي 1985ع.
(50) عباسي، نجم. (ولايت مان ولر آيا) ايضاً
(51) عباسي، نجم. (مورچي ۾) "پاڻ ۾ وينا آهيون" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن، 1992ع.
ص: 130
(52) عباسي، نجم. (پهاڙن ۾ واردات) "پاڻ ۾ وينا آهيون" ڪنڊيارو روشني پبليڪيشن 1992ع. ايضاً
(53) عباسي، نجم. ( وچوٽيون) "پروفيسر" لاڙڪاڻو: سگنڊ پبليڪيشن 1984ع .ص: 12
(54) عباسي، نجم. مرتب يوسف سنڌي "جبل مٿي باهڙي" دڙو: سچائي اشاعت گهر 1993ع.
ص: 38
(55) عباسي، نجم. (چيگري) "رشتا ناتا" حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن حيدآباد 1981ع.
(56) عباسي، نجم. (مننار جو من ) "اونچا ڳاٽ پهاڙن جا" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1993ع. ايضاً
(57) عباسي، نجم (سڙي سارو ڏينهن) "جيڪي منهنجي من" ۾ ص: 129
(58) عباسي، نجم. "تصوف جي چير ڦاڙ"، 1987ع

باب پنجون

# نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو سماجي ڪارج

زندگي روز نت نوان روپ بدلي ٿي. اڄ جا گل سڀاڻي تائين پنهنجي خوشبوءِ ۽ تازگي برقرار نٿا رکي سگهن. اها تبديلي اٽل آهي پر جيستائين سندن وجود قائم آهي، تيستائين هنن سرهاڻ پکيڙي، وايومنڊل کي معطر بنائي رکيو آهي. ترقي پسند روشن خيال اديب جي زندگي به اهڙين ٿي آهي. هو جيستائين جيئن ٿا، نا انصافي، ظلم، جبر ۽ ڏاڍ جو مقابلو ڪري انصاف، امن، رواداري ۽ سچ جي سوڀ لاءِ پاڻ پتوڙين ٿا. تيستائين اها جدوجهد جاري رکن ٿا، جيستائين سندن مقصد جو پورائو نه ٿو ٿئي. فن ۽ فڪر جون اهي ڪاوشون، تخليق جو اهو عمل سندن وڇڙڻ کان سندن لکڻين جي صورت ۾ سرهاڻ بڻيو.نئين نسل لاءِ نئين ۽ صحتمند سوچ، نئون جذبو نئون شعور ۽ عملي جدوجهد جي تصوير بڻجي، هميشه لاءِ ڪتابن جي زينت بڻيو رهن ٿا. بقول جمال الدين افغانيءَ جي ته "دنيا جو اهو سارو ادب زنده رهندو ايندو جنهن انسان کي فطرت جي جبر مان پيدا ٿيل زندگيءَ متعلق، انيڪ غلط خيالن کان نجات ڏني آهي، ۽ اهو سارو ادب حرف غلط وانگر ميٽجي ويندو جنهن انسان جي غلاميءَ کي منطقي دليلن سان جائز سڏيو آهي، توڙي جو سندس اها ڪوشش غير شعوري طور ڇو نه هجي." (1)

ادب جي نثري صنفن ۾ افساني کي گهڻو پسند ڪيو وڃي ٿو ڇاڪاڻ ته پڙهندڙ مختصر دورانيي ۾ ڪنهن به سماج جي مختلف تهذيبي ۽ تمدني تاريخ، سندن ريتن، رسمن، قاعدن ۽ قانونن ۽ ماحول سان لاڳاپيل مسئلن کان نه صرف واقفيت حاصل ڪن ٿا پر، ان سان گڏ تفريح ۽ مقصد پڻ حاصل ڪن ٿا. ان ڪري ئي ادب کي زندگيءَ جو رهنما ۽ ترجمان ليکيو ويو آهي. انعام شيخ جو ان لاءِ هيءُ چوڻ آهي ته "افسانوي ادب هر دؤر جي

سچائپ ٿئي ٿو ڇو ته ان ۾ انسان جي هڪ ڏکيي نفسياتي تاريخ سمايل ٿئي ٿي. انساني جذبا، سوچون، وهم وسوسا، ريتون رسمون ۽ مروج دؤر جو پورو ڪلچر هن جي تاريخ جا جز آآهن. البته اها حقيقت آهي ته هر دؤر پنهنجي پنهنجي تقاضائن سان سلهاڙيل ٿئي ٿو جنهن ڪري افسانوي ادب بنيادي طرح پنهنجي دؤر جو آئينو ۽ ترجمان آهي، ۽ جيڪڏهن ان جا بنياد اعليٰ ترين عقليت ۽ گهري تدبير تي ٻيئل آهن، ته اِهو ادب جنم جنم جي جيت بنجي وڃي ٿو." (2)

سنڌ ۾ ترقي پسند افسانوي ادب جي اوسر ۾، نجم عباسيءَ جو تخليقي پورهيو پڻ ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هن پنهنجي سڄي ڄمار سنڌ، سنڌي ٻولي، سنڌي سماج ۽ سنڌي ماڻهن جي خدمت ڪندي وقف ڪئي. هتي اسان اهي ڪارج بيان ڪنداسين، جن جا سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح سنڌي سماج تي پرزور اثر رونما ٿيا. خاص طور نجم عباسيءَ جا سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ تي، ۽ سماج جا سندس ڪهاڻين تي ڪهڙا اثر پيا، ان جو مختصر احوال پڻ جائزي طور پيش ڪبو.

نجم عباسيءَ جڏهن لکڻ شروع ڪيو تڏهن ملڪي يا بين الاقوامي سطح تي انقلابن، سياسي وڳوڙن، جنگين، ۽ خاص طور ننڍي کنڊ ۾ آزاديءَ جي جدوجهد جو دؤر هو. ٻئي پاسي ادب ۾ ترقي پسند نظريو پنهنجو زور پڪڙي رهيو هو جنهن رجعت پرست سوچ کي ٽوڙي، جديد ترقي پسند سوچ جو بنياد وڌو. هن نظريي ادب کي انساني معاشري جو عڪاس بڻائڻ سان گڏ، ادب کي قومن جي تقدير بدلائڻ لاءِ مؤثر ذريعو قرارڏنو. ليکڪ، پوءِ اهو چاهي ڪهڙي به زبان سان تعلق رکندو هجي، سندس اها ڪوشش رهي ٿي، ته هو پاڻ کي ترقي پسندن جي سٿ ۾ شامل ڪرائي، ۽ سنڌي ليکڪن پڻ انهيءَ ترقي پسند فڪر مطابق حقيقت پسند ادب ڏانهن لاڙو رکيو. جنهن ۾ اديبن پنهنجي تخليقن ذريعي سماجي اڻ برابري، هاڃيڪار رسم و رواج ۽ سياسي سرگرمين جي پس منظر ۾ سٺو ۽ مؤثر ادب تخليق ڪيو. موهن ڪلپنا انهن جي ميڄتا هن طرح ڪري ٿو ته "ترقي پسندن ۾ مڙئي هڪ ڳالهه هئي، هنن قوم جا مڙئي فرنٽ سنڀاليا. ادب، ادبي هلچل، تعليم، ناٽڪ، ڪلچر، زبان، ۽ سنڌي لپي- جوان هئا، جوانيون ان کي ڏنيون اٿائون." (3)

نجم عباسيءَ جي پھرين ڪھاڻي، ”همت ۽ ڪوشش“ هئي، جيڪا ڏنو وڃي ته هڪ ترقي پسند ڪھاڻي نظر ايندي، جنھن ۾ ليکڪ هيءَ تصوّر اپارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته مذهب کان انسانيت جي اهميت وڌيڪ آهي. هن ڪھاڻيءَ جو هڪ ڪردار حج تي نڪري ٿو پر جڏهن واٽ تي هن کي هڪ بي سهارا عورت پسمانده حالت ۾ ملي ٿي، ته هو هن جي مدد ڪرڻ کي حج کان وڌيڪ فوقيت ڏيئي ٿو ۽ هن کي ان عمل ڪرڻ سان اڳ کيل سيني حجن کان وڌيڪ خوشي ملي ٿي. ان ڪانسواءِ هن ڪھاڻيءَ ۾ هڪ سنڌي ماڻھوءَ جي خوش اخلاقي پڻ ثابت ٿئي ٿي. نجم عباسي پنھنجي پھرين ڪھاڻيءَ بابت ٻڌائيندي لکي ٿو ته ”ان ڪھاڻيءَ ۾ منھنجا مرڪزي موضوع هئا غير سنڌي ۽ مذهب. انهي ڪچي عمر ۾ لاشعوري طرح مون انهن ٻن موضوعن تي جيڪي ويچار ظاهر ڪيا، اهي اڄ به پنھنجي پڪي عمر ۾ شعوري طرح وڌيڪ پختائيءَ سان پيو پڌرا ڪيا آهن، ۽ هيل تائين جيڪي به ڪھاڻيون لکيون اٿم، ان مان وڌي گھڻائيءَ جا مرڪزي خيال اهي مٿيان به موضوع پيئي رهيا آهن.“ (4)

سندس اها پھرين ڪھاڻي، سنڌي ٻوليءَ جي معياري رسالي ”مهراڻ“ ۾ 1946ع ڇپي. جيڪا ”مهراڻ“ جي اُن وقت جي ايڊيٽر، ڪاڪي لالچند امرڏني مل جڳتياڻيءَ، نو آموز ليکڪ جي عجب دليريءَ سان حوصلہ افزائي ڪندي، وڏي چاهہ سان شايع ڪئي. ايڊيٽر سان ملاقات جو دلچسپ احوال، صاحبِ صلاحيت ليکڪ ڪھڙي نہ من موهيندڙ انداز سان لکيو آهي:

## پھرين ڪھاڻيءَ جي وارتا

مٿي تي پٽڪي ۾ ٻڌل ننڍي ڳن وارو ڏڦو جنھن ۾ به چار گھنگھرو به لڳل هئا. هڪڙي ڪلهي تي ٽپال جي پيلي ميري ڳوٿري، جا خطن ۽ پارسلن سان پُريل هوندي هئي ۽ ٻئي هٿ ۾ پراڻي ۽ ڳوٺ جي موچيءَ جي مڙهيل جُتي. ڪڏهن گرمي گھڻي هوندي هئي ته اها جُتي پيرن کي سڙڻ کان بچڻ لاءِ پيرن ۾ پاتل هوندي هئس. هيءُ هو جاڙو ٽپالي، جو ڏهاڙي ٽپال هالاڻي اسٽيشن تان اسان جي ڳوٺ خانواهڻ لاءِ آڻيندو ۽ نيندو هو. گاڏي ليٽ ٿي سگھي ٿي، پر هيءُ سدائين پوري وقت تي ايندو. هو قد جو ننڍو سنهڙو ۽ رنگ جو ڪارو هوندو هو. هو هلڻ چلڻ ۾ ڏاڍو ڦڙت هوندو هو. ڪائنچ جا ٽر

ڪنجيل هوندا هئس ۽ اڪثر پيرين اگهاڙو پچندو ايندو هوس ۽ سياري ۾ به پگهرجي ويندو هو. ڏڪو هن کي پنهنجي بچاءَ لاءِ ملبل هوندو هو.

دروازي وٽ گهنگهرن جو آواز ۽ هن جي کنگهڪار ٻڌي، اندر ويٺلن کي پتو پئجي ويندو هو ته ٽپال اچي وئي.

اسان جي ڳوٺ ۾ ٽپال جو انچارج ملا مڪتب جو هيڊ معلم، ميان جي قاضي امام بخش هوندو هو. هڪ بجي کان پوءِ هن مڪتب ۾ ميڙاڪو اچي مچندو هو. گهٽ ۾ گهٽ ڇهه ست ماڻهو هوندا هئا. پر هوندا سڀ ماستر هئا. ڪي ملا مڪتب جا ۽ ڪي گورنمينٽ پرائمري اسڪول جا. انهن مان ڪن جا نالا اڄ به مون کي ياد آهن: امام بخش قاضي، محمد يعقوب قاضي، ڪريم بخش، محرم علي شاهه، خدا بخش خشڪ، هيرانند، منهنجو والد حاجي الهه آندو خان. مان لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نوابشاهه ۾ پڙهندو هئس. وئيڪيشن ۾ مان ڳوٺ ايندو هوس ته مان بابي سان گڏجي ان ڪچهريءَ ۾ وڃي شامل ٿيندو هوس، ۽ مان محسوس ڪندو هوس ته بابي کي به اها ڳالهه پسند هوندي هئي. شايد هو سمجهندو هو ته مان وڏن جي ان ڪچهريءَ ۾ ڪجهه سکندس، ڪجهه پرائيندس.

منهنجي ان ڪچهريءَ ۾ وڃڻ جا به خاص سبب هئا. هڪ ته ٽپال ۾ روز اخبار ايندي هئي ۽ هڪ ئي اخبار ايندي هئي، جا ان زماني جي مشهور اخبار "الوحيد" هئي، ۽ سڄي ڳوٺ ۾ هڪ ئي ماڻهو گهرائيندو هو ۽ اهو هو حڪيم شير فقير سهتو. اُتي اها اخبار پڙهڻ جو موقعو ملندو هو. مان 1944ع جي ڳالهه پيو ڪريان. ٻيو اتي وڃڻ ۾ منهنجو مقصد هو ته ٽپال ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪنهن دوست جي خط اچڻ جو آسرو به هوندو هو. ٻين ايندڙ ماسترن جا به پاڻ ۾ ڪچهريءَ ڪرڻ کان سواءِ اهي ئي مقصد هوندا هئا. واري واري تي اخبار سيئي پڙهندا هئا، ۽ پوءِ مالڪ کي موڪليندا هئا.

ڪچهريءَ ۾ ماستر هڪ ٻئي کي دنيا جهان جون خبرون ٻڌائيندا هئا، ڳوٺ ۽ آسپاس ۾ ٿيل واقعن ۽ وارداتن کان ٻين کي واقف ڪندا هئا، پنهنجن شاگردن ۽ پنهنجي تعليم ڪاتي جي خاص خاص خبرن جي پڙ پچار ۽ ٽيڪاٽپڻي ڪندا هئا.

هڪڙي ڏينهن ڳالهين دوران، ماستر ڪريم بخش ڪچهريءَ ۾ ٽن شخصن جو واقعو ٻڌايو جي حج تي پنڌ وڃي رهيا هئا. هن اهو به چيو ته اهو

سچو واقعو آهي. حج تي ويندي، واٽ تي هنن کي عجيب غريب واقعو پيش آيو. مون هڪ هڪ لفظ غور سان ٻڌو. اهو واقعو منهنجي ذهن ۾ ڪُتِ ڪوڙي ويهي رهيو. گهر ڏانهن ويندي پهرين خيال آيو تہ اها هڪ اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي. پوءِ وري انجي هر هڪ جزي تي سوچيم تہ نہ، ائين بلڪل ٿي سگهي ٿو. پوءِ گهر پهچڻ سان ئي مون اهو حاجين وارو واقعو لکڻ شروع ڪيو ۽ ذهن تان بار تڏهن لٿو جڏهن اهو پورو ڪيم. مون کي ياد اچي ٿو تہ پورو ڪرڻ کانپوءِ مون اها ڪهاڻي پڙهي ڏٺي، ۽ دل ۾ چيو هوم تہ واقعو داستان جهڙو آهي، پر ان ۾ حقيقت پسندي آهي.

ننڍي هوندي کان ئي ڪتابن پڙهڻ جو شوق رهيو هوم ۽ شاعري تہ ٽن چئن سالن کان ڪندو پئي آيس، ان ڪري هيءَ ڪهاڻي لکڻ ۾ مون کي گهڻي ڏکيائي نہ ٿي.

اها ڪهاڻي لکي رکي ڇڏيم ۽ مهيني ڪن کان پوءِ ڪڍي وري پڙهي ڏٺم. ڪن درستين ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي. ان ڪري پوري ڪهاڻي وري لکيم. وري رکي ڇڏيم ۽ شايد ٽن چئن مهينن کان پوءِ وري پڙهيم. وري ڪجهہ درستين جي گنجائش نظر آئي. وري سڄي جي سڄي ڪهاڻي نئين سر لکيم. هاڻي مون ۾ خود اعتمادي پيدا ٿي تہ هيءَ ڪنهن رسالي ۾ ڇپجڻ لائق آهي. هيءَ 1944ع جي ڳالهہ آهي.

1946ع ۾ مون سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ وڃي داخلا ورتي، ۽ پنهنجي هيءَ پهرين ڪهاڻي بہ ڪراچيءَ کنيو ويس. منهنجو شوق هو تہ منهنجي پهرين ڪهاڻي سنڌي ادبي بورڊ جي سٺي رسالي "مهراڻ" ۾ ڇپجي. هڪ ڏينهن سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس جي ڳولا ۾ نڪتس. ان جي آفيس ڊي.پي.آءِ (Dicretor of Public Instructions) جي آفيس جي هڪڙي ڪمري ۾ هئي. اها آفيس بندر روڊ تي هئي. هينئر اتي سرڪاري اسپتال آهي.

مان ورانڊي ۾ چڪر ڏنو ۽ هڪڙي ڪمري ٻاهران سنڌي ادبي بورڊ جي نالي واري تختي بہ ڏٺي. اندر هڪ ميز جي چوڌاري ڪجهہ ماڻهو ويٺا هئا. ان زماني ۾ هر ڪو ڪاليجي گهڻو ڪري سوٽ يا فل سوٽ پائيندو هو. مان اجان قميص ۽ ڪائنچ پهريندو هوس ۽ ڳوناڻو نمونو هو. ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ بہ تازو تازو آيو هوس، سو گهٽتائيءَ جي احساس جو شڪار هوس. پهرين ڏينهن ورانڊي جا چڪر ڏئي موٽي ويس.

ٻئي ڏينهن همت ٻڌي ساڳي آفيس ۾ آيس. جهاتي پائي ڏٺم ته بورڊ جي آفيس ۾ ٻه ٽي ڄڻا ويٺا هئا ۽ ڳالهين ۾ مصروف هئا. ان دوران ورانڊي جي هڪ لانگهائوءَ کان پڇيم ته اندر آفيس ۾ جيڪو مکيه ڪرسيءَ تي ويٺو آهي، سو ڪير آهي؟ هن ٻڌايو ته لالچند امرڏنو مل آهي. ڪاڪو لالچند ڪڻڪ رنگو هو. مٿي تي ٿوري گنج ۽ لباس نارنگي ڪاڏيءَ جو قد جو اندازو ڪيم ته هو ڏگهو هو عمر سٺ کان شايد مٿي.

مان در وٽ رکيل بئنچ تي ٽي ويٺس ۽ انتظار ڪرڻ لڳس، ته ڪاڪو اڪيلو ٿئي ته اندر وڃان. نيٺ اڌ ڪلاڪ کان پوءِ ملاقاتي ٻاهر نڪتا. مان هٻڪندو دل جي تيز ڌڙڪڻ سان اندر گهڙيس. هن مون کي ڏٺو ۽ ڇپن تي مرڪ آئي، اٿي بيهي مون سان هٿ ملايائين.

منهنجا سڀ انديشا ۽ وهم غائب ٿي ويا. منهنجي همت کي هالار جبل جي ٽيڪ ملي ويئي ۽ خود اعتمادي پيدا ٿي.

”پُٽ ويهہ!“ هن پنهنجائيءَ مان چيو ۽ هن جي اها پنهنجائي سارو وقت قائم رهي.

هو ويٺو ته مان به ويهي رهيس.

”پٽ! ڪيئن آيا آهيو؟“

”سائين! هيءَ ڪهاڻي لکي اٿم، چاهيان ٿو ته ’مهراڻ‘ رسالي ۾ ڇپجي. هيءَ منهنجي پهرين ڪهاڻي آهي.“

”مون کي ڏي ته مان هينئر ئي پڙهي وٺان ٿو ته ڪيتري قدر مهراڻ جي معيار جي آهي.“

مون ڪهاڻي هن ڏي وڌائي. هو پڙهڻ لڳو ۽ مان اميد ۽ انتظار مان نهاريندو رهيس.

هن ڪهاڻي پڙهي پوري ڪئي. منهنجي دل تهائين وڌيڪ زور سان ڌڙ ڌڙ ڪرڻ لڳي.

هن نتيجو ٻڌايو:

”تنهنجي هيءَ ڪهاڻي ’مهراڻ‘ ۾ ڇپجڻ جهڙي آهي، ۽ ايندڙ پرچي ۾ ڇپجندي. مناسب ڪهاڻي آهي ۽ مون کي اميد آهي ته آئيندي وڌيڪ محنت سان اڃان به سٺيون ڪهاڻيون لکي سگهندين. هن ڪهاڻيءَ ۾ ٿوريون فني ڪچايون آهن، پر وڌيڪ توجهه سان اهڙيون ڪچايون دور ٿي

ويندیون. تنهنجي هن ڪهاڻيءَ جي خاص خوبي اها آهي تہ ان ۾ تو نِج سنڌي ٻولي ڪتب آندي آهي. مون ڏٺو آهي تہ سنڌي ليکڪ جڏهن پهرين ڪراچيءَ يا ٻين وڏن شهرن ۾ ايندا آهن، تڏهن شروعات ۾ هنن جي لکڻين ۾ نج سنڌي ٻولي هوندي آهي، پر ڪجهہ عرصو شهرن ۾ رهڻ کان پوءِ هنن جي ٻوليءَ ۾ اها خوبي نہ رهندي آهي. ان ڪري مان تنهنجو ڌيان خاص ڪري ان طرف ڇڪايان ٿو. منهنجي ان ڳالهہ کي نہ وسارجانءِ!"

"سائين! مان توهان جي اها نصيحت ڪڏهن نہ وساريندس." ۽ مون ڪاڪي لالچند امرڏني مل جي اها نصيحت اڄ تائين نظر انداز نہ ڪئي آهي.

مان اتان نڪتس. مون اڏامڻ ٿي چاهيو. ڪراچيءَ جا رستا خالي هجن ها تہ مان نچندو وڃان ها.

اِها ڪهاڻي "همت ۽ ڪوشش" جي نالي "مهراڻ" آڪٽوبر 1946ع ۾ شايع ٿي. ڪهاڻيءَ جو عنوان مقرر ڪرڻ سدائين مون لاءِ مسئلو رهيو آهي، ۽ ڪهاڻين جا عنوان مٽائيندو رهيو آهيان. هيءَ ڪهاڻي ٽي دفعا شايع ٿي آهي، ۽ هر دفعي الڳ عنوان ڏنو اٿم. (1) همت ۽ ڪوشش (2) حاجيءَ جي همت (3) قلب اندر ڪعبو.

هاڻي جڏهن اها ڪهاڻي پڙهندو آهيان تہ اچرج لڳندو اٿم تہ ان عمر ۾ بہ، يعني ٻالڪپڻ ۾ ۽ پنهنجي پهرين ڪهاڻيءَ ۾ بہ، اڻ ڄاڻائي ۾ لاشعوري طور مون پنهنجو سنڌيت جو جذبو ظاهر ڪيو آهي، ۽ ان کي قومي ڪهاڻي ڪري لکيو اٿم، ۽ ان ۾ اِهو بہ ڄاڻايو اٿم تہ ڌاريا ۽ غير سنڌي ڪڏهن بہ سنڌين جا سڄڻ ۽ ساٿي ٿي نٿا سگهن.

منهنجي هن بيماريءَ کان ٿورو عرصو اڳ، يعني 1988ع جي پڇاڙيءَ ڌاري، "مهراڻ" جي هاڻوڪي ايڊيٽر سائين نفيس احمد شيخ سان ملاقات ٿي هئي. گفتگوءَ دوران مون هن کي چيو: "منهنجو ڪاٿو آهي تہ 'مهراڻ' ۾ منهنجي پهرين ڪهاڻي ڇپجڻ، يعني 1946ع کان اڄ يعني 1988ع تائين جي مڙني پرچن ۾، هڪڙي ٿي ڪهاڻيءَ جون 'مهراڻ' ۾ ڇپيل ڪهاڻي (اصلي + ترجمو) ڳڻجن، تہ منهنجي ڪهاڻين جو تونل، ٻئي ڪنهن بہ ڪهاڻيڪار جي ڪهاڻين جي ٽوٽل کان وڌيڪ ٿيندو. ٻين لفظن ۾ "مهراڻ" رسالي جي سڄي دؤر ۾ گهٽي ۾ گهٽيون منهنجون ڪهاڻيون ڇپيون آهن."

ناشاد مون سان سهمت ٿيو ۽ ڇپائين ته شايد اٿين ٿي هجي.

مون کي مهراڻ جي ڪن پڙهندڙن کان معلوم ٿيو هو ته هنن سنڌي ادبي بورڊ وارن کي لکيو هو ته نجم عباسيءَ جون هيتريون ساريون ڪهاڻيون مهراڻ رسالي ۾ ڇپجي شايع ٿيون آهن، هاڻي توهان کي هن جي انهن ڇپيل ڪهاڻين کي بورڊ طرفان ڪتابي صورت ۾ ڇپائي، نجم عباسيءَ جو هڪ شاندار ڪهاڻيءَ ڪتاب ڪيڻ کپي. اهڙي قسم جو هڪ خط مون روزاني "هلال پاڪستان" ۾ به ڇپيل ڏٺو هو.

سو هينئر مون انهن ڳالهين ڏانهن ڌيان ڇڪائيندي، ناشاد کي چيو ته "منهنجي انهن ڪهاڻين جو ڪتاب ڪٿي ڇپايو. گهٽ ۾ گهٽ سنڌي ادبي بورڊ قسم ڪٽڻ جهڙو ته ٿيندو ته ان جديد ادب پڻ ڇپايو آهي."

سائين نفيس احمد ناشاد مرڪڻ لڳو.

(لکيل 15 مئي 1991ع، مهراڻ: 1995/2ع)

نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻي نويسيءَ جو باقاعده آغاز ورهاڱي کانپوءِ ڪيو. برصغير جو ورهاڱو هڪ تمام وڏي سياسي، سماجي، مذهبي ۽ تعصبي جنگ جي صورت اختيار ڪرڻ سان گڏ، ثقافتي ۽ لساني تفريق جو پڻ باعث بڻيو جنهن سبب پڻ حالتون ڪشيده صورتحال اختيار ڪري ويون، جنهن جي نتيجي ۾ تمام وڏي لڏپلاڻ عمل هيٺ آئي. جنهن سبب سنڌ کي نه صرف سياسي گهاءَ رسيا پر ان سان گڏ معاشي، ثقافتي ۽ لساني نقصان پڻ رسيا. بقول جي ايم سيّد جي ته، "انگريز جڏهن ملڪ کي آزاد ڪري مڪاني ماڻهن جي حوالي ڪري ويا، ته مذهبي تعصب اقتصادي چٽاپيٽين ۽ مستقل مفاد جي ڪارگذارين، ڪروڙين ماڻهن کي پنهنجي اباڻي وطن کان جدائي، ٻين وطنن ۾ وڃي آباد ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو جنهن ڪري لکين ماڻهن جي خون ريزي ۽ لاتعداد عورتن جي عصمت دريءَ جا واقعا رونما ٿيا. پاڪستان جي قيام بعد سنڌ مان 13 لک سنڌي ٻوليءَ ڄاڻندڙ سنڌي تهذيب ۽ تمدن جا معمار شاهه سچل ۽ ساميءَ جي تعليم جا ڄاڻو ڊاڪٽر، انجنيئر، سائنسدان، فلسفي ۽ تصوّف جا ماهر هندو ملڪ ۽ ملڪيتون ڇڏي ڀارت ۾ آباد ٿيا، ۽ انهن جي جاءِ تي ٽيهه لک ڀارت واسي تاجر، اعليٰ منتظم، ڊاڪٽر انجينئر سائنسدان، ڪارخانيدار بئنڪر ۽ هنرمند مسلمان اچي سنڌ ۾ آباد ٿيا." (5)

ان ڪري ورهاڱي ڪانپوءِ هن نئين ٺهيل ملڪ ۾ سنڌي قوم کي جيڪي مسئلا درپيش آيا، تن ۾ سرفهرست لڏ پلاڻ، جنهن جي نتيجي ۾ خون ريزي ۽ لٽ مار ۽ محب وطن، علم دوست ۽ ادب دوست هندن جو لڏڻ ۽ ان جي جاءِ تي ڏاري تهذيب ۽ ٻوليءَ جو اچڻ وغيره شامل آهن. جنهن خارجي توڙي داخلي سطح تي سنڌ کي مايوسيءَ واري صورتحال طرف ڌڪي ڇڏيو جنهن جو اظهار ان وقت جي ادب ۾ پڻ ڪيو ويو. رشيد ڀٽيءَ مطابق تہ "اپکنڊ جي ورهاڱي ۽ پاڪستان جي قيام کان پوءِ سنڌي ادب ۾ نمايان ارتقائي ۽ انقلابي تبديليون آيون. ملڪ جو سياسي ۽ جاگرافيائي ورهاڱو ٿيو. ان لاءِ بہ وڏا لساني صوبا (بنگال ۽ پنجاب) ورهايا ويا پر سنڌ سان ان کان بہ وڌيڪ ڪجهہ ٿيو. هن صوبي جو لساني، ثقافتي ۽ سماجي ورهاڱو ٿيو. سماج ٽٽي پرزا پرزا ٿي ويو. ادب، ثقافت ۽ ٻوليءَ جي رکوالن ۽ پرچارن جو وڏو حصو سنڌ کي ڇڏي وڃي هندستان ۾ ٽڙي پکڙي ويو."(6)

اجا تہ سنڌين هتان لڏي ويل هندن جو ڏک وساريو ئي ڪونہ هو تہ وري سنڌ ۽ سنڌي قوم ۽ سنڌي تهذيب تي هڪ ٻيو خطرناڪ وار "ون يونٽ" جي اعلان سان ڪيو ويو. جنهن سبب سنڌي ماڻهو پنهنجي صدين جي عاليشان تهذيب، تمدن، ٻولي ۽ تاريخي حيثيت کان محروم ٿي ويا. حڪمرانن کي اتي بہ ماٺ ڪانہ آئي، هڪ ٻئي پٺيا عوام دشمن منصوبا رٿيا ۽ پيش ڪيا ويا. 1958ع ۾ ايوب خان ملڪ ۾ پهريون مارشل لا لڳايو ان مارشل لا واري دؤر ۾ سنڌي زبان کي سنڌ مان ختم ڪرڻ جون سازشون سٽيون ويون. "شريف ڪميشن" 1959ع سنڌي ٻوليءَ کي پنجن پرائمري درجن تائين محدود ڪري ۽ اردو جيڪا ان وقت بمشڪل 10. 8 سيڪڙو ماڻهن جي ٻولي هئي ان کي اولهہ پاڪستان .جي ماڻهن تي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن مطابق سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ بدران هڪ علائقائي ٻولي تصوّر ڪري، ان کي صرف پهرين ٽن درجن تائين نصاب ۾ شامل ڪرڻ جي سفارش ڪئي ويئي. انهن حالتن سنڌ ۾ ساڃاهہ وند طبقي اندر اشتعال انگيز جذبن کي جنم ڏنو. هي اهي جذبا هئا، جَنهن کان ڪوبہ باشعور ۽ فهم وارو ماڻهو لاتعلق رهي نہ پئي سگهيو. بقول محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي تہ "تعليمي ڪميشن جي رپورٽ (سنڌي ٻوليءَ بابت) اسان

جي سيني اميدن تي پاڻي هاري ڇڏيو ۽ ظاهر ٿي ويو ته. ”ڏکي توءِ ڏڪار، توڙي وسن مينهڙا.“ (7)

هي اهو ئي دؤر هو جتان سنڌي ادبي جدوجهد جي صحيح معنيٰ ۾ شروعات ٿي. جنهن لاءِ رشيديٽي لکي ٿو ته. ”1955ع کان پوءِ سنڌ وارن لاءِ به مکيه مسئلا پيدا ٿيا، جن اڳتي هلي باقاعده تحريڪن جو روپ ورتو اهي هئا 'ون يونٽ' ۽ 'سنڌي زبان'. اسان جي ڪهاڻيڪارن جو وقت جي ان اهم ترين قومي تحريڪن کان متاثر ٿيڻ اڻٽر هو.“(8)

انهن سمورن پيچيده سياسي لاڙن ۽ بدلجندڙ سماجي حالتن، سنڌي ماڻهن جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا، ۽ هنن انهن خلاف ڀرپور مزاحمت جو اعلان ڪيو. جنهن ۾ سنڌ جي عالمن، اديبن، دانشورن، سياستدانن، هارين، شاگردن ۽ ٻين باشعور طبقن گڏجي حصو ورتو ۽ حڪومت جي انهن منفي روين جي سخت مخالفت ڪئي ويئي.

ادب جي پڻ هر صنف ۾، پوءِ اها شاعري هجي يا ڪهاڻي، ناول هجي يا مضمون نگاري، مطلب ته هر صنف ۾ انهي موضوع تي لکيو ويو. خاص طور تي افسانن ۾ ان جو اظهار گهڻي تعداد ۾ ڪيو ويو. ليڪڪن هن صنف ذريعي انهي سياسي ماحول ۽ معاشرتي ناهموارين، بدلجندڙ حالتن سان هم آهنگ ادب تخليق ڪري، عام ماڻهن ۾ سياسي توڙي ثقافتي ساڃاهه بيدار ڪئي. جي ايم سيّد ان بابت لکي ٿو ته. ”اسان جي انهن سرگرمين ۾ اسان جو ادبي محاذ به، سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان ڀرپور طريقي سان شريڪ رهيو پاڻ سيني سياسي سماجي ڏرين کان اڳتي وڌي، سنڌي ٻوليءَ جي بحالي ۽ ون يونٽ ٽوڙائڻ لاءِ جيڪا سنڌ جي اديبن، شاعرن ۽ فنڪارن سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان جدوجهد ڪئي، مان ويجهي تاريخ ۾ تمام گهٽ ملڪن ۾ ڏٺي. انهي عرصي ۾ نه صرف سنڌ جي تاريخ جي قومي بنيادن تي بهترين تشريح ٿي. قومي هيروز تي مضمون، ڪهاڻيون ۽ ڪتاب لکيا ويا، پرموجوده سياسي حالتن جنهن قسم جو ذهني ۽ جسماني دٻاءُ سنڌ تي مسلط ڪيو هو ان جو به اسان جي ادب ۽ شاعريءَ ذريعي بيمثال فني نزاڪتن ۽ خوبين سان اظهار ٿيڻ لڳو.“ (9)

ائين هڪ سلسلو سنڌي ادبي سنگت جي محاذ تان شروع ٿيو ۽ ان وقت جي هر ليکڪ پنهنجي قومي تشخص، تهذيب، تمدن، ثقافت ۽ ٻوليءَ

ڪي بچائڻ لاءِ ادب کي ادبي هٿيار طور متعارف ڪرايو. ان سلسلي ۾ اياز قادريءَ جو افسانو "آخري سبق"، محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو "ڪونڊير" ۽ شمشيرالحيدريءَ جو افسانو "پورس جا هاٿي"، ۽ حفيظ شيخ جو لکيل افسانو "اچو ته گهر گڏيون"، ع-ق-شيخ جو "حيدرآباد"، ثميرا زرين جو "وطن"، محمد دائود بلوچ جو "آزاديءَ جو ڏينهن" قابل ذڪر افسانا آهن. جن ۾ سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح ون يونٽ تي طنز ۽ چٽرائي نظر اچي ٿي. مثال طور حفيظ شيخ جو افسانو جنهن لاءِ غلام نبي آگرو لکي ٿو ته، "حفيظ اجا ڪراچيءَ ۾ هو ته، "ون يونٽ" ٺهيو هو جنهن تي هن طنزيه افسانو لکيو. ان جو مرڪزي خيال هو "اچو ته گهر گڏيون" ڏاڍو سٺو افسانو لکيو هئائين." (10)

ان کان علاوه هنن ليکڪن هر قسم جي سماجي مسئلن، ناانصافين ۽ پرماريت خلاف احتجاجي ادب پڻ تخليق ڪيو جنهن ۾ ليکڪن پنهنجي ڪهاڻين جا ڪردار عام ماڻهن مان کنيا، جن ۾ انهن ڪردارن ذريعي اهو احساس جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي ته توهان ٿي آهيو جيڪي جيڪڏهن متحد ۽ منظم ٿي وڃو ته سڀ ڪجهه حاصل ڪري سگهو ٿا. مزاحمت جي هڪ نئين لهر سنڌي ادب ۾ شامل ٿي، سوڀو گيانچنداڻي ان لاءِ لکي ٿو ته "سنڌ ۾ 1954ع کانپوءِ مزاحمتي ادب پيدا ٿيو." ( 11)

ليکڪن شاعري، ڪهاڻين، ناولن، ايڊيٽوريلن ذريعي حڪومت جي انهن سازشن خلاف ڀرپور مزاحمت ڪئي. اهو انهن سينيءَ لاءِ قومي غيرت جو سوال بڻجي ويو. بقول حميد سنڌيءَ جي ته "مان سمجهان ٿو ته جنهن ماڻهو پنهنجي تهذيب، پنهنجي ثقافت، پنهنجي منڙي ٻوليءَ کي پنهنجو شان پنهنجو مان، پنهنجي غيرت ۽ پنهنجي قوت نه بڻايو آهي، انهيءَ لاءِ جيئڻ اها ذلت آهي، اها خيرات آهي، جا انسان ذات جو ورثي ناهي."(12)

اديب ڪڏهن به پنهنجي سماج، ڌرتي ۽ پنهنجي سماج جي روايتن، ريتن، رسمن، مسئلن ۽ مشڪلاتن کان پري رهي نٿا سگهن. هو جنهن سماج ۾ رهن ٿا ان جا مثبت ۽ منفي اثر،سندس لکڻين ۾ سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح هڪ حد تائين موجود رهن ٿا. بقول ممتاز مهر جي ته، "انسان جا اکيچار مسئلا اديب جا بنيادي موضوع آهن، ڇو ته اهي هن جا به مسئلا آهن. تنهنڪري هو جيڪي ڪجهه تخليق ڪري ٿو ۽ ڀڏائي ٿو تنهن ۾ هو سڌي يا اڻ سڌيءَ طرح شامل آهي ۽ اها شموليت، ان رچنا لاءِ تڏهن اثرائتي ۽

مفيد ٿيندي، جڏهن ليکڪ پوري سچائي ۽ ديانتداريءَ کان ڪم ورتو هجي."(13)

اهو ئي سبب هو جو ان وقت سنڌ جي اديبن، قومي بيداري ۽ وطني آزاديءَ جي فڪر سان سلهاڙيل فن کي پنهنجي لکڻين جو موضوع بنايو هو. گڏو گڏ هنن سماج جي لڪل عيبن کي پڻ وائکو ڪري، انهن جي حل بابت پڻ معلومات فراهم ڪئي، جيڪا ادب جي زندگيءَ سان ڪمنٽمينٽ ظاهر ڪري ٿي. تمر پٿيءَ جي لفظن ۾ ته، "ادب انساني زندگيءَ جو خاڪو آهي. اديب واقعي جيڪڏهن معاشري جي براين جي جنم سان گڏ انهن جي حل جي معلومات به ڏيئي، تڏهن ئي سندس ادب سگهارو ۽ اهم ليکبو." (14)

مطلب ته مزاحمتي ادب ان وقت جي اهم ضروت هو جنهن جي ذريعي ليکڪن سنڌي قوم جي جذبن جي ترجماني ڪئي، جن ۾ نجم عباسيءَ جو ڪردار پڻ مسلم آهي. نجم عباسيءَ جو فني رجحان سماجي ڪهاڻين مان بدلجي قوم پرست فڪر طرف ڪيئن ويو ان جو اظهار هو هن طرح ڪري ٿو ته "ون يونٽ کانپوءِ ترقي پسند قوم پرست فڪر ۾ واڌ آئي، ۽ مون باقاعده ترقي پسند ۽ قوم پرست فڪر کي اڳيان رکي ڪهاڻيون لکيون. ان کان اڳ سماجي برائين جي خلاف لکندو هوس، پر ون يونٽ کانپوءِ اڄ تائين مان شعوري طور قوم پرست ترقي پسند لاڙي هيٺ لکي رهيو آهيان، جن ۾ طبقاتي ڏاڍ خلاف به لکان ٿو قومي جبر جي خلاف به لکان ٿو ۽ سياسي شعور ڏيندڙ ڪهاڻيون به لکان ٿو."(15)

نجم عباسي اهو ليکڪ هو جنهن سنڌ جي تهذيب، ثقافت ۽ ٻوليءَ جي لڙائي پنهنجي منفرد اندازسان وڙهي. هن سنڌ ۽ سنڌي قوم کي غلاميءَ جي زنجيرن مان ڇوٽڪارو ڏيارڻ لاءِ، ان وقت جي سامراجي قوتن خلاف قلمي جهاد ڪيو. گڏوگڏ هن مختلف قسمن جي ڦورو ٽولن مثلاً سرمائيدارن، پيرن، ڄُڙتو عقيدن، وهم پرستي، وڏيرن ۽ پوليس جي ڦهري ڪارروايئن وغيره خلاف پڻ کلي بغاوت جو سڏ ڏنو. بقول يوسف سنڌيءَ جي ته، "سندس ڪهاڻين ۾ سنڌ جي مسڪين ۽ پيڙهيل طبقن، سنڌي قوم، سنڌي ٻولي ۽ سيپتا، تمدن ۽ ثقافت کي وڏي نمايان اهميت آهي. سندس ڪهاڻين ۾ دقيانوسي خيالن، وهم پرستي، ۽ اجاين ريتن رسمن جي خلاف درس ڏنو ويو

آهي، ۽ هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ سنڌيت، سائنسي سوشلزم، انقلاب ۽ آزاديءَ جو وڏي واڪي پرچار ڪيو آهي." (16)

سنڌس ڪهاڻين تي نظر وجهبي ته انهن ۾ لاتعداد ڪهاڻيون انهي فڪر جي ترجماني تي مشتمل نظر اينديون. جنهن ۾ سنڌي تهذيب تمدن جي شاندار تاريخ، سنڌي سُورمن جا ڪارناما، سنڌي ٻوليءَ جي تمثيلي حيثيت کي اجاگر ڪرڻ جو فڪر ۽ مقصد نمايان نظر ايندو جن کي پڙهندڙن طرفان ميڃتا پڻ حاصل آهي. جنهن لاءِ نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين جي ڪتاب "للڪار" ۾ لکي ٿو ته، "پڙهندڙن کي منهنجون سنڌ، سنڌي زبان ۽ سنڌيت جون ڳالهيون پسند آهن. مان لکڻ وقت سائنس، سوشلزم، سيڪيولرزم ۽ سنڌيت جي ساٿ سان ترقي پسند روشن خيالي، ۽ ذهني آجپي جي واٽ وٺڻ جو جتن ڪندو آهيان." (17)

سنڌس انهن قومي موضوعن تي لکيل ڪهاڻين ۾ **"ناچڻي"، "ٻاهر وارو"، "ٻه خبرون"، "سنڌ ۾ طوفان"، "سورج هوندي مرجهايل"، "پاڙي جي خدمت"، "دٻي ۾ ٺڪريون"، "تاءُ"، "سمنڊ ٿو پڪاري"، "خالي ڪيسي ۾ پيريل سوچون"، "نئون محاذ"، "ڪي ويجها ئي ڏور"، "انگ اکر"، "ٻاهه جو چنڊ"، "آءُ ڪنور ڪر ڳالهه"، "سنڌي ڳائڻي جو خواب"، "ڌرتيءَ جو سڏ"، "تون تون مان مان"، "پرائو ڪلهو"، "هڪ نعرو"، "آزاديءَ جي نئين آڪاڻي"، "سريلنڪا جي اک"، "پهريون هٿيار پڇاڙڪو هٿيار"، "ڪوڙڪي"، "هڪ نعرو"، "ولايت ۾ ولر ياد آيا"، "ٻه خبرون"، "ٻاهر وارو"، "ڪليمي ڪامريڊ"، "پوڙها"، "ڏيٺي ڏک ڏڏن"** ۽ انيڪ ٻيون ڪهاڻيون لکيون. جن ۾ نجم عباسي سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي بقا جي ويڙهه وڙهي. راشد مورائي سنڌس انهن قوميت تي مبني ڪهاڻين جو تجزيو ڪندي لکي ٿو ته، "ڪهاڻي ناچڻيءَ ۾ سنڌ جي قديم تهذيب بابت لکيو ويو آهي. ڪهاڻيءَ ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته سنڌ تي ڪاهون ڪندڙ اجان جڏهن وحشي دؤر مان لنگهي رهيا هئا، ان وقت سنڌ ڪيڏي نه ترقي يافته هئي. "ساٿيهه متائن سون تي" عرب يهودي ويڙهه بابت لکندي هتي جي اسرائيلي ذهنيت رکندڙن ڏانهن ڏيان ڇڪايو ويو آهي. "ديسي سيڻ ڪجن" ۾ هڪ سنڌي نوجوان جو غير سنڌي ڇوڪريءَ سان عشق ڏيکاريو ويو آهي، پر هو پنهنجي زبان ۽ ٻوليءَ ۾ پنهنجا امنگ ۽ جذبا پوري طرح نٿو ٻڌائي سگهي، ڇو ته هوءَ اهو

سپ سمجهڻ کان قاصر آهي. "سنڌي ڳائڻي جو سپنو" سنڌي ڳائڻن کي جيڪي ريڊيو تي وڃڻ تي پهچڻ ۾ دشواريون پيش اچن ٿيون، تن جو ذڪر ڏاڍي اثرائتي نموني ۾ ڪيو ويو آهي، ۽ "پنڌڪي جي پلانڊ" ۾ سنڌي غيرت کي چڱيءَ طرح چٽيو ويو آهي."(18)

اديب جي تخليقات ۾ زندگيءَ سان لاڳاپيل ماحول جون روايتون ۽ توهمات جو ذڪر شامل هوندو آهي. هو پنهنجي فن ۽ فڪر ذريعي نه صرف انهن کي واڪو ڪندا آهن، پر انهن ظلمن ۽ زيادتين جي خلاف مزاحمت پڻ ڪندا آهن. نجم عباسيءَ جو شمار به اهڙن پرجوش ۽ همدرد ليکڪن اندر ٿئي ٿو جن زندگيءَ جي تبديل ٿيندڙ مختلف رجحانن جي پيروي ڪري، سماج جي منفي قدرن ۽ روين کي ساهت وسيلي بي نقاب ڪيو. سماجي ڦيري ۽ قومي آجپي لاءِ ادب کان وڌيڪ سهڪاري ذريعو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ بقول گوبند پنجابيءَ جي ته، "ساهتيه سماج جو ڪتابي سروپ آهي. جيئن سماج پنهنجو روپ بدلايو آهي تيئن تيئن ساهتيه جو روپ به بدليو آهي. ساهتيه، جو لوڪ سيوا لاءِ نٿو رچجي، اهو ساهتيه نه آهي، بلڪ دماغي عياشي آهي."(19)

نجم عباسي اهو ليکڪ هو جنهن بنا ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي، انهن سيني سياسي ۽ سماجي تبديلين ۽ محرڪن کي پنهنجي ڪهاڻيءَ جو موضوع بڻايو جيڪي سنڌ ۽ سنڌين خلاف نفرت، تعصب ۽ حقارت جو زهر ڦهلائي رهيون هيون. جيئن ته نجم عباسي ملڪ ۽ قوم جي ڀلائي ۽ بهتريءَ جو اونو رکندڙ اديبن منجهان هڪ هو ۽ بنيادي طرح "سنڌيت" پسند هو، ان ڪري هن هر ان پاليسيءَ جي مخالفت ڪئي، جنهن ۾ سنڌين جي حقن جي پائمالي ڪيل هجي. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾ نه صرف انهن مسئلن جي نشاندهي ڪئي، پر انهن (مسئلن) جي پاڙ پٽڻ لاءِ پنهنجي ڪهاڻين وسيلي جاڳرتا پيدا ڪرڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي، ان سان گڏ هن پنهنجي ڪهاڻين ذريعي سنڌي ٻولي، ساهت ۽ سيپتا ۾ سچ ۽ سونهن جو هڪ نئون روح ڦوڪيو. هن جاگيرداري نظام جي مدي خارج ويچارن ۽ اڏوهي ڪاڏل سماجي ۽ معاشي نظام خلاف ڀرپور مزاحمت ڪندي، نئين انقلابي فڪر کي هٿي وٺرائي، جيڪا ترقي پسند ليکڪ جي خوبي آهي. نجم عباسي پنهنجي ڏنل هڪ انٽرويو ۾ ان جي وضاحت هنن لفظن ۾

ڪئي آهي تہ، ”ترقي پسند اديب اهو آهي جو آزاديءَ جو شعور جاڳائي، سياسي سجاڳي پيدا ڪري، طبقاتي سماج جي ظلمن ۽ اوڻاين ڏانهن ڏيان ڇڪائي، ان سماج خلاف نفرت پيدا ڪري ۽ ان جي خاتمي لاءِ ميدان ۾ ٽپي پوڻ لاءِ تيار ٿئي. قومي آزاديءَ هٿ ڪرڻ لاءِ هٿياربند جاکوڙ جو جوش ۽ ولولو پيدا ڪري، اهو ئي ترقي پسند انقلابي ادب آهي.“(20)

جيڪڏهن سندس ڪهاڻين جو ترتيب وار مختلف دؤرن ۾ تجزيو ڪيو وڃي، تہ اهي پنهنجي دؤر جي سياسي توڙي معاشي حالتن ۽ واقعن جون عڪاس نظرايندیون. مثال طور سنڌي ٻوليءَ کي جڏهن قومي زبان بدران علاقائي زبان ۾ منتقل ڪرڻ واري سازش ٿي، جنهن جي خلاف سڄي سنڌ جي ساڃاهہ وند ماڻهن ۾ زبردست اشتعال انگيز فڪر جنم ورتو. اديب بہ ان جدوجهد ۾ برابر جا شريڪ رهيا. سنڌ ۽ سنڌين کي پنهنجي امڙ جي لوليءَ واري مٺيءَ ٻوليءَ کان محروم ڪرڻ جي سازش کي ختم ڪرڻ لاءِ، هو سڀ سراپا احتجاج بنجي اٿيا. ڪراچيءَ مان نڪرندڙ اخبار ”عوام“ باقاعده ان سازش خلاف لکندي رهي. ان کان علاوه انسان، عبرت، خادم وطن ۽ رسالي مهراڻ، روح رهاڻ، سهڻي، تحريڪ ۽ ساڃاهہ جون ان سلسلي ۾ ورتل خدمتون وسارڻ جوڳيون ڪين آهن. اها ٻولي جيڪا سيني سنڌين جي شاندار تهذيب، تمدن ۽ ثقافت جي صدين کا وٺي آئينہ دار رهي آهي، ۽ جنهن سنڌ توڙي دنيا کي شاهہ سچل، سامي، بيدل ۽ بيڪس ۽ مرزا قليچ بيگ ۽ ٻين عظيم شاعرن ۽ دانشورن کان متعارف ڪرايو ان کي ايوب شاهي دؤر ۾ سنڌي ٽئين درجي تائين محدود ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو ويو ۽ ان جي مقابلي ۾ اردوءَ کي لازمي قرار ڏنو ويو. اهي حالات ڄاڻي واڻي سنڌين کي پوئتي ڌڪڻ لاءِ اختيار ڪيا ويا، ڇو تہ ٻار پنهنجي مادري زبان کانسواءِ ٻي ڪنهن بہ زبان ۾ صحيح تعليم پرائي نہ سگهندو آهي، ۽ جي تعليم مڪمل نہ ٿيندي، تہ پوءِ اهو ٻار اڳتي هلي ڪهڙيءَ طرح سان ملڪ يا معاشري جو ڪارآمد فرد ثابت ٿيندو. بقول علي نواز جتوئيءَ جي تہ، ”انسان جانور کي لغام چاڙهي پنهنجو تابعدار بنائڻ گهرندو آهي، پر هڪڙي قوم جڏهن ٻي قوم کي پنهنجو تابعدار بنائڻ چاهيندي آهي، تڏهن ان جي وات تي لوهہ جو لغام نہ چاڙهيندي آهي پر اهو لغام چاڙهيندي آهي، جنهن جو نالو غير مادري زبان يا ڌاري زبان آهي، غير

مادري يا ڏاري زبان قوميت جا عناصر فنا ڪري ڇڏي ٿي. سنڌي زبان هن ملڪ جي تمام قديم زبان آهي، ايتري قدر جو تاريخ جي زماني کان به اڳ، انهي ملڪ جو نالو سنڌ هو ۽ ٻوليءَ جو نالو سنڌي هيو ۽ انهي سلسلي ۾ هن تي نئين مروج ٿيل ڪنهن به زبان کي فوقيت جو حق هرگز نه هئڻ گهرجي."(21)

ان ڪري حڪومت جي ان فيصلي خلاف ڀرپور مزاحمت شروع ٿي. ايستائين جو شاگردن پڻ ان جي خلاف مُهم هلائي؛ سرعام ملڪي توڙي بين الاقوامي سطح تي احتجاج شروع ٿيا. اديبن، ليکڪن ۽ شاعرن پنهنجي قومي ٻوليءَ جي بقا ۽ تحفظ لاءِ ملڪ گير احتجاج شروع ڪيا. قومي، ثقافتي ۽ لساني فڪر هيٺ ڪهاڻيون، ناول، مضمون توڙي ايڊيٽوريل لکيا ويا، جن جو مقصد سنڌي زبان جي قديم سياسي، تهذيبي ۽ تمدني حيثيت کي اجاگر ڪرڻ هو. ان سان گڏو گڏ سنڌي اديبن مختلف ملڪن جي قومي ادب کي پڻ ترجمي هيٺ آڻي، عام ماڻهن ۾ انقلابي سوچ بيدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان سلسلي ۾ تنوير عباسي لکي ٿو ته، "سنڌي زبان جي بقا ۽ واڌاري، ادب ۾ صحتمند قدرن جي تلاش، پنهنجي ثقافتي ۽ ڪلاسيڪي ورثن کي زنده رکڻ، ۽ ٻين ٻولين جي ادب مان استفادو ڪري، سنڌن ٻوليءَ کي وڌيڪ شاهوڪار بنائڻ لاءِ ڪوششون ونڻ اسان جو فرض آهي." (22)

سندن انهن ڪاوشن ان وقت جي حڪمرانن کي بدحواس بنائي ڇڏيو ۽ هنن جي انهن سرگرمين کي روڪڻ لاءِ عالمن، اديبن ۽ دانشورن کي يا ته نظربند ڪيو ويو يا جيل موڪليو ويو. فقير محمد لاشاري ان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته، "عوام سنڌي ادب ذريعي پنهنجي دوست دشمن کي سڃاڻڻ شروع ڪيو پر ان ڪم لاءِ سنڌي اديبن تي بي انتها تڪليفون آيون. شيخ اياز جيل پهچيا، ان کان اڳ سوڀي گيانچنداڻي لاهور جي شاهي قلعي ۾، سنڌي ادبي سنگت جي ڪاتي ۾ چار سال جيل پهچيو. رشيد ڀٽي ڪراڙپ ۾ به اهو ناتو جوانن وانگر پيو نڀائي. امر جليل تي ڪيس ٿيا، طارق اشرف به سرڪاري مهمان ٿيو وينو آهي. ڪيس، پڇائون، جاسوسن جي لوڌ، بي روزگاريون ۽ انيڪ ڏچا سنڌي اديبن کي سهڻا پيا. پر هنن ون يونٽ توڙي وڌو. ون يونٽ هڪ انتظامي معامرو هو پر چاڪاڻ ته ان جي وڏي گهات

سنڌي ٻولي، ڪلچر ۽ سنڌ تي لڳي، تنهنڪري اديب بنا رنڊڪ روڪ جي مزاحمت ڪرڻ لاءِ ڪاهي پيا."(23)

نجم عباسي سنڌيت جي فڪر ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي حيثيت اجاگر ڪرڻ لاءِ ۽ پڙهندڙن ۾ قومي شعور جاڳائڻ لاءِ جيڪي ڪهاڻيون لکيون، انهن جو مختصر بيان هيٺ ڏجي ٿو:

"<u>آءَ ڪنور ڪر ڳالهه</u>": هيءَ ڪهاڻي سنڌي قوم جي تاريخي استحصال جي تصوير پيش ڪري ٿي، جنهن ۾ ليکڪ هيءَ تاثر اياري ٿو ته ڇا تاريخ مشهور راڳي ڀڳت ڪنور رام کي صرف ان ڪري اهميت نه ڏني، جو هو هڪ هندو هو؟ باوجود ان جي، جو هن بنا ڪنهن نسلي فرق جي انسانيت جي خدمت ڪئي.

"<u>ڏرتيءَ جو سڏ</u>": هيءَ ڪهاڻي هڪ سنڌي اديب جي احساس محروميءَ جي تصوير پيش ڪري ٿي، جنهن ۾ هيءَ فڪر سمايل آهي ته باوجود اعليٰ تهذيب رکڻ جي به، اسان کي ڌارين جي غلامي ڪرڻي پئي ٿي. آخر اهو ڪيستائين ٿيندو؟

"<u>ڦقڙي</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ ڳوٺن جا ڊوميسائل نهرائي، داخلا ۽ نوڪريون حاصل ڪندڙ شهرين جا پول پڌرا ٿيل نظر اچن ٿا.

"<u>سنڌي ڳائڻي جو سپنو</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ سنڌ جي نشرياتي ادارن تي غير سنڌين جي مسلط هجڻ سان، جيڪا احساس ڪمتري سنڌي فنڪار ۾ پيدا ٿئي ٿي، ان جو دکدائڪ قصو بيان ڪيل آهي. هيءَ ڪهاڻي بقول نجم عباسيءَ جي ته هڪ سچي واقعي جي روشنيءَ ۾ لکيل آهي.

"<u>لڏ پلاڻ</u>": نجم عباسيءَ پنهنجي هن ڪهاڻيءَ ۾، لڏپلاڻ جي هاڃيڪار تهذيبي ۽ لساني اثرن کي بيان ڪندي لکي ٿو ته "پرڏيهي ڌرتيءَ تان هتي ايندڙن هتي اچي مذهب جي نالي ۾ سامراجيت جو ڪردار ادا ڪيو." گذريل 28 سالن جي تجربي ثابت ڪيو آهي ته اصل ناتو ٻولي، ڪلچر، جاگرافي، تاريخ ۽ معاش جو آهي. ها! هن ملڪ نهڻ ڪانپوءِ ڇڪتاڻ جا مکيه بنياد ٻولي،ڪلچر۽ معاش رهيا آهن. حالانڪ وڙهندڙ هڪ ئي مذهب جا هئا.

اهو پڻ ڏنو ويو آهي تہ جيڪا بہ چِڪتاڻ تي، جيڪو بہ جهڳڙو ٿيو ساڳي ٻولي، ساڳي تهذيب وارا هڪ طرف ۽ ٻي ٻولي ۽ ٻي تهذيب وارا ٻي طرف. هر حالت ۾ ائين پئي ٿيو. صحيح ۽ غلط جو ماپو پيو هوئي ڪونہ."(24)

"بلندي": هن ڪهاڻيءَ ۾ هڪ سنڌي هندوءَ جي پنهنجي سنڌ ديس سان محبت، ۽ عقيدت جو جذبو ايتري تہ شدت اختيار ڪري وڃي ٿو جو هو پنهنجي وطن جو جانباز سپاهي هوندي بہ، ان ديس تي حملي ڪرڻ کان ڪيٻائي ٿو جنهن جي مٽيءَ مان هن پاڻي پيتو هو. ليکڪ هيءُ ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ، مذهب کان سگهارو ناتو ڪلچر، زبان ۽ زمين جو هوندو آهي.

"انگ اکر": هن ڪهاڻيءَ ۾ مادري ٻوليءَ جي اهميت بيان ڪندي ليکڪ لکي ٿو "تہ اصل نسل ڪشيءَ جي موجوده صورت اها آهي، تہ ٻار کي پنهنجي ٻولي ۽ پنهنجي قومي سڃاڻپ کان پري رکيو وڃي. اهڙو ٻار گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي وطن واسطي جيئري ئي پوريل بنجي وڃي ٿو." (25)

"ٻي ۾ نڪريون" هن ڪهاڻيءَ ۾ مادري ٻوليءَ کي نظرانداز ڪري، ڌاري ٻوليءَ کي مڙهڻ سبب، هڪ اڻ پڙهيل ماڻهوءَ جو مشڪلاتن ۾ ڦاسڻ جو ذڪر پيش ڪيو ويو آهي. هيءَ ڪهاڻي ان وقت ۽ حالتن جي تصوير پيش ڪري ٿي، جڏهن سنڌ ۾ سنڌيءَ بدران اردوءَ کي دفتري ٻولي طور رائج ڪيو ويو هو. اهڙي وقت ۾ نجم عباسي هڪ سرموڙ اديب جيان اڳتي آيو ۽ هن پنهنجي فن ذريعي هر قسم جي رياستي ڏاڍ ۽ جبر خلاف سنڌي سماج جي ذهني اوسر ڪري، کين جديد سياسي ۽ سائنسي شعور کان متعارف ڪرائي، منجهن انقلابي رجحان پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اهو ئي سبب هو جو سندس چاهيندڙن ۾ وڏو تعداد نوجوانن ۽ شاگردن تي مشتمل هو. نجم عباسي هميشہ فن تي مقصد کي فوقيت ڏني، جيڪا هڪ انسان دوست ترقي پسند ۽ انقلابي سوچ رکندڙ عظيم ليکڪ جي نشاني مڃي وڃي ٿي. جنهن جو اظهار نسيم ڪرل، طارق اشرف کي ڏنل هڪ انٽرويو ۾ هنن لفظن سان ڪري ٿو تہ "عظيم اديب اهو آهي، جيڪو مقصد لاءِ لکي ٿو ۽ لکندو رهي ٿو بنا ڪنهن ڀوَ جي، بنا ڪنهن هٻڪ ۽ ڊپ جي ڊائو جي. مطلب تہ محض انصاف جي لاءِ، انسان جي اعليٰ قدرن لاءِ ۽ انسان جي بهتريءَ لاءِ لکي ٿو ۽ سماج جي سڌاري لاءِ لکندو ئي رهي ٿو." (26)

هن اهي ڪهاڻيون ڇو لکيون؟ ان جو بہ ڪارڻ موجود آهي. ڇاڪاڻ تہ ان وقت جي سياسي فيصلي ون يونٽ جي قيام سان، سنڌ اندر وڏو سماجي ۽ لساني خلفشار پيدا ٿيو. بنا رنڊڪ ٻين صوبن جي ماڻهن جون بدليون سنڌ اندر ڪيون ويون، جن جي زبان ڌاري هئي.جنهن سان هن صوبي جي اصل رهواسين ۾ احساسِ ڪمتري جنم ورتو ۽ هو ڌاري ٻوليءَ جي تسلط اندر دٻجڻ لڳا. ڊاڪٽر تنوير جوڻيجو ان بابت لکي ٿي تہ، "ون يونٽ ٿيڻ مارشل لا لڳڻ ۽ آفيسرن جو وڏو تعداد نوڪريءَ سانگي، ملڪ جي ٻين حصن مان سنڌ ۾ اچي وارد ٿيو. نتيجي ۾ سنڌ جو رنگ ۽ نيڻ نقشا مٽيا. مهاجرن ۽ غير سنڌين جي آمد سان سنڌ هڪ وڏي ۽ تڪڙي سياسي، ثقافتي ۽ سماجي تبديليءَ جو شڪار بڻي. اردوءَ جو اثر هتان جي ٻوليءَ تي بہ پيو. ان ڪري هتان جا مڪاني باشنده احساسِ ڪمتريءَ جو شڪار بڻيا."(27)

نجم عباسي سنڌيءَ قوم کي سنڌي ٻوليءَ جي قدر و قيمت ڏسڻ لاءِ ۽ انهيءَ ڪسمپرسيءَ واري سوچ مان ڪڍڻ لاءِ اهڙيون ڪهاڻيون لکيون. ڇاڪاڻ تہ هو هڪ قومي سوچ جو مالڪ، انسان دوست ليکڪ هو. سندس ڪهاڻيون جيڪڏهن علمي، ادبي ۽ فني ڪسوٽيءَ تي رکبيون، تہ اهي مخصوص فڪري، معاشي، سياسي ۽ معاشرتي ۽ سماجي حالتن جي اولڙي ۾ لکيل، ۽ پڙهندڙن ۾ شعور بيدار ڪندڙ فڪر سان سلهاڙيل، بامقصد ۽ ترقي پسند سوچ جي ترجمانيءَ تي مشتمل نظر ايندين. جن جي ٻولي سپڪ، سادي ۽ سليس سنڌيءَ تي مشتمل نظر اچي ٿي. ان ڪري نجم عباسيءَ جي ڪابہ ڪهاڻي منجهيل، بي مقصد يا ڦٽڪيل نظر نہ ايندي. سندس ڪا ورلي اهڙي لکيل ڪهاڻي ملندي، جا بامقصد ۽ فڪر انگيز نہ هجي. طارق اشرف مطابق تہ، "نجم عباسي اهو ليکڪ آهي، جيڪو اهي موضوع يا اهي مسئلا، جيڪي موجوده وقت ۾ موجود هجن، ۽ ماضيءَ قريب ۾ ٿيا هجن، ان موضوع تي ڪهاڻيون لکي ٿو. ٻي ڳالھہ اها تہ نجم عباسيءَ جي اها شعوري ڪوشش هوندي آهي، تہ ٻولي نج سنڌي هجي، پڙهندڙن کي ڪو ڏاريو لفظ نہ ملي. ٽي ڳالھہ نجم جي ڪهاڻين ۾ قوميت هوندي آهي. نجم عباسيءَ جي شايد ئي اهڙي ڪهاڻي هجي، جا با مقصد نہ هجي. منهنجي سوچ مطابق اهي ئي ڳالهيون يا خوبيون آهن، جن جي ڪري نجم عباسيءَ

جون ڪهاڻيون پڙهندڙن ۾ ڏينهون ڏينهن مقبول ٿينديون ٿيون وڃن. ڇاڪاڻ تہ سنڌ ۽ سنڌين سان جيڪو بہ ظلم يا ناحق ٿيندو آهي، يا ٿي سگهي ٿو نجم عباسي انهيءَ تي قلم ضرور کنيو آهي."(28)

نجم عباسي هڪ ڪميٽيڊ ليکڪ هو جنهن پنهنجي تخليقن ذريعي سنڌي قوم جي آجپي لاءِ مسلسل جدوجهد ڪئي. پراثر مزاحمتي ۽ احتجاجي ادب تخليق ڪيو جنهن جو مقصد، عام ماڻهن ۾ نئين جاڳرتا جي سوچ بيدار ڪرڻ هو. بقول ناز سنائيءَ جي تہ "ڊاڪٽر صاحب لکي ٿي سنڌ جي ماڻهن لاءِ ٿو انهن جي مسئلن، گهرجن، تڪليفن، اهنجن ۽ عذابن تي وڏي بي باڪيءَ ۽ بي ڊپائيءَ سان لکندو رهي ٿو. سندس هر هڪ افسانو اسان جي وطن سنڌ جي سماج جي تصوير هوندو آهي. سماج جي هر هڪ برائيءَ تي هن لکي جهاد ڪيو آهي."(29)

مجموعي طور تي ان سڄي دؤر جو سنڌي ادب ٿي سياسي اٿل پٿل، هلچل ۽ تحريڪن جي اثر هيٺ لکيل نظر اچي ٿو. اهو وقت نہ صرف سنڌي قوم، پر سنڌي ليکڪن لاءِ پڻ مشڪلاتن سان ڀريل هو. محمد ابراهيم جويو جيڪو پاڻ اُن دؤر جو اکين ڏٺو شاهد هئڻ سان گڏ، انهيءَ قومي جدوجهد جو هڪ اهم ڪردار پڻ آهي، سو لکي ٿو تہ "ويهين صديءَ جو پويون اڌ ان جي چوٿي، ڏهاڪي جي آخري سالن کان وٺي، ان جو پنجون ۽ ڇهون ڏهاڪو، ان جو ستون ڏهاڪو ۽ ان جو اٺون ڏهاڪو اسان لاءِ زنجيرن ۾ ٻڌل جبل جي وڏي چپ وانگر گهسڪندو گهلجندو ٿي رهيو ۽ اسين اُن جي آگ ۾ ڏکيا ۽ ٽيلهيا، رتو رت ٿيندا ۽ چيچلائبا ٿي رهيا سين." (30)

ان ڪري ٿي ان دؤر سان وابستہ ليکڪ، پنهنجي فن ۽ فڪر ۾ قومي ۽ سماجي حالتن جا ترجمان مڃيا وڃن ٿا، جن ۾ نجم عباسيءَ جي حيثيت هڪ سرموڙ کان گهٽ نہ هئي. هن ڪُلم ڪُلا احتجاجي ادب کي پنهنجي ڪهاڻين جو حصو بنايو. جن ۾ هن سنڌين سان ٿيندڙ هر زيادتيءَ جو نہ صرف ذڪر ڪيو پر ان کي ختم ڪرڻ يا ڪٽي اڇين ڇڄجي تہ سڌو سنئون "ٻري تي ٻيچ ڪرڻ وارو" ڏس ڏنو. ڪيس سنڌ، سنڌي ۽ سنڌي زبان سان والهانہ محبت هئي، ان ڪري سندس ڪهاڻين جو گهڻي ۾ گهڻو تعداد سنڌيت تي مبني آهي، جنهن ۾ سنڌ جي صدين جي تاريخ ۽ شان اوتيل نظر اچي ٿو ۽ سنڌي ٻولي ۽ سيپتا سان اٿاهہ محبت جو جذبو سمايل نظر

اچي ٿو. خاص طور تي "ايڏو سُور سهي" مجموعي جون تہ تقريبا سڀ ڪهاڻيون، قوميت تي مشتمل آهن، جن ۾ ڌرتيءَ جو فڪر هر جاءِ تي بڪندي نظر اچي ٿو.

"ناچڻي": هيءَ ڪهاڻي سنڌ جي تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت جي تمورتي عورت، ڌرتي ۽ آزاديءَ جي اهميت کي اجاگرڪري ٿي. تاج جويو ان ڪهاڻيءَ جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ، "هن ڪهاڻيءَ ۾ (ناچڻي) علامت آهي، "سنڌ" جي، جا موهن جي دڙي واري دؤر کان اڄ تائين ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ ڌارين جي غلام رهندي اچي ٿي. هن ڪهاڻيءَ کي پڙهڻ سان سنڌ جي ماضيءَ جي تاريخ، ۽ تهذيبي روايتن جي عَظمت اسان جي اکين اڳيان ايري اچي ٿي، ۽ هر ڌارئين حملي آور لاءِ نفرت جاڳي اٿي ٿي."(31)

ان ڪانسواءِ نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جي هي اهم خوبي اها بہ هئي، تہ اهي هميشہ پنهنجي وقت جون ترجمان ڪهاڻيون آهن. ڇاڪاڻ تہ بنيادي طور تي نجم وقت ۽ حالتن جو ليکڪ هو. مثال طور جڏهن سنڌي هندن لڏپلاڻ ڪئي، تڏهن نجم عباسي سندن يادگيرين کي ڪهاڻين جو موضوع بنايو جمهوريت مثلاً "پاڙيسري"، جڏهن "ون يونٽ" قائم ٿيو تڏهن هن پين ليکڪن سان گڏجي ان جي مزاحمت ۾ ان جي خلاف ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ "بہ خبرون"، جنهن ۾ هو ان پيءَ جي پيڙا کي بيان ڪري ٿو جنهن جو اڪيلو پٽ پٺاڻ اغوا ڪري وڃي ٿو جن کي ون يونٽ جي بدولت ايتري آزادي ميسر ٿي، جو هو آزاديءَ سان هڪ ٻئي جي حقن جي لتاڙ ڪري سگهيا پئي، جنهن کي بيان ڪندي هو لکي ٿو تہ. "اهڙا واقعا اڳي بہ ٿيندا هئا پر پاڪستان، ۽ خاص ڪري ون يونٽ ٺهڻ ڪانپوءِ هن درندگيءَ جا دروازا کلي پيا آهن. پين پرڳڻن وارن کي هتي عام جام اچڻ، ۽ واپار ۽ ٺيڪيداري ڪرڻ جي کلي موڪل ملي ويئي آهي. اڳي سامان واريون ترڪون صرف پنهنجي پرڳڻي ۾ هلي سگهنديون هيون، پر هاڻي ون يونٽ جي ڪري اها روڪ ٽوڪ ختم ٿي ويئي آهي، ۽ ترڪون ڪراچيءَ کان پشاور تائين بنا ڪنهن بندش جي اچي وڃي سگهن ٿيون."(32)

وري جڏهن ايوب شاهيءَ جي دؤر ۾، گڊو بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج (غلام محمد) جون زمينون رٽائر فوجي آفيسرن ۾ تقسيم ڪيون ويون، جيڪي سڀ غيرسنڌي هئا. جي ايم سيّد جي لفظن ۾ تہ، "آڪٽوبر 1958ع

کان 1962ع جي عرصي دوران، هر سؤ ماڻهن مان زمين حاصل ڪندڙ پنجاسي ماڻهو غيرسنڌي هئا. فوج ۾ سدائين پنجاب جي واضح اڪثريت رهي آهي. مکي ڍنڍ جي علائقي واري يا سنڌ جي بين بئراجن واري زمين، انهن پنجابي فوجين کي حاصل ٿي."(33)

جڏهن اهي زمينون انهن پنجابين کي مليون، تڏهن هنن انهن کي آباد ڪرڻ لاءِ پنجاب مان پنهنجن هارين کي گهرائي، سنڌين کي نه صرف زمين کان، پر ان زمين مان حاصل ڪيل روزگار کان پڻ محروم ڪيو ويو. نجم عباسيءَ ان مسئلي جي نشاندهي پنهنجي ڪهاڻين، **"ڳاڙهيون ڳاڙهيون جهنڊيون"، "ڇيڙا"، "رستو"** ۽ **"پنهنجي پنهنجي راند"** ۾ ڪئي آهي. جنهن ۾ هو هڪ هنڌ لکي ٿو ته، "راندين ذريعي ڪنهن ملڪ يا قوم کي ڪونه پرکبو آهي، راندين کنڻ سان ڪنهن ملڪ جو حقيقي ناموس ڪونه ٿيندو آهي. جڏهن اظهار جي آزاديءَ تي پابنديون وجهن ٿا، ماڻهن کي ڦٽڪا هڻايا وڃن ٿا، ڦاسين تي لٽڪايو وڃي ٿو جڏهن مهانگائي ۽ رشوت چوٽ چڙهي وڃي ٿي، جڏهن پرماريت ڪئي وڃي ٿي، جڏهن جمهوريت ۽ انساني حقن کان محروم ڪيو وڃي ٿو جڏهن قومن جا حق هڙپ ڪيا وڃن ٿا، جڏهن عوام جي نه جان محفوظ آهي نه ملڪيت، نه عزت، نه روزگار، تڏهن ملڪ جي ناموس جو خيال ڇو نه ٿو ڪيو وڃي؟" اڳتي هو سنڌ جي ننڍڙڪي زمينن بابت لکي ٿو ته، "جي پاڪستان ميچ کٽي وڃي ها، ته انهن رانديگرن کي اسان جي سنڌ جون زمينون انعام ۾ ملن ها."(34)

سنڌ جي سُورن جي پڄاڻي اتي به ڪانه ٿي، ان ڪانپوءِ سنڌين کي ڄاڻي واڻي صنعتي لحاظ کان پوئتي رکڻ لاءِ، وڏين نوڪرين کان محروم ڪيو ويو. سندن شراڪت اٽي ۾ لوڻ برابر رکي ويئي، جنهن جو بيان ڪندي عبدالواحد آريسر لکي ٿو ته "گذريل 25 سالن ۾ سنڌ ۾ ڪافي صنعتون قائم ڪيون ويون، پر سنڌ جي عوام کي انهن صنعتن کان پري رکي، لکين پنجابي پٺاڻ مزور سنڌ ۾ آندا ويا، ۽ سنڌين جي روزگار تي ڌاڙو هنيو ويو. هزارين پنجابي ڪلاس پهرين ۽ ٻئي جا آفيسر به سنڌ تي مسلط ڪيا ويا. هن مان اڪثريت کي مرڪز جي دٻاءَ تحت، سنڌي آفيسرن جي مٿان سنڌ جي ڊوميسائل تي ڏيکاريو ويو."(35)

نجم عباسي ان مسئلي تي پڻ ڪهاڻيون لکيون آهن، جن ۾ "ڪسوٽي"، جنهن ۾ ڊيڪاريل آهي تہ صرف هڪ سنڌي آفيسر مقرر ٿيڻ تي، ڪراچيءَ اندر ڪيڏا نہ فساد رونما ٿين ٿا. ساڳي ئي موضوع تي هو ڪهاڻي "ڳاڙهيون ڳاڙهيون جهنڊيون" اندر لکي ٿو تہ، "هن کي وري گاڏين ۾ غير معمولي ڀيڙ نظر آئي. تازو تازو ون يونٽ وجود ۾ آيو هو ڀيڙ فقط انهن گاڏين ۾ هوندي هئي، جيڪي سنڌ ڏانهن اينديون هيون. هو مسافرن کان سندن منزل جو پڇندو هو. هن کي معلوم ٿيو تہ انهن پنجابي آفيسرن کي سنڌ اندر واپڊا، انڊسٽريز، ريلوي ۽ ٻين کاتن ۾ نوڪريون مليون آهن. هن کي پنجابي هارين جا هجوم بہ سفر ڪندي نظر آيا، انهن ٻڌايس تہ سنڌ ۾ سندن آفيسرن ۽ چوڌرين کي زمينون مليون آهيون، جي آباد ڪرڻ لاءِ هو سنڌ ۾ آيا هئا. ڪٽڪن جا ڪٽڪ، هجومن جا هجوم ۽ انبوهن جا انبوهہ."(36)

تاريخ جا اهي تلخ فيصلا ان دؤر جي سنڌي ادب جو گهڻي ڀاڱي سان موضوع رهيا، ڇاڪاڻ تہ انهن حالتن کي برداشت ڪرڻ هڪ باشعور ماڻهوءَ لاءِ تمام ڏکيو هو. خاص طورتي اديب طبقو جيڪو عام ماڻهوءَ جي بنسبت وڌيڪ حساس طبيعت جو مالڪ هوندو آهي، سي انهن پيچيده حالتن کي ڏسي لمحہ فڪر ۾ اچي ويا، ۽ هنن وڏي پيماني تي احتجاجي ادب تخليق ڪري، ان ظلم ۽ استحصال خلاف ڀرپورآواز بلند ڪيو. ان ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هر دؤر جي تاريخ، ادب تي پنهنجا اثر ڇڏي ٿي. ڊاڪٽر الهداد ٻوهيو جي لفظن ۾ تہ، "ادب جي پس منظر ۾ همعصر تاريخ جو هٿ اهو آهي، تہ اها ادب جو محرڪ بنجي ٿي، ۽ پڻ ادب جو دائرو مقرر ڪري ٿي، هر دؤر جي ادب جي هڪ تاريخ ٿئي ٿي، هر دؤر جي تاريخ جو هڪ ادب ٿئي ٿو منهنجو ذاتي خيال اهو آهي تہ تاريخ ادب تي پنهنجو قانون ۽ فيصلا صادر ڪري ٿي، ۽ ادب اهي فيصلا ۽ قانون مڃي ٿو. سنڌي ادب تي بہ تاريخ ڪجهہ فيصلا صادر ڪيا آهن، ۽ سنڌي ادب اهي فيصلا قبول ڪيا آهن."(37)

ون يونٽ جي ان دؤر ۾ سنڌ جي جيڪا سياسي، اقتصادي، سماجي ۽ معاشي حق تلفي ٿي، ان سان جيڪي ويل ڪيا ويا، ان جو ننڍو مثال جمال ابڙي جي پنهنجي آتم ڪهاڻي، "اونهي ڳالهہ اسرار جي" ۾ هنن سٽن مان

لڳائي سگهجي ٿو. هو لکي ٿو تہ "ڪوهہ مريءَ ۾ هڪ پنجابي جج سان بيٺو هوس، تہ ان ڳالهين ڪندي مونکي چيو تہ سنڌ ۾ اڄ ڪلهہ تعصب ڏاڍو وڌي ويو آهي. مون سندس اکين ۾ گهوري چيو تہ سنڌ ۾ آفيسر، ڪلارڪ، چوڪيدار، پٽيوالا، زميندار ۽ واپاري سڀ پنجابي پريا پيا آهن. پنجاب ۾ هڪ سنڌي ڏيکاريو جو پٽيوالو يا چوڪيدار هجي، يا رڳو هڪ ايڪڙ زمين هجيس، پوءِ بہ اسين، تعصبي ۽ توهين مومن ۽ شريف!" (38)

هي ان وقت جا سياسي حالات هئا، جنهن ۾ سنڌي اديب جو ڪردار بي باڪ، بي ڊپو ٿي ابري آيو ۽ هنن پنهنجي قوم جي بقا جي جنگ، پنهنجي قلم ذريعي لڙي. نجم عباسي ان قومي جدوجهد ۾ انهن سينيءَ کان اڳيرو هو. هن نہ صرف سنڌ جي قومي ۽ لساني فڪر جي پوئواري ڪئي، پر سندس ڳوڙهي نظر ملڪي ۽ بين الاقوامي تبديلين تي پڻ هئي. نجم عباسي مارڪسي نظريي تحت رونما ٿيندڙ انقلابن کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، عام ماڻهن ۾ هيءُ فڪر اجاگر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ جيستائين اوهين سڀ متحد ۽ مضبوط بنجي ميدان ۾ نہ لهندؤ تيستائين معاشرتي، سماجي يا سياسي انقلاب آڻي نہ سگهندؤ. ان لاءِ توهان کي پنهنجي سر جاکوڙ ڪرڻي پوندي. انهي ڪري ئي نجم عباسيءَ جون ڪهاڻيون ملڪي توڙي بين الاقومي انقلابي ادب جون ترجمان، ۽ بامقصد ڪهاڻيون ليکيون وڃن ٿيون. عبدالواحد آريسر سندس افسانوي فن جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ "هڪڙا ليکڪ فن لاءِ لکندا آهن پر نجم عباسي ڪاز يا مقصد لاءِ لکيو." (39)

۽ جڏهن ليکڪن سياسي توڙي معاشي استحصال خلاف آواز اٿاريو تڏهن سندن لکڻين تي پابندي لڳائي ويئي. نجم عباسي انهن پابندين جي خلاف پڻ **"هٿيار"، "ڪوڙڪي"، "پهريون هٿيار پڇاڙڪو هٿيار"، "پنهنجي زماني کان اڳيرو" ۽ "ايڏو سُور سهي"** (جنهن ۾ هڪ ماڻهوءَ کي اهو الزام هڻي گرفتار ڪيو ويو آهي، تہ هن وٽان هٿيار مليا آهن، اهي هٿيار جي ايم سيّد جا ڪتاب، سهڻي رسالو ۽ تحريڪ رسالي جون جو ڪجهہ ڪاپيون تي مشتمل هئا) جهڙيون ڪهاڻيون لکي ڀرپور مزاحمت ڪئي.

نجم عباسي نہ صرف طبعي ڪهاڻيون لکيون پر هن ڪيترين ئي مشهور انقلابي ڪهاڻين ۽ ناولن جا ترجما ڪري، سنڌي ادب ۾ انقلابي

فڪر ۽ مقصد کي فروغ ڏنو. سندس ترجمو ٿيل اهڙين انقلابي ڪهاڻين ۾ "سک ۽ سياست"، "گل ۽ گولا"، "عظيم"، "سوچون سرويچن جون"، "ڪنڪو"، "ايڏو سُور سهي"، "چري مائي"، "چيتو ڏهين ڏينهن تي"، "منهنجو ماڳ روشن راهون"، "ماءُ" ۽ "جادوگر" شامل آهن. ترجمي جي فڪر ۽ فن کي بيان ڪندي هو لکي ٿو ته، "پنهنجي قوم کي ٻين ملڪن جي قومي جنگين، ۽ طبقاتي جاکوڙ جي ڄاڻ پهچائڻ لاءِ به ترجمو ڪيو ويندو آهي. ٻين ملڪن ۽ قومن جي سوچ ڄاڻڻ لاءِ به ترجمو هڪ ذريعو آهي، جنهن جي ذريعي ادبي فن جي نون لاڙن نون تجربن ۽ نون نمونن سان واقفيت ٿئي ٿي." (40)

نجم عباسي هنن ترجمن ذريعي هيءُ شعور اڀارڻ جي ڪوشش ڪئي، ته انقلاب عام ماڻهو هاري، پورهيت ۽ مزور ئي آڻي سگهن ٿا. ڇاڪاڻ ته سماج ۾ سڀ کان وڌيڪ سندن حقن جي لتاڙ ٿئي ٿي، ان ڪري دنيا ۾ پنهنجي سک، شانتي ۽ آجپي حاصل ڪرڻ لاءِ انهن کي پنهنجي سر جدوجهد ڪرڻي پوندي، جنهن ۾ جاني يا مالي نقصان به درپيش اچي سگهن ٿا...

"جادوگر": هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ انهن پورهيتن ۽ مزورن کي جادوگر سڏي ٿو ۽ کين اها ڄاڻ ڏئي ٿو ته جيڪڏهن توهان منظم ٿي عام ڪاڏي پيئي جي شين جو واهپو بند ڪري ڇڏيو ته ڇا ڇا نه ٿي سگهي ٿو ڇاڪاڻ ته ملڪ جو سڄو وهنوار سندن بدولت ئي هلي رهيو آهي. نجم عباسي سنڌي ٻولي ۽ سنڌي ادب جو شيدائي هو. پنهنجي زبان کي زور وٺائڻ ۽ عام ماڻهن ۾ سياسي ساڃهه ۽ قوميت جي اهميت کي اجاگر ڪرڻ لاءِ، هن دنيا جي چونڊ ڪتابن جا ترجما سنڌي ادب کي ڏنا، ته جيئن عام ماڻهو ان مان لاڀ حاصل ڪري سگهن. اهڙن ترجمن ۾ "ڳاڙهو لالٽين"، "اڪيلا نه آهيون"، "گانڌي"، "پهاڙن ۾ پڪار"، "ماسترياڻي"، "زلزلو"، "لينن جي انقلابيت" وغيره شامل آهن. ترجمي جي انهي خدمتن جي ڪري سنڌ مشهور ڏاهي محمد ابراهيم جويو کيس، "سنڌ جو ٻيو مرزا قليچ بيگ سڏيو آهي." هن انهن انقلابي ناولن ۽ ڪهاڻين جا ترجما ڪري، سنڌي ماڻهن کي انقلاب، ۽ ان جي مثبت ۽ منفي نتيجن کان آگاهه ڪيو. گڏوگڏ اهو پڻ ٻڌايو ته اهڙي قسم جا انقلاب، گهر ويٺي ٺلهيون ڳالهيون ڪرڻ، يا هيڪڙ ٻيڪڙ

ٿيندڙ احتجاجن ذريعي ڪونہ ايندا آهن. ان جي برعڪس متحد ۽ منّظم جدوجهد، ذهني ۽ جسماني طاقت، ويڙهہ ۽ قربانيءَ ڪانپوءِ ئي رونما ٿيندا آهن.

مطلب تہ نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين ذريعي، سنڌي عوام کي بيدار ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي، ۽ سندس ڪهاڻين جو واضح مقصد هو تہ سنڌين جي حق تلافي خلاف پرپور آواز اٿاريو وڃي. هن سنڌي قوم جي آجپي ۽ اوسر لاءِ پنهنجي سموري زندگي وقف ڪري ڇڏي. سندس انهن علمي ۽ ادبي خدمتن، سنڌي ماڻهن ۾ نئين جوت ۽ اتساهہ پيدا ڪيو. اهو ئي سبب آهي جو هو پڙهندڙن ۾ گهڻو مقبول هو. ڪڏهن ڪڏهن سندس قلم سخت مؤقف اختيار ڪري ويندو هو پر سندس مطالبا ۽ مقصد جائز هئا. نجم عباسيءَ تي تنقيد بہ گهڻي ڪئي ويئي، تہ هو غير سنڌين لاءِ تعصب جي بنياد تي خراب لکي ٿو. اهڙي ئي هڪ تنقيد جو جواب ڏيندي طارق اشرف هي لفظ چيا هئا تہ، "پنهنجي حقن لاءِ آواز اٿارڻ تعصب آهي، نفرت ۽ حقارت ڦهلائڻ آهي تہ اسين وڏي واڪ چئون ٿا، تہ اسين تعصبي آهيون." (41)

## سماجي برائين خلاف لکيل ڪهاڻيون:

اسان جو سنڌي سماج اهڙن ڪيترن ئي واقعن سان پريو پيو آهي. علم جي ڪمي، اڻجاڻائي ۽ جهالت سنڌي سماج کي زماني جي اعليٰ قدرن کان گهڻو پري رکيو آهي. جيئن تہ ليکڪ سماج جو هڪ سوچيندڙ فرد آهي، ان ڪري سماج جي منفي رويّن ۽ قدرن جو هن تي عام فرد برعڪس وڌيڪ اثر ٿئي ٿو. سماج جا اڪيچار مسئلا، ليکڪ جا بنيادي موضوع هوندا آهن. نجم عباسي اهو ليکڪ هو جنهن طبقاتي نظام جي هر برائيءَ کي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، ماڻهن ۾ انهن دشمن قوتن سان ويڙهہ ڪرڻ جو شعور جاڳايو جيڪي سماج کي اندرئي اندر کائي کوکلو بنائي رهيون هيون. پوءِ اهي چاهي گهريلو هجن يا مذهبي، يا سماجي هجن يا فرسوده رسم رواج هجن. يا ذات پات جا ويڇا هجن. هن شهري توڙي ٻهراڙيءَ جي سماج جي هر ڪنهن موضوع کي ڪهاڻين جو ويس ڍڪايو. هن وٽ ٻوليءَ ثقافتي ۽ سماجي هٿيار هئي، جنهن جي وسيلي هن پڙهندڙن ۾ غير معمولي شعور جون شمعون روشن ڪيون. نجم عباسي پراڻن سماجي روين ۽ ڏانچن

کي پوري طرح ختم ڪرڻ لاءِ، سائنسي شعور بيدار ڪرڻ جي ضرورت تي زور ڏنو. سندس ڪهاڻين جو مقصد هڪ اهڙو سماجي انقلاب آڻڻ هو جنهن ۾ هر انسان جي زندگيءَ ۾ پيار، امن ۽ سلامتي هجي. هو بنيادي طور سچ، حق، انصاف ۽ صداقت جو متلاشي هو ۽ هن پنهنجي سڄي ڄمار انهي فڪر جو پرچار ڪندي گذاري. ڊاڪٽر الانا صاحب جي هيءَ راءِ نجم عباسيءَ تي بلڪل ٺهڪي اچي ٿي ته، "سنڌ جو ليکڪ سماج سڌار جي حيثيت ۾ هڪ پرچاري، هڪ داعيءَ جي ويس ۾ هڪ سچي ساٿي ۽ سڄڻ وانگي صلاحون ڏيئي ٿو. هن سماج مان اڻگهڙ ۽ دقيانوسي رسمون ڪيڏڻ لاءِ، ماڻهن کي سندن مسئلا سمجهڻ ۽ سمجهائڻ لاءِ، پاڻ ۾ پنهنجا مسئلا حل ڪرڻ جي صلاحيت پيدا ڪرڻ لاءِ، عام ماڻهن ۾ جاڳرتا آڻڻ لاءِ استادن، رهبرن ۽ رهنمائن جهڙو ڪم ڪيو آهي. هن دؤر ۾ سنڌي عوام جي مسئلن جو ۽ سنڌي زبان جي مسئلن جو جيڪڏهن ڪنهن طبقي کي اونو آهي، ۽ جيڪڏهن ڪنهن جي دل ۾ درد آهي، ته اهو فقط سنڌي ليکڪ ۽ شاعر آهي." (42)

نجم عباسيءَ جون ڪهاڻيون انهي ڪسوٽيءَ تي بلڪل کريون نظر اينديون. سندس ڪهاڻيون پوءِ اهي چاهي قوميت جي رنگ ۾ رنگيل هجن، يا پوليءَ توڙي زميندارِي ظلم جي خلاف هجن يا، سرمائيداري ظلمن جي، يا ڪٺي سماجي براين جي پسمنظر ۾ لکيل هجن، يا مولوين ۽ پيرن جي مڪارين ۽ فريبين تي مشتمل هجن۔ هڪ ڳالهه جا سيني ڪهاڻين ۾ واضح ملندي، اها آهي ته پاڻ ڪٿي به علامت يا اشارن کان ڪم نٿو وٺي، پر ان جي برعڪس سڌو سنئون مسئلي جي تهه تائين پهچي، سندس بنياد اکيڙي، ان جو حل ڪيدي ٿو. جنهن لاءِ سندس هيءَ چوڻ هو ته، "اڄ ڏينهن تائين اهڙيون ڪهاڻيون لکيو ن پئي ويون آهن، جن ۾ ڪنهن سماجي يا سياسي برائيءَ جو احساس پئي ڏياريو ويو آهي، هاڻي اهڙيون ڪهاڻيون لکجن، جن ۾ اهو ڏيکاريو وڃي ته اهڙي برائِي يا اهڙي سرشتي کي ختم ڪيو پيو وڃي." (43)

<u>"رانديڪو"</u>: هيءَ ڪهاڻي سنڌي سماج جي خطرناڪ مرض، "ڪاروڪاري" جي تصوير پيش ڪري ٿي. جڏهن ڪهاڻيءَ جي مرڪزي ڪردار حليما جي شادي، هن جي ڦوه جوانيءَ ۾ پنهنجي اٺن سالن

جي مائٽ سان رچائي وڃي ٿي، ۽ جڏهن هو مونجهارن جو شڪار ٿئي ٿي ته، پوءِ هوءَ ڪنهن نئين ساٿيءَ جي ڳولا ڪري ٿي تڏهن ڪيس ان ساٿيءَ سميت قتل ڪري، سندس ساهرا بهادريءَ جو مثال پيش ڪن ٿا. اهڙا واقعا نه صرف ان وقت پر هن وقت به اسان جي سماج ۾ روز مره جو حصو بڻجي ويا آهن.

"خالق ڏني جو موت": سرمائيداري سماج ۾ مالڪ هٿان ملازم جو نه صرف معاشي نقصان ٿئي ٿو پر هو سندن ذاتي زندگيءَ ۾ پڻ مداخلت جو پاڻ کي حقدار سمجهي، سندن ننگن تي نظر وجهن ٿا. گڏو گڏ ليکڪ اهو به ڏيکاري ٿو ته مادي ضرورتن جو پورائو نه هئڻ سبب، ڪيئن سندن عورتون خوشيءَ سان اها دعوت قبول ڪن ٿيون.

"سبق جن سيکاريو": هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ اهو ٻڌائڻ چاهي ٿو ته جيڪي ماڻهو ٻين جي عزتن سان کيڏن ٿا، ته سندن عزت پڻ ماڻهو لتاڙي وجهن ٿا. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته، "ٻين جو لوڙهو نه لتاڙجي."

"رشتا ناتا": ٻن پيار ڪرڻ وارن جي ڪهاڻي، جنهن ۾ مرد جو ڪردار ساڳيو روايتي تعصبي، ۽ عورت کي پنهنجي ملڪيت مڃڻ وارو آهي. جڏهن ته هو پاڻ ان هوندي به ڪيترين سرين سان رکي ٿو پر عورت پوءِ چاهي اها ان جي صرف داشته هجي، هو ان کي به ڪنهن سان ورهائي(شيئر) نٿو سگهي. رسول بخش پليجو سندس ڪهاڻين جي ان مجموعي جي تعريف ڪندي لکي ٿو ته، "نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جو نئون مجموعو "رشتا ناتا" پڙهي پورو ڪيم. روشن ترقي پسند خيال اٿس، ڳالهه ڪرڻ به اچيس ٿي. بوگس جديد ادب جي غلاظت جي ماحول ۾، هن جا خيال ذهن کي طراوت ڏين ٿا. ڪيس اڃا به اڳتي وڌڻ گهرجي." (44)

"حادثا": هيءَ ڪهاڻي سماجي اڻبرابريءَ جو چٽو تصوّر پيش ڪري ٿي، جنهن ۾ هڪ نوجوان پنهنجي مادي ضرورتن (اٽي، لٽي، اجهي )جي پوراءَ لاءِ، هرروز زندگي ۽ موت جي ڪهڙي راند کيڏي ٿو، هن ڪهاڻيءَ ۾ ان جي نشاندهي ڪيل آهي.

"ڪاوڙ": نجم عباسيءَ جي هيءَ ڪهاڻي ٿر جي ماڻهن جي سماجي ۽ معاشي حالتن جي سچي تصوير پيش ڪري ٿي، جنهن ۾ ليکڪ ٻڌائي ٿو ته "هڪ پاسي انسان ڪائنات تي، عجب جهڙيون ايجادون ڪري دسترس

حاصل ڪئي آهي، تہ ٻئي پاسي اهي انسان بہ آهن جن کي زندهہ رهڻ لاءِ پاڻي ۽ ان جو داڻو بہ مهيا نٿو ٿئي، ڪيڏو نہ سنو ٿئي جو هڪ اهڙي مشين ايجاد ڪن جيڪا بک ۽ بدحالي ختم ڪري. ڪهاڻيءَ جي پڄاڻي چرڪائيندڙ مرحلي تي ختم ٿي، اهو سوچڻ تي مجبور ڪري ٿي، تہ هڪ پاسي بين الا قوامي انساني برادريون، ائٽم بم جي تباه ڪارين تي اجا تائين روئي رهيون آهن، تہ ٻئي پاسي موجوده دؤر ۾ تر جا رهاڪو انهن تباه ڪارين کان وڌيڪ پسمانده حالت ۾ زندگي گهارڻ تي مجبور آهن، جنهن تي ڪنهن جو ڌيان نٿو ڪڇي. جنهن کي ڏسي ڪهاڻيءَ جو مک ڪردار ڊاڪٽر چارلس جون اکيون رت جهڙيون ڳاڙهيون ٿي وڃن ٿيون، ۽ هو چوي ٿو تہ "اسان سان دوکو ٿيو آهي، اسان يورپ ۽ آمريڪا ۾ جوهري جنگ ۽ جوهري هٿيارن خلاف احتجاج ڪرڻ وارن سان دوکو ٿيو آهي، اسان کي چيو ويو هو تہ هنن اجا ائين نہ ڪيو آهي، پر مون اڄ پاڻ پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي، تہ سامراجين ٽينءَ دنيا جي هن ٽڪري تي ننڍڙو 'جوهري بم' اڇليو آهي." (45)

هيءَ ڪهاڻي نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جي ڪتاب ۾ "دوکو" نالي سان پڻ شايع ٿي.

ان کان علاوه جيئن تہ هو پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر هو ان ڪري هن انهن ڊاڪٽرن جي منهن تان پڻ نقاب لاٿو جيڪي ان مقدس پيشي جو استعمال پنهنجي هوس متاثڻ لاءِ ڪن ٿا. سندس ان موضوع تي لکيل ڪهاڻين ۾ "ڪنول"، جيڪا مختلف ڊاڪٽرن هٿان لتجندي رهي ٿي، ۽ آخر ۾ بيمار هوندي بہ طبيب ڏي صرف ان ڪري وڃڻ کان انڪار ڪري ٿي، تہ اهو بہ هڪ مرد ڊاڪٽر هو. غلام نبي ناشاد ان ڪهاڻيءَ بابت لکي ٿو تہ "ان ڪهاڻيءَ کي پڙهڻ سان بدن مان سيسراٽيون ٿيون نڪرن. نجم پنهنجي ڏنڏي وارن جون بدمعاشيون پڌريون ڪيون آهن. نجم سچ لکي ٿو. نجم سچار آهي. ڪهاڻيءَ مان ان جو ڪردار هر ڪنهن کي صاف نظر اچي ٿو." (46)

ان کان علاوه ڊاڪٽري پيشي سان وابستہ ڪهاڻين ۾ "ڏ ڪا جهل نہ پل"، "پهرين جيترو پيار نہ گهر" وغيره شامل آهن.

"پيٽ، دل ۽ پيار": سنڌي سماج جي هڪ بي قبيح رسم پيٽ لِکي ڏيڻ، يعني ڇوڪريءَ جي پيدائش کان پهرين لکي ڏيڻ تہ اها توهان جي امانت ٿيندي، توهان ان سان کهڙو بہ سلوڪ ڪري سگهو ٿا. هيءَ ڪهاڻي سنڌي سماج جي انهن زخمن کي ظاهر ڪري ٿي، جن هزارين گهر تباھ ڪيا آهن.

"اهي ڏينهن اهي نينهن": هڪ اهڙي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ پنهنجي مرضيءَ جي خلاف ڏير سان ڪرايل شاديءَ جو انجام ڏيکاريو ويو آهي. جنهن ۾ ليکڪ اهو ڄاڻائي ٿو تہ زوريءَ مڙهيل رشتا، ڪڏهن بہ محبت مان آسودگي حاصل ڪري نہ ٿا سگهن. نتيجي ۾ هو پنهنجي سڄي زندگي رسمن رواجن جي پيروي ڪندي، پيار حاصل ڪرڻ جي تڙپ ۽ پيڙا ۾ گذارين ٿا.

"سي ڇا ڄاڻن دل جي دنيا مان": هيءَ ڪهاڻي بہ هڪ اهڙي نوجوان جي آهي، جيڪو آزاد خيال فڪر جو حامي آهي، ۽ ڪيس هڪ ڇوڪريءَ سان عشق آهي. ڇوڪري بہ ڪيس پسند ڪري ٿي، پر اظهار جي آزادي نہ هئڻ سبب هوءَ هسٽيريا جي بيماريءَ جو شڪار ٿئي ٿي. ڊاڪٽر جي مشوري تي مائٽ ان ڇوڪريءَ جي شادي هڪ وڏي عمر جي مولويءَ سان ڪرائي ڇڏين ٿا، پر سندس دل گهربي کي نٿا ڏين. نتيجي ۾ ڇوڪري اڃا وڌيڪ هسٽيريا جي بيماريءَ جو شڪار ٿئي ٿي.

## مذهب جي نالي ۾ ٿيندڙ برائين خلاف لکيل ڪهاڻيون:

اسلامي دنيا جي هر خطي، خاص طور ايشيا ۾ ازل کان وٺي هر وڏي برائي، گناھ ظلم، جبر مذهب جي آڙ وٺي ڪيو ويو آهي. هتي ڪيترن ئي محب وطن، وفادار ۽ سچن بزرگن کي مذهب جي آڙ ۾ سوريءَ سزاوار قرار ڏنو ويو آهي. مثلاً: شمس تبريز منصور، سرمد، شاھ عنايت ۽ مخدوم بلاول شهيد وغيره. ان سلسلي ۾ مولانا ابوالڪلام سرمد شهيد جي لکيل ديباچي ۾ لکي ٿو تہ "ايشيا ۾ هميشہ پاليٽڪس مذهب جي پردي هيٺ رهي آهي. هزارين خونريزيون، جي پوليٽيڪل سببن ڪري ٿيون آهن، تن کي مذهب جي چادر پهرائي ڍڪيو ۽ لڪايو ويو آهي. اسلام جي هنن تيرهن سؤ ورهين جي عرصي ۾، فقيهن جو قلم هميشہ اگهاڙي تلوار رهيو آهي، ۽

هزارين حق پرستن جو خون ان جي فتوا ڪري وهيو آهي. اسلام جي تاريخ ڪٿي به پڙهو اوهان کي سؤ مثال ملندا. جن مان پتو پوندو ته جڏهن ڪو حاڪم خون ريزيءَ تي آمانده ٿئي ٿو ته مفتيءَ جو قلم ۽ سپه سالار جي تلوار بنهي گڏجي ڪيس ڪم ڏنو آهي." (47)

پسمانده ۽ طبقاتي معاشري ۾ اهو اصلاحات کان وڌيڪ تباهيءَ جو ڪارڻ رهيو آهي. طبقاتي معاشري ۽ غير شعوري سماج ۾ مذهب هڪ اها آفيم جي پڙي هوندو آهي، جنهن جي عادت مرڻ گهڙي تائين نڪري نٿي سگهي. هيءَ اهو مُڏو هٿيار آهي، جنهن سان نه ڪنهن کي ڪهي سگهجي ٿو ۽ نه بچائي سگهجي ٿو. معاشري ۾ ان جا اهم ٿنڀا يا ڪارڪن پير، فقير، خليفا ۽ ملا آهن، جيڪي ابوجهه ماڻهن کي اجاين عقيدن ۽ وهم وسوسن جي ڄار ۾ ڦاسائي، سندن دل ۽ دماغ کي اهڙو مفلوج ڪري ڇڏين ٿا، جو ماڻهوءَ مان چڱي ۽ بريءَ صحيح ۽ غلط جي سڃاڻ ختم ٿيو وڃي، نه صرف ايترو پر ماڻهو پنهنجي خوشيءَ سان پنهنجو مال دولت ۽ ننگ سندن حوالي ڪري، پاڻ ساري عمر محتاجي ۽ مجبوريءَ جي زندگي اندر گهارين ٿا. پيري مريدي، قبرپرستي، ۽ مذهبي ڪٽرپڻي خلاف جيڪڏهن نجم عباسيءَ جي سيني ڪهاڻين جو مطالعو ڪجي، ته انهن ۾ اڌ کان گهڻيون ڪهاڻيون مذهب جي نالي تي ٿاڦيل اجائي وهمن، وسوسن ۽ ريتن رسمن تي ٽيل تنقيدي مواد سان پريل نظر اينديون. ان جو وڏو سبب اهو آهي جو اسان جي سنڌي سماج ۾ اهي سڀ مرشدن ۽ ملن جون اهي منافقيون ۽ بدعنوانيون صدين کان مروج آهن. ابوجهه ماڻهو پنهنجا الهه تلهه وڪڻي پنهنجي آخرت سنوارڻ جي فڪر ۾ پنهنجو هيءَ جهان به وڃائي ويهن ٿا. جن جو ذڪر پير حسام الدين راشدي هن طرح ڪري ٿو ته "سنڌ جو عوام جاهل، نه خبر نه تعليم نه صحيح رهنما نه سچ ڪوڙ جي سُڌ. ويچارا ابوجهه ۽ خوش اعتقاد عقيدت ۾ اهڙا ڪمزور ۽ توهمات ۾ ايترو مبتلا ٿي ويا، جو پيري مريدي، سڳي ڌاڳي، دعا ڦيٽي، ڪاني ڪرامتن جي صورت ۾ خانقاه نشينن سجاده نشينن ۽ قبرن جي مجاورن جيڪي ڪوڙڪيون اڏي ڇڏيون هيون، انهن ۾ ڦاسندا ويا." (48)

نجم عباسي پيري مريدي ۽ قديم توهمات تي لکي، انهن مرشدن، ملن ۽ مجاورن جي منافقين، بداعمالين ۽ سياه ڪارين کي واڪو ڪيو،

جن سنڌي سماج کي پوئتي ڌڪڻ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي آهي. پيري مريدي ۽ ان سان وابستہ عوام جيڪي پنهنجي هرمسئلي ۽ محروميءَ جو حل پيرن فقيرن وٽ ڳولڻ وڃن ٿا. انهن سينيءَ کي پنهنجي ڪهاڻين ذريعي واٺکو ڪري تنقيد جو نشانو بنائي، ماڻهن ۾ عقلي بنياد تي سائنسي شعور جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن لاءِ سندس هيءُ چوڻ هو تہ، "اصل ۾ وهم پرستي ۽ انڌي عقيدي لاءِ هيءُ ضروري آهي تہ ماڻهن ۾ ذهني انقلاب آندو وڃي، اهو انقلاب ايندو سائنسي تعليم ذريعي، جڏهن ماڻهن جي سوچ سائنسي ٿيندي، تڏهن وهم پرستي ۽ انڌي عقيدي جي ڦوڪٽي مان هوا نڪري ويندي."(49)

سنڌي ادب ۾ ان مذهبي ڪٽر پڻي خلاف محمد عثمان ڏيپلائي سڀ کان پهرين قلم کنيو هن جعلي مرشدن، قبرپرستي، پيرپرستي، ملن جي ڪوڙين فتوائن، تعويذ، ٽوٽا ڦيٽا ۽ مذهبي رسومات جي خلاف مڪمل طور بغاوت جو اعلان ڪيو جنهن لاءِ سندس هيءُ چوڻ هو تہ "منهنجي خيال ۾ دنيا ۾ اڄ ڏينهن تائين مڪار ۽ چالاڪ مرشدن جهڙي ٻي ڪا بہ مخلوق پيدا نہ ٿي آهي. زهري جيتن ۽ خونخوار جانورن کان تہ ماڻهو پاڻ کي بچائڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهي، جو انهن کي پڪ سان خطرناڪ سمجهي ٿو پر مرشدن طرفان اهڙو مڪاريءَ جو ڄار پکڙيل آهي، جو دل ۽ دماغ کي انهي حد تائين مفلوج ڪري ٿو ڇڏي، جو انسان جو ذهن ڪم ڪرڻ ئي ڇڏي ٿو وڃي!"(50)

نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين تي گهڻي ڀاڱي ڏيپلائي صاحب جا اثرات نظراچن ٿا. جنهن جو تذڪرو ڪندي هو چوي ٿو تہ "مان پنهنجي زندگيءَ ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي شخصيت کان گهڻو متاثر ٿيو آهيان. ڇو تہ اهو ڪامريڊ ماڻهو هو ۽ ان جا خيالات ترقي پسند هئا. هن سان ڏاڍيون ڪچهريون ٿينديون هيون، ۽ هن جون لکڻيون پڙهندو هوس، ۽ حقيقت ۾ مون ۾ جيڪو ذهني انقلاب آيو سو محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي لکڻين آندو."(51)

نجم عباسي انهن سماجي مذهبي روڳن (پيري مريدي، درگاهن، اوتارن، قبر پرستي، تعويذ، ٽوٽا ڦيٽا، ضعيف الاعتقادي)، جنهن ۾ اڄ جي جديد دؤر جو انسان پوريءَ طرح ڦاٿل نظراچي ٿو ان خلاف زبردست قلمي

ويڙهه جو سندرو پڌو. هن نہ صَرف ڪهاڻين ۾ پر مختلف مضمونن ۽ انٽرويوز ۾ مثالن سان هن برائيءَ جو بار بار ذڪر ڪيو. پاڻ هڪ ناصح وانگر ماڻهن کي سمجهائي ٿو تہ توهان جا مسئلا ۽ تڪليفون توهان پاڻ ئي حل ڪري سگهو ٿا، نہ ڪي اهي ڍونگي پير ڪندا. توهان صرف جديد تعليمي ۽ سائنسي نظرين سان ئي انهن مشڪلاتن کي منهن ڏيئي سگهو ٿا، نہ وري پيرن جي دعا يا درگاهن تي نياز ڪرڻ سان مشڪلاتن مان نڪري سگهبو.

نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين وسيلي، سنڌ جي معصوم ۽ اڀوجهہ عوام کي انسان دشمن پيرن، فقيرن ۽ ملن جي اصل ڪردار کان نہ صرف متعارف ڪرايو پر اهو پڻ پڌايو تہ ڪيئن انهن ڪوڙين منطقن ذريعي، نسل در نسل سندن پيڙهين کي پنهنجي مفاد لاءِ پٺي پيڙهيو آهي، ڪائونٽ جي لفظن ۾ تہ "استبداد ۽ ظلم جي بقا ۽ جٽاءَ لاءِ ضروري آهي تہ عوام کي جاهل رکجي، ۽ کين وهم ۾ مبتلا ڪجي. ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ مذهب جي اوٽ ۾ لڪل غلط مذهبي پيشوائن، ۽ پيرن ۽ اميرن کي استعمال ڪيو ويندو آهي." (52)

<u>"چوڏو"</u>: هيءَ نجم عباسيءَ جي شاهڪار ڪهاڻي مڃي وڃي ٿي. جنهن ۾ سندس فن تخليقي حقيقت نگاريءَ جو هڪ اعليٰ چٽر پيش ڪندي نظر اچي ٿو. هن ڪهاڻيءَ ۾ اڀوجهہ سنڌي ماڻهن جي ضعيف الاعتقادي بيان ڪئي ويئي آهي، تہ ڪيئن اهي اڀوجهہ ماڻهو دوا کان وڌيڪ اعتقاد هڪ وڻ جي چوڏي ۾ رکن ٿا! هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ ڀرپور نموني موجود، عورتن جي انڌي عقيدي کي پڌري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. نجم عباسي جنهن ريت ان ڪهاڻيءَ جي پڄاڻي ڪئي آهي، تنهن مان اهو نتيجو ڪڍڻ آسان ٿيو پوي، تہ انڌي اعتقاد مان انسان کي ڪو بہ فائدو ڪو نہ ٿئي ٿو بلڪہ ان مان نقصان بہ ٿي سگهي ٿو. هونئن بہ سنڌي سماج ۾ اهڙن اعتقادن ۽ وسوسن جي ڪري هزارين انسان اجل جو شڪار ٿيو وڃن، جي جيڪڏهن پنهنجي بيمارين کي جنن، ڀوتن يا تعويذ ڦيٽڻ جو اثر نہ سمجهن، ۽ سڌو ڊاڪٽرن کان علاج وٺن تہ هو بچي سگهن ٿا. هن ڪهاڻيءَ اهي خاص ڳالهہ اها آهي تہ بيمار تہ ٺيڪ ٿيو وڃي! ليڪن ان ۾ چوڏي جو ڪو بہ اثر ڪونهي، جو هن کي چوڏو مليو ئي ڪونہ هو! ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ان ڪهاڻيءَ جي تعريف ڪندي لکيو آهي تہ "وهمن ۽ وسوسن

خلاف، انسان دوست فنڪارن خاص طور آواز بلند ڪيو آهي.
افسانو 'چوڏو' ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. ان ۾ هڪ عورت جي اعتقاد جي روشنيءَ ۾، ان جي ڪردار ۾ جا سادگي سمايل آهي، تنهن کي افسانا نگار ظاهر ڪيو آهي. ان ۾ ڪردار جي ذهني لاڙن ڏي صاف اشارو بہ ڪري ٿو ۽ جنهن ماحول ۾ هو رهي ٿو ان ڏي بہ مبهم اشارا ٿين ٿا. سماجي خرابين تي ڀرپور چوٽ ٿئي ٿي. پڙهندڙ تي جيڪو تاثر ٿئي ٿو سو هن جي سوچ ۽ احساس جي امتحان جي برابر ٿئي ٿو." (53)

"<u>پريل پريل خالي هٿ</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ بہ ليکڪ هيءَ فڪر ڏئي ٿو تہ ابوجهہ ماڻهو مذهب جي نالي تي چندو ڪري مسجدون اڏائين ٿا، پر جي اهو چندو اهي اسپتالن، اسڪولن، روڊن رستن يا تفريح گاهن کي ٺهرائڻ لاءِ جمع ڪن، تہ ڇا هو پنهنجي سماجي ۽ اقتصادي ترقيءَ لاءِ پنهنجي مدد پاڻ تحت هڪ سگهاري قوت بنجي ايري نٿا سگهن.

"<u>ٿوه</u>": هيءَ ڪهاڻي بہ انهن مذهبي ڪهاڻين جي زنجيرجي هڪ ڪڙي آهي، جيڪا پير پرستيءَ جي خلاف لکيل آهي، جنهن ۾ هڪ هنڌ ليکڪ لکي ٿو تہ، ڪيئن ابوجهہ سنڌي ڳوناٺا بد ڪردار انسانن کي، صرف ذات پات جي بنياد تي معتبر بنائي، پنهنجو ڏن لٽائي، پاڻ کي مفلس ۽ مجبور ۽ انهن ڪوڙن پيرن کي مالا مال ڪن ٿا. جيڪي کين دلبو ۽ فريب ڏئي خيالي جنت جا خواب ڏيکارين ٿا.

"<u>پير سان ڪيل خيالي گفتگو</u>": سنڌي ماڻهن جي اڻ ڄاڻائي ۽ ابوجهائيءَ مان ٺڳ ۽ چالاڪ قسم جا ماڻهو کهڙي طرح فائدو وٺن ٿا، نجم عباسيءَ جي هيءَ ڪهاڻي ان جي تصوير پيش ڪندي نظر اچي ٿي. اصل ۾ هن ڪهاڻيءَ جو مرڪزي خيال، نجم عباسيءَ جي پنهنجي ذاتي تجربي تي ٻڌل آهي. جنهن ۾ پير جو ڪردار اصل ۾ سندس مامي جي ڪردار کي وائکو ڪري ٿو. جنهن جو نجم عباسي ڪيترن ئي هنڌن تي ذڪر ڪيو آهي. دراصل ان (مامي) کي ئي پرکي هن پيرن خلاف لکڻ شروع ڪيو هو. ان ڪهاڻيءَ ۾ هو ان سان گفتگو ڪندي لکي ٿو تہ، "تون چوندو آهين تہ تون ڪم ڪرين ٿو نماز پڙهائين ٿو ذڪر ڪرائين ٿو مريدن کي هدايتون ڏين ٿو انهن ڪمن جو اجورو تہ خود خدا توهان کي ڏئي ٿو. توهان جي ئي

چوڻ موجب خدا ثواب ڏئي ٿو ۽ توهان کي بهشت ملندو ان لاءِ مريدن کان نذرانا معنيٰ ساڳي ڪم جو ٻن هنڌن تان اجورو وٺڻ نڳي آهي، ڦُرلٽ آهي، انهي معنيٰ ۾ مذهب تنهنجي روزگار جو ذريعو آهي، ۽ اهو اهڙو ذريعو آهي، جنهن ۾ ڊوڪيبازي ۽ ٺڳيءَ کان ڪم وٺڻو پوي ٿو. هارين کان گهر ويٺي حصو وصول ڪرڻ ظلم آهي.“ ان ئي ڪهاڻيءَ ۾ پيرن جي گهرن جي عورتن بابت لکي ٿو ته، ”تنهنجي غيرسائنسي قدامت پسند ۽ دقيانوسي سوچ، تنهنجي گهر جي عورتن سان تنهنجي روّيي مان ئي ظاهر ٿئي ٿي، مان تنهنجي گهر جي عورتن کي ٻڪريون ڪوئيندو آهيان. عورتون دنيا ۾ ستايل ۽ غلام طبقو ته صدين کان ئي رهيون آهن. مذهب ئي عورتن کي نئين سر غلام بنايو آهي، مذهب ئي عورتن کي پردي ۾ يعني برقعي ۾ بند ڪيو آهي. پردي (برقعي) جي ڪري عورت هر ترقيءَ کان رهجي وڃي ٿي. مثال طور اخلاقي ترقي، معاشي ترقي، طبعي ترقي، ذهني ترقي ۽ واپاري ترقي.“ (54)

”بزرگ جو بدلو“: هيءَ ڪهاڻي به پير پرستيءَ جي نفي ڪندي نظر اچي ٿي، جنهن ۾ ليکڪ پڌرو ڪيو آهي ته ”ڪيئن پير پنهنجي ذاتي دشمنيءَ کي ملڪ دشمني، ۽ اسلامي دشمنيءَ جو نالو ڏيئي پنهنجي چاڙتن (وڏيرن ۽ پوليس وارن) جي مدد سان، هڪ ذهين ۽ محب وطن سنڌيءَ کي غدارِ اسلام قرار ڏيارين ٿا. هن ڪهاڻيءَ جهڙا مظلوم ڪردار توهان کي حقيقي طور پنهنجي اِردگِرد نظر ايندا.

”ڏوهي ٻي ڏوهي“: هيءَ پيرن جي پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان دشمني، ۽ سنڌي ابوجهه ۽ ضعيف الاعتقاد ماڻهن جي قربانيءَ جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ليکڪ هيءَ سڌ ڏيئي ٿو ته اهي پير جڏهن پاڻ ۾ وڙهن ٿا، تڏهن نه پاڻ وڙهن ٿا ۽ نه مرن ٿا، پر مريدن کي قربانيءَ جو ٻڪرو بنائي، پنهنجا مطلب پورا ڪن ٿا. اهي مريد پنهنجي هٿن سان پاڻ جهڙن غريب ۽ مفلس ماڻهن کي ماري، پاڻ کي غازي يا وري سر ڏيڻ کي شهيد ٿيڻ سمجهن ٿا. جنهن ۾ لکي ٿو ته، ”ڪپهه جي انبار کي چوچڙي لڳائڻ وارا ۽ ٻرندڙ باهه تي گاسليٽ هارڻ وارا، انهن مذهب جا اڳواڻ ئي هئا. مذهبي پيشوائن جو زندگيءَ جي مسئلن سان ته ڪوبه واسطو ئي ڪونهي. هنن جي سوچ ويچار جو مرڪز اهوئي هو ته، ڪيئن ٻئي مذهب جي گهٽتائي ڪري، پنهنجي مذهب وارن جي خوشنودي حاصل ڪجي.“ (55)

هنن ڳالهين جي ننڊا ڪري، جڏهن تہ نجم عباسي اجوڪي دؤر جون اڳڪٿيون ڪيون آهن. جنهن ۾ اهڙا ئي نقلي مذهبي ٺيڪيدار معصوم ٻارن، طالب علمن ۽ جاهل جوانن کي بم ٻڌڻ، خود ڪش حملا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪن ٿا.

"پير جو لوڻ": انڌي عقيدي ۽ وسوسي جي شڪار سماج جي ڪهاڻي، جيڪي هر بيماريءَ جو علاج پيرن جي وهمي ڳالهين ٿا. ۾ ڳولين ۽ ان جا اڳرا نتيجا ڀوڳين ٿا. بقول محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي تہ، "پير جو لوڻ انهن احمقن جي ڪهاڻي آهي، جيڪي مرشد جي پڙهيل لوڻ ۾ امرت ڌارا وارو اثر سمجهندا هئا. نيٺ ان کي نانگ جي ڏنگ لاءِ بہ ترياق سمجهي، ٻئي علاج کان غافل رهيا ۽ نتيجو ڏٺائون." (56)

"ڪرامت": هيءُ افسانو مرشدن جي مڪارين ۽ سندن جرائم پيشہ ڪردار تان پڙ پردو کڻي ٿو. جنهن ۾ ڪاليجي ڇوڪرن سان مرشد جي بحث مباحثي هيٺ، سندن منهن تان فريب ۽ ڪوڙ جو نقاب لاهي سندن اصل چهرو ۽ مقصد کي واضح ڪيو ويو آهي. ليکڪ واضع ڪري ٿو تہ صرف اڻ پڙهيل ۽ بيشعور ئي سندن دلبي ۽ فريب جو شڪار ٿين ٿا.

"جن": هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ هن حقيقت تان پردو کڻي ٿو تہ "ٻهراڙيءَ ۾ اڪثر ڪري ماڻهو خاص ڪري عورتون، حساب ورتل يا جيڪي خاطرخواه علاج نہ ٿيڻ ڪري نفسياتي مريض ٻنجي وڃن ٿيون، ڪي مرڳو وري چريون ٿي وڃن ٿيون، جن کي ٻئسي ڏوڪڙ جي تنگي يا ٻي سمجهيءَ سبب حساب ورتل ڪوٺي، سندن سنجي حياتيءَ کي ڳاريو وڃي ٿو. نجم عباسي اهو ليکڪ هو جنهن پنهنجي سوچ، فڪر ۽ دانشمنديءَ سان انهن سماجي روڳن، معاشي ناهموارين ۽ مذهبي مت ڀيد کي ڪهاڻيءَ جي روپ ۾ بي نقاب ڪري، سنڌي سماج جي نئين سر اوسر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

"ڪڙاڻ": هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪهاڻيڪار ٻڌائي ٿو تہ سڀ کان وڏي عبادت انسانيت جي خدمت مان حاصل ٿئي ٿي، نہ ڪي مسجد ۾ ويهي نماز يا روزا رکڻ سان. ڪنهن کي مصيبت ۾ فرحت پهچائجي، تہ ان کان وڏي ڪهڙي عبادت ٿيندي؟ بقول شاھ سائينءَ جي تہ:

روزا ۽ نمازون، اي پڻ چڱو ڪم،
اوڪوپيو فهم، جنهن سان پسجي پرينءَ کي.

"ملو ۽ ڪاليجي": هن ڪهاڻيءَ ۾ نجم عباسيءَ طرفان، هٿ ٺوڪين ملن جي مفادن پٺيان لڪل، سندن اصل چهرو ظاهر ڪيو ويو آهي، ته ڪيئن هو بي شعور، اڻ ڄاڻ ۽ غريب ماڻهن کي مذهب جي خوف ۾ مبتلا رکي، پنهنجا مزا ماڻين ٿا. هو لکي ٿو ته "مون جڏهن مزدور کان پڇيو ته تون نماز پڙهندو آهين؟ هن جواب ۾ چيو ته، صاحب سارو ڏينهن گڏهه وانگر ڪم ڪرڻ سان به ايترو اجورو ڪونه ٿو مليم، جو پنهنجي ٻارن کي ٻه ويلا روٽي ۽ ڦاٽل ڪپڙا نصيب ٿي سگهن. اسان کي نماز واسطي فرصت ڪٿي؟ اهو ٻڌي هن سوچيو ته انسان جي پهرين گهرج اٽو ۽ لٽو آهي. مذهب هن مفلس مزور جي انهن مسئلن کي حل ڪرڻ کان قاصر آهي، پر هي مُلوان مذهب جي نالي ۾، پنهنجي مڪارين ۽ چالبازين سان بنا ڪنهن تڪليف جي ايتري غذا حاصل ڪري ٿو جو نه رڳو هن جي گهر جي ڀاتين جا پيٽ ڀرجن ٿا، پر هن جا ڍور ڍڳا به ڪائي ڍؤ ڪن ٿا." (57)

"اصلي نالا": هن ڪهاڻيءَ ۾ هو تنبيهه ڪري ٿو ته اسان سنڌين کي هرويرو مذهبي بنياد تي عربي نالا ٻارن تي نه رکڻ گهرجن. اسان سنڌي پنهنجي صدين جي شاندار تهذيب جي ڪري پوري دنيا ۾ ڄاتا ۽ سڃاتا وڃون ٿا. سنڌ جي سورمن مختلف دؤرن ۾ پنهنجو سر ڏيئي، ان تهذيب جي حفاظت ڪئي آهي. ان ڪري اسان کي انهن سُورمن کي ياد يا زنده رکڻ لاءِ انهن سنڌي سُورمن جا نالا، پنهنجي ٻارن تي رکڻ گهرجن، ته جيئن اڳتي هلي انهن ۾ انهن سُورمن کي ڄاڻڻ جو شعور ڄاڳي. ان ڪري سندس ڪهاڻين ۾ ڪردارن جا روايتي سنڌي نالا مثلاً: سوڍو، دودو، سچل، لطيف، ماڻڪ، موتيو، گلاب، بلاول ۽ ڇوڪرين جا وري سدوري، ڦاپل، بصران، سوني، لطيفان، سپي وغيره نظر اچن ٿا.

"دعا ۽ تاڙيون": هن ڪهاڻيءَ ۾ مذهب جي نالي ۾ ٿيندڙ زيادتين ۾ ڦاٿل اهو ڪردار پيش ڪيو ويو آهي، جنهن کي زندگيءَ جي لذتن کان محروم ڪيو وڃي ٿو. پر جوانيءَ واري عمر جي تقاضا موجب، اهي دٻيل خواهشون مٿس ڪنهن به وقت سوار ٿي وڃن ٿيون، جيڪي ڪيس گناه جي

احساس ۾ مبتلا ڪن ٿيون. جنهن ڪان بچڻ لاءِ هو ان احساس کي جنم ڏيندڙ قوت کي هميشہ لاءِ مٽائي ڇڏي ٿو. موهن ڪلپنا ان ڪهاڻيءَ بابت لکي ٿو تہ. "نجم عباسي. جي "دعا ۽ تاڙيون" سٺي ڪهاڻي آهي. امام پنهنجي پُٽ کي اسڪول مان ڪڍي، مسجد ۾ رکي ٿو. ڪام واسنا انسان جي گهرج آهي، هو ان مسيتي ماحول ۾ ان کي دٻائي ٿو. عوام ۾ ان جي مچتا وڌندي وڃي ٿي. پر هن جي اندر ڪشمڪش آهي تہ ڪنهن عورت کي ننگو ڏسان. ان ذهني جدوجهد ۾ هو ساڻو بنجي پئي ٿو ۽ هڪ ڏينهن هوس جي چڪ سبب. غسلخاني ۾ لڪي پيڻ کي ڏسي ٿو. گناهہ جو احساس تلخ ٿئيس ٿو. هراسجي، مسجد جي هجري ۾ تيز پاڪيءَ سان "گناہ جي سلي" کي ڪٽي ڇڏي ٿو ۽ اهي هٿ جي دعا لاءِ مٿي کڃندا هئا. اهي هڪ ڏينهن کدڙن جي هجوم ۾ تاڙين وڄائڻ جو ڪم ڪرڻ لڳن ٿا." (58)

نجم عباسيءَ جي هيءَ ڪهاڻي پڻ هڪ سچي واقعي تي مبني آهي، فرق صرف ڪردار جو آهي. اصل قصو هڪ عورت جو آهي.

"<u>دارون هن ديواني جو</u>": هڪ اهڙي نوجوان جي ڪهاڻي آهي، جنهن جا مائٽ جاهل هئڻ سبب، سندس بيماريءَ جو علاج دعا، تعويذن، سڱن ۽ ڦيٽڻ سان ڪرائي رهيا هئا. اهو ئي نوجوان جڏهن ڊاڪٽر کان علاج ڪرائي ٿو تہ ٺيڪ ٿي وڃي ٿو.

"<u>پوڙها</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ يونيورسٽيءَ جا پڙهيل ڇوڪرا، پنهنجي ڳوٺ جي وڏن کي سائنسي دؤر جي جديد تقاضا ئن تحت، مذي خارج مذهبي عقيدن جي نفي ڪندي، عملي سوچ ۽ عملي قدمن ۽ مثبت پهلوئن متعلق سمجهائيندي نظر اچن ٿا. مثال هڪ هنڌ هو چون ٿا تہ "چاچا اڳي هر مسئلي جو حل مذهب کي سمجهيو ويندو هو. هاڻي زمانو ڦري ويو آهي. هاڻي دنيا ۽ انسان جي هر مسئلي کي گڏيل نموني سياست وسيلي حل ڪرڻ جو جتن ڪيو پيو وڃي. پرشتاچار نهراءَ، هڙتالون، هنگاما، رستن تي رڪاوٽون، جلسا جلوس، ڏرڻو سماجي بائيڪاٽ، سول نافرماني، پوسٽر، نعرا پٽين تي لکڻ، سياسي پارٽيون ۽ گوريلا جنگيون، اهي سڀ مسئلن کي حل ڪرائڻ جا جدا جدا سياسي اپاءَ ۽ ڍنگ آهن." (59)

ان کانسواءِ سندس اهڙين ڪهاڻين ۾ "چونڪاري جي وات"، "اتفاق جو مامرو"، "امين گل"، "قدم چمڻ"، "مچتا" ۽ "مذي خارج" وغيره شامل آهن.

انهن سينڌي ڪهاڻين ۾ پيري، مريدي ۽ ملن جي جڙتو مذهبي عقيدن ۾ قيد، سنڌي معاشري جي عڪاسي ڪئي ويئي آهي. ڊاڪٽر قاضي خادم سندس اهڙين ڪهاڻين جو جائزو وٺندي لکيو آهي ته "ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جا موضوع پيري مريدي، تعويذ ڦل، ڪوڙا معجزا، ۽ انڌا اعتقاد يا وري ٻولي ۽ وطن جون ڪهاڻيون، هم زباني ۽ ٻي زبانيءَ جا قصا، سنڌ جو اڻوجهه عوام جهڙي ريت انهن انڌن عقيدن، ۽ چالاڪ ۽ مڪار پيرن فقيرن جي ڪري ڏک ڏٺا آهن، تنهن جو مثال دنيا ۾ ڪو ڏکيو ملندو. تنهن ڪانسواءِ هن جي افسانن ۾ هڪ واضح مقصد ملندو ايتري قدر جو ڪٿي ڪٿي هو ڪهاڻيڪار مان بدلجي، هڪ مبلغ لڳندو آهي، سماجي ڪارڪن لڳندو آهي." (60)

## وڏيرا شاهي ۽ پوليس جي ڦهري ڪارروائين خلاف:

سنڌ جي تاريخ ۾ اصل کان گهڻين برائين جي جڙ وڏيرا شاهيءَ جي وڻ مان ڦٽي نڪري ٿي، جنهن جون خاص ٽاريون غلط عقيدا ۽ قانون آهن، جن جي پنن مان پوليس، ڪمدار ۽ مولويءَ جهڙا نام نهاد ڪردار پلجن ٿا. پوليس کين قانوني مدد فراهم ڪري ٿي، ۽ مولوي غلط سلط فتوائون ڏيئي کين هر گناهه جي سزا کان بچائين ٿا. بدلي ۾ اهي پنهنجون مراعتون وٺي عياشيءَ جي زندگي گهارين ٿا. بقول پير حسام الدين راشديءَ جي ته "پوليس ۽ زميندار هڪ ٻئي جا پشتيبان هوندا هئا. زميندارن جي ڪُڌن ڪمن تي پوليس چشم پوشي ڪندي هئي، جيڪڏهن پوليس واري تي ڪا رشوت وغيره جي عريضي ٿيندي هئي، ته زميندار ان ۾ شاهد ڦيرائي ڪيس ڇڏائي ڇڏيندو هو. زميندار جنهن کي آزارڻ گهرندو هو ته پوليس ساڻس ٻانهن ٻيلي ٿي بيهندي هئي." (61)

غريب اڻوجهه عوام ڏوهه ۽ ثواب جي ان چڪيءَ جي ٻنهيءَ پڙن ۾ پيسندي، زندگيءَ جو گذران ڪندي، مري ڪپي ويجي ٿو. وڏيرو پنهنجي اثر رسوخ سان نه صرف سندن سماجي حق ڦٻائي ٿو پر هو پنهنجي ٿوري مفاد خاطر کين سياسي غلاميءَ جو طوق پهرائي، هميشه لاءِ کين محتاج بنائي ڇڏي ٿو. بقول رسول بخش پليجو جي ته "سنڌي عوام جي ازلي دشمن سنڌي وڏيرا شاهي، رڳو شير شاهه جي شڪري وانگر مسڪين سنڌين کي ٽيپن ۾

وجهرائي، ڏارين جا بوٽ چٽڻ ۽ قوم وڪڻي عيش ڪرڻ ۾ مهارت رکي ٿي."(62)

سنڌي سماج ۾ جاگيردارن ۽ زميندارن ۽ انهن جي روحاني لاٽڙين، عوام کي هميشه پوئتي ڌڪي، پنهنجي ذاتي مفاد کي هٿي ڏني آهي، جن ۾ حڪومتي ادارا، ڪامورا ۽ مذهبي اڳواڻ سندن ٻانهن ٻيلي رهيا آهن. سنڌي ويچارا انهن جي وچايل ڄار ۾ ڏينهون ڏينهن پوئتي ڌڪجي رهيا آهن. چراغ الہ آباديءَ جي لفظن ۾ ته "سندھ کی تاریخ صدیوں پرانی وڈیرا شاہی اور پیری کے جبر واستحصال کی کہانی ہے تب سے آج تک مٹھی بھر افراد کے ہاتھوں انسانوں کی اکثریت ظلم و ستم کا نشانہ بنتی چلی آرہی ہے۔ بدلتے ہوئے وقت کے ساتھ ممکن ہے اس جبر واستحصال میں کس قدر کمی آئی بھی ہو لیکن وڈیرا شاہی اور پیری اب بھی پاگل ہاتھی ہے جس سے غریب ہاری کا گھر بار، کھیت حتیٰ کہ عزت آبرو بھی محفوظ نہیں ہے."(63)

نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين ذريعي انهن جاگيردارن، پيرن، وڏيرن ۽ ڪامورن جي منهن تان شرافت جو نقاب لاهي، ڪين وائکو ڪري، سماج جي گهٽيل پيڙهيل طبقي کي عقلي ۽ سائنسي بنياد تي، نئون سماجي ۽ طبقاتي شعور ڏنو. گڏو گڏ کين اهو به سمجهايو ته هو صرف پنهنجي مدد پاڻ تحت، منظم ۽ متحد جدوجهد ذريعي ئي، پنهنجي مطلوبه زندگيءَ کي حاصل ڪري سگهن ٿا.

هيٺ سندس وڏيرا شاهي ۽ ان جي ڇاڙتن خلاف لکيل ڪجهه اهڙين ڪهاڻين جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو:

"<u>رازو</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ نجم عباسي وڏيري ۽ پوليس جي ٺهري ڪارروواين کي ظاهر ڪري ٿو جنهن ۾ وڏيري کي ڪم ڪان جواب ڏيڻ ڪري، مستري ڄام کي پوليس پڪڙي وڃي لاڪپ ڪري ٿي، جتي ڪيس پاڻ جهڙا ٻيا به وڏيري ۽ پوليس جا شڪار ٿيل مظلوم ماڻهو ملن ٿا، تڏهن مستري ڄام سوچي ٿو ته "هن سرشتي جي ئي خرابي آهي، ورنه فن ۽ تخليق جي آزادي، سونهن، خوشي ۽ خوشحالي پيدا ڪن ٿا. اهي پيدا ڪندڙ ڏکن، ڏوهن ۽ جهيڙن جي منهن ۾ وڃي نٿا سگهن. مان ناهڻ وارو آهيان، مان معمار آهيان، وڏيرو ڊاهڻ وارو آهي، هو ڊوهه ڪري ٿو هارين ۽ پورهيتن جون حياتيون ڊاهي ٿو. اها شيءِ ختم ٿيڻ گهرجي، ۽ اهڙو سماج ناهڻ گهرجي، جنهن ۾ وڏيري جو طبقو ئي نه هجي."(64)

"ڪتي جو موت": هن ڪهاڻيءَ ۾ قومي آجپي ۽ غير طبقاتي سماج اڏڻ لاءِ هر قسم جي ظلم خلاف وڙهڻ جي ڪوشش ڪندڙ ماڻهن مٿان سامراجي قوتن، وڏيرن ۽ پوليس جي ٿهري ڪارروايين کي وائکو ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ غلاميءَ جي موت کي ڪُتي جي موت سان تشبيهه ڏني وئي آهي. جنهن لاءِ هو لکي ٿو ته "جو سامراج لاءِ وڙهندي مري ٿو سو ڪتي جو موت مري ٿو. جو ڌاري ڌرتيءَ تي سامراج جي مفادن ۽ اقتدار قائم رکڻ واسطي لڙندي مري ٿو سو ڪتي جو موت مري ٿو. جو وڏيرن سرمائيدارن لاءِ يا وڏيرپ ۽ سرمائيدارن جو سرشتو قائم رکڻ لاءِ لڙندي مري ٿو سو ڪتي جو موت مري ٿو. جو مظلوم ظلم ۽ بي انصافي سهندي، ۽ ظلم جو مقابلو ڪرڻ بنا مري ٿو سو ڪتي جو موت مري ٿو. جيڪو سامراجي ظلم يا طبقاتي ظلم جو مقابلو ڪندي، آزاديءَ لاءِ يعني سماجي انقلاب لاءِ لڙندي مري ٿو سو مڙساڻو موت مري ٿو."(65)

"جهار": هيءَ ڪهاڻي به وڏيرا شاهيءَ خلاف ڀرپور مزاحمت ڪندي نظر اچي ٿي، جنهن ۾ ڪهاڻيڪار هيءَ تاثر اپارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته جڏهن هڪ هاري پنهنجي فصل کي بچائڻ لاءِ جهار هڪلي ٿو تڏهن هن کي پنهنجي همت سان پنهنجي فصل جي امڙ يعني زمين کي به بچائڻ لاءِ پنهنجي سر پاڻ قدم کڻڻو پوندو.

"ڏاڙيل جو جنم": هيءَ ڪهاڻي به وڏيرڪي سماج، ۽ وڏيرڪي ذهنيت جي عڪاسي ڪندي نظر اچي ٿي. جنهن ۾ هن وڏيري جو ڳوٺاڻن مٿان تشدد ڪرڻ جو نظارو هن طرح بيان ڪيو ويو آهي ته "اوچتو وٺ وٺان شروع ٿي وئي، رڙيون ۽ واڪا مچن ٿا. ڏسجي ٿو ته هڪڙي ڀهراڙيءَ جي همراهه تي اٺ ڏهه ڄڻا حملو ڪري چڙهي ويا. ماڻهو چوڌاري اچي مڙن ٿا، ڄڻ ته بازيگر جو تماشو پيا ڏسن. هو ڏسي رهيا هئا، بچ ڪندڙ وڏيري جو ڪمدار هو ۽ حملو ڪندڙ وڏيري جا چاڙتا هئا." (66)

"پنهنجا پر پنهنجو اڏامڻ": هن ڪهاڻيءَ ۾ جاگيرداري قدرن جي مخالفت، ۽ انهن خلاف بغاوت آهي، جڏهن ته ان بغاوت جو محرڪ جنس آهي، جنهن ۾ ڳوٺاڻن تي تشدد سان گڏ سندن پورهيي ۽ سندن ننگن کي پنهنجي ملڪيت ڄاڻندڙ وڏيري کي بي نقاب ڪيو ويو آهي. ليڪڪ، ان

نظام خلاف مظلوم جي جدوجهد جي ردعمل کي پليڪارڪندي لکي ٿو ته "هن کي انهن هارين کان شڪست ملي ٿي، ڇاڪاڻ ته هو هاري هاڻي متحد ٿي ويا آهن. وڏيري جو ڪمدار ۽ نوڪر به ته هن پيڙهيل طبقي جا آهن، سي به هن تنظيم ۾ ملي وڃن ٿا. ليڪڪ جو بنيادي مقصد اهو ٻڌائڻ آهي، ته ظالم هڪ آهي ۽ مظلوم گهڻائيءَ ۾ آهن، ۽ جيڪڏهن اهي سڀ مظلوم گڏجي وڃن، ته هوند ظالم ۽ ظلم جو وجود ئي نه رهي." (67)

"پيار نه پلبو پچرن ۾": هيءَ ڪهاڻي پڻ وڏيرڪي نظام تي تنقيد ڪندي نظر اچي ٿي، جنهن ۾ ليڪڪ عام ماڻهن جي مظلوميت تي چوٽ چٻيندي لکي ٿو ته "سوال هيءَ آهي ته ڏوهاري ظالم آهي يا مظلوم؟ سزا ظالم کي ملڻ گهرجي يا مظلوم کي؟ مان ته سمجهان ٿو ته ڏوهاري مظلوم آهي ۽ سزا به مظلوم کي ملڻ کپي. شايد ڇيو وڃي ٿو ته جاهل آهي، بي شعور آهي، بي احساس آهي ۽ ڇڙو ڇڙ آهي پر اهي ئي ڪوتاهيون آهن، انهن ئي ڪوتاهين ڪري ئي، هو ڏوهاري آهي ۽ سزا ڪائي پيو جهالت جي ڪري. هو سمجهي ٿو ته اهو هن جي قسمت ۾ آهي ۽ هو خلقيو ئي ان ڪارڻ ويو آهي، ان ڪري هو بغاوت نٿو ڪري. بي شعوريءَ ڪري هن کي ساڃهه ئي ڪانهي، ته ڪم ڪار هو ڪري ٿو سرجهڻار هو پاڻ آهي ۽ وڏيرو ته نڪمو نڪتو ۽ بيڪار آهي."(68)

"پهرين ملهه": هن ڪهاڻيءَ ۾ هو ڳوٺاڻي زندگيءَ جي سگهاري ڪردار وڏيري ۽ ان جي پاسبان مولويءَ جي اصل ڪردار کي هن طرح وائکو ڪري ٿو ته "بهادر کي ڳوٺ مان اها خبر پيئي، ته ملو وڏيري جي هر حرامپائي، بدڪاري، ظلم ۽ بي ايمانيءَ جي پنيرائيءَ ۾ ڪتاب کولي، ان کي فتوا پڙهي ٻڌائيندو هو ته هن ڪا ڏاڍائي ڪانه ڪئي آهي، پر هن کي ان جو پورو حق هو ۽ هن جو اهو ڪم ناجائز نه هو پوءِ ڪٿي مسڪين هاريءَ کي قتل ڪرائي، ڪنهن جي نياڻين ۽ زالن جي عزت لٽي، ڪنهن هاريءَ کي بي دخل ڪري سندس پئسا ڪائي وڃي وغيره. هن ڪهاڻيءَ ۾ وڏيري جي وڏندڙ ظلمن کي روڪڻ لاءِ، ڪوڙيون فتوائون جاري ڪندڙ مولويءَ کي ڳوٺاڻن پنهنجي ڪيفر ڪردار تائين پهچائي، ظلم جو انت آندو."(69)

"ذهنيت جو زهر": هڪ اهڙي پوليس واري جي ڪهاڻي آهي، جيڪو جلد ترقي ڪرڻ واسطي غريب ماڻهن جي پئسن مان آفيسرن کي تحفا

ڏيئي خوشامد ڪري ٿو. ليڪڪ سندس ان عمل کي هن طرح بيان ڪيو آهي ته "سياستدانن کي سوڪڙيون پاڪڙيون ڏيڻ سان راضي رکندو ٿي آيو. پر عوام لاءِ هو چور هو چون، چور به رت چوسيندي آهي، ان کي سزا جي لائق نه سمجهيو ويندو آهي، ڇو ته هن کي هٿ وٺي رت چوسڻ لاءِ لڳايو ويندو آهي."(70)

**"ٽولي جو ننگ"**: هيءَ ڪهاڻي پوليس جي هيرا ڦيرين جي نشاندهي ڪندي نظر اچي ٿي. جنهن ۾ هڪ پوليس وارو ٻئي پوليس واري جي جرم جي پرده پوشي ڪندي چوي ٿو ته "مان به پوليس جو ماڻهو آهيان ۽ تون به، اهو يقين رک، ته مان توکي ڪنهن به صورت ۾ نقصان نه رسائيندس. هر ڪنهن کي پنهنجي ٽولي جو ننگ ٿيندو آهي، پاڻ به ڪائڻ پيئڻ ۾ هڪ ٽولي جا آهيون، ان ڪري هڪ ٻئي کان پري ڪونه ويندا سين."(71)

شمس الدين عرساڻي ان ڪهاڻيءَ تي روشني وجهندي لکي ٿو ته "ٽولي جو ننگ" ان جو پلاٽ پوليس جي ڦهري ڪاروائين تي ٻڌل آهي، ليڪن ان ۾ وقوع پذير ٿيندڙ واردات کي اهڙي ته تجسس آميز ماحول ۾ بيان ڪيو ويو آهي، جو اها ڪهاڻي انتهائي دلچسپ ۽ نتيجي خيز بنجيو پوي، ۽ پڙهندڙ آخر تائين جستجوءَ ۾ لڳو رهي ٿو."(72)

انهن ڪهاڻين کان علاوه وڏيرن ۽ پوليس جي ڦهري ڪارروائين کي هن پنهنجي ڪهاڻين **"سڌو قدم"**، **"ڪهاڻيءَ جي تلاش"**، **"پروفيسر"**، **"اڳهاڙو سماج"**، **"هاريءَ جا دشمن"**، **"پٽڪي جو پلاند"**، **"ڪٿي آيو خير سان"**، **"ڪارڪن"**، **"ٻولين جي تون ٻول"**، ۽ **"بچاءُ"**، **"ٻيرن جهليو ٻور"**، **"راوڻ"** وغيره ۾ پيش ڪري، هن عام ماڻهن کي پنهنجي مخصوص، سادي سمجهه ۾ ايندڙ اندازِ بيان هيٺ اهو شعور اها وات ڏيکاري، جنهن جي ذريعي هو وڏيرا شاهيءَ جي ان مڪڙيءَ جهڙي ڄار مان نڪري، پنهنجو پاڻ آجو ڪري سگهن پيا.

## نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين ۾ عورت جو ڪردار:

تخليقِ ڪائنات ۾ برابر جي حصيدار هستي عورت، جنهن صبر، شڪر ۽ محبت سان هر سماجي ۽ مذهبي ڏاڍائيءَ کي پنهنجي تقدير سمجهي قبول ڪيو آهي، تنهن کي سماج ڪڏهن مذهب جي بليءَ چاڙهيو

آهي، تہ ڪڏهن وري رسم رواجن جو ڳٽ پارائي غلاميءَ جا زنجير وجهي چئن ديوارن اندر قيد ڪري محڪومي ۽ مظلوميءَ جي زندگي گهارڻ تي مجبور ڪيو آهي. سنڌ اندر تہ بي علمي، بيشعوري ۽ جهالت سبب هوءَ اڄا وڏيڪ ظلم و ستم جو نشانو بڻجندي رهي آهي- جنهن جي ڪٿا عطيہ دائود ڪجهہ هن طرح بيان ڪئي آهي تہ ”سندھی عورت کی کہانی بھی اتنی المناک ہے جتنی کسی بھی ترقی پذیر سماج کی ہو سکتی ہے۔ اگر کوئی فرق نظر آئیگا بھی تو اس سماج کے معاشی ڈھانچے، طبقاتی امتیاز، مقامی عقائد اور رسومات کی بنیاد پر ہی ہو گا۔ (73)

نجم عباسي اهو ليکڪ آهي، جنهن واضح نظريي تحت پنهنجي سياسي، سماجي ۽ مذهبي شعور کي ڪهاڻين ذريعي عام ماڻهن ۾ منتقل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن جو مقصد کين نئين سوچ ۽ نئين لوچ کان متعارف ڪرائڻ هو. هن جي ڪهاڻين جا ڪردار ڀوءِ اهي چاهي سياسي هجن يا سماجي، هر هنڌ تي انقلابي فڪر جو پرچار ڪندي نظر ايندا. هونءَ تہ پاڻ پنهنجي ڪهاڻين ۾ ملڪي ۽ غير ملڪي، سماجي ۽ مذهبي هر قسم جي مسئلن جي عڪاسي ڪندي نظر اچي ٿو پر هتي جيئن تہ اسان جو موضوع سندس ڪهاڻيءَ ۾ عورت جي ڪردار کي اجاگر ڪرڻ آهي، ان ڪري هيٺ صرف انهن ڪهاڻين جو ذڪر ڪيل آهي، جن ۾ عورت جو ڪردار باشعور ۽ مضبوط شخصيت جو مظهر نظر اچي ٿو.

شعور جي فقدان، جهالت ۽ بي علميءَ سبب سنڌي سماج ۾ عورت، صدين کان جتي مردن هٿان استحصال جو شڪار رهي آهي، اتي اها پنهنجي سماجي، اخلاقي ۽ سياسي ڪردار ۾ بلند حوصلي، صبر ۽ شڪر، امن، ڀائيچاري ۽ پاڪدامنيءَ جي تصوير پڻ رهي آهي. نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين ۾ عورت کي هميشہ سجاڳ، بهادر مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائيندڙ محبت توڙي شخصيت ۾ هميشہ انقلابي قدم کڻندڙ پيش ڪري ٿو. هو ڪڏهن بہ عورت لاءِ صبر، شڪر ۽ رضا تي راضي رهڻ جو فلسفو نہ ٿو رکي، پر هميشہ ان سماجي مت ڀيد کي ننڌي ٿو جنهن ۾ مرد کي جائز ناجائز سيئي حق ڏنا وڃن ٿا، ۽ عورت کي مذهبي سطح تي شريعت، گناهہ ثواب ۽ سماجي سطح تي رسم و رواج جي ڪسوٽيءَ تي پرکيو وڃي ٿو. ايتري قدر جو کين جيئڻ ساٿي چونڊڻ جي حق کان بہ محروم رکيو وڃي ٿو. جنهن سبب سڄي زندگي هو ٻين جي ڪيل فيصلن جا نتيجا ڀوڳين

ٿيون. نہ صرف ايترو پر کين پاڻ مرادو "خلع" وٺڻ واري حق کان پڻ محروم رکيو ويجي ٿو. جاگيرداريءَ سماج ۾ عورت کي هميشہ ملڪيت تصوّر ڪرڻ وارو اهو نظام صدين کان هلندو اچي، جنهن جو تمام گهرو اثر قبائلي ۽ ڳوٺاڻي سماج ۾ نظر اچي ٿو جتي بيگناهہ عورتن کي "غيرت جو غلاف" اوڙهي قتل ڪيو وڃي ٿو. بقول ڊاڪٽر شاهين سردار جي تہ، *"صدیوں پرانے اس مسئلے یعنی خواتین کے خلاف تشدد کی جڑیں غیرت اور عزت کے متعلق ان روایات اور رواجوں میں پیوست ہیں جو دیہی علاقوں، جاگیر دار اور قبائلی خاندانوں میں رائج ہیں۔ جب تک لوگ خواتین کو ملکیت سمجھنا ترک نہیں کریں گے یہ مسئلہ ختم نہیں ہوگا یہ بھی ایک عام سی بات ہے کہ خلع مانگنے والی عورت کو غیرت کے نام پر قتل کیا جاتا ہے۔"* (74)

نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين ذريعي، سنڌي سماج جي انهن اڻ برابري وارن سمورن روّين ۽ قدرن جي مذمت ڪري ٿو جنهن ۾ عورت کي صرف جمالياتي حظ جو ذريعو سمجهي، مٿس ذهني دٻاءُ وجهي، جسماني تشدد ڪيو وڃي ٿو. نجم عباسي جاگيرداري سماج جي قدامت پسند سوچ، ۽ انهن مدي خارج نظرين کي رد ڪندي، سندن ڳلي ۾ قديم روايتن جا پيل ڳٽ لاهي، انهن ۾ پنهنجي ڪهاڻين ذريعي جديد سوچ ۽ فڪر جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي. گڏو گڏ هن سرمائيداري سماج ۾ عورت جي وجود کي، هڪ نمائشي شيءِ تصوّر ڪرڻ واري ڪردار جي پڻ نندا ڪئي. جنهن لاءِ هو لکي ٿو تہ، "سرمائيداري سوچ مطابق عورت بہ وارتائن جي ٻين وٿن (ڪنزيومر گڊس) يا واپاري وکر (ڪموڊٽي) وانگر خريد ڪرڻ ۽ وڪرو ڪرڻ جي هڪ وٿ آهي، مرد جي تسڪين جو هڪ ذريعو آهي، جنهن کي پنهنجي ڪابہ شخصيت ناهي. جاگيرداري دؤر جي ڀيٽ ۾ سرمائيداري سماج ۾ عورت آزاد آهي، پر هن جي اها آزادي نمائشي گڏيءَ جي قسم جي آهي." (75)

سنڌي سماج ۾ پڻ عورت انهيءَ ٻنهي نظام (جاگيرداري ۽ سرمائيداري) هيٺ جنڊ جي پڙن ۾ اناج جيئان پيسندي رهي، ۽ جيئن تہ ڪيس جاڻي واڻي سندس بنيادي حقن کان محروم رکيو ويو آهي، ان ڪري هوءَ اقتصادي طرح سماج جي محتاج رهي ٿي. جنهن سبب هوءَ خاموشيءَ سان پنهنجي ذات جي نفيءَ کي تسليم ڪري، ماٽتن يا معاشري طرفان صادر ڪيل قانونن ۽ فيصلن کي قبول ڪري، پنهنجي سڄي زندگي لوڙهي

چڙدي ٿي. نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين ذريعي عورت کي نہ صرف سندس بنيادي حقن کان آگاهہ ڪيو پر ان سان گڏ عورتن خلاف رٿيل پراڻين ريتن رسمن ۽ فرسوده تصورات، جن ۾ ڪيس عصمت ۽ پاڪدامنيءَ جو ليبل چاڙهي، ڪين پنهنجي بنيادي حقن مثلاً تعليم ۽ پسند جي شاديءَ کان محروم ڪرڻ، بغير سندس مرضيءَ چاهڻ جي ڪنهن سان بہ سندس زوريءَ شادي رچائڻ چاهي، پوءِ اهو مرد پيلي عمر رسيده يا شادي شده ماڻهو ڇو نہ هجي، ۽ جيڪڏهن مرد زال مان مطمئن نہ آهي، تہ ڪيس ڇئن شادين جي اجازت ڏيڻ، زال مڙس جا پاڻ ۾ اختلاف هوندي بہ گڏجي سڏجي رهڻ، ۽ مرد لاءِ عورت کي صرف جنسي لذت جو وسيلو ۽ ڪيس ذاتي ملڪيت سمجهڻ خلاف پڻ هن ورود ڪري، عورت کي انهن سمورين قانوني، شرعي ۽ سماجي بندشن کان آزاد زندگي گذارڻ جو فلسفو ڏنو. عورت جي غلامانا زندگيءَ جا اصل ڪارڻ ڇاڻائيندي هو لکي ٿو تہ، "عصمت، پاڪدامني، رقابت ۽ غيرت جي جذبن جو اصل بنياد ذاتي ملڪيت هوندو آهي. مرد پنهنجي عورت يا، زال کي پنهنجي ذاتي ملڪيت ٿو سمجهي، انهيءَ ڪري هو نٿو چاهي تہ بيو ڪو ان کي هٿ لائي، ڇاڪاڻ تہ هيءُ مرداڻو سماج آهي، انهيءَ ڪري مرد انهيءَ معاملي ۾ پنهنجو حق وڏيڪ ٿو ڏيکاري. مرد زال کي وڪري جو وکر ٿو سمجهي، پنهنجي ذاتي ملڪيت ٿو سمجهي، ڇڻ تہ هوءَ هڪ بي جان وٿ آهي، هڪ بي جان شيءِ آهي ۽ نہ انسان!" (76)

نجم عباسي نہ صرف رياستي جبر، معاشرتي ناهموارين مثلاً اميرن جي عيش پرستي ۽ غريبن جي محرومين تي ساري عمر لکندو رهيو پر گڏو گڏ هن عورتن کي پڻ مساوي حق ڏيارڻ لاءِ پنهنجي فن کي هٿيار بنائي، با مقصد ادب تخليق ڪيو جيڪا ڳالهہ ادب ۽ سماج سان سندس ڪمٽمينٽ کي ظاهر ڪري ٿي. هڪ ذميدار اديب جي اها خوبي مڃي وڃي ٿي تہ هو نہ صرف پنهنجي تخليقن ۾ فن ۽ فڪر جي نزاڪتن کي ظاهر ڪري، پر اهڙا سجهاءَ ۽ تجويزون پڻ بيان ڪري، جن تي عمل ڪرڻ سان ماڻهو موجوده مسئلن، ۽ چانيل مشڪلاتن مان نجات حاصل ڪري سگهي. نجم عباسي انهن ٻنهي ڪمن ۾ ماهر هو. بقول محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي تہ "ادب ڇا آهي؟ لغوي معنيٰ ڪٽي ڪهڙي بہ هجي پر عمليءَ طرح ادب چئبو آهي اهڙن موزون لفظن کي، جي نثر يا نظم ۾ نهايت سهڻي انداز سان

پڙهندڙن يا ٻڌندڙن جي دل ۾ اها ڳالهه چڱيءَ طرح ويهارين، جا هن کي ٻڌائڻ يا سمجهائڻ گهربل آهي. دنيا جي تاريخ شاهد آهي ته اهڙي قسم جي اديبن ۽ شاعرن جي هڪ فقري يا هڪ شعر، ڪيترن ئي شخصن ۽ قومن جي زندگي بدلائي ڇڏي آهي. سنڌيءَ ۾ اهڙي طرز جي لکندڙن ۾ اسان جو نامور اديب ڊاڪٽر نجم عباسي به هڪ نمايان جڳهه والاري ٿو.“(77)

"خوشيون ۽ خواهشون": هن ڪهاڻيءَ ۾ هروڀرو پردي ۾ ويهاريل، ڇوڪريءَ جي وارتا بيان ڪيل آهي. ليڪڪ جيئن ته پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر هو، ان ڪري سندس واسطو اهڙن ماڻهن سان گهڻو رهيو. ان ڪهاڻيءَ ۾ پاڻ ڏيکاري ٿو ته ڪيئن اهي مجبور ڇوڪريون بيماريءَ جو بهانو ڪري ٻاهر نڪرڻ لاءِ مائٽن سان ڪوڙ ڳالهائين ٿيون. نجم عباسي عورت کي ملڪيت تصّور ڪرڻ واري ان مدي خارج نظام جي ڀرپور مخالفت ڪندي، نظر اچي ٿو. هو عورت کي مرد جي برابر حقن ڏيڻ جو قائل هو شاديءَ جي معاملي ۾ پسند جي پرڻي جو حامي هو. جنهن بابت سندس، هيءُ خيال آهي ته جيئن ته هي سڄي عمر جو رشتو آهي، ان ڪري ان ۾ پسند يا ناپسند جو حق ڇوڪري ۽ ڇوڪري، کي هڪ جيترو هئڻ گهرجي، نه ڪي مائٽن کي.

"عمر شادي جي سزا": هيءَ هڪ پڙهيل لکيل شهري جوڙي جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ عورت جي رضامنديءَ کانسواءِ شادي ڪيل ڏيکاري ويئي آهي. جنهن ۾ شاديءَ کانپوءِ زال مڙس ۾ اختلاف وڌي وڃڻ ڪري، ٻارن کي سزا ڀوڳيندي ڏيکاريو ويو آهي. هيءَ ڪهاڻي جڻ ته سندس ذاتي زندگيءَ سان لاڳاپيل هجي.

"ٻهرين رات ٻهرين ملاقات": هن ڪهاڻيءَ ۾ سماج جي انهن فرسوده رواجن کي ننديو ويو آهي، جن ۾ سڄي زندگي گڏ گذارڻ وارن ٻن ساٿين کي، رڳو هڪ دفعو شاديءَ کان پهرين ڏسڻ جي حق کان به محروم رکيو ويچي ٿو. جنهن جو اظهار ليڪڪ هن طرح ڪري ٿو ته، ”ڪهڙا نه ظالم، بي پرواه ۽ جاهل آهن اسان جا پيءُ ۽ ماءُ!. ڪيترو نه ظالم ۽ غير موزون آهي اسان جو هيءُ سماج!. زندگيءَ ير جو سوال آهي ۽ اسان کي رڳو هڪ پيرو به هڪ ٻئي. کي ڏسڻ جو موقعو نٿا ڏين!.“(78)

"مڙهيل ناتو": هيءَ ڪهاڻي به پيءُ ماءُ جي فيصلن اڳيان سر جهڪائيندڙ اولاد سان واسطو رکي ٿي. جنهن ۾ ٻئي فرد (زال ۽ مڙس) اختلاف راءِ جي باوجود گڏ رهڻ تي مجبور آهن، جنهن جا منفي اثر اولاد جي زندگيءَ تي پون ٿا. هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ واضح ڪري ٿو ته اهڙن هنڌن تي مرد وري به سچو ڏينهن ٻاهر گذاري، پنهنجي زندگيءَ جا گهربل مزا ماڻي ٿو پر ان جي برعڪس عورت ويچاري سڄي عمر ان فيصلي جي مُڏي ڪاتيءَ هيٺ درد ۽ عذاب ۾ زندگي گذاري، پنهنجي وفادار هئڻ جو ثبوت ڏيئي ٿي. حالانڪ سندس دل پيار لاءِ سڪي تڙپي ٿي، پر هوءَ ان تي زندگيءَ جي تلخ حقيقتن جو پردو وجهي، ڪيس خاموش رهڻ جي تلقين ڪري ٿي. نجم عباسي انهيءَ ڪهاڻيءَ ذريعي هيءُ شعور ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، ته جتي ازدواجي زندگي اختلافن جو شڪار ٿئي ٿي، اتي ان رشتي کي سماج جي ڊپ کان گهلڻ بجاءِ، ان رشتي کي اتي ئي ختم ڪري، ٻنهي فردن کي آزاديءَ سان پنهنجي پنهنجي مرضيءَ مطابق زندگي گذارڻ جو حق ڏنو وڃي ۽ سماج ۾ مرد ۽ عورت کي برابريءَ جي بنياد تي پرکيو وڃي. جيڪڏهن مرد ٻي يا ٽي شادي ڪري سگهي ٿو ته عورت کي به سماج اندر ان جي اجازت هئڻ گهرجي.

رڪاوٽ: هيءَ ڪهاڻي عورتن کي بي وجه پردي ۾ رکڻ واري پابنديءَ جي خلاف ورزي ڪندي نظر اچي ٿي.

نجم عباسي هڪ ترقي پسند سوچ جو ماڻهو هو ۽ سندس اها سوچ عورت جي معاملي ۾ به بلڪل ساڳي هئي. ايستائينءَ جو هو پنهنجي ڪهاڻين ذريعي ان سماجي متيبد جي ننندا ڪري ٿو جنهن ۾ مرد جو پنهنجي زال هوندي به، جڏهن ڪيترين ئي ٻاهرين عورتن سان تعلق رهي، ته ان کي "شوقين"، ۽ اهڙو ڪو عمل جيڪڏهن ڪنهن عورت هٿان ٿئي ٿو ته ان لاءِ ڪيس "گنهگار" جو مترادف ٺهرايو وڃي ٿو.

سندس اهڙين ڪهاڻين ۾ "رشتا ناتا"، "ايندو وري ڍولڻ سائين"، "اهي ڏينهن اهي نيهن"، "رقيب"، "ڪنول"، "مڙسي"، "توکي مرڪندو ڏسان"، وغيره شامل آهن.

ان معاملي ۾ سندس هيءُ مجڻ هو ته جڏهن پيار ڪرڻ جي آزادي عورت ۽ مرد کي برابر ڏني ويندي، تڏهن ئي هن دنيا مان جنسي براين جو

خاتمو ايندو. سندس خيال هو تہ جنهن ماڻهوءَ کي ڀرپور پيار حاصل ٿئي ٿو اهو پوءِ ڪهڙي بہ شعبي ۾ ڪم ڪندو هجي، ان جون اتي وڏيڪ صلاحيتون اڀرن ٿيون. نجم عباسي نہ صرف عورت ۽ مرد جي برابريءَ جو قائل هو پر هن هر ان عورت جي حمايت ڪئي، جيڪا ڪٿي بہ استحصال جو شڪار بڻي هجي، پوءِ اهو چاهي سماج هٿان ٿيو هجي يا مذهب هٿان ٿيو هجي، هو ڪٿي بہ عورت کي صبر تحمل جو مجسمو بنجڻ جو پيغام نٿو ڏئي، بلڪ سندس پيغام هميشہ انهن خلاف بغاوت جو رهيو آهي. جيئن سندس ڪهاڻي "سڙي سارو ڏينهن"، جنهن ۾ ماتن جي مرضيءَ سان هڪ مُلان سان شادي ڪندڙ هڪ شهري عورت جي ڪهاڻي پيش ڪيل آهي. جنهن کي مڙس مذهب جي آڙ ۾ هر جائز حق کان محروم رکڻ جي سازش ڪري ٿو جنهن جي خلاف هن ۾ بغاوت جو جذبو بيدار ٿئي ٿو. جنهن جو اظهار ڪهاڻيءَ اندر ڪجهہ هن طرح ڪيل آهي تہ "جڏهن مُلا هن کي ميڪ اپ هڻڻ کان روڪي ٿو ۽ زبردستي برقعو پارائي ٿو تڏهن هوءَ سوچي ٿي تہ "هي مولانا عورتن لاءِ سرخي پائوڊر هڻڻ کي تہ حرام سمجهن ٿا، پر پاڻ پنهنجي ڏاڙهي سونهاريءَ کي تہ ڪيئن نہ مهنديءَ جا تهہ تا چاڙهين، ۽ اکين ۾ ڪيئن نہ ڏوئيءَ سان سُرمو ٿا پائين! "۽ جڏهن مولوي صاحب هن کي رسالا ۽ ناول پڙهڻ تان اهو سمجهي منع ڪري ٿو تہ اهي شيون بداخلاقي ۽ دهريت ڦهلائن ٿيون. تڏهن هوءَ سوچي ٿي تہ "هتي تہ مرڪڻ بہ گناهہ آهي!" ۽ جڏهن هوءَ "جم روڪ" لاءِ سوچي ٿي تہ وري ساڳيو دڙڪو ٿو مليس تہ "اهي ڪافرن وارا ڪم مونکان نہ ٿيندا، مان قدرت جي ڳجهہ ۾ هٿ وجهڻ نٿو چاهيان". تڏهن هن جي شعوري سگهہ جاڳي ٿي ۽ هوءَ اهو سوچي ٿي تہ "هي قدرت ۾ هٿ وجهڻ وري ڪهڙي بلا آهي، جهر جنگ نہ ڪيجن ها تہ اناج جا فصل ڪٿي ٿين هان. مکين مڇرن ۽ بيمارين جي جيوڙن کي ناس نہ ڪجي ها، تہ بيمارينَ تي فتح ڪيئن ٿي سگهي ها." ائين هوءَ پنهنجي ۽ مولويءَ جي فيصلن خلاف نفرت جو جوالا مکي پالي ٿي، ۽ آخر هڪ ڏينهن جڏهن هوءَ پنهنجي بيمار ٻار لاءِ سڄي رات جاڳي اچا سمهي مس ٿي، تہ مولوي کيس نماز پڙهڻ لاءِ اٿاري ٿو تڏهن اهو جوالا مکي ڦاٽي ٿو ۽ هوءَ بغاوت ڪندي چوي ٿي تہ "جا مان تنهنجي نماز ۽ مذهب کي ڏوئي پيئندس! تو ان خيالي جنت خاطر منهنجي زندگيءَ کي جهنم بنائي ڇڏيو

آهي، نہ پڙهندس نماز نہ پڙهندس، نہ پڙهندس! ان مهل روشن تارا جوڻ غصي ۾ پريل اکيون ۽ ڇهرو ڏسي، مولوي بہ هيسجي ويو. وري هن کي هٿ لائڻ جي همت نہ رهيس." (79)

"ڇيڳري": هن ڪهاڻيءَ ۾ ڇيڳريءَ نالي نينگريءَ سان سٺ سالن جي وڏيري جي چوٿين شاديءَ کي روڪڻ لاءِ، هن جي پيار ڪرڻ واري ساٿي ۽ ان جي دوستن طرفان ونندڙ اهي مثبت طريقا ڏيکاريا ويا آهن، جن جي ذريعي اهڙن غلط فيصلن کي وقت سر روڪي سگهجي ٿو. پر ان سڄي عمل ۾ عورت کي پڻ پاڻ کي خودمختيار ٿي رهڻو پوندو، جنهن لاءِ هو لکي ٿو تہ "اصل ۾ ڳالهہ اها آهي تہ هن قصي جو مرڪزي ڪردار عورت آهي، ۽ جيسين اها جاهل، مجبور، گونگي ۽ بي همت آهي، تيسين ان مسئلي جو صحيح ۽ اثرائتو حل مشڪل آهي." (80)

"مڙسي": هن ڪهاڻيءَ ۾ بہ سماج جي انهن گهسيل پٽيل مردن جو قصو پيش ڪيل آهي، جيڪي پاڻ کي مجازي خدا سمجهي، عورت کي ادني ۽ غلام سمجهي، انهن سان جانورن کان برو سلوڪ ڪندي، روزانو مارڪٽ ڪن ٿا. نجم عباسي ان عورت کي بجاءِ ظلم ستم سهڻ جي، پنهنجي وجود جي تحفظ لاءِ جنگ جوٽڻ جو پيغام ڏيئي ٿو. اها عورت ان ظلم جو مقابلو ظلم سان ڪري، پنهجو وجود بچائي ٿي.

"ڇاپو": هن ڪهاڻيءَ ۾ وڏيرن جي حويلين ۾ قيد عورتن ۾، ليکڪ تعليم حاصل ڪرڻ جو پرچار ڪندي نظر اچي ٿو جنهن ۾ هو فڪر جاڳائي ٿو تہ صرف تعليم ئي انهن ڪوٺن کي ڪيرائي سگهي ٿي.

"ڇوريءَ جا انگل": هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ عورتن کي تعليم پرائڻ جي تلقين ڪري ٿو ۽ ڪردارن ذريعي اهو ثابت ڪري ٿو تہ جڏهن ڇوڪري جديد تعليم حاصل ڪري ٿي، تہ هوءَ نہ صرف باشعور بنجي ٿي، پر ان ۾ صحيح فيصلي ڪرڻ جي پڻ قوت جنم وٺي ٿي، ۽ هوءَ پيءُ ماءُ کي صاف لفظن ۾ چوي ٿي تہ "جيڪڏهن توهان منهنجي زبردستي شادي ڪرائيندا، تہ پوءِ آءٌ پاڻ کي مارڻ بدران ان مڙس کي ماريندس، جو منهنجو راضپو چاهڻ کانسواءِ مون سان اهو ناتو ڳنڍڻ جي ڪوشش ڪري ٿو."(81)

"توکي مرڪندو ڏسان": هن ڪهاڻيءَ ۾ سماج کان باغي عورت جو ڪُردار پيش ڪيو ويو آهي، جنهن جي شادي مائٽ پوڙهي مواليءَ سان رچائن ٿا، ۽ مواليءَ جي لاتعلقيءَ سبب هوءَ ڪيترن ئي مردن جي هَوس جو نشانو بڻجي ٿي، باوجود ان جي هوءَ شڪست نہ ٿي مڃي. هيءَ ڪهاڻي هڪ نوجوان ڇوڪريءَ جي خواهشن، اميدن، ۽ انتظار جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ليکڪ لکي ٿو تہ "جيڪڏهن انهن مرڪن کي امر بڻائڻو آهي، تہ پهرين انهن طاقتن ۽ تهذيبن کي ختم ڪرڻو پوندو جيڪي اهڙين سون جهڙين مرڪن کي ناس ڪن ٿا." (82)

هتي هڪ ترقي پسند سوچ سامهون ٿي اچي، تہ جرم ڪرڻ وارو صرف مجرم ناهي هوندو پر حالتون بہ ان ۾ برابر جون شريڪ هونديون آهن.

"ترت ترقيءَ جي تاڙ": هن ڪهاڻيءَ جو هڪ ڪردار "سپي" آهي، جيڪا ڳوٺاڻي عورت جي همت، بهادري ۽ محبت جو مجسمو آهي. جنهن لاءِ ليکڪ پنهنجا ويچار هن طرح پيش ڪري ٿو تہ سپي قد ڪاٺ واري، سرير جي سگهاري، گهر توڙي ٻين جي ڪم ڪرڻ ۾ مڙس ماڻهو هن جي پيءَ کي هن جي ڪري ايترو آرام هو جيترو ڪيس ڏهن ڏڻن مُٺن پُٽن هوندي بہ نہ هجيس ها. ان مان واضح ٿئي ٿو تہ ڳوٺاڻي عورت ڪنهن بہ ڳالهہ ۾ مردن کان ڪمزور يا گهٽ نہ آهي، ۽ اها پنهنجو تحفظ پاڻ ڪري سگهي ٿي. جيئن ان ڪهاڻيءَ ۾ جڏهن ڳوٺ جو وڏيرو ڪيس ميري اک سان ڏسڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تڏهن هوءَ سندس خود اعتمادي، سختي ۽ بي باڪي ڏسي پوئتي هٽي وڃي ٿو. ليکڪ هن ڪهاڻيءَ ذريعي هيءُ تاثر ڏيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ جيڪڏهن عورت پنهنجو پاڻ کي ڪمزور نہ سمجهي، تہ هوءَ ڪيترين ئي تڪليفن ۽ مشڪلاتن کي اڪيلي منهن ڏئي سگهي ٿي.

"اونچا ڳاٽ پهاڙن جا": هن ڪهاڻيءَ ۾ نجم عباسي مستقبل جي سنڌي عورت جو ڪردار چٽيو آهي، جنهن لاءِ هو اها اميد رکي ٿو تہ مستقبل جي سنڌي عورت، نہ صرف جديد تعليم جي نُور سان منّور هوندي، پر ان سان گڏ سندس وجود مذهبي توڙي سماجي بندڻن کان آزاد، انقلابي سوچ ۽ تبديليءَ جو اهڃاڻ هوندو جيئن هن ڪهاڻيءَ جو ڪردار حبيبان، جنهن جي قرآن سان شادي ڪرائي وڃي ٿي، جيڪا حويليءَ جي رسم رواج سان

بغاوت ڪري، پنهنجي مذهبي ۽ قانوني حق مطابق پنهنجي پسند جي ڇوڪري سان پنهنجي ازدواجي زندگي گهاري ٿي. اسان وٽ ملڪيتن جي ورڇ ڪارڻ ڪيترين ئي نياڻين پنهنجي جائز حقن کان محروم رکيون وڃن ٿيون، پر نجم عباسيءَ جي هيءَ عورت ڪردار نہ صرف پنهنجو حق پاڻ حاصل ڪري ٿي، پر پنهنجي جان جي تحفظ لاءِ پڻ پرعزم نظر اچي ٿي.

هنن ڪهاڻين مان واضح ٿئي ٿو تہ نجم عباسي ڪٿي بہ عورت کي سماج يا مذهب جو تابعدار يا غلام بنجڻ جو تصوّر پيش نٿو ڪري، بلڪ سندس ڪهاڻين جي عورت پنهنجي ڪردار هيٺ هميشہ خودمختيار ۽ مضبوط جنگجو ۽ انقلابي سوچ جي مظهر نظر اچي ٿي. هن انهن سمورن مدي خارج جاگيرداري ۽ سرمائيداري سماج جي رسمن ۽ رواجن جا بکيا اڊيڙي ڇڏيا، جن ۾ عورت کي صرف جنسي لذت جو عنصر سمجهي، هڪ بي جان شيءِ جيان گهرن اندر قيد ڪيو ويندو هو. هو عورت کي سماج ۾ برابريءَ جي بنياد تي تعليم ڏيارڻ ۽ اقتصادي طور مضبوط ڪرڻ جو درس ڏيئي ٿو. رسول بخش پليجي جي لفظن ۾ تہ "جڏهن عورتن ۽ مردن جي ڪوشش ۽ ويڙهہ ۾ اهڙو نظام قائم ڪيو ويندو جنهن ۾ سڀ عورتون اقتصادي طرح پنهنجي پيرن تي بيٺل هونديون، ڪنهن جون محتاج نہ هونديون، ڪنهن جي خوشامند ڪرڻ لاءِ مجبور نہ هونديون، اتي، لٽي، گهر ۽ آبروءَ لاءِ ڪنهن جون محتاج نہ هونديون، جڏهن هو مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڌرتيءَ جون وارث ۽ مالڪ بنبيون، تڏهن ئي غلامي ختم ٿيندي- نہ رڳو عورت جي، پر سموري عوام جي، سموري انسانيت جي. جيڪو ادب عورت کي صرف جنس طور پيش ڪري ٿو سو دوست جي ويس ۾ عورت جو دشمن ادب آهي، اهو جاگيردارن ۽ سرمائيدارن جو ڇاڙتو ادب آهي."(83)

نجم عباسي هڪ اهڙو باشعور ۽ بي باڪ اديب هو جنهن هر سماجي برائيءَ کي پنهنجي قلم جي زور سان ڪهاڻين جي روپ ۾ نروار ڪري، پنهنجي ڪردارن جي مدد سان اصلاحي پهلوءَ کي سامهون آڻي، پنهنجي مقصد جي پورائي ڪئي. سندس ڪهاڻين جو واضح مقصد سنڌي قوم ۽ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي عورت جي بقا، رهنمائيءَ سان گڏ ادب جي صحتمند قدرن کي اجاگر ڪرڻ ۽ انساني معاشري جي استحصالي قوتن خلاف

قلمي ويڙه ڪرڻ تي مبني هو. ڇاڪاڻ ته نجم عباسي ڄاڻيپيو ته سرمائيداري ۽ جاگيرداري نظام ۾ ازل کان عورت سماج ۾ محروميءَ جو شڪار، اها ڪمزور شيءِ رهي آهي، جنهن جي خريد فروخت کي مذهبي قانونن جي چادر ويڙهي جائز بنايو ويجي ٿو جيڪو انهن (قانونن) جي انحرافي ڪري ٿو تنهن کي گناه جو مترادف بنائي سزا جي سوليءَ تي لٽڪايو ويجي ٿو. مطلب ته هر هنڌ هوءَ جبر، ظلم ۽ ذلتن جو شڪار بڻجي ٿي. بقول لعل خان جي ته "اگر مذہبی سوچ عورت کو ذاتی ملکیت اور غلام تصور کرتے ہوئے قید و بند کرتی ہے تو آزاد خیال اشرافیہ کاروبار اور منافعوں اور بڑھوتری کے لیے ایک آلا کار کے طور پر استعمال کرتے ہیں اگر رجعتی ذھنیت رکھنے والوں کا عورتوں پر ظلم و جبر غیر انسانی فعل اور غلامی ہے تو عورتوں کے جسموں کو اشیا بیچنے اور منافع کمانے کے لیے استعمال کرنا بھی ان کی نجات نہیں۔ عورتوں کی طرف تعصب و تفریق پر مبنی رویے ان سماجی رشتوں سے بر آمد ہوتے ہیں جو لالچ اور ہوس پر مبنی معیشت تخلیق کرتے ہیں۔ یہ رویے تب تک ختم نہیں ہو سکتے جب تک ان مادی حالات اور بنیادوں کا خاتمہ نہ کیا جائے جن پر یہ سماجی اقتصادی نظام کھڑا ہے"۔ (84)

نجم عباسي اهو ليکڪ هو جنهن پنهنجي فن ۽ فڪر کي هٿيار بنائي، انهن سمورن مدي خارج معاشي توڙي مذهبي توهمات، رسم ۽ رواجن جي مخالفت ڪئي، جن جي ذريعي عورت کي سماج جو ناڪاره پرزو بنائي قيد ڪيو ويو هو. هن عورت جي محبت پريل وجود کي گناهه جي پردي، بي همتي ۽ بزدليءَ جي قيد مان آزاد ڪرائي، ڪيس سماج ۾ هڪجيترو رتبو ماڻڻ جو گس ڏيکاريو. ان بابت سندس هيءُ چوڻ هو ته "مون پنهنجي ڪهاڻين ۾ عورت جي مظلوميت جو ذڪر ڪيو آهي، ۽ ساڳي وقت مون عورت کي اهو سبق به ڏنو آهي، ته هوءَ اهڙي نظام کان بغاوت ڪن ۽ ماٺ ميٺ ۾ ظلم نه سهن، هينئر زمانو اجتماعيت جو آهي. انفرادي طرح ڪابه عورت بغاوت نه ٿي ڪري سگهي، پر جڏهن عورتون تنظيمون ٺاهي جدوجهد ڪنديون، ته سڀ مسئلا آسانيءَ سان حل ٿي ويندا." (85)

مجموعي طور نجم عباسيءَ جو فن ۽ فڪر، ورهاڱي بعد تيزيءَ سان تبديل ٿيندڙ سياسي ثقافتي ۽ سماجي تبديلين جو مظهر نظر اچي ٿو. گڏو گڏ هن سنڌي معاشري جي اوڻاين ۽ خرابين کي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، انهن ريتن ۽ رسمن جي ننڌا ڪئي، جيڪي اندر ئي اندر سنڌي سماج کي کوکلو بنائي رهيون هيون. هن هڪ سماج سڌارڪ ليکڪ جي ڪردار ۾ نه

صرف انهن ننڍين وڏين برائين جو ذڪر ڪيو پر انهن ڪان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ هن ڏس ڏنا، گس ۽ واٽون ڏيکاريون. پروفيسر غفور ميمڻ سندس افسانن بابت لکي ٿو ته، ”نجم عباسي واحد ڪهاڻيڪار آهي، جنهن هميشه ڪريون ۽ سچيون ڳالهيون ڪيون، هو ڪٿي به سمجهوتي يا علامت جو سهارو نٿو وٺي. هن جو ذهن سائنسي انداز سان سوچڻ وارو هو، جنهن ڪري هو انسان کي سندس فطري ۽ جديد دؤر مطابق تبديل ٿيندڙ تعميراتي انسان طور ڏسڻ چاهي پيو جنهن ۾ طبقاتي سماج جي هيٺ مٿاهين ۾ منجهس ٿيندڙ غير انساني هاڃن کي ننديو ٿو. سندس سوچ جو پيو محور سنڌيت آهي، جيڪو پڻ قوم پرستيءَ جو منسلڪ آهي. ان سان هو سڄي دنيا جي مظلوم قومن جي حمايت ڪندي نظر اچي ٿو.“ (86)

ادب جو ترقي پسند منشور به اهو آهي، ته هو نه رڳو وابسته ماحول ۽ ان ۾ پيش ايندڙ حالتن ۽ واقعن جي نمائندگي ڪري، پر ان سان گڏ سماج جي هڪ مبلغ جيئان رهنمائي به ڪري ۽ انسانيت، انصاف، سچ ۽ سونهن جي فلسفي کي اڳتي وڌائي. جمال ابڙي جي لفظن ۾ ته، ”اديب جو فرض آهي سونهن کي اجارڻ ۽ ڪچري کي ساڙڻ. اهو اسان جو فرض آهي ته وک وک تي، چپي چپي تي جي ڪن ۽ ڪچري جا انبار آهن، تن کي ساڙيندا وڃون، ڏک ڏوجهرا رفع ڪندا وڃون.“ (87)

نجم عباسي پنهنجي فن ۽ فڪر سان ادب جي ان ترقي پسند شعور کي ڪهاڻين جو حصو بڻائي، نئين سوچ کي جنم ڏنو. سندس ڪهاڻين تي تنقيد پڻ ڪئي ويئي، ته اهي خالي رپورٽنگ، پرچار ۽ نعريبازيءَ تي مشتمل ڪهاڻيون ن آهن، منجهن فني پختگيءَ جو فقدان نظر اچي ٿو. مثال طور ڊاڪٽر غفور ميمڻ جو سندس ڪهاڻين بابت هيءُ چوڻ ته، ”نجم عباسي پنهنجي فڪر ۾ ڪٿي ڪٿي انتها پسند به ٿي وڃي ٿو ۽ ڪهاڻيءَ ۾ نعري بازي ڪرڻ شروع ڪري ٿو.“(88)

توڙي ڪٿي نقاد سندس ڪهاڻين ۾ ان پرچار ۽ نعري بازيءَ کي سندس ڪوتاهي تسليم ڪن، پر تنهن هوندي به اهي ادب سان سندس وابستگي ۽ مقصد کي نظرانداز ڪري نه ٿا سگهن. مثال طور ممتاز مهر جي بقول ته ”نجم عباسي هڪ واضح نظريي، سوچ ۽ مقصد کي آڏو رکي ڪهاڻي لکندو آهي. هو پنهنجي نظريي ۽ مقصد ۾ ايترو سنجيده آهي، جو سندس

اڪثر ڪهاڻيون رپورٽنگ جي انداز ۾ هونديون آهن. يا ائين محسوس ٿينديون آهن. هن جي ڪن ڪهاڻين کي فني لحاظ کان جيڪڏهن نظرانداز ڪجي به، پر موضوعات جي لحاظ کان کين نظرانداز ڪري نٿو سگهجي. هن جا موضوع کهرا، تلخ، حقيقتن ۽ مشاهدن تي ٻڌل آهن.“ (89)

ان جي جواب ۾ نجم عباسي لکي ٿو ته، ”ڪن دوستن جو خيال هوندو آهي ته ڪهاڻيءَ ۾ نعري بازي ۽ پرچار نه هجي، منهنجي خيال ۾ اهڙي ڪهاڻي بي مقصد هوندي. ڇو ته مقصدي ڪهاڻيءَ ۾ نعري بازي به هوندي آهي ۽ پرچار به.“ (90)

سندس اهو خيال ته ادب ۾ پرچار يا پروپيگنڊا جائز آهي، اهو ڪيتري قدر درست آهي، ان کي مختلف عالمن ۽ اديبن جي راءِ تحت پرکيون ٿا.

مشهور اديب منشي پريم چند ان بابت لکي ٿو ته، ”منهنجو پڪو وشواس آهي ته هر ڪا ڪلا، لڪل يا ظاهر روپ ۾ ضرور اڳيان مٿو ٽيڪي ٿي. جيتوڻيڪ پروپيگنڊا هڪ بدنام لفظ آهي، ته به اڄ جو ويچار ڦهلائيندڙ طاقتور ۽ صحت مند ادب، پروپيگنڊا کانسواءِ ڪجهه به نه آهي، نه ڪجهه ٿي سگهي ٿو نه ٿيڻ گهرجي. ان طرح جي پرچار لاءِ ساهت کان وڌيڪ اثر دار ٻيو وسيلو پرماتما پيدا ئي نه ڪيو آهي.“(91)

علامه اقبال ”همايون“ اخبار جي ايڊيٽر، بشير احمد جي پڇيل هڪ اهڙي ئي سوال جو جواب ڏيندي چيو ته، ”خدا طرف ڏسو اهو سڀ کان وڏو پروپيگنڊا ڪندڙ آهي. هيءَ سڄي ڪائنات هن جي پرچار جو ثبوت نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ هزارين لکين قسمن جا ماڻهو خود اشتهارآهن. تون پروپيگنڊا کي ايترو خراب نه سمجهندو ڪر.“ (92)

نجم عباسي هڪ اهڙو ليکڪ هو جنهن هڪ ئي وقت  قومي، ثقافتي، سماجي ۽ لساني ويڙهه وڙهي. هن ادب کي ذهني تفريح ۽ جسماني تسڪين جي دائري کان ٻاهر آڻي، ادب جي اصلاحي ۽ سماج سڌارڪ واري مقصد هيٺ، ترقي پسند لاڙي کي فروغ ڏنو. ڇاڪاڻ ته ڪڏهن ڪڏهن قومن تي اهڙو وقت، اچي ڪڙڪندو آهي جڏهن پيار، محبت، خوشي، لذت ۽ تشنگي سڀ بي معنيٰ بنجي وينديون آهن. بقول ابنِ حيات پنهور جي ته ”اديب جي قلم جو مکيه ڪم آهي ادب تخليق ڪرڻ، پر ڪڏهن

ڪڏهن اهڙو به وقت ايندو آهي جو رڳو ادب تخليق ڪندو رهڻ ئي ڪافي نٿو رهي، ۽ جڏهن اهو وقت اچي ٿو ته تڏهن اديب جي قلم جو سڀ کان وڏو سڀ کان مقدس فرض اهو آهي، ته هو پنهنجي پيدائشي حق جو بچاءُ ڪري، ان لاءِ لڙي ۽ حملو ڪندڙن جي هٿيارن کي مڏو ڪري. جيڪڏهن ڪو اديب ائين نٿو ڪري ته ان جو مثال ان هاريءَ وانگر ٿيندو جيڪو پنهنجي هٿن سان پوکيل قيمتي فصل کي جانورن جي هٿان پيلجندو پيو ڏسي، پر چُپ ڪيو رونبي ۾ لڳو پيو هجي، ۽ چوي ته منهنجو اصل ڪم آهي فصل پوکڻ ۽ لڻڻ، باقي جانورن کي تڙي ڪيڻ سان منهنجو ڪهڙو واسطو."(93)

نجم عباسي اهو اديب هو، جنهن هر ننڍي توڙي وڏي مسئلي تي ڪهاڻيون لکيون، پوءِ اهي چاهي قوم پرستيءَ سان لاڳاپيل هجن يا طبقاتي ڪشمڪش، مذهبي مت ڀيد سان وابسته هجن يا سماجي عيبن سان سندن واسطو هجي، هن هر سطح تي انهن خلاف بغاوت ڪئي ۽ گڏوگڏ هن سنڌ جي سياسي وايو منڊل تي رونما ٿيندڙ خارجي ۽ داخلي حالتن، ۽ انهن جي مثبت يا منفي اثرن کي پڻ هڪ نبض شناس ماهر ۽ هڪ پارکوءَ جيئان پرکي، پڙهندڙن کي سياسي ۽ قومي شعور مهيا ڪيو.

سنڌس ڪهاڻين جي هن مختصر جائزي مان جيڪو مجموعي تاثر ابري ٿو ان مان هي نتيجا سامهون اچن ٿا ته نجم عباسي نه صرف پنهنجي دؤر ۾ سنڌين سان ٿيندڙ رياستي جبر، تهذيبي ۽ اقتصادي استحصال خلاف متعدد ڪهاڻيون لکيون، پر هن سماج جي پرمار طاقتن، وڏيرن، سرمائيدارن جاگير دارن ۽ سندن ڇاڙتن ملن ۽ پوليس جي ظلمن ۽ ان جي شڪار سنڌي ماڻهن، انهن جي بنيادي حقن ۽ مسئلن جهڙوڪ غربت، جهالت، بي روزگاري ۽ ٻين سماجي برائين مثلن جڙتو عقيدن، وهم ۽ وسوسن ۽ فرسوده رسمن رواجن خلاف پڻ ڪثير تعداد ۾ ڪهاڻيون لکيون. هو ڪنهن به سماج اندر هر برائيءَ جو اصل ڪارڻ پرمار طبقي کي مڃي ٿو. ان ڪري ئي هو ان طبقي کي ئي جڙ کان ڪيڻ جو پنهنجي فن ۽ فڪر ذريعي پرچار ڪري ٿو. جنهن لاءِ هو لکي ٿو ته "جاگيرداري، سرمائيداري ۽ پرماري سماج ۾ برائي انسان جي ضرورت آهي. ضرورت جي بار هيٺ ئي انسان برائي ڪري ٿو ان ڪري سماج مان برائي ڪيڻ جو هڪ ئي طريقو آهي ته پرماري نظام جي پاڙپٽي وڃي."(94)

نجم عباسي پنهنجي ڪهاڻين ذريعي افساني جي فني سٽاءُ ۽ ان جي مڪمل گهرجن، يا اعليٰ تخليقي فن پارن تخليق ڪرڻ بجاءِ افساني جي سماجي ڪارج تي وڌيڪ ڌيان ڏنو. هن سماج جي مظلوم ۽ ڌتڙيل طبقن کي پنهنجي فڪر سان هر قسم جي ظلم ۽ جبر خلاف آواز اٿارڻ لاءِ همٿايو. هن نہ صرف رياستي ڏاڍ، طبقاتي نظام يا مذهبي مت ڀيد خلاف ڪين شعور مهيا ڪيو پر ان کي مٿائڻ لاءِ اجتماعي جدوجهد ڪرڻ جون صلاحون پڻ ڏنيون. هن سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن کي درپيش هر مسئلي، پوءِ اهي ڪٽي سياسي هجن يا سماجي، مذهبي هجن يا لساني، هن هر محاذ تي انهن پرمار طاقتن کي پنهنجي قلم جي وسيلي للڪاريو. هن پنهنجي فڪر، خيال ۽ مقصد کي هڪ مبلغ جيئان پيش ڪري، سنڌي ماڻهن کي مظلوم ۽ محڪوم ٿيڻ بجاءِ حاڪم ۽ حقدار ٿيڻ واري انقلابي سوچ کي جنم ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس انهن خدمتن جو ذڪر ڪندي اڪبر لغاري لکي ٿو تہ "هو پرماريت خلاف لکي ٿو مذهبي جنون خلاف لکي ٿو هو ڌرتي ۽ ٻوليءَ جي بقا لاءِ لکي ٿو هو غير طبقاتي سماج لاءِ لکي ٿو مطلب تہ سندس لکڻين جو محور سياسي، سماجي ۽ معاشي انقلاب آهي."(95)

نجم عباسي لبرل سوچ جو مالڪ انسان هو ان ڪري هن هر قسم جي ظلم، ڏاڍ ۽ جبر، پوءِ اهو چاهي مذهبي هجي يا سياسي، طبقاتي سماج خلاف هجي يا جاگيرداري نظام خلاف هجي، يا وري سرمائيداري، مطلب تہ هن هر قسم جي ظلم ۽ ناانصافيءَ کي پنهنجي ڪهاڻين ذريعي نِنديو. ولي رام ولڀ سندس ڪهاڻين بابت لکي ٿو تہ "نجم جي ڪهاڻين جا موضوع قومي، طبقاتي، سائنسي ۽ سنڌي قوميت آهن. جن ۾ وهم، غلط مذهبي عقيدا، سنڌيت، ٻولي، ثقافت ۽ تاريخ جي اهميت، بين الاقواميت، سوشلزم، سيڪيولرزم، جاگيرداري ۽ سرمائيداري نظام، طبقاتي جدوجهد، انساني قدر ۽ رشتا، سياست، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ڄاڻ وغيره اچي وڃن ٿا."(96)

نجم عباسي تقريباً 25 ڪان مٿي ڪتاب ۽ ٽي سؤ کان وڌيڪ ڪهاڻيون لکيون، جنهن جا موضوع سياسي ۽ سماجي ظلمن ۽ روڳن جهڙوڪ: قومي ۽ رياستي جبر، سرمائيداري، جاگيرداري نظام جي منافقي، لوڀ ۽ لالچ ۽ ان جي پورائي لاءِ هر طرح جي ڪُڌائي، ڪميٽائپ، ظلم ۽

دهشت جو مظاهرو ڪرڻ ۽ گڏوگڏ سنڌي ماڻهن جي سادگي، جهالت، بک، بيروزگاري، تعليمي شعور جي گهٽتائي سبب پيرن، مرشدن ۽ ملن جي سازشن ۽ مڪارين ۽ انڌن عقيدن ۾ مبتلا ٿيڻ، ۽ عورتن کي ذاتي ملڪيت تصور ڪرڻ جهڙن مسئلن سان پرپل نظر اچن ٿا. هن انهن سمورين برائين خلاف ڪلم ڪلا بغاوت ڪري، انهن برائين کي معاشري مان روڙي ڪرڙي صاف ڪري، ماڻهن کي زندگيءَ جي صحتمند اصولن کان متعارف ڪرائي، ترقي پسند اديب جي صحيح معنيٰ ۾ تشريح ڪئي، ۽ پڙهندڙن ۾ هڪ نئين ۽ منصف سماج جوڙڻ جو فڪر ۽ فلسفو ڏنو. ادب جو ترقي پسند منصب ۽ مقصد بہ اهو آهي. جمال ابڙي جو ان سلسلي ۾ هيءَ چوڻ آهي تہ "ادب صرف زندگيءَ جي ترجماني ۽ تنقيد تائين محدود نہ آهي، پر تعميري پهلوءَ سان بہ پرپور آهي. ڪروڙين انسان، جن تي وقتي حڪومتن جي نظرِ عنايت رڳو پهچڻ کان بہ عار ڪري ٿي، تن کي هڪ اديب جو آواز ننڊ مان اٿاري، فرسوده رسومات جي آفيمي نشي مان بيدار ڪري، انساني وقار ياد ڏياري ٿو ڇڏي، جو لٽ ۽ ڌاڙي واري نظام کي جلائي عوام جي نظرين کي چمڪائي ٿو ڇڏي. ڪهڙو نہ سچ چيو آهي ڪنهن سياسي مفڪر، تہ بين الاقوامي پاليسيون اديب ٿا ٺاهين روسو، ٽالسٽاءِ، گورڪي يا برنارڊشا پنهنجي ادب پارن سان عظيم انقلاب آڻي قارونيت، فرعونيت ۽ نمروديت جا بنياد اکوڙي ڇڏيا. انسان ذات جي راهہ ۾ جيڪي روڙا ۽ پٿر هئا، تن کي ڪافي حد تائين پڇي پورا ڪري ڇڏيو." (97)

ان ڪري اسان چئي سگهون ٿا تہ سندس ڪهاڻيون روشن خيال، تاريخي روايت جون امين ۽ هر قسم جي سامراج خلاف، انقلابي سوچ رکندڙ قوتن لاءِ مشعل راهہ آهن، جن جو بنياد مقصد جي حصول تي رکيل آهي.

جنهن لاءِ سندس هيءَ چوڻ آهي تہ، "آءٌ هميشہ مقصدي ادب لکڻ جو حامي رهيو آهيان، ۽ مقصدي ادب عملي ٿيندو آهي، ان ڪري ان کي خيالي، تصوراتي ادب نٿو چئي سگهجي، ۽ آئيڊيلزم جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي، منهنجي ڪهاڻين ۾ قوم پرستيءَ جي حوالي سان ڏنل ڪردار بہ سچ پچ معاشري ۾ موجود آهن. انهن کي ڏسڻ ۽ مشاهدي ڪانپوءِ ئي مون انهن کي پنهنجي ڪهاڻيءَ جي ڪردارن ۾ سمويو آهي."(98)

سندس فن ۽ فڪر جو محور انساني سماج، خاص طور سنڌي سماج ۽ ان سان وابسته قومي، سياسي ۽ اقتصادي مسئلا هئا. نجم عباسي اهڙو سماج جوڙڻ پيو چاهي، جنهن ۾ رهندڙ هر ماڻهو (مرد توڙي عورت) پنهنجي زندگيءَ پنهنجي ڪلچر مطابق بسر ڪن. هو هڪ اهڙي غير طبقاتي معاشري جو خواهان آهي، جنهن ۾ وسندڙ سڀ انسان بغير ڪنهن نسلي امتياز ۽ مذهبي برتريءَ جي پنهنجي زندگي امن، انصاف، سچ ۽ سونهن جي قاعدن مطابق آزاديءَ سان بسر ڪري سگهن.

آخر ۾ اهو ضرور چئبو ته هو هڪ روشن ضمير، اعليٰ ۽ ترقي پسند خيالن جو مالڪ ليکڪ هو جنهن جي لکڻين جو مقصد سنڌي قوم سان ٿيندڙ سياسي ۽ سماجي ويساهه گهاتين جي خاتمي سان گڏ، سماج مان انهن بچڙين ۽ حقارت ڏيندڙ رسمن رواجن جو خاتمو آڻڻ هو جيڪي سنڌي سماج کي اُڏوهيءَ جيئان کائي کوکلو بنائي رهيون هيون. هن پنهنجي سائنسي شعور، سمجهه ۽ فڪر کي ڪهاڻين جو ويس ڍڪائي، پنهنجي ٻولي، قوم ۽ ڌرتيءَ واسين جي دنيا جي جديد سائنسي تقاضائن مطابق ذهني اوسر ڪئي. سندس ڪهاڻيون سنڌ ڌرتيءَ جي خمير مان نڪتل، سنڌي ٻوليءَ جي سڳنڌ سان واسيل، سنڌ جي شاندار تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت جون امين، ۽ هر قسم جي سامراج ۽ هر طرح جي پرمار طبقي خلاف جنگ وڙهندڙ فڪر سان مالامال آهن.

شمس الدين عرسانيءَ جي لفظن ۾ ته، "سنڌي انسان جي ثقافتي ۽ سياسي انتي، سندس آشائون ۽ نراشائون هن جي ذهني ۽ عملي جدوجهد جي سموري ڪٿا، اسان کي نجم عباسيءَ جي ادبي دنيا واري فني تحرير ۾ قلمبند ٿيل ملي ٿي. ان ۾ سنڌي انسان جي صدين جي قرب ۽ پيڙائن جي پل پل جو ورلاپ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. هن جو فن سنڌ جي قومي ليڊر سائين جي ايم سيّد جي فڪر جي ادبي تمثيل آهي. سندس ڪهاڻيون آدجڳاد کان ظلم جي چڪيءَ ۾ پيڙهجندڙ سنڌي سماج جو واڪو آهن. هن جو فن ترقي پسند ادبي مڪتب جو نعرو ۽ تشريح آهي." (99)

جڏهن ته خاڪي جويو سندس فني ۽ فڪري ڪاوشن کي پيٽا ڏيندي لکي ٿو ته، "جيڪڏهن اديب جي ذهن ۽ ضمير جو لاڳاپو عوام سان آهي، ۽ پنهنجي قوم ۽ ڌرتيءَ سان آهي، ته اها تخليق تاريخ ۽ عوام وٽ اڻ

توري اڳهامي ويندي آهي. جنهن کي عوام ۽ تاريخ هٿو هٿ قبول ڪري وٺندا آهن. اهڙي تخليق هڪ عظيم تخليق هوندي آهي، ۽ اهڙي تخليق جو خلقڻهار هڪ عظيم تخليقڪار هوندو آهي. اهڙو تخليقڪار پنهنجي تخليق جي ذريعي تاريخ تخليق ڪندو آهي، اهو مهان ساهتڪار هوندو آهي. ان جو تخليقي پورهيو تاريخ جو سڏ هوندو آهي ۽ عوام جو آواز هوندو آهي. اهڙو ئي تخليقڪار پنهنجي دؤر جو هومر، شيڪسپيئر، گوئٽي، پشڪن، ڪاليداس، شاهه لطيف، ٽئگور، پبلو نرودا، ٽالسٽاءِ، گورڪي، دوستو فسڪي، ڪرشن چندر، استاد بخاري ۽ نجم عباسي ٿيندو آهي."(100)

## حوالا:


(1) افغاني، جمال الدين. "روح رهاڻ"، حيدرآباد: زندگي پبليڪيشن. جولاءِ 1967ع

(2) شيخ، انعام، (سنڌيڪار: رشيد ڀٽي)، "دنيا جا عظيم افسانا" ڇپائيندڙ پاران ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ

(3) موهن ڪلپنا. "بک عشق ادب" حيدرآباد: سپي پبليڪيشن سنڌ 1984ع ص: 54

(4) عباسي، نجم. "ڪهاڻيءَ جو قافلو" حيدرآباد : نيو فيلڊس پبليڪيشن 1986ع ص: 7

(5) سيّد، جي ايم. "سنڌ ڳا لهائي ٿي" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي، 2009ع ص: 119-118

(6) ڀٽي، رشيد (مهاڳ) "خط تقريرون انٽرويو" شيخ اياز ڇاپو ٻيو ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن ڊسمبر، 1999ع ص: 44

(7) ڏيپلائي، محمد علي. "قومي تعليمي ڪميشن جي تجويزن تي سنڌي قوم جو ردعمل"، سنڌي ٻولي، تحقيقي جرنل حيدرآباد: جولاءِ سيپٽمبر 2012ع

(8) ڀٽي، رشيد (سنڌي ڪهاڻيءَ جو هڪ پهلو) "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ جولاءِ 1967ع ص: 32

(9) سيّد، جي ايم. "سنڌوءَ جي ساڃاهه" بمبئي: سورٺ پبليڪيشن آدرش نگر 1982ع.

(10) آگرو، غلام رباني، (سهيڙيندڙ: نصير مرزا) "اڃو پکي واءُ"، حفيظ شيخ ڪهاڻي ناولٽ مطالعو ڇاپو پهريون، نئون نياپو سنڌ پبلشنگ هائوس 1997ع

(11) چنداڻي، سوڀو گيان، "سنڌ جي ڏاهپ کان سورنهن انٽرويو" همسفر گاڏهي ڪراچي: سارنگ پبليڪيشن هائوس 2004ع

(12) حميد سنڌي، "روح رهاڻ" جلد-7 سالنامو حيدر آباد : زندگي پبليڪيشن 1967ع

(13) مهر ممتاز. "زندگيءَ جو وهڪرو" (ڪهاڻين جو مجموعو) پنهنجي طرفان نئون ديرو پبليڪيشن ص: 2

(14) ڀٽي، قمر. "لطيف ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس"، ايل ايم سي سيڪريٽري ذوالفقار سيال

(15) عباسي، نجم. "اونچا ڳاٽ پهاڙن جا" ٿنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن، 1993ع ص: 105
(16) سنڌي، يوسف. "نجم عباسي فن ۽ شخصيت" دڙو: سچائي اشاعت گهر جولاءِ 2012ع ص: 30
(17) عباسي، نجم. "للڪار" ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1983ع
(18) موراڻي، راشد. "ناچڻيءَ جو جنم"، خانواهڻ: ڪونج ڪتابي مرڪز 1979ع ص: 23
(19) پنجابي، گوبند. "سورج مکي"، بمبئي: سهڻي ڪتاب گهر نئو جيون سوسائٽي ص 4
(20) عباسي، نجم. "ڏنم اڻ ڏٺل" مون وٽ سودو سچ جو (انٽرويو) ڇاپو پهريون حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1980ع ص: 160
(21) وفائي، نواز علي. "وفائيءَ جا ڪتاب عالمن ۽ اديبن جي نظر ۾" ڇاپو پهريون ڪراچي: وفائي اڪيڊمي 1987ع. ص:121
(22) عباسي، تنوير. "ساڃاهه" ايڊيٽر خاڪي جويو مئي جون 1993 ع. ص: 80
(23) لاشاري، فقير محمد. "ڏر ٽٽيءَ جي ڏانهن" ڪراچي: سڄاڳ پبليڪيشن سنڌ، 1988ع. ص: 162 ـ 161
(24) عباسي، نجم. (لڏ پلاڻ) "پاڻ ۾ ويٺا آهيون" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 1992ع ص: 165
(25) عباسي، نجم. (انگ اکر) "ناچڻي" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز جون 1978ع .
(26) ڪرل، نسيم. "سهڻي" (نسيم ڪرل نمبر) انٽرويو طارق اشرف، ص: 37
(27) جوڻيجو تنوير ڊاڪٽر. "عورت، سماج ۽ ڏاڍ" (تحقيقي مضمون) ڪراچي: عورتازاد ويمن ريسرچ ۽ پبليڪيشن، 2004ع.
(28) اشرف طارق .( مهاڳ)" دوکو" نجم عباسي حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن 1989ع.
(29) سنائي، ناز. "ڪيچان تان ڪافر" ڇاپو پهريون حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر، جون 1983ع.
(30) جويو محمد ابراهيم (مهاڳ) "گوندر ويندا گذري" ابراهيم منشي، ڇاپو ٽيون ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن ، 2004ع.
(31) جويو تاج. "ناچڻيءَ جو جنم" (سهيڙيندڙ غلام نبي ناشاد) خانواهڻ: ڪونج ڪتابي مرڪز. 1979ع .ص : 65
(32) عباسي، نجم. (ٻه خبرون) "جيڪي منهنجي من ۾" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1977ع .ص: 29
(33) سيّد، جي ايم. "سنڌ ڳالهائي ٿي" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي، 2009ع. ص : 238
34 عباسي، نجم. (پنهنجي پنهنجي راند) "دوکو" حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن 1989ع. ص: 82_84
(35) آريسر عبدالواحد "سنڌ جي صنعت ۾ سنڌين سان نا انصافي"، "ماهوار تحريڪ" حيدرآباد: 1972 ع
(3 6) عباسي، نجم. (ڳاڙهيون ڳاڙهيون جهنڊيون)
(3 7) ٻوهيو الهداد ڊاڪٽر." ادب جا فڪري محرڪ" حيدرآباد : سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت سنڌ. 1984ع. ص: 153

(38) ابڙو جمال "ڪتا اونهي ڳالهه اسرار جي" جلد پيو تنبو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1998ع. ص: 180
(39) آريسر عبدالواحد. مرتب: يوسف سنڌي "نجم عباسي فن ۽ شخصيت" (هڪ مطالعو) دڙو: سچائي اشاعت گهر جولاءِ 2002ع. ص: 30
(40) عباسي، نجم. مهاڳ "اڪيلا نہ آهيون"، ڇاپو پهريون حيدرآباد: شهباز پبليڪيشن 1982ع
(41) خواجہ نور افروز ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو جاکوڙي طارق اشرف"، ڪلاچي "تحقيقي جرنل جون 2010ع. ص: 122
(42) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. ماهوار "سهڻي"، نسيم کرل نمبر ايڊيٽر طارق اشرف، 1973ع. ص: 108-107
(43) عباسي، نجم (مهاڳ) "ناچڻي" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1978ع.
(44) پليجو رسول بخش. "ڪوٺ لکپت جو قيدي" تنبو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن. 1995ع.
(45) عباسي، نجم. (ڪاوڙ) "دل وارن جي دنيا" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 2008ع. ص: 137
(46) ناشاد، غلام نبي. "ناچڻيءَ جو جنم" خانواهڻ: ڪونج ڪتابي مرڪز مئي 1979ع. ص: 13
(47) سيد، آزاد ابوالڪلام مولانا. (سنڌيڪار عبدالرزاق ڊکڻ) "صدين جون صدائون"، سنڌيڪا اڪيڊمي، 1999ع.
(48) راشدي، پير حسام الدين. "هو ڏوٽي هو ڏينهن" حيدرآباد: سنڌي ادبي بورڊ 1973ع. ص: 343
(49) عباسي، نجم "ڏنم اڻ ڏٺل"، ڇاپو پهريون، حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1980ع.
(50) ڏيپلائي، محمد عثمان. (مهاڳ) "پٿر تي ليڪو" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1984ع ص: 10
(51) عباسي، نجم "اونچا ڳاٽ پهاڙن جا"، انٽرويو تنبو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1993ع. ص: 3
(52) ڪائونٽ "روح رهاڻ" پرچو چوٿون، جلد ستون حيدرآباد: زندگي پبليڪيشن جولاءِ 1967ع ص 33
(53) جوڻيجو عبدالجبار. "للڪار" تنبو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1983ع. ص: 175
(54) عباسي، نجم. (پير سان ڪليل ڪِل خيالي گفتگو) "ماهوار ساجاه"، چوٿون شمارو مئي- جون 1993ع. ص: 80-79
(55) عباسي، نجم. (ڏوهي بي ڏوهي) "جيڪي منهنجي من ۾" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز ص: 50
(56) ڏيپلائي، محمد عثمان. (مهاڳ)، "پٿر تي ليڪو" 1984ع
(57) عباسي، نجم. (ملو ۽ ڪاليجي) "طوفان جي تمنا"، سنڌ يونيورسٽي رائيٽرس ڪلب 1969ع. ص: 35
(58) موهن ڪلپنا. مرتب جامي چانڊيو "افسانوي ۽ فڪري ادب" (اينٿالاجي) ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2007ع
(59) عباسي، نجم. "(پوڙها)" دوکو حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن 1989ع. ص: 43

(60) قاضي، خادم. ( پرک ) "پٿر تي ليڪو" حيدرآباد: ماهوار سهڻي جون 1973ع

(61) راشدي، پير حسام الدين. "هو ڏوٿي هو ڏينهن" حيدرآباد: سنڌي ادبي بورڊ سنڌ، 1977ع
ص: 378

(62) پليجو رسول بخش. مرتب جامي چانڊيو "سياسي ادب"، رسول بخش پليجي جون مڪمل
تحريرون، پاڱو پهريون 2005ع ص: 596

(63) الهہ آبادي، چراغ "قاضي خادم ڪي افسانې"، "جهڙو سات سڳنڌ جو" قاضي خادم فن ۽ شخصيت،
مرتب:موهن مدهوش، ڇاپو پهريون. حيدرآباد: ڪويتا پبليڪيشن. 2013ع ص :372

(64) عباسي، نجم. (رازو) "دارون هن ديواني جو" پهريون ڇاپو حيدرآباد: نيو فيلڊس
پبليڪيشن 1985ع

(65) عباسي، نجم. (ڪتي جو موت) "دوکو" حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن 1989ع.

(66) عباسي، نجم. (ڏاڙيل جو جنم) "دارون هن ديواني جو"، حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن،
1985ع

(67) عباسي نجم. (پنهنجا پر پنهنجو اڏامڻ) "پاڻ ۾ ويٺا آهيون" ڪنڊيارو: روشني
پبليڪيشن 1992ع.

(68) عباسي، نجم. (پيار نہ پلبو پڃرن) ايضاً

(69) عباسي، نجم. (پهرين ملهہ) "پاڻ ۾ ويٺا آهيون" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 1992ع.

(70) عباسي، نجم. (ذهنيت جو زهر) "ايڏو سور سهي" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1978ع

(71) عباسي، نجم. (ٽولي جو ننگ) "جيڪي منهنجي من ۾" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز
1977ع ص: 119

(72) عرساڻي، شمس الدين. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو:
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1982ع.

(73) عطيہ داؤد (سندھی عورت کی کہانی) اپنی نگاہ،( ترتیب جویریہ خالد ثمینہ رحمان) عورتوں کی لکھی تخلیقات اور
تنقیدی جائزے1995ع. ص47

(74) سردار شاهين علي ڈاکٹر. مرتب ڈاکٹر سیّد جعفر احمد "حمزہ واحد اور جهد
حيات" ڪراچي: ارتقا انسٽيٽيوٽ آف سوشل سائنس، 2007ع ص: 162

(75) عباسي، نجم. (مهاڳ) "زلزلو" ڇاپو پهريون ناول 1988ع.

(76) عباسي، نجم. "سوچون هڪ سچار جون" ڇاپو پهريون سڪرنڊ: مارئي اڪيڊمي
1999ع ص: 55

(77) ڏيپلائي، محمد عثمان. (مهاڳ) "پٿر تي ليڪو" ڇاپو پيو 1984ع

(78) عباسي، نجم. (پهرين رات پهرين ملاقات) "جيڪي منهنجي من ۾" حيدرآباد: زيب ادبي
مرڪز ص: 65

(79) عباسي، نجم. (سڙي سارو ڏينهن) "جيڪي منهنجي من ۾" حيدرآباد : زيب ادبي مرڪز
ص: 130

(80) عباسي، نجم. (چيگري) "رشتا ناتا" حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن 1981ع ص: 164

(81) عباسي، نجم. (چوريءَ جا انگل) "دوکو" حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن، 1989ع.

(82)نجم عباسي. (توکي مرکندو ڏسان) "دل وارن جي دنيا" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 2008ع. ص: 66

(83) پليجو رسول بخش، "سندي ذات هنجن" ڇاپو ٽيون، حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر آگسٽ 2004ع ص: 59

(84) خان، لعل، (پيش لفظ) "عورت اور خاندان" (ليون ٽراٽسکي، ترجمو: رياض ڪاشميري) ڇاپو پهريون، ڪراچي: سٽي بڪ پوائنٽ ارتقا انسٽيٽيوٽ آف سوشل سائنس فبروري، 2012ع.

(85) عباسي، نجم. "اوچا ڳاٽ پهاڙن جا" ڇاپو پهريون، تنبو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن1993 ع.ص: 154

(86) ميمڻ، غفور ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو فڪري پس منظر" ڇاپو پهريون، فيبروري 2002ع. ص: 404

(87) ابڙو جمال، (سهيڙيندڙ: بدر ابڙو) "آءُ به ڄاڳي پوندس" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع.

(88) ميمڻ، غفور ڊاڪٽر. ڇاپو پهريون سنگم پبليڪيشن 1984ع .

(89) مهر، ممتاز، "ناچٽيءَ جو جنم"، نجم عباسي (خط) خانواهڻ: ڪونج ڪتابي مرڪز 1979ع. ص: 111

(90) عباسي، نجم. "دل وارن جي دنيا" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 2008ع. ص: 137

(91) اتم، ادب ۽ زندگي، "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1958ع.ص: 111

(92) ايضاً

(93) پنهور، ابن حيات. (مهاڳ) "انڌا اونڌا ويڄ" رسول بخش پليجو ڇاپو ٻيو لاڙڪاڻو: سگنڌ ڪتاب گهر 1988ع.

(94) عباسي، نجم. جبل مٿي باهڙي، (ترتيب يوسف سنڌي) دڙو: سچائي اشاعت گهر. 1993ع ص: 71

(95) لغاري، اڪبر. "سنڌي ادب جو مختصر جائزو" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن. 1993ع. ص: 82

(96) ولهڻ ولي رام، "نجم عباسي فن ۽ شخصيت"، مهراڻ، جنوري-جون جلد 43 نمبر 1ـ 2 . 1994ع

(97) ابڙو جمال. "آءُ به ڄاڳي پوندس" ( مرتب بدر ابڙو) ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع.

(98) عباسي، نجم. سماهي "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1993ع

(99) عرساڻي، شمس الدين "فن شخصيت ۽ انداز" (نجم عباسي)، "مهراڻ" سنڌي ادبي بورڊ ص: 160

(100) جويو خاڪي(مهاڳ) "سوچون هڪ سچار جون" نجم عباسي سڪرنڊ: مارئي اڪيڊمي 1999

باب ڇهون

# نجم عباسيءَ جي همعصر ڪهاڻيڪارن ۾ حيثيت

ادب ڪنهن به ملڪ جي ثقافت، تهذيب ۽ زبان جو آئينه دار هئڻ سان گڏ، ان ملڪ جي سماجي صورتحال جو دستاويز پڻ هوندو آهي. جنهن کي پڙهڻ سان نه صرف گذريل وقت جي معاشي، سماجي، مذهبي ۽ اقتصادي حالتن جي پروڙ پوندي آهي، پر ان سان گڏو گڏ سياسي پس منظر تحت بدلجندڙ واقعن، حڪمرانن جي ڪنيل سياسي قدمن ۽ انهن فيصلن تحت رونما ٿيندڙ سماجي ۽ معاشي تبديلين جي ڄاڻ پڻ حاصل ٿيندي آهي. بقول غلام حسين رنگريز جي ته، "هر سمي جي ساهت ۾ انهيءَ عرصي جو آواز هوندو آهي، پوءِ چاهي اهو بصورت عمل هجي يا رِدعمل، ڪنهن نه ڪنهن طرح سان ان دؤر جي حالتن سان ڳنڍيل هوندو آهي."(1)

سنڌي ڪهاڻي سنڌي ادب جي نثري صنفن مان هڪ منفرد صنف جي حيثيت رکي ٿي، جا پنهنجي فني نزاڪتن، فڪري رُخن ۽ اظهار ۾ ٻين صنفن کان الڳ ٿلڳ ٿي بيٺي آهي. ٻي مهاڀاري جنگ کان پوءِ ان جو تيزيءَ سان اسرڻ ۽ مختلف مرحلن مان گذرڻ جي سفر جي تجزيي کان پوءِ، تحقيقي طور ان نتيجي تي رسي سگهجي ٿو ته سماجي ڪارج جي لحاظ کان "ڪهاڻي " هڪ انقلابي نثري صنف آهي. ڪهڙو نه چڱو چيو ويو آهي ته حقيقت ۾ ادب، خصوصاً ڪهاڻيءَ وارو ادب پڙهڻ سان سموري انسان ذات جي وحدت جو احساس ٿئي ٿو.

سنڌي ڪهاڻيءَ جي تخليقي سفر کي سنڌي محققن ۽ نقادن ابتدائي دؤر، عبوري دؤر، تعميري دؤر ۽ نئون دؤر ۾ ورهيو، پرکڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. انهن ادوارن ۾ مختلف ڪهاڻي نويسن ڪهاڻيون لکي،تاريخ ۾ جڳهه جوڙي آهي. مختلف ليکڪ پنهنجي مختلف نوعيت سان سڃاڻپ رکن ٿا.

نجم عباسي قوميت ۽ غير طبقاتي سماج جي نظريي تحت، فن جي دنيا ۾ معروف رهيو. جنهن لاءِ ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي لکي ٿو ته، "هو هڪ واضح نظريي، سوچ ۽ مقصد کي آڏو رکي لکي ٿو. هو سنڌي قوم ۽ ثقافت جو پرچارڪ آهي. هن ثقافت ۽ ٻوليءَ تي ٿيندڙ ڌاڍاين ۽ ان جي محڪوميت تي ڪيترن ئي پهلوئن کان روشني وڌي آهي. نه رڳو ايترو بلڪ درد جو درمان ٻنجي هو مسئلن جي حل ڏانهن به نشاندهي ڪري ٿو." (2)

نجم عباسيءَ جو خيال آهي ته، "سماجي ڦيري ۽ قومي آجپي لاءِ ساهت، سهڪاري ذريعو آهي. پرکٽو اهو آهي ته ان ڏِس ۾ اسان جو ساهت ڪيترو اثرائتو ثابت ٿيو آهي. جي اثر موجود آهي، پر ماپ جي خيال کان تسلي بخش نه آهي، ته ليکڪ کي پنهنجون ڪوششون تيز ڪرڻ کپن. جي اثر مرڳو آهي ئي ڪونه، ته ساهتڪارن کي خود تحقيق ۽ ڇنڊ ڇاڻ ڪري، پنهنجي لکڻين جون واٽون، گهربل ڏِس ۾ بدلائڻ کپن. هو وڌيڪ لکي ٿو ته "اڄڪي هر مسئلي جو حل مذهب ۾ سمجهيو ويندو هو، هاڻي مسئلا سياست جي ذريعي حل ڪيا ٿا وڃن. ساهت کي به سياست جو سهڪاري بڻجڻ گهرجي. بنيادي سهڪاري، خاص ڪري تخليقي ساهت يعني ڪهاڻي، ناٽڪ ۽ شعر جي روپ ۾."(3)

نجم عباسي ساهت کي سياست جو سهڪاري بڻجڻ جو حامي ته هو پر ڇا ڪيس پنهنجي ملڪ جي سياست جو ميدان اهڙو صاف سٿرو ڏسڻ ۾ آيو جهڙي جو تصور هڪ پڙهيل ۽ پُرجهيل انسان ڪري سگهي ٿو. بهرحال اسان سندس نقطه نظر تي ٽيڪا ٽپڻي ته نٿا ڪري سگهون، پر ايترو ضرور ڄاڻون ٿا ته سياست کي به ساهت ئي مضبوط بڻائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو آهي. هن جي وطن دوستي، ثقافتي دل لڳي ۽ تهذيبي دلچسپيءَ مان اهو ئي نتيجو حاصل ڪري سگهون ٿا، ته هو سوراج سان گڏ سماجي صحتمنديءَ جو مشتاق اديب هو. پنهنجي هم عصر دؤر ۾، هو پنهنجي سوچ ۽ اظهار ۾، پنهنجو ثاني ڪونه پيو سنيري. اڇو ته ڪيس هم عصر دؤر ۾ همسفر اديبن جي ساٿ ۾ ڏسون، ته نجم عباسي ڪيئن ٿو نظر اچي. گڏوگڏ انهيءَ دؤر ۾ پاڪستان جي تاريخ جو جائزو پڻ وٺون ٿا.

پاڪستان ٺهڻ بعد شروع کان وٺي سنڌ شديد سياسي، ثقافتي ۽ معاشي بحران جو شڪار ٿي. ورهاڱي بعد سنڌ جي وچين ڪلاس جي پڙهيل، ادبي ۽ واپاري طبقي جي لڏي ويڃڻ سان (جنهن کي سنڌ جي سماجي ۽ اقتصادي لحاظ کان ڪرنگهي واري حيثيت حاصل هئي)، ان جي جاءِ تي نئين روايتن، قدرن ۽ ٻوليءَ جي ماڻهن جو لڏي اچڻ، ان سان سنڌ ۽ سنڌين جي قومي وجود کي خطرو لاحق ٿيو ڇاڪاڻ ته لڏي اچڻ وارا مهاجر پاڻ سان گڏ سياسي توڙي ثقافتي بالادستي پڻ کڻي آيا، جنهن تحت هو پاڻ کي پاڪستان جي باني ۾ شمار ڪرڻ لڳا. ڊاڪٽر مبارڪ علي انهن حالتن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته "اگر چہ یہ آنے والے فاتحین نہیں تھے بلکہ ان میں سے اکثر سیاسی فسادات کے نتیجے میں یا ملازمت کی غرض سے آئے تھے مگر ان میں وہ رہنما بھی شامل تھے جو یہ سمجھتے تھے کہ پاکستان کا وجود ان کی تحریکوں اور کوششوں کی وجہ سے عمل میں آیا ہے اس لیے اس ملک پر ان کا حق ہے یہ ایک فاتحانہ ذہنیت تھی جس کا اظہار، بیوروکریسی، فوج اور انتظامیہ کے عہدیداران کی جانب سے ہوا۔ چونکہ نئے آنے والے اپنے ساتھ روایات و اقدار اور ساتھ ہی اپنے وطن کی یادیں بھی لائے، اس لیے ان میں ثقافتی برتری کا احساس بھی تھا۔" (4)

انهن حالتن سنڌي ماڻهن جا حوصلا پست ڪري ڇڏيا، ۽ ڪجهه وقت لاءِ هو بلڪل خاموش ٿي ويا. پر، تيزيءَ سان بدلجندڙ سياسي، سماجي ۽ لساني حالتن انهيءَ جمود کي ٽوڙي ڇڏيو. سنڌ جي اديبن مان باقي بچيل ليکڪن ۽ شاعرن، سنڌي ادب ذريعي سنڌي زبان ۽ ثقافت جي بچاءَ لاءِ، نئين سر انقلابي ادب کي پنهنجي تخليقي سرگرمين جو حصو بڻايو. جنهن سان ادب جي موضوعن ۾ پڻ وڏي ڦير ڦار آئي. جنهن ۾ تيزيءَ سان تبديل ٿيندڙ سنڌ جي سياسي حالتن وڌيڪ اضافو ڪيو. جنهن ۾ سرفهرست ڪراچيءَ جو سنڌ کان ڌار ٿيڻ، سنڌي زبان کي "مقامي زبان جي حيثيت تي رکڻ ۽ سنڌ جي پراڻي تهذيبي ۽ ثقافتي ۽ تاريخي حيثيت کي ختم ڪري، ون يونٽ جو منصوبو جوڙڻ شامل هئا. سنڌ سان ٿيندڙ انهن ويساهه گهاتين سنڌي ماڻهن ۾ قومي جاڳرتا جي لهر بيدار ڪئي، جنهن ۾ سنڌي ادب جو ڪردار تاريخي حيثيت رکي ٿو. ڊاڪٽر فهميده رياض انهن حالتن کي رقم ڪندي لکي ٿي ته "ون یونٹ نامی جو نظام نافذ کیا گیا تھا، جس نے تمام خطوں کی صوبائی حیثیت ختم کردی تھی، اسے توڑنے کی طویل تحریک کے دوران سندھی قومیت کا شعور پروان چڑھ

چکا تھا اس جدید سندھی تصور میں جو سندھ تھا اس میں کراچی بھی شامل تھا یہ ایک ٹھوس جگرافیائی حقیقت بھی تھی سندھ کے باقی زرخیز میدانی علاقے سے منسلک یہ جگرافیائی لحاظ سے سندھ ہی کا حصہ تھا مگر پاکستان بننے کے بعد سندھی آبادی کراچی میں گذر نہ کر پائی تھی۔ ون یونٹ کے نظام میں سرکاری ملازمتوں پر پاکستان بھر کے ملازم بھیجے جاتے رہے تھے۔" (5)

ـ انهن حالتن ۾ سنڌي اديبن جيڪو ادب سرجيو ان نہ صرف سنڌي ماڻهن ۾ سياسي، معاشي ۽ سماجي ساڃاهہ آندي، پر ان سان گڏ هنن ۾ پنهنجي تاريخ، ثقافت ۽ ٻوليءَ لاءِ چاهہ پڻ وڌيو. گڏو گڏ ليکڪن هر قسم جي سماجي ۽ مذهبي اڻبرابري، پيري مُريدي، زميندارن ۽ جاگيردارن جي پرماريت، ڌاڙي، جبر ۽ ناانصافيءَ خلاف احتجاجي ادب تخليق ڪيو. ترقي پسند ليکڪن گهڻي ڀاڱي مقصدي ادب کي پنهنجي پرچار جو حصو بنايو تہ جيئن ادب وسيلي دقيانوسي نظرين ۽ فرسوده رسمن رواجن کي فنا ڪري نئين سياسي، سماجي نظام جي جوڙجڪ ڪري سگهجي. اهڙي قسم جي ادب جي وضاحت ڪندي رشيد ڀٽي لکي ٿو تہ "ادب اهو جو ريڙهيون پائيندڙ پيٽ پرگسڪندڙ ٻانبڙا پائيندڙ سرجندڙ انسانيت کي اڀاري، ڪين مان ڪماليت تي پهچائي. ستل قومن کي جاڳائي، جسم جي تند تار ۾ روح ڊوڙائي زندگي پيدا ڪندڙ عمل ڪرائي، اتي رسائي، جتي رسڻ انسانيت جي عين تقاضا ۽ مقصد آهي." (6)

**هيٺ ڪجهہ اهڙن سنڌي ليکڪن جي سرجيل فن ۽ فڪر جو ان دؤر جي حالتن هيٺ مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو:**

## شيخ اياز:

شيخ اياز نثر ۾ لکڻ جي شروعات ورهاڱي کان پهرين ڪئي. اهو دؤر ننڍي کنڊ ۾ سياسي سجاڳي ۽ سماجي اٿل پٿل وارو دؤر هو. هر طرف آزاديءَ جون تحريڪون زور شور سان هلي رهيون هيون، ان ڪري ان دؤر جو جيڪڏهن تجزيو ڪيو وڃي، تہ ان دؤر جي هر اديب جي تخليق ۾ سماجي حقيقت نگاريءَ سان گڏ آزاديءَ جي پرچار يا انگريز حڪومت کان نفرت جو اظهار موجود نظر ايندو.

شيخ اياز جڏهن ڪهاڻيءَ کيتر ۾ قدم رکيو تڏهن پنهنجي آس پاس جي ماحول ۾ اهو ساڳيو سماجي روايتن کان بغاوت، سياسي انقلابن ۽

آزاديءَ جي تحريڪن جو دؤر ڏٺائين، جنهن دؤر جي ادب ۾ ترقي پسند نظريءَ ترقي پسنديءَ جو پرچار زور شور سان هلي رهيو هو. جنهن ادب کي زندگيءَ جو ترجمان چئي پنهنجي حقن لاءِ جاڪوڙڻ ۽ انسانيت جي اعليٰ قدرن کي اجاگر ڪرڻ جو درس ڏنو. هن نئين نظريي نوجوانن اندر تمام گهڻي مقبوليت ماڻي، ۽ انهن ان وقت جي حالتن ۽ واقعن کي پنهنجي ادب جو موضوع بنايو. آغا سليم جي لفظن ۾ ته، "تصوّف جي فڪري تحريڪ کانپوءِ سنڌي ادب ۾ تمام وڏي فڪري تحريڪ، ترقي پسند تحريڪ هئي، جنهن سچ پچ ته سنڌي ادب کي مالا مال ڪيو. نئون فڪر نئين سوچ، اظهار جو نئون انداز ڏات سان گڏ ڏانءُ، نج ٻولي، شاعريءَ جون نج سنڌي صنفون، روزاني زندگيءَ مان ورتل ڪردار قوم پرستي، تاريخ ۽ ڪلاسيڪي ادب جو نئون شعور ۽ مارڪسي فڪر." (7)

سوڀو گيانچنداڻي، شيخ اياز اياز قادري، گوبند مالهي، ڪرشن کٽواڻي، سڳن آهوجا، ۽ گوبند پنجابي وغيره هن تحريڪ جي زير سايہ پنهنجي ادبي سفر جي شروعات ڪئي. شيخ اياز جي ڪهاڻي "سفيد وحشي" بہ ان ترقي پسند نظريي مطابق، حقيقتن جي تصوير هيٺ قومي فڪر جي ترجماني ڪندي نظر اچي ٿي. شيخ اياز جي لفظن ۾ ته "سنڌ ۾ رايل انڊين نيويءَ جو مظاهرو ۽ قرباني، هندستان جي اينڊڙ انقلاب جو شروعاتي قدم هو. سنڌ کي فخر آهي ته غير جي چنبي مان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ پهريون ڦٽڪو سنڌين ڪاڏو جنگ کانپوءِ سنڌي جنتا جي جاڳرتا جو نظارو مون "سفيد وحشي" ۾ ڪييو آهي. عوام سياسي معاملن جي مونجهارن مان نہ چاڻي. هنن جي سمجهہ سڌي سنئين آهي، تہ اسان جي پيٽ تي لت اچي رهي آهي ۽ لڄ لٽجي رهي آهي. ان سادي پر سخت بناوٽي احساس جي تصوير آهي سفيد وحشي."(8)

هن ڪهاڻي ان وقت ايتري تہ مقبوليت ماڻي، جو سندس ڪهاڻيءَ ڪتاب جو ٽائيٽل بڻي. ان ڪهاڻيءَ کان علاوه شيخ اياز پنهنجي افسانن ۾ سنڌي سماج جي ننڍين وڏين برائين، جاگيرداري طبقي جي اوٽاين ۽ سرمائيدارن جي سختين کي، هڪ حقيقت پسند ليکڪ جيئان محسوس ڪري، پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. سندس ڪهاڻين تي نظر وجهبي تہ اتي اسان کي ڪجهہ اصلاحي، ڪجهہ سماجي ڏاڍ ۽ ڪجهہ

انقلابي، تہ ڪجھ وري رومانوي ڪهاڻيون لڪيل نظر اينديون. اها افسوس جي ڳالھ آهي تہ انهن جو تعداد ٻين ڪهاڻيءَ نويسن جي بنسبت تمام گهٽ ملندو.

پر جي شيخ اياز اجا وڌيڪ ڪجھ ڪهاڻيون لکي ها، تہ يقيناً سنڌي ادب ۾ ڪجھ وڌيڪ حسين شهپارا شيخ اياز جي ڪهاڻين جي صورت ۾ اسان وٽ موجود هجن ها. سندس مختصر ڪهاڻين جو جائزو وٺبو تہ انهن اندر اسان کي ڪهاڻيءَ جا سمورا لوازمات موجود نظر ايندا. سندس ڪهاڻين جا جملا، تشبيهون، منظرنگاري، ڪردارنگاري اهڙي انداز بيان ۾ لڪيل نظر ايندي، جو پڙهندڙ شاعر شيخ اياز جي سحر ۾ پاڻ کي گم ٿيڻ کان روڪي نہ سگهندا. احسان بدويءَ ان جي وضاحت هنن لفظن ۾ ڪئي آهي تہ، ”شيخ اياز سنڌي افسانہ نگاريءَ ۾ جو رنگ پيدا ڪيو آهي، اهو بلڪل نئون آهي ۽ شايد هن وقت اياز کان زياده ڪامياب افسانہ نگار ٻيو ڪوبہ نہ آهي. هن جي افسانن ۾ اسان کي رومان ۽ حقيقت جو امتزاج ملي ٿو جو اسان جي روزانہ زندگيءَ ۾ فطرت جي عين مطابق آهي، ۽ اهڙي شعريت سان پرپور ۽ مٺڙي زبان شايد ئي ڪنهن سنڌي افسانہ نگار کي نصيب هوندي!“ (9)

ائين نہ آهي تہ هو انهن نفيس جذبن جو اظهار صرف پيار محبت جي پس منظر ۾ ڪري ٿو پر سندس باريڪ نظرون، عام ماڻهن جي بظاهر ٻاهران نظرايندڙ بدصورتيءَ مان بہ خوبصورتيءَ کي ڪيڏي اجاگر ڪن ٿيون. مثال ”مسافر مڪراني“، هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ مزور عورتون ۽ انهن جي اردگرد جي ماحول جي ڪردار نگاري ڪيڏي نہ سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان بيان ڪئي اٿس تہ ”چوڌاري ڪپھ جون پوٽيون هيون ۽ عورتن انهن کي هٿن سان پيچي رهيون هيون مزور مڪراني عورتون سٽيون ۽ سوٽ! وٽيل سٽيل ويٺيون، ڏنا مٽا منهن، پڪي چمڙي، ڪڪا وار جڻ ٽامي جون شيون ٿي لڳيون.“

ساڳي ڪهاڻيءَ اندر مڪراني مزور جي ٻار جي نفسيات جو اظهار ڪندي لکي ٿو تہ ”مسافر جي عمر چار پنج سال هئي، منهن ماسيرو چپ ٿليهرا، رنگ سانورو وار ڪڪوريا ۽ انهن سان گڏ مونکي هن جي منهن تي عجيب مرڪ نظر ايندي هئي. سندس انگ انگ مرڪندو هو سندس اکيون

چمڪي پرون تاڻجي، ناسون ڦولارجي چپ وسڪي ويندا هئا. اها مرڪ هن جي ماحول تي فتح هئي. گودام جي هانوَ ڪچو ڪندڙ ٻوسات، پيٽ ۾ چِتي ٻک، ٻت ۾ ٻچا، پگهرجي هلڪي بوءِ، چڪٽي مٽي، ماءُ جو داٻ دڙڪو ڇڪيون ڇڙٻون، هنن سينيءَ جي شڪست هئي اهو ناچ، ٻک ۽ بدحاليءَ جو اظهار هو هيءُ گيت ته:

رئو وڏو امان جو
ڳرو وڏو ابا جو
تئو وڏو امان جو
ڇُرو وڏو ابا جو
پيٽ وڏو سيٺ جو
پيٽ وڏو سيٺ جو.

– ۽ جڏهن ان معصوم ٻار جي ان گيت، ان جي ناچ ۽ ان مرڪ کي ٻک، بدحالي ۽ بيماري ڳڙڪائي ٿي وڃي، ته اتي انقلابي شيخ اياز سامهون اچي بيهي ٿو جيڪو ڪهاڻيءَ جي هن ٽڪري مان هر لفظ اندر ٻکندو نظر اچي ٿو ۽ چوي ٿو ته، "هيءُ ٻار جنهن جي ماءُ صبح کان سانجهيءَ تائين ڪپهه پيچي رهي آهي، تنهن جي انگ تي لٽو نه آهي دل ۾ ايندو آهي ته پوٽي پوٽي اڏايان، ڳوٽي ڳوٽي جلايان گودام ڦلهندو نظر ايندو. سندس حدون ساري دنيا سان ملي وينديون هيون. هيءَ ساري دنيا گدام آهي، جنهن تي ڪپهه جون پوٽيون پکڙيل آهن، بس هڪ چڻنگ، هڪڙي تيليءَ جي ضرورت آهي. هڪڙي چڻنگ، فقط هڪڙي تيلي! اي انگ اگهاڙو اٿوا هي دنيا هي ڪپهه جو گدام اوهان جو آهي، اي پيٽ ٻکيا اٿوا هيءُ دنيا، هيءَ ڪٽڪ جو گدام اوهان جو آهي، ان تي صرف ان جو حق آهي جو پوکي ٿو جو پورهيو ڪري ٿو."(10)

هتي شيخ اياز جي روپ ۾ اسان کي مزاحمتي ادب جي هڪ انقلابي اديب، مفڪر، انسان دوست سان گڏ هڪ مضبوط ارادن جي مالڪ، هڪ جوشيلي جوان جي صورت نظر اچي ٿي. جنهن کي نفرت آهي انهن سرمائيدارن کان، جيڪي مزور جي ٻک مان پنهنجو پيٽ ڀرين ٿا. هن کي نفرت آهي انهن وڏيرن کان جي پورهيي جو اجورو پگهر اگهڻ کان پهرين نٿا ڏين. هن کي نفرت آهي ان سماج کان، جنهن ۾ انسان کي تخليق ڏيئي، ان

ڪي دنيا جهان جون خوشيون ڏيندڙ عورت ڪي، سنڌس جائز مقام ۽ سنڌس جائز حقن کان محروم ڪيو وڃي ٿو ۽ هن کي نفرت آهي انهن ڦورن کان، جن کي جنهن ڌرتي عزت ڏني، هو انهيءَ جي تهذيب، تمدن، زبان، مال ۽ ملڪيت لٽڻ لڳا. شيخ اياز جون ڪهاڻيون انهن فڪري لاڙن جي ترجماني ڪندي نظر اچن ٿيون، جيڪي ان وقت جي ادب جو حصو هئا. هونءَ به تخليق اهٰا، جيڪا پڙهڻ واري ۾ اتساهه پيدا ڪري، ان جي سُتل جذبن کي بيدار ڪري، تڏهن چئبو ته ليکڪ پڙهندڙن تائين پنهنجو شعور بيدار ڪرڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. بقول خاڪي جويو ته، "هڪ وڏي فنڪار جي وڏي خوبي اها هوندي آهي، جو هو پنهنجي جمالياتي ۽ نظرياتي محسوسات کي پنهنجي تخليقي ذات ذريعي، پڙهندڙن جي هڪ وڏي اڪثريت تائين جيئن جو تيئن پهچائيندو آهي. فنڪار جيڪي تاثر جيئن محسوس ڪندو آهي، انهن تاثرن کي اٿين عوام تائين پهچائڻ، فنڪار جي سڀ کان وڏي ڪاميابي آهي. مطلب ته اهي ساڳيا تاثرات، جيڪي هڪ فنڪار پنهنجي تخليقي عمل دوران جهڙيءَ طرح به محسوس ڪيا، انهن کي انهن ئي جذبن، خيالن، احساسن ۽ امنگن مطابق پنهنجي پڙهندڙن کان به محسوس ڪرائڻ، فنڪار جي فنڪاريءَ جو ڪمال آهي." (11)

شيخ اياز جي شخصيت ۾ اهڙو ئي فنڪار موجود هو جنهن پنهنجي ذات سان ملڪي توڙي غيرملڪي تبديلين کان پڙهندڙن کي نه صرف متعارف ڪرايو پر ان سان گڏ هن سياسي توڙي سماجي حالتن ۽ واقعن جو پڻ پنهنجي فن ۽ فڪر ذريعي پرچار ڪيو.

انهيءَ پس منظر هيٺ سنڌس ڪجهه ڪهاڻين جو جائزو وٺون ٿا:

"سفيد وحشي": هن ڪهاڻيءَ مان پڙهندڙن کي ورهاڱي کان پهرين واري دؤر جي سياسي ۽ سماجي حالتن جو چڱيءَ طرح اندازو ٿي ويندو. جيئن ته 20 صديءَ جو دؤر هر طرف کان انقلابن ۽ آزاديءَ جي تحريڪن سان ڀرپور هو جنهن ۾ هر طرف مظلوم ۽ محڪوم قومون پنهنجي آزاديءَ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيون هيون. ان بين الاقوامي سياسي سجاڳي سڄي دنيا جي ڌتڙيل ماڻهن کي هڪ نئون شعور، هڪ نئين سجاڳي بخشي، ۽ ان سموري جدوجهد ۾ ادب کي نمايان مقام حاصل آهي، جنهن قلم وسيلي پنهنجي ملڪ جي ماڻهن کي هڪ نئين جنگ وڙهڻ سيکاري. شيخ اياز جي

ڪهاڻي "سفيد وحشي" به ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ ان دؤر جي سياسي سماجي حالتن جو نمايان عڪس هن طرح بيان ڪيو ويو آهي ته. "صديق پنهنجي اڏوراڻي. سائيڪل تي چڙهي شهر ڏانهن ڪچهريءَ روڊ تي ويو جتي ڪيترا ڪاليجي ڇوڪرا ڏٺائين. جي جهنڊا کڻي "انقلاب زنده باد"، "هندستان زنده باد" جا نعرا هڻي رهيا هئا."(12)

ساڳي ڪهاڻيءَ اندر هڪ ٻي جاءِ تي هو لکي ٿو ته. "اسين هندستاني پنهنجا جائز حق گهرون. ته اسان کي گولين سان اڏايو وڃي. اسين جي ظلم ۽ بي انصافيءَ خلاف آواز اٿاريون ته اسان کي ٽيئر گئس هلائي چڙوچڙ ڪيو وڃي. آخر هي انگريز هي 'سفيد وحشي' ڪيستائين هندستاني عوام جو خون وهائيندا. ڪيستائين؟" (13)

اهي جملا انگريز سامراجيت جي سختين. ۽ غلام بينڪي سرشتي ۾ رهندڙ ماڻهن جي جذبات ۽ خيالات جا امين آهن. جنهن ۾ گلان نالي هڪ غريب ڇوڪري، جنهن کي صديق مهاڻي نالي هڪ مرد تمام گهڻو چاهيندو هو ۽ جڏهن ان جي عزت پنج. ربين ۾ وڪڻندو ڏسي ٿو ته سندس غيرت جوش کائي ٿي. هو سوچي ٿو ته اسان جو ملڪ. ان جا وسيلا ۽ مال ملڪيتون کڻي به هنن (انگريزن) جو پيٽ ڪونه ڀريو جو هاڻي اسان جي عزت ۽ غيرت به خريد ڪري رهيا آهن. يا نيلام ڪري رهيا آهن. هو پنهنجي ان نفرت جو اظهار هنن لفظن سان ڪري ٿو ۽ هو چوي ٿو ته. "سفيد وحشي! اسان جي زندگي، عزت، غيرت ۽ محبت جا خوني سفيد وحشي! سفيد وحشي! سفيد! صديق جو مغز ڦري وڃي ٿو. هيءُ صدريءَ جي کيسي مان چاقو ڪڍي در کي لت هڻي، اندر ڏوڪي آيو. هڪ. ٻيو ۽ ٽيون سولجر در تي ڪيرائي آدم ميچيءَ جيان ڏرتيءَ تي ڦٿڪڻ لڳو."(14)

هن ڪهاڻيءَ تي تبصرو ڪندي ڊاڪٽر غفور ميمڻ لکي ٿو ته. "شيخ اياز کي سنڌ جي فڪري سلسلي سان لاڳاپڻ کان سواءِ نٿو رهي سگهجي. جنهن وقت مسلمانن ۽ هندن ۾ فرقي پرستي ۽ نفرت کي اڀاريو پئي ويو ان وقت هن "سفيد وحشي" ڪهاڻي لکي عوام جي حقيقي دشمنن جي عڪاسي ڪئي، هن قومي ۽ سماجي جبر خلاف آواز اٿاريو." (15)

اُهي هئا ان وقت جا حالات، جن کي شيخ اياز هڪ حقيقت شناس ليکڪ جيئان نه صرف سچائيءَ سان بيان ڪري ٿو پر صديق مهاڻي جهڙي

معمولي ڪردار ۾ اها سوچ ۽ اها قوت پڻ جاڳائي ٿو جو هو پنهنجي سطح تي پنهنجي حقن لاءِ وڙهي ٿو. اهو هڪ ترقي پسند ليکڪ جي ان دؤر ۽ ان جي حالات مطابق پنهنجي سوچ ۽ جذبن جو فن ۽ ادب جي لوازمات اندر حقيقت بيانيءَ جو هڪ عملي نمونو هو. هونءَ به فن ۽ حقيقتون هڪ ٻئي لاءِ لازم و ملزوم قوتون هونديون آهن. جي فن هوندو ۽ حقيقت نه هوندي ته اها تخليق صرف منيون ننڍون ڪرائيندڙ سڏبي، جنهن مان سجاڳيءَ جو ڪوبه رستو ڪا به منزل نظر نه ايندي. جي صرف حقيقت هوندي ۽ فن ناپيد هوندو ته اهو هڪ اخباري بيان کان وڌيڪ ڪجهه به نظر نه ايندو. شيخ اياز اهو اديب هو جنهن جي هر تخليق ۾ اهي ٻئي خوبيون هر هنڌ نمايان نظر اينديون.

"<u>ڪارو رنگ</u>": سندس هيءَ ڪهاڻي پڙهبي ته ان اندر هڪ نواڻ، هڪ تازگي نظر ايندي. ليکڪ ڪيئن نه ڪاري رنگ پٺيان لڪل خوبصورتيءَ کي جهٽي، پڙهندڙن اڳيان پيش ڪري، ڪين رنگن جي حقيقتن کان آگاهه ڪري، ڪين ٻڌائي ٿو ته خوبصورتي رنگن جي محتاج نه هوندي آهي، پر اها هر انسان جي ڪردار ۽ ان جي عمل مان عيان ٿيندي آهي.

"<u>ڪلٽي</u>": جنهن لاءِ معروف نثر نگار پروفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ لکيو آهي ته، "هيءَ نفيس سيرت نگاريءَ جي آڪاڻي هئي، ۽ سنڌ ۾ نڪتل اصلوڪين ڪهاڻين مان آخري شاهڪار هئي." (16)

"<u>نظيران</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ ٻاڻ هڪ گهريلو عورت جي اخلاق، ۽ ان جي هر سختين کي صبر ۽ شڪر سان برداشت ڪرڻ واري جذبي کي ساراهي ٿو. گڏو گڏ ان عورت جي مڙس کي پڇتاءَ جو اهڙو مزو چکائي ٿو جو پوئين سڄي عمر هو رت جا ڳوڙها وهائيندو نظر اچي ٿو. ڊاڪٽر قاضي خادم سندس ڪهاڻين تي روشني وجهندي لکي ٿو ته، "اياز جي ڪهاڻين جي هڪ خاص خوبي اها به آهي، ته هن جون ڪهاڻيون هڪجهڙيون نه آهن، بلڪ ڪهاڻي مختلف وزن ۽ رفتار جي آهي. 'رولو' وارو اياز 'ڪلٽي' واري اياز کان مختلف آهي. 'ڪارو رنگ' وارو اياز 'نظيران' واري اياز کان مختلف

آهي. انهن ۾ جيڪا هڪجهڙائي آهي، ته اها آهي اياز جي رومانوي ٻولي، جيڪا هن جي اندر ۾ ويٺل شاعر جو عڪس چٽجي ته بهتر ٿيندو.“(17)

هيٺ سندس لکيل ڪهاڻين جا ڪجهه اهڙا مثال چونڊي ڏيون ٿا:

”سفيد وحشي“: هن ڪهاڻيءَ ۾ جڏهن ملاح ڪي گلان جي هڪ نظر گهايل ڪري وجهي ٿي، ته ان جو اظهار ليکڪ هنن لفظن سان ڪري ٿو ته ”جيئن لنگر ٻيڙيءَ مان اڇلبو آهي ته وڃي واريءَ ۾ ڪپندو آهي، تيئن گلان سندس دل ۾ ڪپي ويئي.“(18)

”واچ جا ڪانٽا“: هن ۾ هڪ رومانوي جوڙي جي ڪردارنگاري هنن لفظن ۾ ڪري ٿو ته ”ٻئي هٿن ۾ هٿ ڏيئي لهرن تي اڏامندا پئي ويا. ٻه فطرت جا جزا، ٻه سپون، دنيا جي ڏک درد کان دور، ٻه روح، اسم جسم کان آزاد، ناهه ئوهه کان آجا، رسم ورواج کان بي نياز.“ (19)

”هي هاري“: هيءَ ڪهاڻي پڻ وڏيرڪي سماج جي ظلمن جي نمائندگي ڪندي نظر اچي ٿي، جنهن ۾ ليکڪ هيءُ ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته اسان جو سنڌي سماج اڄ به ان ناسور جو شڪار آهي. ڪهاڻيءَ جا هي جملا ان جي نشاندهي ڪندي نظر اچن ٿا:

”منهنجو انگ انگ ڏکي رهيو آهي. منهنجو روح چيچلائجي رهيو آهي. منهنجي بدن تي اڇا نشان آهن. گهرا گهرا، ڪارا ڪارا نشان! مونکي ڦٽڪا لڳايا ويا! ڇو؟ مون ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو؟ پنهنجا ننگ بچايا، انڪري!؟“

يا وري هي سِٽون ته، ”اسين ٻروچ آهيون، اهڙين ڳالهين مان اسين ڪونه ڇاٽون. پوءِ صوبيدار صاحب نڪ ۾ دم ڪري ڇڏيو منهنجي ڪنهن به نه ٻڌي. شاهد به وڏيري جا، سرڪار به وڏيري جي، پوليس جو خرچ پکو به وڏيري جو. اسان جو الله! پر جڏهن مونکي ڦٽڪا ٿي لڳا، تڏهن ته شايد الله کي به رحم ڪونه آيو!“ (20)

هي سڀ سندس شروعاتي دؤر جون ڪهاڻيون هيون، جن ۾ هو فن کي حقيقتن جو ترجمان ڪري نه صرف بيان ڪري ٿو پر انهن حقيقتن کي پنهنجي ڪوشش وسيلي بدلائڻ جو سبق پڻ ڏيئي ٿو.

شيخ اياز جون ڪهاڻيون ۽ انهن جي ڪردارن جي ادبي تورتڪ ڪبي، تہ اهي متي ڏنل مثال جي ڪسوٽيءَ تي ڪريون نظر اينديون. "**هي هاري**" ۽ "**چار ايڪڙ ٻني**" سنڌي سماج جي سگهاري استحصالي قوت "وڏيرا شاهي" جي ظلم ۽ غريب هارين جي معاشي بدحاليءَ جي زنده تصوير پيش ڪندي نظر اينديون.

"**ٻروچڪو رت**": هن ڪهاڻيءَ ۾ هن سنڌي ماڻهن جي انهن فرسوده رسمن کي ننديو آهي، جيڪي زندگيءَ کان حسين مرڪون کسي، کين مايوسي ۽ موت جي حوالي ڪن ٿيون. بقول رانجهڻ خان ميمڻ جي تہ "هيءَ ڪهاڻي سنڌ جي معاشري جو اهڙو ذڪر آهي، جنهن جا ڪيترا ئي مثال اسان کي اتر سنڌ ۾ ملن ٿا." (21)

"**مشير نامو**": هيءَ ڪهاڻي سنڌي سماج جي ڪوڙهہ ورتل بيماري، ڪاروڪاريءَ جي ظلم جي زنده تصوير پيش ڪري ٿي. سنڌي، جيڪي هڪ طرف تہ نياڻيءَ کي "ست قرآن" جو درجو ڏين ٿا، پر جڏهن اها نياڻي پنهنجي سوچ، پنهنجي محبت ۽ پنهنجي حقن جي لاءِ آواز بلند ڪري ٿي، تہ هڪدم سندس سرڪوبي "**ڪارو ڪاري**" جي هٿيار سان ڪئي وڃي ٿي! شيخ اياز هن ڪهاڻيءَ ۾ اهڙي ئي هڪ نياڻيءَ جي جذبن، خواهشن ۽ محبتن جو احوال ڪجهہ هن طرح ڪري ٿو تہ "هن عورت کي اهو سنگسار ڪري، جنهن نظر يا زبان سان يا خيال ۾ بہ سياهہ ڪاري نہ ڪئي هجي. مون رڳو ڪري جواب ڏنو تہ جنهن نہ ڪئي آهي، انهيءَ کي بہ ڪهڙو حق آهي. هي رت شب خيز آهي، پاڪيزه آهي، هرگناهہ ثواب کان بالاتر آهي، هي رت عبادت آهي. ان تي هٿ کڻڻ جو ڪنهن کي بہ حق نہ آهي، نہ انسان کي، نہ فرشتي کي!." (22)

جمال ابڙو سندس ان ۽ لکيل ٻين ڪهاڻين جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ، سندس شاعريءَ ڪري، سندس افسانہ نويسيءَ جو پهلو ماڻهن کان اوجهل رهيو. مونکي موجوده ڪهاڻيءَ نويسيءَ جو ابو سمجهيو يا سڏيو وڃي ٿو ان ۾ اهو سهرو بہ شيخ اياز تي آهي. مون ڪاليج وارن ڏينهن (1941ع کان 1947ع) دوران سندس ڪهاڻيون "سفيد وحشي"، "ڪلٽي" وغيره پڙهيون، جن مون تي اهڙا اڻ مٽ نقش ڇڏيا هئا، جو اڄ ڏينهن تائين، اڏ

صديءَ گذرڻ کان پوءِ به نه مٽيا آهن. منهنجون سڀ ڪهاڻيون، شيخ اياز جو هڪڙو مشير ناموا.“ ( 23)

شيخ اياز جي ڪهاڻين جو مطالعو ڪبو ته انهن جا اڪثر موضوع هيٺيان نظر ايندا:

(1) طبقاتي سماج جون اوڻايون: جيئن وڏيرن جا هارين مٿان ڍائيندڙ ظلم ۽ سرمائيدارن جو مزورن سان ڪيل استحصال.

(2) جاگيرداري سماج جون اوڻايون: مثلاً فرسوده رسم و رواج، سنڌي سماج ۾ عورتن سان ٿيندڙ ناانصافيون.

(3) سنڌيت يا قوم پرستيءَ جو عنصر:

"نظيران": گهريلو عورتن سان روان ٿيندڙ سلوڪ جو اندازو هيٺين سٽن مان بخوبي لڳائي سگهجي ٿو جنهن ۾ ليکڪ هڪ هنڌ لکي ٿو ته، ”اهي عورتون جيڪي گهرن اندر رهن ٿيون، ۽ مردن جي استحصال جو شڪار ٿين ٿيون، پر پوءِ به درگزر ڪري، صبر جو وقت گذارين ٿيون، ڪيڏي نه عورت اندر برداشت ڪرڻ جي طاقت آهي!“(24)

گوبند مالهي ورهاڱي کان پهرين ورتل سندس ادبي ڪاوشن خاص ڪري افسانه نويسيءَ کي خراج تحسين پيش ڪندي لکي ٿو ته، ”اياز ’نظيران‘ ۽’سفيد وحشي‘ جهڙيون ڪهاڻيون به لکيون، ۽ اڳتي قدم مخزن به شروع ڪيائين. سنڌ ۾ انقلابي ادب جو علمبردار شيخ اياز ئي هو. هن جهونن ڳاڻ ڳٽين اديبن کي قلم کڻڻ لاءِ للڪاريو ۽ نون ايرندڙ اديبن کي لکڻ لاءِ اتساهيو ۽ همٿايو.“ (25)

ورهاڱي کانپوءِ هن نئين ٺهيل ملڪ ۾ سنڌين سان جيڪي ڪجهه وهيو واپريو ان کان هر ساڃاهه وند ماڻهو بخوبي واقف هوندو. هڪ طرف پنهنجي هم وطن، هم زبان، ۽ هم قوميت رکندڙ ماڻهن جو لڏي وڃڻ، ته ٻئي طرف وري ڌاري قوم، ڌاري تهذيب ۽ ڌاري ٻوليءَ جي ماڻهن جي سنڌ مٿان يلغار سنڌين جي سوچ سمجهه کي منجمند ڪري ڇڏيو ـ ته ڇا صحيح آهي ۽ ڇا غلط آهي!؟ ان سوچ نه صرف سياسي ۽ سماجي زندگي، پر ادبي فضا کي پڻ سوڳوار بنائي ڇڏيو. بقول آفاق صديقيءَ جي ته، ”قیام پاکستان کے بعد دو تین برس کا عرصہ سندھی زبان اور ادب کے لیے جمود کا عرصہ رہا کیونکہ تقسیم ملک سے نقل مقانی اور قتل اورغارت گری کی فضا نے ہنگامی طور پر تخلیقی عمل کو سراسیمہ سا کر دیا تھا۔" (26)

سنڌي قوم جي ان شڪستہ حاليءَ کي ختم ڪرڻ ۾ سنڌ جي جن باشعور پڙهيل لکيل اديبن پنهنجا قدم اڳتي وڌايا، ۽ پنهنجي قوم، ٻولي، ۽ تهذيب و تمدن جي تحفظ ۽ بقا لاءِ قومي سطح تي جدوجهد جو اعلان ڪيو. انهن ۾ شيخ اياز سميت ڪيترا ئي ادبي رسالا ادبي ميدان تي نمودار ٿيا، جن ۾ "مهراڻ"، "نئين زندگي" نمايان آهن. اڃا ڪجهہ وقت ئي مس گذريو تہ سنڌ مٿان هڪ زوردار وار "ون يونٽ" جي قيام جي اعلان سان ڪيو ويو. جنهن سنڌي قوم جي شناخت ئي ختم ڪري ڇڏي. سنڌي پنهنجي ئي سرزمين تي بيگانہ ۽ بيوس نظر اچڻ لڳا. بقول فتاح ملڪ جي تہ، "اهو وقت عجيب وقت هو جڏهن سنڌ مٿان 'ون يونٽ' لڳو. ان ڪانپوءِ مارشلا لڳائي ويئي، سنڌي ٻوليءَ کي ختم ڪيو ويو. لفظ "سنڌ" ڳالهائڻ تي ئي بندش وڌي ويئي اردوءَ کي قومي زبان قرار ڏنو ويو. قومي نشرياتي ادارن تي اردوءَ جو مڪمل غلبو ٿيو. سنڌ جا شهر، بندر ۽ بازاريون، زمينون ۽ نوڪريون سڀ ڪجهہ کسجي ويو ڇا ڇا ظلم نہ ٿيو!!" (27)

اهڙي قسم جي سياسي جبر ۽ گُهٽ ۽ ٻوسٽ واري ماحول ۾ ساهہ کڻڻ، هڪ باشعور ذهن لاءِ گناهہ جي مترادف هو. انهي ڪري ان وقت ۾ سنڌ جي مخلص محب وطن طبقي، جن ۾ اديب، دانشور ۽ شاعرن کان علاوه ڪجهہ سياستدان، ڪجهہ سماجي شخصيتون، ڪجهہ شاگرد تنظيمون ۽ ڪجهہ مزور هاري تحريڪن جا ماڻهو ۽ انهن سان گڏ ڪجهہ علم دوستن بہ ان قافلي ۾ شريڪ ٿي، ان جي خلاف آواز بلند ڪيو. انهن نہ صرف انهن ناانصافين جي خلاف احتجاج ڪري مظاهرا ڪيا، پر هنن اديبن ان سلسلي ۾ جيل اندر قيد و بند جون اذيتون پڻ سٺيون. سڄو صوبو سراپا احتجاج جي صورت بنجي ويو جنهن ۾ سنڌي اديبن جو ڪردار تارن ۾ چنڊ وانگي چمڪڻ لڳو. اختر بلوچ 'قيدياڻيءَ جي ڊائري' ۾ انهن حالتن جو ذڪر ڪندي لکي ٿي تہ، "مونکي اڄ بہ 1969ع جو سال ياد آهي، جڏهن سنڌ جا شاگرد، اديب، شاعر ۽ قوم پرست ۽ سياسي اڳواڻ پنهنجي ٻولي، 'ون يونٽ' ۽ ٻين سنڌ جي حقن لاءِ جلسا جلوس ۽ هڙتالون ڪري رهيا هئا، سينيءَ کي گرفتار ڪري جيل پريا ويا."(28)

شيخ اياز سان گڏ انهي قافلي ۾ جن اديبن حصو ورتو تن ۾ سوڀو گيانچندڻاڻي، محمد ابراهيم جويو رشيد ڀٽي ۽ نورالدين سرڪيءَ جهڙا

اديب شامل هئا، جن سنڌ ۾ ان سياسي ۽ سماجي پرماريت خلاف پنهنجي تخليقن ذريعي مهم هلائي. هنن پنهنجي فڪري ڪاوشن ۾ انقلابي توڙي سماجي موضوعات تي بي ڊپائيءَ سان لکيو. بقول امر جليل جي ته "برصغير کی تقسیم نے شیخ ایاز کے تخلیقی فکر پر بے حد گہرے اثرات مرتب کئے اس واقعے کے نتیجے میں پیدا ہونے والے احساس نے ان کے فکر اور فن کو ضبط گذار وہ بے مثال دولت عطا کی جس کی باعث وہ سیاست کی فرومایا سطح سے بلند ہو کر دکھی انسانیت کے نغمہ گر بن گئے۔" (29)

شيخ اياز افسانانويسي ڇڏي پنهنجو سڄو زور شاعريءَ ۽ نثر نويسيءَ جي ٻين صنفن خطن، ڊائرين، يادگيرين ۽ آتم ڪٿائن تي وجهي ڏنو. اڄ اسان ڪيس مهان ڪويءَ جي روپ ۾ ڏسي رهيا آهيون، پر جيڪڏهن هو افسانہ نگاريءَ کي ڇڏي نہ ڏئي ها، تہ شايد سندس پائي جو ٻيو ڪو افسانہ نگار سنڌ ۾ نہ هجي ها، ان هوندي بہ سندس ڪانپوءِ افسانہ نگارن هن صنف کي تمام گهڻو شاهوڪار ڪيو. ايتري قدر جو سنڌي افسانو هندي، بنگالي، اردو ۽ ٻين ٻولين جي افسانہ نگاريءَ جي صف ۾ اچي بيٺو ۽ اڄ بہ هيءَ صنف ادب جي سڀ کان مقبول صنف آهي.

ان سڄي جدوجهد ۾ شيخ اياز جو ڪردار ڪنهن سپهہ سالار کان گهٽ نہ رهيو جنهن پنهنجي فني ۽ فڪري صلاحيتن کي ڪتب آڻي، عام ماڻهن ۾ سياسي ۽ سماجي شعور بيدار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. نور محمد ملڪ سندس فن جي ميچتا هنن لفظن سان ڪئي آهي تہ "هي اديب لاءِ اهم مقام آهي تہ جتي خارجي زندگيءَ جون حقيقتون پنهنجي مڪمل تلخيءَ سان هن جي بي مثال سوچ تي اثرانداز ٿين ٿيون اُتي، هو پرماريت ڪندڙ قوتن جي مخالفت ڪري ٿو. اهي پرمار ڏاريا، غير وطني بہ ٿي سگهن ٿا تہ وطني ۽ پنهنجا بہ ٿي سگهن ٿا. هڪ هنڌ اديب انسان ذات جي ڀلي لاءِ، پنهنجي ذات کي گم ڪري ڇڏي، تہ ٻئي هنڌ پنهنجي ذات جي بچاءَ خاطر، سڄي انسان ذات سان جنگ جوٽڻ لاءِ تيار ٿي وڃي ٿو. اياز جي ڪهاڻين جي ٻولي وڻندڙ ۽ دلڪش آهي، بقول نور ملڪ جي، "اياز سنڌ جي جديد ڪهاڻيءَ جي بنياد وجهندڙن مان آهي. هن جون ڪهاڻيون اصلوڪيون ۽ نج سنڌي آهن، جن ۾ هو پنهنجي دؤر جي مڪمل عڪاسي ڪري ٿو."(30)

ورهاڱي کان پوءِ هن ڪهاڻين کان وڌيڪ، پنهنجي شاعريءَ کي سنڌي قوم جو آواز بنائي، تاريخ ۾ پاڻ کي هميشہ جي لاءِ امر ڪري ڇڏيو.

سندس انهيءَ امرتا سندس ڪيترا ئي دشمن پڻ پيدا ڪيا، جن هن مٿان ڪافر، ملحد، ۽ ملڪ دشمن جا بهتان لڳايا. سندس ڪتابن تي پابندي مڙهي وئي، ڪيس جيل ۾ وجهي قيد جون اذيتون ڏنيون ويون، پرانهن سڀني مشڪلاتن شيخ اياز جي عزم کي ڪمزور ڪونه ڪيو پر سون وانگي تپائي ڪندن بنائي هڪ نئو جوش، ولولو ۽ جنون هن جي لکڻين کي بخشيو. شيخ اياز اهو سنڌي اديب هو جنهن جي لِکڻين کي وڏ ۾ وڏ تنقيد جو نشانو بنايو ويو. ان تنقيد جي جواب ۾ مولانا گرامي صاحب "**مشرقي شاعريءَ جا فني رجحانات**" ۽ رسول بخش پليجي "**انڌا اونڌا ويڄ**"، "**سنڌي ذات هنجون**" جهڙا تخليقي فني شهپارا لکي، سنڌي ادب کي هڪ نئين ادبي تنقيد کان متعارف ڪرايو. جنهن ادب کي انساني سماج ۾ تبديل ٿيندڙ مختلف لاڙن توڙي نظرين جو عڪاس قرار ڏنو. بقول رسول بخش پليجي جي ته، "اقتصادي مسئلن سميت سمورا انساني مسئلا ادب جو جائز مواد آهن پر رڳو رکي، پسي ۽ غير فني نموني مسئلا بيان ڪرڻ ادب ناهي. سچو ادب سيرت سان گڏ صورت به آهي. صحيح سوچ ۽ مقصد سان گڏ صحيح ڏانءَ ۽ ڏات به آهي. صحيح سوچ ۽ مقصد کانسواءِ ادب، ادب ته آهي پر کوکلو ۽ ڪوڙو ادب آهي. ساڳيءَ طرح ڏات ۽ ڏانءَ کان خالي ڳالهيون، صحيح سوچ ۽ مقصد واريون ڳالهيون ته هونديون، پر انهن کي ادب ۽ فن ڪونه ڪوئي سگهبو." (31)

شيخ اياز کي قدرت انهن پنهين خوبين سان مالامال بنايو هو جنهن جو عڪس سندس تخليقن، خاص ڪري سندس شاعريءَ ۾ نمايان طور جهلڪندو نظر ايندو. جنهن ڪيترن ئي ستل، ٿڪل ذهنن کي ابدي ننڊ مان بيدار ڪري کين همت، جوش، ولولو ۽ هڪ نئون اتساهه بخشيو. نورالهديٰ شاهه اهڙن مفڪرن ۽ ساڃاهه وند ليکڪن کي هن طرح پيٽا ڏيئي ٿي ته "ادب سرجيندڙ اديب جو ڪردار به بنهه حساس ۽ ان شخص جهڙو آهي، جيڪو ڊال آڏي ڊارڻ بجاءِ ڀالا ڪٽي ڀاڪرين وڙهي ٿو. ڪهڙا ڀاو هن کي سک چين تياڳي پنهنجو پاڻ اپڻ ڪاڙن تي گهلڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا، ان جو جواب تاريخ ۽ سماج جي پس منظر ۾ ڪيڏو به پهاڙ جيڏو ليندو هجي، پر بنهه نازڪ احساساتي جواب اهو به آهي، ته اهو ڏات ڌڻي ان سچائيءَ جي هٿن ۾ بيوس ٿيو پوي، جيڪا پنهنجي اظهار لاءِ کيس چوندي ٿي. هر دؤر جي

سچ کي پنهنجي اظهار لاءِ ڪنهن شخص جي گهرج هوندي آهي. شخص، جنهن جي رڳ رڳ ۾ دل ڌڙڪندي هجي. سچ ان شخص کي ڳولي لهي ٿو ۽ ان کانپوءِ سچ، ان شخص پويان سڪ، چين تياڳي، ان اننت ويڙهه ۾ وڙهندو رهي ٿو جيڪا تاريخ جي ڦهلاءَ ۾ اچا پڄاڻيءَ کي ناهي پهتي." (32)

## جمال ابڙو:

ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ادب جي لُوساتيل ٻوٽي کي نئين سرترو تازه ڪرڻ ۾ جن اديبن نمايان ڪردار ادا ڪيو انهن ڪهاڻيڪارن ۾ جمال ابڙي جي حيثيت سر موڙ واري آهي. هن سنڌي ادب جي وساميل ڏيئي کي نئين جوت ۽ نئين جوڀن سان روشن ڪري، ڪهاڻيءَ کيتر کي اهڙي جلا بخشي، جيڪا اڳتي هلي نون توڙي پراڻن ليکڪن لاءِ مشعلِ راه ثابت ٿي. جيئن جديد دؤر ۾ صرف بتڻ دٻائڻ سان گهر، گهٽيون ۽ روڊ رستا روشن ٿي وڃن ٿا. تيئن جمال ابڙي جي ڪهاڻيءَ لکڻ سان مختصر ڪهاڻيءَ جا سمورا لوازمات پورا ٿيندي نظر آيا. سندس ڪهاڻين جو مطالعو ڪبو ته انهن ۾ مختصر ڪهاڻين جون سموريون خوبيون، پوءِ اهي چاهي حقيقت نگاريءَ جون هجن يا ڪردارنگاريءَ جون، منظر نگاريءَ جون هجن، يا مقصديت جون، قوميت جون هجن، يا ٻوليءَ جون، سڀ فني اصولن ۽ ماحول مطابق پيش ڪيل نظر ايندیون. سندس ڪهاڻين جي خاص خوبي مقصديت، ٻولي، جملا، تشبيهون، استعارا، محاورا ۽ مضبوط ڪردارنگاري رهي آهي. پروفيسر سليم ميمڻ سندس افسانوي فن جي مڃتا هنن لفظن ۾ ڪئي آهي ته "گذريل 36 سالن کان جمال ابڙي جي افسانن کي يونيورسٽيءَ جي شاگردن کي پڙهائيندو رهيو آهيان. سندس هر ڪردار هر واقعو ياد اٿم. ايڏا مختصر ۽ جامع افسانا ٻئي ڪنهن سنڌي افسانه نگار جي جهوليءَ ۾ نظر نٿا اچن. خاص طور تي "پيراڻي" پڙهائيندي اڪثر بي اختيار ڳوڙها نڪري ايندا آهن. سوچيندو آهيان جڏهن پڙهندڙن جي دل پرچي ايندي آهي، ته جمال صاحب جڏهن انهن کي تخليق ڪيو هوندو، ته پاڻ ڪيترو رُنو هوندو!"(33)

جمال ابڙو 1924ع ۾ ميهڙ ۾ ڄائو. سندس والد علي خان ابڙو علمي، ادبي مذهبي شخصيت جو مالڪ هو. سندس اعليٰ تربيت ۾ ان جي جهلڪ نمايان نظر اچي ٿي. جمال ابڙي جڏهن ڪهاڻيون لکيون، تڏهن ڪهاڻيءَ کيتر ۾ ڪهاڻيڪارن جو تعداد تمام گهٽ هو ڇو ته ورهاڱي کانپوءِ هن

صنف جا پارکو پنهنجا اباڻا ڪک ڇڏي، نئين ٺهيل ملڪ (هندستان) ڏانهن روانا ٿي ويا. ۽ اتان ڪان آيلن ڪي هن ڌرتيءَ سان ڪو بہ جذباتي يا ثقافتي لڳاءُ ڪونہ هو. اهو ئي سبب آهي جو ان وقت جي تخليق ڪيل ادب ۾ گهڻي ڀاڱي اهڙن مسئلن جو ذڪر ملي ٿو جيڪي ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌي عوام کي درپيش آيا، جن ۾ سر فهرست لڏپلاڻ، خون ريزي، ڌارين جي سنڌ مٿان وڌندڙ يلغار ۽ سنڌن مال، ملڪيت، گهر، شهر، ٻوليءَ ۽ تهذيب تي ناجائز قبضا وغيره شامل آهن. چوندا آهن تہ گهر کي باھ لڳل هوندي تہ خوشيءَ جا گيت ڪير ڳائيندو! هرڪو اهو چاهيندو تہ پهريان باھ وسائجي. اهو ئي سبب هو ان دؤر جو ادب تلخ حقيقتن تي مشتمل باھ جا گولا وسائيندڙ هو جنهن مان ان وقت جي قومي توڙي سماجي صورتحال جو جائزو وٺي سگهجي ٿو. غلام رباني ان دؤر جي صورتحال کي هن طرح بيان ڪري ٿو تہ "ون يونٽ ٺهيو تہ سنڌي اديبن ۾ تاءُ پيدا ٿيو. هوائي جهاز کي اڏامڻ لاءِ مخالف ڌر جي هوا کپي، سٽائي ڪانہ کپي. سنڌ جي ماحول ۾ قوميت جو رنگ آيو. آرٽسٽ کان وڌيڪ حساس ڪير بہ نہ ٿو ٿئي. سنڌ ۾ هر هنڌ جديد سنڌي افسانيِ ۽ شعر و شاعريءَ جون شمعون روشن ٿي ويون. سرڪار سنڌي ٻوليءَ کي ڇٽڻ لاءِ شريف ڪميشن کان غلط سفارشون ڪرايون، جن سنڌ ۾ باھ تي پيٽرول هارڻ جو ڪم ڪيو. مُٺ جيترن سنڌي اديبن شاعرن پنهنجي سوين ساٿين ڪارڪنن جي مدد سان، ايوب خان سرڪار کي اهڙو سوڙهو ڪيو جو آرڊيننس جاري ڪري، سنڌي ٻوليءَ خلاف پنهنجو آرڊر واپس ورتائين. سندس انهي شڪست ون يونٽ ڊاهڻ جي راھ بہ هموار ڪئي، خلق جو آواز خدائي نغارو آهي." (34)

ان وقت سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ ۾ ڪهڙا خاص رجحان ۽ لاڙا هئا، ان جو اندازو ان وقت جي ليکڪن جي تخليق ڪيل ڪهاڻين مان بہ بخوبي لڳائي سگهجي ٿو. هيٺ سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ ۾ جمال ابڙي جي ڪهاڻين جو جائزو وٺندا سين.

جمال ابڙي سنڌي ڪهاڻيءَ کي نوان نوان موضوع، فڪر، ۽ نئين فهم ۽ فراست پيدا ڪندڙ ڪردار ڏنا. جيتوڻيڪ سندس ڪهاڻيون ڳاڻيٽي جي لحاظ کان ٿوريون هيون، پر جي انهن جي ادبي تور تڪ ڪبي تہ اهي جديد

ادبي فڪر سان سلهاڙيل، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي سماج جي ڀرپور عڪاسي ڪندي نظر ايندي.

سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ هيءُ پهريون ڪهاڻيڪار هو جنهن ادب ۾ حقيقت نگاريءَ واري پهلوءَ کي روشن ڪيو. سندس ڪهاڻين جا ڪردار عام رواجي ماڻهو هئا، جيڪي اسان جي عام سماجي زندگيءَ جو حصو آهن. جمال ابڙي انهن ماڻهن جي ڏکن سکن ۽ مجبورين کي ڪهاڻيءَ جي مختصر ڪئنواس تي، اهڙي تہ اثرائتي انداز سان چٽيو آهي، جو اهي ڪردار ادب جي تاريخ جو اٽوٽ حصو بڻجي ويا، ۽ انهن جو اثر ان کانپوءِ تمام گهڻن ڪهاڻيءَ نويسن تي رهيو. غلام رباني سندس افسانوي فن جي مڃتا، هنن لفظن سان ڪري ٿو تہ "جمال ابڙو سنڌي افساني جو امام آهي. جمال کان وڏو افسانہ نگار مونکي نہ ڪانئس اڳ، نہ پوءِ سُجهي ٿو. اهو منهنجو ذاتي رايو آهي." (35)

جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ هيرو هيروئن جي پيار محبت، ميلاپ ۽ وڇوڙي جا عام رواجي ڪردار گهٽ نظر ايندا، ان جي بنسبت ان جا ڪردار پنهنجي آس پاس جيٰ ماحول ۽ انهن جي رهڻي ڪهڻي، رسم رواج، ٻولي، ڏکن ۽ دردن جي ڀرپور عڪاسي ڪندي نظر ايندا.

"پيراڻي": هيءَ ڪهاڻي پڙهي ڏسو تہ ان ۾ اسان کي جبلن تي رهندڙ ماڻهن جي بک، ۽ بدحاليءَ جو اندازو ٿي ويندو تہ ڪيئن اهي ماڻهو پيٽ گذر لاءِ پنهنجي اولاد کي وڪڻن ٿا! بغير اهو سوچڻ جي تہ خريدار ان کي ڪهڙي حالت ۾ رکندو. هن ڪهاڻيءَ ۾ پيءُ ۽ ماءُ جو پنهنجي ابهم ۽ معصوم ٻچڙي کان وڇڙڻ جو بيان، اهڙو تہ ڏک رسائيندڙ لفظن ۾ ڪيو اٿس، جو ڪهاڻيءَ پڙهڻ واري جي اکين ۾ زوري ڳوڙها اُڀريو اچن. مثال طور هيءُ جملو تہ "پٽ تي پيل پيراڻي کي لالوءَ جي پيءُ جهليو. پيراڻي جي پيءُ جي نڪ ۽ اکين جو پاڻي سندس ڏاڙهيءَ مان ٿي ٽميو ۽ ڦٿڪندڙ زال کي پٺي جهليائين. لڏ رواني ٿي، پيراڻي اوٻاسين ۾ ابا! امان! پڪاريو ماڻس کي گهليندا ويا ۽ پري کان آواز ايندو رهيو او خدا! منهنجو پيراڻي ننڍڙو! او تڪر کي باهہ لڳي، سنڌ وسي، منهنجو پيراڻي ننڍڙو! هن وار پٺي پٽيا." (36)

پروفيسر سليم ميمڻ ان ڪهاڻيءَ بابت لکي ٿو تہ "'پيراڻي' جمال ابڙي جي هڪ لازوال ۽ نہ وسرندڙ ڪهاڻي آهي، جيڪا سنڌي ٻوليءَ جي

مختصر ترين ڪهاڻين ۾ ليکي وڃي ٿي، جنهن ۾ موضوع ۽ مواد ٻنهيءَ جي اختصار جو بهترين مثال آهي." (37)

شيخ اياز سندس ان ڪهاڻيءَ لاءِ لکي ٿو ته، "نه ڄاڻان ڪنهن چيو هو ته 'نثر پنڌ ڪندو آهي ۽ نظم رقص ڪندو آهي.' پر جمال ابڙي جي ڪهاڻي 'پيراڻي' پڙهي مون کي محسوس ٿيو ته نثر به رقص ڪندو آهي. هن جي "پيراڻي" شروعات ۾ ڇڻ ڇم ڇم ڪندي نظر اچي ٿي، ۽ گهنگهرو گونجن ٿا. اوچتو هڪ چيخ فضا کي چيري ٿي ۽ ڪهاڻي ڪانڊن ٽانڊن تي رقص ڪندي نظر اچي ٿي."( 38)

"پيراڻي" سان گڏ سندس ٻيون ڪهاڻيون، **"شاهه جو فقر"، "بدمعاش"، "فرشتو"، "ماءُ جي جهولي"، "خميسي جو ڪوٽ"، "منهن ڪارو"، "مهرباني"، "ڪارو پاڻي"، "پشو پاشا" ۽ "سينڌ"** شامل آهن. انهن سيني ڪهاڻين ۾ اسان کي پنهنجي سنڌي ماحول، ثقافت، ٻولي ۽ روايتن سان گڏ انهن جي معاشي ۽ سماجي حالتن جو پڻ عڪس نظر اچي ٿو. سندن ڏک ۽ درد پڙهڻ واري کي پنهنجا ڏک درد لڳن ٿا.

**هيٺ سندس ڪهاڻين جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو:**

**"مان مرد"**: هيءَ ڪهاڻي جديد ادبي لاڙي (فئنٽسي) ۾ لکيل آهي، جنهن ۾ انهن ڪيترين ئي معصوم نياڻين جي خواهشن، خوشين ۽ مرڪن جو قتلِ عام بيان ٿيل نظر اچي ٿو. اسان جي معاشري ۾ جڏهن ڪو اتفاق سان ننڍو ڇوڪرو ڪنهن وڏي عمر واري مائيءَ سان شادي ڪري ٿو ته، هر طرف واويلا مچي وڃي ٿي، جنهن ڪري نه صرف گهر ڀاڃي، پر ان کي سماج ۾ پڻ ڌڪار جي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو پر ان جي برعڪس هزارين مرد ننڍين ڇوڪرين سان شادي ڪن ٿا، ته اتي اهو معاشرو انهن تي تنقيد ڪرڻ بجاءِ، سندن ان عمل کي ساراهي ٿو. هيءَ ڪهاڻي سنڌي سماج جي ٻٽاڪلي تصوّر جي نشاندهي ڪندي نظر اچي ٿي.

**"بدتميز"** هن ڪهاڻيءَ اندر طبقاتي ورڇ کي ظاهر ڪيو ويو آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽرغريب مريض کي ته تپاسڻ کان پهرين سندس کيسا تپاسي ٿو ۽ ٻئي پاسي پريل ڪيسن ۽ پريل گهرن اندر فيس وٺڻ کانسواءِ هليو وڃي ٿو ڇو ته پئسي وارن کان فيس وٺڻ کي هو بدتميزي واري فعل ۾ شمار ڪري ٿو:

"**شاهہ جو ڦر**": هن ڪهاڻيءَ ۾ سماج اندر سيّدن جي هٿ ٺوڪي برتري، ۽ سندن اخلاقي معيار جي ڪٿ ڪئي ويئي آهي، ۽ ان سان گڏ معصوم پار جي نفيس جذبن، سادي سوچ ۽ ٻاتڙي زبان، جنهن ۾ هوءَ چوي ٿي تہ "ماما پيشو"، ان جي عڪاسي ڪمڙي نہ حقيقت پسنديءَ سان ڪئي ويئي آهي. بقول آغا سليم جي تہ "جمال جو پيو ڪرداري افسانو "شاهہ جو ڦر" آهي. منهنجي خيال ۾ جمال جو اهو افسانو سندس شاهڪار افسانو آهي. افساني جي هيٺرڙي ڪئنواس، جنهن تي مريم جي هيڏي وڏي ڪردار جو ماپڻ ئي مجال پيو پاسي، ڪيئن جمال ساري ڳوٺ جو ويهي ڪردار چٽيو آهي! اوهين افسانو پڙهو اوهان کي افساني ۾ سارو ڳوٺ جيئرو جاڳندو نظر ايندو." (39)

جمال ابڙو سماج جي مڪروهہ چهرن تان نقاب لاهي، انهن جي اصل چهري جو هوبهو عڪس چٽي ٿو. ادب جو مقصد بہ اهو آهي تہ هو پنهنجي ماحول جو جائزو وٺي، ان جي چڱاين يا مداين کان پڙهندڙن کي روشناس ڪرائي. جمال ابڙو جنهن دؤر جو ليکڪ آهي، اهو دؤر ادب ۾ ترقي پسنديءَ وارو دؤر هو جنهن ۾ اسان کي هر اديب جي لکڻين ۾ ٿورو يا گهڻو اهو رجحان (ترقي پسند) ضرور نظر ايندو. سنڌي ادب ۾ اهو دؤر حقيقت نگاريءَ سان ڀرپور هو. ان دؤر ۾ ليکڪن، پوءِ اهي چاهي شاعر هجن يا نثرنگار پنهنجي ذات سان نہ صرف انهن سماجي برائين کي واڪو ڪيو پر انهن کان هميشہ لاءِ نجات حاصل ڪرڻ جا ذريعا پڻ ٻڌايا. جمال ابڙي جي ڪهاڻين جي خاص خوبي اها آهي، تہ اهي نہ صرف حالات و واقعات جي ترجماني ڪن ٿيون، پر انهن ۾ ٻوليءَ جو استعمال پڻ منفرد جملن، تشبيهن اندر اهڙي تہ روانيءَ سان ملي ٿو جو پڙهڻ وارو ان جي اثر انگيزيءَ ۾ گم ٿيو وڃي ٿو ۽ گهڙيءَ پل لاءِ پاڻ کي ان ماحول جو ئي حصو سمجهي ٿو. سندس "**سِينڌ**" ڪهاڻيءَ جو ئي ڪٽي مثال وٺو جنهن ۾ سماج جي ناسور "**ڪاروڪاري**" جي ور چڙهندڙ ناريءَ جي ڪردارنگاري، ۽ جتي سندس لاش رکيل آهي، ان ماحول جو ذڪر ڪيڏي نہ دردناڪ انداز ۾ ڪيو اٿس تہ "ڪپري شهر جي خيراتي اسپتال ۾ لاش گهر ٻاهران، متي ۽ ڏنڊڙ ۾ ڪارا ڳنڊيل وار چوٽي، سينڌ سميت ڏوڙ ۽ جهڪ ۾ پيئي ليٽڙيا. اندر پنگي ۽ ڊاڪٽر مکين جي ڀون ڀون، ننگو لاش، اگهاڙي ڇاتي، سنڌ جي جائي،

ڪنهن جي لڄ، سپ جو ننگ، ست ڏارين آڏو ننگي پٽي هئي. هٿ رونبڙا، پير ڦٽيل، اکيون حيرت، حسرت ۽ هيبت کان ڦاٽل، سپاجهي، سدوري، سگهڙ ڪونئرو ڪسٽي. پيار جي راهه ۾ هڪ ٻي قرباني. ڪسڻ قبول ڪيائين سينڌ جي پت نہ وڃايائين. ٽڪڙا ڏيئي چار آڱريون سينڌ تي رکي انجام ٻڌائين، پر ٽڪڙا ڪهاڙين جي ڪڙڪن ۾ بدلجي آيا. آڱريون ڪپجي ويون سينڌ ڪوڙجي ويئي.“ (40)

پڙهڻ واري کي سڄي ڪهاڻيءَ جو تاثر انهن شروعاتي جملن، ۽ ماحول جي منظرنگاريءَ مان ملبو وڃي. ان کان علاوه هيءَ ڪهاڻي تلخ حقيقتن تان پڻ فن جي لوازمات اندر پردو کڻي ٿي. جنهن ۾ ننڍڙن ننڍڙن جملن، محاورن جي اندر ماحول جي اهڙي تہ سحر انگيز عڪاسي ٿيل آهي، جو پڙهڻ وارو ان جي سحر ۾ گهڙيءَ پل لاءِ گم ٿيو وڃي. اهڙو اسلوبِ بيان جو هنرشايد ئي ڪنهن پيش ڪيو هجي! غلام نبي مغل سندس افسانن جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ، ”ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ کي فني توڙي معنوي حيثيت صحيح طور حاصل ٿي، جمال ابڙو انهن سينيءَ جو مهندار هو جنهن جديد فني بنياد تي ٻڌل حقيقتن ۽ زندگيءَ جي تلخ واقعن کي، پنهنجي اصلي روح سان نهايت اثرائتي نموني پيش ڪيو.“ (41)

”<u>مهرباني</u>“: هن ڪهاڻيءَ ۾ شريف ماڻهوءَ جي پوش اندر لڪل، شيطان کي ٻاهر ڪڍي، سندس اصل روپ کان واقف ڪرائي ٿو.

”<u>فرشتو</u>“: هن بابت پاڻ لکي ٿو تہ ”اها مارشل لا جي دؤر ۾ لکيم، جنهن ۾ فوج تي سڌو سنئو حملو ٿيل هو.“ (42)

اسان جو سنڌي معاشرو شروعات کان وٺي جُڙتو پيرن، مُرشدن، فقيرن، درگاهن ۽ اوتارن هٿان تباهہ برباد ٿيندو رهيو آهي. هتي هميشہ مٿل ماڻهوءَ مٿان جيئرن کي قربان ڪرڻ جي روايت کي، عقيدي جو نالو ڏنو وڃي ٿو.

”<u>منهن ڪارو</u>“: اهڙي ئي سماج جي پڌرائي ڪندي نظر اچي ٿي، جنهن ۾ قبر پرستيءَ ذريعي اجاريل زندگيءَ جي گل کي مرجهايل ڏيکاريو ويو آهي. جمال ابڙو هن قسم جون احتجاجي ڪهاڻيون لکي، سنڌي ڪهاڻين کي احتجاج جو هڪ انوکو انداز مهيا ڪيو. الهداد ٻوهيو سندس

ان اندازجي تعريف ڪجهه هن طرح ڪئي آهي ته، "سنڌي ادب ۾ هن طرح شايد پهريون پروٽيسٽ جمال ابڙو جو نظر ايندو. جمال ابڙي مذهب جي ويساهن جي مخالفت، اندر ويهي، مذهب جي ئي مدد معرفت ڪئي. هن مذهب جي خلاف ٻاهريان هٿيار ڪم ڪونہ آندا آهن. هن مذهب جي وجود جي خلاف نہ پر ان جي طريقن جي خلاف ڪم ڪيو آهي، ۽ اهو ئي طريقو آهي جنهن کي احتياجيت ٿو چئجي."(43)

"پشو پاشا": هن ڪهاڻي جمال ابڙي جي ڪهاڻين ۾ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. هن اها ڪهاڻي ڇو لکي؟ ان بابت هو چوي ٿو تہ، "مون 'پشو پاشا'، 'ٻلو دادا' ۽ 'شيدو ڌاڙيل' ڪان متاثر ٿي لکيو ڇو تہ انسان جو مقام منهنجي نظر ۾ تمام گهڻو بلند آهي. منهنجو پشو نہ ڌاڙيل آهي، نہ داداگير، پر هڪ سڌو سنئون انسان آهي."(44)

پشو پاشا سنڌي سماج جي ڪوڙهہ ورتل ڪردار، وڏيراشاهيءَ جي ظلم جو داستان بيان ڪري ٿي، ٻين ڪردارن ۽ پشو جي ڪردار ۾ هيءَ فرق آهي جو، هو انفرادي ڪوشش ڪان اجتماعي جدوجهد تي وڌيڪ زور ڏيئي ٿو. ڪنهن بہ وڏيري، سيٺ يا سرمائيدار کي اڪيلي سر مارڻ سان نظام ڪونہ بدلبو. نظام جي تبديليءَ لاءِ انهن ظالم قوتن کي ختم ڪرڻو پوندو. اهو اڪيلي سر ممڪن نہ ٿيندو پر سڀنيءَ کي گڏجي انقلابي جدوجهد ڪرڻي پوندي، تڏهن وڃي اهو نظام تبديل ٿيندو. سندس ڪرداري افسانن ۾ هن افساني تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. ليڪڪ حقيقت نگاريءَ سان گڏ ڪردار نگاريءَ کي بہ واهہ جو اجاريو آهي!

هن ڪهاڻيءَ جي جيتري تعريف ڪئي ويئي، اوتري هن تي تنقيد بہ ٿي. مشهور نقاد رسول بخش پليجو ان تي تنقيد ڪندي لکي ٿو تہ "پشو پاشا مان پڙهندڙن کي اهو تاثر ويهي ٿو تہ، ملڪ جي نظام بدلائڻ لاءِ صرف هڪ ڇيڪري، جهنگلي، الهڙ ۽ ضدي پهلوان جي ضرورت آهي، جو ڪنهن من موهڻي ناريءَ جي عشق ۾ نوڪر ڪائي، بغاوت تي آماده ٿي وڃي، ۽ پوءِ زوردار تقريرن سان قوم کي ميدانن جنگ ۾ آڻي بيهاري، سياسي تنظيم، اقتصادي ۽ سياسي نظرين ۽ تحريڪن جي بکيڙي ۾ پوڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي!."(45)

ان تنقيد جو جواب جمال ابڙي هن طرح ڏنو ته، "ڇا اجا اهو وقت نه آيو آهي، جو پيار ۽ محبت، پورهيو ۽ محنت، ماڻهو ۽ ماڻهپو اڳتي وڃن، ۽ ڇاٽنبا وڃن، جي اجا اهو وقت نه آيو آهي ته ڪڏهن ايندو؟ جڏهن جنازو ڪڇندو؛ جنازو به حيوانيت جو ڪڇندو، انسانيت زنده رهندي. وقت آيو آهي جڏهن اسان جا ليکڪ ڪردار کي ماحول جو نشانو نه بنائين، انسانيت کي مظلوم ۽ قابلِ رحم نه بنائين. اهي ڪردار چونڊن جي ماحول کي متائين، پير جي ڏونڪي تي بڏائين ته انسانيت ۾ اهي خوبيون لڪل آهن، جو جوالا ٻنجي حيوانيت کي جلائي ڇڏين." (46)

ان کان علاوه ڪن ماڻهن جي اها راءِ هئي، ته هيءَ ڪهاڻي اسان جي ماحول مطابق نه آهي پر اها روسي انقلابي ادب جي تصوير پيش ڪري ٿي. جيتوڻيڪ ڪيترائي اديب هن ڳالهه تي متفق رهيا آهن ته، "ادب ته ادب هوندو آهي، نه ڪي روسي، انگريزي يا بنگالي، ۽ ادب جو هڪ مقصد هوندو آهي ته اهو ماڻهن کي نه رڳو ان دؤر جي حالات کان باخبر ڪري، پر ايندڙ وقت جي خطرن کان به کين آگاهه ڪري. بقول شيخ اياز جي ته "جي ادب سماج جي لاءِ کلي هوا ۽ روشنيءَ جو لنگهه نه آهي، جي اهو اڳوات اطلاع نٿو ڏيئي، ته سماج کي هي خطرا درپيش آهن، جي اهو نبض شناس نه آهي ۽ ان جي صحت جي باري ۾ اُتڻ جو اظهار ۽ خطري جي نشاندهي نٿو ڪري، ته اهي ادبي ڪتاب فقط پسارين جي ڪم ايندا، ۽ انهن مان پڙيون ٻڌيون وينديون."(47)

'پشو پاشا' به هڪ نئين سوچ، هڪ نئون فڪر، هڪ نئين جدوجهد جو مثال قائم ڪيو آهي، ۽ جمال ابڙي جي حقيقت پسندي ان ڪهاڻيءَ کي تاريخ ۾ امر بنائي ڇڏيو. سندس پشو هڪ مضبوط ارادي جو مالڪ، هڪ ارڏو ڪردار هيو جيڪو همت، بهادري، شجاعت، دليري ۽ بيباڪيءَ جو مظهر هو جنهن موت قبوليو پر آڻ نه مڃي. سندس ان جذبي سوين هزارين پشو پيدا ڪيا، جن سندس مقصد کي اڳتي وڌايو. بقول رسول بخش پليجو جي ته "'پشو پاشا' جو مقصد هڪ اهڙو مثالي ڪردار پيش ڪرڻ آهي، جو نه فقط اسان منجهان ۽ اسان جهڙو هجي، پر ساڳئي وقت اسان جي اڳواڻي ۽ رهبري به ڪري، اسان کي موجوده پستي ۽ ذلت جي حالت مان ڇوٽڪارو ڏياري. ان جو مقصد، سماج جي غير انساني ماحول ڏانهن اشارو ڪرڻ جي

بدران، ان کي عمل ۾ جدوجهد وسيلي بدلائڻ ۾ ختم ڪرڻ جي راهہ ڏيکارڻ آهي. 'پشو پاشا' عوام جي ڪامياب جدوجهد جي ڪهاڻي آهي."(48)

جمال ابڙي جا ڪردار سنڌي افساني ۾ تمثيلي ڪردارن جي حيثيت رکن ٿا. سندس ڪنهن بہ ڪردار کي جانچبي ڏسو پوءِ اهو چاهي پشو هجي يا خميسو، سومر هجي يا مريم، سيني ڪردارن کي پنهنجي ماحول مطابق پيش ڪرڻ سندس نمايان خوبي رهي آهي. مثال طور پشو هڪ جابلو ڪردار آهي تہ سندس ٻولي، لهجو ۽ اٿڻي ويهڻيءَ کي بہ ان انداز سان پيش ڪيو اٿس. سومر جي ڪردار اندر صبر ۽ تحمل جو اهڙو نقشو چٽيل ملندو جو پڙهڻ وارو ان جي تحمل کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ رهي نہ سگهندو.

آغا سليم سندس افسانوي فن ۾ فڪر تي روشني وجهندي لکي ٿو تہ "جمال ابڙي جا افسانہ پڙهڻ وقت اوهان کي هلڪي آواز جي احساس بدران ٺڪاءَ، ڪڙڪاٽ ۽ شرڙاٽ جو احساس ٿيندو. جمال هميشہ پڙهندڙ جي تيز ڦٿڪندڙ تڙپندڙ جذبن کي جاڳائڻ چاهيندو آهي."(49)

"<u>شاهہ جو ڦر</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ مريم جي معصوم ڪردار سان گڏ، پيرل شاهہ جي ڪردار ۾ سيّدن جي هٺ ٺوڪي عقيدي، غرور جي نفسيات، سندن اٿڻي ويهڻي ۾ روّين کي اهڙي تہ حقيقت سان بيان ڪيو اٿس، جو پڙهڻ واري کي پيرل شاهہ جو ڪردار نفرت جوڳو معلوم ٿئي ٿو. حفيظ شيخ ان لاءِ لکي ٿو تہ "هڪ اهڙي دل ڏاريندڙ واقعي کي جڏهن پنهنجي ڪهاڻيءَ ۾ جمال ابڙو پيش ڪري ٿو تہ پڙهندڙن جا وار بہ ڪانڊارجيو ٿا وڃن، ۽ معصوم مريم جي دلي جذبن، ڌڪار ۽ نفرت جو بہ ڀرپور احساس ملي ٿو."(50)

. جمال ابڙو پنهنجا ڪردار، ڪهاڻيءَ کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ڪهاڻيءَ اندر نٿو رکي، پر هو پنهنجي ڪردارن کي آزاد رکي، پڙهڻ واري جي هٿ ۾ انهن جي ڏور رکي ٿو تہ اهي ئي فيصلو ڪن تہ اهي ڪيتري قدر پنهنجي ٻولي ۾ ماحول جي ترجماني ڪن ٿا. بقول ڊاڪٽر الانا صاحب جي تہ "جمال ابڙو پنهنجا ڪردار سنڌي سماج مان چونڊي ٿو. انهن جي روز مره واري ماحول ۾، زندگيءَ جي منظرن کي سادن پلاٽن ذريعي حقيقت نگاريءَ واري فني خوبين جي مدد سان انهن ڪردارن جي ڏک، درد ۽ پيڙا جا نقش هُن اهڙي تہ دل جهوريندڙ انداز ۾ چٽيا آهن، جو پڙهندڙ پنهنجي دل جي اکين

سان اهي درد ۾ پيڙائون محسوس ڪندي، پنهنجو درد ۾ پيڙائون وساري ويهي ٿو."(51)

جمال ابڙي جي ڪهاڻين جي مختصر احوال ڪانپوءِ، ان جو فڪري جائزو ونجي تہ سندس ڪهاڻيون طبقاتي معاشري جي عڪاسيءَ سان گڏ، مزاحمت جو عنصر بہ رکن ٿيون، ۽ هو پنهنجي ڪهاڻين ذريعي ان فڪر جو اظهار ڪري ٿو. مثال "پشو پاشا"، جنهن ۾ هو وڏيري جي ظلم کي نشانو بنائي، پڙهندڙن ۾ هر ظالم قوت کي هڪ گڏيل ڪوشش سان ختم ڪرڻ جو فڪر ڏيئي ٿو. بقول شاهده دوست محمد جي تہ، "جمّال ابڙي جيڪي ڪجهہ ڏٺو محسوس ڪيو اهو سياسي، رياستي جبر هجي يا سماجي ناانصافي، هن انهن کي محسوس ڪيو خود پوڳيو ۽ پنهنجي ڪهاڻين ۾ قلمبند ڪيو. هو انسانيت پرست هو ڪنهن بہ انسان کي ڦٿڪندو ڏسي ٿو ۽ درد ۾ ورتل ڏسي ٿو تہ قلم کڻي ٿو."(52)

جمال ابڙي جي ڪهاڻين جي مختصر تجزيي ڪانپوءِ اهو نتيجو نڪري ٿو تہ، جمال جي ڪهاڻين ۾ اونهي فڪر ۾، ڳوڙهي اڀياس جو عڪس نمايان آهي. پاڻ سماج جي جنهن بہ پهلوءَ کي ڪهاڻيءَ جو ويس ڍڪايو اٿس، اها ان ماحول جي تصوير بنجي ويئي. هو ڪردارن کي اهڙيءَ طرح جيئاري ٿو جو اهي اڳتي هلي تاريخي ڪردار بنجي وڃن ٿا. ڊاڪٽر قاضي خادم سندس افسانن تي راءِ ڏيندي لکي ٿو تہ، "جمّال ابڙي جا افسانا هيئت توڙي مواد جي لحاظ کان، مختصر افسانا يا مختصر ڪهاڻيون آهن. هن جي حيثيت همعصر ليکڪن ۾ نهايت مٿاهين آهي. هن جا موضوع هن ڌرتيءَ تي وکريل هزارين موضوعن منجهان آهن. هن جا ڪردار عام سنڌي ڪردار آهن. هن پنهنجي ڪردارن تي جيڪو نفسياتي تجربو ڪيو آهي، سو بي مثال آهي."(53)

جيئن تہ جمال ابڙو انصاف جي ڪرسيءَ تي ويٺل جج هو ان ڪري سندس ڪهاڻين جا ڪردار عدالت ۾ حالات ۽ واقعات. کان متعارف ڪرائين ٿا، هو پاڻ ڪوبہ فيصلو ڪونہ ٿا ڏين پر عدالت کان انصاف جي تقاضا ڪن ٿا. جمال ابڙو پنهنجي ڪردارن کي صفائي پيش ڪرڻ جو ڀرپور موقعو ڏيئي ٿو ۽ فيصلو پاڻ نٿو ڪري پر پڙهندڙن تي ڇڏي ٿو تہ اهي انصاف ڪن تہ اهي ڪردار ڪيتري قدر مظلوم يا مجرم آهن. شمس الدين

عرساڻي سندس ڪهاڻين بابت لکي ٿو ته "جمال ابڙو سنگين حقيقتن، ڪرخت واقعن ۽ مڪروهه منظرن کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائي ٿو. هو پنهنجي ڪردارن جي اندر کي چڱيءَ طرح ٽٽولي ٿو. سندس اکيون من ۾ متل مانڌاڻ به ڏسن ٿيون، ۽ ان ڪانسواءِ ڏاڍ ڏهڪاءَ جي لڪل قوتن کي به تاڙي وٺن ٿيون. سنڌي ماحول جا عام واقعا سر زمينن سنڌ تي هنڌين ماڳين پکڙيل آهن. ان ماحول تي جمال ابڙو قبضو ڪري، انهن کي پنهنجي ڪهاڻين جا موضوع بنائي ٿو."(54)

مطلب ته سندس افسانا جيڪي تعداد ۾ تمام ٿورا هئا، پر اهي پنهنجي ادبي قد ڪاٺ موجب بهترين فني ۽ فڪري معيار تي بيٺل آهن، جن ۾ سندس موضوع ۽ ڪردار سنڌي سماج جي برائين، مثلاً طبقاتي نظام ۽ ان جون اڻبرابريون ۽ ناانصافيون ان سان گڏ، پير پرستيءَ جو شڪار ابوجهه ماڻهن جي وهمن ۽ عقيدن ۽ وڏيراشاهيءَ جي ظلمن جو شڪار غريب ماڻهن جي تصوير پيش ڪندي نظر اچن ٿا. پروفيسر سليم ميمڻ ان بابت لکي ٿو ته "سنڌي سماج ۾ ڏاڍ، جبر، پرماريت، زور زبردستي، ناانصافي، سماجي اڻ برابري، پيري مريدي، ڪاروڪاري، غيرانساني ناهموارين جي نمائنده ڪردارن يعني وڏيرن، زميندارن، جاگيردارن ۽ ٺڳ پيرن ۽ انهن جي زيادتين کان سڀ چڱيءَ طرح واقف آهن. صدين کان ٻڏل ان دردناڪ ڪهاڻيءَ جا سُورما ته هاري، پورهيت، بيوس، لاچار ۽ مظلوم انسان آهن، جيڪي هڪ پيڙهيءَ کان ٻي پيڙهيءَ تائين ڏاڍ ۽ ظلم جي پنجوڙ ۾ جڪڙيل آهن. جن جي چوٽڪاري ۽ آجپي جي واٽ نظر نٿي اچي. جمال ابڙي اهڙن ئي ڪردارن جي مسئلن کي پنهنجي ڪهاڻين ۾ پيش ڪيو آهي."(55)

جمال ابڙو به ٻين سنڌي اديبن جئيان تنقيد نگارن جي تنقيد کان پاڻ بچائي نه سگهيو ۽ وقت به وقت مٿس دهريي، ملحد ۽ ڪميونسٽ جا بهتان لڳايا ويا. جن جي جواب ۾ امرجليل لکي ٿو ته "اهو چوڻ صحيح نه آهي ته جمال ابڙو متنازع ليکڪ ڪونه هو يا غير متنازع ليکڪ هو اهو قطعي غلط آهي. معاشري ۾ پنهنجي دؤر کي ڏونڌاڙي ڇڏڻ واري ڪنهن به وڏي ليکڪ وانگر جمال ابڙو متنازع ليکڪ هو. معاشري جي منفي قوتن سان دويدو ٿيڻ، ۽ پنهنجي بيپناهه ڏات سان منفي قوتن جي قلعي ۾ ڏار

وجهڻ ۾ ٽرٽلو مچائڻ وارو ليکڪ غير متنازع نہ هوندو آهي، جيڪڏهن ائين هجي هان تہ پوءِ جوانيءَ ۾ جمال تي ڪافر، دهريي ۾ ڪميونسٽ هئڻ جا الزام نہ لڳن ها."(56)

اهو ئي سبب آهي جو جمال ابڙو کي سنڌي ادب، خاص ڪري سنڌي افساني جو هيرو تسليم ڪيو ويجي ٿو،جنهن جي فن ۾ فڪر جا اولڙا يا اثر، ان کانپوءِ ايندڙ هر ٿهيءَ جي ليکڪن تي نظر اچن ٿا.

## اياز قادري:

سندس شمار پڻ سنڌ جي صفِ اول جي افسانہ نگارن ۾ ڪيو ويجي ٿو. هن جي شهرت جو وڏو سبب سندس افسانو "بلو دادا" آهي، جنهن ۾ هن سماجي اڻ برابريءَ جي تصوير پيش ڪئي آهي. هيءَ ڪردار بظاهر غنڊو آهي، پر هن جي اندر جي انسان ۾ بغاوت آهي، جيڪو سچ حق لاءِ معاشري سان جنگ ڪري ٿو. سندس ان ڪهاڻيءَ تي روشني وجهندي، هندستان جو معروف سنڌي اديب موهن ڪلپنا لکي ٿو تہ، "ڇا هو غنڊو هو؟ اسان کي ان جي ڪردار سان همدردي ٿئي يا نفرت، ليکڪ ڪيس ڪٿي بہ سورمو بنائڻ جي ڪوشش نہ ٿو ڪري، ڪهاڻي من کي ڇهي وڃي ٿي، ڪامنا جاڳي ٿي تہ اهڙا لڇڻ سماج جي هر فرد ۾ هئڻ کپن، انقلاب اهڙي سوچ مان پيدا ٿيندو آهي." (57)

اياز قادري هن ڪردار کي گهڙي، ان جي اندر جي سچ ۾ سونهن کي پرکي، هن ڪردار کي سنڌي افساني جو هڪ تمثيلي ڪردار بنائي ڇڏيو. سندس تخليق ڪيل هن ڪردار سبب اڳتي هلي، سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ "شيدو ڏاڙيل"، "پشو پاشا" ۽ "بدمعاش" جهڙا مشهور ڪردار سنڌي ڪهاڻيءَ جي زينت بڻيا. موهن ڪلپنا سندس ان ڪهاڻيءَ کي سنڌي ڪهاڻيءَ جو جنم قرار ڏئي ٿو ان سلسلي ۾ سندس هيءُ چوڻ آهي تہ "سنڌي ڪهاڻيءَ جو جنم داتا اياز قادري آهي، جنهن 'بلو دادا' لکي، جنهن تان غلام رباني متاثر ٿي 'شيدو ڏاڙيل' ڪهاڻي لکي، ۽ جمال ابڙي 'بدمعاش'." (58)

ان کان سواءِ سندس لکيل افسانن ۾ **"فرشتو"، "مان انسان آهيان"** وغيره شامل آهن. وقت ۽ حالتون هميشہ ادب تي حاوي رهيون آهن، ۽ اديب جو انهن کان متاثر ٿيڻ اٽل آهي. سندس ڪهاڻين جا ڪردار اعليٰ

درجي جا آدرشي انسان ڪونہ هئا، بلڪ آس پاس جي ماحول ۽ بدلجندڙ مخصوص حالتن جي پيداوار ۽ سماج جا ستايل عام رواجي ڪردار هئا، جيڪي پنهنجي عملن ذريعي انسانيت جو درجو بلند ڪن ٿا. بقول اياز قادريءَ جي تہ "زندگيءَ کي جنهن رنگ ۾ مون ڏٺو آهي، انهي رنگ ۾ ڪيس پنهنجي افسانن ۾ پيش ڪيو اٿم. منهنجي افسانن جا پلاٽ نہ ڊاريا آهن، نہ خيالي. هي اهي تلخ حقيقتون آهن، جن کي اسين پنهنجي زندگيءَ ۾ هر روز ڏسون ٿا. منهنجي افسانن جا ڪردار نہ فرشتا آهن نہ شيطان. هو فقط سادا سودا انسان آهن، جن ۾ ڪيترين خوبين سان گڏ خاميون بہ آهن. اهي پنهنجي ماحول جي پيداوار آهن."(59)

ورهاڱي ڪانپوءِ جوڻ حالتون ڪنهن کان ڳجهيون ڪونہ آهن. ان ڪري ان دؤر جي عڪاسي هر ليکڪ جي لکڻين جو موضوع، پوءِ ٿورو يا گهڻو رهيون. مذهبي تعصب ۽ جنون سبب بي گناهہ ماڻهن جو قتل عام ۽ لٽ مار اهڙا واقعا هئا، جن ۾ نہ هندو شامل هئا ۽ نہ مسلمان. سرمائيدارن ۽ مفاد پرست ٽولن اها جنگ پنهنجي سياسي مفادن سبب لڳائي، جنهن ۾ انسانيت سڙي رک ٿي ويئي. اياز قادريءَ جو لکيل افسانو "مان انسان آهيان" پڻ انهن حالتن جي نمائندگي ڪندي نظر اچي ٿو جنهن ۾ هڪ اهڙي صوفي لاڪوفيءَ جو ڪردار پيش ڪيل آهي، جو مذهب جي جڪڙبندين کان آزاد، هڪ انسان آهي، جنهن جي دل ۾ انسان، پوءِ اهي چاهي هندو هجن يا مسلمان ٻنهيءَ لاءِ عزت، احترام ۽ محبت آهي. بقول غلام نبي مغل جي تہ "مان انسان آهيان" پنهنجي موضوع جي لحاظ کان تمام اعليٰ درجي جو افسانو آهي، جو سعادت حسين منٽوءَ جي افساني ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ جي سڪ لاهي ٿو." (60)

مجموعي طور سندس ڪهاڻيون سرمائيداري نظام ۽ معاشي بدحالي، جاگيردارانہ رسمن رواجن تي ڪُلي تنقيد ڪندي نظر اچن ٿيون.

ع-ق-شيخ:

پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان گڏ ڪيترا ئي سياسي، معاشي ۽ سماجي بحران نمودار ٿيا، جنهن ڪري سماج؛ تهذيب، تمدن ۽ ٻوليءَ سان گڏ انساني سماج جا اخلاقي قدر پڻ زوال پذير ٿي ويا. انسان انسان نہ رهيو.

هندو مسلمان ۾ سکن ۾ ورهائجي ويو جنهن ڪري ڪيترين ئي انساني جانيون ضايع ٿيون، ڪيترا گهر ڳوٺ، شهر ويران ٿيا. بقول شيخ اياز جي "ورهاڱي ڪانپوءِ سارو پنجاب سڪ، هندو مسلمان لهو لهان ٿي ويا. ريل گاڏيون يا ته لاشن سان پريل يا ته بنهه خالي اسٽيشن تي ايندڙيون هيون، ۽ لاش رستي تي لاهي ڦٽي ڪندا هئا، ۽ انهن کي ڳجهن جو کاڄ ٿيڻ ڏيندا هئا. جنهن چمن لعل جو انگريزي ناول "آزادي"، خشونت سنگهه جو "ٽرين ٽو پاڪستان"، ڪرشن چندر جا ناولٽ "هم وحشي هين" ۽ "غدار" پڙهيا هوندا، اهو ڳوڙها روڪي نه سگهندو. بنگال ۽ بهار ۾ بي تحاشه خونريزي، ٻارن، عورتن، پيرن ۽ جوانن جا قافلا بي سرو سامان، لچون لتائي سرحد جي هڪ پار کان ٻئي پار آيا." (61)

هندستان کان آيل اهي لٽيل ڦٽيل تباه شده حالتن جو شڪار قافلا جڏهن سرزمينِ سنڌ تي پهتا، تڏهن هتان جي ماڻهن پنهنجي روايتي مهمان نوازي، سخاوت، همدردي ۽ امن جي روش کي قائم رکندي، ڪشاده دليءَ سان نه صرف هنن جو آڌرڀاءُ ڪيو پر وسعت آهر سنڌن اخلاقي ۽ مالي مدد پڻ ڪئي. تنهن هوندي به هندستان مان لڏي آيلن سنڌي تهذيب ۾ ضم ٿيڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي، بلڪ پاڻ کي جدا قوم سمجهندا رهيا. ع. ق شيخ جي ڪهاڻي 'حيدرآباد' انهن ماڻهن جي انهيءَ منفي روّيي جو زنده مثال پيش ڪندي نظر اچي ٿي. موهن ڪلپنا جي لفظن ۾ ته "ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌ ۾ پهرين ڪهاڻي رڪارڊ تي آهي، ان جو عنوان آهي 'حيدرآباد'، جا ع-ق- شيخ ڊسمبر 1947ع ۾ لکي. حيدرآباد؟ ڪهاڻي اڳيان شيخ سوال جي نشاني هنئين آهي، جو خود ۾ هڪ جواب آهي."(62)

ع-ق-شيخ هن ڪهاڻيءَ ۾ هندن جي هتان وڃڻ جي درد، ۽ هُتان هندستان کان آيل مسلمانن جي تعصبي روّين کي هن ڪهاڻيءَ ۾ اهڙي ته اثرائتي انداز سان بيان ڪيو آهي، جو پڙهندڙ ڪهاڻيءَ پڙهڻ دوران مشڪل سان ئي پنهنجا ڳوڙها روڪي سگهندو. مثال طور هو هڪ هنڌ لکي ٿو ته "سندس خيال لڏيندڙ هندوَ ڏانهن ٿو وڃي. ذهن ۾ نامعلوم خوف لامارا ڏيڻ لڳو جهڙو ڪجهه ٿيڻ وارو آهي. ڪو هندو پلنگ پيو کڻايو وڃي. پلنگ نه هو جهڙو ڪنهن جو تابوت هوا جنهن سان هزارين ارمان، ڪروڙين حسرتون پنهنجون ڇاتيون ڪُٽينديون واويلا ڪري رهيون هيون. هڪ

طرف پنهنجي هم وطن، هم زبان وارن جي وڇوڙي جو زخم ته ٻئي پاسي مهاجرن جو سنڌين لاءِ نفرت آميز رويو. مثال، جڏهن هڪ سنڌي، مهاجر دڪاندار کان ڪپڙي وٺڻ مهل ڪجهه رعايت ڪرڻ لاءِ چوي ٿو تڏهن اهو دڪاندار حقارت مان کيس هيءُ جواب ڏيئي ٿو ته، "چا جا! تمهاري باپ دادا ني بهي يي ڪپڙا نهين پهنا تما!" انهن جملن مان ان وقت ۾ سنڌين جي جيڪا حالت هئي، ان جو بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو.(63)

سندس ان ڪهاڻيءَ کان علاوه ٻي مشهور ڪهاڻي "مڪو مست" آهي، جيڪا هن طبقاتي معاشري ۾ هڪ غريب ۽ ايماندار مسڪين مستريءَ جي ڪهاڻي آهي، جيڪو سخت پورهيو ڪري پنهنجا ٻار ٻچا پالي ٿو پر جڏهن سندس فليٽ کي باهه لڳي ٿي تڏهن باهه وسائڻ وارا، پهريان فليٽ جي مالڪ جي گهر جي باهه وسائڻ ۾ مصروفِ عمل ٿي وڃن ٿا، ايستائينءَ جو هن جي فليٽ ۾ هن جا ٻار ٻچا سڙي رک ٿي وڃن ٿا. جڏهن ته ٻئي طرف هڪ معمولي جانور ٻلي، ان باهه مان پنهنجا ٻچا بچائڻ ۾ ڪامياب ٿئي ٿي، تڏهن هن جا هوش حواس ختم ٿي وڃن ٿا ته هو هن جانور کان به خسيس آهي، جو پنهنجا ٻار بچائي نه سگهيو!. ڪهاڻيءَ جي هيٺين سٽن مان ڪهاڻيءَ جو پورو تاثر نمايان ٿئي ٿو. "مقبول مستري ٻليءَ کي ڏسي وٺي چرين وانگي رڙيون ڪيون، ۽ ڊوڙندي چوڻ لڳو ته ٻلي ٻچا ڪڍي آئي! ٻلي ٻچا ڪڍي آئي! ۽ پوءِ چرين وانگي مورڇا ٿي ڪري پيو. انهي حادثي کي اڄ پندرهن سال پورا ٿيا، پر مقبول مستري، اهو مڪو مست اڃا به هر روز شام جو باهه لڳڻ وقت، ڦٿڪندو رڙيون ڪندو پيو ڊوڙندو آهي."

شيخ اياز سندس لکڻ جي اهڙي اثرائتي ڏانوَ جي هنن لفظن ۾ پڏرائي ڪري ٿو ته، "مون هن جي لکيل نثر جا ڪجهه ٽڪرا پڙها. جي جيڪڏهن سعادت حسين منٽو عصمت چغتائي ۽ راجندر سنگهه بيدي پڙهن ها، ته هنن کي پگهر اچي وڃي ها."(64)

رشيد ڀٽي:

رشيد ڀٽيءَ جو تعلق ترقي پسند اديبن جي جٿي سان هو. سندس لکيل ڪهاڻي "ٻُڻ" انهي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، جنهن ۾ هن سنڌ جي وڏيرن هٿان پيڙهيل طبقي جي نمائندگي ڪئي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾

هڪ وڏيرو ڳُتيءَ جو نسل بچائڻ لاءِ پنهنجي وفادار هاريءَ کي مارائي وجهي ٿو. هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ هيءَ ڳالهه واضح ڪري ٿو ته انهن وڏيرن وٽ پنهنجي هارين جو قدر ڪتن کان به گهٽ هوندو آهي. رشيد ڀٽي اهو ليکڪ هو جنهن ادب جي سماجي ۽ قومي ڪردار کي عملي صورت ڏني. موهن ڪلپنا سندس هن ڪهاڻيءَ بابت لکي ٿو ته "رشيد ڀٽيءَ جي هيءَ ڪهاڻي عالمگير ادب ۾ اضافو آهي. رشيد ڀٽيءَ جي هن ڪهاڻيءَ ۾ زبردست فني خوبي اها آهي، ته هو سُوئر جي درد ۾ ڳُتي جي زخم جو بيان ڪري ٿو پر هڪ انسان مري ٿو وڃي، ان جي موت جو بيان نٿو ڪري، ڇڻ ان جي اهميت ڳُتي جي موت کان به گهٽ آهي، بلڪ هڪ ڪتي جي زخم کان به گهٽ آهي. اهو هن جي اشاريت جو ڪمال آهي."(65)

رشيد ڀٽي سنڌي ادبي سنگت جي ميدان تي رهي، ترقي پسند ادب کي وڌي هٿي ڏياري، سندس ڪيترين ئي ڪهاڻيون طنز و مزاح جي پس منظر ۾ لکيل ملن ٿيون. مثلاً: 'ڏؤ بنا ڍولا' _ سندس ڪهاڻين جو مجموعو 'گهڙي گهڙي گهاءَ' جي نالي سان مشهور آهي."

### محمد عثمان ڏيپلائي:

محمد عثمان ڏيپلائي 1908ع ۾ ٿرپاڪر ضلعي جي هڪ ڳوٺ ڏيپلي ۾ پيدا ٿيو. پاڻ سڄي ڄمار علمي ۽ ادبي سرگرمين ۾ وقف ڪيائين.

ڏيپلائيءَ جي شخصيت ۾ اسان کي هڪ نيڪ، ۽ پرخلوص انسان سان گڏ هڪ سٺو صحافي، بهترين ناول نويس، دلچسپ ڊراما نويس، ۽ مشهور ۽ معروف ڪهاڻيءَ نويس ۽ هڪ انقلابي شخص ملي ٿو. اهو ورهاڱي کان اڳ وارو دؤر هو جنهن ۾ سياسي تحريڪن سان گڏ سماجي تحريڪون پڻ منظرِ عام تي آيون. محمد عثمان ڏيپلائي پهرين دؤر ۾ مذهبي نظريئي کان متاثر ٿيندي، مذهبي اثر ۾ ورتل ڪهاڻيون، ناول ۽ ادب سرجيو ۽ ان اثر هيٺ هن ڪيترا ئي اسلامي ناول لکيا. جن ۾ عرب مسلمانن کي هيرو ڪري پيش ڪيو ويو ۽ اسلام لاءِ ڏنل انهن جي خدمتن کي ساراهيو ويو. ان سلسلي ۾ سندس مشهور ناول **"انقلاب ايران"، "مينا بازار"، "نورِ توحيد"، "ڏاهري رنگ محل"** وغيره شامل آهن. پر جيئن جيئن سندس سوچ ۾ پختگي ايندي ويئي، تيئن تئين سندس خيالات متجندا ويا، ۽ اصل

حقيقتون واضح ٿيڻ لڳيون. هن ڪڏهن بہ قدامت پسند يا رجعت پرست ليکڪن جيئان، پنهنجي سوچ کي هڪ هنڌ قيد نہ ڪيو بلڪہ وهندڙ درياءَ جيئان سندس سوچ ۽ فڪر هميشہ وقت ۽ حالتن جي اثر هيٺ تبديل ٿيندو ڏسڻ ۾ آيو. بقول جي ايم سيّد جي تہ "مرشدن جي خلاف جڏهن لکيو اٿس تہ 'مرشد جي ڏاڙهي'، 'مرشد جون ٽنگون'، 'مرشد جي نٽ' اهڙيءَ طرح پيرن جي بدعتن خلاف ڪات ڪهاڙا ڪٽندي وچي فرقہ پرستيءَ ۾ ڦاٿو. مولانا مودوديءَ جي جماعت ۾ رهي، ان تحريڪ کي زور وٺائڻ لاءِ هر ڪا ڪوشش ڪيائين. 1949ع کان هيءَ ترقي پسند ماڻهن جي اثر هيٺ آيو جنهن هيٺ هيءَ مذهبي مهندارن کي سرمائيدارن، زميندارن، سيٺين ۽ حاڪمن جا ڇاڙتا سمجهڻ لڳو. رسالو 'انسان' جاري ڪيائين. ون يونٽ قائم ٿيڻ کانپوءِ هيءَ حب الوطنيءَ جي رنگ ۾ رنگجي ويو. هيءَ عجيب معجون مرڪب آهي شخص هو. هڪ طرف اسلاميہ دارالاشاعت ذريعي مذهبي ڪتاب ڇپايا اٿس، تہ ٻئي طرف اداره انسانيت معرفت ترقي پسند ادب ۽ حب الوطنيءَ تي ڪتاب لکي رهيو آهي."(66)

ڏيپلائيءَ جي پهرين ڪهاڻي، جا ڇاپي هيٺ آئي، ان جو نالو هو "چنبڙ سهڻو يا انسان". جيڪا ان وقت جي رسالي 'علمي دنيا' ۾ شايع ٿي، پر سندس وجہ شهرت اِهي ڪهاڻيون بنيون، جيڪي هن ان وقت جي سنڌي سماج جي پراڻن روڳن، مثلاً پيري مرشدي، تعويذ، ٽوڻا ڦيڻا ۽ وهم پرستيءَ جهڙين مذهبي براين جي خلاف جهاد ڪرڻ لاءِ لکيون. هن عمليءَ طرح سان پڻ ان ڏِس ۾ وڏي جاکوڙ ڪئي. محمد ابراهيم جويو ان باري ۾ لکي ٿو تہ "نيڪي ۽ بديءَ جي دائمي جنگ ۾ ڏيپلائي صاحب رڳو قلم کان ئي ڪم نہ ورتو، پر سندس زبان هن جهاد ۾ سندس قلم کان وڌيڪ مضبوط ۽ مستعد رهي."(67)

هن ان سلسلي ۾ 1938ع ۾ "مرشد ٽوڙ سلسلا" جي نالي سان ان جي شروعات ڪئي. اهو ڪهڙو سبب هو جو سندس ڪهاڻين جو وڏو تعداد پيرن ۽ مرشدن جي مڪارين ۽ فريبين کي ظاهر ڪري ٿو. ان لاءِ سندس نياڻي ڊاڪٽر ثريا سوز ڏيپلائي لکي ٿي تہ "جيئن ئي پاڻ شعور ۾ آيو، پنهنجي آس پاس مرشديءَ جو ڄار پکڙيل ڏٺائين. اهو ڄار ٽوڙي ان مان آزاد ٿيڻ جو ڪو تصوّر ئي ڪونہ هو، پر باوجود بيوس هجڻ جي، محمد عثمان بين وانگي ان ڄار کي رحمت ۽ نوازش مڃڻ لاءِ اصل تيار ڪونہ هو."(68)

يعني اهي سڀ خيال سندس دل ۽ دماغ اندر طوفان مچائي رهيا هئا، ۽ جڏهن پاڻ انهن خيالن کي ڪهاڻيءَ جي روپ ۾ پڙهندڙن آڏو آندائين، تڏهن علمي ۽ ادبي ڪيتر ۾ طوفان برپا ٿي ويو. ڏيپلائي پيري مريديءَ خلاف ڪيتريون ئي ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ پاڻ ابوجهه ماڻهن ۽ سندن انڌي عقيدي سان گڏ مرشدن جي عيارين، مڪارين ۽ فريبين کي پڻ ظاهر ڪيو. پير علي محمد راشدي سندس خدمتن جو اعتراف ڪندي لکي ٿو ته "جيترو سنڌي لٽريچر هن هڪ مڙس لکي ڇپرايو آهي، ڀيا سيئي لکندڙ گڏجي به شايع ڪري ڪونه سگهيا آهن. منهنجو قياس آهي ته سندس تصنيفن جو تعداد هيل ٽائين ڏيڍ سؤ کن ٽائين پهچي چڪو هوندو ۽ اڃا ماشاءَالله سندس قلم جو گهوڙو ڪُڏ پيو ڏئي. هڪ لحاظ کان سندس لٽريچر تمام اهم آهي. ان تي مجموعي طرح نظر ڊوڙائڻ سان، مستقبل جي مؤرخ کي معلوم ٿي سگهندو ته اسان واري زماني ۾ عام ماڻهن کي ڪهڙو علمي ادبي مواد درڪار هوندو هو ۽ ماڻهن جي مذاق جي ليول ڇا هئي!؟ ڏيپلائي صاحب به طريقِ احسن سندس اهي ضرورتون پوريون ڪندو رهيو ٿي."(69)

ڏيپلائي، پنهنجي پوري زندگي پنهنجي قوم جي خدمت ۾ وقف ڪئي. پاڻ سٺي صحافي، مضمون نگار، تاريخ نويس ۽ ڪهاڻيءَ نويس سان گڏ هڪ نيڪ صالح انسان پڻ هو. سندس زندگيءَ جو مقصد هو ان سيني برائين جي پاڙ پٽڻ، جيڪي سنڌي سماج کي اندر ئي اندر ڪائي ڪوکلو بنائي رهيون هيون. جن ۾ وڏيراشاهي، پيري مرشدي، طبقاتي سوچ ۽ سرمائيداري نظام جي خلاف بغاوت سرفهرست هئا. ڏيپلائي انهن سينيءَ جي خلاف مهم جوتي، هڪ اهڙي سلسلي جي شروعات ڪئي، جنهن اڳتي هلي باقاعده تحريڪ جي صورت اختيار ڪئي. بقول محمد ابراهيم جويو جي ته "میں نے ڈیپلائی صاحب کے ادب اور ذاتی کردار کا مطالعہ کیاہے اور ایسا دیکھنے میں آیا ہے کہ زندگی کے محاذ پران کے سامنے بدی کے چار زندہ نشان یا کردار ہیں۔ ہمیں ان کے ناموں کا علم ہونا چاہیے وہ ہیں پیر، ملا، زمیندار، ساہوکار اور کامورا یعنی نوکر شاہی کا کارندا۔ یہ چاروں کردار ان کے نزدیک ولین کے کردار ہیں جن کی حرکتوں کو سمجھے بغیر ہم ڈیپلائی صاحب کے سورمائی کرداروں کو سمجھ نہیں سکتے ان کی ترتیب سے اختلاف کی گنجائش تو ہو سکتی ہے تاہم سندھی سماج کے سارے بگاڑ اور ناکامی کا سبب یہی چاروں کردار ہیں۔"(70)

محمد عثمان ڏيپلائي مرزا قليچ بيگ کان پوءِ ٻيو اديب هو جنهن سڀ کان وڌيڪ ادب جي هر صنف تي قلم آرائي ڪئي. عبدالجبار جوڻيجي جي لفظن ۾ ته، "محمد عثمان ڏيپلائي سنڌ جو گهڻو لکندڙ اديب ليکيو وڃي ٿو سوين ناول ۽ افسانه توڙي نقل نظير لکيائين، تنهن سان گڏ ناٽڪ نويسيءَ ۾ به پنهنجو انوکو اسلوب رکي ٿو."(71)

بحيثيت ڪهاڻيءَ نويس جي سندس ڪهاڻين جو جائزو وٺبو ته انهن جو ڪثير تعداد پيري، مريدي، تعويذن ڦيٽڻ، درگاهن اوتارن ۽ اتي اٻوجهه ماڻهن سان ٿيندڙ ڪلورن کي نمايان ڪندي نظر ايندي. سنڌ ۾ مرشدن، پيرن، فقيرن، ملن، توڻن ڦيٽڻ ۾ ويساهه رکندڙ ماڻهن جو اڄ به وڏو تعداد موجود آهي.

اهي اٻوجهه ماڻهو انڌي عقيدي ۽ ضعيف الاعتقاديءَ پٺيان پنهنجا گهر، ننگ، مال ملڪيتون وڪڻي، انهن ماڻهن جا جهول ڀرين ٿا. ۽ پاڻ مجبوري ۽ محتاجيءَ جي زندگي گذارين ٿا.

اهي غريب ماڻهو اڳين جهان جي دلاسي ۾، پنهنجو هيءُ جهان به وڃائي ويهن ٿا، ۽ پاڻ مفلسيءَ جي زندگي گذاري، پنهنجي ميڙي چونڊي نذرانن ۾ وڃائي، انهن فريبي پيرن، مرشدن ۽ گادي نشينن کي هن دنيا ۾ ئي جنت جو نظارو پسائين ٿا. جمال ابڙو انهن جي عيارين ۽ مڪارين تي روشني وجهندي لکي ٿو ته، "اسان وٽ نام نهاد پير فقير گڏهڙيءَ تي چڙهي اچن، ۽ ڏسندي ئي ڏسندي مرشد بنجي ڪوٺن ۽ ماڙين، زمينن ۽ جاگيرن جا مالڪ بنجي وڃن. سندن مريد وڃن پوڻا پوندا ۽ سندن حال اهي ئي روه رلا مٽي ڪلا!"( 72)

اها هڪ ڏيڍ هئي جنهن ۾ سنڌي ماڻهو روز بروز ڌپجندا پئي ويا، ۽ انهن کي انهي دلدل مان ڪيڻ ضروري هو. ان سلسلي ۾ ڪجهه سجاڻ ذهنن ان وبائي بيماري، جيڪا آهسته آهسته ڪين ڳڙڪائي رهي هئي، ان جي خلاف آواز بلند ڪيو ۽ پنهنجي قلم ذريعي عام ماڻهن ۾ اهو شعور جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ کين ٻڌايو ته هي ٺڳ پير مرشد توهان کي ڪو به فائدو ڪونه ڏيندا، اهي ته پاڻ محتاج آهن ۽ اوهان جا غلام آهن. خدا جو خوف، جهنم جو ڏڪو ۽ قبر جي عذاب انهن ڳالهين کان اوهان کي ڊيڄارين ٿا، اوهان کين ٻڌايو ته ڇا عذاب صرف اسان لاءِ آهي، باقي دنيا جهان جون

خوشيون رڳو توهان لاءِ پيدا ٿيون آهن؟ سندس اهڙين ڪهاڻين ۾ **"ڪاوڙيل مريدياڻي"، "نانگي شاه جو ڪنڊو"، "نياڳي مريدياڻي"، "مرشد جي ڏيءَ"، "مرشد جو شهر"، "مرشد جو حج"، "مرشد جو اٺ"، "مرشد جي ديڳ"، "مرشد جي سزا"، "مرشد جي ڏاڙهي"، "مرشد جا قدم"، "مرشد جي ڪڪي"، "ڪيتپار جو ٻڪر"، "پنج ڳڏيون"، "ڳانڊو شاه"، "قبر جي ڪهاڻي"، "پلي ولايت"** ۽ ٻيون لاتعداد ڪهاڻيون شامل آهن. انهن سيني ڪهاڻين ۾ ڏيپلائي مذهبي ڪٽر پڻي، پير پرستي، قبر پرستي، انڌن عقيدن، وهم پرستي، ٽوڻن ڦيڻن ۽ مرشدن جي منافقين کي ننديو آهي. بقول الهداد ٻوهيو جي ته، "ڏيپلائي صاحب ادب جي رستي رائج عقيدن کي للڪاريو. هن پيري مريدي، قبر پرستي، ۽ ٻين سماجي برائين جي خلاف جهاد شروع ڪيو." (73)

هن ڪوڙن مرشدن جي منهن تان دينداريءَ جو پوش لاهي، سندن عيارين ۽ مڪارين کي واضح ڪيو مثال: ڪهاڻي **"مرشد جي راز"** ۾ هو لکي ٿو ته، "اتفاق سان اڄ نذرانو به بي حد گهٽو ٿيو هو ان ڪري مرشد ٽال مٽول ڪري رهيو هو. مگر اسلم سمجهي ورتو ته روزانو نذرانن مان به اڳ هنن کي حصو نه ملندڙ هو. رهزنن مان هڪڙي ڳنڀير آواز ۾ چيو ڏس ساٿي! تون اڪيلو هتي آئين ته اسان تنهنجا رفيق بنياسون، ۽ توکي ماڻهن وٽ مقبولُ ڪيوسين. تنهنجي اشارن تي جان جوکم ۾ وجهي، وڏا وڏا ڌاڙا هڻي اچون ٿا، بلڪل ايمانداريءَ سان سڄو مال تو وٽ پيش ڪريون ٿا. پوءِ تون اڄ اسان سان ڪپٽ ڇو ٿو ڪرين؟" (74)

<u>"ڳانڊو شاه":</u> هن ڪهاڻيءَ ۾ به پاڻ نقلي پيرن جي منافقين کي نشانو بنائي ٿو جيڪي پنهنجي مڪارين سان نه صرف غريب ماڻهن، پر واپارين ۽ سيٺين جا به لاهه ڪڍي ڇڏين ٿا. مثال هيءَ جملو "بزرگ فرمايو ته چڱو وڃ، پٽ جهڙو سون جو پتلو وڃي گهڙاءِ، ۽ جمعي رات 12 بجي اسان وٽ اچي پهچاءِ، ته مٿس چاليهو ڪيڏي وظيفو پڙهبو پر ياد رک، دل سوڙهي ڪندين ته فيض به گهٽ ملندو. جهڙي نيت تهڙي مرادا" ۽ اهڙيءَ طرح سان اهو پير سڄي ڳوٺ کي ڦري پچيو."(75)

سنڌي ماڻهن کي نام نهاد جُڙتو عقيدن ۽ پيري مريديءَ جي حصار مانُ ڪڍڻ لاءِ، هن پنهنجي قلم کي ڏاڍو بيباڪ رکيو. بقول قمر شهباز جي ته "پيرن، ميرن، سيدن ۽ سادات جون چالاڪيون، چالبازيون ۽ چلولايون

پساياڻين ۽ مظلوم، ابوجهہ ۽ جاهل مريدن جو پير جهلو ٿي، اڪيلي سر ميدان جهلي بيهي رهيو."(76)

"<u>مرشد جي ڏاڙهي</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ پاڻ طنزيہ انداز سان مرشد جي ڏاڙهيءَ پٽ جو بيان ڪري ٿو اصل اهڙن ماڻهن سان ٽيڻ بہ ائين گهرجي. هن ڪهاڻيءَ ۾ مرشد جي ڏاڙهيءَ جي ڪرامت جو ٻڌي، سڄو ڳوٺ مرشد ڪان ڏاڙهي جا وار گهري ٿو. پهرين مرشد پنهنجي عياريءَ سان پنهنجي مٽي جا ڪوڙيل وار کين ڏاڙهيءَ جا وارڪري ڏيئي ٿو ۽ نذرانو وٺي ٿو پوءِ هڪ ڏينهن ڳوٺ جي عورتن مرشد جي دعوت ڪئي. بقول ليکڪ جي تہ، "مرشد بہ ماني کائي تمام گهڻو خوش ٿيو ننڍين نوجوان ڇوڪرين گانا ڳائي کيس خوش ڪيو. هاڻي موج ۾ هو تہ اوچتو پنجاهہ سٺ عورتون مٿس حملو ڪري چڙهي ويون. ڏاڙهيءَ کي چمڻ ۽ وار پٽڻ لڳيون. زالن کي انهيءَ ۾ جو سولائي لڳي، سو خيال ڪياڻون تہ اسان وٽ ٻج جون موسمون تہ سدائين پيون ايندييون، پر مرشد سڳورو اهڙو وجهہ روز روز ڪونہ ڏيندو. ڇونہ اڄ هرڪا گهڻا وار هٿ ڪري ڇڏي، تہ اڳتي لاءِ بہ ڪم اچن. اُن ڪري هرڪا هڪ ٻئي کان وڌڻ لڳي تہ ڪير ٿي گهڻا وار پٽي. مرشد سڳورو رڙيون ڪري ساڻو ٿي پيو زالن سموري ڏاڙهي پٽي تري ڪري ڇڏيس."(77)

نتيجو اهو ٿيو جو مرشد اهو هنڌ ڇڏي ڀڄي ويو. نثار بزمي انهن ڪهاڻين بابت لکي ٿو تہ، "بي عمل پيرن ۽ ٻهروپي مرشدن خلاف ڏيپلائي هڪ طوفان کڙو ڪري ڇڏيو. **"مرشد جي ڏاڙهي"** ۽ اهڙا ٻيا ڪتاب تير بهدف ثابت ٿيا."(78)

"<u>نياڳي مريدياڻي</u>": هن ڪهاڻيءَ ۾ پاڻ، پيرن جو مريدن جي ننگن ۾ هٿ وجهڻ وارين ڪارروايين جو احوال ٻڌائي ٿو. پاڻ لکي ٿو تہ، "رات جو ٽين وڳي حويلي مبارڪ ۾ شور مچي ويو. مسجد وارا بہ هن شور تي گهبرائجي ويا تہ هي ڇا آهي! ايتري ۾ ٻن زالن وارو وڏيرو دانهون ڪندو آيو گهوڙا! منهنجو منهن ڪارو گهوڙا! منهنجي گمراهي. اي وڏيرا صاحب ڇا ٿيو! ير مولوي پڇ ٿي نہ ننڍي جوءِ دانهون ڪندي حويليءَ جي در تي بيٺي آهي. مرشد سڳورو اصل زور ٻڌي بيهي رهيو آهي، تہ هل حُجري ۾، تہ پٽ بخشانءِ!"(79)

مطلب تہ ڏيپلائي انهن مرشدن جي شيطاني ارادن کي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، عام ماڻهن کي شعوري سجاڳي ڏيڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. شمشيرالحيدري سندس انهن خدمتن جي پذيرائي ڪندي لکي ٿو تہ، "سڀ کان وڏي خصوصيت جنهن ڏيپلائي صاحب کي مڙني شخصيتن تي اختيار ۾ فوقيت ڏني، سا آهي ڏيپلائيءَ جي پيري مريديءَ خلاف بغاوت ۾ مسلسل جهاد. هن مجاهد جي سچي ڄمار انهيءَ جدوجهد ۾ گذري آهي. سچ پچ تہ هن ڪارنامي کي جيڪڏهن اسين 'آبِ حيات' جي جُوءِ باري سان ڀيٽيون، ۽ ياد ڪريون، تہ اهو بلڪل بجا ٿيندو." (80)

نجم عباسي بہ انهي راهہ جو راهي هو ۽ جيڪو سلسلو ڏيپلائي صاحب جوڙيو هو، ان سلسلي جي ئي هڪ ڪڙي هو. سندس مذهبي ڇڪتاڻ تي لکيل ڪهاڻيون پڙهبيون، تہ انهن ۾ بہ اسان کي اها ساڳي پرچار ۽ مقصد ملندا، جيڪي ڏيپلائي صاحب جا هئا.

مثال طور سندس مشهور ڪهاڻي، **"ڇوڏو"** ۽ ڏيپلائيءَ جي ڪهاڻي **"نانگيٰ شاهہ جو ڪنڊو"** پڙهبيون، تہ ٻنهيءَ ۾ ساڳيو فڪر، ساڳي سوچ نظر ايندي. مثال طور نانگي شاهہ کان ماڻهو مرادون گهرندا هئا، مقبري کي ويجهو هڪ ڪنڊو آهي، ان جا ڇوڏا ڪپي بيمارين لهڻ لاءِ ٻڌندا هئا. جيڪڏهن مرادون پوريون ٿيون يا بيماريون لٿيون، تہ نانگي شاهہ جو فضل! جي ناڪامي ٿي تہ ڏوهہ قسمت جو! نجم عباسيءَ جي ڪهاڻي "ڇوڏو" جو بہ مرڪزي خيال ساڳيو آهي. مثال طور اسان جي ڳوٺ جا رهاڪو پير سپاجهي جي ڪنڊي جو ڇوڏو اڪثر ڪري استعمال ڪندا هئا، هر بيماريءَ جو ان کي هڪ تڪ علاج سمجهيو ويندو هو. جڏهن ڪا دوا اثر نہ ڪندي هئي، تڏهن ماڻهو ان ڪنڊي جو ڇوڏو ڳاڙهي اڳڙيءَ ۾ ويڙهي، تعويذ وانگر ٻانهن ۾ ٻڌندا هئا، ڪي تہ دوا اصل ڪندا ئي ڪون هئا، بيمار ٿيڻ شرط اهو ڇوڏو ٻڌندا هئا.

<u>"وهابيءَ جي سزا"</u>: هن ڪهاڻيءَ ۾ پاڻ ڏيکاري ٿو تہ ڪيئن اهي پير، غريبن کان نذرانن جي نالي ۾ مال ۽ ملڪيت ڦرن ٿا. هن ڪهاڻي ۾ ليکڪ ٻڌائي ٿو تہ ڪهڙيءَ طرح اهي مرشد پنهنجي عيارين سان، مسڪين ۽ اٻوجهہ هارين جي مال ملڪيتن تي ڌاڙو هڻن ٿا.

"مرشد جي ڪڪڙ": هن ڪهاڻيءَ ۾ ته پاڻ انهن نام نهاد پيرن جا اصل چوڏا لاهي ڇڏيا هئا. لکي ٿو ته، "آدم تائين کان ابن آدم جي انسانن ۾ پيرن فقيرن جهڙو رهزن طبقو ٻيو ڪو به پيدا نه ٿيو آهي. جهڙيءَ طرح مڪر ۽ فريب سان اڻ ڄاڻ ماڻهن کي ڦريو ويو آهي، ان ڪري ٻوجهن ڪي ڦيلائي، سندن پگهر جو پورهيو نين ٿا. ان جو مثال دنيا ۾ ٻئي ڪنهن به طبقي مان ملي نه سگهندو ۽ انهي مفت جي ڪمائيءَ جي انهن کي اهڙي عادت پئجي ويئي آهي، جو ان جا نت نوان طريقا پيا ايجاد ڪندا." (81)

سندس ان ڪهاڻيءَ جي پيٺ ۾ نجم عباسيءَ جي ڪهاڻي، "پير سان ڪليل خيالي گفتگو" سان ڪبي، ته ساڳيا ئي ويچار ساڳيوئي فڪر نظر ايندو. مثال طور سنڌ ۾ عام طرح پير شرابي، عياش، ڪُتن ۽ رڇن جون ٻچون ڪرائيندڙ آهن. انهن جي پيٺ ۾ تون نماز روزي جو پابند آهين، ماڻهن کي ذڪر ڪرائين ٿو ۽ توکي ڏاڙهي به آهي، ان ڪري ٻوجهه ۽ جاهل ماڻهو تو ڏانهن وڏيڪ مائل ٿين ٿا. سنڌ جا ماڻهو پِير وٺڻ ضروري سمجهن ٿا. "بي پير" هتي گار آهي. ٻنهي قسمن جا پِير غريب ۽ جاهل عوام کي لٽين ٿا ۽ ڦرين ٿا.

مطلب ته ويچار ڪبو ته ٻنهي ليکڪن جا خيال مذهبي ڪٽر پٽي، پِير پرستي يا قبرپرستيءَ جي متعلق تقريباً ساڳيا نظر ايندا. ڏيپلائي نه صرف مذهبي ڪٽر پٽي جي خلاف لکيو پر هن وقت ۽ حالات مطابق پنهنجي ڪهاڻين جا موضوع به منتخب ڪيا. مثال طور جڏهن پاڪستان ٺهيو تڏهن هر پاڪستانيءَ جي دل ۾ ڪجهه نيون خواهشون، ڪجهه نوان جذبا موجود هئا. هر ڪو اهو چاهي پيو ته اسان جون اهي سڀ مرادون پوريون ٿين، جن لاءِ اسان کان هيڏي وڏي قرباني ورتي ويئي. ڏيپلائيءَ جي طويل ڪهاڻي، جيڪا عبرت ۾ 1949ع ۾ شايع ٿي، سا پڻ ان وقت جي حالتن جي نمايان تصوير پيش ڪندي نظر اچي ٿي. پاڻ لکي ٿو ته، "پاڪستان، جو اسلام جي نالي ٺهيو ۽ اسلام خاطر هن پنجاهه هزار نياڻين جون لڄون لٽايون آهن ۽ هزارين معصوم ڪُهايا آهن. لکين جوان قربان ڪيا آهن. ڪروڙين انسانن دربدر ٿيڻ قبوليو آهي. اربن جون ملڪيتون برباد ڪرڻ گوارا ڪيون آهن، تنهن ۾ راڄ نه سياڻ ڪوشش ڪرڻ سان، ۽ لڳاتار ڪوشش تي ضرور اسلامي قانون برپا ٿيندو پر اِئين ڪونه ٿيو. ايترين قربانيون وٺڻ

ڪانپوءِ به هتي اسلامي قانون نافذ ڪونه ٿيو. ڪامورا شاهي، پنهنجي مفادن خاطر هتان جي ماڻهن کان نه صرف پنهنجي سجاٽپ بلڪ زمين، جائداد ۽ ٻولي، سڀ ڪجهه ڦرڻ جي چڪر ۾ هئي، ۽ انهي چڪر ۾ سنڌ کي سڀ کان وڌيڪ پيڙهيو ويو ۽ جنهن به سنڌن انهن ڪارروائين ۾ دخل اندازي پئي ڪئي، ان کي هڪدم اسلام دشمن يا ملڪ دشمن قرار ڏيئي، انهن مٿان الزام لڳائي، کين خوار ڪيو ٿي ويو. اهڙين حالتن باشعور ماڻهن کي سجاڳ ڪري وڌو ۽ هنن پنهنجي قلم جي مدد سان ان جي ڀرپور نموني سان مزاحمت ڪئي. ڇاڪاڻ ته اهو سنڌن جان، مال، تهذيب تمدن ۽ ٻوليءَ جو سوال هو. هنن باشعور ماڻهن سنڌ جي ستل عوام کي جاڳائي، ان حسين خواب جي ڀيانڪ تصوير ڇٽي ڪري ڏيکاريءَ ۽ ٻين صوبن، خاص ڪري پنجاب جو تسلط ان وقت جيڪو سنڌ مٿان مڙهيو ويو ان جا مستقبل ۾ ڪهڙا اثرات پيدا ٿيندا، ان ايندڙ وقت بابت پڻ هن عام ماڻهن کي آگاهي ڏني. ان سلسلي ۾ ڏيپلائي لکي ٿو ته، "آءٌ پوري يقين سان محسوس ڪريان ٿو ته سنڌ جي باشندن سان هن وقت پنجاب ۾ بلڪل اهڙو ئي ظلم روان رکيو ويو آهي، جهڙو جپانين چينين سان ڪيو. فلسطين وارن سان يهودين ڪيو يا فرينچ، الجيريا وارن سان ڪري رهيا آهن. انگريز ڏکڻ آفريڪا وارن سان ڪري رهيا آهن ۽ ڪجهه عرصو اڳ آئرلينڊ وارن ڪئناڊا وارن سان ڪيو ٿي پر جپاني چينين کان ۽ ڏکڻ آفريڪا، آئرلينڊ ۽ ڪئناڊا وارا انگريزن کان، ۽ الجيريا جا مظلوم فرينچين سان جهاد ڪري، پنهنجي جند ڇڏائي رهيا آهن. ليڪن سنڌ جي حالتن کي ڏسجي ٿو ته سيءُ ٿو وڃي. خدا نه خواسته جيڪڏهن اها ئي غفلت اڃا ڪجهه وقت رهي، ته اسان جو حال به فلسطين جهڙو ئي بنجي ويندو. ان ڪري هر ڪنهن دور انديش اديب ۽ اڳواڻ کي گهرجي، ته هو قوم کي خوب سجاڳ ڪري، ۽ ان کي پنهنجي وطن جي راهه ۾ اهڙو سرشار ڪري، جو ڪو به ان کي ڀنيلائي نه سگهي. سندس خيالن جي انهيءَ تبديليءَ کي هن هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو آهي ته، "شروع ۾ مذهبن جي چڪر ۾ اچڻ سبب، منهنجو به اهو ئي تصور هو ته:

**مسلم هين هم وطن هي سارا جهان همارا،**
**ان خدائون مين بڙا سب سي وطن همارا.**

ان ڪري مون کي وطن سان ڪا بہ محبت ڪانہ هئي. پاڪستان بنجڻ بعد جڏهن سڀ کان اول ڪراچي پاڪستان کان ڪسي ويئي، ۽ پوءِ سنڌ جي زمين، جائداد، نوڪرين، واپار، تعليم، ادب ۽ پوءِ سنڌ جي زبان تي غير سنڌي پاڻرن جون "برادرانِ يوسف" واريون بدنيت نظرون اٿيون، جي اڳتي هلي عظيم پنجاب، عرف "ون يونٽ" جي روپ ۾ نروار ٿيون، تڏهن منهنجي ذهن کي سخت صدمو رسيو." (82)

هي اهي حالات هئا، جي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ سنڌ اندر پيدا ٿيا. انهن ۾ "شريف ڪميشن" جو ذڪر ڪرڻ بيجا نہ ٿيندو جنهن ۾ سنڌي زبان کي پرائمري تئين درجي تائين محدود ڪرڻ جي سازش رچي ويئي. ان سلسلي ۾ ڏيپلائي صاحب جون ورتل خدمتون وسارڻ جوڳيون ڪين آهن. هن پنهنجي اخبار "انسان" ۾ جيڪي ايڊيٽوريل ۽ مضمون لکيا، تن ۾ "سنڌي زنده رهندي"، "21 مارچ 1960ع"، "ذوالفقار ڏانهن کليل خط"، 8 اپريل 1960ع، "اردو يا سنڌي - اردو ۽ سنڌي"، 9 مئي 1960ع، "پرڏيهي وزير منظور قادر ڏانهن کليل خط"، 9 مئي 1960ع "سنڌ جون رڙيون" ۽ 8 آگسٽ 1960ع قابلِ ذڪر آهن. انهن حالتن ئي ڏيپلائيءَ جو قلم وڌيڪ اثرائتو بنائي ڇڏيو.

ڏيپلائي جنهن بہ موضوع تي قلم آرائي ڪئي، اتي سندس تخليق هميشہ معياري ۽ سهڻي عبارت اندر پنهنجو موقف بيان ڪندي نظر آئي. هو سچ جو اظهار پردي پنيان ويهي، علامتن ۽ اشارن جي صورت ۾ نہ ٿو ڪري، پر پير تي ڏونڪي جيئان کلم کلا بغاوتي انداز ۾، بنا ڪنهن خوف جي ڪري ٿو. جمال ابڙو سندس جرئت ۽ بيباڪيءَ جي تعريف هنن لفظن سان بيان ڪري ٿو تہ، "مرحوم عثمان ڏيپلائي اها واڳ سنڀالي واهہ جا وار ڪيائين! اهو صحيح آهي ۽ ائين ڪرڻ ضروري آهي. ماٺ ڪيان تان مشرڪ ٿيان. قرآن حڪيم ۾ آهي تہ چڱائيءَ جي تلقين ۽ برائيءَ کان منع ڪريو."(83)

اڄ اسان وٽ هو موجود نہ آهي پر سندس لکيل ڪتاب موجود آهن، جيڪي سندن سوچ ۽ سندن اندازِ بيان ۽ فڪر جا شاهد آهن. هن پنهنجي سموري زندگي هڪ مخلص اديب جيئان، پنهنجي قوم جي فلاح بهبود لاءِ وقف ڪئي. جنهن سبب ڪيترين ئي مالي مشڪلاتن پڻ سندس گهيرو

ڪيو پر هن بيباڪ بهادر انسان پنهنجي خودداري ڪنهن به قيمت تي فروخت نه ڪئي، جنهن سبب ادب جي تاريخ ۾ هميشه لاءِ امر ٿي ويو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي تعزيتي پيغام ۾ محمد عثمان ڏيپلائيءَ لاءِ لکي ٿو ته ”ڈیپلائی صاحب صحافی، ایڈیٹر، ادیب، پبلشر، مصنف، افسانا نگار اور ڈراما نویس تھے سندھی معاشرے کے غلط رخوں کی اصلاح کے لیے انہوں نے جو تنقیدی کتابیں لکھیں ان سے عام تعلیم یافتہ طبقے میں اصلاح کا احساس پیدا ہوا۔ وہ مشکلات کا سامنا کرنے والے مہم جو انسان تھے، وہ سندھ کے ان قلندر صفات رکھنے والی شخصیات میں شمار کیے جاتے ہیں جو نتائج سے بے نیاز ہو کر دکھ درد اور فکر و فاقہ کی آزمائشوں سے گذرتے ہوئے توکل پسندی سے سندھ کے عوام کی خدمت کرنے میں مگن رہے، ناامیدی کا نام کبھی ان کی زبان پر نہیں آیا وہ کسی بھی ناکامی سے کبھی بھی مایوس نہیں ہوئے۔" (84)

**امر جليل:**

سندس اصل نالو قاضي عبدالجليل آهي. 1936ع ۾ روهڙي ۾ ڄائو. کيس ننڍي هوندي کان ڪرڪيٽ کيڏڻ جو جنون هوندو هو. ان سان گڏ کيس ڪهاڻيون لکڻ جو پڻ شوق هوندو هو پر پوءِ پهرين جنون تي پويون شوق غالب پئجي ويو. ان جو اظهار امر جليل پاڻ هنن لفظن ۾ ڪري ٿو ته "ان دؤر ۾ مان ڪرڪيٽ جو رانديگر هوندو هوس، ۽ مونکي ٽيسٽ ڪرڪيٽ کيڏڻ جو جنون هوندو هو. نوابشاهه ۾ قمر شهباز سان دوستي، ۽ ساڻس گڏجي سنڌي ادبي سنگت جي ڪچهرين ۾ وڃڻ، راتين جو لڪي لڪي سياسي تنظيمن جي ميٽنگين ۾ شامل ٿيڻ، منهنجي وجود کي ڏونڌاڙي ڇڏيو. بيچيني روح ۾ شامل ٿي ويئي. ادبي گڏجاڻين ۽ سياسي تنظيمن جي مخفي ميٽنگين ۾ وڃڻ کان پوءِ مون اڻين محسوس ڪيو ڄڻ مان جتان جو هوس اتي پهچي ويو هوس- مون پنهنجو اڻ ٿانيڪو ذهن ۽ بي چين روح، مقدسُ مقصد جي حوالي ڪري ڇڏيا. پرمونکي ڪرڪيٽ سان عشق هو. اڳتي هلي مون محسوس ڪيو ته منهنجو ڪرڪيٽ لاءِ عشق منهنجي مقصد جي راهه ۾ رڪاوٽ ثابت ٿي رهيو آهي. 1961ع کان پوءِ مون پنهنجي مقصد تان پنهنجو عشق قربان ڪري ڇڏيو ۽ سنجيدگيءَ سان لکڻ ۽ پڙهڻ شروع ڪري ڇڏيو." (85)

امر جليل پنهنجي لکڻ جي شروعات ورهاڱي کان پوءِ ڪئي. ورهاڱي بعد جهڙيءَ طرح سياسي ۽ سماجي حالتن ڦيرو ڪاڌو اهو ڪنهن به باشعور ماڻهوءَ کان نه وسريو هوندو. خاص طور ساڃاهه وند ماڻهن انهيءَ ثقافتي ۽ لسانيءَ والار کي بر وقت روڪڻ لاءِ جيڪو قلمي پورهيو ڪيو اهو سنڌ جي تاريخ ۾ هميشه روشن رهندو. امر جليل به ان دؤر ۾ پنهنجي ڪهاڻين جي شروعات ڪئي، جنهن لاءِ هو لکي ٿو ته "ون يونٽ جي پهرين ڏينهن کان، منهنجي ويڙهاڪ سياسي زندگيءَ جي شروعات ٿي هئي، ۽ ان سان گڏ ادب جي بارگاهه ۾ سجدن جي."(86)

امر جليل اهو ليکڪ آهي، جنهن نه صرف قومي فڪر کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو پر ان سان گڏ هن معاشري ۾ شامل هر برائيءَ کي پنهنجي قلم وسيلي وائکو ڪيو. سندس ڪهاڻين جا موضوع سماج جي تلخ حقيقتن تي مشتمل آهن. پاڻ طنزيه جملن اندر دل جهوريندڙ جذبن کي ڪهاڻين جي روپ ۾ ماڻهن جي دلين ۾ درد جاڳائڻ جي ڪوشش ڪندو نظر اچي ٿو. ان ڪري ئي اڪثر سندس ڪهاڻيون پڙهندي پڙهندي ڪلڻ سان گڏ لڙڪ به اچي وڃن ٿا. امرجليل هر موضوع تي ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ طبقاتي ڪشمڪش، وڏيرا شاهي ۽ پوليس جي ٺهري ڪارروايون ۽ سرمائيداري ظلم، معاشرتي بُرائين، مذهبي ڪٽر پڻي ۽، سياسي مت ڀيد سميت سنڌي قوميت، ٻولي ۽ تهذيب تمدن وغيره اچي وڃن ٿا. بقول طارق اشرف جي ته "امر جليل اسان جي افسانوي ادب جو سُورمو آهي، هن جو قلم سنڌي ٻوليءَ جو سرمايو آهي."(87)

سندس پهرين ڪهاڻي "اندرا" هئي، جيڪا مذهبي مت ڀيد جي نفي ڪندي، محبت جي جذبي کي ساراهي ٿي. جنهن بابت امر جليل لکي ٿو ته "اندرا منهنجي پهرين ۽ آخري ڪهاڻي آهي. مون پنجونجاهه سالن ۾ جيڪي ڪجهه لکيو آهي، ڪهاڻيون، ناول، مضمون ۽ ڪالم، منهنجي ڪابه تحرير "اندرا" جي موضوع جي گرفت مان نڪري نه سگهي آهي. دنيا جو ڪوبه مذهب سچ ۽ محبت کان مٿاهون نه آهي. وڇوڙي ۾ عشق جي ابديت آهي، بقا آهي. وصل، عشق جي نفي آهي. ڌرتي اسان جي ماءُ آهي. اهي ئي موضوع آهن، جن تي مان اڄ تائين لکي رهيو آهيان."(88)

هن سنڌي قوميت ۽ ان سان ٿيندڙ نا انصافين کي پنهنجين ڪيترين ئي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. ڇو تہ ان دؤر ۾ سنڌ جي وجود کي ختم ڪرڻ جون سازشون ڪيون ويون، ۽ سندس ٻولي ۽ تهذيب کي مسمار ڪرڻ جا پڻ نت نوان طريقا پڻ ايجاد ڪيا ويا. بقول امداد حسينيءَ جي تہ "1960ع کان پوءِ وارو دؤر انتهائي خطرناڪ دؤر هو خاص ڪري سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ. امرجليل انهي دؤر ۾ نهايت جرئت سان سماجي برائين ۽ غلط ريتن رسمن خلاف لکي، پڙهندڙن کي نئون اتساهہ ڏنو. امر جي ڪهاڻين ۾ سنڌيت جو جذبو هر هنڌ ڪار فرما آهي." (89)

امر جليل جنهن بہ موضوع تي ڪهاڻي لکي آهي، ان ۾ ڀرپور انداز سان طنز ڪندي، هو هڪ تيز هڪ نشتر سماج جي انهن مڪروهہ روحن جي دلين اندر هڻي ٿو جيڪي اصل ۾ انهي سموري صورتحال جا ذميوار هئا. سندس اڪثر ڪهاڻيون طنزيہ انداز ۾ لکيل آهن، جن ۾ هو پرمعني مڪالمن ذريعي سماج جي فرسوده رسم رواجن ۽ طور طريقن کي موضوع فڪر بنائي، ان جي اوٽاين کي عام ماڻهن تائين رسائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. مثلاً امر جليل جي ڪهاڻي "متيءَ جا ماڻهو" جو هيءَ مڪالمو پڙهي ڏسو: "تون، مان ۽ ادا چونڊڪ تي ٻيهي سچ ڳالهائي نہ سگهنداسين. اسان لاءِ سچ ڳالهائڻ جو دؤر گذري ويو. چيني متيءَ جي ماڻهو ڏانهن اشارو ڪندي چيو تہ هن ماڻهوءَ جي منهن تي جڏهن نڪ لڳي ويندو تڏهن هيءَ ماڻهو چونڊڪ تي ٻيهي، سينيءَ جي ياران سچ ڳالهائي سگهندو." (90)

"پنجين موسم" ڪهاڻيءَ جو وري هيءَ ٽڪرو پڙهي ڏسو تہ ان اندر ڪيڏي نہ معني خيز ڳالهہ چيل آهي تہ "پنجين موسم ۾ شينهن گهڻي وقت تائين آزاد گهمي نہ سگهندا. پنجين موسم ۾ شينهن پڃرن ۾ بند ٿي ويندا، يا سرڪس وارن کي هٿ لڳي ويندا، ۽ پوءِ رِنگ ماستر جي اشارن تي ڪرتب ڏيکاريندا."(91)

امر جليل جي ڪهاڻين ۾ اسان کي گهڻي ڀاڱي سنڌي سماج، سنڌي ماڻهن ۽ سنڌي ماحول جي جهلڪ پسندي نظر اچي ٿي. هن پنهنجي ڪهاڻين ذريعي هر ننڍي توڙي وڏي مسئلي تي کلي دل سان لکيو. پوءِ اهي(مسئلا) سياسي هجن يا سماجي، مذهبي هجن يا طبقاتي ڪشمڪش سان تعلق رکندا هجن، هن پنهنجي مخصوص اندازِ بيان سان انهن جي

تصوير پيش ڪئي. سندس ڪهاڻين جي مقبوليت ان ڪري به گهڻي وڌي، جو پاڻ هميشه وقت ۽ حالات جو ترجمان رهيو. پوءِ اهي حالتون چاهي سياسي نوعيت جون هجن يا سماجي، هن هر ننڍي توڙي وڏي سياسي ۽ سماجي سطح تي رونما ٿيندڙ واقعي کي، پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. بقول طارق اشرف جي ته ”هو گهڻو ڪري ٻرندڙ مسئلن (Burning topic) تي لکندو هو. جيئن ڪنڊڪوٽ جو واقعو ٿيو ته هن ’سرد لاش جو سفر‘ لکي، ۽ اليڪشن جي ڏينهن ۾ ’مهدي منهنجو پٽ‘ـ اهڙيءَ طرح جيڪو به اهم واقعو يا سانحو ٿيندو هو. جليل انهيءَ تي يڪدم ڪهاڻي لکي وٺندو هو.“(92)

هن جنهن دؤر ۾ ڪهاڻيون لکيون، اهو سنڌ جي تاريخ ۾ اونداهو دؤر چئجي ته غلط نه ٿيندو. جنهن ۾ هڪ عام سنڌيءَ کان وٺي ڪاموري تائين، هر ڪنهن جي حق تلفي ٿي رهي هئي. اها حق تلفي صرف سياسي ميدان ۾ نه هئي، پر سماجي توڙي معاشي طور تي پڻ سنڌي قوم کي ڏڪي پوئتي ڪرڻ جي سازش رٿي ويئي. سنڌ جي سيني وسيلن، ان جي مال، ملڪيت، زبان، زمين ۽ تعليم سيني تي هڪ ئي هٿيار سان وار ڪيو ويو. جنهن جو نالو ’ون يونٽ‘ رکيو ويو. ان ڪري ان دؤر جو تجزيو ڪبو ته سنڌي ادب، خاص ڪري سنڌي ڪهاڻيءَ جو محور ’سنڌيت‘ جي فلسفي جي نمائندگي ڪندي نظر ايندو. بقول رئوف نظاماڻيءَ جي ته ’ون يونٽ‘ ٺهڻ کان وٺي 1969ع ۾ ’ون يونٽ‘ ٽٽڻ تائين واري دؤر کي، سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ قوم پرستيءَ جي حوالي سان ڄاڻائي سگهجي ٿو.“(93)

تاريخ شاهد آهي ته سنڌ تي هميشه ڌارين جي يلغار رهي آهي، جيڪي سنڌن ننگن، معاشي وسيلن ۽ ذريعن تي هميشه قبضا ڪندا رهيا آهن، جن کان سنڌين هميشه عقلمندي ۽ بهادريءَ سان وڙهي پنهنجي جان آجي ڪرائي، جن ۾ ڪيترائي جانباز سنڌي سپوت ڌرتيءَ جي تحفظ خاطر قربان ٿي، تاريخ ۾ هميشه لاءِ امر ٿي ويا. اتم جي لفظن ۾ ته ”سنڌ کي نادر شاهه، احمد شاهه ابدالي ۽ افغان بادشاهه تيمور شاهه جي ڪاهن جو جنسي قتلام سهڻو پيو.“ (94)

سو هيءَ دؤر هڪ دفعو ٻيهر سنڌين کي جنگ جي ميدان ۾ ڪڍي آيو. ان ڪري هن ٻيري ساڄاهه وند طبقي ۽ سڄاڻ طبقي، ان هٿيار (ون يونٽ)

هٿان روز روز مرڻ کان هڪ دفعو مرڻ کي ترجيح ڏيئي، هڪ پليٽ فارم تي جمع ٿي، ڀرپور جدوجهد جو اعلان ڪيو. اها جدوجهد سياسي، ادبي، تعليمي ۽ سماجي هر سطح تي ڪئي ويئي. جڏهن وقت جي حڪمرانن ڏٺو ته هيءَ ويڙهه سندن منصوبن تي پاڻي ڦيري رهي آهي، تڏهن انهن هميشه جيئان پنهنجو آخري مهرو ڪيڏيو ان مهري جو نالو هو 'مذهب'. جنهن جي مدد سان هنن اديبن، سياستدانن، شاگردن، هارين ۽ مزورن جي خلاف مهم هلائي ڪين ڪافر، ملحد ۽ ملڪ دشمن عنصر قرار ڏيئي، ڪين جيل موڪلي ڇڏيو. سندن ڇپيل ڪتابن تي پابندي لڳائي ويئي، جيڪي اخبارون سندن ڪالم ڇاپينديون هيون، انهن کي نوٽيس ڏنا ويا. مطلب ته حڪومت پنهنجي طاقت جا سڀ ذريعا سندن خلاف استعمال ڪيا. بقول امرجليل جي ته "ون يونٽ دوران سنڌي اديبن جيڪو ادب پيدا ڪيو لکيو ۽ ڇپرايو تنهن کي بنا ڪنهن وڏاءَ جي 'مزاحمتي ادب' سڏي سگهجي ٿو. ليڪن جي هڪ وڏي کيپ پيدا ٿي پئي، ملڪ سڄو منصور ٿي پيو. ادب جڻ سنگرام ٿي پيو جنگ جو ميدان ٿي پيو. سنڌي ادب ماڻهن جي سوچ کي ۽ وقت جي هڪ هڪ لمحي کي پنهنجي وجود ۾ اوتي ڇڏيو. بيت هجي يا گيت، غزل هجي يا نظم، ڪهاڻي هجي يا مضمون، تحقيقي مقالو هجي يا تاثر، هڪ هڪ سٽ ۽ هڪ هڪ بند جو هڪ هڪ لفظ بڙڇي بنجي پيو. هرهڪ ليکڪ پنهنجي وس، ڏات ۽ ڏانوَ آهر هن دؤر جي ڏاڍ ۽ ڏمر جو ڀرپور نموني مقابلو ڪيو."(95)

امر جليل ان مزاحمتي دؤر جو هڪ جيالو ليکڪ هو جنهن ان ناانصافيءَ جي خلاف ڪيتريون ئي ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ **"دي موسٽ ڊينجرس مين ان پاڪستان"، "هڪ خطرناڪ سنڌ پرست جي گولا"، "ڪپيل ہاٿن جو وارث"، "جڏهن مان نه هوندس"** وغيره شامل آهن. هي ان دؤر جون ڪهاڻيون آهن، جنهن ۾ سنڌي ٿيڻ گناهه ۽ سنڌي ڳالهائڻ وارو ۽ سنڌي تهذيب جي پرچار ڪرڻ واري کي ملڪ دشمن سمجهيو ويندو هو. جيڪو هن مڪالمي مان ظاهر ٿئي ٿو جنهن ۾ امر جليل پاڻ لکي ٿو ته، "فرشتي ڏاڍي رازداريءَ مان ٻڌايو ته هتي سنڌ ۾ زيرِ زمين تحريڪون هلي رهيون آهن. مون کي ڏنڊين آڱريون اڇي ويون هيون. سنڌ جي تپاس جو ٿرماميٽر سنڌ کان ٻاهر آهي."

”ڇا تون زيرزمين تحريڪ جي ڳالهه ٿو ڪرين، هتي زيرِزمين تحريڪ جو تہ نالو نشان ئي ڪونهي. فرشتي تمام خوفناڪ راڪاس جھڙو ٺهڪ ڏيندي چيو تہ تون بہ ڪنهن زيرِ زمين تحريڪ جو ڪارڪن آهين. فرشتي جي ڳالهہ ٻڌي منهنجا واڻيسر گم ٿي ويا.“ ان ئي ڪهاڻيءَ ۾ ون يونٽ جي دؤر جي نمائندگي ڪندي امرجليل لکي ٿو تہ ”مان ان ملڪ جي سلامتي، يڪجهتي ۽ بقا جو پرجهلو ڪيئن ٿي سگهندس، جنهن جي چئني صوبن جي تهذيب، تمدن، تاريخ ۽ ثقافت کي مليا ميٽ ڪري، ابوجهل قسم جي سياستدانن ون يونٽ ناهڻ جو تاريخي ڏوهہ ڪيو آهي، پر پوءِ بہ پاڻ کي سمجهايو هوم تہ مونکي جيئڻ تہ پنهنجي ڪٽنب جي بار کڻڻ لاءِ نہ پرمٽ آهي نہ پروانو. مونکي مملڪتِ خداداد اسلامي جمهوريہ پاڪستان جي بقا جو بار کڻڻو پوندو ۽ پنهنجي ڪٽنب جو پيٽ پالڻو پوندو.“

امر جليل هن ڪهاڻيءَ ۾ ”ون يونٽ“ جي مخالفت ۾ ڀرپور مڪالما لکيا. مثلاً هي تہ ”ون يونٽ“ کي ختم ڪريو. ڊپٽي پڇيو ”پاڪستان جي سالميت ون يونٽ ۾ آهي، جيڪو ون يونٽ جي خلاف آهي، اهو پاڪستان جو دشمن آهي. هيءُ ملڪ اسلام جي نالي ۾ ورتو ويو آهي، تنهن ڪري اسين سڀئي اسلامي اخوت ۾ ٻڌل آهيون. اسين هڪ مذهب جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌل آهيون، صوبن جو بحال ٿيڻ ڪفر آهي.“(96)

رسول بخش ميمڻ، امرجليل جي اهڙين قومي ڪهاڻين تي راءِ ڏيندي لکي ٿو تہ ”امر جليل جنهن کي آءٌ سنڌي زبان جو سڀ کان مقبول عام ڪهاڻيڪار چوندس، ان جي عام فهم دلچسپ پر سماج سڌارڪ لکڻين، ون يونٽ جي رد عمل ۾ پيدا ٿيندڙ سياسي شعور رکندڙ نوجوانن کي سخت متاثر ڪيو. اهوئي سبب آهي جو 70 کان پوءِ واري ٿهيءَ جي شروعاتي سالن جون لکيل ڪهاڻيون، هوبهو امرجليل اسٽائيل آهن.“(97)

جيئن تہ مٿي بيان ڪري آيا آهيون تہ هي ڪهاڻيون جنهن دؤر ۾ لکيون ويون، ان ۾ سنڌ جي پچار ڪرڻ پاڪستان جي بقا لاءِ تمام هاڃيڪار هئي. انهن حالتن اندر مزاحمتي ادب اهو هٿيار هو جنهن سان حڪومت کي پنهنجا ڪوٽ ڪرندا نظر اچي رهيا هئا. ان ڪري هنن اديبن خلاف مهم هلائي کين هٿ ٺوڪين ڪيسن ۾ ڦاسائي جيل موڪليو. نہ صرف ايترو پر مٿن ڪافر، ملحد ۽ ملڪ دشمن عناصرن جو پڻ ٺپو لڳايو

ويو. بقول محمد ابراهيم جويو صاحب جي تہ، "هلندڙ صديءَ جي پوئين اڌ شروع ٿيڻ سان، اسان جي ادبي دنيا ۾ هڪ تازا دم چرپر شروع ٿي. ان جا قلمڪار شاعر ۽ اديب ملڪي آزاديءَ جي مسئلن سان مُڪا ميل ٿيندي ئي، انهن جي پهرين اجنبيت ۽ دهشت جي غالب پوندي ئي، پنهنجي وطن جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. پنهنجي ماڻهن جون، انهن جي غريبيءَ جون، انهن جي سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي حقن جون، ۽ روزمره جي مسئلن جون ائين ڪجهہ وقت ئي نہ گذريو تہ سندن حيرت جي حد ئي نہ رهي، جو مٿن تهمتن ۽ بهتانن جا بند ٻڌجڻ شروع ٿي ويا، ۽ ري گناهہ هو ڪافر بنجي ويا، ۽ غدار بہ ٿي ويا ۽ ڪئين قسمن جا لقب مٿن لڳي ويا!."(98)

"<u>دي موسٽ ڊينجرس مين آف پاڪستان</u>": ڪهاڻيءَ ۾ هڪ اهڙي خطرناڪ، ڪافر ۽ ملحد جي تصوير پيش ڪئي ويئي آهي، جيڪو صرف ان ڪري خطرناڪ آهي، جو هو سنڌ سان محبت ڪري ٿو ۽ ان جي بنيادي حقن جي ڳالهہ ڪري ٿو. امر جليل پنهنجي مخصوص طنزيہ انداز ۾ ان جي تصوير ڪشيٰ ڪندي لکي ٿو تہ "روشنيءَ ۾ بيني اوپري شخص ڏانهن ڏٺو اهو ڏسي کيس سخت حيرت ٿي تہ پاڪستان جو سڀ کان خطرناڪ شخص پوڙهو ڪمزور ۽ سنهڙو سيپڪ هو. سندس هڙباٺون نڪتل ۽ ڏند پڳل هئا، اکيون هڏن جي پيالن ۾ پوريل، نڪ سنهڙو ۽ ڊگهو ۽ ڪن وڏا ۽ ويڪرا هئس." هو اڳتيٰ لکي ٿو تہ "اسان جي وڏي ياءُ اڪبر اسان کي پڪ ڏياري آهيٰ، تہ تون ئي پاڪستان جو سڀ کان خطرناڪ ماڻهو آهين." بيني پوڙهي کان پڇيو تون ڪهڙا خطرناڪ ڪم ڪندو آهين؟ پوڙهي وراڻيو مان رٽائر ٿيل پرائمري ماستر آهيان. توهان جو وڏو ياءُ اڪبر مون وٽ پڙهيو آهي. بيني پڇيس تہ ٻيو ڪهڙو خطرناڪ ڪم ڪندو آهين؟ مان هڪ راڳ آلاپيندو آهيان.ڪهڙو راڳ؟

پوڙهي راڳ آلاپيو.

مالڪ تون درد ڪٿيندين ڪين ڇڏيندين،
هر حال ۾ راول رهبر ٿيندين.

مسڪين احمد ٻيني پوڙهي کان پڇيو: ۽ پيو ڪهڙو خطرناڪ ڪم ڪندو آهين؟ پوڙهي وراڻيو ته، "مان ڪنهن به دؤر ۾ پنهنجو نالو نه مٽائيندو آهيان." (99)

"جڏهن مان نه هوندس" ڪهاڻي به ون يونٽ دؤر جي نمائنده ڪهاڻين ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي. بقول پروفيسر غفور ميمڻ جي ته، 'جڏهن مان نه هوندس' ون يونٽ دؤر ۾ ايوبي آمريت خلاف هلندڙ تحريڪ جي پس منظر ۾ لکيل ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هڪ انقلابي نوجوان پنهنجي قوم تي ٿيندڙ ظلمن خلاف آواز اٿارڻ لاءِ ملڪ کان ٻاهر وڃڻ چاهي ٿو پر ڪنهن حسينا سان ڪيس عشق ٿي وڃي ٿو. ڪهاڻيءَ ۾ عورت ۽ ڌرتيءَ جي فڪر سان منسوب هئڻ جو بي مثال نمونو موجود آهي، جنهن ۾ هڪ ڪردار باغي آهي، جيڪو وقت جي حاڪمن سان بغاوت ڪري، پنهنجي ڌرتي ۽ قوم جي حقن لاءِ وڙهي ٿو."(100)

"تاريخ جو ڪفن" ۾ هو طبقاتي سماج تي ٺٺول ڪندي ٻڌائي ٿو ته تاريخ ۾ ڪڏهن به آقا ۽ غلام جي وچ وارو فرق ختم نه ٿيو آهي. اهو صرف تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿو جڏهن ان طبقاتي سماج جون پاڙون ڊاٿيون وڃن.

### مذهبي پس منظر ۾ لکيل ڪهاڻيون:

هن موضوع تي لکيل امرجليل جون ڪهاڻيون پنهنجو مٽ پاڻ آهن. اسلام جي تاريخ ۾ اهڙا ڪيترائي دل ڏاريندڙ واقعا رونما ٿيا آهن، جيڪي حڪمرانن پنهنجي سياسي فائدي سبب مذهبي مهندارن هٿان ڪرايا آهن. سنڌ ڌرتي به انهن جي عتاب کان بچي ڪانه سگهي. اتي به اهڙا ڪيترائي واقعا رونما ٿيا آهن. مثلاً شاهه عنايت شهيد جو واقعو مخدوم بلاول جو گهاڻي ۾ پيڙهجڻ جو لڱ ڪانڊاريندڙ واقعو سرمد جو واقعو ۽ ڀڳت ڪنور رام جي قتل جو واقعو وغيره شامل آهن. بقول جي ايم سيّد جي ته، "مسلمانن جي تاريخ ما ن سوين اهڙا مثال ملندا، جنهن ڪري مذهب جي نالي ۾ نه صرف ماڻهن جي آزاد راءِ ۽ عمل تي بندش وڌي ويئي، پر اختلاف رکندڙ عالمن ۽ درويشن کي به سخت سزائون ڏنيون ويون. منصور کي سنگسار ڪرڻ، شمس تبريز جي کل لهرائڻ، سرمد کي قتل ڪرائڻ،

شاهہ عنايت کي شهيد ڪرڻ، شاهہ بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙائڻ جا مثال تاريخ جون حقيقتون بنيل آهن.“ (101)

سو سنڌ سان بہ جيڪي ويل وهايا ويا، انهن کي پڻ مذهب جو ويس ڍڪايو ويو ۽ جنهن بہ انهن قانونن خلاف آواز پئي بلند ڪيو تنهن کي اسلام جو دشمن، ملڪ جو دشمن ۽ سماج دشمن قرار ڏيئي، ڪاٽ تي وڌائون. جتي پوليس جي ڪارروايون اندر انهن سان جانورن کان بہ وڌيڪ بدسلوڪي روا ٿي رکي ويئي.

جڏهن پاڪستان ٺهيو تڏهن اسلامي ڀائپيءَ جو نعرو هڻي، سڀ کان پهرين غير سنڌين کي هتان جي هندو سنڌين جون ڇڏيل ملڪيتون بہ مسلمان ڀائرن چئي ڏنيون ويون، جنهن سبب تاريخي خون ريزي عمل ۾ آئي. ان ڪانپوءِ ڪراچيءَ جو سنڌ کان ڌار ٿيڻ بہ سنڌين لاءِ وڏو سانحو هو ڇو تہ ڪراچي ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو. ان کي پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ ٺاهڻ لاءِ ان جي قديم حيثيت ختم ڪئي ويئي. ان ڪانپوءِ جلد ئي اسلامي ڀائپيءَ کي قائم رکڻ لاءِ ”ون يونٽ“ جو قيام عمل ۾ آندو ويو جنهن سنڌي ماڻهن ۾ تاءُ پيدا ڪيو. سنڌين سنڌ اڳيان ”سابق“ لفظ هٽائڻ لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي، اها تاريخ ۾ هميشہ مزاحمتي جدوجهد طور ياد ڪئي ويندي، امرجليل جي لفظن ۾ تہ ”مغربي پاڪستان ۾ ون يونٽ خلاف سڀ کان وڌيڪ ۽ شديد ردعمل سنڌ ۾ ٿيو. ڏهن سالن جي گهُٽ، ٻوسٽ، سياسي، سماجي ۽ اقتصادي استحصال ۽ تشدد سبب لازمي طرح سنڌ جي سوچ بدلجي ويئي. اسان کي سنڌ سان گڏ لفظ ’سابق‘ قبول نہ هو.“(102)

نہ صرف ايترو پر هنن سنڌ جي قديم شاهوڪار ٻوليءَ کي سنڌي نصاب مان خارج ڪيو جنهن سان لساني فسادن منهن ڪڍيو. گڏوگڏ ٻين صوبن جي مسلمان ڀائرن کي سنڌ جون زمينون انعام طور ڏنيون ويون. باقي بچيا سرڪاري عهدا، سي بہ وڏي پيماني تي ٻين صوبن، خاص ڪري پنجاب جي ماڻهن کي ڏنا ويا. خان محمد پنهور جي لفظن ۾ تہ ”بدقسمتيءَ سان پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ سان ڪجهہ اهڙا واقعا رونما ٿيا، جن سنڌي ماڻهن جي دلين ۾ مايوسي پيدا ڪئي. انهن واقعن جي شروعات ڪراچي شهر جي سنڌ صوبي کان علحدگي سان ٿي. ’ون يونٽ‘ زوريءَ مڙهيو ويو ۽ مقامي مسئلن جي حل لاءِ تقاضائن کي صوبائيت پسندي ۽ ملڪ سان

دشمني تصور ڪيو ويو. زمين ۽ نوڪرين جي معاملي ۾ ناانصافي ٿي ۽ سنڌي زبان کي مليل ماضي، واري حيثيت کي چيلينج ڪيو ويو."(103)

هي اهي سياسي ۽ ثقافتي ۽ اقتصادي حالتون هيون، جنهن سان قومي اڻبرابريءَ جو نعرو بلند ٿيو. يوسف لغاريءَ جي لفظن ۾ ته، "پاڪستان ٺهڻ کان وٺي اڄ ڏينهن تائين پاڪستان جي پنجن قوميتن جي حق تي، اسلام ۽ نظريہ پاڪستان جي آڙ ۾ ڌاڙا هنيا ويا. انهن کي بنيادي انساني حقن کان محروم ڪيو ويو. بين الاقوامي طور مڃيل انساني اصولن جي ڀڃڪڙي ڪئي ويئي. انهن صوبن جي عوام جڏهن بہ پنهنجي حقن جي حمايت ۾ آواز اٿاريو تہ انهن کي غدار ۽ ڪافر ڪوٺيو ويو. سنڌ جي عوام جي حقن تي ڏينهن ڏٺي جو ڌاڙا لڳا. کين ثقافتي، سياسي ۽ اقتصادي طرح ختم ڪيو ويو."(104)

"سرد لاش جو سفر": امر جليل جي هيءَ ڪهاڻي هندو سنڌين کي، زوريءَ سنڌ مان لڏائڻ واري واقعي جي تصوير پيش ڪندي نظر اچي ٿي. جنهن ۾ هو واضح طور تي ڏيکاري ٿو تہ ڪيئن مذهب جي آڙ ۾ انهن ماڻهن ظلم جي انتها ڪري ڇڏي، انهن جيڪا بدسلوڪي هندن سان ڪئي، ان جي اجازت دنيا ۾ ڪوبہ مذهب نٿو ڏئي. جنهن جو اظهار امرجليل هنن لفظن ۾ ڪري ٿو تہ، "هيءَ ڪهاڻي تاريخ جو خوني باب آهي. هونءَ بہ ادب پنهنجي معاشري جي گڏيل يا انفرادي طرح ڪنهن شخص جي ذهني، جسماني عذاب جو امين ۽ خوف، غم ۽ خوشيءَ جي عڪاسي ڪندو آهي. ادب جو تفريح سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. ادب قومن جي تهذيب، تمدن ۽ تاريخ جو شاهد هوندو آهي."(105)

امر جليل جي هيءَ ڪهاڻي مذهبي وايومنڊل ۾ هڪ لڱ ڪانڊارينڊڙ واقعي جو احوال پيش ڪري ٿي، جنهن ۾ هڪ هندو صرف ان لاءِ سزا جو مستحق قرار ڏنو وڃي ٿو جو هن کي سنڌو ديش سان جنون جي حد تائين عشق آهي. تڏهن اسلامي مملڪت جا سپاهي انسانيت سوز حرڪتون ڪري، کيس ان ڌرتيءَ تي بي عزت ڪن ٿا، جنهن جي عزت ۽ ناموس لاءِ هنن پنهنجون جانيون وڃايون. ليڪڪ ان جي عڪاسي هنن لفظن ۾ ڪري ٿو تہ، "اندرا ۽ مون سنڌوءَ جي پاڻيءَ ۾ پير پسائي، سنڌ ديس جي ڌرتيءَ جي مٽي ۾ وجهي قسم کاڌو هو تہ، اسين ذات پات، دين ڌرم

سڀ ڪجھ ڇڏينداسين پر سنڌ ديس جي ڌرتيءَ نہ ڇڏينداسين.“ اهڙن سچن محب وطن ماڻهن کي جنهن طرح سان ان ڌرتيءَ تي بي عزت ڪيو ويو ان جو سچو احوال ان ڪهاڻيءَ پڙهڻ سان معلوم ٿي ويندو. مثال طور ڪهاڻيءَ جو هيءُ ٽڪرو تہ ”امڙ اوچنگار ڏني تہ جڻ موهن جو دڙو روئي پيو. چيائين توکي هزار دفعا ايلاز ڪيا هئم تہ هندستان هل، پر تو ۽ تنهنجي مڱينديءَ ساوتري منهنجي هڪ بہ نہ ٻڌي“ چيم ”تون هندستان جي ڳالھ ٿي ڪرين.“ مون سندس منهن ۾ چتائي ڏٺو ۽ چيم. ”جيڪڏهن خيالي جنت جي مونکي جيئري لالچ ڏني وڃي، تڏهن بہ مان سنڌ ملڪ جي مٽيءَ ڇڏڻ لاءِ تيار نہ ٿيندس.“ امڙ روئندي چيو ”جتي ڌيئرن ۽ ڀينرن جي عزت گهرن ۾ گهڙي لٽجي وڃي، اتي اهڙي ملڪ ۾ رهي ڇا ڪبو؟ مسلمان دنيا جي پوئين ۽ سڀ کان عظيم مذهب اسلام جا پوئلڳ آهن. سندن هر ڪو عمل خدا جي راھ ۾ هوندو آهي.“ چيم ”هو جيڪي ڪجھ ڪري رهيا خدا جي راھ ۾ ۽ خدا جي خوشنوديءَ لاءِ ڪري رهيا آهن، اسان دوزخي ڪافرن کي اعتراض نہ هئڻ گهرجي.“(106)

هن ڪهاڻيءَ تي راءِ ڏيندي پروفيسر پير سرهندي لکي ٿو تہ ”سهڻيءَ جو سالنامو پڙهيم. پهرين امر جليل جي ڪهاڻي ’سرد لاش جو سفر‘ پڙهيم. پوءِ وڌيڪ پڙهڻ ڇڏي ڏنم. جو انهي ڪهاڻيءَ کان وڌيڪ ٻي ڪابہ ٿي نہ ٿي سگهي. مونکي انگريزي ۽ اردوءَ جي افسانوي ادب پڙهڻ جو تمام گهڻو موقعو مليو. ’سرد لاش جو سفر‘ پڙهيم تہ مونکي منٽوءَ جو ’ٺنڍا گوشت‘ ذهن تي تري آيو. جنهن هندستان جي ادبي دنيا ۾ طوفان مچائي ڇڏيو هو.“(107)

”اروڙ جو مست“ سندس شاهڪار ڪهاڻي مڃي وڃي ٿي، خاص طور تي ان ڪهاڻيءَ جا مڪالما. جن جي پڙهڻ سان سنڌي ماڻهن جو پيرن ۽ مرشدن ۾ انڌو عقيدو ويساھ ۽ سندن جهالت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. مثلاً هي بہ ٽي جملا تہ:

”مان سنڌي آهيان. سنڌين جو ٻچو ٻچو ڪاني ڪرامتن جي صاحبن، پيرن مرشدن آڏو ڪنڌ جهُڪائيندو آهي.“

”بيوقوف سنڌين کي ڪهاڙين ۽ بندوق کان سواءِ بہ قري سگهجي ٿو.“

”سنڌ ۾ ڪاني ڪرامتن جو پير ٿجي يا رهزن ڌاڙيل، ٻئي ڌنڌا هڪ جيترا آهن، هڪ جيتري ڪمائي اٿن.“

۽، "سنڌين ۾ چرين کي پيرءِ ديوانن کي پُهتل سڏيندا آهن." (108)

"چتي ڪتي جو موت": هن ڪهاڻيءَ ۾ امرجليل مذهب جي تاريخ تي پيل پردي کي هٽائيندي لکي ٿو ته "تڏهن اتي جو اتي سمورو ماحول، زمان ۽ مڪان جي پابندين کان آزاد ٿي ويو. تاريخ جا ورق ورڻ لڳا. مون محسوس ڪيو ته صدين کان جابر ۽ ظالم، رياڪار ۽ وحشي، احتساب کان بچڻ لاءِ، هر دؤر ۾ ڪنهن ملان جي اوٽ ۾ وڃي پناهه ورتي آهي."(109)

"پل صراط": هن ڪهاڻيءَ ۾ مذهبي انتهاپسنديءَ جو شڪار ابوجهه ماڻهن جي عڪاسي ڪئي ويئي آهي، جنهن ۾ ليکڪ هڪ اهڙي غريب گهراڻي جي تصوير پيش ڪري ٿو جيڪو روزمره جي زندگيءَ ۾ مشڪل سان پنهنجو گذارو ڪري سگهي ٿو ۽ جيڪو هن دنيا ۾ ئي زندگيءَ جو عذاب ڀوڳي رهيو آهي. وري نفسياتي طرح پڻ پريشان آهي ته خير خيرات نه ڪرڻ سبب هو اڳئين جهان ۾ پل صراط جي ڪسوٽيءَ مان پاڻ کي ڪيئن آزاد ڪرائيندو! امر جليل هن ڪهاڻيءَ ۾ بنيادي طور تي هيءُ تصور جاڳائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو ته مذهب جي بي وجه سختين سبب، غريب ٻنهي جهانن ۾ جهنم جو عذاب لوڙي رهيا آهن. مذهبي متييد جي انهن ڪهاڻين کان سواءِ هن طبقاتي ڪشمڪش، سرمائيداري ظلم، وڏيري ۽ پوليس جي ظلمن جي داستانن کي پڻ پنهنجي تخليقن جو موضوع بنايو. سندس اهڙين ڪهاڻين ۾ **"تاريخ جو ڪفن"، "منهنجو پٽ مهدي"، "صدين جو سوداءُ"، "دل جي دنيا"، "زندگي ۽ زهر"، "آدم جي ماءُ"، "سچل سرمست ان ٽريل"، "هڪ دؤر جو ماتم"، "اروڙ جو مست"، "پل صراط"، "ڌرتي ڌوڙ آسمان جا تارا"، "آدم جي ماءُ"، "چتي ڪتي جو موت"، "راهون جدا جدا"، "چرپٽ ۽ ڪلفي"، "سوجهرو"، "غلام"** وغيره شامل آهن. ممتاز مهر سندس افسانوي فن جي تعريف ڪندي لکي ٿو ته "امر جَليل جيئن زندگيءَ کي پروڙيو آهي، تيئن ان جي عڪاسي نهايت ايمانداري ۽ جُرئت سان ڪئي آهي. سنڌ جي ترقي پسند قومي ادب کي مالا مال ڪرڻ ۾، امر جليل جو وڏو حصو آهي. نئين سنڌ جي اڏاوت ۽ سجاڳي آڻڻ ۾ امرجليل جون خدمتون وسارڻ جهڙيون نه آهن. هو انقلابي ذهن ۽ فڪر رکي ٿو. سندس لکڻين ۾ اثر آهي، اپيل آهي، غم آهي، غصو آهي، ڏاڍهن آهي، احتجاج آهي، طنز آهي، مطلب ته زندگيءَ جي ڀرپور عڪاسي نظر اچي ٿي."(110)

امر جليل اهو ڪهاڻيڪار هو، جنهن ملڪي سطح تي بدلجندڙ سياسي توڙي سماجي، معاشي توڙي اقتصادي مسئلن کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. جنهن ڪري سندس ڪهاڻين تي اهو الزام لڳايو ويو ته اهي نعري بازيءَ تي مشتمل آهن، جنهن جو جواب امر جليل هن طرح ڏنو ته، "وطن ۽ قوم جي باري ۾ لکيل ڪهاڻين کي جيڪڏهن اوهين نعري بازي سڏيو ٿا، ته پوءِ شاهه لطيف ۽ سچل کان وٺي اياز ۽ انور تائين، سنڌي شاعريءَ جو تمام وڏو حصو ڦاڙي ڦٽي ڪرڻو پوندو. روسي ادب جو سڀ کان سٺو ۽ سڀ کان اهم حصو به نعريبازيءَ جي الزام هيٺ رد ڪرڻو پوندو. ڪهاڻيون قومن جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالتن جي پس منظر ۾ لکيون ويندڻيون آهن. اڄ ڪلهه سنڌ ۾ سياسي افراتفري ۽ سماجي ڇڪتاڻ هلي رهي آهي، ان ۾ اسان جو ادب سنڌ جي موجوده حالتن کان اکيون بند ڪري نه ٿو سگهي."(111)

ادب سياسي ۽ سماجي تاريخ جو اهو دستاويز مهيا ڪري ٿو جنهن جي سبب ڪنهن به قوم جي فني ۽ فڪري رجحانن جو پس منظر ڄاڻي سگهجي ٿو. جيڪو ادب پنهنجي زميني حالتن موافق لکيو وڃي ٿو ان کي ان خطي جو قومي ادب ليکيو وڃي ٿو جنهن مان ان علائقي جي ثقافتي، لساني ۽ مذهبي عقيدن جي پروڙ پوي ٿي.

امر جليل پنهنجي فني سفر جي شروعات جنهن دؤر ۾ ڪئي، اهو دؤر سنڌ لاءِ سياسي جبر ۽ استحصال جو دؤر هو. ان بعد سنت ئي بي بدترين آمريت ملڪ تي نازل ٿي. اهڙي گهُٽ ۽ ٻُوسٽ واري سياسي ماحول ۾ امرجليل جنهن بي باڪيءَ سان ڪهاڻيون، ناول ۽ ڪالم لکيا، اهي ڪنهن به ساڃاهه وند ماڻهوءَ کان وسريا نه هوندا. پنهنجي انهيءَ ماحول پٽاندر لکڻين جي حوالي سان سندس هيءُ چوڻ آهي ته "جڏهن کان مان لکي رهيو آهيان، پابنديءَ ۾ لکي رهيو آهيان. مان پابندين ۽ چيلنج آڏو وڏيڪ قوت ۽ جذبي جي اڻموٽ اڇل سان لکي سگهندو آهيان. ڪوڪو ذهن آتشڪدي وانگر هوندو آهي. تيل جي ڇنڊي سان ينيٽ ڪري پڙڪي اٿندو آهي. منهنجي بدقسمتي اها آهي جو عام رواجي حالتون مونکي لکڻ لاءِ آماده ڪري نه سگهنديون آهن. گذريل 22 سالن کان مونکي لکڻ لاءِ نهايت ڏانو وٽان ماحول مليو آهي، دبڙ ڏونس، ٻُوسٽ، گروه بندي، آڏيون پڇائون،

انڪوائريون ۽ بندشون! مان لکڻ لاءِ مواد پنهنجي معاشري مان حاصل ڪندو آهيان."(112)

## نسيم کرل:

هن ليکڪ جون ڪهاڻيون سنڌي ادب ۾ سماجي، لساني ۽ ثقافتي نقطہ نظر سان بيحد پسند ڪيون ويون. سندس ڪهاڻين جي خاص خوبي سندس منفرد اسلوب بيان، طنز، ڪردارنگاري، برجستہ مڪالما، ماحول ۽ حالتن جي مطابق ۽ انهن جي ٻولي بلڪل ٺيٺ، انهن ماڻهن جي نفسيات سان ٺهڪي ايندڙ محاوراتي هوندي هئي. ورهاڱي کانپوءِ جن افسانا نگارن سنڌي ادب ۾ حقيقت نگاري ۽ سنڌي قوميت کي پنهنجو موضوع بڻايو نسيم کرل بہ انهن مان هڪ هو. هيءُ پڻ ساڳي دؤر سان تعلق رکندڙ هو جنهن ۾ سنڌ کي نہ صرف سياسي پر معاشي، سماجي، مذهبي، تهذيبي ۽ لساني مطلب تہ هر سطح تي پوئتي ڌڪڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. اعجاز قريشي ان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ "هڪ ٻوڏ هئي جنهن ۾ سڀ ڪجهہ لڙهي ويو ورهاڱو تہ نہ هوا علم جا مينار لڙهي ويا. ادب جون وسنديون ويران ٿي ويون. سياست ۽ سماجيات جا وڏا ٿنڀ يري ويا. ڏسندي ڏسندي رنگ و بُوءِ جو پورو جهان جُهري پيو. سنڌي ماڻهو انگ ۾ گهٽ ۽ سنڌ ۾ سنڌي ٻولي، پنهنجي ڳالهائيندڙن، ان کي ترقي وٺرائيندڙن، ان سان پيار ڪندڙن ۽ ان تان ساهہ صدقو ڪندڙن جي ويڇڻ سبب هڪ حد تائين متاثر ٿي."(113)

هن دؤر جي ليکڪن پنهنجي ڪهاڻين اندر ان وقت جي ثقافتي ۽ لساني تبديلين، سماجي اڻبرابرين، ۽ پرمار طبقي جي ظلمن کي موضوع بڻائي ترقي پسند ادب تخليق ڪيو. اهڙن ئي جاکوڙي قسم جي اديبن ۾ نسيم کرل جو نالو ڳڻي سگهجي ٿو. شمس الدين عرساڻي ان دؤر جي ادب جي موضوع ۽ نسيم کرل جي ڪهاڻين جي لاءِ لکي ٿو تہ "هيءُ سنڌي ڪهاڻيءَ جو تعميري دؤر هو جنهن ۾ اڪثر سنڌي ڪهاڻيڪارن تي نوَن لاڙن ۽ ڪِن نظرياتي تحريڪن جو اثر پيل هو. ڪن ڪهاڻين ۾ قوميت ۽ سنڌيت جو بہ شدت سان اظهار ڪيل آهي. ڪِن ڪهاڻين ۾ طبقاتي ڪشمڪش نمايان آهي. ڪِن ڪهاڻين جا موضوع وري بيڙين سماجي رسمن ۽ عورت جي محڪوميءَ جي باري ۾ خصوصيت سان ملن ٿا. نسيم

ڪرل جو فن انفرادي خصوصيت جو حامل آهي، جيڪو ته ان ۾ پنهنجي دؤر جو جاتل سڃاتل انداز معدوم آهي.“(114)

نسيم ڪرل پنهنجي ڪهاڻين ذريعي سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي نج ٻولي، ان ۾ استعمال ٿيندڙ محاورا، تشبيهون ۽ روزمره جي زندگيءَ ۾ استعمال ٿيندڙ پهاڪا شامل ڪري، سنڌي ٻوليءَ جي سونهن کي فروغ ڏنو. هن نه صرف ٻهراڙيءَ جي ماحول جو عڪس چٽيو پر ان سان گڏ شهري مٿئين طبقي، توڙي وچين طبقي جي ماحول، ان جي روايتن ۽ قدرن کي پڻ پنهنجي قلم جو موضوع بنائي ڪهاڻيون تخليق ڪيون.

جيڪڏهن نسيم ڪرل جون ڪهاڻيون پڙهيون وڃن ته ان جو خاص ڪارج يا مقصد سنڌي ٻوليءَ جي تاريخي ۽ شاهوڪاري حيثيت کي متعارف ڪرائڻ سان گڏ، سندس قديم لساني حيثيت کي مڃتا ڏيارڻ پڻ هو. نسيم ڪرل جنهن به موضوع تي لکيو ان جي ماحول، ڪردار ۽ ٻوليءَ کي ان جي نسبت سان پيش ڪيو. ڪٿي به سندس ڪردار پنهنجي اردگرد جي ماحول کان وانجهيل نظر نه ايندا. مثال طور سندس ڪهاڻي **”پهرين مراد“** پڙهبي ته ان ۾ سنڌ جي ٻهراڙيءَ جي زندگي ۽ ان ۾ رهندڙن ڳوٺاڻن جي محاوراتي ٻوليءَ جهڙيون ڇهڙيون، ان سان گڏ انهن جي نفسيات، سوچ ويچار جو معيار ۽ سندن لهجو اهڙي ته اثرائتي انداز سان بيان ڪيل نظر ايندو جو پڙهندڙ گهڙيءَ پل لاءِ پاڻ کي ان ماحول جي سحر ۾ گم ٿيندي محسوس ڪندو. بقول عبدالقادر جوڻيجو جي ته، ”سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ جيڪي به سٺي ۾ سٺيون ڪهاڻيون لکيون ويون آهن، انهن ۾ گهڻو حصو نسيم ڪرل جو آهي. سندس ڪهاڻيون ”پهرين مراد“، ”چوٿيهون در“، ”گذريل واردات“ جا ڪردار انهن جو اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ، واقعن جي اُٿت وغيره اهڙي آهي، جو اهي ڪردار ۽ ڪهاڻيون مونکي پنهنجي تر جون ڪهاڻيون لڳنديون آهن.“(115)

جنهن جو عملي نمونو سندس ڪهاڻي **”پهرين مراد“** مان به وٺي سگهجي ٿو مثال طور جيئن ته ڳوٺاڻي زندگيءَ جو گهڻو دارومدار پوکي راهي ۽ چوپائي مال تي هوندو آهي، ان ڪري ڳوٺن ۾ انهن کي ملڪيت تصوّر ڪيو ويندو آهي، هن ڪهاڻيءَ ۾ به هڪ مال چوري ڪندڙ ڳوٺاڻي جو ذڪر ڪيل آهي، جيڪو پنهنجي سڄي قابليت، چوري ڪري پنهنجا وٿاڻ

وسائڻ کي سمجھي ٿو. ۽ جڏهن سندس پُٽ سندس روايت تي نٿو هلي،
تڏهن کيس ڏاڍي خار لڳي ٿي ۽ هو ڳوٺاڻي لهجي ۾ پٽ کي مھڻا ڏيندي چوي
ٿو ته، "توکي ٽيون سال پاڪي ڪنئي ٿيو آهي، مان اجا پاڪي پوري ڪانه
ڪئي جو راوي ۾ چناب جون مينهون لوڙهي آڻيندو هوس." (116)

هن ڪهاڻيءَ کي جي سنڌي ٻوليءَ جي شاهڪار ڪهاڻي چئجي ته
وڌاءُ نه ٿيندو. هن ڪهاڻيءَ اندر ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ ڳوٺ واسين جي ٻولي، ۽
ان ٻوليءَ ۾ ڪتب ايندڙ پهاڪا، چوڻيون ۽ اصطلاح اهڙا ته وڻندڙ ۽ ماحول
۽ ڪردارن سان نهڪيل ملندا، جو پڙهڻ وارو ان جي سحر کان متاثر ٿيڻ
کان سواءِ رهي نه سگهندو. ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب سندس ان
ڪهاڻيءَ جي تعريف ڪندي لکي ٿو ته، "ٻوليءَ جي لحاظ کان هيءَ ڪهاڻي
سنڌي ادب جي هڪ نمائندا ڪهاڻي آهي. نج ڳوٺاڻي ٻولي ۽ ان لاءِ ڳوٺاڻي
ماحول ۾ ڪتب ايندڙ لفظ محاورا، اصطلاح، چوڻيون ۽ پهاڪا ڪم آندا
اٿس، جن ڳوٺاڻي ماحول، مشاهدي ۽ منظر کي وڌيڪ دلچسپ بنايو
آهي." (117)

نسيم جنهن به موضوع کي ڪهاڻيءَ جو روپ ڏنو ان ۾ ماحول جو
فطري ڏيک، ان سان ٺهڪي ايندڙ ڪردار ۽ برجسته مڪالما، سندن جذبات،
۽ خيالن جو چٽو تصوّر پڙهندڙن آڏو پيش ڪندا نظر ايندا. مثال طور
سندس ڪهاڻي "ڪافر" جو جائزو وٺي ڏسو جنهن ۾ هن ڪيڏي نه سچائيءَ
سان مذهب جي بنياد تي مساوات جي دعويٰ ڪندڙن جي منهن تان نقلي
پوش لاهي، سندن اصليت کي ظاهر ڪيو آهي. اهي ماڻهو جيڪي هڪ
طرف ته عالمي سطح تي ڀائپي، برادري، مساوات ۽ اتحاد جا دعويدار بنجن
ٿا، ته ٻئي طرف سندن ايمان ۽ عمل ڪيڏو نه ڪمزور آهيٰ! هو ڪيڏا نه
منافق ۽ مطلبي سوچ جا حامل آهن. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو هن
ڪهاڻيءَ جي تعريف ڪندي لکي ٿو ته "افساني جي فن ۾ زندگيءَ جا ڪي
پهلو اهڙا به ظاهر ٿين ٿا، جن تي نام نهاد متبرڪ حلقا پردا وجهڻ جي
ڪوشش ڪندا آهن. نسيم جو 'ڪافر' اهو اتڪل بازيءَ جو پردو ڪٽي ڦٽو
ڪري ٿو. 'ڪافر' ۾ هڪ اهڙو ڪردار پيش ڪيل آهي، جنهن مان مراد
معاشري جي قدرن جي ايثار ڪرڻ، ۽ ان سان گڏ ٻيائيءَ ۽ ٻاهرين هنج وارڻ
ٻوليءَ جا پردا ڦاڙي ڦٽا ڪرڻ آهي."(118)

اسان جي معاشري ۾ سڀ کان وڏي برائي غير مساوي مذهبي بالادستي آهي، ۽ اهو سمورو لقاءُ هن ڪهاڻيءَ ۾ پيش ڪيو ويو آهي، ته بظاهر پاڻ کي مسلمان سڏائيندڙ برابري ۽ مساوات جي دعويٰ ڪندڙ جي اجا تائين پاڻ کي ذات پات جي چڪرن مان ئي آزاد ڪرائي نه سگهيا آهن، ته اهي اسلام جي ڪهڙي تشريح ڪري سگهن ٿا. رسول بخش پليجو صاحب سندس ان ڪهاڻيءَ جي تعريف هنن لفظن ۾ بيان ڪئي آهي ته، "ڪافر سندس بيمثال ڪهاڻي آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ هن پنهنجي تجربي ذريعي بيان ڪيو آهي، ته هڪڙي پاسي اسلام جي مساوات، برادري، ذات پات، ڇوت ڇات کان آزاديءَ جا نعرا هڻندي هڻندي، اسان جي وات مان گف اچيو نڪري، ته ٻئي پاسي درحقيقت اسان سڀئي پهرين درجي جا ڇوت ڇات رکندڙ ذات پات جي ويڇن جا رکوالا آهيون."(119)

نسيم جيئن ته هڪ وڏيرو هو ان ڪري سندس ڪهاڻين ۾ وڏيرڪي سوچ ۽ ان جي ماحول ۽ انهن جي طور طريقن، ۽ اٿڻي ويهڻيءَ جو ذڪر گهڻي ڀاڱي نظر اچي ٿو. مثال طور سندس ڪهاڻي **"ڪچو رنگ"**، جنهن ۾ وڏيري جو پٽ جڏهن شهر مان شادي ڪري اچي ٿو ته پهريان وڏيرو ان تي ڏاڍو ناراض ٿئي ٿو پر اها ناراضگي ان مهل ڪافور ٿي وڃي ٿي، جڏهن اها خبر ٿي پوي ته سندس پٽ جو سهرو پوليس ڪمشنر آهي. ڇو ته اسان جي معاشري ۾ وڏيري ۽ پوليس جو "چولي دامن" وارو ساٿ هوندو آهي. اڄ اسان وٽ پوليس جي ڪري ئي وڏيراشاهي سلامت آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ به نسيم کرل ڳوٺاڻي روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪم آيل ٻولي، ۽ مشهور چوڻيون ڏنيون آهن، جيڪي پڙهڻ وارن جي دلچسپيءَ کي وڌائن ٿيون. مثال طور جڏهن وڏيرو پٽ جي شهري ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ تي ناراض ٿئي ٿو تڏهن ڪيس ڪمدار ٿڏي ڪرڻ لاءِ چوي ٿو **"سائين جوانيءَ ۾ گهوڙا ۽ پٽ اڙڏا ئي سونهندا آهن."** وري ٻي جاءِ تي هيءَ چوي ٿو ته، **"ادا ڪمدار ڏس نه هي ڳالهه ڳنڍيڙي جو ٽنگ ته ڪانه هئي جو ليڙون ڏيانس ته بند ٿي وڃي. هتي ته ٻنهي ٿاڻل هو سو مان ڪيئن پئي لڪايو."**

نسيم کرل جي ڪهاڻين ۾ ٻوليءَ جي پختگيءَ سان گڏ، سماجي برائين ۽ الميئن جو ذڪر اهڙو ته روانيءَ سان بيان ٿيل هوندو آهي، جو پڙهندڙ ان کي پنهنجي ڪهاڻي سمجهي دلچسپيءَ سان پڙهي ٿو. طارق اشرف سندس افسانوي فن بابت لکي ٿو ته، "نسيم جي لکڻيءَ ۾ پختگي ۽ رواني

آهي. نسيم جنهن ماحول تي ڪهاڻي لکي، ان جي صحيح عڪاسي ڪئي آهي. نسيم پنهنجي ڪهاڻين ۾ هر پل سان سچو آهي. هر جذبي کي خلوص سان پيش ڪيو اٿس. نسيم داخليت ۽ خارجيت ٻنهيءَ تي زور ڏنو آهي. نسيم وٽ فن ۽ ذات ٻئي هئا. هو پلاٽ جي چونڊ تمام احتياط سان ڪندو هو. منجهس ڪهاڻيءَ پيش ڪرڻ جي صلاحيت هئي. جهڙو ماحول ۽ جهڙا ڪردار هو پيش ڪندو هو ٻولي به اهڙي هوندي هئس."(120)

جيتوڻيڪ پاڻ هڪ وڏيرو هو پر تنهن هوندي به هن وڏيري جي سوچ ۽ ڪردار جي عڪاسي ڪرڻ ۾ ڪتي به ڪا پردا پوشي ڪانه ڪئي. سندس اهڙين ڪهاڻين ۾ **"زماني جي گردش"**، **"ڪچو رنگ"** ۽ **"آئت"** (جيڪا ون يونٽ دؤر ۾ سنڌي ماڻهن ۾ پنجاب جي ظلمن سبب جيڪا نفرت جاڳي، ان جو هڪ ڏيک ڏيندي نظراچي ٿي) وغيره شامل آهن، جن ۾ هن وڏيرڪي سوچ، اندازِ بيان ۽ طور طريقن کي ڏاڍي مؤثر انداز سان پيش ڪيو آهي. **"دارالفلاح"** ڪهاڻيءَ ۾ نسيم کرل، سرمائيدار سماج جي هڪ پرمار ڪردار هڪ سيٺ جي منهن تان شرافت جو پردو هٽائي، سندس اصلي چهري کي پڙهندڙن جي سامهون آڻي بيهاري ٿو. ائين نه آهي ته نسيم کرل رڳو ڳوٺاڻي زندگيءَ کي پنهنجي ڪهاڻين ۾ پيش ڪيو پر هن شهري طبقي جي ماحول ۽ ان ۾ رهندڙ ماڻهن جي زندگيءَ کي پڻ پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. خاص طور شهر جي مٿين ڪلاس ۾ رهندڙ ماڻهن جي نفسيات، سندن رسمون ۽ رواج ۽ اٿي ويهڻ کي پنهنجي روايتي انداز سان پيش ڪيو. انهي پس منظر ۾ لکيل ڪهاڻين ۾ **"مڪسڊ گرل"**، **"گنس"**، **"ڪرنٽ"** ۽ **"ڊمي"** وغيره شامل آهن، جن ۾ اعليٰ طبقي ۾ رهندڙ فردن جو طرز عمل، ۽ سوچ جون جهلڪيون موجود آهن. هُو اعليٰ طبقي جي تهذيب ۽ قدرن جي عڪاسي، پنهنجي منفرد اسلوبِ بيان ۽ ٻوليءَ جي شگفتگيءَ اندر ڪري ٿو. طارق اشرف سندس افسانن جي موضوعن تي روشني وجهندي لکي ٿو ته "نسيم پنهنجي ڪهاڻين ۾ زوال پسند سنڌي وڏيرڪي ذهنيت، ۽ نئين ابرندڙ سوچ جي تصوير ڏاڍي ذهانت، فطري بي ساختگي ۽ بي باڪيءَ سان منعڪس ڪري ٿو. هن سنڌ جي وڏيري، سردار ڪاموري، مذهبي جنوني ماڻهن، هارين، فرسٽيٽڊ جوانن ۽ وڏي سوسائٽيءَ جي فردن جي نفسيات کي، جنهن ڍنگ سان پنهنجي ڪهاڻين ۾ پيش ڪيو آهي، انهيءَ

جو مثال نٿو ملي. ڳوٺاڻي زندگي ۽ شهري ماحول کي هڪجهڙي قابليت سان پيش ڪرڻ جو ڍنگ، فقط نسيم کرل کي ئي اچي ٿو."(121)

مطلب تہ نسيم کرل هر موضوع تي ڪهاڻيون لکيون. پسمانده سماج ۾ پوليس جون ٺمري ڪارروايون ڪنهن کان ڳجهيون آهن، جنهن پنهنجي نا انصافي ۽ نا اهليءَ سبب، معاشرن جا معاشرا تباهي ۽ بربادي جي ڪنڌيءَ تي پهچائي ڇڏيا. اهڙي ئي پوليس جي نا انصافيءَ تي بہتل سندس ڪهاڻي **"چوٽيهون در"** آهي، جنهن ۾ خون ڪيل لاش هڪ بئراج جي در ۾ لٽڪيل ملي ٿو. ڪنهن کي بہ ان جي پرواهہ نہ آهي، تہ خون ڪيل لاش گنهگار جو آهي يا بيگناهہ جو. پاڻيءَ ۾ لڙهندڙ هيءَ لاش صرف پوليس جي حد بندين ۾ لڙهندو رهي ٿو ۽ آخرڪار بئراج جو چوڪيدار ان کي لاوارث سمجهي دفنائي ڇڏي ٿو. هن ڪهاڻيءَ ۾ بہ سندس انوکو اسلوبِ بيان ۽ منظر نگاري پنهنجي عروج تي نظر ايندي. ڊاڪٽر غفور ميمڻ هن ڪهاڻيءَ لاءِ لکي ٿو تہ، "چوٽيهون در ڪهاڻيءَ ۾، پوليس جي بي حِسي، غير انساني سلوڪ ۽ غير ذميدار رويو نمايان آهي، جنهن مان انهيءَ فڪر جي نشاندهي ٿئي ٿي تہ رياستي ادارا صرف جبر ۽ ڏاڍ جي زور تي قائم آهن، ۽ انهن جو مقصد عوام کي انصاف ۽ تحفظ ڏيڻ بدران پنهنجو پيٽ پرڻ آهي."(122)

پير حسام الدين راشدي صاحب سندس افسانوي فن جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ، "ٿوري وقت اندر محسوس ٿيو تہ نسيم کرل واقعي غيرمعمولي ڪهاڻيڪار ۽ سنڌي ادب جي نئين ٿهيءَ جو مُجيري آهي. زبان سندس قبضي ۾ آهي، قلم سندس چيو مڃي ٿو ۽ جيڪي لکي ٿو سو واقعاتي آهي. سندس هر افسانو ڪنهن نہ ڪنهن پس منظر، ۽ حقيقت تي مدار رکي ٿو."(123)

نسيم کرل جي ڪهاڻين جو مجموعي طور تي جائزو وٺبو تہ اهي گهڻي ڀاڱي سنڌ ۽ سنڌي معاشري جي مسئلن تي مشتمل نظر ايندون. ڇو تہ هي ڪهاڻيون جنهن دؤر ۾ لکيون ويون، اهو سياسي ۽ ادبي لحاظ کان وڏي اٿل پٿل وارو دؤر هو جنهن ۾ گهڻي ڀاڱي قومي سجاڳي ۽ سماجي اصلاح جي ضرورت هئي، ان ڪري ان دؤر جون اڪثر ڪهاڻيون سياسي، ثقافتي ۽ لساني حقيقتن ۽ مذهبي ڪٽرپڻي، سماجي فڪرن ۽ طبقاتي ڇڪتاڻ جي نمائندگي ڪندي نظر اينديون.

حميد سنڌي:

سندس خدمتون سنڌي ادب توڙي افساني، ٻنهيءَ لاءِ مسلّم آهن. پاڻ ڪماڻيڪار هئڻ سان گڏ هڪ ايڊيٽر ۽ مضمون نويس پڻ آهي. سنڌ جي علم و ادب ۽ سنڌي تهذيب جي سڃاڻپ ۽ ڦهلاءَ ۾ سندس ڪردار سپهه سالار وانگي نمايان نظر اچي ٿو. ون يونٽ وارو دؤر جنهن ۾ سنڌ جو نالو وٺڻ جڻ حڪمرانن جي پُڇ تي لت ڏيڻ برابر هو ان دؤر ۾ هن بيباڪ اديب، صحافي ۽ نقاد "روح رهاڻ" جهڙو علمي، ادبي ۽ انقلابي رسالو هلائي، سنڌي ادب جو مانُ مرتبو بلند ڪري ڇڏيو. پروفيسر اعجاز قريشي سندس خدمتن جو اعتراف ڪندي لکي ٿو ته، "حميد سنڌي نالو اچارڻ سان هڪ دؤر جي ياد تازي ٿي وڃي ٿي. اهو دؤر جنهن ۾ سنڌ جو نانءَ وٺڻ، جيل جو پروانو هٿ ۾ ڪٽڻ جي برابرهو. هيءُ اهو دؤر هو جنهن ڪي اسان سنڌ ۾ نئين جاڳرتا جو دؤر سڏيون ٿا. حميد سنڌي اسان جي علمي ادبي بنياد جو هڪ اهڙو نانءُ آهي، جنهن کان سواءِ جديد سنڌي ادب جو اتهاس اڻ پورو ۽ ڪُتل ڪُتل لڳندو."(124)

1965ع ۾ حميد سنڌي 'روح رهاڻ' رسالي جو بنياد وڌو. هيءُ رسالو صحيح معنيٰ ۾ سنڌ واسين جو آواز ثابت ٿيو. هن رسالي حڪمرانن خلاف سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي حق ۾ مهاڏو اٽڪايو. ون يونٽ دؤر ۾ سنڌين پنهنجي تهذيب، ٻولي ۽ سڀيتا جي بچاءَ لاءِ جيڪا لڙائي لڙي، روح رهاڻ ان جنگ جو ميدان هو. جنهن ۾ سندس (حميد سنڌي) لکيل ايڊيٽوريل ۽ سنڌي ادب لاءِ ورتل سندس خدمتون دستاويزي، حيثيت جون حامل آهن. بقول امرجليل جي ته، "جڏهن به ناممڪن کي ممڪن بنائڻ جا قصا دهرايا ويندا، تڏهن حميد سنڌي ۽ 'روح رهاڻ' جو ذڪر احترام سان ڪيو ويندو. 'روح رهاڻ' رسالو رسالي مان تحريڪ، جو روپ اختيار ڪري ويو آهي. ٻوليءَ جي بقا ۽ ادب ۾ جديد تقاضائن جي تحريڪ ۽ ادبي ڪشمڪش ۾ 'روح رهاڻ' جو سالنامو سنڌي ادب ۾ سنگِ ميل جي حيثيت رکندو."( 125)

ان کان علاوه هيءُ رسالو سنڌي افسانوي ادب جي ترقيءَ ۾ پڻ هڪ سنگِ ميل جي حيثيت رکي ٿو جنهن ڪيترن نوَن ليکڪن کي هڪ اهڙو پليٽ فارم مهيا ڪيو جنهن تان اڳتي هلي، هو سنڌ جا مشهور ۽ ماناٽتا

ليکڪ ٻڌيا. ماهتاب محبوب سندس ’روح رهاڻ‘ ذريعي ورتل خدمتن جي مڃتا ڪندي لکي ٿي ته ”تحريڪن جو اڳواڻ حميد سنڌي، سنڌي ادب جو سچ پچ ته هيرو ۽ گهڻگهرو آهي. روح رهاڻ ذريعي سنڌي ادب جون هن جيڪي به خدمتون ڪيون، سي ڪنهن کان به لڪل ناهن. تڏهن هو اڪيلو نه هو پيا به هن جا ٻانهن ٻيلي هئا، جن سڄي سنڌ ۾ سجاڳي آڻڻ لاءِ پاڻ پتوڙيو.“(126)

پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس، پاڪستان رائيٽرس گلڊ ۽ سنڌالاجيءَ جو ايوارڊيافته ’روح رهاڻ‘ جي ايڊيٽر هئڻ سان گڏ، پاڻ سنڌي افسانوي کيتر ۾ هڪ ڪهاڻيڪار جي حيثيت سان پڻ پاڻ موڪيو. سندس ڪهاڻين جا مجموعا **”سيمي“، ”ويريون“** ۽ **”اداس واديون“** جي نالي سان مشهور آهن، جن ۾ اندازِ بيان جي سادگي ۽ ڪتب آندل مٺي ٻولي، پڙهندڙن جو ڌيان پاڻ طرف ڇڪائڻ ۾ ڪامياب نظر اچي ٿي. سندس ڪهاڻين جا موضوع سنڌي سماج جي پراڻن روڳن، وڏيرا شاهي ۽ ان جي ڏاڍ ۽ ڏمر جو شڪار مظلوم هاري، سماجي اڻ برابريءَ جو شڪار معاشرو خاص طور تي عورتن سان ٿيندڙ سماجي ناانصافي، ۽ معاشري جي فرسوده رسم رواجن جو شڪار سنڌي عوام، ۽ سنڌ واسين سان ٿيندڙ سياسي ۽ سماجي استحصال رهيا. هن کي سنڌي ٻولي ۽ سنڌ جي سرزمين سان اٿاهه عشق آهي، جنهن جو اظهار سندس فني توڙي فڪري لکڻين مان پکندو نظر اچي ٿو. جيستائين سندس ڪهاڻين جو تعلق آهي، ان لاءِ پڻ هن واضح انداز ۾ چيو آهي ته ”حقيقت ۾ منهنجي ڪهاڻين جو خمير سنڌ جي سڳنڌ واسيل مٽي، ۽ اتان جو مٺو جرڪندڙ پاڻي آهي، جنهن جي خوشبوءِ ۽ مٺاڻ تاريخ جي صفحن تي ڦهليل، سڄي دنيا جي هر ماڻهوءَ کي پاڻ ڏي پئي ڇڪيو آهي، ۽ انهن، انهيءَ سون ورني خمير مان وري سونُ پئي ٺاهيو آهي.“(127)

هيٺ سندس ڪهاڻين جو مختصر ۾ مختصر جائزو پيش ڪيون ٿا:

<u>**”اداس واديون“:**</u> هڪ اهڙي ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي، جيڪا اڪ ڪولينڊي ٿي پاڻ کي گناهه جي دلدل ۾ ڪوهه اندر پلجندي ڏسي ٿي، جتي عورتون پنهنجي پيٽ گذر لاءِ جسم فروشيءَ جو ڪم ڪنديون آهن، پر اهي حالتون انهن کي ان ماحول جو حصو نٿيون بڻائي سگهن. اداس واديون هڪ اهڙي ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي آهي، جنهن جي جذبن ۽ محبتن جو قاتل اهو

ماڻھو آھي، جيڪو ﭘﮭريان سنڌس ماءُ جو خريدار ھو. ھوءَ ھن سان شديد نفرت ھوندي بہ معاشري طرفان جڙيل ھن رشتي جي عزت، ۽ ناموس لاءِ پاڻ کي قربان ڪري ڇڏي ٿي، ۽ سيٺ جو پٽ، جيڪو سنڌس ھم عمر آھي، جيڪو دل ئي دل ۾ ڪيس وڻي بہ ٿو تڏھن بہ ھوءَ پنھنجي جذبن کي ماري، سماج ۾ جوڙيل ھن رشتي جي لڄ بچائي ٿي.

"واچوڙن ۾ لاٽ": ھن ڪھاڻيءَ ۾ حميد سنڌي، سنڌي وڏيرا، جيڪي جديد تعليم حاصل ڪن ٿا، انھن کي تلقين ڪري ٿو تہ اڃا وقت نہ ويو آھي، جو ھو پنھنجي ڳچين مان روايت جا ڳٽ لاھي ڦٽو ڪن، ۽ صدين کان جڙيل ھن جاگيرداري نظام جي ھٿان، مظلوم ماڻھن مٿان ڪيل انھن ظلمن جو ازالو پنھنجي نيڪ عملن سان ڪن. ڊاڪٽر قاضي خادم سنڌس افسانن جو جائزو وٺندي لکي ٿو تہ، "حميد سنڌيءَ کي سنڌي ڪھاڻيڪارن ۾ اھم حيثيت حاصل آھي. ليکڪ جي طور بہ ۽ ادب جي واداري آڻيندڙ جي طور بہ ـ ھن جون ڪھاڻيون نھايت گھريون ۽ معاشرتي مسائل سان ڀرپور ھونديون آھن، ۽ انھن ڪھاڻين کي ڪامياب بنائيندا آھن، ھن جا تخليق ڪيل ڪردار."(128)

### غلام رباني:

سنڌ، جيڪا تھذيب، ثقافت، پيار ۽ محبت جي علامت سمجھي وڃي ٿي، اتي سنڌس سيني تي ڪجھ داغ بہ نظر اچن ٿا، جنھن ۾ وڏيراشاھيءَ جو داغ سڀ ۾ نمايان نظر ايندو. وڏيراشاھيءَ ماڻھن جون زندگيون، تڪليفون ۽ ايذاءَ ڏيئي اجاڙيون آھن. جديد ليکڪن انھن داغن کي ڪُريندي، سندن پنيان پوشيده حقيقتن کي کُلي عام سامھون آڻي، ماڻھن ۾ انھن جي خلاف نفرت ۽ بغاوت جو شعور بيدار ڪيو. اھڙين ڪھاڻين ۾ غلام ربانيءَ جي ڪھاڻي، "شيدو ڌاڙيل" قابلِ ذڪر آھي. ھن ڪھاڻيءَ ۾ وڏيرڪي سماج جي ظلم جو شڪار ھڪ ڌاڙيل آھي. ليکڪ ھن ڪھاڻيءَ ذريعي ھيءُ تاثر اڀارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ، جاگيرداري سماج ۾ وڏيرو ئي ھر برائيءَ کي جنم ڏئي ٿو اصل ڌاڙيل ھو پاڻ آھي، جيڪو غريبن جي حقن ۽ ننگن تي ڌاڙو ھڻي ٿو ان ڪري اصل جنگ ان سان ڪرڻ گھرجي. غلام ربانيءَ جون اڪثر ڪھاڻيون وڏيرڪي سماج ۾ عام ماڻھوءَ جي مفلسي، بي ڪسي ۽

مجبوريءَ جي تصوير پيش ڪندي نظر اچن ٿيون. جن ۾ "پن ٻوڙين پاتال"، "ٻري هن پنيور"، "اخبار"، "هوندا سي حيات" وغيره شامل آهن. انهن ڪهاڻين ۾ هو وڏيرن جي غريب ماڻهن مٿان ٿيندڙ ظلم جي نشاندهي ڪندي نظر اچي ٿو. ان کان علاوه هن جون ڪهاڻيون، سنڌ جي ڳوٺاڻي زندگي، ۽ اتي رهندڙ ماڻهن جي ٻولي، ۽ ڳوٺن جي منظرنگاريءَ جي ڀرپور عڪاسي ڪندي نظر اچن ٿيون. هن جي ڪهاڻين جا موضوع گهڻي ڀاڱي سنڌين سان ٿيل ويساهه گهاتين جي پس منظر هيٺ هوندا آهن. جيئن ورهاڱي بعد جڏهن سنڌي وسندين تي قبضو ڪيو ويو ته هن ان جي نشاندهي پنهنجي ڪهاڻي "الا جهُري مَر شال غريبن جي جهُوپڙي" لکي، ان خلاف آواز بلند ڪيو. شيخ اياز سندس ڪهاڻين جي تعريف ڪندي لکي ٿو ته "...غريبن جي جهُوپڙي"، "پن ٻوڙين پاتال"، "هوندا سي حيات"، "شيدو ڏاڙيل" ۽ "ٻري هن پنيور" ۾ ٻولي ۽ ڪهاڻيءَ جي اوسر ۽ پڄاڻي، ڀراڙيءَ جي عڪاسي، سنڌ جي پيڙهيل ڏتڙيل عوام سان گهري دلچسپي، ۽ همدردي سبب، سنڌي ادب جو لازوال حصو بنجي چڪيون آهن. رباني مٿين ڪهاڻين ۾ جو ڪجهه لکيو آهي، سو سنڌ جي مظلوم عوام جي بازي ۾ صاف ۽ واضح آهي، ۽ هن جي روح مان ائين نڪتو آهي، جيئن ڪنهن گهري زخم مان خون نڪرندو آهي."(129)

سندس ڪهاڻيون ترقي پسند فڪر جي ترجماني ڪندي نظر اچن ٿيون. مثال طور "هوندا سي حيات" ڪهاڻي، جنهن ۾ هو وڏيرن جي ظلمن سبب بغاوتي انداز اختيار ڪندي، ماڻهن ۾ سماجي شعور کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪندي لکي ٿو ته "ابا هر شيءِ جا حقيقي وارث اسين، ته به ٻک اسان جي گهرن ۾! ان بعد موچڙي جو ڦهڪو پيو پوي، اهي زمينون اسان جون، هي ساوا سلا اسان جا اياريل، هي رنگا رنگي محل اسان جا جوڙيل، ابا اڄو ته همت جو سندرو ٻڌي، وڃايل وٺ واريون. ظالمن جي نڙيءَ تي نهن ڏيئي، کين اصل نگهو سار ڪري ڇڏيون."(130)

### سوڀو گيانچنداڻي:

"نيٺ بهار ايندو": هن ڪهاڻيءَ ۾ عورتن جي آزادي ۽ حقن بابت بحث ڏنل آهي، جنهن مان اهو تاثر اڀارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ته، نه

صرف گهٽ پڙهيل يا صفا چٽ، پر پڙهيا لکيا بہ عورتن کي سندن جائز حق ڏيئي نہ ٿا سگهن. هن ۾ هڪ ڪهاڻيءَ تي بحث ڪيو وڃي ٿو جنهن جو عنوان آهي "ائن مڙسن واري زال"، جنهن ڪي اهي اٺ مڙس بہ گڏجي سندس جائز حق نہ ٿا ڏيئي سگهن. سوال اهو ٿو نڪري تہ پوءِ اسلام ۾ جيڪو هڪ مڙس کي چئن زالن رکڻ وارو حق مليل آهي، اهو ڪيئن هڪ وقت چئن زالن کي برابريءَ جو حق ڏيئي سگهندو هوندو. ليڪڪ هن ڪهاڻيءَ ۾ هيءَ تاثر بہ پيش ڪري ٿو تہ عورتن جي حقن تي بحث ڪرڻ وارا، پاڻ ڪيتري قدر پنهنجي گهرجي عورتن سان انصاف ڪن ٿا ۽ کهڙا حق مجن ٿا؟ سو ان ڪهاڻيءَ کي پڙهڻ سان معلوم ٿي وڃي ٿو.

"آڪيري جو ٽُنڊڻ": هيءَ ڪهاڻي هڪ اهڙي ڳوٺ جي آهي، جتان جا رهاڪو سک ۽ آرام سان پنهنجي زندگي بسر ڪندا پئي آيا، تہ اچانڪ ڏاڙيلن اچي سندن زندگيءَ کي آزار ۾ وڌو ۽ آخر ڪار اهي ان ظلم کان بچڻ لاءِ پنهجا اباڻا ڪک ڇڏي، پنهنجو جوڙيل آڪيرو ڇڏي هليا وڃن ٿا. هيءَ ڪهاڻي جيتوڻيڪ ورهاڱي کان پهرين لکي ويئي، پر اها اينڊڙ حالتن جي اڳڪٿي تي مشتمل ڪهاڻي نظر اچي ٿي. ان کان علاوه سندس مشهور ڪهاڻين ۾ بي جوڙ شاديءَ جي نتيجن تي لکيل ڪهاڻي "رحيما"، "خود ڪشي"، "پاڇوڪڙ"، "انقلابيءَ جو موت" ۽ "بچاءَ بند" وغيره شامل آهن. جيئن تہ هو شروع کان وٺي ترقي پسند ادبي جماعتن سان وابستہ رهيو آهي، ان سبب سندس ڪهاڻين جا موضوع گهڻي ڀاڱي ترقي پسند نظرين جو پرچار ڪندي نظر اچن ٿا، جن ۾ سماجي، سياسي ۽ مذهبي فلسفي جو شڪار معاشري جا مسئلا، نهايت سادي، عام فهم ٻوليءَ هيٺ بيان ڪيل نظر اچن ٿا. مثال طور هو پنهنجي ڪهاڻي "بچاءَ بند" ۾ هڪ سرمائيدار جي مفاد پرست سوچ کي بيان ڪندي لکي ٿو تہ "تون سنڌ جو رهاڪو آهين. اتي سنڌو درياءَ کي قبضي ۾ رکڻ لاءِ حفاظتي بند ۽ منگيليون ٻڌيون ويندديون آهن. اهڙيءَ طرح پنهنجي دولت لاءِ اسان حفاظتي بند تيار ڪيا آهن. اسان جو پهريون بچاءَ بند مذهب جي تلقين آهي، جنهن لاءِ مان سيني مذهبي جماعتن کي لکين رپيا ڏيندو آهيان. هنن جو نعرو اهو هوندو آهي تہ، "موجوده معاشري کي قائم رکڻ عين مذهب آهي. 'رضا تي راضي

رهو' رب ڪنهن کي پري ڏيئي ٿو تہ ڪنهن جي آزمائش ڪري ٿو ماڻهن جي اڪثريت اهو روحاني بند ٽوڙي نہ سگهندي آهي."(131)

شيخ اياز سندس افسانوي فن جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ "مان يقين سان چئي سگهان ٿو تہ انقلاب کان اڳ روسي ادب ۾ منشي پريم چند جي ڪردارنگاريءَ کان سواءِ سوڀي جي ڪردارنگاري نهايت اوچي ۽ بيمثال آهي. هن غريب ڳٺپ ۾ نہ اڇڻ جهڙا وچولي طبقي جا نهايت منفرد ڪردار پيش ڪيا آهن، جي ڪنهن بہ آل انڊيا ترقي پسند مصنفين جي ڪانفرنس ۾ پنهنجو پاڻ مڃائي سگهن پيا." (132)

## سراج الحق ميمڻ:

"**ٻهڻي**": هيءَ ڪهاڻي سنڌي سماج جي اڻ برابريءَ ۽ طبقاتي نظام ۾ گهاريندڙ هڪ ايماندار پوليس واري جي ڪهاڻي آهي، جيڪو رشوت نہ وٺڻ جي ڪري زندگيءَ جي سيني سهوليتن کان محروم آهي. بک، بيماري ۽ بد حالي کيس مجبور ڪري ٿي، تہ هو هڪ سيٺ کان رشوت وٺي ٿو جيڪو ان وقت ڪنهن ٻار جو ايڪسيڊنٽ ڪري آيو هو پر حالتن جي ستم ظريفي اهڙي ٿئي ٿي، جو هو جڏهن پئسا وٺي سيٺ سان اسپتال وڃي ٿو ۽ ٻار جي منهن تان چادر هٽائي ٿو تہ اهو سندس پٽ مراد ٿي آهي! ثميره زرين سندس ان ڪهاڻيءَ جي تعريف ڪندي لکي ٿي تہ "محترم سراج الحق جو 'ٻهڻي' سندس شاهڪار افسانو آهي. سراج نہ تہ 'ٻهڻي' کان اڳ هن کان وڏيڪ سٺو افسانو لکيو نہ تہ 'ٻهڻي' کانپوءِ."(133)

سراج جا ان کان علاوه "**اي درد هلي آ**" ۽ "**انون ماڻهو**" پڻ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ نمايان حيثيت جا حامل افسانا ليکيا وڃن ٿا. بقول ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ جي تہ "سراج لسانيات جو ماهر آهي، تہ ناول نويس ۽ ڪهاڻيءَ نويس بہ. سندس ڪهاڻي 'ٻهڻي'، سنڌي ادب جي لازوال ڪهاڻي آهي. سندس بيون سٺيون ڪهاڻيون 'اي درد هلي آ'، 'دل جا پاڇولا'، 'پاتال'، 'هڪ مردو ٿي لاش' آهن."(134)

– ۽ جيڪڏهن ان وقت جي مشهور ڪهاڻين جو جائزو وٺبو تہ اهي گهڻي ڀاڱي ساڳي فڪر ۽ سوچ جي ترجماني ڪندي نظر ايندين، هيٺ

اهڙين ڪجهہ ڪهاڻين جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو جن ۾ پڻ انهن سماجي برائين خلاف ڀرپور آواز اٿاريل آهي:

## ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل":

ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"، پيشي جي لحاظ کان نفسياتي بيمارين جو ماهر ڊاڪٽر هو ان ڪري هن جون گهڻيون ڪهاڻيون انهن مريضن جي حالات، واقعات ۽ انهن وجوهات جي تصوير پيش ڪندي نظر اچن ٿيون، جن تحت هو ان مينٽل اسپتال ۾ داخل ٿيا. جنهن جي باري ۾ هو لکي ٿو تہ، "بمبئيءَ کان موٽڻ بعد ادبي ذوق شوق ساڳيو رهيو پر جڏهن بدلي ٿي گدوءَ جي پاگل خاني سپريڊنٽ مقرر ٿي آيس، تہ پنهنجي عادت موجب هر هڪ بيمار جي ڪيس ۾ دلچسپي وٺي، ڳوڙهو مطالعو ڪرڻ لڳس. انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو تہ بيمارن جي حالتن بابت چڱي معلومات حاصل ٿي. خصوصاً انهيءَ ڳالهہ جو گهڻو پتو پيو تہ ڪهڙي سبب اهي ماڻهو دماغي توازن وڃائي ويٺا هئا."(135)

<u>**"سونو هار":**</u> سندس لکيل اهڙين ڪهاڻين ۾ 'سونو هار' بہ شامل آهي، جنهن ۾ هو ٻڌائي ٿو تہ ڪيئن هڪ ڇوڪريءَ پهريان سماج جي ريتن رسمن، پوءِ پنهنجي پريمي هٿان تباه ٿي وڃشا بڻي، ۽ آخر ۾ پاڳل خاني جو هڪ ڪيس بنجي ويئي. سندس جذبن جي ترجماني ليکڪ هنن سٽن سان ڪري ٿو تہ، "جيڪڏهن مون سان سچو رهي هان، تہ شايد منهنجي هيءَ دردشا ڪڏهن بہ نہ ٿئي ها، ۽ آءٌ بدمعاش جي ور چڙهي، هڪ وڃشيا نہ بنجان ها! ڊاڪٽر صاحب! جي اهو هار پهچائي ڏيندي تہ مون تي وڏي ڪرپا ٿيندي."(136)

سندس ان ڪهاڻيءَ کان علاوه **"فوجي سپاهي"**، **"غيرتمند"**، **"ڏکايل"**، **"عاشق"**، **"رحمو فقير"** وغيره شامل آهن، جيڪي سندس ڪهاڻين جي مجموعي "عبرت ڪده" ۾ شايع ڪيون ويون.

**قاضي خادم:**

ادب کي جن ليکڪن صحيح معنيٰ ۾ سماجي زندگي، ۽ ان جي مسئلن کي حقيقت نگاريءَ هيٺ بيان ڪرڻ سان گڏ، زندگيءَ کي سنوارڻ، سينگارڻ جو تصور ڏيئي پيش ڪيو قاضي خادم جو نالو بہ انهن اديبن جيَ سٽ ۾ شامل آهي. هونئن تہ پاڻ گهڻ رخي شخصيت جا مالڪ اديب آهن پر، هتي جيئن تہ افسانوي ادب جو جائزو پيش ڪيو پيو وڃي، ان ڪري سندس افسانوي فن جو ذڪر ڪجي ٿو. قاضي خادم نہ صرف هڪ سٺو ڊراما نويس آهي پر،گڏوگڏ هن ناول جي صنف ۾ پڻ پاڻ موکيو آهي سندن افسانن جا پڻ بہ مجموعا: "سمنڊ ۽ سمنڊ" ۽ "مٽيءَ ۾ ملاوٽ" ڇپجي چڪا آهن. سندس افسانوي پهلوءَ تي روشني وجهندي، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکيو آهي تہ "افسانوي ادب جي ٽنهي صنفن ناول، ڊراما ۽ افساني ۾ قاضي خادم هڪ سٺو ليکڪ آهي."(137)

ورهاڱي بعد سنڌي معاشري جي نئين سر اوسر، ۽ تبديليءَ لاءِ جاکوڙيندڙ سنڌي اديبن، افسانوي ادب ذريعي جيڪي تخليقي سرگرميون جاري رکيون، تن ۾ پڻ قاضي صاحب بہ برابر جو شريڪ رهيو. سندس مشهور ڪهاڻين ۾ جتي <u>"ها سائين، جي سائين، پر سائين"</u> وڏيرڪي ظلم تان پردو کڻندي نظر اچي ٿي، تہ اتي وري **"شال مَر وڃي شان"** ۾ وري هو هڪ سچي سنڌي قومپرست جي ڪٿا بيان ڪري ٿو جيڪو پنهنجي قوم جي ماڻهن جي خدمت ڪندي، معاشي بدحاليءَ جو شڪار بنجي ٿو. پر، تنهن هوندي بہ ڪنهن آڏو هٿ نہ ٿو ٽنگي. پنهنجي مفلسيءَ ۾ بہ هو غيرت کي نٿو وڃائي.

<u>"بکي"</u>: هن ۾ وري هڪ رليل افغان ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي پيش ڪري ٿو جيڪا پنهنجي عزت ۽ ناموس جي رکواليءَ لاءِ غيرت جي نالي هيٺ قتل ٿي وڃي ٿي پر، پنهنجي پاڪدامني نٿي وڃائي. "سڪون" ڪهاڻيءَ ۾ هو سنڌ کي ڪوڙه جيئان وکوڙيل مرض، "ڪارو ڪاري" جو شڪار هڪ نوجوان ڇوڪريءَ جي موت جي ڪٿا بيان ڪري ٿو تہ اتي وري **"مريم"** ۾ سنڌ جي قديم تهذيب ۽ ثقافت جي روايت، جنهن ۾ ڏارين نياڻيءَ کي عزت ۽ مانُ ڏيڻ، ۽ سندس حفاظت ڪرڻ واري جذبي کي پيش ڪندي نظر اچي ٿو. گڏوگڏ پير پرستيءَ جي منهن تان فريب جو نقاب

لاهيندي، "چار خط"، "علاج" جهڙا پڻ افسانہ لکي ٿو. مطلب تہ قاضي خادم سنڌي معاشري جي چڱاين توڙي مداين، ٻنهيءَ جو ترجمان ليکڪ آهي. پروفيسر آفاق صديقي سندس افسانوي فن جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ، "قاضی خادم اپنے افسانوں میں سندھ دھرتی کی سماجیات اور معاشرتی حالات کے بیان میں سب سے آگے نکل گئے ہیں انہوں نے قبیح رسومات اور خراب عنصر کی نشاندہی جس خوبصورت پیرائے میں کی ہے اسے تخلیقی انفرادیت کے سوا اور کوئی نام نہیں دیا جاسکتا ہے۔"(138)

سنڌي افسانا نگارن جي ان مختصر جائزي کانپوءِ، ڪجھ مشهور سنڌي ڪهاڻين جو جدا جدا جائزو وٺون ٿا:

## ابن حيات پنهور:

"واھ وڏيرا": هيءَ ڪهاڻي وڏيرن جي حرفت بازين جو شڪار غريب ڳوٺاڻي جي ڪهاڻي آهي. ڳوٺن ۾ وڏيرا جيڪو بہ غير قانوني ڪم ڪندا آهن، انهن جا الزام اڪثر ڳوٺاڻا پنهنجي سر مڙهي پيا جيل ۾ سڙندا آهن، ان جي بدلي ۾ وڏيرا سندن گهرن ۾ رکو سڪو پيا پهچائيندا آهن. ائين اهي ابوجھ ماڻهو ناڪرده گناهن جي سزا لوڙيندي، پنهنجون عمريون لوڙهي ڇڏيندا آهن. هن ڪهاڻيءَ ۾ پڻ وڏيرن جي اهڙين چالاڪين جو ذڪر ڪيل آهي، جنهن جي ور چڙهي هڪ غريب ڳوٺاڻو پنهنجي زندگي وڃائي ويهي ٿو.

"زن طلاق": هن ڪهاڻيءَ ۾ سماجي بندڻ، شاديءَ جو ذڪر شامل آهي، جنهن ۾ هو چُپ ڪري تماشو نہ ٿو ڏسي، پر سڌو سنئون ان نظام جي خلاف بغاوت جو اعلان ڪري ٿو.

## "مني": زينت چنا

هيءَ پهرين سنڌي افسانہ نويس هئڻ سان گڏ، پهرين سنڌي عورت ايڊيٽر پڻ هئي. هن تمام ٿورا افسانا لکيا جن ۾ "مني" سندس وجہ شهرت افسانو بڻيو. هيءُ افسانو ماءُ جي لازوال محبت کان محروم معصوم ٻار جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ طبقاتي سماج ۾ غريب ماڻهن سان ٿيندڙ سلوڪ کي بيان ڪيو ويو آهي. هيءُ اهو ٻار آهي، جيڪو ماءُ جي محبت کان تہ اول

ٿي محروم آهي، پر مٿان وري اهي ماڻهو جن جو ٻار ٻچائينديءَ هيءَ ننڍڙو ٻار زخمي ٿي پوي ٿو اهي بہ سنڌس زخم تي مرهم رکڻ بدران، ڪيس دڙڪا ڏين ٿا. هن ڪهاڻيءَ جو مرڪزي خيال ساڳيو بشير مورياڻيءَ جي ڪهاڻي، "ڇهڙي" وارو آهي.

## "وطن" : ثميره زرين

ثميره زرين جون ڪهاڻيون گهڻي ڀاڱي سماج ۾ عورتن جي حيثيت، ۽ ان سان وابسط مسئلن کي واضح ڪندي نظر اچن ٿيون. وطن ڪهاڻيءَ ۾ هن هڪ سنڌي هندو نوجوان جي ڪٿا بيان ڪئي آهي، جيڪو ورهاڱي کان اڳ پرڏيهہ پڙهڻ ويو موٽڻ تي ڪيس خبر پئي تہ سنڌس محبوبہ ورهاڱي جي فسادن ۾ رلي ويئي، بعد ۾ سنڌس خاندان هندستان لڏي ويو. پيءُ جي خواهش کي ۽ پنهنجي ديس جي مٽيءَ جي سڳنڌ واسڻ لاءِ، هو پاڪستان اچي ٿو ۽ اهو ڏسي سخت رنجيده ٿئي ٿو تہ سنڌس ابن ڏاڏن جنهن ڌرتيءَ کي عبادت ڪري پوڄيو هو اڄ اها سنڌن واسطي مقتل گاه بنجي ويئي آهي." ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ان ڪهاڻيءَ بابت لکي ٿو تہ "وطن سنڌس بهترين ڪهاڻي آهي."(139)

## "سُريت" : ماهتاب محبوب

ماهتاب محبوب جو سنڌي ادب ۾ هڪ خاص مقام رهيو آهي. ان جي وجہ سنڌس ڪهاڻين جا نمايان موضوع، جن جو سڌو سنئون واسطو سنڌي سماج ۽ ان جي مروج قدرن ۽ ريتن رسمن سان آهي. يعني سنڌس ڪهاڻيون نج سنڌي سماج ۽ ان جي ماحول جي عڪاسيءَ سان گڏ، ڪردار نگاريءَ جون پڻ ترجمان آهن. سنڌس افسانو "سُريت" بہ ان قسم جي هڪ ڪڙي آهي، جنهن ۾ سنڌي سماج ۾ وڏيرن جي سُريت رکڻ واري رواج جي ڪهاڻي پيش ڪئي ويئي آهي، جنهن ۾ هُن طنزيہ بيان هيٺ انهن عورتن جي هوشياري ۽ چابڪدستيءَ کي بيان ڪيو آهي، جيڪي ان ڪان وڏيڪ شاهوڪار وڏيرو ڏسي، اڳوڻي وڏيري کي هيءَ چئي ٺڪرائي ٿي تہ "چڱو ادا هاڻي وڃ! ادي ايمٽا کي منهنجا سلام ڏجان!". رشيد ڀٽي سنڌس اهڙن ڪردارن جي تعريف ڪندي لکي ٿو تہ "ماهتاب جي فن جي نمايان خوبي

سندس ڪردارنگاري آهي. پنهنجي ڪردار جي هر رخ ۽ ڪمزوريءَ کي، ماهتاب مخصوص طنزيہ انداز ۾ پيش ڪرڻ تي مهارت رکي ٿي."(140)

ان کان علاوه سندس ڪهاڻين ۾ "مٺي مراد"، "پره کان پهرين"، "جيئڻ ڪارڻ جيڏيون" ۽ "منوپيت" وغيره شامل آهن.

## "لوئي" : تنوير عباسي

تنوير عباسيءَ جي لکيل هيءَ ڪهاڻي، سنڌي ثقافت جي تقدس ۽ مارئيءَ جي تمثيلي ڪردار جي تاريخي حيثيت کي بيان ڪري ٿي، جنهن ۾ ليکڪ اهو تاثر ڏيئي ٿو تہ وقت جي گردش ڪيئن نہ ان لوئيءَ جي تقدس کي پائمال ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي! موهن ڪلپنا ان ڪهاڻيءَ بابت لکي ٿو تہ "هيءَ ڪهاڻي سنڌي عوام کي پنهنجي ثقافت ڏانهن سوچڻ جو هڪ نئون رخ ڏيئي ٿي، تہ اها لوئي بچائڻي آهي. ليکڪ خود چپ آهي، ۽ سوال ڪهاڻيءَ ۾ موجود آهي."(141)

## "ڇُهڙي" : بشير مورياڻي

بشير مورياڻيءَ جي هيءَ ڪهاڻي طبقاتي معاشرو جنهن ۾ غريب، مجبور ۽ مظلوم کي ڪير رڳو انسان بہ نٿو مڃي، ان جي زنده تصوير هن ڪهاڻيءَ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي. ڪهاڻيءَ ۾ ٻين ڪهاڻين کان جا ڳالھ نرالي نظر اچي ٿي، اها آهي تہ ڇيمي، جيڪا هڪ ٻنگياڻيءَ جي ڌيءَ آهي، سا بہ هنن سفيد پوش اعليٰ ماڻهن کان وڌيڪ انسانيت رکندڙ آهي. جڏهن تہ ٻئي پاسي معاشري جا اهي معزز شهري، ڪيڏا نہ پنهنجي ذات پات جي خول ۾ بند، خسيس ۽ کوکلا انسان آهن! ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ مطابق تہ "سندس ڪهاڻي 'ڇهڙي' سنڌي ادب جي شاهڪار ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ذات پات جي ويڇي کان مٿي، انسان جي انسانيت ڏيکاريل آهي."(142)

ان کان علاوه سندس ڪهاڻين ۾ "اڇي پڳ مَرِ پس"، "پريم"، "زندگيءَ جو روڳ" ۽ "ٽڪري" پڻ مشهور آهن.

### "امان مان اسڪول نہ ويندس" : شيخ حفيظ

استاد، جيڪو نئين نسل جي تعمير ۾ هڪ اهم منصب جو حامل سمجهيو وڃي ٿو جيڪو مستقبل جي سونهري خوابن کي صحيح معنيٰ ۾ حقيقت جو پوش پارائي ٿو پر افسوس جو اهڙن قابل استادن کان سواءِ، ڪجهہ اهڙا استاد بہ آهن، جيڪي پنهنجي رتبي جو ناجائز استعمال ڪري، بي رحمانہ سلوڪ ۽ مارڪٽ ذريعي انهن ڪچڙن سلن کي، گلن بنجڻ کان پهرين ڪومائي ڇڏين ٿا. هن ڪهاڻيءَ ۾ اسڪول جي ننڍڙن ٻارن تي ماسترن جون مارون، ۽ تشدد ڪهڙو ذهني نفسياتي اثر پيدا ڪري ٿو ان جي وارتا بيان ٿيل آهي.

### "روزي جي ماني" : محمد ابراهيم جويو

هيءَ هڪ فقير جي ٻار جي ڪهاڻي آهي، جو خانہ بدوش گيدڙي ذات جو آهي، جنهن کي مسلمان فرقي ۾ شامل نہ سمجهيو ويندو آهي. ان سان گڏ هڪ اپاهج آهي، جنهن کي جڏهن هڪ سٺي خاندان جو ٻار روزي جي مانيءَ مان ٽورو ڏيڻ چاهي ٿو تہ ان جو پيءُ ان ٻار کي روڪي ٿو جڏهن تہ ٻئي پاسي فقيرياڻي، جيڪا مسلمان آهي، ان کي روزي ڇوڙڻ مهل ماني ڏني ٿي وڃي، جيڪا فقيرياڻي انهن جي وچڻ ڪانپوءِ، ان ئي گيدڙي ٻار کي ڏيئي ٿي. محمد ابراهيم جويي هيءَ ڪهاڻي لکي، سنڌي ادب کي هڪ نئون فڪر ڏنو تہ ٻک ڪوبہ مذهب ڪونہ ٿي ڏسي. موهن ڪلپنا ان ڪهاڻيءَ بابت لکي ٿو تہ "ان خانداني شخص جا روزي سان وابستہ ڪيترا خواب هوندا، جي هڪ فقيرياڻيءَ جي هڪ انساني رُخ مان پرزا پرزا ٿي وڃن ٿا. اهي شخص ڪيترا اڇاترا ۽ ٻهروپي لڳن ٿا. جويو صاحب ڪهاڻيءَ جون فني خوبيون خيال ۾ رکي چُپ رهي ٿو."(143)

### "واچوڙن ۾ لاٽ" : غلام نبي مغل

هيءَ ڪهاڻي سماج جي دوغلي پن تان پردو کڻي ٿي، جنهن ۾ ليڪڪ اهو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ اڄ بہ سماج ناجائز حمل جو جرم عورت تي مڙهي، ان کي اڪيلو رڻ ۾ رلائي ٿو. جتي همدرد تہ گهڻا ملن ٿا، پر

شريڪِ زندگي ڪو بہ نٿو ٿئي. تنهن هوندي بہ اها اڪيلي عورت حالتن کي شڪست ڏيئي، زندگيءَ جون مرڪون پاڻ مرادو حاصل ڪري ٿي. ان سلسلي ۾ سندس هڪ ٻي ڪهاڻي، "بيگار ڪئمپ" آهي، جنهن ۾ زوريءَ شادي ۽ ان جي تباهين جي تصوير پيش ڪئي ويئي آهي.

## "آزاديءَ جو ڏينهن" : محمد دائود بلوچ

هن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ پاڪستان جي آزاديءَ کانپوءِ تبديل ٿيندڙ سياسي ۽ معاشي صورتحال کي بيان ڪندي لکي ٿو تہ، آزادي ڪنهن طبقي کي ملي، صرف اميرن، سرمائيدارن ۽ جاگيردارن کي، باقي غريب جهڙا اڳي هئا، تهڙا ئي رهيا.

ان کان علاوه محمد دائود بلوچ جي ڪهاڻي "آپگهات کان پهرين"، جنهن ۾ هو ون يونٽ دوران، سنڌي نوجوانن کي ڄاڻي واڻي بيروزگار رکڻ جي سازش کي پيش ڪري ٿو ۽ هن وڏيرن جي مفاد پرستيءَ جو نمونو پنهنجي ڪهاڻي "احسان" ۾ پيش ڪيو آهي.

## "جانور" : گل محمد عمراڻي

هيءَ ڪهاڻي پڻ سنڌي سماج جي ناسور، وڏيرا شاهيءَ جي ظلم جو پڙاڏو آهي. ڪهاڻيڪارن جي هن مختصر جائزي مان هيءُ نتيجو اخذ ڪري سگهجي ٿو تہ ڪنهن بہ ملڪ جو ادب، ان ملڪ جي اقتصادي، سياسي ۽ معاشرتي حالتن جي تبديلين جو محرڪ هوندو آهي، جنهن ۾ گهٽ يا گهڻي انهن مسئلن ۽ پيچيدگين جو ذڪر شامل هوندو آهي، جيڪي ان وقت سندن ملڪ يا معاشري کي درپيش هونديون آهن. ڇو تہ معاشري ۾ رهي ان جي اثرن کان بچڻ ناممڪن آهي. توهان ڪنهن بہ اديب جي لکڻي پڙهي ڏسو ان ۾ توهان کي سندس ملڪ ۽ زماني جي گرد و پيش رونما ٿيندڙ سياسي توڙي فڪري تحريڪن، تبديلين ۽ حالتن جو عڪس نظر ايندو چاهي اهو ڪيترو بہ غير جانبدار ڇو نہ هجي. ورهاڱي کان وٺي ون يونٽ ٽهڻ ۽ ٽٽڻ جي دوران، سنڌي ادب جي هر ڪنهن صنف ۾ سياسي ۽ انقلابي تبديليون بيدار ٿيون، جنهن مزاحمتي ادب کي جنم ڏنو. ليڪن پنهنجي ڌرتي، پنهنجي ٻولي ۽ تهذيب کي پنهنجي فڪر هيٺ سلهاڙي، بهترين

قومي ادب تخليق ڪيو جيڪو تاريخ ۾ هميشہ روز روشن جيئان رهندو.
بقول امر جليل جي تہ "ون يونٽ نہ رهيو ون يونٽ جا ناهيندڙ نگهبان ۽ پرجهلا نہ رهيا، پر ون يونٽ دوران لکيل سنڌي ادب موجود آهي. سنڌ سان ٿيل جفا، ظلم، ناانصافي، تشدد ۽ بي رحميءَ جو دستاويز موجود آهي. سنڌ ۾ سنڌ شناسي، خود آگاهي، نئين سوچ، نئين لوچ ۽ نئين شعور جي ارتقا جو تحريري ثبوت موجود آهي. 1950ع کان 1970ع تائين لکيل سنڌي ادب، ان دؤر جي تاريخ خلاف جيئرو جاڳندو ثبوت آهي." (144)

نجم عباسي ۽ سندس همعصر اديبن جي اها کيپ، گهٽي ياڱي ورهاڱي کان بعد ادبي دنيا جي زينت بڻي، جن ترقي پسند فڪر کي افسانوي ادب هيٺ آڻي، ان دؤر جي بدلجندڙ سياسي توڙي معاشي حالتن، خارجي توڙي داخلي اثرن کي، حقيقت بيانيءَ جي تصوير بنائي، عام ماڻهن جي نہ صرف شعوري سگهہ وڌائي، پر سماج جي فرسوده روايتن ۽ طبقاتي سماج جي براين کان پڻ کين آگاهہ ڪيو. گڏوگڏ انهن جي خلاف سندن سوچ، ارادي ۽ حوصلي کي بلند ڪري آزادي، انصاف ۽ مساوات جي نظرياتي فڪر کي جنم ڏنو. ان وقت جي ليکڪن جي صحتمند سوچ ۽ فڪر کي مڃتا ڏيندي، مشهور ۽ معروف تجزيہ نگار غلام محمد گرامي صاحب لکيو هو تہ "اسان جي سنڌي نوجوانن جي فن ۽ نظريي ۾ جمود ۽ سڪون نہ آهي، پر ارتقا ۽ حرڪت آهي، اضطراب ۽ انقلاب آهي، جدت ۽ حرارت آهي، گرمي ۽ روشني آهي، افاديت ۽ مقصديت آهي. هو ادب براءِ فن يا ادب براءِ ادب جي فرسوده ۽ پائمال، گهٽ ۽ گهيڙ کان نڪري، ادب براءِ حيات ۽ فن براءِ تنقيدِ حيات جهڙي روشن ۽ تابناڪ، وسيع ۽ ترقي پذير واديءَ ۾ پهچي چڪا آهن."(145)

نجم عباسيءَ جي هم عصر اديبن، سندس جيئان پنهنجي فن ۽ فڪر جي شروعات ورهاڱي بعد ڪئي. نجم عباسيءَ وانگي هنن بہ پنهنجي تخليقن ذريعي نہ صرف پنهنجي قومي ثقافت ۽ ٻوليءَ کي جيئاريو پر ان سان گڏ هنن مختلف سماجي، معاشي ۽ مذهبي روڳن، ۽ فرسوده رسمن رواجن، ماحول جي ناهموارين، تضادن ۽ رسم و رواج جي قيد ۾ پيڙهيل عورتن جي جذبن جي ترجماني پڻ ڪئي. نہ صرف ايترو پر اُن ساڃاهہ وند قافلي پنهنجي تخليقن ذريعي عام ماڻهن جي شعوري سگهہ بيدار ڪري،

منجهن هر قسم جي پرمار قوتن خلاف جدوجهد جو عنصر جاڳايو. سندن اهڙين ڪاوشن جي مڃتا ڪندي، ولي رام ولڀ لکي ٿو تہ "اديبن ۽ ليکڪن قومن جي رهبري ڪري، سندن مقدر ئي مٽائي ڇڏيا آهن، جن جا تاريخ ۾ ڪيترائي مثال موجود آهن. هن ڳالهہ کي مختصر ڪندي سنڌي زبان جي اديبن، ليکڪن پاران پنهنجو ڪردار ادا ڪرڻ جي باري ۾ اهو چوندس تہ ورهاڱي کانپوءِ انهن لاجواب ۽ بي مثال ڪردار ادا ڪيو. انهن جي جدوجهد چاهي سياسي ميدان ۾ هجي، يا ادبي ميدان ۾ هجي، پر انهن پنهنجو رت ست ڏيئي ماڻ مٽاهون ڪيو آهي."(146)

حاصل مطلب تہ ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ادب ۾ جيڪي نوان لاڙا ۽ رجحان پيدا ٿيا، انهن ۾ "قوميت" (سنڌيت) جو فڪري رجحان سگهارو نظر اچي ٿو ان ڪري نجم عباسيءَ پڻ ان کان متاثر ٿئي ٿو. سندس هم عصر اديبن بہ نجم عباسيءَ وانگي، افساني وسيلي پنهنجي نظريي ۽ فڪر جو اظهار ڪيو. ان جو سبب اهو آهي تہ ادب جي قومي، اصلاحي ۽ ترقي پسند لاڙي کي وڌائڻ لاءِ افساني جو ڪردار هميشہ مسلم رهيو آهي. ان جو وڏو سبب نقادن هڪ تہ هن جو مختصر ۽ دلچسپ هجڻ بہ قرار ڏنو آهي، ٻيو وري افساني جي ذريعي ليکڪ هر قسم جي خارجي توڙي داخلي مسئلن کي آسانيءَ سان بيان ڪري سگهي ٿو. گڏوگڏ هو ان سان لاڳاپيل ماحول جي پڻ تورن لفظن ۾ عڪاسي ڪري سگهي ٿو. غلام محمد گراميءَ جي لفظن ۾ تہ "افسانوي فن زياده خارجي، زيادہ عوامي ۽ زياده عمومي زياده زميني ٿئي ٿو ان ڪري افسانہ نگارن لاءِ لازم آهي، تہ هو پنهنجي معاشري، پنهنجي ماحول، پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي ڪردارن کي زياده اهميت ڏين، ڇا لاءِ جو هرادب ۾ افسانا نگاريءَ جي انفراديت، ان ادب جي قومي ضمير، مذاق ۽ ماحول جي عڪاسيءَ جي آئينہ دار ٿئي ٿي."(147)

اهو ئي سبب هو جو نجم عباسيءَ جي لڳ ڀڳ سڀني همعصرن اديبن، افساني کي پنهنجي فن ۽ فڪر جو محرڪ بنائي، پنهنجي قومي تشخص جي ويڙهہ وڙهي.

ان ڪري ان دؤر ۾ اديبن جي قومي آزاديءَ لاءِ ڪيل ان جدوجهد ۽ خدمتن کي ڪڏهن بہ وساري ڪين سگهجي ٿو جن پنهنجي ادبي صلاحيتن کي قوم جي بهتريءَ لاءِ ڪتب آڻي، ادب جي صحيح معنيٰ ۾

تشريح ڪئي. ان ڪري ڪهاڻيءَ ڪيتر ۾ 1950ع کان 1970ع جي دؤر جو تجزيو ڪبو تہ اهو گهڻي ڀاڱي مزاحمتي انداز جي صورت پيش ڪندي ملندو جنهن ۾ هر ننڍي کان ننڍي يا وڏي کان وڏي ڪهاڻيءَ نويس جو مقصد هو سنڌ ۽ سنڌ واسين جي قومي ۽ سماجي استحصاليءَ کي ختم ڪرڻ ۽ ان مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ هنن پنهنجي تخليقن ۾ قومي ۽ وطني جذبن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ ڪهاڻيءَ کي هٿيو بنائي، پنهنجي افسانن ذريعي سجاڳيءَ جي نئين لهر پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. گڏوگڏ هنن پنهنجي تخليقي جوهرن وسيلي پيڙهيل ۽ مظلوم ماڻهن ۾ نہ صرف رياستي جبر، طبقاتي نظام ۽ سماجي برائين خلاف نئون شعور جاڳايو پر انهن خلاف مهاڏو اٽڪائي، انهن ۾ هر قسم جي پرماري طاقتن خلاف جدوجهد ۽ جستجوءَ جو روح پڻ ڦوڪيو. هر ترقي پسند ليکڪ پنهنجي پنهنجي فڪر، سوچ ۽ مشاهدي کي استعمال ڪري، ماڻهن کي معياري ۽ معلوماتي ادب مهيا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ جنهن جو واضح مقصد مقرر ڪيو ويو. بقول خاڪي جويو جي تہ "هن دؤر جي ادب جو واضح موقف هو تہ ادب ۽ فن جو ڪونہ ڪو مقصد ضروري آهي. مقصد ڪانسواءِ اديب جو ادب، قوم ۽ عوام جي ترجماني نٿو ڪري، ۽ نہ ئي سماجي ترقيءَ ۾ حصيدار ٿئي ٿو. جنهن بہ تخليقڪار يا فنڪار وٽ ڪو مقصد نہ آهي، ان جو ادب يا فن ڪوبہ سماجي ڪارج ادا نٿو ڪري سگهي."(148)

مٿي ڄاڻايل سندس همعصر اديبن ۾ پڻ گهڻو تعداد اهڙن اديبن جو آهي، جن نہ صرف ايوب آمريت جا ظلم ڏٺا ۽ سٺا، پر ضيا شاهيءَ جي بدترين دؤرکي پڻ منهن ڏنو. اهو دؤر جنهن ۾ سنڌ جو نالو وٺڻ جڻ جيل جو پروانو وٺڻ جي برابر هو. نہ صرف ايترو پر اظهار جي آزاديءَ تي تالا مڙهيا ويا. هن آمر مذهب جي آڙ ۾ سنڌ ي قوم لاءِ جبر، ظلم، نفرت، حقارت، ڏاڍ ۽ ڌهڪاءَ جو هڪ نئون باب کوليو. بقول غلام محمد لاکو جي تہ "اهو ضياء جي مارشلا جو دؤر هو. سنڌ جي لحاظ کان اهو نهايت دردناڪ زمانو هو. گُهٽ ۽ ٻوسٽ جو وقت هو محرومين ۽ مايوسين جو عرصو هو."(149)

تنهن هوندي بہ سنڌي ليکڪن مزاحمت جي شمع روشن رکي، ۽ پنهنجي ديس جي مظلوم ۽ ڏتڙيل ماڻهن جي سياسي توڙي معاشي استحصال، اقتصادي ڦرلٽ ۽ حق تلفين خلاف پنهنجي فن ۽ فڪر کي مؤثر هٿيار بنائي،

سنڌي قوم جو مقدمو لڙيو. امر جليل جي لفظن ۾ تہ اسين سڀئي پاڪستان ۾ بن بدترين مارشلائن جا چشم ديد گواهہ آهيون. اسان سنڌ واسين ۾ ذلت جي زندگيءَ تي موت کي ترجيع ڏيڻ جو احساس، ايوب ۽ ضياءَ جي مارشلائن دوران پيدا ٿيو. اسان آزاديءَ ۽ حب الوطنيءَ کي واضح نمونې سمجهو.“(150)

هن تحقيقي پورهيي وسيلي، نجم عباسيءَ جي سيني همعصر اديبن جو سندن مشهور افسانن جي حوالي سان مختصر جائزو ورتو ويو آهي. همعصر اديبن جي جائزي سميت، سندس همعصر دؤر جي ڪجهہ مشهور افسانن جو جائزو پڻ ورتو ويو آهي، جيڪي نتيجا سامهون آيا، انهن جو تت هيٺ پيش ڪجي ٿو:

ڪنهن بہ اديب، ڪهاڻيڪار يا فنڪار جي دؤر جي سماجي، ۽ سياسي پسمنظر جاڻائڻ سان گڏوگڏ اهو بہ اهم آهي، تہ ان دؤر ۾ تخليق ٿيندڙ همعصر ادب جو جائزو پڻ ورتو وڃي، جيڪو اديب جي فڪري .توڙي فني قد ڪاٺ جي تجزيي ۾ مدد ڏيندو آهي. جهڙيءَ ريت ادب پنهنجي سماج جي پيداوار هوندو آهي، بنهہ ساڳيءَ ريت هو سماجي اٿل پٿل سميت، پنهنجي دؤر جي همعصر ادب کان پڻ متاثر ٿئي ٿو. ان ڪري نجم عباسيءَ جي ادبي ڪٿ ڪرڻ، ۽ ان جي تخليق ڪيل ادب جا فڪري توڙي سماجي محرڪ جاڻڻ لاءِ، هن باب ۾ سندس همعصر اديبن ۽ گڏوگڏ ڪجهہ ڪهاڻين جو جدا جدا جائزو پڻ پيش ڪيو ويو. ان جائزي پيش ڪرڻ جو مقصد اهو آهي، تہ نجم عباسي بحيثيت ڪهاڻيڪار ۽ اديب جي، پنهنجي همعصر دؤر ۽ ان جي تخليقڪارن کان ڇڳل اديب نہ آهي، پر هن ٻين سيني حساس اديبن جيئان پنهنجي ديس جي حالتن جي پيڙا کي نہ رڳو محسوس ڪيو پر گڏو گڏ پنهنجي دؤر جي ٻين همعصر تخليقڪارن جيئان اها پيڙا ۽ درد، پنهنجي لکڻين ۾ اوتيندو رهيو. انور پيرزادي جي لفظن ۾ تہ، ”ڪنهن اديب جي ڪامياب ٿيڻ لاءِ حالتن جي موافقت ضروري آهي. ادبي اٿاٽ، سياسي، اقتصادي، سماجي تبديليون ۽ قومي تحريڪن جو زور وغيره ڪي اهڙا دؤر آهن، جن ۾ ادبي پورهيتن کي ڪي سٺيون اجرتون ملن ٿيون (منهنجو مقصد پئسي واري اجرت نہ آهي). هنن حالتن سان گڏ هڪ ٻي ڳالهہ بہ وڏي اهميت واري آهي، يعني اديب جو جينيس ۽ ذات ڏٺيءَ هجڻ.“(151)

## حوالا:

(1) رنگريز غلام حسين. "علمي، ادبي ۽ تحقيقي مضمون" حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر سنڌ. 1992ع

(2) عرساڻي، شمس الدين. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي 1984ع

(3) عباسي نجم. "پروفيسر" ڇاپو پهريون لاڙڪاڻو: سگند پبليڪيشن 1974ع

(4) مبارڪ علي ڊاڪٽر. سندھی مہاجر شناخت وتضادات واشتراک" سندھ کی تاریخ کیا ہے فکشن ہاؤس 2012ع

(5) فهميده رياض "هم لوگ" ڪراچي: آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس 2013ع

(6) پٺي، رشيد (سهيڙيندڙ: بدر ابڙو) "آءُ بـ جاڳي پوندس" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع ص: 683

(7) آغا، سليم. شيخ اياز "صدين جي صدا" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ جون2005 ع ص: 93

(8) هَڪڙو انور فگار. مُرتب "جي تند برابر توريان" شيخ اياز ڪراچي: سنڌ ادبي اڪيڊمي 1998ع ص: 12

(9) بدوي احسان. "تنقيد ۽ تنقيد نگاري" حيدرآباد : آر ايچ احمد اينڊ برادرس شاهي بازار 1971ع ص: 3

(10) شيخ، اياز "جي تند برابر توريان" ڪراچي: سنڌي ادبي اڪيڊمي. 1998ع ص: 157

(11) جويو خاڪي. "ترقي پسند ادب جا معمار" سنگم پبليڪيشن 1988ع

(12) شيخ اياز. (سفيد وحشي)، "جي تند برابر توريان"، سنڌي ادبي اڪيڊمي. 1998ع

(13) ايضاً ص: 141

(14) ايضاً: 142ص

(15) ميمڻ، غفور ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو فڪري پس منظر"، ڪراچي: شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي ص: 164

(16) ملڪاڻي، منگهارام پروفيسر. "سنڌي نثر جي تاريخ"، ڀٽائي جرنل شيخ اياز نمبر2006ع ص: 103

(17) قاضي خادم ڊاڪٽر. "ادب ۽ روايتون" ڇاپو پهريون حيدرآباد : سنڌي ساهت گهر سنڌ 1992ع ص: 114

(18) شيخ، اياز. "جي تند برابر توريان" ڪراچي: سنڌي ادبي اڪيڊمي .1998ع "سفيد وحشي"، ص_138

(19) "واچ جا ڪانٽا" ايضاً ص: 144

(20)) شيخ، اياز. "جي تند برابر توريان"، ڪراچي: سنڌي ادبي اڪيڊمي .1998ع "هي هاري" ص_101

(21) ميمڻ، راجهڻ خان. "سنڌي افسانو آزاديءَ کان اڳ" حيدرآباد: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1966ع

(22) شيخ، اياز "جي تند برابر توريان" ڪراچي: سنڌي ادبي اڪيڊمي، 1998ع.
(23) جمال ابڙو ايضاً ص 10
(24) ايضاً
(25) مالهي گوبند "سهڻي" (شيخ اياز نمبر) ايڊيٽر طارق اشرف 1975-1976ع
(26) صديقي، آفاق پروفيسر. "ڪلاچي" (جمال ابڙو نمبر) پتائي جرنل ڪراچي: سيپٽمبر 2004ع. ص: 128
(27) ملڪ، فتاح. "شيخ اياز منهنجو دوست"، "سهڻي" (شيخ اياز نمبر) 2_ 1975-1976ع. ص: 45
(28) بلوچ، اختر. پنهنجي پاران "قيدياڻيءَ جي ڊائري" چوٿون ڇاپو ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع
(29) *امر جليل. ذکر اياز، "شيخ اياز شخصيت اور فن" شاه محمد پيرزاده ترتيب آصف فرخي*
(30) نور محمد. "پتائي جرنل" (شيخ اياز نمبر) مارچ خيرپور: سنڌي شعبو شاه عبداللطيف يونيورسٽي 2006ع. ص: 106
(31) پليجو رسول بخش. "سنڌي ذات هنجن" حيدرآباد: ملير ڪتاب گهر 1983 ع. ص: 148
(32) پليجو رسول بخش. مهاڳ "اوهانجي پڇاڻان" نورالهديٰ شاه حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 2004ع.
(33) ميمڻ، سليم. ڪجهه منهنجي پاران، سهيڙيندڙ بدر ابڙو "آءٌ به جاڳي پوندس" جمال ابڙو ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي، 2007 ع ص: 10
(34) آگرو، غلام رباني. "جمال ابڙو همعصر اديبن جي نظر ۾" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع.ص: 675
(35) ايضاً ص: 672
(36) ابڙو جمال. (پيراڻي) "جمال ابڙو ڪهاڻيون، مضمون ۽ شخصيت" ڪراچي: ثقافت ۽ سياحت کاتو 1992ع.
(37) ميمڻ، سليم. (بئڪ ٽائيٽل) "جمال ابڙو: ڪهاڻيون، مضمون ۽ شخصيت" ڪراچي: ثقافت ۽ سياحت کاتو. 1992 ع ص: 53
(38) شيخ، اياز. ايضاً
(39) آغا، سليم. "جمال ابڙي جا ڪرداري افسانا" ماهوار "نئين زندگي" 1963ع. ص 58
(40) ) ابڙو جمال (سينڌ ) "جمال ابڙو ڪهاڻيون مضمون شخصيت" ڪراچي: ثقافت ۽ سياحت کاتو 1992ع.
(41) مغل، غلام نبي، "ماحول ۽ ڪردار"، "سهڻي" (نسيم کرل نمبر) 1973ع. ص: 162
(42) ابڙو جمال. سهيڙيندڙ بدر ابڙو "آءٌ به جاڳي پوندس" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع
(43) پوهيو الهداد "ادب جا فڪري محرڪ" ڇاپو پهريون حيدرآباد: سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت 1984 ع ص 190
(44) ابڙو جمال. (تنقيدي خط) "جمال ابڙو ڪهاڻيون مضمون شخصيت" ڪراچي: ثقافت ۽ سياحت کاتو. 1992ع. ص: 185

(45) ايضاً ص: 191
(46) ايضاً ص :
(47)شيخ، اياز. ماهوار "سهڻي" (شيخ اياز نمبر) 1976ـ 1975ع ص: 41
(48) پليجو رسول بخش. "پشو پاشا" ابراهيم جويي ڏانهن لکيل خط ڪراچي: يونيو رستي سنڌي پبليڪيشن 1976ع
(49) آغا، سليم. "جمال ابڙي جون ڪهاڻيون ۽ اتساهه"، "ڪلاچي" تحقيقي جرنل جلد ستون شمارو ٽيون ڪراچي: شاه لطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي:2004ع.
(50) شيخ، حفيظ "پشو پاشا" ڪراچي: ورسٽي سنڌي پبليڪيشن. 1976ع.
(51) الانا، غلام علي. "جمال سنڌي ڪهاڻيءَ جو هڪ نمائندا ڪهاڻيڪار" ڪينجهر تحقيقي جرنل 11 ص: 15
(52) شاهده دوست محمد "جمال ابڙي جون ڪهاڻيون ۽ اتساهه"، "ڪلاچي" تحقيقي جرنل جلد ستو ن شمارو ٽيون ڪراچي: شاه لطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي سيپٽمبر. 2004ع
(53) قاضي، خادم ڊاڪٽر: "سنڌي مختصر ڪهاڻيءَ جي اوسر"، "ادب ۽ روايتون" حيدرآباد سنڌي ساهت گهر 1992ع.
(54) عرساڻي، شمس الدين. "فن ۽ فنڪار مطالعو"، "جمال ابڙو"، "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1982ع.
(55) ميمڻ، سليم پروفيسر. "ڪلاچي" تحقيقي جرنل جلد سورهون شمارو ٻيو ڪراچي: شاه لطيف ڀٽائي چيئر، ڊسمبر 2013ع
(56) امر جليل "سنڌنامو" سيڪنڊ ايڊيشن ڇاپو پهريون. ڪراچي: ڪاڇو پبليڪيشن جنوري 2011ع.ص :35
(57) ڪلپنا موهن. مرتب جامي چانڊيو "سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي"، "افسانوي ۽ فڪري ادب" ڇاپو پهريون ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2007ع
(58) موهن ڪلپنا، "سهڻي" (شيخ اياز نمبر) ايڊيٽر طارق اشرف حيدرآباد: 1976ـ 1975ع
(59) قادري، اياز. پيش لفظ "ڪهاڻي هر دؤر جي"، "بلو دادا ۽ ٻيون مڪمل ڪهاڻيون" ڪراچي: قادري قلم قبيلو 2008ع. ص: 19
(60) مغل، غلام نبي. مهاڳ ايضاً ص:17
(61) شيخ، اياز. "ڪٿي نہ پيجبو ٽڪ مسافر" (آتم ڪهاڻي) سنڌي ادبي اڪيڊمي 1997ع. ص: 86
(62) ڪلپنا موهن. مرتب جامي چانڊيو "سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي" افسانوي ۽ فڪري ادب" ڇاپو پهريون ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي. 2007ع ايضاً
(63) ايضاًص: 29
(64) شيخ، اياز. "ڪٿي نہ پيجبو ٽڪ مسافر" (چارئي ڀاڱا گڏ) ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 2008ع. ص234
(65) موهن ڪلپنا. مرتب جامي چانڊيو "سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي" افسانوي ۽ فڪري ادب، ڇاپو پهريون ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي2007ع.

(66) سيّد جي ايم ترتيب ۽ پيشڪش نور محمد عباسي. "ڏيپلائي سنڌ جو ڪهنہ مشق صحافي" حيدرآباد: شهباز پبليڪيشن سنڌ .1995 ع ص: 24
(67) جويو ابراهيم. "شهباز" ڏيپلائي نمبر ايضاً
(68) ڏيپلائي، ثريا سوز "ڏيپلائي هڪ مصلح"، "مهراڻ" 3 ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1957 ع
(69) راشدي، پيرعلي محمد. "اهي ڏينهن اهي شينهن" جلد ٽيون ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ سال ص:306
(70) جويو ابراهيم. "محمد عثمان ڏيپلائي شخصيت اور فن" آفاق صديقي ناقدين کي رائي پاڪستاني ادب ڪي معمار اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان 2009ع
(71) جوڻيجو عبدالجبار. "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 1994ع. ص: 155
(72) ابڙو جمال. "ڪتا اونهي ڳالهہ اسرار جي"، ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن ص: 136
(73) بوهيو الهداد: "ادب جا فڪري محرڪ" ڇاپو پهريون، حيدرآباد: سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت سنڌ 1984ع. ص 189
(74) ڏيپلائي، محمد عثمان. (مرشد جو راز) ترتيب محمد عثمان عباسي، ڪنڊيارو عثمانيہ لائبرري مٺي 1987ع
(75) ڏيپلائي، محمد عثمان. ڪهاڻي( ٽانڊو شاه) "شرڪ ٽوڙ"، اسلاميہ دارالاشاعت حيدرآباد : 1950ع
(76) شهباز تمر "ڏيپلائي سنڌ جي سونهن، "مهراڻ - محمد عثمان ڏيپلائي خاص نمبر"، ڄامشورو سنڌي ادبي بورڊ 2014ع. ص: 136
(77) ڏيپلائي، محمد عثمان. ڪهاڻي (مرشد جي ڏاڙهي) "شرڪ ٽوڙ" اسلاميہ دارالاشاعت حيدرآباد : 1950ع
(78) بزمي نثار "سنڌي زبان جو سمنڊ"، "مهراڻ" محمد عثمان ڏيپلائي خاص نمبر، ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 2014ع. ص: 164
(79) ڏيپلائي، محمد عثمان. (نياڳي مريدياڻي) "مرشد ٽوڙ سلسلا" اسلاميہ دارالاشاعت حيدرآباد
(80) شمشيرالحيدري. "محمد عثمان ڏيپلائي"، "مهراڻ سوانح عمري نمبر"، ڄامشورو سنڌي ادبي بورڊ، 1957 ع.
(81) ڏيپلائي، محمد عثمان (مرشد جي ڪڪي) "شرڪ ٽوڙ" اسلاميہ دارالاشاعت حيدرآباد: 1950ع
(82) ڏيپلائي، محمد عثمان. "مهراڻ" 3 ڄامشورو سنڌي ادبي بورڊ، 1957ع. ص 585 .
(83) ابڙو جمال. "ايندو نہ وري هي وڻجارو" (آتم ڪتا) جلد 4، حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن ص:98
(84) بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر. "محمد عثمان ڏيپلائي شخصيت اور فن"، "پاڪستاني ادب ڪي معمار" ص: 101

(85) امر جليل. انٽرويو: طارق اشرف "سهڻي" امرجليل نمبر، حيدرآباد: سهڻي پبلشرز 1973ع، 205
(86) امر جليل: "اندران"، "ڪهاڻين جي ڪٿا" (منهنجي آتم ڪٿا) ڪراچي: ڪاڇو پبليڪيشن ص:24
(87) طارق اشرف "سنڌي تنقيد جو معيار" سهڻي " حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن 1969ع
(88) امر جليل. "اندران" "ڪهاڻين جي ڪٿا" (منهنجي آتم ڪٿا) ڪراچي: ڪاڇو پبليڪيشن 2012ع ص: 19
(89) حسيني، امداد. "امر ۽ سندس لکڻي"، "سهڻي" (امر جليل نمبر) حيدرآباد: 1973ع ص:103
(90) امر جليل. "(مٽيءَ جا ماڻهو) "تاريخ جو ڪفن" ٽنڊو ولي محمد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1991ع ص :18
(91) ) امر جليل. "پنجين موسم"، "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1985ع. ص:103
(92) اشرف طارق. "30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون"، سميڙيندڙ طارق اشرف، نئين دؤر جا ڪهاڻيڪار (1961ع کان 1977 ع) ڀاڱو پيو ص: 9
(93) نظاماڻي رئوف "سنڌي ڪهاڻي هڪ مختصر جائزو"، "افسانوي ۽ فڪري ادب" (اينٿالاجي) مرتب جامي چانڊيو 1980ع کان 1992 ع. ٽائين ص: 90
(94 ) اتم مهاڳ. "شاه سچل سامي"، محمد ابراهيم جويو ڇاپو پنجون، ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 1990ع.
(95) امر جليل. "جڏهن مان نہ هوندس" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 1999ع. ص: 19 ـ 18
(96) امر جليل. "رني ڪوٽ جو خزانو" ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيش 1989ع. ص: 49 ـ 48
(97) ميمڻ، رسول بخش"افسانوي ۽ فڪري ادب" مرتب جامي چانڊيو ڇاپو پهريون ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2007 ع. ص: 85
(98) جويو محمد ابراهيم. مهاڳ، "سندي ذات هنجن"، رسول بخش پليجو حيدرآباد: ملير ڪتاب گهر 1983ع. ص: 4
(99) امر جليل. (هڪ خطرناڪ سنڌي قوم پرست جي ڳولا) "رني ڪوٽ جو خزانو" ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد : نيو فيلڊس 1989ع.
(100) ميمڻ غفور ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو فڪري پس منظر" ڪراچي: شاه عبداللطيف ڀٽائي چيئر 1984ع. ص: 412 413
(101 ) سيّد، جي ايم. "جيئن ڏٺو آ مون" ڪراچي: نئين سوچ پبليڪيشن 2001ع ص: 139
(102 ) امر جليل. "جڏهن مان نہ هوندس" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 2010ع.ص: 16
(103) پنهور، خان محمد. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي ادب جي ترقيءَ ۾ اخبارن جو حصو"، "مهراڻ سنڌي ادب سيمينار نمبر 2"، ڄامشورو 1984ع. ص: 233
(104) لغاري يوسف، "مون کان سنڌ نہ وسري" ڪارونجهر پبليڪيشن مارچ 1967 ع. ص: 44
(105) امر جليل. "سهڻي" ( امر جليل نمبر) ايڊيٽر طارق اشرف حيدرآباد: 1973ع.

(106) طارق اشرف. ضروري وضاحت. ڪهاڻي (سرد لاش جو سفر). حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن 1973ع.
(107) سرهندي، پير پروفيسر. ايڊيٽر طارق اشرف. "سهڻي" 1973ع.
(108) امر جليل "اروڙ جو مست" "روح رهاڻ" ايڊيٽر حميد سنڌي زندگي پبليڪيشن حيدرآباد
(109) امر جليل (ڇتي ڪتي جو موت) "رني ڪوٽ جو خزانو" تنبو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1989ع ص: 107
(110) مهر ممتاز. "امر جليل جو فن ۽ شخصيت"، "سهڻي" (امر جليل نمبر) 1973ع ص: 49 48
(111) طارق اشرف. "سهڻي" ماهوار جنوري حيدرآباد: 1973ع ص: 21
(112) امر جليل. "سنڌو منهنجي ساهه ۾" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 2008ع ص: 18
(111) قريشي اعجاز پروفيسر. "سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي"، "آءُ بہ جاڳي پوندس"، "ڇاپو پهريون" ص: 719
(114) عرساڻي، شمس الدين: "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر"، ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1984
(115) جوڻيجو عبدالقادر "نسيم کرل جون ڪهاڻيون"، ٽي رايا ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن ص: 17
(116) ايضاً
(117) الانا، غلام علي. "چونڊ سنڌي افسانا" ڇاپو ٽيون 1986ع. ص
(118) جوڻيجو عبدالجبار. "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" (سنڌي افسانو) حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز. 1984ع. ص: 162
(119) طارق اشرف. ايڊيٽر "نسيم کرل هڪ ڪهاڻيڪار" (سهڻي نسيم کرل نمبر) حيدرآباد سهڻي پبليڪيشن ص: 112
(120) طارق اشرف. "30 سالن جون چونڊ ڪهاڻيون"، "ٽئين دؤر جا ڪهاڻيڪار 1961ع کان 1977ع تائين" پاڳو پيو ص: 5-6
(121) طارق اشرف: "نسيم کرل جون ڪهاڻيون"، "جي سوچ ۽ تخيل تي رايا"، ڪنڊيارو روشني پبليڪيشن
(122) ميمڻ، غفور ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو فڪري پسمنظر" ڪراچي: شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي
(123) راشدي، پير حسام الدين "پنهنجا ساريم سومرا" سهڻي نسيم کرل نمبر1973ع. ص: 88 87
(124) قريشي، اعجاز. "سومون سپ جمار" زندگي پبليڪيشن 2007ع. ص: 68
(125) ) امرجليل: "جڏهن مان نہ هوندس" ڇاپو ٽائون. ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن .1999ع. ص: 17
(126) ماهتاب محبوب. "ادبي ولين ادبي هيرو" هڪ تعارف "ويريون" حميد سنڌي حيدرآباد: زندگي پبليڪيشن 1995ع ص: 18
(127) حميد سنڌي. "جيڪي لکيو سومون"، "راڻا جي راڄپوت"، ڇاپو پهريون حيدرآباد: ناري پبليڪيشن 1984ع.

(128) قاضي خادم. "چار ڪهاڻيون چار ڪردار"، "ادب ۽ روايتون". تنبو ولي محمد: سنڌي ساهت گهر 1992ع.ص: 101
(129) رباني غلام. افسانہ مصنف بابت "جي تند برابر توريان". شيخ اياز بئڪ ٽائيٽل
(130) رباني غلام. "هوندا سي حيات". "مهراڻ" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ
(131) سنائي، ناز: مرتب "سوڀي جون تحريرون" حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 2010ع ص: 451
(132) ايضاً، 281
(133) زرين ثميره. "مهراڻ جون ڇوليون"، مقدمو (افسانوي ۽ فڪري ادب (اينٿالاجي) مرتب جامي چانڊيو ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2007ع ص: 68
(134) ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، سنڌي آڪاٽيءَ جي ارتقا "سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن ص: 185
(135) ڊاڪٽر ابراهيم خليل: تمهيد "عبرت ڪده" 1975ع
(136) ايضاً ص
(137) جوڻيجو عبدالجبار "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 1994ع ص: 174
(138) قاضي، خادم "جهڙو ساڻ سڳنڌ" قاضي خادم فن ۽ شخصيت، مرتب: موهن مدهوش حيدرآباد: ڪويتا پبليڪيشن 2013ع ص: 339
(139) ميمڻ عبدالمجيد "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن
(140) پٽي، رشيد "لهر لهر زندگي" ماهتاب محبوب، حيدرآباد : نيو فيلڊس پبليڪيشن سنڌ، 1985ع بئڪ ٽائيٽل
(141) موهن ڪلپنا، "افسانوي ۽ فڪري ادب" مرتب: جامي چانڊيو ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2007ع ص: 40
(142) ميمڻ عبدالمجيد "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو" ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن
(143) موهن ڪلپنا، "سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي"، "افسانوي ۽ فڪري ادب" (اينٿالاجي) مرتب: جامي چانڊيو ص: 40
(144) امر جليل. "جڏهن مان نہ هوندس" ڇاپو نائون. ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن. 1999ع. ص: 17
(145) گرامي، غلام محمد، "مشرقي شاعريءَ جا فني قدر ۽ رجحانات" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1992ع ص: 195
(146) ولي ولي رام. ماهوار "اديب"، سيپٽمبر حيدرآباد: ولي صفت انٽرويو: گل ڪونڌر ص: 20
(147) گرامي، غلام محمد "سنڌ جو افسانوي ادب ۽ ڪرل جو فن" سهڻي نسيم ڪرل نمبر ايڊيٽر طارق اشرف ص: 98 _ 99
(148) جويو خاڪي. "ترقي پسند ادب جا معمار" سنگم پبليڪيشن. 1988ع ص: 39
(149) لاکو غلام محمد. "سنڌي ادب" (هڪ سوَ سنڌي اديبن جي سوانح ۽ ڪم جو جائزو) دڙو: سچائي اشاعت گهر 2011ع
(150) امر جليل. "جڏهن مان نہ هوندس" ڇاپو يارهون. ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 2010ع.
(151) پيرزادو انور. "جديد سنڌي ادب" ڪراچي: انور پيرزادو اڪيڊمي، 2010ع ص: 27

باب ستون

# پاڪستان جي ٻين مقامي ٻولين اردو پنجابي، پشتو ۽ بلوچيءَ جي اهم ڪهاڻيڪارن جي فن جو اڀياس ۽ ان جا نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين تي اثر

## اردو ادب ۾ افسانہ نگاري:

اردو ادب ۾ افسانہ نگاريءَ جي شروعات ڪڏهن ٿي؟ ۽ اردوءَ جو پهريون شايع ٿيندڙ افسانو ڪهڙو هو؟ ان بابت تمام گهڻي تحقيق ۽ تنقيد ٿي چڪي آهي. هتي اسان ان تنقيد ۽ تحقيق جي روشنيءَ ۾ صرف ايترو چئي سگهون ٿا، تہ ان جي شروعات 19 صديءَ جي آخر ۽ 20 صديءَ جي اوائلي دؤر کان، باقاعدا لکت جي صورت ۾، هندستان جي مختلف رسالن جي ڇپائيءَ جي عمل سان شروع ٿي. بقول ايس اختر جي تہ "*جہاں تک اردو میں مختصر افسانا کا تعلق ہے وہ بیسویں صدی کی پیداوار ہے۔ بیسویں صدی کے آغاز میں ہی ہمیں دو ابتدائی افسانا نگار ملتے ہیں ایک سجاد حیدر یلدرم اور دوسرے پریم چند دونوں افسانا نگاروں کی ابتدا کم وبیش ایک ہی زمانے میں ہوئی۔*" (1)

جلد ئي افسانہ نگاري ادب جي مشهور صنف بڻجي وئي، ۽ ماڻهو هن کي وڏي تعداد ۾ پسند ڪرڻ لڳا. ڇاڪاڻ تہ تخليقڪارن بادشاهن ۽ اميرن بجاءِ، عام ماڻهن جي سماجي ۽ معاشي حالتن کي موضوع بنايو جنهن سبب پڙهندڙن جي دلچسپي هن صنف ڏانهن وڌڻ لڳي. اهي ڪهڙيون حالتون هيون جن ادب کي امراءَ، علماءَ ۽ بادشاهن جي محل مان ڪڍي عام ماڻهن جي گهرن ۾ آندو. غريب هاري ۽ مزور ۽ انهن جا ڏک، سک، درد ۽ پيڙائون انهن سيني کي ادب جو موضوع بنايو. ڇاڪاڻ تہ ان کان اڳ ادب صرف مٿين ڪلاس جي نمائندگيءَ تي مشتمل تفريح جو ذريعو هوندو هو.

انگريزن جي ننڍي کنڊ ۾ پير پائڻ سان ڪيترا ئي نوان قدر ۽ نيون تبديليون نمودار ٿيون، جن هندستان جي پراڻن تاريخي، تمدني ۽ مذهبي قدرن کي پائمال ڪيو. جنهن سبب معاشرو خلفشار جو شڪار بنجي ويو. انهن حالتن ۾ سماج اندر فڪري شعوري سگهه جاڳائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي ويئي. ڇاڪاڻ ته هي اهو دؤر هو جنهن ۾ مختلف سياسي، سماجي ۽ اصلاحي تحريڪون منظرعام تي اچي چڪيون هيون. جنهن جو اثر ادب تي پڻ ٿيو. اديب انهن تحريڪن جا روح روان بنجي اهڙو ادب تخليق ڪرڻ شروع ڪيو جنهن سماجي براين ۽ ناانصافين جي نشاندهي سان گڏ قوم پرستيءَ جي فڪر کي پڻ جنم ڏنو جنهن سان صدين جي بيٺل هن نظام ۾ ٿرٿلو پيدا ٿيو. ليڪن پنهنجي تخليقي صلاحيتن کي مدنظر رکندي، ان جي مثبت ۽ منفي پهلوئن کي پنهنجي ادب جو موضوع بنايو. هيٺ ان جا ڪجهه سبب پيش ڪجن ٿا:

انگريز جڏهن برِصغير تي قابض ٿيا، تڏهن هنن هتان جي پراڻي تعليمي سرشتي کي رد ڪري، پنهنجو جديد تعليمي نظام متعارف ڪرايو. ڇو ته هو ڄاڻن پيا ته ڪنهن به سياسي، سماجي، معاشي يا معاشرتي تبديليءَ جو سڀ کان وڏو ذريعو تعليم آهي، ۽ ان جي وسيلي ئي عام ماڻهن تائين رسائي حاصل ڪري سگهجي ٿي. ان ڪري هنن هندستان ۾ جديد تعليم جي فروغ لاءِ ڪوششون وٺڻ شروع ڪيون. مختلف اسڪول ۽ ڇاپ خانا قائم ڪيا ويا. شروع شروع ۾ مسلمانن هن جديد تعليمي نظام کي قبول نه ڪيو پر پوءِ ڪجهه مرد مجاهدن جي عملي ڪاوشن، مسلمانن کي هن نئين تعليمي نظام طرف راغب ڪيو. جن ۾ سرفهرست ۾ سر سيّد احمد خان ڪيرون لهڻي، جنهن جي ڪوشش سان علي ڳڙهه ۾ پهريان اسڪول قائم ٿيو جيڪو اڳتي هلي علي ڳڙهه يونيورسٽي بنيو. جيڪو مسلمان شاگردن ۾ سياسي ۽ سماجي شعور وڌائڻ لاءِ هڪ ذريعو ثابت ٿيو ۽ ڪيترائي ئي قابل ۽ لائق شاگرد ان اداري جي توسط سان، اڳتي هلي هندستان جا معتبر سياستدان، اديب ۽ دانشور بنيا. هيءُ اهو دؤر هو جنهن ۾ دنيا اندر تبديليءَ جا محرڪات تيزيءَ سان رونما ٿي رهيا هئا، جن جو اثر انساني شعور کي ڏونڏاڙي رهيو هو. بقول ڊاڪٽر جميل جالبيءَ جي "یہ وہ زمانا ہے جب اقلیت، افادیت اور فردیت کے تصورات سارے یورپ کے ذہن پر چھائے ہوئے

تھے یہ تصورات عقیدے پہ دلیل کو ترجیح دیتے تھے اور انسانی ضمیر سماجی انصاف اور سیاسی حقوق کو اہمیت دیتے تھے ان نئے تصورات نے ہندستان کے نئے ذہن کو بھی متاثر کیا۔ انگریزی اقتدار اور نئی تعلیم کے ساتھ لوگوں کا سماجی اور مذہبی رجحان بدلنے لگا۔" (2)

ادب جو انهن محرڪن ۽ تبديلين کان متاثر ٿيڻ لازمي امر هو ڇاڪاڻ تہ ادب سماج جو آئينو آهي، جنهن ۾ ڪنهن بہ ملڪ جي سماجي، مذهبي، تهذيبي ۽ معاشرتي قدرن جو اولڙو پسي سگهجي ٿو. بقول جامي چانڊيو جي تہ "ادب ۽ آرٽ پنهنجي همعصر دؤر کان، پنهنجي ماضيءَ پنهنجي مستقبل جي خواهشن، پنهنجي دؤر جي سياست کان، پنهنجي دؤر جي بحرانن، ڪلچر کان، پنهنجي دؤر جي تصورن جي نظام کان، پنهنجي دؤر جي خوابن ۽ خواهشن کان ادب ۽ آرٽ متاثر ٿيندو آهي." (3)

ان ڪري ان وقت جي ادب جو مطالعو ڪرڻ سان، ان دؤر جي سياسي ۽ سماجي محرڪن ۽ تبديلين جي ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي ٿي. جيئن تہ اسان جو موضوع افساني سان لاڳاپيل آهي، ان ڪري هتي صرف افساني ۽ افسانہ نگارن جي فن جو جائزو وٺنداسين.

جديد اردو افساني ۾ سڀ کان پهرين اخلاقي ۽ اصلاحي موضوع تي ڪهاڻيون لکيون ويون، جن جو مقصد عام ماڻهن ۾ جديد تعليم حاصل ڪرڻ جو رجحان پيدا ڪرڻ، معاشري جي فرسوده رسم رواج جو خاتمو آڻڻ، مذهبي تعليم، پراڻن تهذيبي ۽ فڪري قدرن کي اجاگر ڪرڻ سان گڏ، سماج ۾ عورتن جي حقن جي پاسداري ڪرڻ، ۽ انهن کي جديد تعليم کان متعارف ڪرائڻ وغيره شامل هئا. اهڙين اصلاحي ڪهاڻين ۾ راشدالخيريءَ جي ڪهاڻي "نصير اور خديجہ"، سلطان حيدر جي "خواب اور خيال"، ۽ پريم چند جو افسانو "عشق دنيا اور حب وطن" (جيڪو وطن لاءِ محبت جي جذبي کي نمايان ڪندي نظر اچي ٿو) قابل ذڪر آهن. بقول طاهر نقويءَ جي تہ "دور ابتدا میں افسانے سے مذہبی تعلیمات، تہذیب واخلاق کی فروغ اور قومی وملی اصلاح کا کام لیا جارہا تھا اس ضمن میں بالخصوص عبدالحلیم شرر، راشدالخیری، سلطان حیدر کے نام قابل ذکر ہیں۔" (4)

ڪنهن بہ خطي جون خارجي توڙي داخلي حالتون ۽ تبديليون، ان جي سياسي ۽ سماجي ماحول تي ضرور اثر انداز ٿين ٿيون. جيئن تہ 20 صدي پاڻ سان گڏ شعوري بيداري، هنگامہ آرائي ۽ قومي آزاديءَ جو فڪر

ڪٽي نمودار ٿي، جنهن جديد علمي، سماجي قدرن ۽ صنعتي نظام کي متعارف ڪرايو جنهن سبب معاشري ۾ انقلابي تبديليون بيدار ٿي رهيون هيون. ادب تي پڻ انهن جو اثر هجڻ لازمي هو. ان ڪري افسانا نگارن انهن موضوعن کي پڻ پنهنجي افسانن ۾ شامل ڪيو. وقارعظيم ان وقت جي حالتن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته "بیسویں صدی جتنے ہنگامے لیکر آئی واقعات اور تحریکات میں جتنی برق رفتاری اس صدی کے شروع میں ہوئی اس کی مثال تاریخ کے اور کسی دور میں شاید ہی مشکل سے ملے گی جہاں ایک طرف انسان کے صدیوں کے بنائے ہوئے معاشرتی نظام میں تزذلزل پیدا ہوا وہاں دوسری طرف قدرت کے وہ قوانین جنہیں انسان اب تک اٹل اور بااثر سمجھتا ہوا آیا تھا ٹوٹ ٹوٹ کر پارا پارا ہو گئے بیسویں صدی کے ابتدائی دس گیارہ سال خاص طور پر واقعات کے ہیجان آور تسلسل سے پر نظر آتے ہیں سیاست، معاشرت، صنعت، علم اور فکر ہر چیز نے دنیا کے سامنے ایسی چیزیں پیش کی کہ دنیا کے سکون میں ایک اضطراب پیدا ہو گیا۔"(5)

ويهين صديءَ جي انهن اهم سياسي واقعن ۾ محرڪن ۾ سرفهرست بنگال جو ورهاڱو (1905ع)، پهرين مهاڀاري لڙائي (1914ع)، روس جو انقلاب (1917ع)، ۽ ملڪ اندر هلندڙ آزاديءَ جون تحريڪون شامل آهن. جنهن هندستان ۾ سوشلزم ۽ ڪميونزم جي نعري کي جنم ڏنو. فتاح ملڪ ان وقت جي حالتن جو جائزو هن طرح پيش ڪري ٿو ته، "1920ء۔ 1919ء۔ 1918ء کا زمانا صحیح ماہ وسال کا اندازہ اس عمر میں کس کو تھا۔ بچپن کی سب سے پرانی یادیں دھندلی یادیں پہلی عالمگیر لڑائی ختم ہو چکی ہے، ایک جانب انگریز حکمران اور ان کے دیشی حاشیابردان جشن فتح منا رہے ہیں سڑکوں پر رنگین جھنڈیاں لگائی جارہیں ہیں توپیں داغ رہی ہیں بینڈ باجے اور فوجی سوار گشت کررہیں ہیں دوسری طرف قومی آزادی کی تحریک شروع ہو چکی ہے۔" آئے دن جلسے جلوس اور نعرے "سرخ انقلاب آگیا" جگہ جگہ چمگوئیاں ہو رہی ہیں، ہمارے گھر کے دیوان خانوں میں اسکول کے اسٹاف روم میں محلے کی مسجد میں ہر جگہ ایک ہی تذکرہ ہے کہ "روسی انقلاب کیسے ہوا کیونکر ہوا؟ کیا انقلابین فوجی ہندستان آکر ہمیں بھی آزاد کرالینگے؟ مزدور اور کسانوں میں یہ تبدیلی کیسے ہوئی ہے وغیرہ"( 6)

انهن سياسي هنگامہ آراين ڪيترين ئي سياسي ۽ سماجي تحريڪن کي جنم ڏنو مثال، "خلافتِ تحريڪ"، "ڪسان مزدور تحريڪ"، "ستيہ گره تحريڪ"، "سول نافرماني تحريڪ"، "پگتي تحريڪ"، "شڌهي تحريڪ" وغيره. ادب تي پڻ هنن تحريڪن اصلاح پسنديءَ سان گڏ حب الوطني ۽ قوميت جي نظريي کي جنم ڏنو ۽ ڪهاڻيڪارن ان قومي جذبي هيٺ ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون. اردوءَ جي جڳ مشهور ڪهاڻيڪار پريم چند جي ڪهاڻي، "دنیا کا سب سے انمول رتن" ان سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي. جنهن جي وضاحت ڪهاڻيءَ جي هنن سٽن مان ملي وڃي ٿي تہ "وہ آخری قطرہ خون جو وطن کی حفاظت میں گرے دنیا کی سب سے قیمتی شے ہیں۔" (7)

ورهاڱي کان پهرينءَ جي اڪثر ادب جي ڇنڊڇاڻ ڪبي، تہ اهو گهڻي ڀاڱي انهن سياسي، سماجي ۽ انقلابي تحريڪن جي زيرِ سايہ لکيل نظر ايندو جنهن ۾ حقيقت نگاريءَ جو پهلو نمايان طور نظر اچي ٿو. مثال طور پريم چند جي افسانن ۾ جتي هندو قوم جي بهادري، شجاعت ۽ وطن پرستيءَ جا اهڃاڻ آهن، اتي راشدالخيريءَ جي افسانن ۾ سماج جي اصلاح، عورتن جي تعليم، تبليغ ۽ انهن جي سماجي حقن جي پاسداري نظر اچي ٿي، تہ سلطان حيدر وري منشي پريم چند جيئان مسلم قوميت جو پرچار ۽ اصلاح پسنديءَ کي افسانن جو موضوع بنائيندي نظر اچي ٿو. جن ۾ خاص طور سندس افسانہ "لیڈر"، "خواب خیال" جيڪي گهڻي ڀاڱي جليانوالہ باغ واري واقعي (1919ع) جي نشاندهي ڪندي نظر اچن ٿا. ان کان علاوه قاضي عبدالغفار بہ گهڻي ڀاڱي معاشري جي اصلاح ۽ مقصديت جو حامي نظر اچي ٿو. ان سلسلي ۾ سندس لکيل افسانو "لیلیٰ کے خطوط" نمايان حيثيت رکندڙ افسانو آهي. سلطان حيدر يلدرم بہ تحريڪِ نسوان جو حامي هو. ان موضوع تي لکيل سندس ڪهاڻين ۾ "**خارستانِ گلستان**" وغيره شامل آهي. ان کان علاوه محمد مجيب جو نالو پڻ قابل تعريف آهي جنهن "کیمیاگر" نالي هڪ مجموعو ڏنو جنهن ۾ هن روسي ادب جي زير سايہ پنهنجي باغيانہ خيالن جو کليو اظهار پيش ڪيو. بقول مرزا حامد بيگ جي تہ "مجموعا "کیمیا گر" میں شامل نو افسانے مذہبی اور معاشرتی جکڑبندیوں سے کھلی بغاوت کا اولین اعلان تھے۔ یہ

*افسانے نوسٹلجیا کے زیر اثر گردو پیش میں بکھرے ہوئے مجبور اور بی بس کرداروں اور کچلی نفسیات کے گہرے عکاس تھے۔"(8)*

هن مجموعي جيڪا بغاوت جي ڏونهين ڏڪائي، اها اڳتي هلي اردو افسانہ نگاريءَ ۾ ”انگارے“ جي صورت ۾ نمودار ٿي، جنهن ۾ عصمت چغتائي، سجاد ظهير، رشيد جهان، احمد علي ۽ محمود ظفر جون لکيل ڪهاڻيون شايع ٿيون. هن مجموعي تي اهو الزام لڳايو ويو تہ هن جون ڪهاڻيون غير شرعي ۽ غير اخلاقي موضوع تي مشتمل آهن. اهو رد عمل ايتري تہ شدت اختيار ڪري ويو جو مسجدن مان ان جي خلاف اعلان ڪرايا ويا، بڪ اسٽالن تان مجموعي جي ڪاپين کي ساڙيو ويو. ان شديد مزاحمت ليکڪن جي حوصلن کي وڌيڪ اشتعال ڏنو ۽ اڳتي هلي هنن باقاعدا ۽ منظم تحريڪ، ادب جي ميدان تي ”ترقي پسند“ تحريڪ جي نالي سان 1936ع ۾ قائم ڪئي، جنهن ادب لاءِ هڪ مضبوط پليٽ فارم ڏنو. هن تحريڪ ادب براءِ ادب جي نعري کي ميساري، ادب برائي زندگيءَ جو نئون پيغام ڏنو. هن تحريڪ جي تحت لکيل ادب هر قسم جي رياستي جبر، ۽ سماجي ڏاڍ خلاف ڀرپور آواز بلند ڪيو. ان سان گڏوگڏ ترقي پسند ليکڪن انڌن عقيدن، وهم، وسوسن ۽ پراڻن خيالن کي ٿڏي، ان جي جاءِ تي نوَن، حقيقت پسند نظرين ۽ خيالن کي ادب جو موضوع بنائي، سائنسي ۽ عقلي بنياد تي ادب تخليق ڪيو جنهن جو منشور اظهار جي آزاديءَ سان گڏ سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ ٻين استحصالي قوتن خلاف عام ماڻهن ۾ جستجو جدوجهد ۽ انقلاب ذريعي آزاديءَ جو جذبو پيدا ڪرڻ هو. هن تحريڪ برصغير جي ادب ۾ ڪيترن ئي بي مثال شاعرن، اديبن ۽ ليکڪن کي جنم ڏنو. هن تحريڪ جي زيرِ سايہ لکيل ادب تاريخ جو اهو سرمايو آهي، جنهن مان ايندڙ نسل رهنمائي حاصل ڪري سگهن ٿا.

ترقي پسند تحريڪ هيٺ لکيل ادب کي تنقيد جو نشانو پڻ بنايو ويو. ڪڏهن ان کي ”سياسي پارٽين“ جو ادب ڪوٺيو ويو ڪڏهن وري ان کي ”مارڪسي ادب“ چيو ويو. ڪنهن هن تي ”پروپيگنڊا ڦهلائڻ“ واري ادب جا الزام لڳايا. ڪن مرڳو هن کي ”مغربي ادب“ جا طعنا هنيا. ان هوندي بہ جڏهن هن جي مقبوليت تهائين وڌڻ لڳي، تڏهن هن تي غيرمذهبي ۽ ”فحاشي وڌائڻ“ جا الزام هنيا ويا. اهڙو ئي هڪ مثال پنڊت ڪشن پرساد

ڪنول جي هنن سٽن مان ظاهر ٿئي ٿو ته "میری رائے عاجز میں نئے ادب کو محض کسانوں مزدوروں کی زندگی کی ترجمانی پر محدود کرنا یا سیاست کی الجھنوں اور کیموں میں پھنسانا کسی خاص پولیٹیکل پارٹی کے مسلک کا پابند کرنا دانشمندی نہیں ہے یہ ادب کے شایان شان نہیں بلکہ اس کی عظمت کو برباد کرنا ہے میں تو اس کا قائل نہیں۔" (9)

جڏهن ته ترقي پسند تحريڪ جي حامي ليکڪن ان کي امن، آزادي عالم انسانيت جي فلاح بهبود ۽ معاشري جي فرسوده مذهبي توڙي سماجي رسم و رواجن، روين ۽ قدرن خلاف اعلانِ جنگ سمجهي اپنايو. اردو افسانوي ادب ۾ هن تحريڪ کي ڪامياب ڪرڻ ۾ منشي پريم چند، عصمت چغتائي، ڪرشن چندر، خواجه احمد عباس، ديوندر ستيارٿي، اخترحسين راءِ پوري، راجندرسنگهه بيدي ۽ احمد نديم قاسمي وغيره جو وڏو هٿ هو. شهزاد منظر ان جي وضاحت هن ريت ڪري ٿو ته "ترقی پسند تحریک ایک ایسی ہمہ گیر تحریک تھی جسے صرف اردو ہی نہیں برصغیر جنوبی ایشیا کے تقریباً تمام چھوٹی اور بڑی زبانوں کے ادب نے گہرا اثر قبول کیا ہے اور ادب کے تمام شعبوں پر اس کے اثرات مرتب ہوئے ہیں۔ خاص طور پر افسانا، شاعری اور تنقید۔ اس کی وجہ یہ ہے کہ ترقی پسندی صرف ایک رجحان نہیں ایک نقطہ نظر بھی ہے، جس کے تحت مصنف نہ صرف زندگی کے عمل، بلکے معاشرے کی ارتقا کے قانون کو سمجھنے کی کوشش کرتا ہے اور اس کی روشنی میں زندگی کی تفہیم و تعمیر کرتا ہے۔" (10)

1947ع تي پاڪستان هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت سان دنيا جي نقشي تي نمودار ٿيو. ورهاڱي دوران سرحد جي ٻنهي پاسي وڏي پيماني تي قتل و غارتگري، ڦرلٽ ۽ لڏپلاڻ ٿي. ڪيترائي ماڻهو مختلف مذهبن سان تعلق رکڻ ڪري، پنهنجو اباڻو وطن ۽ ديس ڇڏڻ تي مجبور ٿيا. لڏي اچڻ ۽ ويڃڻ وارن ۾ اهي اديب، ليکڪ ۽ ساڃاهه وند به شامل هئا. جن انهي ظلم ۽ بربريت جا منظر پنهنجي اکين سان ڏٺا، ۽ پنهنجي سر تي سٺا. جن جو ذڪر انهن پنهنجي تخليقن ذريعي پيش ڪيو. مظهر جميل ان دؤر ۾ لکيل اردو افساني جو ذڪر ڪجهه هن طرح ڪري ٿو ته "تقسیم کے نتیجے میں برصغیر آگ اور خون کے جس طوفان سے گزرا اور وحشت اور بربریت کے ہاتھوں انسانی اقدار کی جس طرح دھجیاں اڑی ہیں اس نے بھی افسانے کو ایک بہت بڑا موضوع دیا تھا، اور انسانی المیے پر اردو کے علاوہ تقریباً ساری ہی زبانوں میں بہت وسیع پیانے پر ادب تخلیق ہوا۔" (11)

هنن افسانن ۾ نہ صرف انهن فسادن، لٽ مار ۽ قتل وغارت کي موضوع بنايو ويو پر ان سان گڏ ليڪن انهن خارجي قوتن جي شيطاني ارادن کي پڻ بي نقاب ڪيو جن پنهنجي مفادن خاطر فرقہ پرستيءَ کي باهہ ڏني. جن ۾ اشفاق احمد جو لکيل افسانو "گڈریا" پڻ هڪ اهڙي موضوع جي تشريح ڪري ٿو. بقول مرزا حامد بيگ جي تہ "۱۹۴۷ء کے فسادات کے متعلق اشفاق احمد کا افسانا" گڈریا" اردو کے بہترین افسانوں میں سے ایک ہے۔" (12)

ان کان علاوه ان موضوع تي راجندر سنگهہ بيديءَ جو "لاجونتی" ۽ خواجہ احمد عباس جو لکيل افسانو "سردار جی" پڻ شامل آهي. انهن افسانن ۾ جتي مذهبي جنون جي پس منظر هيٺ هندو مسلم فساد، لٽ مار ۽ خون ريزيءَ جا مثال نظر اچن ٿا، اتي اهي انسان بہ آهن، جن لاءِ انسانيت جا قدر سڀ کان وڌيڪ اهميت جا حامل آهن. اهڙو ئي هڪ مثال خواجہ احمد عباس جي لکيل افساني "سردار جی" اندر نظر اچي ٿو. جيڪو بظاهر مسلمان معاشري جو هڪ ناپسنديده ڪردار آهي، پر جڏهن مشڪل وقت اچي ٿو تہ اهو سردار پنهنجي جان تي کيڏي، مسلمانن جي حفاظت ڪري ٿو. ان کان علاوه ورهاڱي جي انهي درد ۽ پيڙا ۾ لکيل افسانن ۾ ڪرشن چندر جو "پشاور ایکسپریس"، سعادت حسين منٽو جو "کھولدو" ۽ "ٹو بہ ٹیک سنگھ" قدرت الله شهاب جو "اور عائشہ آگئی" ۽ "یاخدا" احمد نديم قاسميءَ جو "چڑیل"، خواجہ احمد عباس جو "انتقام"، حيات الله انصاريءَ جو "شکر گزار آنکھیں" ۽ ٻيا ڪيترائي افسانہ شامل آهن. ورهاڱي جي پس منظر ۾ لکيل اهي افسانہ پنهنجي حقيقت بياني، ۽ حقيقت شناسيءَ جي تصوير هئڻ سبب، اردو ادب ۾ تمثيلي حيثيت رکن ٿا. جن ۾ هجرت وقت ۽ بعد جي حالتن جو عڪس نمايان طور نظر اچي ٿو. جن جي نشاندهي ڪندي رشيد امجد لکي ٿو تہ، "تقسیم کے فورن بعد فسادات نے ساری صورتحال کو بدل دیا۔ یہ اتنا بڑا انسانی المیا تھا کہ اس دور کے اشاید ہی کوئی افسانہ نگار ہو جس نے اس موضوع پر نہیں لکھا پاکستانی افسانے مین فسادات کا موضوع " گڈریا" تک موجود رہا اس کے بعد جن موضوعات نے افسانے میں پزیرائی حاصل کی ان میں ایک ہجرت کا دکھ، پرانی یادیں، ماضیت اور دوسری نئی مملکت کے مسائل جن میں خوابوں کے ٹوٹنے کا المیہ اور لوٹ کھسوٹ کے ایک نئے دور کا آغاز کا المیہ شامل تھے۔ ناسٹلجیا کے اثرات ساٹھ کی دہائی تک اردو افسانے کے موضوعات اندر شامل رہے۔" (13)

اهي افسانہ نگار جن انهن افسانن کي تخليق ڪيو اهي پڻ رجعت پرستن جي نظر کان بچي ڪونہ سگهيا. هنن ان کي غير ملڪي دشمن جو ايجنٽ، فحش نگار، جنس پرست ۽ سنڌن ادبي جماعت انجمن ترقي پسند مصنفين کي ملڪ دشمن قرار ڏنو، جماعت جي رهنما سجاد ظهير کي 1951ع ۾ راولپنڊي سازش ڪيس ۾ گرفتار ڪرائي ڇڏيو ۽ اڳتي هلي 1954ع ۾ هن تحريڪ تي خلافِ قانون جماعت جو الزام لڳائي، پابندي مڙهي ويئي. بقول منصور علي ويسريو جي تہ "جب ۱۹۵۴ء میں پاکستانی سرکار نے ملک میں کمیونسٹ پارٹی پر بندش لگائی تو ترقی پسند مصنفین پر بھی پابندی عائد کردی گئی۔"(14)

۔ جنهن جي نتيجي ۾ اديبن حڪومت جي ان فيصلي خلاف شديد رد عمل جو اظهار ڪيو. مزاحمت جي انهيءَ لهر کي روڪڻ لاءِ حڪومت هنن جي خلاف سخت رد عمل ظاهر ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ ڪيترن ئي اديبن قيد و بند جون سختيون پڻ سٺيون، جن ۾ سجاد ظهير ۽ فيض احمد فيض، حبيب جالب کان علاوه ٻيا بہ ڪيترا ئي اردو اديب، ليکڪ ۽ شاعر شامل هئا.

جماعت تي پابندي مڙهڻ سان ادب ۾ ڪا بہ تبديلي ڪانہ آئي، ڇو تہ ترقي پسند ادب ڪنهن جماعت يا گروه يا ڪنهن خاص ملڪ جو ادب ڪونہ هو پر ان جي برعڪس هي ادب مظلوم ۽ محڪوم قوم جو ادب هو جنهن جو مقصد معاشري ۾ ٿيندڙ ناانصافين، ظلمن، استحصال ۽ محرومين خلاف مظلوم انسانن کي سياسي شعور ۽ انقلابي رجحانن کان متعارف ڪرائڻ هو.

ورهاڱي کانپوءِ جن مسئلن کي ادب جو موضوع بڻايو ويو انهن ۾ سياسي، تهذيبي، لساني، معاشرتي ۽ معاشي بدحالي شامل آهن. جنهن جو اظهار اردو، سنڌي ۽ بنگاليِ ادب ۾ نمايان نظر اچي ٿو. جنهن کي روڪڻ لاءِ حڪومت سيني صوبن کي ڳنڍي "ون يونٽ" جو ڳٽ وجهي ٻڌي ڇڏيو. جنهن سان قومي، ثقافتي ۽ لساني رجحان ادب ۾ پيدا ٿيڻ لڳو جنهن مزاحمتي ادب جي ڏونهين دکائڻ شروع ڪئي. سبط حسن ان جي وضاحت هن طرح ڪري ٿو تہ "کسی بھی زبان کو ملک کے لوگوں کی مرضی اور استوا کے بغیر تھوپا نہیں جاسکتا۔ تہذیبی اور لسانی آزادی دراصل منسلک ہوتی ہے معاشی اور سیاسی آزادی سے جو ہمارے ہاں محض حکمران طبقوں نے اپنے لیے مخصوص کر رکھی ہے جس کا تدارک جتنی جلد کیا جائے اتنا ہی بہتر ہو گا۔" (15)

ان سياسي فيصلي خلاف ٻين صوبن جي برعڪس، اردو ادب ۾ تمام گهٽ لکيو ويو خاص طور تي افسانن ۾. هيءُ اهو وقت هو جڏهن اردو ادب ۾ ڪجهه نوان ادبي لاڙن پير پاتو. مثال طور "جديديت"، جنهن ذريعي فرد جي اڪيلائي ۽ ڪرب وغيره کي موضوع بنائي ادب جي سماجي ڪردار جي نفي ڪئي ويئي. ان کان علاوه علائم نگاري، ايمائيت ۽ تجريديت جهڙن مغربي لاڙن اردو افسانن کي پنهنجو موضوع بنايو. جنهن سبب اردو افسانو عام ماڻهن جي سوچ کان پري ٿيڻ لڳو. شوڪت صديقي ان وقت جي افسانوي ادب جي موضوع تي تنقيد ڪندي لکي ٿو ته. "ان کے نزدیک فارم کا تجربا ہی بنیادی مقصد تھا اور تخلیقی تجربا درونِ ذات کے باہر کوئی اہمیت نہیں رکھتا تھا۔ ایسے وقت میں جدت پسندوں کاغلغلا بلند ہوا۔ اس طرح ادب ادیب کے خول میں بند ہوتا چلا گیا۔" (16)

ان جي باوجود ڪجهه ليکڪن مثال طور قرت العين حيدر، انتظار حسين، احمد نديم قاسمي،جيلاني بانو ابوفضل فيضي ۽ جوگيندر پال اهڙا اديب هئا، جن ملڪ جي سياسي پس منظر هيٺ بدلجندڙ سياسي ۽ سماجي حالتن کي ادب جو موضوع بنايو. مجموعي طور 1960ع وارو عشرو گهڻي ڀاڱي سماجي ۽ سياسي ٻنهي حوالن کان هنگامي دؤر هو. ڀهرين مارشل لا کانپوءِ لساني فسادن ۽ سياسي جبر ليکڪن کي علامتي انداز طرف راغب ڪيو جنهن جي وضاحت رشيد احمد ڪجهه هن طرح ڪري ٿو ته: "ساٹھ کی دہائی بے یقینی اور تشکیک کا زمانا تھا، چناچہ اس دور میں جو افسانا لکھا گیا وہ خارج کی بجاء باطن خواصی کرتا ہے اسے فرد کی کہانی کہا گیا ہے یہ کہانی دوسری ذات کی تلاش اور شناخت کا سفر ہے۔ پاکستانی افسانے کے رویے کو سیاسی پس منظر سے الگ کر کے نہیں دیکھا جاسکتا۔ سیاسی سطح پر یہ دور قومی شناخت کی گمشدگی کا دور ہے۔" (17)

اردو افساني ۾ ترقي پسنديءَ جو ٻيو دؤر 1970ع کانپوءِ وري نمودار ٿيڻ لڳو. هيءُ پڻ ملڪي سطح تي وڏي خلفشار جو دؤر هو جنهن ۾ هڪ پاسي مغربي پاڪستان ۾ سنڌ ۽ بلوچستان اندر "ون يونٽ" جي خلاف ثقافتي ۽ لساني ويڙهه جاري هئي، ٻئي پاسي مشرقي پاڪستان ۾ پڻ ان جي خلاف مزاحمت زور وٺي رهي هئي. بقول فخر زمان جي ته. "ایوب خان کے آخری دور میں مارشلا اور ون یونٹ کے خاتمے کے لیے جدوجہد میں تیزی آتی جارہی تھی۔ یہ شدت اس جبر کا فطری ردعمل تھی جو مغربی پاکستان کے عوام کی جمہوری، اقتصادی اور ثقافتی حقوق کچلنے کے سلسلے

میں رواں جارہا تھا" ون یونٹ "ایک ایسا کوڑا تھا جو مشرقی بنگال کے ساتھ ساتھ سندھ بلوچستان
اور سرحد کی کھال کو بھی زخمی کر رہا تھا۔"( 18 )

انھن تضادن اڳتي هلي ايڏي ته شدت اختيار ڪئي، جو هڪ دفعو ٻيهر ملڪ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. اردو ادب ۾ بنگال جي ورهاڱي تي تمام گهڻو مزاحمتي ادب تخليق ڪيو ويو. هن ورهاڱي هڪ دفعو وري 1947ع جي ورهاڱي جي واردات کي دهرايو. فرق صرف اهو هو جو هن ڀيري سنڌن جنگ ڪنهن ڊاري بدران پنهنجو پاڻ سان هئي. ايڏين قربانين سان حاصل ٿيندڙ ملڪ جا ٻه ٽڪرا ٿيندي، هرڪنهن پنهنجي اکين سان ڏٺا. ڪجهه ماڻهن پنهنجي سياسي مفادن خاطر انسانيت جو جيڪو خون ڪيو اهو سڀ ڪجهه ان وقت جي لکيل افسانن ۽ ادب جي ٻين موضوعن مان بخوبي معلوم ڪري سگهجي ٿو. جنهن ۾ بنگالين جي لٽ مار ۽ قتل و غارت ۽ انسانيت جي حد کان وڌيل ظلم کي بيان ڪيو ويو آهي. جن ۾ ”ڪالي ماتا ڪي پوجارڻ“ (غلام الثقلين)، ”تربيت ڪا پهلا دن“ (مرزا حامد بيگ)، ”بي زمين بي آسمان“ (علي حيدر ملڪ)، ”يوٽوپيا“ (شهزاد منظر)، ”بيلائي نائي ري جلدي جلدي“ (مسعود اشعر)، ”جاگتي رهنا“ (اي حميد)، ”پٿر ڪي نسل“ (سيّده حنا) خاص اهميت جا حامل افسانہ ليکيا وڃن ٿا. ان کان علاوه انهن افسانن ۾ ان وقت جي بدلجندڙ سياسي ۽ سماجي حالتن جي تصوير پڻ نظر اچي ٿي. عتيق احمد ان دؤر جي اردو افسانوي ادب جي وڌيڪ وضاحت ڪجهه هن طرح ڪئي آهي ته ”مواد کے اعتبار سے اس دہائی کا افسانا اپنے عہد کے سماجی اور ثقافتی تبدیلیوں سے بڑی حد تک ہم آہنگ نظر آتا ہے ہمارے سال آزادی ۱۹۴۷ء کے بعد ۱۹۷۰ء کا سال بڑی تبدیلیوں کا موڑ ثابت ہوا چناچہ ۱۹۷۲ء سے ۱۹۷۴ء تک کے افسانوں میں اے حمید کا "اب جاگتے رہنا"، انور عنایت اللہ کا "اصل شہید"، منیر احمد شیخ کا "زرد ماضی کی خوشبو"، رشید امجد کا "ایک بے ربط کہانی"، زاہدہ حنا کا "پتھر کی نسل"، سقوطِ مشرقی پاکستان پر دستاویزی مواد اور گروہی تعصبات اور گروہی سیاست اور اقتصادی ناہمواریوں کے معروضی تجزیوں کے ساتھ پیش کیا گیا۔ اس کے علاوہ مسعود مفتی کے دو افسانوی مجموعے "چہرے" اور "ریزہ ریزہ" کے تقریباً تمام افسانوں میں اس المناک داستان کی گہری چھاپ لگی ہوئی ہے۔"(19)

ان درد انگيز صورت حال کان پوءِ ملڪ ۾ ڪجهه وقت لاءِ ماٺار ڇانيل رهي- ان خاموشيءَ جي لهر کي ملڪ جي عوام جي اڪثريت راءِ سان چونڊيل پارٽيءَ جي حڪومت ٽوڙيو ۽ ملڪ اندر هڪ نئون جمهوري نظام قائم ٿيو جنهن سوشلزم جي نعري "اٽي لٽي ۽ اجهي" جي منشور هيٺ اقتدار حاصل ڪيو. ملڪ جي پهرين چونڊيل وزيراعظم جناب ذوالفقار علي ڀٽي صاحب، ملڪ کي پهريون مڪمل آئين (1973ع) ڏيڻ سان گڏ، ڪيترين ئي عالمي سطح تي اسلامي سربراهي ڪانفرنسون پاڪستان ۾ ڪوٺائي، پاڪستان جو نالو دنيا ۾ روشن ڪيو. ان سان گڏ ائٿمي اداري جو قيام ۽ ٻيا به ڪيترائي معاشرتي ۽ سماجي سڌارا ملڪ اندر نمودار ٿيڻ لڳا، پرَ سامراجي قوتن کان اهو برداشت ٿي نہ سگهيو ۽ انهن هڪ دفعو ٻيهر جمهوريت جي پٺيءَ ۾ مارشل لاءِ جو تيز ڌار وارو خنجر وهائي ڪڍيو ۽ هڪ نئون آمر، ملڪ جو سربراه ٿي نازل ٿيو. اها مارشل لاء پاڪستان جو سياه باب آهي، جنهن ۾ سياسي ۽ سماجي استحصال سان گڏ ملڪ جي پهرين چونڊيل وزيراعظم کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. هن دؤر ۾ حڪمرانن مذهب جي چادر اوڙهي ڪجهه اهڙا قانون جوڙيا، جن ملڪ کي هڪ صدي پوئتي ڌڪي ڇڏيو جنهن سبب ملڪ انتشار جو شڪار بنجي ويو- سياسي پارٽين سان گڏ هر ادارو هرجڳهه سراپا احتجاج نظر اچڻ لڳي، جن ۾ اديبن جو پڻ ڀرپور ساٿ شامل رهيو جن هن ظلم ۽ بربريت کي قلم جو موضوع بنائي، مزاحمتي ادب تخليق ڪيو. بقول فخر زمان جي تہ "1977ء کا مارشلاء اور پھر ذوالفقار علی بھٹو کی شہادت ہماری تاریخ کے دو ایسے بڑے مرحلے ہیں جنہوں نے ہر سطح پر ہماری قومی زندگی کو متاثر کیا فکری اور تخلیقی سطح پر ان کا گہرا ردعمل ہوا ہے اور مزاحمتی ادب کے حوالے سے ایک نئی سوچ اور فکر سامنے آئی ہے۔ ہمارے ادیبوں کی اکثریت نے اپنی تاریخی زمیداری کو محسوس کرتے ہوئے اس دور کے سیاہ کار کو رد کیا بلکہ اس کے خلاف اپنے رد عمل کا اظہار کرتے ہوئے پاکستانی ادب کو ایک نئے شعور سے متعارف کرایا ہے۔ آزادی مساوات کی لیے جہاد اور جبر کے خلاف سینہ سپر ہوجانے کا یہ نیاشعور ہمارے مستقبل کا منشور ہے۔" (20)

اديبن انهيءَ ظلم جي ڪاري رات کي پنهنجي تخليق جو حصو بنائي، اعليٰ درجي جو مزاحمتي ادب تخليق ڪيو. هن دؤر ۾ مذهب جي آڙ

وٽي ڪجھ اھڙا قانون پاس ڪيا ويا، جن سان ملڪي حالتن سان گڏ معاشرو پڻ بي يقينيءَ ۽ مونجهارن جو شڪار بنجي ويو. ھن صورتحال نوَن موضوعن کي ادب ذريعي متعارف ڪرايو. ھن سلسلي ۾ ھڪ ادبي پرچو ”احتساب“ جي نالي سان شايع ٿيو جنھن جي مطالعي ڪرڻ سان ضيا دؤر ۾ تخليق ڪيل ادب جو ڪاٿو لڳائي سگھجي ٿو. جنھن ۾ فيض احمد فيض جو ھيءُ پيغام پڻ ھن دؤر جي سياه ڪاريءَ کي بيان ڪري ٿو تہ ”پاکستان کے سنجیدہ لکھنے والوں کو بلا خوف وخطر اور برملا سچی باتیں کرنی چاہیے۔ اور اظہار رائے کی آزادی پر عمل کرنا چاہیے۔ انہیں جبر اور ظلم کو بے نقاب کرنا چاہیے۔ اور جو ناانصافیاں ہو رہی ہیں انہیں ننگا کرنا چاہیے" (21)

مارشل لاء جي ھن دؤر ۾ اديبن قيد و بند جون ذھني توڙي جسماني تڪليفون ۽ تشدد پڻ برداشت ڪيا، خاص ڪري سنڌ جي عوام. ڇاڪاڻ تہ ذوالفقار علي ڀٽو جو تعلق سنڌ سان ھو. قيوم نظاميءَ جي لفظن ۾ تہ ”جی ایم سیّد لکھتے ہیں کہ، 'سندھ کے عوام کو ٹارچر سیل میں ہلاک کیا گیا۔ رینجرس اور پولیس نے سڑکوں اور یونیورسٹیوں کے ارد گرد عوام پر بلا امتیاز فائرنگ کی، ہوائی حملے کیے گئے، پورے گاؤں جلا دیے گئے، کوڑے، گولیاں اور پھانسیاں سندھ کے عوام کا مقدر بنے۔" (22)

اردو افسانی ۾ انظار حسين جو افسانو ”ڪشتي“، ۽ مسعود اشعر جو افسانو ”خواب“، دراصل ھن دؤر جي جبر ۽ استحصال خلاف مزاحمت جي ھڪ صورت بيان ڪندي نظر اچن ٿا. اديبن پنھنجي جذبن جو اظھار ڪڏھن کلم کلا تہ ڪڏھن پوشيده لفظن ۾، تہ ڪڏھن وري ھنن علامتي انداز اختيار ڪيو تہ ڪڏھن ھنن وري تشبيھن، اشارن ۽ استعارن، مطلب تہ اديبن ھر طريقي سان احتجاج ڪري مزاحمتي ادب تخليق ڪيو. ان سلسلي ۾ 1979ع ۾ افسانن جو مجموعو ”گواھي“ جي نالي سان شايع ٿيو. جنھن کي اعجاز راھي مرتب ڪيو. جنھن ۾ ڪل چوڏھن افسانا شامل ھئا. جن ۾ انور سجاد جو "سیاہ رات"، جوھر مير جو "گناہ سے ضمیر تک"، "اعجاز راہی"، "سہیم ظلمات"، رحمان شاہ عزيز جو "ایک آنکھ کا چاند"، رشید امجد جو "پت جھڑ میں مارے گئے لوگ"، منصور قیصر جو "ایک بانسری ہزار نیرو"، فریدہ حفیظ جو "رب نہ کرے"، مظھر الاسلام جو "کندھے پر بیٹھا ہوا کبوتر"، وغيره شامل آھن. ھن افساني جي مجموعي جي شروعات حضرت علي رضہ جي ھن قول سان ڪيل ھئي تہ ”

میں نے اس وقت اپنے فرائض انجام دیے جب دوسرے اس راہ میں قدم اٹھانے کی جُرئت نہیں رکھتے تھے اور اس وقت سر اٹھا کر سامنے آیا جب دوسرے گوشوں میں چھپے ہوئے تھے۔ اس وقت زبان کھولی جب سب گنگ نظر آئے۔ گو میری آواز سب سے دھیمی تھی مگر سبقت و پیش قدمی میں سب سے آگے۔" (23)

"گواهي" جا اهي افسانہ احتجاج ۽ مزاحمت سان ڀرپور، ان وقت جي نمائندگي ڪندي نظر اچن ٿا، جن ۾ حڪمرانن جي ستم ظريفي بيان ڪرڻ سان گڏ، انهن جو عام ماڻهن سان ڪهڙو روّيو هو ان جي بہ واضح تصوير ڏسي سگهجي ٿي. مثال طور مظهرالاسلام جي ڪهاڻي، "کندھے پر بیٹھا ہوا کبوتر" جون هي سٽون تہ "چوکیدار واقعی بھیڑیا بن چکا تھا اور کرسی پر بیٹھا ہوا کرسی کے قریب ہی ایک چوہا کوئی چیز کتر رہا تھا اس نے گھبرائی ہوئی آواز میں پکارا چوکیدار! چوکیدار! چوکیدار! چوکیدار غرایا اور غراہٹ میں ملی بو اس طرف لپکی تو اس نے سانس روک کر دونوں انگلیاں کانوں میں ٹھونس لیں اور وہ جم کر دیوار پہ بیٹھا بھیڑیے کی طرف ٹکٹکی باندھ کر سوچنے لگا۔ کیا چوکیدار کے اندر پہلے ہی سے بھیڑیا موجود تھا یا باہر سے آکر کوئی بھیڑیا اس کے اندر داخل ہو گیا ہے وہ یہ سوال کسی اور سے بھی پوچھنا چاہتا ہے یہ بات سننے اور پڑھنے والو! اگر آپ کو اس سوال کا جواب معلوم ہے تو آپ ہی اسے بتادو۔" (24)

ان کان علاوه ٻيا بہ ڪيترائي افسانہ ان دؤر جي ظلمن جو ماتم ڪندي نظر اچن ٿا. مثال طور "گرم ڪرسي"، جنهن ۾ سڌو سنئون ليکڪ ان دؤر جي پاليسين تان پردو هٽائي، حڪمرانن جي ڪنرپٽي تي تنقيد ڪندي نظر اچي ٿو. مثال جيئن تہ ضيا دؤر ۾ ڪيترائي غلط قانون مذهب جي اوٽ وٺي منظور ڪيا ويا هئا، جنهن ۾ هڪ قانون "چادر ۽ چار ديواري" ۽ "عورتن جي اڌ شاهدي" جو قانون پڻ شامل هو. جنهن جو بيان ڪندي "گرم ڪرسيءَ" جو ليکڪ نديم واحد صديقي لکي ٿو تہ "کس منہ سے چادر اور چار دیواری کی بات کرتے ہیں آپ؟ بھول گئے؟ جب صاحب پور میں ایک عورت کو ننگا کر کے سر عام نچوایا گیا تھا اس وقت کہاں تھی آپ کی حکومت؟ یہ عزت احترام چار دیواری ڈھکوسلے ہیں اخبارات اٹھا کر دیکھیں روزانہ کتنی لڑکیاں اغوا ہوتی ہیں، کتنی عورتیں قتل ہوتی ہیں، کتنی عورتوں کو بے آبرو کیا جاتا ہے۔ عورت کی جتنی تذلیل آپ کے دور میں ہوئی ہے شاید زمانا جاہلیت میں بھی اتنی نہ ہوئی ہو گی۔" (25)

ساڳي ڪهاڻيءَ ۾ هو حڪمرانن جي منظور ڪيل سندن مذهبي پاليسين کي بي نقاب ڪندي، هڪ مذهبي اڳواڻ جي ان آمر سان گفتگوءَ کي ڪجهه هن طرح بيان ڪري ٿو ته "مذہبی عالم جو دیر سے خاموش بیٹھا تھا جوش میں آکر ایک دم اٹھا۔۔۔۔ جھوٹ بولتے ہو تم،۔۔۔۔ تم گیارہ سالوں سے جھوٹ بول رہے ہو، مذہب کو جتنا نقصان تم نے پہنچایا ہے کسی اور نے نہیں تم نے مذہب کے نام پر اپنا اقتدار قائم کر رکھا ہے پولیس جس کو چاہتی ہے اپنے مفاد میں پرانے قانون یا مذہبی قانون کی لپیٹ میں لے لیتی ہے تم نے مذہبی جماعتوں کو اقتدار کی لالچ میں الجھایا ہے تم نے فرقہ پرستی کو ہوا دی ہے۔۔۔ اے ضحاک! تم جہاں عوام کو لسانی، ثقافتی اور نسلی بنیادوں پر ایک دوسرے سے دور کرنے کے جرم میں ملوث ہو، وہاں تم انتہا پسند فرقہ ورانہ مذہبی جماعتوں کی تشکیل کا سبب بنے ہو۔"
(26)

انهن سڀني مان ان وقت جي سياسي سماجي حالتن، ۽ ان سان گڏ ان دؤر جي ساڃاهه وند ليکڪن جي فڪر ۽ فن جو جائزو وٺي سگهجي ٿو جن ان قسم جي تلخ حقيقتن کي بيان ڪري ادب جي اعليٰ مقصد کي فروغ ڏنو. رشيد امجد ان دؤر جي نشاندهي ڪندي لکي ٿو ته "اسی کی دہائی مزاحمتی ادب کی دہائی ہے اس دہائی کی مزاحمت ایک عوامی رد عمل کی حیثیت رکھتی ہے یہ زمانہ پاکستانی معاشرے میں ایک فکری انحطاط کا زمانہ ہے۔ سیاسی عمل کو روکنے کے لیے مذہبی تشدد اور گرہ بندی کو منظم طور پر فروغ دیا گیا مذہب کی روح کے بجائے ظاہری رسومات پر زور دیا گیا۔ اس دور میں جتنی بھی کہانی لکھی گئی اس کا موضوع کسی نہ کسی حوالے سے سیاسی جبر اور تشدد کا اظہار ہے۔ آزادی کے بعد خوابوں اور آدرشوں کو تعبیر نہ ملی۔ سماجی بے انصافی اور طبقاتی جبر کے ساتھ ساتھ بے توقیر سیاسی عمل نے آہستہ آہستہ پاکستانی معاشرے کو کھوکھلا کرنا شروع کر دیا۔
(27)"

هن سڄي تجزيي مان بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته، ورهاڱي کان اول ۽ بعد جو لکيل، سمورو پاڪستاني ترقي پسند افسانوي ادب، پنهنجي دؤر جي هڪ اهڙي سياسي، معاشي ۽ سماجي تاريخ جو آئينه دار هو.

هيٺ اردو ادب جي نامور ڪهاڻيڪارن، جن جو اثر نه صرف پنهنجي همعصر اديبن جي لکڻين تي پيو پر، بعد ۾ ايندڙ ٽهيءَ پڻ سندن فڪري رجحانن کي ادب جو موضوع بنايو. انهن جي فن ۽ فڪر جو مختصر جائزو

پيش ڪجي ٿو. ان سان گڏ پاڪستان جي ٻين ٻولين (پنجابي، پشتو ۽ بلوچي) جو پڻ ترجمن ذريعي مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

**منشي پريم چند:**

پريم چند جو نالو انقلابي سوچ رکندڙن اديبن ۾ سرفهرست آهي. جنهن پنهنجي تخليقن کي عام ماڻهو پورهيت، مزدور ۽ مظلوم انسانيت جو آواز بنايو. پريم چند جنهن دؤر ۾ لکڻ شروع ڪيو اهو دؤر گڏيل هندستان ۾ تحريڪن سان ڀريل دؤر هو ۽ ان وقت ۾ تبديلي ايڏي تيز رفتاريءَ سان هندستاني معاشري اندر قدم رکيو جنهن جو انساني تاريخ جي گذريل دؤر ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. بنگال جو ورهاڱو پهرين عالمي جنگ ۽ روس جي انقلاب اديبن، دانشورن ۽ ساڃاهه وند ماڻهن ۾ فڪري سوچ کي جنم ڏنو. منشي پريم چند به انهن تحريڪن کان متاثر ٿيڻ کان رهي نه سگهيو. بقول ڪيرت ٻاٻاڻيءَ جي ته، "روسي انقلاب جي عالمگيري اهميت ۽ اثر هيٺ، مارڪسوادي جمالياتي نظريو ساري دنيا ۾ ڦهلجي ويو جنهن کان دنيا جا ڪيترائي ناميارا ڀڏيمان، ڪلاڪار ساهتڪار ۽ خود وگياني متاثر ٿيا. ۽ سنڌن رچناڪاريه تي ان جو زوردار پرڀاءُ پيو. ڀين ديشن جي ساهتڪارن تي پڻ هن ويچار ڌارا جو زوردار اثر پيو جنهن هڪ تحريڪ جي صورت اختيار ڪئي. جنهن کي رابندر ناٿ ٽئگور ۽ منشي پريم چند جهڙن مهان ساهتڪارن جي آشيرواد ملي. تنهن ڪانپوءِ برک ساهتڪارن هن نظريي جي آجيان ڪئي."(28)

منشي پريم چند وقت ۽ حالتن جو ترجمان ليکڪ هو. هن پنهنجي ڪهاڻيءَ ذريعي ان وقت جي مظلوم معاشري جي مسئلن کي پيش ڪيو ۽ ان سان گڏ هن پنهنجي ڪهاڻين ذريعي قومي سوچ جي رجحان کي پڻ اڀاريو. ڪشن پرساد ڪول سندس افسانوي فن جي مهتا ڪندي لکي ٿو ته، "اردو مختصر افسانے میں منشی پریم چند کا مرتبہ بہت بلند ہے اور ان کی حیثیت سب سے اونچی ہے۔ ان کے مختصر افسانے ان کے زمانے میں بھی پڑھے جاتے تھے آج بھی پڑھے جاتے ہیں اور غالبا عرصے تک پڑھے جاتے رہیں گے۔" (29)

پريم چند جو پهريون طبعزاد افسانو "عشق دنیا اور حب وطن"، جيڪو اردو ادب ۾ وطن پرستيءَ جي حوالي سان لکيل پهريون افسانو ليکيو وڃي ٿو.

پريم چند ان جي ديباچي ۾ لکيو ته، "اسان جي ملڪ ۾ اهڙن ڪتابن جي شديد ضرورت آهي، جيڪي نئين نسل جي دلين تي وطن جي محبت جو نقشو ناهن."(30)

هن ڪتاب کي انگريز سرڪار اشتعال انگيز مواد قرار ڏيئي، ضبط ڪرائي ڇڏيو هو. ان کان علاوه هن وطن پرستيءَ جي ان موضوع تي، ان کان علاوه، "دنیا کا سب سے انمول رتن" افسانو پڻ لکيو. جنهن ۾ هو هڪ هنڌ لکي ٿو ته "سچ ہے دلیر کی تلوار اس کی نگاہ میں دنیا کی سب سے زیادہ پیاری ہے" يا هي سٽون ته، "جوان مرد کی آواز مدہم ہوگئی اعضاء ڈھیلے ہوگئے خون اس کثرت سے بہاکے اب خود بہ خود بند ہوگیا رہ کر ایک آدھ قطرہ ٹپک پڑتا تھا آخر کار سارا جسم بے دم ہوگیا قلب کی حرکت بند ہوگئی آنکھیں بند ہوگئیں مرنے والے نے آہستہ سے کہا" بھارت ماتا کی جئے" اور اس کے سینے سے آخری قطرہ خون نکل پڑا محب وطن دیس بھگت نے حب الوطنی کا حق ادا کیا دلفگار اس نظارے سے بے حد متاثر ہوا اور اس کے دل نے کہا بے شک دنیا میں اس قطرہ خون سے بیش قیمت کوئی چیز نہیں ہوسکتی" وہ آخری قطرہ خون جو وطن کی حفاظت میں گرے دنیا کی سب سے بیش قیمت شے ہے" يا وري ان جو هيءُ جملو ته، "میرے لڑکے اور میری بیوی مجھے بار بار بلاتے ہیں مگر اب میں یہ گنگا کا کنارا یہ پیارا دیس چھوڑ کر وہاں نہیں جاسکتا میں اپنی مٹی گنگا جی کو سونپوں گا اب دنیا کی کوئی خواہش کوئی آرزو مجھے یہاں سے نہیں ہٹاسکتی۔"(31)

جيئن ته اهو برصغير ۾ سياسي، سماجي ۽ اصلاحي تحريڪن جو دؤر هو ان ڪري ان وقت جي اديبن جي تخليقن جا موضوع گهٽي ياگَي انگريز سامراج جي غلامي، ۽ معاشي بحران جو شڪار هندستان ۽ ان جي پس منظر ۾ ايرندڙ تحريڪن، ۽ معاشري جي اصلاح تي مشتمل نظر اچن ٿا. ان دؤر جي هر ليکڪ ڪنهن نه ڪنهن طرح سان پنهنجي فن ۽ فڪر کي قوم جي سجاڳيءَ جو حصو بنايو. منشي پريم چند به اهڙن ساهتڪارن ۾ هڪ هو جنهن سبب هن کي ڪيترا ڀيرا انگريز سرڪار جي ناراضگيءَ کي منهن ڏيڻو پيو. جنهن جو اظهار سندس شريڪِ حيات هنن لفظن ۾ ڪيو آهي ته، "شادی کے ایک برس بعد آپ کی کہانیوں کا مجموعہ 'سوز وطن' شایع ہوا اس پر مقدما بھی چلا اور اس سلسلے میں کلیکٹر صاحب نے اس سے جو سوال پوچھے وہ کچھ اس طرح کے تھے کہ:

کلیکٹر نے پوچھا کہ،

یہ کتاب تمہاری لکھی ہے؟ میں نے کہا ہاں۔ اسے پڑھ کر میں نے سنایا سننے کے بعد وہ بولا "اگر تم انگیز راج میں نہ ہوتے تو آج تمھارے دونوں ہاتھ کٹوا لیے ہوتے تم کہانیوں کے ذریعے بغاوت پھیلا رہے ہو۔" (32)

جيئن تہ مٿي بيان ڪري آيا آهيون تہ اهو دؤر غيرن جي غلاميءَ کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ، مختلف تحريڪن سان ڀريل دؤر هو جنهن جا ملڪي سطح تي ايرندڙ خارجي ۽ داخلي تبديلين جا اثرات، ساڳهہ وند ماڻهن کي بيچين ڪري رهيا هئا. هڪ طرف نئين دنيا پنهنجي جديد قدرن ۽ رجحانن کي فروغ وٺرائي رهي هئي، تہ ٻئي طرف پراڻي تهذيب ۽ معاشرتي قدر سماج مان ختم ٿيندا پئي ويا. منشي پريم چند اهو ليکڪ هو جنهن نہ صرف جديد دنيا جي قدرن کي اپنايو پر ان سان گڏ پنهنجي تهذيبي ورثي کي پڻ نئين جوت ڏني، جن جو اندازو هن جي لکڻين مان ڪري سگهجي ٿو. ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي سندس قومي ڪردار جي اهميت بيان ڪندي لکي ٿو تہ "اردو ۽ هندي زبان جو منشيؐ پريم چند وڏي ۾ وڏو ناول نويس، ۽ ڪهاڻيڪار ٿي اڀريو آهي. آزاديءَ جي جدوجهد دوارن هن جا اردو ۽ هندي زبان ۾ بيڪ وقت ڪهاڻيون ۽ ناول شايع ٿيندا رهيا، جنهن مان قومي تحريڪ کي هٿي ملي، ۽ عوام ۾ بيداريءَ جي هڪ لهر پکڙجي ويئي. دراصل منشي پريم چند هڪ مصلح ۽ آزاديءَ جو نقيب آهي. ملڪ جي آزاديءَ جي تحريڪ جنهن شان مان ۽ منزلن مان لنگهي آهي، سو نقش اسان کي پريم چند جي ناولن ۽ ڪهاڻين مان ملي ٿو." (33)

سندس اهڙين ڪهاڻين ۾ "وکرما دت"، "رانی ساردھا"، "راجہ ہردول" شامل آهن، جن جي ذريعي هن پراڻي تهذيب جي مثبت قدرن کي روشن ڪري، عام ماڻهن ۾ نہ صرف ان بابت شعور پيدا ڪيو پر ان سان گڏ جديد دنيا جي حقيقتن کي بيان ڪري، سندن زندگيءَ کي بهتر بنائڻ لاءِ ڪوششون پڻ جاري رکيون، جنهن جو اظهار پريم چند هنن لفظن ذريعي ڪيو تہ "ادیبوں اور دانشمندوں کو عوام کے دکھ درد میں ہاتھ بٹانا ہوگا اس کے بعد ہی وہ امن اور کامرانی کی تلاش کر سکتے ہیں۔" (34)

جنهن مان سندس قوم پرست هئڻ جي دعويٰ ڪري سگهجي ٿي. پروفيسر وقار عظيم سندس ان جذبي جي وضاحت هن طرح ڪري ٿو

ته "اس قوم پرستی کا دوسرا جز یہ تھا کہ لوگوں کے سامنے ملک اور قوم کی ابتر تصویر پیش کی جائے تا کہ ان میں اس ابتر زندگی کو بہتر بنانے کا شوق و ولولا پیدا ہو یہ کام بھی اردو کے افسانا نگاروں میں سب سے پہلے پریم چند نے کیا۔" (35)

اديب جي تخليقات ۾ ان جي دؤر ۾ ان سان وابسته معاشي، ۽ سماجي ماحول جون روايتون ۽ توهمات پوشيدا هوندا آهن. جن جو اظهار هو پنهنجي فن ۽ فڪر ذريعي ڪندا آهن. پريم چند جنهن وقت ۾ ڪهاڻيون لکيون اهو وقت برصغير ۾ وڏي اٿل پٿل وارو هو جنهن ۾ روس جي مزدور انقلاب جي فتح، سرمائيداري نظام کي لوڏي ڇڏيو. جنهن سبب هندستان ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪن جو رخ عوام ڏانهن وڌڻ لڳو. ان صورتحال مختلف سماجي ۽ اصلاحي تحريڪن کي جنم ڏنو جنهن جا اثرات ان وقت جي ادب تي پڻ رهيا. اديبن، عالمن ۽ دانشورن هن جديد انقلابي لاڙي هيٺ قومي ۽ اصلاحي ادب تخليق ڪيو جنهن جو مقصد عام ماڻهن جي سياسي ۽ سماجي شعور کي وڌائڻ هو. ڊاڪٽر انور سعيد ان بابت لکي ٿو ته "نو آبادیاتی نظام کی سیاسی بیداری کے اس دور میں برصغیر میں ابھرنے والی تحریکوں کا مطالعہ پریم چند نے داخلی بصیرت سے کیا اور اس تضاد کو ابھارا جو انسانوں میں انفرادی طور پر اور اس ملک میں آباد قوموں میں اجتماعی طور پر پرورش پا رہا تھا۔ پریم چند نے زمینی حقیقت کو ہندستانی عوام کی زندگی کی حرکت و حرارت سے پہچاننے کی کوشش کی اور سماجی اور طبقاتی الجھنوں کو ہندوستانی معاشرے کے منظر اور پس منظر سے ابھار دیا۔ (36)

منشي پريم چند به هنن تحريڪن جي پسمنظر هيٺ افسانا لکيا، جن ۾ "مالکن"، "بڑے گھر کی بیٹی"، "وفا کی دیوی"، ۽ "د ہریا پروفیسر"، "کفن" وغيره شامل آهن. ان ڪانپورءِ ادب ۾ ترقي پسند لاڙي جو بنياد پيو جنهن ادب لاءِ هڪ منشور، هڪ مقصد، مقرر ڪيو جنهن جو روح روان سجاد ظهير هو ۽ ان جي صدارت منشي پريم چند ڪئي. هن ادب، زندگيءَ جي سيني معاشي توڙي سياسي رجحانن جي، حقيقت نگاريءَ جي بنياد هيٺ نمائندگي ڪري، عام ماڻهن کي غيرن جي غلاميءَ کان نجات ڪان علاوه، هر قسم جي جبر، ظلم يا ستم خلاف مزاحمت جو جذبو بيدار ڪري، بهتر زندگيءَ گذارڻ جا نوان طريقا ڏنا. پريم چند به ان انقلابي ۽ جديد ادبي نظريي کي پنهنجي فن جو موضوع بنائي، اعليٰ قسم جو ادب تخليق ڪيو جنهن ۾ سندس جڳ

مشهور ڪهاڻي ”ڪفن“ پڻ نمايان حيثيت رکي ٿي. جنهن ۾ سماجي پستي ۽ غربت جي چڪيءَ ۾ پيسجندڙ ماڻهن جي ذهنيت، جنهن ۾ صرف پيٽ جي پورائي تائين محدود رهجي وڃي، ان درد انگيز صورت حال جو نقشو چٽيو ويو آهي. جنهن بابت محمد علي صديقي لکي ٿو ته، ”پریم چند نے پسماندہ طبقے کی تلخ حقیقت کو بڑی سفاکی کے ساتھ پیش کیا ہے کہ زندگی کی تلخی اور بھوک کی سفاکی افلاس کے مارے ہوئے انسانوں کو ایسے حالات سے بھی دوچار کردیتی ہے جہاں وہ اپنے پیاروں کا کفن تک بیچ کر کھاتے ہیں۔" (37)

پريم چند جون ڪهاڻيون پنهنجي وقت ۽ حالات جون نمائنده ڪهاڻيون ليکيون وڃن ٿيون. مثال طور 20 صديءَ جي شروعات ۾ ادب جي اصلاحي دؤر جو آغاز ٿيو ته هن مختلف فلاحي تحريڪن جي اثر هيٺ اصلاحي ڪهاڻيون لکيون، روس جي 1917ع جي انقلاب جي اثر هيٺ، هن پورهيتن ۽ مزدورن جي زندگيءَ تي، ”پریم آشرم“ نالي افسانو لکيو. اڳتي هلي ”ترقي پسند تحريڪ“ جي قيامِ عمل ڪانپوءِ هن پنهنجي فن ۽ فڪر کي ان سان هموار بنائي افسانا لکيا، جن ۾ ”ڪفن“ جي حيثيت مسلم آهي. ڊاڪٽر سليم اختر سندس افسانوي فن تي روشني وجهندي لکيو آهي ته ”پریم چند ترقی پسند تحریک سے کہیں پہلے ترقی پسند ادبی مقاصد اپنا چکے تھے لہٰذا انہیں ترقی پسندوں کا ہر اول قرار دیا جاسکتا ہے۔ پریم چند نے ارد گرد پھیلے تضادات و افادیت کے رویوں میں تنوع، انسانی شخصیت کے نفسیاتی مطالعے اقتصادی ناہمواری سماجی عدم مساوات اور غلام ہند کی سیاسی صورتحال کے تجربے اور مطالعے کے لیے اپنے افسانوں اور ناولوں کو محدب شیشے میں تبدیل کر لیا انہوں نے اس خوبی سے کردار و اعمال کی توضیح کی کے آج بھی ان کے افسانوں کا مطالعا بصیرت افروز ثابت ہوسکتا ہے۔ سب کچھ کچھ بھول جائیں صرف 'کفن' ہی پریم چند کو زندہ رکھنے کے لیے کافی ہے۔“(38)

ادب کي صحيح معنيٰ ۾ جن اديبن آزاديءَ اظهار ۽ زندگيءَ جو ترجمان بنايو منشي پريم جو شمار اهڙن اديبن ۾ سرِفهرست مڃيو وڃي ٿو. انگريزن خلاف جدوجهدِ آزاديءَ جي سلسلي ۾ سندس لکيل ڪهاڻيون ۽ ناول نمايان حيثيت رکن ٿا، جن کي پڙهڻ سان نه صرف ان ليکڪ جي دؤر جي وقت ۽ حالات جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو پر ان سان گڏ ان وقت جي ادبي معيار جو ڪاٿو پڻ ڪري سگهجي ٿو. ڊاڪٽر جميل جالبي سندس

افسانن تي راءِ ڏيندي لکي ٿو ته، "منشی پریم چند نے اردو اور ہندی دونوں رسم الخط میں لکھا اور دونوں زبانوں مین ان کی حیثیت آج بھی مسلم ہے۔"(39)

سندس افسانہ نہ صرف سماجي ۽ معاشي زندگيءَ جي نمائندگيءَ تي مشتمل هوندا هئا، پر ان سان گڏ اهي طبقاتي ڪشمڪش ۽ ان ۾ غريبن سان ٿيندڙ استحصال جي تصوير پڻ پيش ڪندي نظراچن ٿا. هن پنهنجي افسانن ۾ ڪردارن کان وڌيڪ، واقعن ۽ حالتن جي انتخاب کي اهميت ڏني. سندس ڪهاڻين جا ڪردار ماحول ۽ موضوع جي مناسبت مطابق ڪم ڪندي نظر اچن ٿا. پروفيسر احتشام حسين سندس افسانن جي موضوع بابت لکي ٿو ته، "پریم چند نے زندگی کے بڑے دھارے کو پکڑا ہے اس لیے ان کے افسانوں کے بنیادی مراکز کردار نہیں ہوتے۔ فضا ہوتی ہے کوئی مسئلا ہوتا ہے کوئی واقعا ہوتا ہے جو تحریک کا باعث ہوتا ہے اور اس کے لیے وہ کردار کا انتخاب کرتے ہیں اس لیے وہ حقیقت کے قریب تر ہوتے ہیں پریم چند نے زیادہ تر واقعات سے سبق لیا ہے۔" (40)

هنن سيني تجزين جي روشنيءَ ۾ هيءَ نتيجو اخذ ڪري سگهجي ٿو ته جيڪو به ساڃهہ وند اديب قومي، سماجي ۽ تاريخي شعور رکي ٿو اهو ڪڏهن به پنهنجي قوم، تاريخ ۽ سماج سان ٿيندڙ استحصال يا ناانصافين کي برداشت نٿو ڪري، بلڪ هو انهن قوتن خلاف مزاحمت جي راهہ اختيار ڪري، عام ماڻهن جي شعوري سگهہ جاڳائي، انهن سامراجي طاقتن کي للڪاري ٿو. اهو صحيح معنيٰ ۾ ادب سان پنهنجي ڪمٽمينٽ نڀائي ٿو ۽ منشي پريم چند جو شمار اهڙن ئي مبلغ، اصلاح ڪندڙ اديبن ۾ ڪيو وڃي ٿو. جنهن جو ذڪر ڊاڪٽر سليم اختر هن طرح ڪري ٿو ته، "جدید ادبی مباحث میں کمٹمینٹ کا بہت چرچا ہے اور اس کے ڈانڈے جنگ عظیم دو میں یورپ کے زیر زمین تحریکوں سے ملائے جاتے ہیں۔ جبکہ اردو ادب میں کمٹمینٹ کی اولین مثال پریم چند کی صورت میں ملتی ہے۔ ایک کمٹمینٹ ادیب اپنے عصر معاشرہ اور سیاسی صورتحال میں تبدیلی کا خواہاں ہوتا ہے اور ان ہی مقاصد کے حصول کے لیے وہ قلم کو بطور ہتھیار کے طور پر استعمال کرتا ہے۔ اور یہی کام پریم چند نے اس زمانے میں کیا جب نہ سوشلزم کا تصور تھا نہ ترقی پسندی تھی اور نہ ہی کمٹمینٹ کی اصطلاح." (41)

ان ڪري ئي سندس مقبوليت، نہ صرف ان وقت ۾ سيني اديبن ۾ مسلم رهي، پر اڄ بہ سندس افسانہ فني شعور جي گهرائيءَ سان گڏ زندگيءَ

جي حقيقتن سان گڏ، خوبصورت اندازِ بيان جي سبب پڙهندڙن ۾ اوترا ئي مقبول آهن. اڄ بہ نئون اسرندڙ افسانہ نويس يا ناول نگار سندس ڪهاڻين مان اوترو لاڀ حاصل ڪري سگهي ٿو جيترو ڪنهن رچنا کي ڪامياب بنائڻ لاءِ لازمي آهي. سندس افسانا ظلم خلاف نہ صرف مزاحمت ڪندي نظر اچن ٿا، بلڪ بهتر زندگيءَ جو پڻ درس ڏين ٿا. بقول ڊاڪٽر جميل احمد جي تہ، ”ترقی پسند ادیبوں کے ورثے میں پریم چند کی انسان دوستی اور حقیقت نگاری کے ساتھ ساتھ ان کی عبوری اور جمہوری زبان بھی آئی پریم چند اپنے دور کے اس شعور کے ترجمان ہیں جو غلامی پر آزادی کو، قدامت پرستی پر اصلاحات کو، تنگ نظری پر بلند نگاہ کو، طبقاتی جبر و ظلم پر انصاف اور مساوات کو اور آمریت پر جمہوریت کو ترجیح دیتے ہیں۔ اور ان کا فن مجموعی طور پر پڑھنے والے پر یہی اثر ڈالتا ہے کہ وہ ملک کے عوام کی زندگی کو ابھارنے اور بہتر بنانے والی جدوجہد کے ترجمان ہیں۔"(42)

**عصمت چغتائي:**

عصمت چغتائيءَ جو تعلق نہ رجعت پرست گروپ سان هو نہ ترقي پسند گروپ سان؛ نہ پاڻ مغربي نقادن کان متاثر هئي نہ مشرقي؛ نہ ڪميونسٽ پارٽيءَ سان واسطو هيس، نہ وري ڪنهن مذهبي جماعت جي پوئلڳي ڪيائين. پوءِ هوءَ آخر ڪير هئي؟ اهو سوال ذهن ۾ اڀرندي ئي ڪئين جواب خود بخود سامهون اچي وڃن ٿا. هوءَ عصمت هئي، عورت ليکڪائن جي تخليقن جي. هوءَ مبشر هئي عورت جي نفسياتي مطالعي جي، ۽ روزمره جي زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ پيچيدگين ۽ سماجي رسمن رواجن جي؛ پيڙهيل معاشري جي- ۽ عصمت ترجمان هئي مغربي معاشري جي ڇڪا چوند ۾ پاڻ وڃائيندڙ طبقي جي. عصمت تصوير هئي ان معصوم دوشيزه جي جذبن جي، جيڪا پنهنجا ارمان پورا ٿيڻ کان اڳ ئي ڪومائجي ويئي. عصمت درد هئي ان ماءُ جي ڪير جو جيڪا پنهنجي چاول پٽ جي ٻُڪ ۽ اُڃ اجهائڻ کان محروم هئي.

عصمت چغتائي پنهنجي افسانوي فن جو آغاز ورهاڱي کان پهرين ڪيو هيءُ اهو دؤر هو جنهن ۾ سياسي، قومي ۽ انقلابي تحريڪون زور شور سان هلي رهيون هيون. برِصغير جا ماڻهو هڪ نئين ماحول ۾ جديد تعليمي ۽ ثقافتي ڪلچر کان متعارف ٿي رهيا هئا. بنيادي طور اهو شعوري تبديليءَ

جو دؤر هو. انهيءَ شعوري تبديلي علم و ادب جي ماحول کي پڻ حرارت بخشي. ليڪن ان نئين ماحول ۾ حالتن کي پنهنجي قلم جو موضوع بنائي، جديد ادب تخليق ڪيو. جنهن ادبي ماحول ۾ ترٿلو برپا ڪري ڇڏيو. اهڙن ئي بي باڪ اردو اديبن ۾ عصمت چغتائي پڻ شامل هئي. جنهن پنهنجي تخليقن ۾ ہنهيءَ (هندو پاڪ) جي سماجي ۽ معاشرتي ناهموارين، سياسي، مذهبي ۽ تعليمي اڻ برابرين، قديم توهم پرستي ۽ فرسوده رسمن رواجن خلاف ڪهاڻيون لکي، افسانوي دنيا کي معطر بنائي ڇڏيو. ڊاڪٽر ايم سلطانہ بخش سندس افسانوي فن تي نظر وجهندي لکي ٿي ته، "عصمت چغتائی اردو کے نئے افسانے کی معمار ہیں وہ ایک درد مند دل، اخلاق ذہن جرئت آزما قوتوں کی مالک ہیں وہ زندگی کی سچائیوں سے پیار کرنے والی اور ان سچائیون کو اپنی بے پناہ تخلیقی قوتوں سے کہانیوں کا روپ دینے والی عظیم فنکار ہیں۔ عصمت چغتائی اردو افسانے کے عظیم کہانی کاروں، سعادت حسن منٹو، راجندر سنگھ بیدی، اور کرشن چندر کی ہم عصر ہیں۔ عصمت چغتائی کی کہانیاں اپنے عہد کی پیداوار اور اپنے معاشرے کی عکاس ہیں۔ عصمت چغتائی نے جس بے رحمی سے اپنے معاشرے کے دوغلے پن کو بے نقاب کیا اور جس بے دردی سے اپنے عہد کے ضمیر کو جھنجھوڑا ایسی سماجی تنقید کی مثال ان سے پہلے اردو ادب میں نہیں ملتی۔" (43)

سندس ڪهاڻين جي مقبوليت جي خاص وجہ هڪ ته نوان ۽ وسيع موضوع ٻيو سادو پر اثرائتو انداز بيان ۽ دلچسپ مڪالما، ٽيون ڪردارنگاري آهي. هوءَ مڪالمن ۾ اصليت جو ڀرپور مظاهرو ڪندي نظر اچي ٿي. مثال طور سندس ڪهاڻي "ننھی کی نانی"هڪڙو اهڙو ڪردار آهي، جيڪو هر معاشري ۾ موجود هوندي بہ، معاشري جي نظرن کان اوجهل رهي ٿو. عصمت ان ڪردار کي سامهون آڻي، سندس شخصيت تي اثر انداز ٿيندڙ انهن چڱن ۽ برن پهلوئن کي پيش ڪري، اهو تاثر ڏيئي ٿي ته انسان بنيادي طور خراب نہ آهي، پر حالتن جي تبديلي سندس زندگيءَ کي نوان موڙ ڏيئي ٿي. مثال طور سندس هيءُ ڪردار جنهن لاءِ هوءَ لکي ٿي ته، "دنیا کا کوئی دکھ کوئی ذلت کوئی بدنامی ایسی نہ تھی جو نصیبوں نے نانی کو نہ بخشی تھی۔ جب سہاگ کی چوڑیوں پر پتھر گرا تو سمجھیں تھی کہ اب کوئی دن کی مہمان ہے، پھر جب بسم اللہ کو کفن پہنانے لگی تو یقین ہو گیا کہ اونٹھ کی پیٹ پر یہ آخری تنکا ہے اور جب ننھی کے منہ پر کالک لگائی گئی تو نانی سمجھی بس یہ آخری گھاء ہے۔ زمانے بھر کی بیماریاں پیدائش کے وقت سے جھلیں، سات بار تو

چیچک نے اس کے صورت پر جھاڑو پھیری ہر سال تیج تہوار کے موقع پر ہیضے کا حملا ہوتا۔"
(44)

ڪهاڻيءَ جي هنن پنجن ڇهن سٽن مان ڪهاڻيءَ جو پورو تاثر اڀري اچي ٿو. اهو عصمت جي فن جو ئي ڪمال هو. ان کان علاوه سندس ڪرداري افسانن ۾ "کلو کی ماں" ۽ "بچھو پھوپھی" پڻ شامل آهي، جنهن جو ڪردار هڪ اهڙي عورت جو آهي، جيڪا زماني جي سختين سبب ايذي ته ڪنور بنجي پوي ٿي، جو نه صرف پنهنجي مڙس، پر پنهنجي ياڻرن کان به بددل ٿي وڃي ٿي. عصمت هن ڪهاڻيءَ ۾ ڏيکارڻ اهو چاهي ٿي، ته جيڪا عورت مڙس جي هٿان ڪنهن به ظلم جو شڪار ٿئي ٿي، اها پوءِ ان جو انتقام هر عورت کان وٺڻ چاهي ٿي، پوءِ ڇو نه اها سندس ياءُ جي زال ئي هجي، پر تنهن هوندي به عورت جي دل ۾ محبت قائم رهي ٿي. هوءَ پنهنجي ياءُ مٿان ٿوري به تڪليف برداشت ڪري نه ٿي سگهي. "کلو کی ماں" هڪ اهڙي عورت جي ڪهاڻي آهي، جا بيوه آهي- ۽ بيهر صرف ان لاءِ شادي نٿي ڪري، ته جيئن سندس پٽ معاشري ۾ شرمندگي محسوس نه ڪري، ان لاءِ هوءَ پنهنجا جذبا قربان ڪري، محنت مزدوري ڪري پنهنجو ۽ پنهنجي پٽ جو پيٽ پالي ٿي. "لحاف" هڪ هم جنس پرست عورت جي ڪهاڻي آهي، جيڪا پنهنجي مڙس کان جنسي آسودگي نه ملڻ سبب هم جنس پرستيءَ جو شڪار ٿي وڃي ٿي. هڪ عورت هئڻ جي ناتي عورتن جي نفسيات جو سندس مشاهدو نهايت گهرو ۽ وسيع هو. "گهر والي" لاجو نالي هڪ اهڙي عورت جي ڪهاڻي آهي، جنهن جو ڪوبه وارث ڪونه هو. ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي ته هوءَ ڪٿي جائي. گهٽين ۽ رستن تي پلجي وڏي ٿيندڙ هيءَ ڇوڪري جڏهن جوان ٿي، تڏهن جوانيءَ جي عيوض هن کي زندگيءَ جون سهوليتون ميسر ٿيون. پوءِ هڪ نيڪ ماڻهو هن سان نڪاح ڪري ٿو پر جيئن ته هوءَ رشتن ناتن کان وانجهيل هئي، آزاد خيال پلپيل هئي، ان ڪري هوءَ اتان ڀڄي ڇوڪري سان ڀڄي وڃي ٿي. عصمت جي هيءَ ڪهاڻي انهن سماجي بندشن تي هڪ قسم جي ٺوڪ آهي، جيڪي عورت ۽ مرد لاءِ الڳ الڳ حد بنديون مقرر ڪن ٿيون. عصمت چغتائيءَ جي افسانن جي عورت، ڪا خوبصورت دوشيزه يا مرد کي مجازي خدا مڃڻ واري مشرقي زال نه آهي، پر ان جي برعڪس سندس ڪهاڻين جي عورت ڪٿي خوددار ۽

نيڪ، تہ ڪٿي وري بدزبان چيڙاڪ، ڪٿي وري بظاهر لوهہ جهڙي سخت پر اندر ۾ ڪومل مڪڙيءَ جهڙي نظر اچي ٿي. ان کان علاوه سنڌس افسانن جي عورت، ڪنهن نہ ڪنهن خاص خوبيءَ جي مالڪ ضرور نظر ايندي، پوءِ اها معاشري جي بدڪردار يا بدزبان عورت ئي ڇو نہ هجي. بقول ڊاڪٽر وزير آغا جي تہ، ”عصمت چغتائی کے افسانوں کا مطالعہ کریں تو اس میں ایک خاص پٹرن کا احساس ہو گا مثلا اسم کی سطح پر ان کے کردار جیسے "تل" کی رانی، "امر بیل" کی رخسانا، "دو ہاتھ" کی گوری، "چڑیا" کی دکی، "لحاف" کی بیگم جان، "ننھی" کی نانی وغیرہ بظاہر نارمل قسم کی ہستیاں ہیں جو کسی جسمانی یا نفسیاتی ناہمورای کی مثال نہیں ہیں فکشن کے قدیم کرداروں کی طرح ان کی قوت غیر معمولی یا صورت انوکھی یا ابنارمل نہیں ہے" (45)

جڏهن تہ شهزاد منظر عصمت جي سماجي شعور جي وضاحت هنن لفظن سان ڪري ٿو تہ، ”عصمت سماجی اعتبار سے بہت باشعور ہیں جس کا ثبوت ان کے ہر افسانے سے ملتا ہے ان کا یہ سماجی شعور ہی تھا جس نے ان کے افسانوں میں اتنی گہرائی پیدا کی. اس کے ساتھ ساتھ وہ بلا کی طنز نگار بھی تھی۔" (46)

عصمت نہ صرف عورت جي سماجي ۽ نفسياتي پهلوءَ کي افساني جو موضوع بنايو پر ان سان گڏ هيءَ پهرين عورت افسانہ نگار هئي، جنهن جنس کي ”لحاف“ جي نالي سان پنهنجي افساني جو موضوع بنايو. هيءَ افسانو سنڌس بدناميءَ سان گڏ وڌ شهرت پڻ بنيو. هن افساني ان وقت جي ادبي ماحول ۾ ترٿلو پيدا ڪري ڇڏيو هو جنهن سبب ڪيس فحش نگار عرياني پسند ۽ جنس پسند جهڙن الزامن سان نوازيو ويو پر تنهن هوندي بہ مخالف سنڌس فني پختگيءَ کي ساراهڻ کان بغير رهي نہ سگهيا. مثال ڪشن پرساد ڪول سنڌس ان افساني تي تنقيد ڪندي لکيو آهي تہ، ”ان کا افسانہ، 'لحاف' جس کا موضوع (ہوموسیکسوئل) فنکاری کے لحاظ سے رد نہیں کیا جاسکتا، نئے ادب کے لکھنے والوں نے بھی ایسے ہی موضوع پر افراط سے لکھا جسے پڑھ کر کراہت سی ہوتی ہے لیکن عصمت چغتائی میں حسن کاری کا سلیقہ بہت ہی خوب ہے وہ اس موضوع کو بھی خوب نبھالے گئی ہیں عریانی تو ضرور ہے لیکن ان کے کنایوں اشاروں نے تصویروں پر ہلکا سا پرداڈال دیا ہے۔" (47)

عصمت جنهن بہ موضوع تي قلم کنيو ان ۾ ڪردار ۽ انهن جي ٻولي بہ ماحول مطابق ڪم آنداڻين. ان ڪري سنڌس ڪهاڻين جا ڪردار رڳو عظمت جا پتلا ڪونہ آهن، بلڪ عام انسانن جيئان انهن ۾ بہ ڪيترين

خاميون پڻ نظر اچن ٿيون. مواد ۽ موضوع جي لحاظ کان، سندس افسانہ سماج جي مروج ريتن رسمن جي نمائندگيءَ سان گڏ، بدلجندڙ جديد قدرن ۽ رجحانن جي پڻ ترجماني ڪندي نظر اچن ٿا، جن ۾ سندس انداز بيان جي شوخي ۽ پراثر مڪالما وڌيڪ حسن پيدا ڪندي نظر اچن ٿا. مثال طور پنهنجي ڪهاڻي "چوتھی کا جوڑا" ۾ هوءَ سماج ۾ مروج ريتن رسمن جي پابند، عورت جي جذبات جو اظهار ڪندي لکي ٿي تہ "یہی تو مشکل تھی کوئی جوڑا اللہ ماریا چین سے نا سلنے پایا، جو کلی الٹ کٹ جائے تو جان لوٹی نائن کی لگائی ہوئی بات میں ضرور کوئی اڑ نگا لگے گا یا تو دولہا کی کوئی داشتا نکل آئیگی یا اس کی اماں ٹھوس کڑوں کا اڑ گڑا باندھے گی۔ جو گوٹ میں کان آجائے تو سمجھ لو یا تو مہر پر بات ٹوٹے گی یا بھرت کے پایوں کے پلنگ پر جھگڑا ہو گا چوتھی کا شگن بڑا نازک ہوتا ہے۔"(48)

وقار عظيم سندس افسانوي فن، ڪردارن ۽ مڪالمن کي ساراهيندي لکي ٿو تہ "عصمت بہت سی باتوں کو شدت سے محسوس کرتی ہے یہ باتیں ان کے آس پاس کے سماج کے متحدہ فیصلوں اور من بھاتے عقیدوں سے بلکل مختلف ہوتی ہیں لیکن وہ ان اخلاقی فیصلوں کی پابندیوں سے بے نیاز ہو کر سچ بات کو جیسا دیکھتی ہیں ویسا ہی لکھ دیتی ہیں اور اس صاف گوئی میں کبھی بے رحمی اور بے دردی سے کام لینے میں بھی انہیں کوئی تکلیف نہیں ہوتی۔ حق کے اظہار کے لیے انہوں نے بہت سے لطیف اور شدید حربوں سے کام لیا، تیکھی طنز شوخ فکری شکر میں لپٹی ہوئی کڑوی باتیں ہنسی مذاق اور اسی ہنسی مذاق میں ہجو ملیح پھبتیاں باتوں کی چسکیاں ہنس ہنس کر سب کچھ کہہ دینا ان کے فن کے تھوڑے سے حربے ہیں۔"( 49)

مٿي ذڪر ڪيل ڪهاڻين کان علاوه سندس مشهور ڪهاڻين ۾ "گیندا"، " بھول بھلیاں"، "کافر"، "امر بیل"، "جڑیں" ۽ هندو مسلم فسادن جي پس منظر هيٺ لکيل ڪهاڻي، "دھانیں بانکیں" وغيره شامل آهن، جن ۾ سندس قلم جي شوخيءَ سان گڏ سندس فن جي فڪري گهرائي، ۽ سماج جي ڳوڙهي مطالعي جو عڪس نمايان طور نظر اچي ٿو. بقول ام عماره جي تہ "عصمت ہر حال میں ایک آزاد فکر اور غیر منافقانہ رویے کی مالک تھی یہ عصمت ہی تھی جو ادب کی دنیا پر چار بڑے ناموں میں ایک بڑا نام تھی۔ جہاں کرشن چندر، بیدی، اور منٹو تھے تو عصمت بھی اس گروہ کا جز تھیں جن کے بغیر افسانا نگاروں کی یہ ٹولی مکمل نہیں ہوتی اوپر کے سارے ادیب اگر انسانیت کا پرچار کر رہے تھے تو عصمت کے ہاں بھی یہی سب کچھ بڑھ چڑھ کر ہو رہا تھا۔" (50)

**ڪرشن چندر:**

اردو ادب جي هن مايہ ناز افسانہ نگار پنهنجي افسانوي فن جوآغاز ورهاڱي کان پهرين ڪيو. 1936ع ۾ سندس پهرين تحرير "ہوائی قلعے" جي نالي سان ان وقت ۾ نڪرندڙ رسالي "همايون" ۾ شايع ٿي، جنهن جي تعريف ڪندي رسالي جي ايڊيٽر ميان بشير احمد لکيو تہ "مسٹر کرشن چندر کا شمار اردو کے موجودہ صف اول میں ہو سکتا ہے۔اس نوجوان ادیب کی نفیس اور زوردار زبان، سیر حاصل اور رنگین تخیل اور گہرا نفسیاتی مطالعہ اس بات کا ضامن ہے کہ یہ شخص ہماری زبان کا زبردست ادیب ثابت ہو گا.(51)

سندس ڪهاڻين جون پهريون مجموعو "طلسمِ خيال" جي نالي سان شايع ٿيو. ڪرشن چندر جنهن وقت ۾ پنهنجي فني زندگيءَ جو آغاز ڪيو اهو دؤر ادب ۾ ترقي پسند دؤر هو جنهن ۾ "ترقي پسند تحريڪ" ادب کي زندگيءَ جي حقيقتن جو عڪاس بڻائڻ سان گڏوگڏ بهتر زندگي گذارڻ لاءِ انقلابي شعور بيدار ڪرڻ جو منشور ڪٽي ظاهر ٿي. هيءَ تحريڪ ادب جي اعليٰ مقام جي تحريڪ ثابت ٿي، جنهن ڪيترن ئي عالمن ۽ اديبن کي ادب لاءِ مضبوط پليٽ فارم مهيا ڪيو جنهن تي اڳتي هلي هو ادب جا بي تاج بادشاهہ بڻيا. ڪرشن چندر جو شمار بہ اهڙن ئي اديبن ۾ ڪيو وڃي ٿو جنهن پنهنجي افسانن ذريعي پڙهندڙن کي طبقاتي شعور، انقلابي سوچ ۽ حقيقت نگاريءَ جو سحرانگيز امتزاج مهيا ڪيو. سندس پهرين افسانوي مجموعو "طلسمِ خيال" جو مثال وٺون، تہ ان ۾ شامل افسانہ مختلف سماجي ۽ معاشي مسئلن جي نشاندهي ڪندي نظر اچن ٿا، جن جي وضاحت ظ انصاري ڪجهہ هن طرح ڪري ٿو تہ "طلسم خیال" کے افسانوں میں ایک نقط اور قابل غور ہے کہ ان میں گاؤں کی الہڑ دوشیزائیں ہی گھومتی پھرتی نظر نہیں آتیں، بلکہ وہ باپ (جنہیں بعض نادان ابھی تک غیر تمند کہیں گے ) جاہل اور جابر باپ بھی ہیں جو ایک غیر آدمی کے ساتھ رات بھر غائب رہنے پر اپنی جوان بیٹی کا خون کر دیتا ہے، وہ باپ بھی ہے جو بیٹی کے حسن کی لاگ پر ایک نوجوان سے رپیا اینٹھتا رہتا ہے۔ اور آخر میں دودھان کے کھیت کے عیوض اسے بوڑھے نمبر دار کے ہاتھوں بیچ دیتا ہے۔ قصبے کا وہ ڈاکٹر ہے جو کسان اور بدحال مریضوں کو سڑک پر بھیک مانگنے کے لیے چھوڑ دیتا ہے۔ وہ بدصورت لڑاکا بلیوں جیسے شوہر ہیں،

جو ایک بے آسرا لڑکی سے ہمدردی بھی بے غرض ہو کر نہیں کرسکتے۔ وہ پنڈت جی ہیں جو گاؤں کی خوبصورت شادی شدہ "گوماں" پر ڈورے ڈالتے ہیں، وہ سادھو، مھنت اور پوجاری ہیں جو رام نام جپتے ہیں اور لڑکیوں کو ورغلاتے ہیں۔" (52)

پهرين ٿي مجموعي ۾ زندگيءَ جو اوترو ڳوڙهو جائزو ۽ مشاهدو شايد ئي ڪنهن ليکڪ جي تخليق ۾ نظر اچي. ڪرشن چندر هن مجموعي ۾ سماج دشمن قوتون، جيڪي صدين کان شرافت جو سرٽيفڪيٽ کڻي گهمي رهيون آهن، تن جي منهن تان شرافت جو پردو هٽائي، سندن اصل حقيقت کي پنهنجي فن ذريعي بي نقاب ڪيو. ڪرشن چندر جو قلم ڪڏهن به هڪ موضوع تي رڪي، يڪسانيت جو شڪار نه بنيو پرهميشه وقت ۽ حالتن سان گڏ تبديل ٿيندو نظر آيو پوءِ اهي تبديليون خارجي هجن يا داخلي، سماجي هجن يا معاشي يا وري سياسي نوعيت جون حامل هجن. مثال طور 1942ع ۾ جڏهن جنگِ آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو وٺندڙ هڪ ڳوٺ بيجي پور کي ساڙيو ويو ته هن انهيءَ روءِ داد کي پنهنجي ڪهاڻي "بے دست و پا" لکي ظاهر ڪيو ۽ هندستان ۾ جڏهن سياسي اندولن دوران جهادين تي "بغاوتیں" جو الزام مڙهيو تڏهن انقلابي ڪرشن چندر "تین غنڈے" ڪهاڻي لکي، دشمن جي سازشن کي بي نقاب ڪندي للڪاريو ته "یہ انقلاب ہے انقلاب یہ قمیص بے قمیص اسے گولیوں سے چھلنی کردو، اس کے ٹکڑے ٹکڑے کردو اسے بموں ٹینکوں سے اڑادو یہ پھر سالم ہوجاگی یہ قمیص مر نہیں سکتی یہ آدمی کی روح ہے." (تین غنڈے)

هيءَ دؤر ادب سان ليکڪ جي ڪمٽمينٽ جو منشور ڪٺي آيو جنهن ۾ ڪلا فقط تفريح جو سبب نه هئي، پر ان جو مقصد معاشري جي فلاح بهبود سان وابسته، اهڙا عملي قدم کڻڻ هو جنهن سان انصاف پسند ۽ غيرطبقاتي سماج جو بنياد قائم ڪري سگهجي. ڪرشن چندر جو شمار به ان دؤر سان وابسته ترقي پسند اديبن جي سٽ ۾ ٿئي ٿو جنهن پنهنجي فن ۽ فڪر ذريعي ماڻهن ۾ شعوري آبياري ڪئي. هو فرد جي آزاديءَ کي ئي قوم جي آزادي تسليم ڪري ٿو. جنهن جو اظهار هو پنهنجي ڪهاڻي "ان داتا" ۾ هن طرح ڪري ٿو ته "میں سیاستدان نہیں ہوں مگر مغنی ہو کر اتنا جانتا ہوں کہ جب تک میرے ستار کا ایک تار بے آہنگ ہوتا ہے اس وقت تک سارا نغمہ بے آہنگ و بے ربط ہوتا ہے میں سوچتا

ہوں یہی حال انسانی سماج کا ہے جب تک دنیا میں ایک شخص بھی بھوکا ہے یہ دنیا بھوکی رہے گی، جب تک دنیا میں ایک آدمی بھی غلام ہے یہ دنیا غلام رہے گی، جب تک ایک آدمی مفلس ہے سب مفلس رہیں گے۔( ان داتا، ص 277)

ڪرشن چندر جا افسانا، افسانوي فن جي سمورن لوازمات سان سلهاڙيل نظر ايندا، جن ۾ هيئت، ٽيڪنيڪ، رومانيت، سحرانگيزي، حقيقت نگاري ۽ دلڪش انداز اچي وڃي ٿو. اُهي ان تي نہ صرف پورا لهن ٿا، پر ان سان گڏ جديد ۽ انقلابي فڪر جا روح روان پڻ نظر اچن ٿا. ڪرشن چندر جي افسانن جي تعريف ڪندي علمي ادبي تذڪري ۾ لکيو ويو آهي تہ، "کرشن چندر نے کا شمار صف اول کے افسانا اور ناول نویسوں میں ہوتا ہے۔ منشی پریم چند کے بعد کرشن چندر ادب اور زندگی کے شعوری رشتوں کو استوار کیا انہوں نے اپنے افسانوں میں معاشرے کی ناانصافیوں کو بڑے سلیقے سے پیش کیا "ان داتا" میں انہوں نے معاشرتی ناہمواریوں کا خاکہ جس دلکش انداز میں پیش کیا اس کی مثال دوسری جگہ بہت کم ملے گی۔" (53)

1947ع ۾ جڏهن برصغير آزاد ٿيو. تڏهن اها آزادي پاڻ سان گڏ تمام وڏا سياسي ۽ سماجي بحران ۽ تباهي ڪٺي آئي، جنهن انساني تهذيب جون ليڙون ليڙون ڪري ڇڏيون. جنهن سان گڏ هجرت جو درد، تهذيب، ثقافت ۽ لساني تبديلين، هر ساڃهہ وند ماڻهوءَ کي پنهنجي وڪڙ ۾ آڻي ڇڏيو. شايد ئي ڪو اهڙو ليکڪ هجي، جنهن هن درد کي محسوس نہ ڪيو هجي، جنهن جو ذڪر پاڪستاني ادب ۾ هن طرح ڪيل آهي تہ، "تقسیم کے فوراً بعد فسادات نے ساری صورتحال کو بدل دیا یہ اتنا بڑا انسانی المیہ تھا کہ اس دور کا شاید ہی کوئی افسانا نگار ایسا ہو جس نے اس موضوع پر نہ لکھا ہو۔"(54)

اردو ادب ۾ ان تي تمام گهڻو لکيو ويو جن کي "فساداتي افسانہ" چيو وڃي ٿو. ڪرشن چندر پڻ هن موضوع تي خوبصورت، پرتاثير ناول ۽ ڪهاڻيون لکيون، جن ۾ "پشاور ایکسپریس"، "ہم وحشی ہیں"، "غدار" شامل آهن. "غدار" ۾ ڪرشن چندر ورهاڱي جي دردناڪ منظر کي هنن لفظن سان قلم بند ڪيو آهي تہ، "پل جي پاڪستاني ڪناري تي مسلمان حملو ڪندڙن جا گهٽ هئا، ۽ پل جي هندستاني ڪناري تي هندو حملي ڪندڙن جا اڏا هئا. هندو ۽ مسلمانن جا قافلا ٻنهي پاسن کان لنتجي ۽ مارجي رهيا

هئا. منهنجي چئني پاسن کان لاش ئي لاش پکڙيا پيا هئا. پوڙهن جا لاش، جوانن جا لاش، عورتن جا لاش، ٻارن جا لاش، اونڌا لاش، سڌا لاش، اهي لاش جن جون اکيون بند هيون، جن جي هٿن ۾ ڪير جون بوتلون هيون، اهي لاش جيڪي زندگيءَ جو سڄو زهر پي ويا هئا ۽ هاڻي، هميشہ لاءِ خاموش سمهي پيا هئا." (55)

اهڙين حالتن ۾ هن جي اندر جي انسان کي جيئرو رکيو ۽ هن سيني مذهبن کان بالاتر ٿي پنهنجي فن ۽ فڪر کي صرف انسانيت جي فلسفي هيٺ سلهاڙي، پڙهندڙن کي عالمي امن جو پيغام ڏنو. ان سلسلي ۾ هو لکي ٿو تہ "ہائے کیسے کہوں وہ میرا دیس نہیں (مغربی پاکستان) جس کی مٹی کا ایک ایک ذرہ میرے دل میں ہیرے کی طرح روشن ہے، اور کیسے کہوں صرف یہی میرا دیس ہے، مشرقی پنجاب اور ہندستان جہاں میرے سارے الفاظ اجنبی ہیں۔ میرے دل میں اس زمانے کی یاد آتی ہے۔ جو ابھی آیا نہیں پر آنے والا ہے جب ہندستان ہوتے ہوئے ہندستان نہیں ہوگا اور پاکستان ہوتے ہوئے پاکستان نہیں ہوگا کوئی آمریکا نہیں ہوگا کوئی روس نہیں ہوگا کوئی چین نہیں ہوگا کوئی جاپان نہیں ہوگا جب ساری دھرتی اس دنیا کے سارے انسانوں کے لیے ایک چھوٹا سا گاؤں بن جائیگی، جس میں تمام انسان انہی گلیوں میں رہتے ہوئے ایک دوسرے سے محبت الفت اور ہمسائگی اور آزادی اور برابری کا برتاؤ کرتے ہوئے امن اور چین سے رہیں گے۔" (56)

ڪرشن چندر اردو ادب ۾ متنازع اديب پڻ رهيو. سندس تخليقن تي تنقيد پڻ ٿيندي رهي، پر هو انهن ليکڪن منجهان هو جن تنقيد کي اصلاح طور ڪتب آڻي وڌيڪ معياري ادب تخليق ڪيو. بقول سجاد ظهير جي تہ "عام طور سے وہ معترضین نکتہ چینیوں کو اس طرح قبول کرتے جیسے کہ وہ ان کے احسان مند ہوں غالباً ان کے فن کی ترقی اور عروج کا سبب یہی ہے کے وہ اپنے افسانوں پر مناسب تنقید سے بلکل ناراض نہیں ہوتے تھے، بلکہ انکسار اور کشادہ پیشانی سے اسے قبول کر لیتے تھے۔" (57)

سندس افسانہ ڳوڙهي مشاهدي تي مشتمل، بهترين اسلوب بيان هيٺ تخيل ۽ رومان جي اهڙي سحرانگيز فضا قائم ڪن ٿا، جنهن جي خمار ۾ پڙهندڙ گم ٿي وڃن ٿا. سندس مشهور افسانن ۾ "مہالکشمی کا پل"، "ان داتا"، "پالنا"، "دس کا نوٹ"، "حسن اور حیوان"، "آدھے گھنٹے کا خدا"، "پھول سرخ ہیں"، "دو فرلانگ لمبی سڑک"، "کچرا بابا"، "قیدی"، "ٹوٹے ہوئے تارے"، "زندگی کے موڑ پر"، "آسمان روشن ہے" ۽ "کالو بھنگی" وغيره قابل ذڪر آهن. هو بنيادي طور انقلابي

جدوجهد جو قائل هو. سندس خيال هو تہ ڪنهن بہ خارجي مدد کان سواءِ صرف داخلي قوتن، ۾ انقلابي قدم کڻڻ سان ئي معاشري کي تبديل ڪري سگهجي ٿو. جنهن لاءِ هو لکي ٿو تہ "انقلاب وہی ہوتا ہے جو اندر سے ہوتا ہے جسے خود اپنے ملک کے لوگ اپنی کوششوں سے اپنا خون دے کر حاصل کرتے ہیں جو انقلاب باہر کے ادب یا باہر کی اخبار یا باہر کی صلاح اور باہر کی سازشوں سے لایا جاتا ہے وہ کبھی کامیاب نہیں ہوتا انقلاب درآمد کرنے کی چیز نہیں ہے۔" (آسمان روشن ہے) ص 281 ایضاً

جيڪا ترقي پسند اديب جي خاصيت آهي تہ، هو نہ صرف حالتن سان جنگ جوئي، پر اهڙا عملي قدم پڻ کڻي، جنهن سان حالتن کي تبديل ڪري سگهجي. ڪرشن چندر جي افسانن ۾ اهڙو رجحان گهڻي ڀاڱي نظر اچي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هو بنيادي طور هڪ جذباتي ليکڪ هو. تڏهن تہ هاريءَ کي زميندار جي هٿان بي گناهہ مار کائيندو ڏسي تڙپي اٿي ٿو. هو لکي ٿو تہ "انسان ابھی انسان نہیں ہے یہ جنگ جو آزادی تہذیب اور انصاف کے لیے لڑی جا رہی ہے غالباً آخری نہ ہوگی شاید آخری جنگ اس ظالم جذبے کے خلاف ہوگی جو انسانی محبت کے سرچشمے پر سل رکھ کر زندگی کے اس منبع کو ھمیشہ کے لیے خشک کر دینا چاہتا ہے۔ (حسن اور حیوان) ايضاً

هڪ بي ڪهاڻي "ڍنڍ کان اڳ ۽ ڍنڍ کانپوءِ"، جيڪا پڻ انقلابي فڪر اجاگر ڪري ٿي، جنهن ۾ ڪرشن چندر مزورن ۽ غريبن جي پسمانده حالت کي ڏسي، بي اختيار ٿي هيءُ موقف ظاهر ڪري ٿو تہ "هي جنگل چپ چپ آهي. هي چپ نہ ٿو چوي تہ 'مزوري نہ ڪريو'. 'ڪامريڊ بخمل جون پتلونيون پايو'، 'صوف کائو'. 'آڙو ۽ اکروٽ اوهان جي لاءِ آهن'. 'مزوري ڪرڻ کان انڪار ڪريو'. 'گهوڙي جي سواري ڪريو'. هي 'زمين هي آسمان اوهان جا آهن' جيڪڏهن اهو سڀ نہ، تہ اچو تہ ان سڄي واديءَ کي ڍنڍ بنائي ڇڏيون، پاڻيءَ سان لبا لب ڀريل ڍنڍ، جنهن ۾ تنگمرگ ۽ گلمرگ سڄا سمائجي وڃن! جنهن جي پاڻيءَ ۾ انساني بي رحميءَ جا جهنمي ۽ وحشي مڪان سڀ فنا ٿي وڃن." (58)

عزيز احمد سندس ان خوبيءَ کي ساراهيندي لکي ٿو تہ، "تمام ترقی پسند ادیبوں میں کسی کا نام اس قدر توصیف اور عزت کا مستحق نہیں ہے جتنا کرشن چندر کا ہے اس کی وجہ اس کی بے لوث یا باخلوص انسانیت ہے جو ان کی ہر تحریر سے مترشح ہے اسی پر اس کے تخیل

کی بنیاد ہے اس انسانیت کی وجہ سے ان کی ترقی پسندی کبھی دل آزاری نہیں کرتی یہ خصوصیت ترقی پسند ادیبوں میں شاید ہی کسی اور میں پائی جاتی ہو۔" (59)

سندس ڪرداري افسانن ۾ "لالا گھسیٹا رام"، "بھگت رام" ، "کالو بھنگی" ۽ "وانی" وغيره شامل آهن. خاص طور سندس افسانو "کالو بھنگی"، جيڪو نہ صرف پنهنجي ملڪ اندر ساراهيو ويو پر ڪيترن ئي غير ملڪي زبانن ۾ ترجمو ڪيو ويو. ڊاڪٽر احمد حسن ان افساني جي اهميت کي اجاگر ڪندي لکي ٿو تہ "کرشن کے چند کردار اردو ادب کی افسانوی دنیا میں لازوال ہیں ان میں "کالو بھنگی" حیات جاودانی کی حیثیت رکھتا ہے (اس افسانے کا ترجما بہت سی غیر ملکی زبانوں میں ہوا ہے) موصوف نے کالو بھنگی کا کردار جس خوبصورتی سے اسکیچ کی صورت میں پیش کیا ہے وہ بے مثل ہے۔" (60)

سندس هڪ ٻيو مشهور ڪردار "ڀگت رام" جو آهي، جنهن ۾ هو ٻڌائڻ چاهي ٿو تہ انساني فطرت ۾ چڱائيءَ جو هئڻ لازمي آهي، چڱائي نہ رنگ نسل کي ڏسي ٿي ۽ نہ مذهب کي. بلڪ چڱائي تہ انسان جي انسان لاءِ محسوس ڪيل درد جو احساس ۽ جذبات جو نالو آهي، ۽ اهڙو ئي هڪ ڪردار ڀگت رام جو آهي، جو بلاامتياز ٻين جي مدد ڪري ٿو.

ڪرشن چندر جا افسانا جديد طرز فڪر ۽ فن سان لبريز. بدلجندڙ سماجي زندگيءَ جي تجربن ۽ مشاهدن جي تصوير پيش ڪندي نظر اچن ٿا. جن ۾ زندگيءَ جي محبتن ۽ لذتن سان گڏ نفرتن، لاچارين ۽ مجبورين کي هن پنهنجي مخصوص اسلوبِ بيان، شگفتہ ۽ بي ساختہ حقيقت نگاريءَ سان بيان ڪري، پڙهندڙن لاءِ مؤثر مواد پيدا ڪيو. سندس افسانوي فن تي روشني وجهندي شهزاد منظر لکي ٿو تہ "کرشن چندر کا کمال کچھ اور تھا جسے ہم ان کی رومانیت، سحر آفرینی، انشاپردازی، طنز نگاری، شگفتہ بیانی اور انسان دوستی سے تعبیر کرسکتے ہیں۔ ان تمام خوبیوں کی وجہ سے وہ قارئین کو بہا کر لے جاتے ہیں۔ کرشن چندر کا زمانہ افسانے کی ہیئت میں نت نئے تجربات ہیں۔ کرشن چندر نے اردو افسانے کی ہیت اور ٹیکنیک میں جتنے تجربے کیے ہیں اردو کے کسی دوسرے افسانا نگار نے نہیں کیے۔" (61)

ڪرشن چندر اردو ادب ۾ بهترين افسانہ تخليق ڪيا. سندس ڪهاڻين جا موضوع هر طبقي، هرعلائقي ۽ هر پيشي سان تعلق رکندڙ عام ماڻهو هئا، ۽ انهن جا ڪردار سندن روز مره جي زندگيءَ سان وابستہ مثبت يا

منفي ۽ هاڪاري ٻنهي پهلوئن جا عڪاس هئا. سندس انسان دوستي، غريبن ۽ مظلومن سان همدردي ۽ انقلاب پسندي ۽ هر سماجي يا سياسي مسئلي کي ڪهاڻيءَ جو موضوع بڻائڻ، ايستائين جو هن سمنڊ، ندين، وڻن وادين، گلن، پکين، رستن ۽ جانورن کي پڻ پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بڻايو. ڪرشن چندر جي بهترين افسانن ۾ "پالنا" به هڪ هو. بنگال جي ڏڪر دوران بدحاليءَ سبب ماڻهو پنهنجا ٻار وڪڻڻ لڳا. موهن افسّاني ۾ ان دردناڪ صورتحال ۾ هڪ غيرملڪيءَ جي نقطه نگاهه ۽ مفادن جي ترجماني ڪندي نظر اچي ٿو. مشهور اردو شاعر ساحر لڌيانوي سندس افسانوي فن جي باري ۾ لکي ٿو ته "ڪرشن چندر پهرين مس سان لکڻ بدران زهر سان لکڻ جو عادي هو پوءِ زهر بدران رت سان لکيائين. هو نهايت ئي حساس ۽ جذباتي هو. سندس شروعات وارين لکڻين ۾ رومانيت جو عنصر ڪجهه زياده ئي نظر اچي ٿو مگر 1944ع کان پوءِ ڪرشن چندر جي قلم هڪ نئون رخ اختيار ڪيو."(62)

جيڪڏهن اهو سوال اٿاريو وڃي ته ڪرشن چندر ڪير هو؟ ته جواب ملندو ته ڪرشن چندر آواز هو انقلابي جدوجهد جو. هو آواز هو مزدور، محنت ڪش ماڻهن جي پورهئي ۽ پگهر جو. هو آواز هو لاچار، مجبور ۽ بيوس عورتن جي جذبات جو ۽ هو آواز هو شعور، رومان، تخيل ۽ حقيقت نگاريءَ جو.

ڊاڪتر اعجاز حسين سندس فن ۽ فڪر جي تعريف ڪندي لکي ٿو ته، "کرشن چندر حقیقت پسند اور زبردست حقیقت پسند ہے۔ مجموعی طور پر کرشن چندر کے افسانوں کی خصوصیات یہ ہیں رومان حقیقت کا ایک دلکش امتزاج مطالعے کی باریکی اور فراوانی موجودہ سماج اور نظام معاشی سے انتہائی اور دلی نفرت کا جذبہ طنز و مزاح کی ایک خوشگوار آمیزش دلکش رمزیہ نگاری اور انسانی نفسیات کا عمیق ترین مطالعہ ان کے افسانے روحانی طرز تخیل و انداز بیان کا مظاہرہ ہیں۔" (63)

ان مختصر حوالن ۽ جائزي کانپوءِ ايترو چئي سگهجي ٿو ته ڪرشن چندر اردو ادب ۾ جيڪو مقام يا مرتبو حاصل ڪيو ان ۾ ٻين صنفن سان گڏ سندس ڪهاڻين جو وڏو حصو آهي. جنهن سبب سندس شمار اردوءَ جي صفِ اول جي افسانه نگارن ۾ ٿئي ٿو. ايس اختر جعفريءَ جي لفظن ۾ ته، "کرشن چندر فن کی ان روایات کے محافظ ہیں جن کی اساس پریم چند اور سجاد حیدر یلدرم نے قائم کی تھی۔ اور انہوں نے اپنی محنت اور خلوص سے افسانے کے فن کو وہ عظمت عطا کی ہے جو

ان کے ہم عصروں میں کوئی بھی نہ دے سکا۔ انہوں نے اپنے جگر کا خون دے کر اس پودے کی آبیاری کی ہے اسی لیے یہ کہنا مبالغہ نہ ہو گا کہ جب تک اردو ادب زندہ ہے کرشن چندر اور اس کا فن زندہ رہیگا۔" (64)

ڪرشن چندر جي افسانن جي هن مختصر جائزي مان اهو بخوبي اندازو ٿي وڃي ٿو ته هو هڪ انصاف پسند معاشري جو قائل، ترقي پسند تحريڪ جو روح روان، همدرد، جذباتي ۽ انقلابي تبديلين جو خواهان ۽ انسان دوست ليکڪ هو. جنهن پنهنجي فن ۽ فڪر کي ظالم قوتن، سرمائيداري ۽ طبقاتي نظام خلاف هٿيار بنائي پسمانده، ۽ مظلوم ماڻهن جي سياسي ۽ سماجي جنگ لڙي، سندس ان لازوال فني خدمتن کي پيٽا ڏيندي ڊاڪٽر قمر رئيس لکي ٿو ته "کوئی ادیب اس سرمائیدارانہ طبقاتی نظام کے گھناؤنے پن اور بے رحم تضادات کے خلاف اپنے اور عام انسانوں کے جذبات کو گویائی دے سکے یا آرٹ کی مؤثر زبان میں ادا کر سکے تو یہ بہت بڑا کام ہو گا۔ کرشن چندر نے ساری زندگی ادیب کے اس منصب ادا کرنے کی کوشش کی ہے ان کے کسی باشعور قاری سے یہ حقیقت پوشیدہ نہیں ہے کہ گذشتہ چالیس سالوں میں ہندستان بلکہ ساری دنیا میں جہاں جہاں غلامی اور تشدد کے خلاف بغاوت اور نفرت کی بجلیاں کوندی ہیں احتجاج اور اشتعال کی شعلے لپکے ہیں وہاں کرشن چندر نے اپنے آپ کو موجود پایا ہے، جہاں جہاں افلاس، بھوک، قحط، اجارہ داری اور زرپرستوں کی حیوانیت نے انسانیت کا گلا دبایا ہے وہاں کرشن چندر نے اپنے آپ کو موجود پایا ہے۔ جہاں فرقہ اور مذہب کے نام پر انسان کے مقدس لہو کی ارزانی ہوئی ہے بربریت کا برہنہ رقص ہوا ہے وہاں کرشن چندر نے اپنے آپ کو موجود پایا ہے کیا عصر حاضر کا کوئی دوسرا ادیب دعویٰ کر سکتا ہے؟" (65)

### سعادت حسين منٽو:

هن جو شمار اردوءَ جي بهترين ۽ متنازع اديبن ۾ ٿئي ٿو. بهترين ان لاءِ جو هن جنهن به موضوع تي لکيو ان جي گهرائيءَ کي اهڙي ته حقيقت پسنديءَ سان پيش ڪيو جو پڙهندڙ ان جي اثر ۾ گم ٿيو وڃن. هو نه صرف ان ماحول جي تصوير چٽي ٿو پر ان سان گڏ ان ۾ رهندڙ ماڻهن جي جذبات، نفسيات ۽ طور طريقن کي، اهڙي ته مؤثر انداز سان بيان ڪري ٿو جو قاريءَ کي اهي پنهنجي ماحول جا عڪس نظر اچڻ ٿا. هن پنهنجي ڪهاڻين ۾

سماج جي هر طبقي جي مثبت توڙي منفي ڪردارن کي پيش ڪيو پوءِ پلي اهي ڪردار ۽ موضوع سماج جي بدنام طبقي سان تعلق ڇو نه رکندا هجن. منٽو پنهنجي افسانن ۾ خاص طور تي اهي افسانا، جيڪي انهيءَ طبقي (ڪوٺي) جي پس منظر ۾ لکيائين، انهن ۾ هن گناهن جي هن ڏيڻ ۾ قاتل عورتن جي نفسيات، ڏک، سکن ۾ زندگيءَ سان نيائڻ جو جذبو مذهب سان سندن محبت ۽ پاڻ ۾ گڏجي منظم طريقي سان زندگي گذارڻ جو ڍانءُ وغيره کي، پنهنجي منفرد اسلوب بيان سان تخليق جو موضوع بنائي، مشهور افسانا لکيا. بقول اعجاز راهيءَ جي ته "منٹو نے اپنے افسانوں میں ایسے ہی لوگوں کے پوست کندہ حالات پیش کیے ہیں ان کے زندگی کے مختلف نا قابل برداشت مصائب کا ذکر کیا ہے۔ ان کی گندی طرز معاشرت اور ذلیل ماحول کو پیش کیا ہے۔ خیال ہوتا ہے کے ان کا منشا اس گنہگار بدنام طبقے کی زندگی دکھا کر غالباً یہ سمجھانا تھا کہ اس دیار میں رہنے والے بے بس ہیں اور اس لیے سانس لے رہے ہیں کہ دنیا نے انہیں اس گڑھے میں دھکیل دیا ہے۔" (66)

سندس ان موضوع تي لکيل ڪهاڻين ۾ "کالی شلوار" ڏاڍي مشهوري ماڻي. طوائفن جي ماحول ۾ به مذهبي ۽ سماجي رسمن کي پابنديءَ سان نيائڻ جو رجحان، ڪيتري قدر اهميت رکي ٿو. ان جو اندازو ان افساني (ڪالي شلوار) پڙهڻ سان لڳائي سگهجي ٿو. ٻيو متنازع پهلو سندس افسانن جو جنسيات جي موضوعن تي بي باڪيءَ هيٺ لکڻ پڻ هو ۽ ڪجهه ماڻهن جو اهو خيال هو ته هو جنسيات تي سڌو سنئون لکي، سماج جي اصلاح بدران بگاڙ پيدا ڪري ٿو. ايتري قدر جو سندس اهڙين تخليقن سبب کيس "انجمن ترقي پسند مصنفين" جي تنظيم مان ٻاهر ڪڍيو ويو. هن اهي موضوع ڇو چونڊيا؟ ان بابت سندس هيءَ دليل ڏنل آهي ته "منهنجي ڪهاڻين ۾ جيڪي برايون آهن، اهي هن دؤر جون برايون آهن. منهنجي ڪهاڻين ۾ ڪو به نقص نه آهي، جيڪو نقص منهنجي نالي سان منسوب ڪيو وڃي ٿو دراصل اهو موجوده نظام جو نقص آهي." (67)

تنهن هوندي به ڪو هن ڳالهه کان انڪار نٿو ڪري سگهي، ته انسانيءَ سماج ۽ نفسيات جي نمائندگيءَ ۾ منٽو جو خاص مقام رهيو آهي، جنسيات جي موضوع تي سندس افسانن مان "ٹھنڈا گوشت"، "دھواں"، "بلائوز"،

"بوءِ" وغيره پنهنجي نوعيت ۾ هڪ منفرد حيثيت جا افسانا آهن. جنهن لاءِ سندس اهو چوڻ هو ته، "جو ڪهاڻيڪار- ليڪڪ طوائف خاني ۾ نه ويو آهي، سو ڪڏهن به سٺي ڪهاڻي لکي نه سگهندو." (68)

هنن افسانن منٽوءَ جي زندگيءَ کي بدنام ڪرڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي، پر وقت گذرڻ سان اهي ئي افسانه سندس شهرت جو سبب پڻ بڻيا. پر انهن افسانن جي بدولت منٽو جي زندگي ڪيتري قدر منتشر ٿي، ان جو ذڪر پاڻ هن طرح ڪري ٿو ته، "آپ نے ٹھیک کہا "ٹھنڈا گوشت" کے بارے میں ھاء کورٹ نے اس کے خلاف جو فیصلا دیا ہے اس کے بعد اس کمبخت کو خود بخود مر جانا چاہیے، میرا مطلب ہے خودکشی کر لینا چاہیے۔ چھ مقدمے اس پر پنجاب میں چل رہے ہیں دس سندھ میں چار صوبے سرحد میں اور تین مشرقی پاکستان میں وہ ان کی تاب نہ لا کر پاگل ہو جائیگا۔" ساڳي ڪتاب ۾ اڳتي ص 253 تي هو پنهجي باري ۾ لکي ٿو ته، "مجھے آپ افسانہ نگار کی حیثیت سے جانتے ہیں، عدالتیں مجھے ایک فحش نگار کی حیثیت سے جانتی ہیں، حکومت مجھے کبھی کمیونسٹ کہتی ہے کبھی ملک کا بہت بڑا ادیب۔ کبھی میرے لیے روزی کے دروازے بند کئے جائے ہیں تو کبھی کھول دیے جاتے ہیں۔" (69)

انهن حالتن جي پيش نظر ڪيس نه صرف ادبي دنيا ۾، پر سماجي ۽ معاشي سطح تي به ڪيترين ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو جنهن سبب هو به دفعا ذهني ۽ نفسياتي بيماريءَ جو شڪار بڻيو ۽ شايد اهو ئي سبب هو. جو هو صرف 43 سالن جي عمر ۾ وفات ڪري، اردوءَ جي افسانوي ادب کي ويران ڪري ويو. بقول رشيد امجد جي ته، "کہا جاتا ہے کہ منٹو کی موت افسانے کے ایک دور کا خاتمہ اور ایک نئے دور کا آغاز تھا، وہ یوں کہ منٹو اردو افسانے کی ایک بڑی روایت کا نمائندہ تھا اور اس کی موت کے ساتھ ہی گویا یہ روایت بھی اختتام پذیر ہوئی۔ لیکن منٹو نے 'پھندے' لکھ کر ایک نئی روایت کی بنیاد رکھ دی تھی۔" (70)

هيٺ سندس مشهور ڪهاڻين جو جائزو وٺون ٿا:

**"نيا قانون":** منٽو جي اها خاص خوبي ليکي وڃي ٿي ته، هو جنهن به موضوع تي ڪهاڻي لکندو هو ان موضوع مطابق ماحول ۽ ان جا ڪردار ۽ مڪالما لکندو هو. انگريزي راڄ ۾ لکيل سندس هيءَ ڪهاڻي ۽ ان جو مرڪزي ڪردار منگهو جيڪو هڪ ٽانگي وارو آهي، ۽ ان حالتن جي پس

منظر ۾ انگريزي حڪومت کان نفرت ڪري ٿو تڏهن ليکڪ سندس جذبات کي هن طرح بيان ڪري ٿو ته. "جب کسی شرابی گورے سے اس کا جھگڑا ہوجاتا تو سارا دن اس کی طبیعت مقدور رہتی اور شام کو اڈے میں آکر ہل مارک سگریٹ پیتا یا حقے کے کش لگاتے ہوئے اس گورے کو جی بھر کے سنایا کرتا یہ موٹی موٹی گالیاں دینے کے بعد وہ اپنے سر کو ڈھیلی پگڑی سمیت جھٹکا دے کر کہتا تھا "آگ لینے آئے تھے اب گھر کے مالک ہی بن گئے ہیں !ناک میں دم کر رکھا ہے ان بندروں کی اولاد نے یوں رعب گانٹھتے ہیں گویا ہم ان کے باوا کے نوکر ہیں۔" (71)

"ڪالي شلوار": هن ڪهاڻيءَ ۾ عورت جي جذبات، پوءِ اها عورت يلي ڪٿي طوائف ئي چونه هجي، ان جي نفسيات، مذهبي رسمن رواجن ۾ اعتقاد، ۽ ٻين عورتن جي مقابلي ۾ وڌيڪ پابند هئڻ جو نقشو پيش ڪيو اٿس. هو لکي ٿو ته "محرم کا مہینا سر پر آرہا تھا مگر سلطانہ کے پاس کالے کپڑے بنوانے کے لیے کچھ بھی نہ تھا مختیار نے لیڈی ہیملٹن کی ایک نئی وضع کی قمیص بنوائی تھی جس کی آستین کالی جارجٹ کی تھی، اس کے ساتھ میچ کرنے کے لیے کالی ساٹن کی شلوار تھی۔ انوری نے ریشمی جارجٹ کی ایک سفید ساڑھی خریدی تھی اس نے سلطانہ سے کہا تھا کہ وہ اس ساڑھی کے نیچے سفید بوسکی کا کوٹ پہنے گی سلطانہ نے جب یہ تمام چیزیں دیکھیں تو اس کو اس احساس نے بہت دکھ دیا کہ وہ محرم منانے کے لیے ایسے لباس کی استطاعت نہیں رکھتی۔" (کالی شلوار) (72)

"گولي": عورت جي ئي نفسيات تي لکيل، سندس هڪ ٻيو افسانو "گولي" پڻ مشهور آهي، جنهن ۾ هو ٻڌائي ٿو ته عورت هر ڳالهه ۾ شراڪت پسند ڪري ٿي، پر مڙس جي معاملي ۾ هوءَ ڪنهن به شرط تي شراڪت برداشت نٿي ڪري سگهي. جنهن جو اندازو سندس هن مڪالمي مان بخوبي ٿي وڃي ٿو. جڏهن سندس مڙس ان مجبور عورت کي پنهنجي شريڪ حيات بنائڻ جي ڳالهه ڪري ٿو تڏهن هوءَ جهٽ پٽ جواب ڏيندي چوي ٿي ته "میں اسے گولی نا ماردوں" (گولي)

"ڪرامتن وارو بابا": هن ڪهاڻيءَ ۾ منٽو مذهب جي نالي تي حرام کائيندڙ هڪ مولويءَ جو ذڪر ڪري ٿو جيڪو پنهنجي حرفتن ۽ مڪارين سبب ابوجهه ماڻهن ۾ سندن مال ۽ عزت لٽڻ کانپوءِ به، نيڪ ۽ ٻاجهه وارو مڃيو وڃي ٿو. ان کان علاوه سندس ڪهاڻين جا مڪالما بلڪل

ان جي ماحول ۽ ڪردارن جي نفسيات مطابق پيش تيل نظر اچن ٿا. سندس مڪالما بازيءَ جي انهيءَ فن جي تعريف وقارعظيم هن طرح ڪئي آهي ته، "منٹو نے نفسیات اور فلسفے کے رموز کو نہیں بلکہ ان کی پیچیدگیوں کو افسانے کا موضوع بنانا چاہا ہے اور ان پیچیدگیوں کو عموماً مکالما کی شکل دے کر انہیں زندگی سے قریب لانے کی کوشش کی ہے۔ منٹو کو افسانوں میں مکالموں سے کام لینے کا بے حد شوق ہے اور ان کے بہت سے افسانوں میں فضا کے پیدا کرنے یا موضوع کی گہرائی کے اظہار کے لیے مکالموں سے مدد لی گئی ہے۔" (73)

منٽو پنهنجي افسانن ۾ بظاهر نظر ايندڙ سماج جي مڪروهه ڪردارن جي اندر جي خوبصورتيءَ کي ڳولي، سندن شخصيت جي مثبت پهلوءَ کي سامهون آڻي، پڙهندڙن کان انصاف جي تقاضا ڪري ٿو. ان سان گڏ اهي ماڻهو جيڪي بظاهر سماج ۾ شرافت جو لباس ڍڪين ٿا، ۽ اندر جي بدصورتيءَ کي لڪائن ٿا. هو سماج ۾ رهندڙ شريف گهر جي عورتن جي ڀيٽ، بازارِ حسن جي عورتن سان ڪري ٿو. منٽو پنهي قسمن جي ماحول ۽ ماڻهن کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، پڙهندڙن کان فيصلو گهري ٿو ته ٻڌائين، ته حقيقي حسن ۽ انسانيت ڪنهن ۾ آهي؟ سندس اهڙي روش کي عصمت چغتائي هن انداز سان قلم بند ڪري ٿي ته، "یہ منٹو کا میدان ہے وہ دنیا کے ٹھکراتی گھورے پر پھینکی ہوئی غلاظت میں سے موتی چن کر نکال لاتا ہے۔ گھورا کریدنے کا اسے شوق ہے کیوں کہ دنیا کے سنوارنے والوں پر اسے بھروسا نہیں۔ ان کی عقل اور فیصلے پر بھروسا نہیں۔ وہ ان کی شریف اور پاکباز بیویوں کے چور پکڑ لیتا ہے اور کوٹھے میں رہنے والی رنڈی کے دل کے تقدس سے اس کا موازنا کرتا ہے۔ عطر میں ڈوبی ہوئی عیش پرست دلہن سے میل اور پسینے میں سڑتی ہوئی گھاٹن زیادہ خوشبودار معلوم ہوتی ہے "بو" میں حالانکہ جسم ہی جسم ہے غور سے دیکھیے تو جسم کے اندر روح بھی ہے۔ عیش پرست طبقے کے پھٹے ہوئے دودھ کی طرح پھٹکیوں دار روح اور کچلے ہوئے طبقے کی تصنع سے دور اصلیت اگر طبقاتی تفریق کا سوال نہیں تو ہم اسے قطعی طور پر بھی جسمانی سوال نہیں کہہ سکتے." (74)

منٽو جي افسانن ۾ مٿين افسانن سان گڏ، اهي افسانا پڻ قابل ذڪر آهن، جيڪي برصغير جي ورهاڱي جي پس منظر هيٺ لکيا ويا آهن. هي اهو دؤر هو جنهن ۾ ٻنهي ملڪن جي ماڻهن کي تمام وڏي تباهي، ظلم دهشت ۽ بربريت کي منهن ڏيڻو پيو. هر ڪو سر بچائڻ ۾ هيڏانهن هوڏانهن

ديوانن جيئان پيچي رهيو هو. چؤطرف گوڙ گهمسان، رڙيون رينهون "مان مشلمان آهيان، مون کي نہ مارا" يا "نہ مان هندو آهيان، مون کي نہ مارا" اهڙين حالتن ۾ چا چا نہ ان دؤر جي ماڻهن کي سهڻو پيو. ماڻهن کي پنهنجي ابن ڏاڏن جون ملڪيتون ڇڏڻيون پيون. پنهنجا وطن وساري رڳو جان بچائڻ لاءِ دربدر ٿيڻو پيو. ليڪن انهن دک دائڪ واقعن تي ڪيترين ئي ڪهاڻيون، شعر ۽ ناول لکيا. قرت العين حيدر پنهنجي جڳ مشهور ناول "آگ ڪا دريا" ۾ انهن حالتن جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي تہ "يہ تقسيم شدہ دنیا ہے ملک، انسان، نظریں، روحیں، ایمان، ضمیر ہر شے تلواروں سے کاٹ کاٹ کر تقسیم کی گئی ہے۔ یہاں ہر طرف سرحدیں ہیں اس تقسیم شدہ دنیا میں ہم ایک دوسرے سے سرحدوں پر ہی مل سکتے ہیں۔" (75)

منٽو جي ڪهاڻي ٽوبہ "ٽيڪ سنگهہ" ۽ "کهول دو" پڻ اهڙي درد ۽ پيڙا جي ڪهاڻي آهي، جيڪو درد ورهاڱي بعد ماڻهن جي نصيب ۾ آيو.

"ڪول دو": هيءَ ڪهاڻي هڪ اهڙي نياڻيءَ جي ڪهاڻي آهي، جا انهي وحشتناڪ ماحول ۾ ماڻتن کان وڇڙي وڃي ٿي ۽ بار بار لڄالٽ جو شڪار بنجي ٿي. ليڪ سندس خوف هراس ۽ ڪربناڪ حالت جو بيان هنن لفظن ۾ ڪيو آهي تہ "صبح دس بجے کمپ کی ٹھنڈی زمین پر جب سراج الدین نے آنکھیں کھولیں اور اپنے چاروں طرف بچوں اور مردوں کا مطلاتم سمندر دیکھا تو اس کے سوچنے سمجھنے کی قوتیں اور بھی ضعیف ہو گئیں۔ گدلے آسمان کی طرف دیکھتے دیکھتے سراج الدین کی نگاہیں سورج سے ٹکرائیں تیز روشنی اس وجود کے ساتھ سارے ریشوں میں اتر گئی اور وہ جاگ اٹھا اوپر تلے اس دماغ میں کئی تصویریں دوڑ گئیں لوٹ! بھاگم بھاگ! اسٹیشن! گولیاں! رات اور سکینا! سراج الدین ایک دم کو کھڑا ہو گیا اور پاگلوں کی طرح چاروں طرف پھیلے ہوئے انسانوں کے لاشوں کو کچھ کنگالتا رہا مگر اسے اپنی جوان اکلوتی بیٹی کا کوئی پتا نہیں ملا۔" (76)

حقيقت بيانيءَ سان گڏ منظر ڪشيءَ جو اهڙو درد ناڪ انداز جو پڙهڻ وارو پنهنجا ڳوڙها روڪي نہ سگهي، صرف سندس ئي ڏانءُ هو. ورهاڱي جي پسمنظر ۾ سندس لکيل افسانو "ٽوبہ ٽيڪ سنگهہ" پڻ ڪهاڻيءَ کيتر ۾ پنهنجو خاص مقام رکي ٿو. ان کان علاوه منٽو جا افسانا پنهنجي منفرد اسلوب بيان سبب بہ گهڻا مشهور رهيا. منٽو معاشري ۾ رهندڙ هر قسم جي ڪردارن کي پنهنجي ڪهاڻين جو حصو بنايو. سندس افسانوي فن جي

تعريف ڪندي سيد عابد علي عابد لکي ٿو تہ "پریم چند کے بعد منٹو نے افسانے کو اپنے افکار و تصورات کے اظہار کے لیے چنا اور یوں معلوم ہوا جیسے افسانے نے منٹو کو اپنے ممکنات کے اظہار کے لیے چن لیا۔ منٹو کے ہاں افسانے کی فضا بہت جلد پیدا ہوتی ہے عنوان مرکزی تصور کا سراغ دیتا ہے ابتدائی جملے سماں باندھ دیتے ہیں اور اس کے بعد پڑھنے والا فوراً اپنے آپ کو منٹو کے طلسم کا اسیر پاتا ہے۔ منٹو کے افسانوں کے کردار زندگی کے ہر شعبے سے تعلق رکھتے ہیں ان میں دلال ہیں، مولوی ہیں، استاد ہیں، پہلوان ہیں، کالج کے لڑکے لڑکیاں وغیرہ ہیں۔" (77)

سعادت حسين منٽو جي ڪهاڻين ۾ مٿي بيان ڪيل ڪهاڻين کان علاوه "پہچان"، "شرابی"، "شوشو"، "دھواں" ۽ "پتنگ" وغيره شامل آهن. جن ۾ هن معاشري جي انهن پوشيده پهلوئن جو جائزو ورتو آهي، جن کي سماج ڪنهن جرم جيئان لڪائي ڇڏيو آهي. بشير منگي سنڌس افسانن جي باري ۾ لکي ٿو تہ "هن پنهنجي افسانن ۾ ڪوڙهه ورتل سماج جي مسئلن ۽ مونجهارن جي حل لاءِ پنهنجي قلم کان تلوار جو ڪم ورتو آهي. معاشرتي تعصب رکندڙ ۽ سچ جي وجود کان انڪاري ماڻهن کي منٽو ڏوهي قرار ڏنو آهي." (78)

مجموعي طور تجزيو ڪجي تہ معلوم ٿئي ٿو تہ هر ليکڪ پنهنجي سماج ۽ پنهنجي معاشري جي سياسي ۽ سماجي حالتن جو عڪاس آهي، فرق صرف مشاهدي جي قوت، نظر جي باريڪ بيني، غور و فڪر جي اونهائي، حقيقت بياني ۽ اندازِ بيان جي شوخيءَ جو هوندو آهي. منٽو وٽ اهي سيئي درجا ڪمال جي حد تائين موجود هئا. انهن سان گڏ سنڌس شوخ مڪالمابازي بہ سنڌس ڪهاڻين جي سونهن هئي. ڊاڪٽر صادق الخيريءَ جي لفظن ۾ تہ "سعادت حسین منٹو کی ذات اپنے آپ میں آسان نہیں ان کے فن میں عصری زندگی کی صداقتوں کو ان کے صحیح پس منظر کے ساتھ ٹھوس پیکروں میں تبدیل کرنے کی زبردست طاقت ہے منٹو کے افسانے بے باکانا حقیقت نگاری اور ضبط و توازن کی بہترین مثال ہیں." (79)

هو پنهنجي دؤر جو اهو سچ هو جنهن نہ صرف انگريزن جي سياسي حڪمتِ عمليءَ خلاف جنگ وڙهي، پر ان سان گڏ مملڪتِ اسلام جي پڻ تلخ حقيقتن کي پنهنجي فن ۽ فڪر جو موضوع بنائي، بهترين ڪهاڻيون

تخليق ڪيون. گڏو گڏ هن انهن سماجي ناهموارين تي بہ قلم کنيو جن ۾ عورت کي صرف گناهہ جو مترادف مڄيو ويجي ٿو. هن انهن اخلاقي قدرن جي سخت مذمت ڪئي. سندس خاص موضوع جنسي فرسٽريشن جو شڪار اهي ماڻهو هئا، جيڪي پنهنجي ذهني ۽ جسماني آسودگيءَ لاءِ پنهنجي مروج سماج خلاف ٻاهر قدم کڻن ٿا، جن کي معاشرو گناهہ تصوّر ڪري، کين سخت ذهني عذاب ۾ مبتلا ڪري ڇڏي ٿو- هن انهن ماڻهن جي نفسيات کي پڻ پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بڻايو. جنهن ڪري سندس ذات تي فحاشي، عرياني ۽ معاشي بگاڙ جا بهتان لڳا. ان لاءِ هو رسالي پرک ۾ لکي ٿو تہ "ادب هڪ فرد جي پنهنجي زندگيءَ جي تصوير ناهي، جيڪڏهن ڪو اديب قلم کڻي ٿو تہ اهو پنهنجي گهر جا روز ٿيندڙ معاملا ڪونہ ٿو لکي. پنهنجي خوشين، رنجشن، بيمارين ۽ چڱ ڀلاين جو ذڪر ڪونہ ٿو ڪري، هن جي قلمي تصويرن ۾ تي سگهي ٿو تہ ڳوڙها هن جي پنهنجي ڏکايل پيڙ جا هجن، مرڪون اوهان جون هجن ۽ ٽهڪ هڪ نبل پورهيت جا هجن. هر ادبي تخليق هڪ خاص ماوحول هڪ خاص اثر ۽ هڪ خاص مقصد لاءِ پيدا ٿيندي آهي. جيڪڏهن ان ۾ اهو خاص ماحول، اهو خاص اثر ۽ اهو خاص مقصد محسوس نہ ڪيو ويجي، تہ اها ادبي تخليق هڪ بي جان لاش رهجي ويندي." (80)

هن سان جي زندگي وفا ڪري ها، تہ اردو ادب ۾ اڃا وڌيڪ شاهڪار افسانا، منٽو جي لکيل افسانن ۾ شامل هجن ها.

راجندر سنگهہ بيدي:

هن جو شمار اردو ادب جي بهترين افسانہ نگارن ۾ ٿئي ٿو. هن پنهنجي فني زندگيءَ جي شروعات ورهاڱي کان پهرين ڪئي. هن افساني لکڻ جي شروعات سورهن سالن جي عمر کان ڪئي. سندس پهريون مشهور افسانو "مہارانی کا تحفہ" ان وقت ۾ جاري ٿيندڙ مشهور رسالي "ادبي دنيا" ۾ شايع ٿيو جنهن تي کيس مهيتا سان گڏ پنجاهہ رپيہ انعام پڻ مليو. هيءُ اهو دؤر هو جنهن ۾ هندستان اندر مختلف سياسي ۽ سماجي تحريڪون اڀري رهيون هيون، جنهن ۾ ليکڪ قومي آزادي ۽ سوشلزم جي نعري هيٺ بغاوتي ادب تخليق ڪري رهيا هئا، جنهن کي ترقي پسند تحريڪ جي پليٽ فارم

تان هٽي ملي رهي هئي. بيدي بہ ان تحريڪ سان وابستہ رهي ڪيترين ئي ڪهاڻيون لکيون. جنهن جي مڃتا ڪندي بيدي لکي ٿو تہ ”ہم تحریک کا احسان اپنے اوپر مانتے ہیں۔ انہوں نے جس وقت ترقی پسند تحریک کی بنیاد رکھی اس وقت ہم اس کی معنی نہیں سمجھتے تھے کیوں کے ہم نے نہ مارکسزم پڑھا تھا نہ کچھ، لیکن ترقی پسند اس لیے تھے کہ ہم عکاسی کرتے تھے اس زندگی کی جو ہم جی رہے تھے۔ ہماری ہمدردی پسے ہوئے پس ماندہ طبقے کے ساتھ تھی۔ اس لیے انہوں نے ہمیں بتایا کہ وہ ادیب جو زندگی کی عکاسی اس طریقے سے کرتا ہے وہ ترقی پسند ہے۔ وہ چاہتا ہے کہ یہ سماج نہ رہے اس سے بہتر سماج آئے۔ اس لیے تم بھی ترقی پسند ادیب ہو۔ جب ہمیں اس کی معنی سمجھ میں آئی اور ہم جسم وروح کے اعتبار سے اس تحریک کا حصہ ہوگئے تو اس تحریک نے ہمیں فائدہ پہنچایا۔“ (81)

سندس افسانن جو پهريون مجموعو 1939ع ۾ شايع ٿيو جنهن جو نالو ”دانہ و دانہ“ هو. سندس افسانن جي خاص خوبي حقيقت نگاريءَ سان گڏ پرمعنيٰ جملا پڻ آهن، جن مان سندس مشاهدي جي باريڪ بينيءَ سان گڏو گڏ، سندس سياسي ۽ معاشي شعور جي ڄاڻ پڻ حاصل ٿئي ٿي. سندس ڪهاڻين جا پراثر پلاٽ، جذباتي تخيل ۽ ڪردارن جي ڀرپور عڪاسي، سندس ڪهاڻين جي خاص خوبي مڃي وڃي ٿي. بقول پروفيسر وقار عظيم جي تہ ”بیدی کے افسانوں کی تعمیر اور تشکیل کئی چیزوں سے مل کر ہوتی ہے۔ گہری جذباتیت، رنگین تخیل، کرداروں کی تحلیل اور ان کے عمل کا نفسیاتی تجزیہ ان کے کرداروں کے پس منظر میں سچی زندگی، یہی اس کے موضوع اور فنی عناصر ہیں۔“(82)

بيديءَ جا ڪيترائي افسانا مڊل ڪلاس جي زندگيءَ جي ترجماني ڪندي نظر اچن ٿا. ان جو وڏو سبب اهو آهي جو پاڻ هڪ مڊل ڪلاس خاندان سان تعلق رکندو هو ان ڪري ان طبقي جي ماڻهن جي ڏکن، سکن، مسئلن ۽ مشڪلاتن کي هن ويجهي کان ڏٺو ۽ سٺو آهي. سندس افسانن ۾ ڪٿي مفاد پرست ماڻهن هٿان بي وسي ۽ لاچاريءَ جي خريد و فروخت آهي، تہ ڪٿي وري مذهب جي نالي تي ٿيندڙ قتل عام جو عڪس. هن غريبي ۽ مفلسيءَ جي ڄار ۾ ڦاٿل سماج، ۽ ان سماج ۾ مروج ريتن رسمن ۾ ڦاٿل اڻوجهہ ماڻهوءَ کي، خاص طور تي عورت جي ڪردار جي مثبت پهلوءَ کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. سندس مشهور افسانن ۾ ”متھن“،

"گرہن"، "غلامی"، "چھوکری کی لوٹ"، "لمبی لڑکی"، "لاجونتی" وغيره شامل آهن. شيخ اياز سندس افسانوي فن کي پيٽا ڏيندي لکيو آهي ته، "راجندر سنگ بيديءَ جي ڪهاڻيءَ ۾ واقفيت، رومانيت ۽ مشاهدو ملي ٿو. هن ۾ ديهاتي زندگيءَ جي چاشني آهي. عوام جي سيڌي سادي زندگيءَ جي جهلڪ آهي، فلاسافيءَ جي دلڪش ملاوٽ آهي." (83)

بيديءَ جي افسانن جي خاص خوبي عورت لاءِ سندس فن ۾ عزت، ۽ خاص مقام شامل آهي. هو عورت کي صرف دل وندرائڻ جو ذريعو نٿو سمجهي، پر ان جي برعڪس سندس ڪهاڻين جون عورتون ماءُ، ڀيڻ ۽ ڌيءَ جي مقدس ڪردارن جي روپ ۾ نظر اچن ٿيون. عورت ۽ مرد جي رشتي کي هو سڀ کان وڌيڪ مضبوط ۽ اعتبار جوڳو پيش ڪري ٿو جنهن جو بنياد هو نيڪ نيتيءَ سان رکي ٿو. جنهن جو مثال سندس ڪهاڻي "لاجونتی" ۾ نمايان نظر اچي ٿو. هيءَ ڪهاڻي ورهاڱي جي طوفان جو شڪار ٿيندڙ هڪ اهڙي عورت جي آهي، جيڪا پنهنجي مڙس تائين پهچڻ لاءِ ڪيترن ئي وحشين جي هوس جو نشانو بڻجي، خريد و فروخت ٿئي ٿي، جنهن جو اظهار ليکڪ هن طرح ڪري ٿو ته، "واگہہ پر سولہ عورتیں پاکستان نے دیں اور اس کے عیوض سولہ عورتیں لے لیں۔ لیکن ایک جھگڑا کھڑا ہوگیا ہمارے والنٹیئر اعتراض کررہے تھے کہ ہم نے جو عورتیں دی ہیں ان میں ادھیڑ بوڑھی اور بے کار عورتیں زیادہ ہیں اس تنازع پر لوگ جمع ہوگئے اس وقت ادھر کے ایک والنٹیئر نے لاجو بھابھی کو دکھاتے ہوئے کہا تم اسے بوڑھی کہتے ہو دیکھو دیکھو جتنی عورتیں تم نے دی ہیں ان میں سے ایک بھی برابری کرتی ہے اس کی۔ اور وہاں لاجو بھابھی سب کی نظروں کے سامنے اپنے تیندولے چھپارہی تھی۔ پھر جھگڑا بڑھ گیا دونوں نے اپنا" مال" واپس لے لینے کی ٹھان لی۔ میں نے شور مچایا۔۔ لاجو بھابھی۔۔۔ لاجو بھابھی مگر شور مچانے پر ہماری فوج کے سپاہیوں نے ہمیں ہی مار بھگایا۔" (84)

حالات جو شڪار ٿيندڙ ان عورت لاءِ ليکڪ وٽ ساڳي عزت ۽ احترام آهي، جيڪو سندس دل ۾ پهريان هو. هو ان عورت جي روح جي پاڪيزگيءَ کي معيار بنائي، پنهنجي گهر وني ساڳي شان شوڪت سان رکي ٿو. عورت لاءِ سندس ان جذبي جي تعريف ڪندي وقار عظيم لکي ٿو ته، "عورت کا وہ دل جس کی محبت میں سمندروں کی گہرائی ہے اور وہ سماج بھی ہے جو عورت کو اس کے حق نہیں دیتا بیدی کی دل میں اس عورت کی لیے جو بیوی ہے، گہرے رومانی جذبات ہیں گھر کے

سیدھے سادھے ماحول انہوں نے جہاں کہیں اس سچے اور پر خلوص جذبے کی ترجمانی کی ہے پڑھنے والے کا دل اس رومان کی لطافتوں میں ڈوب جانا چاہتا ہے۔" (85)

البته ان ڳالهه کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته، سندس اندازِ بيان ڪٿي ڪٿي فلسفيانو آهي، جيڪو عام پڙهندڙن جي سمجهه کان مٿي آهي، پر ان هوندي به سندس افسانوي فڪر جي تعريف ڪرڻ کان سواءِ ڪير به رهي نٿو سگهي. سندس افسانن ۾ ڳوٺاڻي زندگيءَ جي فطرتي سونهن، سادگي به آهي، ته وچين طبقي جي معاشي مجبورين جو احوال به شامل آهي. ان سان گڏ طبقاتي استحصال جو شڪار سماج، ۽ ان سماج ۾ رهندڙ هڪ مظلوم ڪردار عورت جي محبت، نفسيات ۽ وفاداريءَ جو اظهارِ بيان، فلسفيانه مڪالمه ڪردارنگاري ۽ حقيقت پسنديءَ جو مڪمل امتزاج نظر اچي ٿو. بقول وارث علويءَ جي ته "دوسرا مکمل فنکار بیدی تھا اس کے یہاں گاؤں ہے، لیکن گاؤں کا نوسٹلجیا اور گاؤں کا رومان نہیں گاؤں کا حسن ہے لیکن گاؤں کی شعریت نہیں گاؤں کی سادگی اور معصومیت ہے لیکن پتوں کے نیچے شر کے سانپ کی سرسراہٹ بھی ہے بے لوث بوڑھے اور ایثار نویس عورتیں ہیں لیکن وہ آئیڈیل نہیں آر کی ٹائپ ہیں اور ایک آر کی ٹائپ کی حقیقت پسندانہ تصویر کشی میں آر کی ٹائپ کی گہرائی اور گیرائی بھر دینا آرٹ کا معراج ہے." (86)

بيديءَ جو افسانوي فن، ادب براءِ ادب ۽ ادب براء زندگيءَ جو حسين امتزاج آهي. جنهن ۾ سندس ننڍا ننڍا پُرتاثير ۽ پُرمعنيٰ جملا پڙهڻ واري کي فڪر و فهم سان گڏ لذت پڻ مهيا ڪن ٿا. مثال:

1۔ نہ تخیل اتنا رنگین ہو نہ محرومی سے اتنا دکھ پہنچے۔ (گرم کوٹ)

2- انسان ہمیشہ اصلیت کے نسبت اس کے دھوکے کو پسند کرتا ہے۔ (بلی)

3- اور پھر انہوں نے وہ آنکھ ماری جو پہلے ہی مری ہوئی تھی۔ (بلی کا بچہ)

4- عشق سے بری لوٹ اور کونسی ہوگی۔ (سونفیا)

5- نارائن اس بات کو بھول ہی گیا تھا کہ کھویا ہوا رشتہ پائے ہوئے سے کہیں زیادہ قیمتی ہوتا ہے۔ (متھن)

انهن ضرب المثل فقرن کان علاوه، بيديءَ جي افسانن ۾ منظرنگاري به پنهنجو مٽ پاڻ هوندي آهي. هو نه صرف هڪ سٺو ڪهاڻيءَ نويس، پر ان سان گڏ هڪ سچو نازڪ مزاج رکندڙ هڪ سٺو انسان پڻ هو تڏهن ته

سندس افسانن مان انسانيت ۽ محبت جهلڪندي نظر اچي ٿي. هو ٻين جي تڪليف کي پنهنجي تڪليف ڪري ڀانئي ٿو ۽ ساڳي درد ۽ پيڙا کي هو پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بڻائي پيش ڪري ٿو. سندس ڪردار جڏهن ڪلن ٿا ته هو به خوش ٿئي ٿو. مطلب ته سماج جي ڏکن سکن ۽ مجبورين کي، جڏهن هو پنهنجو قلم بڻائي ڪهاڻي لکي ٿو تڏهن حقيقت بياني ۽ ڪردارنگاريءَ جو اهڙو جهان جوڙي ٿو جنهن جي خمار ۾ قاري گم ٿي وڃي ٿو. ڊاڪٽر صادق الخيري سندس افسانن جي تعريف ڪندي لکي ٿو ته ”راجندر بیدی کا شمار صف اول کے ترقی پسند افسانہ نگاروں میں ہوتا ہے ان کا ذہن زندگی کے اچھوتے پہلو کو ان کے داخلی اور خارجی احوال و کوائف کے ساتھ اپنے فن میں دیانتداری کے ساتھ پیش کرنے کے فرائض انجام دیتے ہیں۔ بیدی کے ہاں افسانوی فن کے کامیاب اور مکمل نمونوں کی کمی نہیں "گرم کوٹ"، "تلوان"، "گرھن"، "غلامی"، "لاجونتی"، "صرف ایک سگریٹ"، "پان چھاپ"، "برہمن کی جوتی"، "اپنے دکھ مجھے دے دو"، وغیرہ ایسے افسانے ہیں جو بیدی کے فکر و فن کے اعلیٰ نمونے ہیں۔" (87)

**احمد نديم قاسمي:**

سندس تعلق ترقي پسند مڪتبہ فڪر سان هو. سندس فن ۽ فڪر ۾ شهري زندگيءَ بجاءِ گهڻي ڀاڱي ڳوٺاڻي زندگيءَ جو عڪس پسي سگهجي ٿو. طبقاتي معاشري ۾ به طبقا نمايان هوندا آهن: هڪ استحصال ڪندڙ ۽ ٻيو استحصال يا ظلم سهندڙ طبقو هوندو آهي. ڳوٺاڻي ماحول ۾ اهي ٻئي طبقا هڪ ظلم ڪندڙ جنهن ۾ وڏيرو، چوڌري يا زميندار ۽ ٻيو اهو ظلم ۽ ستم سهندڙ طبقو يعني هاري، پورهيت ۽ مزور هر ڳوٺ ۾ موجود نظر ايندو. ان سان گڏ انهي استحصالي معاشري ۾ عورت پڻ قربانيءَ جو جانور بڻجي ڪسندي نظر اچي ٿي.

احمد نديم قاسمي انهن سيني مظلوم طبقي جي ماڻهن کي، پنهنجي ڪهاڻين جو حصو بڻايو. خاص طور تي پنجاب جي ڳوٺاڻي زندگي سندس ڪهاڻين جو اهم موضوع رهي. هن نه صرف ڳوٺ جي سادگي ۽ فطرتي خوبصورتيءَ کي بيان ڪيو پر ان سان گڏو گڏ هن ڳوٺاڻن جو سندن ڏکن، سکن سورن ۽ تڪليفن ۾ هڪ ٻئي جو ٻانهن ٻيلي ٿيڻ، ساٿ ڏيڻ وغيره کي

پڻ پنهنجي ڪهاڻيءَ ڪئنواس تي چٽيو. وقار عظيم سندس لکيل اهڙين ڪهاڻين جي تعريف ڪجهه هن طرح ڪئي آهي ته، ”احمد ندیم قاسمی کے افسانوں میں چھوٹی سے چھوٹی بات تفصیل کے ساتھ نظر آتی ہے. دیہاتی چوپال میں آکر اکھٹے ہوتے ہیں اور یہاں آکر وہ دنیا زمانے کی باتیں کرتے ہیں۔ اپنے پرائے دکھ ان کا درمان، خدا رسول کی باتیں، مولویوں کی باتیں زمینداروں پٹواروں کی باتیں ،فوج کی نوکری کی باتیں، انقلاب زندہ باد کی سرگوشیاں، اور اس کے علاوہ دیہاتیون کے اخلاق، ان کی سوچ بچار، رکھ رکھاؤ کے طریقے ان کے دل کی گہرائیوں میں چھپے سارے بھید ہمارے سامنے آجاتے ہیں ان کی بی لوث زندگی ان کا خلوص، ایثار، خاطر داری، محبت، پیار، بہادری، خودداری اور کسی کی ذات پر پورا بھروسہ ان کے علاوہ مذہبی توہم پرستی سب ان کے افسانوں کو پڑھ کر جان لیتے ہیں۔“ (88)

احمد نديم قاسمي نه صرف ڳوٺاڻي زندگيءَ جي هوبهو عڪاسي ڪئي، پر انهي ماحول جي مسئلن ۾ براين ڪي پڻ پنهنجي ڪهاڻين ذريعي واڪو ڪيو. مثال ”لارنس آف تھیلیا“ ۾ اوهان ڏسندؤ ته ڳوٺ جو وڏيرو نه صرف سندن پيداواري ذريعن تي قابض رهي ٿو پر ان سان گڏوگڏ سندن ننگن ناموسن جو پڻ پاڻ کي مالڪ سمجهي ٿو. ان جي مرضيءَ تي منحصر آهي ته هو ڪين انسان سمجهي يا جانور! هو ڳوٺ جي عزتن جو وارث بنجي، ڳوٺ وارن جي عزتن سان ڪيڏندو رهي ٿو. احمد نديم سندن اخلاق کان ڪريل حرڪتن تان پردو کڻڻ سان گڏ، سندن عياشين کي پڻ پنهنجي دلڪش منظر نگاريءَ هيٺ پيش ڪري ٿو. مثال طور هو لکي ٿو ته، ”پلنگ اتنا چوڑا تھا کہ اس پر جو کھیس بچھا تھا وہ چار کھیسوں کے برابر تھا اس کے وسط میں پلش کے ایک گاؤتکیے کے سہارے بڑے ملک صاحب کے جسم کا ڈھیر پڑا تھا ان کی انگلیاں، انگوٹھوں، پنڈلیوں، رانوں، کمر، پیٹھ، کندھوں، اور سر کو بہت سے میراثی ،نائی، جھیور، دھوبی، موچی کمہار اور کسان دبارہے تھے۔ وہاں ایک نے گستاخی کرکے کہا کہ "ملک جی تہہ بند سنبھالو ننگے ہورہے ہو!“ (89)

ان تي زميندار ان ماڻهوءَ جي حالت ئي بگاڙي ڇڏي ٿو!. ان ئي محل ۾ ننڍو ملڪ ڳوٺ جي هڪ نياڻيءَ جي عزت سان ڪيڏي ٿو تڏهن اها بيوس عورت انتقام لاءِ جڏهن اڳتي اچي ٿي، تڏهن هو ڪيس طعنو هڻندي چوي ٿو

تہ ”لالیاں بازوں کا شکار نہیں کرتیں“ تذهن بغاوت جي باه ان عورت کي پنهنجي عزت ۽ ناموس جو انتقام وٺڻ تي اکسائي ٿي، ۽ هوءَ سندس من پسند باز کي گهٽو ڏيئي ماري هلي وڃي ٿي. عتيق احمد سندس ان انوکي انتقام جو بيان ڪندي لکي ٿو تہ ”احمد ندیم قاسمی کے افسانے " لارنس آف تھیلسیا" کی شکست خوردہ رنجی تھی اور لٹی لٹائی لڑکی کی پر غرور دیہاتی انا اس سب کچھ کے باوجود جو اس کے ساتھ گذری تھی زندہ بیدار اور فعال انا ہے جو لٹ کر بھی شکست کھانا نہیں ٹکرانا جانتی ہے اور اپنے حسب المقدور انتقام بھی لیتی ہے۔“(90)

سندس لکيل اهڙين ڪهاڻين ۾ ”رئیس خالہ“ پڻ مقبول ڪهاڻي آهي. هن شهري ماحول ۽ زندگيءَ کي پڻ پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنايو. هن پنهنجي فن ذريعي هلندڙ سماج جي هيٺاهين مٿاهين جي ڀرپور عڪاسي ڪئي. سندس انهن خوبين کي ساراهيندي ڊاڪٽر صادق الخيري لکي ٿو تہ ”احمد ندیم قاسمی کے افسانوں میں موجودہ نظام سے بے اطمینانی اور اسے یکسر بدلنے کی خواہش عیاں اور پنہاں ہے۔ "چوپال"، ”بگولی" اور "گرداب" کے افسانوں میں وہ سماجی حقیقت نگاری کے تصور سے سرشار نظر آتے ہیں۔" (91)

احمد نديم قاسمي جيئن تہ شاعر پڻ هو ان ڪري سندس نثر بہ شاعرانہ رنگ ۾ رنگيل نظر اچي ٿو. مسئلا سماجي هجن يا معاشرتي، هن جو اظهارِ بيان ۾ شاعرانو تخيل نمايان طور موجود نظر اچي ٿو. سندس مشهور افسانن ۾ "لارنس آف تھیلسیا" کان علاوه ”الحمدالله"، "کپاس کے پھول"، "کنجری"، "گنڈاسا"، "پرمیشور سنگ"، "انسان اور حیوان" ۽ "جگا" قابلِ تحسين افسانا ليکيا وڃن ٿا. سندس ڇپيل افسانوي مجموعن ۾ ”چوپال“، "بگولی"، "طلوع غروب"، "گرداب"، "سیلاب"، "آس پاس"، "آنچل"، "سناٹا"، ۽ ”نیلا پتھر“ وغير شامل آهن-

احمد نديم قاسميءَ کي سندس بهترين صلاحيت جي عيوض، ڪيترن ئي تمغن ۽ اعزازن سان نوازيو ويو جن ۾ ”پرائيڊ آف پرفارمنس“ 1979ع، ”ستاره امتياز“ 1980ع ۽ ان سان گڏ لڳاتار ٽي ڀيرا ”آدم جي ادبي ايوارڊ“ 1963ع ـ 1976ع ۽ 1979ع سان پڻ نوازيو ويو.

## خواجہ احمد عباس:

سندس تعلق بنيادي طور صحافت سان وڏيڪ رهيو پر هن افسانه نگاريءَ ۾ پڻ ڪافي پاڻ موڪيو. ان ڪان علاوه هن ڪيترن ئي هندي فلمن جا اسڪرپٽ پڻ لکيا، جن ۾ "دھرتی کے لعل"، "آوارہ پردیسی"، "میرا نام جوکر"، وغيره شامل آهن. پر هتي جيئن ته اسان جو موضوع افسانه نگاريءَ سان تعلق رکي ٿو ان ڪري اسان هن جي افسانوي فن جو تجزيو پيش ڪنداسين. هن ڪيترا ئي افسانه لکيا جن ۾ "زعفران"، "چاکلیٹ اور وقت"، "چوراہا"، "سردار جی"، "اندھیرا اجالا۔"، "ٹیری لین کی پتلون"، ۽ "معمار" نمايان آهن. ڏٺو وڃي ته گهڻي قدر هن دؤر جي ڪهاڻيڪارن تي روسي انقلاب جو وڏو اثر نظر اچي ٿو جن ۾ خواجه احمد عباس جو نالو پڻ شامل آهي. مثال طور سندس ڪهاڻي "معمار"، جنهن ۾ هڪ اهڙي مزور جو قصو بيان ڪري ٿو جيڪو سڄي زندگي مزوري ڪرڻ ڪانپوءِ، وڏا وڏا محل جوڙڻ ڪانپوءِ به بي يارو مددگار، سياري جي ولهه ۾ فٽ پاٿ تي مري وڃي ٿو. شيخ اياز سندس ان ڪهاڻيءَ تي راءِ ڏيندي لکيو آهي ته، "خواجه احمد عباس اردوءَ جو بهترين اديب آهي. سندس ڪهاڻي "معمار" سندس بهترين ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هن طبقاتي تفاوت کي اهڙو گهرائيءَ ۽ صداقت سان چٽيو آهي، جو پڙهندڙن جو روح ان جي خلاف يڪدم ڪڙو ٿي ويندو." (92)

هن ڳوٺ جي برعڪس، شهري زندگيءَ کي پنهنجي افسانن جو موضوع بڻايو. سندس ڪهاڻيون قوم پرستيءَ جي علامت آهن. ان ڪان علاوه سندس مشهور زمانه افسانو "سردار جي" ورهاڱي هيٺ هندو مسلم فساد دوران لکيل، اهو تاريخي افسانو آهي، جيڪو انهيءَ خوفناڪ صورت حال ۾ به، انسانيت ۽ مساوات جي اخلاقي قدرن کي فروغ ڏياري ٿو. ڊاڪٽر صادق الخيري سندس افسانوي فن تي روشني وجهندي لکي ٿو ته، "خواجہ احمد عباس بنیادی طور پر ایک صحافی ہیں۔ وہ تاریخی بصیرت سیاسی شعور اور تجزیہ پسند ذہن رکھتے ہیں۔ انہوں نے اردو کے افسانوی ادب میں سب سے زیادہ تجربے کیے ہیں اور صنف کے العباد و ا مکانات کی کھوج کرتے ہیں۔ لیکن مخصوص صحافتی مزاج جذباتیت اور عجلت پسندی کے باعث ان کے بیشتر افسانے فنی بلندیوں کو نہیں چھوپاتے ہیں۔ احمد عباس کے یہاں اس کے باوجود ایسے افسانوں کی کمی نہیں جن میں موجودہ عہد کے سیاسی اور سماجی پس منظر میں انسانی زندگی کے رنگا رنگ پہلوؤں کی بہترین عکاسی ملتی ہے۔" (93)

انور سجاد:

هن گهڻي ڀاڱي سياسي ۽ رومانوي قسم جون ڪهاڻيون لکيون. جيڪي فني ۽ فڪري لحاظ کان هڪ نواڻ ۽ هڪ جدت جو احساس جاڳائن ٿيون، جن ۾ بهتر مستقبل جي کوجنا ڪيل نظر اچي ٿي. هو پنهنجي ڪهاڻين ذريعي هر قسم جي ظلم ۽ جبر خلاف مزاحمت جو پهلو نمايان ڪندي نظر ايندو. مثال طور سندس ڪهاڻي "رات کا سفر نامہ"، جيڪا 77 جي مارشلا جي جبر ۽ ظلم خلاف احتجاج جو نمونو پيش ڪندي نظر اچي ٿي. جنهن ۾ ليکڪ ان ڪاريءَ رات جي خلاف مزاحمت ڪندي لکي ٿو ته. "ہر جھوٹ کے ساتھ ہم سچ کے منتظر، رات کو کھائی ہوئی ہر قسم پر ایمان لاتے ہیں، ہم کے جو موت کے مجدھار میں زندگی پر یقین رکھتے ہیں، بن چیزوں کے بن آنکھوں، کانوں ناکوں کے سیلاب میں کھڑے ہیں، فرار کا کوئی راستا نہیں، ہمارے ہونٹوں سے ہنسی ابلتی ہے، سحر میں ہمارا ایمان ہے، ہمارے اعتماد کی بنیادوں میں سحر کی روشنی ہے، ہم چیختے ہیں کل کو پکارتے ہیں بھلے شناخت ہو نہ ہو۔"..... سناٹا، سحر کی شناخت کیا ہے؟ وہ، وہ، وہ شہر، روشنی، عورتیں، بلیلاں، کتے، رات۔ میری جان بند کو اکھاڑ پھینکو، چیخو، قسم کھاؤ، گالی دو، سسکیاں بھرو، لیکن نکلو، باہر نکلو اپنے آپ سے، ہر اس شے سے جو تمہیں جلاتی ہے، اذیت دیتی ہے، اپنی اذیت کو چیخ کے ساتھ باندھ کر کھڑکی سے باہر پھینک دو جواب ملے نہ ملے۔" (94)

ڊاڪٽر صادق الخيري سندس افسانوي فن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته. "انور سجاد نے اپنے عہد کے سیاسی جبر کے کریہ المنظر چہرے کو بے نقاب کرنے کا بیڑا اٹھایا ہے، اور اپنی کوشش میں وہ کامیاب بھی ہوئے ہیں۔ ان کے افسانوں میں ظلم و جبر اور استحصال کرنے والی قوتوں سے ٹکرا جانے کا عزم ہے نئے سورج کا انتظار اور نئی دنیا کی تلاش کا رویہ ملتا ہے جو حال سے بے اطمینانی اور مستقبل پر ایقان کا ثبوت ہے۔" (95)

سندس مشهور افسانن ۾ "چوراہا"، "آج"، "سندریلا"، "پی ایل فورٹی"، "کینسر"، "کونپل"، "گائے کا گوشت"، ۽ "رات کا سفر نامہ" شامل آهن.

انتظار حسين:

ليڪڪن بحراني دؤر ۾ پنهنجي تخليقن ذريعي، عام ماڻهن ۾ قائم قديم تهذيبي ورثي جو پرچار ڪيو آهي، جنهن جو بنياد محبت، وفاداري ۽

نيڪي ۽ قوميت جي فلسفي تي رڪيل هو. اهڙن ئي ليکڪن ۾ انتظار حسين جو به شمار ڪيو وڃي ته وڌاءُ نه ٿيندو. سندس ڪهاڻي "ہندستان سے خط" ان سلسلي جي ئي هڪ ڪڙي آهي. جنهن ۾ وڇڙي ويل ماڻهن، گهرن، گهٽين ۽ بازارين جون ساروڻيون سمايل آهن. بقول انور عظيم جي ته، "یہ جلاوطن اس "میں" کو تلاش کرنے میں سرگرداں ہے جو تہذیبی بحران میں ماضی کی کسی اندھی گلی میں کھویا گیا۔" (96)

ان ڪري انتظار حسين کي پنهنجي وقت جو ترجمان ليکڪ تصوّر ڪيو وڃي ٿو. ايوب دؤر جي مارشل لاءِ جنهن سياسي ۽ معاشي طور سماجي زندگيءَ ۾ وڏو بحران پيدا ڪيو ۽ جهڙيءَ طرح عام ماڻهن جي حقن جي لتاڙ ڪئي ويئي، اها ڪنهن به ساڃاهه وند ماڻهوءَ کان لڪل ڪانه آهي. بقول رشيد امجد جي ته، "ساٹھ کی دہائی پاکستانی معاشرے میں سماجی اور سیاسی دونوں حوالوں سے الجھنوں کا زمانہ ہے۔ پہلا مارشلا لگے دوسال ہوچکے تھے اور اس کی ظاہری چمک مانند پڑچکی تھی۔ نئی لسانی تشکیلات کے نتیجے میں علامتی انداز اگرچہ فنی حوالوں سے ہی سامنے آیا تھا لیکن پس منظر میں کہیں نہ کہیں سیاسی جبر کا دباؤ موجود تھا۔" (97)

اديبن، شاعرن ۽ دانشورن ان جي خلاف مزاحمت ڪندي، جيڪو ادب تخليق ڪيو اهو تاريخ ۾ روز روشن جيئان رهندو. انتظارحسين جي ڪهاڻي "دوسرا راستہ" پڻ ان دؤر جي علامت آهي.

انتظارحسين وقت ۽ حالات جو ليکڪ هو پوءِ اهي سياسي حالتون هجن يا سماجي، خارجي هجن يا داخلي سطح جون، هن انهن کي پنهنجي قلم جو موضوع بنائي ڪهاڻيون لکيون. مثال بنگال جي ورهاڱي کي هن نهايت خوبصورت پيرائي هيٺ مجموعي "شہر افسوس"، ۽ پنهنجي ڪهاڻي "نیند" ۾ بيان ڪيو جڏهن ته عرب جي مٿان اسرائيل جي ظلمن کي هن "شرم الحرام" نالي ڪهاڻيءَ جي نالي سان قلمبند ڪيو. ان کان علاوه سندس ڪهاڻي "دوسرا راستہ" ايوب دؤر جي مارشل لاءِ ۽ سياسي جبر جي عڪاسي ڪندي نظر اچي ٿي. انتظار حسين جي ڪهاڻين جي مجموعن ۾ "گلی کوچے"، "آخری آدمی"، "کچھوے"، "خیمے سے دور"، "کنکری"، "دوسرا گناہ"، "دیوار" نمايان آهن. وقار عظيم سندس افسانوي فن جي تعريف ڪندي لکي ٿو ته "انتظار حسین نے ایک خاص معاشرہ اور اس معاشرے کے بے شمار کرداروں کو اپنے افسانوں کا

موضوع بنایا ہے۔ اس موضوع کو اختیار کرنے سے پہلے انہوں نے اسے پوری طرح اپنی شخصیت کے اندر جذب کیا ہے۔ اپنے فکر، تخیل اور احساس کو موضوع میں پوری طرح سمونے اور موضوع کو اپنی شخصیت کے رنگ میں ہر طرح سے رچالینے کے بعد اس پر قلم اٹھایا ہے اور ایک دفعہ قلم اٹھاکر پھر کسی اور طرف بھٹکنے کو اپنے فنی مسلک کی توہین جانا ہے افسانا نگار کی حیثیت سے یہ ان کی کامیابی کا پہلا راز ہے۔" (98)

**غلام عباس:**

سندس نالي سان گڏ عالمي شهرت ماڻيندڙ افسانو "*آنندی*" زبان تي اچي ويجي ٿو. جيڪو ظاهري هٽ ۽ برائي، هيٺ باطن جي نيڪي ۽ سچائيءَ جي تصوير پيش ڪري ٿو. جنهن ۾ ليڪڪ اهو تصور پيش ڪري ٿو ته سماج ۾ طوائفن جو ڪراهت آميز طبقو ڪيئن معاشري جي معاشي تڪميل جو پورائو ڪري ٿو. ان جو بيان هن افساني ۾ منفرد اسلوب سان نظر اچي ٿو. هيءَ افسانو ترقي پسند تحريڪ جي عروج واري دؤر ۾ لکيو ويو. ان سبب به هن گهڻي شهرت ماڻي. هن افساني تي مشتمل فلم "*منڈی*" پڻ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. ان کان علاوه سندس مشهور ڪهاڻين ۾ "*جواری*"، "*اوور کوٹ*"، "*کن رس*" ۽ "*کردار*" پڻ شامل آهن. تاهم سيني افسانن ۾ آنندي جي حيثيت مسلم آهي. جنهن جي تعريف ڪندي "معيار" تنقيد ۾ لکي ٿو ته، "آنندی میں ایک اجتماعی احساس اور وسعت ہے اس میں ایک یا دو کردار نہیں بلکہ پورا شہر "آنندی" کا کردار ہے اور غلام عباس نے اسے اپنی پوری گہما گہمی کے ساتھ رستا بستا دکھایا ہے۔ یہ شہر اجڑ کر دوسری جگہ بس جاتا ہے۔ اس بسنے میں نقل مکانی نہیں بلک۔ آہستہ آہستہ یہ شہر بستا ہے۔" (99)

مٿين افسانہ نگارن کان علاوه، اردوءَ جا پيا بہ ڪيترائي مشهور افسانہ نگار آهن، پر موضوع جي طوالت کان بچندي سندن مختصر تعارف، ۽ سندن مشهور ڪهاڻين جو احوال هيٺ پيش ڪجي ٿو:

**قدرت الله شهاب:**

ورهاڱي جي موضوع تي لکيل سندس افسانو "*یا خدا*"(ناولٽ)، "*ماں جی*"، "*اور عائشہ آگئی*" ڪافي مشهور آهن. سندس ڪهاڻين جا موضوع گهڻي

ياڳي سياسي ۽ سماجي اٿبرابريءَ کي واڪو ڪندي نظر اچن ٿا. سندس اهڙن افسانن ۾ "سب کا مالک"، "دور نگا"، "غریب خانہ"، "ریلوے جنکشن" وغيره شامل آهن.

### قرة العين حيدر:

هن جي شهرت افسانہ نويس جي برعڪس، هڪ ناول نويس جي وڏيڪ مڃي وڃي ٿي. سندس ناول "آگ کا دریا"، "سیتا ہرن"، "کارِ جہاں دراز ہے"، "آخری شب کے ہمسفر" ڪنهن کان بہ نہ وسريا آهن. هوءَ اردوءَ جي ابتدائي افسانہ نگار سجاد حيدر يلدرم جي نياڻي هئي، ان سان گڏ سندس ماءُ نذر سجاد حيدر پڻ ليکڪا هئي، يعني هن ننڍي هوندي کان ئي علمي ادبي ماحول هيٺ پرورش حاصل ڪئي. ان ڪري ننڍي عمر ۾ ئي شعور جي پختگي سندس شخصيت جو حصو بڻي. ولي رام ولڀ سندس افسانوي فن بابت لکي ٿو تہ، "قرة العين حيدر ڪهاڻيءَ ڪيتر ۾ انساني جذبن جو ڀرپور اظهار ڪري ٿي، جنهن ڪري سندس فن اعليٰ شاعريءَ جي اوتاهين تائين وڃي ٿو ڪلهو هڻي." (100)

هن پنهنجي پهرين تحرير صرف ٻارهن سالن جي عمر ۾ لکي، جنهن جو نالو "بی چوہیا کی کہانی ان ہی کی زبانی" هو جيڪا 1938ع ۾ شايع ٿي. جڏهن تہ سندس افسانن جو پهريون مجموعو "ستاروں سے آگے" 1947ع ۾ شايع ٿيو. اڳتي هلي سندس ڪيترائي افسانوي مجموعا منظر عام تي آيا، جن ۾ "پت جھڑ کی آواز"، "فصل گدا آئی"، "جہاں پول کھلتے ہیں"، "تلاش"، "روشنی کی رفتار" وغيره شامل آهن. سندس افسانوي فن تي روشني وجهندي مرزا حامد بيگ لکي ٿو تہ، "قرة العین حیدر کا اپنا منفرد انداز تحریر ہے اور تاریخ کے گہرے مطالعے نے ان کے فکری افق کو جلا بخشی ہے۔ یوں مغربی اور مشرقی تھذیب کا وقار اور مغربی تمدن کا نکھار ان کے افسانوں میں کچھ اس طرح گھل مل گیا ہے کے ایک رنگ کو دوسرے رنگ سے جدا نہیں کیا جاسکتا." (101)

### خديجہ مستور:

هن ليکڪا سماج جي وچين طبقي جي مسئلن کي پنهنجي افسانن جو گهڻي ڀاڱي موضوع بڻايو. سندس افسانہ غربت ۽ طبقاتي استحصال جي

خاتمي لاءِ سماجي انقلاب جو نظريو پيش ڪن ٿا. هن پنهنجي افسانن ۾ حقيقت نگاريءَ جو اظهار پردي پٺيان ڪونه ڪيو پر هن جيڪو سماج ۾ ڏٺو ۽ ڀوڳيو ان جو بيان سندس ڪهاڻين ۾ منفرد اسلوبِ بيان هيٺ پيش ڪيل نظر ايندو. جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي عصمت چغتائيءَ جي فن جي جهلڪ پڻ نظراچي ٿي. سندس افسانوي مجموعن ۾ "کھیل"، "بوچھاڑ"، "چند روز"، "تھکے ہارے"، "ٹھنڈا میٹھا پانی" آهن. سندس مشهور افسانن ۾ "محافظ الملک" ۽ "سراب" شامل آهن. خديجه مستور جو تعلق ترقي پسند تحريڪ سان، پاڪستان ٺهڻ بعد به قائم رهيو ۽ هوءَ انجمن ترقي پسند مصنفين لاهور جي سيڪريٽري پڻ رهي. جيئن ته هوءَ هڪ عورت هئي، ان ڪري سندس افسانن جا موضوع، گهٽي پاڳي طبقاتي ۽ استحصالي معاشري ۾ عورتن سان ٿيندڙ سماجي، ۽ مذهبي ناانصافين جي نشاندهي ڪندي نظراچن ٿا. جنهن ۾ مرد کي پڻ استحصالي معاشري جو هڪ سگهاري قوت رکندڙ ڪردار پيش ڪري ٿي. بقول شهزاد منظر جي ته "خدیجہ مستور نے جلد ہی محسوس کرلیا کے مرد بھی اسی طبقاتی استحصالی سماج کا ایک فرد ہے۔ اس لیے مرد کے مظالم اور بے وفائی کے خاتمے اور عورت کے مساوی حقوق کے لیے سماجی انقلاب کی ضرورت ہے چنانچہ ان کی انسان دوستی انھیں سماجی انقلاب کے راستے تک لے آئی۔ ان کے پانچوں افسانوی مجموعے ایک دوسرے سے بہتر اور مختلف ہیں اور ان میں ان کا ذہنی اور فنی ارتقا صاف نظر آتا ہے۔" (102)

**حاجره مسرور:**

هن افسانن لکڻ جي شروعات ورهاڱي کان پهرين ڪئي، پر سندس شهرت ورهاڱي بعد شروع ٿي. سندس افسانا زندگي ۽ ان ۾ وسندڙ انسانن جي نفسيات، ۽ فڪري عمل جا ترجمان نظراچن ٿا. جن ۾ مرد ۽ عورت جي نفسيات ۽ مرد جي بي حسي ۽ بي وجه انا جي تصوير سندس افساني "عاقبت" ۾ واضح ڪئي ويئي آهي. جنهن ۾ زميندار جي خسته حاليءَ سبب سندس زال ان جي ڪفن دفن جو بندوبست ڪرڻ چاهي ٿي، پر زميندار پنهنجي ڪوڙي انا خاطر ان ڪفن پائڻ کان انڪار ڪري ٿو جيڪو زال جي پئسن مان خريد ڪيو ويجي، ٻئي پاسي عورت ان کي

پنهنجي هستيءَ جي توهين سمجهي ٿي، ۽ ان صدمي ۾ زميندار کان پهرين پاڻ مري وڃي ٿي.

**بانو قدسيه:**

سندس وجهه شهرت گهڻي ڀاڱي اهي ڊراما آهن، جيڪي پاڪستان ٽيليويزن تي وقت به وقت نشر ٿيندا رهيا آهن. پاڻ ڊراما نويس کان علاوه هڪ سٺي ناول نويس، ۽ بهترين افسانه نگار پڻ ليکي وڃي ٿي. جنهن به سندس افسانا "*ڪلو ڪي ماں*" ۽ "*انتر هوت اداسی*" پڙهيا هوندا، اهي سندس افسانوي فن کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نه سگهيا هوندا. سندس افسانه معاشري جي بنهي ڪردارن، عورت ۽ مرد جي مسئلن جو پرچار ڪندي نظر اچن ٿا. خاص ڪري عورت جي نفسيات، ۽ معاشري ۾ ان جي حيثيت بيان ڪن ٿا. سندس افسانن جا نسواني ڪردار سماجي ريتن رسمن ۽ مذهبي جڪڙبندين ۾ قيد، عورت جي وارتا بيان ڪندي نظر اچن ٿا. سندس افسانوي مجموعن ۾ "*بازگشت*"، "*امر بيل*"، "*دانت کا دستہ*" وغيره شامل آهن.

مٿين خواتين افسانه نگارن کان علاوه اردوءَ جي خواتين افسانه نويسن ۾ رضيه سجاد ظهير، جيلاني بانو خالده حسين ۽ زاهده حنا وغيره شامل آهن.

اردو ادب جي هن مختصر جائزي مان هيءُ نتيجو اخذ ٿئي ٿو ته ادب جو شروع کان ئي مقصد سماج جي اصلاح ۽ عام ماڻهن جي ڀلائي، بهتري ۽ ڪين صحتمند تفريح فراهم ڪرڻ رهيو آهي. وقت گذرڻ سان گڏ ادب جي موضوعن ۾ به تبديلي ظاهر ٿيندي رهي ٿي، ڇاڪاڻ ته ادب ۽ اديب جو واسطو سڌو سنئون سماج سان وابسته رهي ٿو. ان ڪري سماج ۾ اٿندڙ سياسي، سماجي تحريڪن يا مذهبي مسئلن جو ذڪر سندس فن ۽ فڪر جو بلاواسطه يا بلواسطه موضوع بنجي اچي ٿو فرق صرف مشاهدي جي قوت جو آهي. ڏسڻ واري جي نظر جو آهي ته هو ڪيتري شدت سان انهن خارجي يا داخلي قوتن کي محسوس ڪري ٿو ۽ پڙهندڙن کي ڪهڙو پيغام ڏئي ٿو. اردو ادب تي نظر وجهبي ته اهو پنهنجي شروعاتي دؤر کان ئي وقت ۽ حالات جو نه صرف ترجمان نظر اچي ٿو پر ان سان گڏ هڪ مبلغ ساٿيءَ جو ڪردار

نياائيندي بہ نظر اچي ٿو. هيٺ انهن حالتن ۽ تبديلين جو مختصر جائزو ۽
ان سان گڏ ادب جي بدلجندڙ موضوعن جو سرسري جائزو پيش ڪجي ٿو.

انگريزن جي نئڊي ڪنڊ ۾ پير پائڻ سان ڪيترين ئي سياسي، معاشي ۽ تهذيبي تبديليون نمودار ٿيون، جنهن سان گڏ جديد تعليم پڻ منظرعام تي آئي، جنهن نئون علمي ۽ ادبي رجحانن کي فروغ ڏنو ۽ ڪيترا نوان موضوع ادب جو حصو بنيا. شروعاتي دؤر ۾ ادب جو سڀ کان وڏو مقصد سماجي اصلاح ڪرڻ هو جنهن ۾ جديد تعليم جو حصول، معاشري جي جديد قدرن کي سمجهڻ سان گڏ، پراڻي سماجي ڍانچي ۾ تبديليون آڻي، ڪيس نئون خيالن سان جوڙڻ، ۽ ماڻهن جي شعوري سگهه وڌائڻ شامل هو. ان ڪري ان دؤر جا اردو افسانا، نئين سماجي ۽ معاشي جوڙجڪ تي مشتمل نظر اچن ٿا، جن جا موضوع معاشري جي فرسوده رسم و رواج جي خلاف مزاحمت، ۽ احساس ڪمتريءَ جو شڪار عورتن جي اصلاح، ۽ ڪين معاشري ۾ فرد جي حيثيت ۾ تسليم ڪري ساڳيا سماجي، مذهبي ۽ قانوني حق مهيا ڪرڻ هو جيڪي مردن کي حاصل هئا ۽ ان لاءِ سماج جي نئين سر ذهني اوسر ڪرڻ وغير شامل هئا. برِصغير ۾ بنگال جو ورهاڱو (1905ع)، پهرين مهاڀاري لڙائي(1914ع)، ۽ روسي انقلاب (1917ع)، اهڙيون تبديليون هيون، جن جو انساني تهذيب ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. انهن سياسي تبديلين جي ڪري عام ماڻهن ۾ زبردست سياسي رد عمل پيدا ٿيو جنهن ادب کي هڪ نئين فڪر "قوم پرستي" سان متعارف ڪرايو. بقول سبط حسن جي تہ *"بیسویں صدی تغیر اور تحرک کی صدی ہے جس میں قومی بیداری کی تحریکیں، انگریز سامراجیت کے خلاف دہشتگردی کی تحریکیں، سودیشی صنعت و حرفت کی تحریکیں، سول نافرمانی کی تحریکیں، بنگال کا خوفناک قحط، کسانوں کی جدوجہد، مزدور تحریکوں کا قیام یہ سب واقعات اس تسلسل کے ساتھ رونما ہو رہے تھے اور نتیجے میں ہندوستان میں زبردست ہلچل پیدا ہو چکی تھی."*(103)

انهن سياسي تبديلين انقلابي فڪر کي معاشي ۽ سماجي تبديلين لاءِ لازمي حصو قرار ڏيئي، پرچاري ادب کي زور وٺايو جنهن ادب لاءِ ترقي پسند نظريي جو ميدان هموار ڪيو. 1936ع ۾ ان جو باقاعده هڪ انجمن جي قيام سان عمل وجود ۾ آيو جنهن ادب ۾ حقيقت نگاري ۽ انقلابي شعور بيدار ڪيو جنهن سان عام ماڻهن ۾ سرمائيداري ۽ طبقاتي نظام خلاف

نفرت بيدار ٿي. هن تحريڪ ادب ۾ تمام گهڻي هلچل مچائي ڇڏي، ۽ عام ماڻهن (مزدور، هاري، پورهيت ۽ ٻين مظلوم ۽ پيڙهيل طبقي لاچار ۽ بيوس) کي انقلابي فڪر ذريعي آزادي، جستجو ۽ جدوجهد جو درس ڏنو. هن تحريڪ جي پسمنظر هيٺ لکيل افسانا، سماجي زندگيءَ جي تلخين بيان ڪرڻ سان گڏ، بهتر زندگيءَ جي کوجنا لاءِ اتساهه پڻ جاڳائڻ جي ڪوشش ڪندي نظر اچن ٿا. بقول شهزاد منظر جي ته، ”ترقی پسند افسانہ نگار کا مطلب معاشرے کو بدلنا اور انصاف اور مساوات پر مبنی زیادہ بہتر معاشرہ قائم کرنا ہے۔"(104)

پاڪستان جي قائم ٿيڻ تائين ترقي پسند تحريڪ هيٺ لکيل ادب، قومي ۽ سماجي تبديلين جي موضوع سان لبريز نظر ايندو. ورهاڱي کان پوءِ هڪ نئين قومي سوچ، ۽ نئين معاشي ۽ سماجي حالتن ادب ۾ پير پاتو. ورهاڱي جي دردناڪ صورتحال کان وٺي نئين آباد ڪارين، نئين سماجي سرشتي کي ليکڪن پنهنجي فن ۽ فڪر جو موضوع بنائي، افسانه ۽ ناول لکيا. ملڪ بدليو معاشرو مٽيو ۽ حالتون تبديل ٿينديون رهيون، پر ترقي پسند سوچ ۽ فڪر پوءِ به ادب جو حصو رهيو. بقول سجاد ظهير جي ته، ”ترقی پسندی کے تقاضے ہر زمانے ہر عہد میں مختلف ہوتے ہیں سچا ترقی پسند وہ ہے جو حالات کی تبدیلی کو محسوس کرے ان قوتوں کی ماہیت کو سمجھے جو جماعت اور فرد پر اثر انداز ہو رہے ہیں اور پھر اپنے عمل سے انسانوں کو اس انداز سے متحرک کرے کہ اس کا تقاضا تاریخی حالات خود کریں۔"(105)

ان ڪري جي ان دؤر جو جائزو وٺبو ته گهڻي ڀاڱي ان دؤر جي افسانن جا موضوع سياسي، ۽ سماجي دؤر جي اثر هيٺ لکيل نظر ايندا.

ورهاڱي بعد بدلجندڙ سياسي ۽ سماجي حالتن، ادب ۾ پڻ نوان رجحان پيدا ڪيا. هڪ ٻئي پٺيان لڳايل مارشل لا سبب ملڪ انتشار جو شڪار ٿي ويو. هر طرف هل هنگامه نظر اچي رهيا هئا. اديبن ۽ شاعرن پنهنجي پنهنجي انداز سان انهن حالتن کي، شاعريءَ ۽ ڪهاڻين جو حصو بنايو. آخر ڪار انهن لساني فسادن هٽي هنڌ ڪيو جنهن جي نتيجي ۾ بنگال جو ورهاڱو عمل پذير ٿيو ابرار احمد انهن حالتن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته، ”ایوب خانی مارشلا نے یحیٰ خانی مارشلا کو جنم دیا اور ملک ایک اندھیرے سے دوسرے اندھیرے میں اتر گیا جو پہلے سے زیادہ شدید ثابت ہوا ایک خون ریز اور خوفناک

جنگ کے بعد مشرقی پاکستان ہم سے الگ ہو گیا یہ سانحہ ہماری پوری قوم کے لیے اعصاب شکن ثابت ہوا اور اس کے اثرات ہمارے دانشوروں پر شدید ترین ہوئے۔"(106)

اردو ادب جي هن مختصر جائزي مان بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ”ورهاڱي کان اول جو ادب ۽ بعد جو لکيل، پاڪستان جو ترقي پسند افسانوي ادب، ترقي پسند اصولن تي مبني اهو ادب آهي، جنهن ۾ ان دؤر سان لاڳاپيل اهم سياسي توڙي سماجي تبديلين، لاڙن ۽ دنيا ۾ نون جنم وٺندڙ مختلف ادبي رجحانن جو عڪس پسي سگهجي ٿو.“

## پنجابي ادب:

پاڪستان جي ٻين ٻولين جيئان، پنجابي زبان ۾ پڻ مختصر ڪهاڻيءَ جي شروعات، انگريزن جي ملڪ فتح ٿيڻ کان پوءِ شروع ٿي. جڏهن ته ان کان اڳ لوڪ ادب ذريعي اها صنف موجود ضرور هئي، پر باقاعده فارم (هيئت) سان 20 صديءَ جي ٻئي يا ٽين ڏهاڪي کان لکت جي صورت ۾ شايع ٿيڻ لڳي. 1913ع ۾ گور بخش سنگهه جي ڪهاڻي ۽ ان سان گڏ ڀائي وير سنگهه، جنهن کي پنجابي ڪهاڻيءَ جو پهريون ڪهاڻيڪار تسليم ڪيو وڃي ٿو ان جون ڪهاڻيون ڇپيون. اهي ڪهاڻيون جن رسالن ذريعي عام لوڪ تائين رسيون، انهن ۾ ”پريتم“، ”ڦلواڙي“ وغيره شامل آهن. سڀ کان پهرين جن هن صنف کي اڳتي وڌايو انهن ۾ گهٽ تعداد سڪن جو هو جن ۾ لعل سنگهه، بلونت سنگهه، رام سنگهه، چرن سنگهه، گياني ڪيسو سنگهه، ڪنول، موهن سنگهه ۽ جوش رام سنگهه وغيره شامل آهن. شروعاتي لکيل ڪهاڻين جا موضوع گهڻي ڀاڱي مذهبي، اخلاقي ۽ اصلاحي نوعيت سان وابسته نظر اچن ٿا، ڪجهه ڪهاڻيون رومانوي انداز ۾ پڻ لکيون ويون، جن ۾ گور بخش سنگهه جو نالو اهميت جوڳو نظر اچي ٿو. جنهن پنهنجي زندگيءَ جو ڪجهه حصو يورپ ۾ بسر ڪيو، جنهن سبب سندس فن جو گهڻو رجحان ”سوشلزم“ طرف راغب هو. هن *”پريت لڑی“* جي نالي سان هڪ رسالو پڻ جاري ڪيو جنهن پنجابي ڪهاڻيءَ لاءِ نيون راهون کوليون. سندس ڪهاڻين جو مجموعو *”پریت کہانیاں“* جي نالي سان شايع ٿيو جنهن پنجابيءَ ادب ۾ ترتلو مچائي ڇڏيو.

پنجابي ڪهاڻيءَ جي ان سفر ۾ جوشوا فضل الدين لعل پور (فيصل آباد) "پنجابي دربار" جي نالي سان 1928ع ۾ رسالو جاري ڪيو جيڪو فارسي رسم الخط ۾ نڪرندو هو. هن رسالي پنجابي ڪهاڻيڪارن جي هڪ وڏي کيپ پيدا ڪئي، جن ۾ اظهر حيدر، فضل شاهه، رشيد احمد گجراتي، تاج الدين تاج، عابد زبيري ۽ هزارا سنگهه جا نالا شامل آهن. جوشوا فضل الدين نه صرف طبعزاد ڪهاڻيون لکيون، پر ڪيترا ئي ترجما پڻ ڪيا، جيڪي سندس ڪهاڻين جي مجموعي هيٺ شايع ٿيا. 1930ع تائين پنجابي ڪهاڻي پنهنجو هڪ الگ مقام بنايو. ان دؤر جو هڪ وڏو نالو نانڪ سنگهه پڻ آهي، جنهن ناولن سان گڏ ڪهاڻيون پڻ لکيون. پر جيئن ته انگريزن جي اچڻ سان ڪيترين ئي معاشي ۽ اقتصادي تبديليون تيزيءَ سان رونما ٿيڻ لڳيون، جن ۾ مشيني ايجادن، روڊن، رستن ۽ ڇاپخانن جي سهوليتن سان گڏ، علم ادب ۾ پڻ نت نين صنفن عام ماڻهن جي دلچسپيءَ کي وڌايو.

1936ع ۾ ترقي پسند تحريڪ جو بنياد پيو، جنهن جا گهڻا اثر اردو ۽ هندي ادب ۾ ظاهر ٿيا، پر ان سان گڏ اها به حقيقت آهي ته برصغير جي ٻين وڏين ٻولين مثلاً بنگالي، سنڌي ۽ پنجابي به هن تحريڪ کان گهڻيون متاثر ٿيون. ترقي پسند تحريڪ فراري ادب، کوکلي رومانيت، نسلي تعصب ۽ انساني استحصاليءَ قوتن خلاف بغاوت جو نعرو بلند ڪيو. ان جي اثر هيٺ پنجابي ادب به نوان موضوع کڻي نمودار ٿيو. 1930ع کان 1940ع تائين مغربي ٽيڪنيڪ ذريعي پنجابي ڪهاڻيءَ جو ڪئنواس وسيع ٿيندو ويو. امرتا پريتم به ان دؤر کان پنهنجي ڪهاڻين جو آغاز ڪيو. سندس ڪهاڻين جا ٻه مجموعا "*ڇبيے ورہے*" ۽ "*ڪنجياں*" 1943ع ۾ ڇپيا.

1940ع تائين ڦهچندي ڪهاڻي پنهنجي سانچي اندر پڪي پختي صنف جي صورت ۾ شايع ٿي، جنهن ۾ خارجي اثرات نمايان نظر اچن ٿا. ان دؤر جي ڪهاڻيڪارن ۾ موهن سنگهه، سبحان سنگهه، جنهن ادب ۾ ان وقت سڀ کان مقبول، ترقي پسند رجحان کي مدِنظر رکي افسانا لکيا. ان کان علاوه ڪرتار سنگهه دنگل به ان دؤر جو مشهور ڪهاڻيڪار مڃيو وڃي ٿو جنهن جي ڪهاڻين جا ٻه مجموعا "*سوير سار*" ۽ "*ڦل پتياں*" جي نالي سان ڇپيا. سندس ڪهاڻين جا موضوع گهڻي ڀاڱي نفسياتي پهلوءَ کي ظاهر

ڪندي نظر اچن ٿا، جن ۾ جنس جو اظهار پڻ موجود نظر اچي ٿو. ان کان علاوه ديوندر ستيارٿي، سريندر سنگهه ۽ ڪلونت سنگهه وغيره ان دؤر جا اهم ليکڪ مڃيا وڃن ٿا. ورهاڱي کانپوءِ پنجابي زبان جا ليکڪ، جن ۾ گهڻو تعداد هندو (سکن) ليکڪن جو هو اهي ملڪ ڇڏي ڀارت هليا ويا. جنهن سبب پنجابي ادب به ڪجهه وقت لاءِ ماٺار جو شڪار بڻيو. ڪجهه وقت کانپوءِ پنجابي ادب ۾ ٻيهر جنبش اچڻ لڳي، روزنامه 'آغاز' ۾ پنجابي سپليمينٽ شروع ٿيو جنهن ۾ سجاد حيدر جي هڪ به ڪهاڻي ڇپي.

1951ع ۾ فقير محمد فقير "پنجابي" نالي سان، پنجابي زبان ۾ ماهوار رسالو جاري ڪيو. فقير، پنجابي زبان جو عملي ڪارڪن هو جنهن ان دؤر ۾ پنجابي ليکڪن کي پنجابي ادب لکڻ لاءِ همٿايو. مجموعي طور ورهاڱي بعد جن ڪهاڻيڪارن هن صنف کي اڳتي وڌايو تن ۾ جوشوا فضل الدين، فضل شاهه، اظهر حيدر قريشي ۽ احمد حسين جا نالا قابلِ تعريف آهن. جن پنهنجي ادبي زندگيءَ جي شروعات ورهاڱي کان پهرين ڪئي هئي. ورهاڱي بعد پنجابي ماهنامه جاري ٿيو جنهن پڻ پنجابي ڪهاڻيءَ کي پليٽ فارم مهيا ڪيو. انهي دؤر ۾ "لہراں" نالي ڪهاڻين جو مجموعو منظرعام تي آيو جن ۾ بلونت سنگهه، امرتا پريتم، جوشوا فضل الدين، عبدالمجيد سالڪ، صوفي تبسّم، ڊاڪٽر فقير محمد، مجيد لاهوري، سجاد حيدر ۽ رفيق لوڌيءَ جون ڪل ملائي 26 ڪهاڻيون شايع ٿيون. جن جا گهڻا تڻا موضوع انهن حالتن موافق، خاص طور ورهاڱي جي پس منظر هيٺ لکيل نظر اچن ٿا، جن ۾ ڊاڪٽر فقير محمد جي ڪهاڻي "اوه مل کے بھی نہ مل سکے" مرتضيٰ جيلانيءَ جي ڪهاڻي "مائی بڑ بڑ کروی تھلے اتر گئی" شفيع عقيل جي ڪهاڻي "انہوں نیاں گلاں" ۽ نذر فاطمه جي ڪهاڻي "جنت دے محل" وغيره شامل آهن. جن جا موضوع گهڻي ڀاڱي مهاجرن (ڀارت کان آيل مسلمان) جي آبادڪاري، زمينن، جائدادن ۽ گهرن کان بي دخل ٿيندڙ ماڻهن جا ڏک، درد ۽ مسئلا هئا. ان کانپوءِ پاڪستان جي سياسي منظر نامي هيٺ ڪجهه تبديليون وارد ٿيون، جن ۾ موجوده پاڪستان جي سيني صوبن کي گڏي "ون يونٽ" قائم ڪيو ويو. ون يونٽ جي قيام دوران جيڪو شديد رد عمل باقي ٽن صوبن جي ليکڪن، مزاحمتي ادب ذريعي ڪيو اتي پاڪستان جي سڀ کان وڏي صوبي هئڻ جي ناتي، پنجابي ادب بلڪل خاموش تماشائي جيئان ماٺ جو

مظهر ٻنجي ويو جنهن جو اظهار احمد سليم هن طرح ڪري ٿو ته "ٻوليءَ جي مسئلي تي ٻنگالين کي ڪچليو ويو. سنڌي ادبي سنگت جي پليٽ فارم تان ڏهه لک صحيحن جو اسڪرول سرڪار آڏو پيش ڪيو ويو پر ان دؤر جو پنجابي ادب شعور کان وانجهايل، بي اثر تحريرن جو مجموعو رهيو. شيخ اياز اجمل خٽڪ، قلندر مومن ۽ گل خان نصير پنهنجي عوام جي آسن جا ترجمان ٻنجي ويا، پر پنجابي اديب بي وس هئا." (107)

جڏهن ته بدر ابڙو انهن ڏهن سالن جي پنجابي ادب جو بيان هن طرح ڪري ٿو ته "1948ع کان 1958ع جي پنجابي ادب تي نظر وجهبي، ته اهو ڏسي صدمو رسندو ته جيڪڏهن ڪنهن قوم جو ادب ان قوم جي تاريخ، اقتصاديات، سياست، زندگي ۽ ان جي شعور کان عاري ٿي سگهي ٿو، ته اهو انهن ڏهن سالن جو پنجابي ادب آهي." (108)

ان کان پوءِ 1960ع کان 1970ع دوران مختصر پنجابي ڪهاڻي، ادب جي مشهور صنف طور ابري، ڪيترن ئي ڪهاڻين جا ڪتاب منظرعام تي آيا. جن ۾ "پنجابي ادب جو ڪهاڻيءَ نمبر" جنهن ۾ مغربي ۽ مشرقي ليکڪن جون 18 ڪهاڻيون شايع ٿيون، جن ۾ پاڪستاني ليکڪن مان نوازشريف ڪنجاهي، اڪمل عليمي، سليم سيمي، خيبر ملڪ، نجيب اسلم، شگفته پروين، سليم رفيقي، آصف رانا ۽ آصف خان وغيره شامل آهن. نواز جي ڪهاڻين جو مجموعو *"ڈنگیاں شاماں"* 1960ع ۾ شايع ٿيو 1962ع ۾ اڄوڪي ڪهاڻيءَ جي نالي سان پنجابي ڪهاڻيءَ جي هڪ"چونڊ" سامهون آئي، ان چونڊ ۾ 30 ڪهاڻيون شايع ٿيون. ان سال ئي عبدالمجيد ڀٽي *"دل دیاں باریاں"* جي نالي سان هڪ چونڊ شايع ڪئي، ان کانپوءِ 1962ع ۾ آغا اشرف *"واہ وروٹی"* 1965ع انور عليءَ جو *"کالیاں اٹا کالے روڑ"* 1967ع ۾ رفعت جو *"اک اوپری کڑی"*، نذر فاطمه جي *"کاغذی زنجیر"*، اڪبر لاهوريءَ جي *"اکبر کہانیاں"*، سليم خان گمي *"کہودی خوشبو"*، خالده ملڪ جي *"زلفاں چھلے چھلے"* وغيره شامل آهن. ان کان علاوه ماهنامه *"پنج دریاء"*، *"لہراں"*، *"پنجابی زبان پنجابی رنگ"* ۽ هفته وار پنجابي اخبار *"امروز"* ۾ پڻ پنجابي ڪهاڻيون ڇپيون. جن ۾ اڪبر لاهوريءَ جو نالو پڻ اهميت جوڳو آهي، جنهن طنز و مزاح هيٺ ايوب شاهي مارشل لا، سوشلزم، ورهاڱي جي

پسمنظر ۽ پنهنجي تهذيب ۽ زبان جي بقا لاءِ ڪهاڻيون لکيون. جن ۾ ”الو دے پھٹی“ ”قربانی“. ”چڑے گھروے کھانے“. ”گڑبڑ گزٹ“. ”حلوے داپٹ جلوا“. ”لڑکی گکڑ“. ”جنگل وچ جمہوریت“ وغيره شامل آهن. ان کان علاوه فضل حسين رندهاوا جي ڪهاڻين ۾ پنجابيت جو اظهار نمايان نظر اچي ٿو. مٿين ليکڪن سان گڏ ان دؤر جي مشهور ڪهاڻيڪارن ۾ اشفاق احمد. بانو قدسيه. انور سجاد. انور علي. افضل احسن رندهاوا. حنيف بوا. مسرت سلطانه. ظهور احمد ظهور. ڪهڪشان ملڪ. ۽ رضيه ناهيد وغيره جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن سيني رسالن ۾ امروز رسالي جو ڪمدار سڀ کان نمايان آهي. جنهن سڀ کان وڌيڪ هن صنف ۾ گهڻو پاڻ موکيو. هن پراڻن سان گڏ ڪيترن ئي جديد ڪهاڻيڪارن کي پڻ متعارف ڪرايو جيئن حسين شاهد. فرخنده لودهي. ڪهڪشان ملڪ. مرزا حامد بيگ. پروين ملڪ. بشارت حسين. يعقوب ميمڻ. مظهرالاسلام. رشيد امجد. احسن واگها ۽ انوار احمد وغيره.

1970ع تائين پهچندي پنجابي ڪهاڻي شڪل ۽ مواد جي حوالن سان. ڪافي تجربن مان گذري ترقيءَ جي منزل ڏانهن وڌڻ لڳي. هن ڏهاڪي جي شروع ۾ ئي افضل حسين رندهاوا جو نالو اهميت جو حامل آهي. هن پنجابي ڪهاڻيءَ ۾ پنهنجو وڏو نالو ڪمايو ان سان گڏ نواز جو نالو اچي ٿو جنهن جو ”ڈونگیاں شاماں“ جي نالي مجموعو ڇپيو. جولاءِ آگسٽ 1960ع ۾ ماهوار پنجابي ادب پنهنجو **”ڪهاڻيءَ نمبر“** شايع ڪيو جنهن ۾ مشرقي ۽ مغربي پنجاب جي نامور ليکڪن جون ڪل ارڙهن ڪهاڻيون شايع ٿيون. جن ۾ پاڪستان جي ليکڪن مان نوازشريف ڪنجاهي. اڪمل عليمي. سليم سيمي. ضمير ملڪ. نجيب اسلم. شگفته پروين. سليم رفيقي. آصف رانا ۽ آصف خان جون ڪهاڻيون شامل هيون. ان سان گڏ 60 جي ڏهاڪي ۾ اجوڪي ڪهاڻيءَ جي نالي سان پنجابي ڪهاڻيءَ جي هڪ **”چونڊ“** شايع ٿي. جنهن ۾ ڪل 30 کن ڪهاڻيون شامل هيون. ان سال **”دل ديان باران“** جي نالي سان عبدالمجيد به هڪ ”چونڊ“ شايع ڪئي. 1965ع ۾ آغا اشرف جي ڪهاڻين جو مجموعو 1967ع ۾ اختر سليميءَ جي ڪهاڻين جو ڳنڍڪو ”لمبیاں اڈیکیاں“. رفعت جي ڪهاڻين جو مجموعو ”اک اوپری کڑی“. نسيم اشرف عليءَ جو ”سکے پتر“ شايع ٿيا. 1969ع ۾ حنيف

چوڌريءَ جو "کچ دی کڈی" ۽ احسن واگها جو "تھل کرن دریا" ڇپيا. ڏٺو وڃي تہ اهو دؤر پنجابي ڪهاڻيءَ جي عروج جو دؤر رهيو جنهن ۾ ڪيترين پنجابي ادبي تنظيمن جي بنياد سان گڏ، ڪيترا ادبي رسالا پڻ پنجابي ادب ۾ جاري ڪيا ويا، جن ۾ روزنامہ امروز نمايان حيثيت جو حامل آهي، جيڪو 1950ع ۾ جاري ٿيو جنهن ۾ شروع کان هفتيوار پنجابي ادبي ڪالم نڪرندو هو جنهن ڪيترين مشهور ڪهاڻين کي جنم ڏنو. ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ 1970ع کان 1980ع تائين پنجابي ڪهاڻيءَ جا گهڻي ڀاڱي موضوع سماجي، معاشي ۽ ثقافتي تبديليءَ موافق رهيا. خاص طور 1970ع جي جنگ جنهن عام ماڻهن ۾ احساسِ محرومي ۽ شڪست جو رجحان پيدا ڪيو ان ڪري ان وقت جي ڪهاڻين جا موضوع، گهڻي ڀاڱي سياسي مسئلن جي نشاندهي ڪندي نظر اچن ٿا.

ملڪ جي تبديل ٿيندڙ انهن سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن، پنجابي ڪهاڻيءَ کي نئون موڙ ڏنو جنهن سان عام ماڻهوءَ ۾ انفرادي سوچ جنم ورتو. هنن محسوس ڪيو تہ آزادي هنن کي ڇا ڏنو هندو جاگيردار ۽ سرمائيدار جي جاءِ تي مسلمان سرمائيدار ۽ جاگيردار قابض آهن. عوام جهڙو اڳ خستہ حال هو تهڙو اڄ آهي، ان سوچ هنن ۾ حڪمرانن ۽ ڪامورن جي مفاد پرستين، منافقين ۽ رشوت خورين جي خلاف نفرت کي جنم ڏنو جنهن ليڪن اندر مظلوم عوام سان ٿيندڙ عقوبتن ۽ رياڪارين جي خلاف ڀرپور مزاحمت جو جذبو بيدار ڪيو. ليڪن اهڙن موضوعن کي پنهنجي ڪهاڻيءَ جو حصو بڻايو مثلاً فرخنده لوڌيءَ جي ڪهاڻي "کیوں آکھیاں" سوشلزم تي ڪليو وار ڪندي نظر اچي ٿي. ان کان علاوه دستگير ربانيءَ جي "چپ اکھاں دا سفر"، ربير رانا جي "ایک بوٹا تے بیلا"، حسين شاه جي "مٹی دا سفر مٹی"، پروين ملڪ جي "ڈنگ راجا"، افضل احسن رندهاوا جي "وڈا آدمی" وغيره. اهڙن مسئلن سان گڏ ليڪن عام ماڻهن جي عام رواجي مسئلن، جيئن عام واهپي جي اگهن ۾ واڌ، جعلي لائنسن جاري ڪرڻ وغيره جي موضوع تي پڻ ڪهاڻيون لکيون. ان کان علاوه ان وقت پنجابين ۾ هڪ خاص رجحان، عرب ملڪن ۾ وڃي ڪمائڻ جو پڻ پيدا ٿيو. "دبئی چلو" ۽ ٻيا موضوع پڻ پنجابي ادب هيئت ڪهاڻي توڙي ٻين صنفن ۾ لکجڻ لڳا. گڏوگڏ گهريلو مسئلن جو پرچار مثلاً سس نُنهن جا اختلافات، ڏاج جو مرض ۽ ٻين

جديد دنيا جي گهرجن، جنهن ۾ عورت ۽ مرد کي برابريءَ جي اصول تي پرکڻ وغيره جهڙا مسئلا، پنجابي ڪهاڻيءَ جي موضوع هيٺ شامل رهيا. خاص طور پروين ملڪ، خالده ملڪ، افضل توصيف، عصمت طاهره ۽ فرخنده لوڌي عورتن جي آزاديءَ ۽ ڪين ملڪيت سمجهڻ واري نظريي جي مخالفت ڪري اهڙيون ڪهاڻيون لکيون، جن جو مقصد معاشري ۾ عورت جي برابريءَ واري تصوّر کي اجاگر ڪرڻ هو. هن پنهنجي ڪهاڻين ذريعي قديم توڙي جديد عورت جي ڪردار کي سماج جي سامهون آڻي، ڪين اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، ته عورت ۽ مرد ٻئي هڪ ٻئي جي معاشي ۽ سماجي ضرورت آهن. اڄ جي دؤر ۾ جڏهن دنيا اندر تيزيءَ سان تبديليون نمودار ٿي رهيون آهن، انهن حالتن ۾ صرف مرد جو اڪيلي سرگڏارو ڪرڻ ناممڪن آهي، ان ڪري عورت سندس هر مشڪل ۾ ٻانهن ٻيلي ٿي سگهي ٿي، پر جيڪڏهن ڪيس ڪمتر درجو ڏنو ويندو ته پوءِ معاشرو اتي جو اتي بيهي ختم ٿي ويندو. ان لاءِ هوءَ لکي ٿي ته، *"نکٹو پتر دے تھا کماؤ دھی وڈھیری عزت دے"*.

هن دؤر جي ٻين اهڙن ڪهاڻيڪارن ۾ سيّد اڪمل عليمي، انور سجاد، سليم خان گمي ۽ آغا اشرف وغيره شامل آهن. ان کان علاوه ان ڏهاڪي ۾ قومي سوچ پنهنجو گهرو رنگ ڏيکاريو. ليڪڪن پنهنجي ڌرتيءَ ڄاون سُورمن جي ڪارنامن کي ادب جو موضوع بنايو ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته 1970ع جو دؤر ملڪي تاريخ ۾ اهم دؤر هو جنهن ۾ نون سماجي قدرن جنم ورتو. سياسي بيچيني ۽ احتجاج ته اول ئي جاري ساري هئا، جيڪي 1965ع جي جنگ کان شروع ٿيا. هن عام ماڻهن ۾ سياسي ۽ سماجي شعور کي وڌائي، حقيقت پسنديءَ جي سوچ کي جنم ڏنو. جنهن ۾ 1970ع دوران بنگلاديش جي الڳ ٿيڻ جو پڻ اهم حصو آهي.

1970ع ۾ پنجابي يونيورسٽيءَ ۾ ايم.اي پنجابيءَ (سبجيڪٽ طور) پڙهائڻ لڳي،، جنهن سبب پنجابي ڪتابن ۽ رسالن جي ڇپائي وڌي، ۽ گهٽي کان گهڻا پڙهندڙ پيدا ٿيا. ان ئي دؤر ۾ ماهوار "پنج درياءَ" ڪهاڻي نمبر ڪڍيو ويو جنهن ۾ پاڪستان ۽ هندستان جي پنجابيءَ ڪهاڻيڪارن جون 35 ڪهاڻيون ڇپيون. ماهوار *"لہراں"* جو آگسٽ 1985ع ۾ "ڪهاڻي نمبر" نڪتو جنهن پڻ پنجابي ڪهاڻيءَ جي مقبوليت کي وڌايو. اڄ جي

پنجابي ڪهاڻيءَ ۾ اهي سڀ رجحان ۽ لوازمات موجود آهن، جيڪي ڪنهن ڪهاڻيءَ کي مقبول عام بنائي سگهن ٿا. مثلاً انسان جي فرسٽريشن، ڏک درد، سماجي اڻ برابري، ظلم، بک، بدحالي، انسانن جو انسانن هٿان ٿيندڙ استحصال، ذهني سڪون کان محرومي، ملڪ ڇڏي ٻئي ملڪ وڃي ڪمائڻ، پيار محبت ۽ جنس نگاري وغيره خاص موضوع رهيا آهن. مثلاً جتي هڪ ليکڪ سماجي مسئلن کي روماني انداز هيٺ پيش ڪري ٿو اتي افضل احسن رندهاوا ماڻهن جي ملڪ ڇڏي وڃڻ تي "رن تلوار دی گھڑی" لکي، پنهنجي ڏک جو اظهار ڪري ٿو ته وري رفعت گهريلو مسئلن کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، "اک اوپری کڑی" ۽ "بنے والا چوک" لکي ٿي، جڏهن ته حنيف چوڌري، نذر فاطمہ ۽ حسين شاهد وري زندگيءَ ۾ رونما ٿيندڙ مختلف سماجي تبديلين ۽ واقعن کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائين ٿا. ڪهڪشان ملڪ وري "چڑیا دی موت" لکي، عام ماڻهن جي ڪوتاهين ۽ ڪمزورين کي ظاهر ڪيو آهي. فرخندا لوڌي "چٹے دے اولہے"، "ہر دے وچ تر تراں" شهري زندگيءَ جي مسئلن جي تصوير پيش ڪري ٿي. ورهاڱي بعد پنجابي ادب ۾ خاص طور تي افسانوي ڪيتر ۾ خواتين ليکڪائن، مرد ليکڪن جي مقابلي ۾ وڌيڪ پاڻ موکيو. مثلاً فرخنده لوڌي، بانو قدسيہ، ڪهڪشان ملڪ، رفعت خالده ملڪ، ٺيٺ پنجابي زبان ۾ عام رواجي گهريلو مسئلن جي شڪار معاشري جي تصوير پيش ڪئي. مرد ليکڪن ۾ جتي افضل توصيف مزاحمتي ادب کي هڪ خاص مقام بنايو ته اتي وري مسعود ثاقب فن ۽ موضوع جي لحاظ کان مقبول افسانہ "**سچا تلا**" لکي پنهنجو پاڻ موکيو. هن سان گڏ پنجابي ليکڪن ۾ الياس گهمن، جنهن جون ڪهاڻيون ڳوناٽي رنگ ۾ رنگيل نظر اچن ٿيون، ۽ ٻيو نالو فاروق نديم آهي، جنهن جي ڪهاڻين جا ٻہ مجموعا "فاروق کہانیاں" ۽ "ندیم کہانیاں" جي نالي سان ڇپجي چڪا آهن. جيئن ته هن پنهنجو گهڻو وقت انگلنڊ ۾ گذاريو جنهن ڪري سندس ڪهاڻيون آزاد خيال رجحانن تي مبني نظر اچن ٿيون، انهن ليکڪن کان علاوه توقير چغتائي، احمد شهباز خاور، شاهہ سوار علي ناصر، اقبال قيصر، عاشق راحيل، زبير احمد، محمود احمد قاضي، ۽ بابو جاويد وغيره پڻ شامل آهن. ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته اڄ جي پنجابي

ڪهاڻي، انهن ٽن پيڙهين جو طويل سفر طئي ڪري، پنهنجو هڪ الڳ مقام بنائي چڪي آهي.

هيٺ ڪجهه مشهور پنجابي ڪهاڻين جو ذڪر ڪجي ٿو:

"قسم خدا کی": فرخنده لوڌي (ترجمو: عطا حسين هاشمي): هيءَ اسان جي ملڪ جي پوليس جي ناقص ڪارڪردگيءَ تي مشتمل ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ليکڪا اهو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي، ته سرڪار وٽان ورديءَ ملڻ سان گڏ عوام جي مال دولت، ۽ عزت عصمت جي حفاظت جو قسم کڻي نڪرڻ وارا، جڏهن ڪاتي ۾ قدم رکن ٿا، تڏهن ان ئي عوام جي عزت، عصمت ۽ مال دولت جا لٽيرا بنجن ٿا، هيءَ پوليس جي براين سان گڏ مردن جي نفسيات کي پڻ واڪو ڪري ٿي، هڪ مرد پنهنجي ماءُ ۽ زال سان ٿيل زيادتين کي وساري، ٻي شاديءَ لاءِ ڪوششون ڪري ٿو. سندس ماءُ سينيءَ کي سچ ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪري ٿي!، پر سچ ڄاڻڻ جي باوجود به سڀ چپ آهن، بلڪل چپ!.(118)

"نقاب کے ادھر": مسرت کانچوی (ترجمہ سجاد حیدر پرویز): سرائڪي ادب جي هيءَ ڪهاڻي سماج جي معزز سڏائيندڙ طبقي جي منهن تان، شرافت جو پردو هٽائي، سندس مڪروه چهري کي پنهنجي اصلي حالت هيٺ ظاهر ڪري ٿي. جنهن ۾ هڪ وڏيرو جيڪو هڪ پروفيسر آهي، ۽ ليڪچر دوارن وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪندي نظر اچي ٿو پر ان جي اندر ۾ اهو ساڳيو وڏيرو آهي، جيڪو پنهنجي گهر جي عورتن لاءِ سخت پردي جو حامي آهي. جنهن سبب سندس ڌيءَ جيڪا بظاهر حيا ۽ شرم جي مورتي نظر اچي ٿي، سا پسِ پردا حيا ۽ شرم جا سڀ ليڪا لتاڙي، غير مرد سان تعلقات جوڙي ٿي. پروفيسر جو پنهنجو پاءُ، جيڪو ينگ پيئڻ سان گڏ پنهنجي هارين جي ننگن سان پڻ کيڏندو رهي ٿو اهو سڀ ڪجهه ڏسي انگريز عورت، واپس پنهنجي ديس ڏانهن وري ٿي. ڇاڪاڻ ته هوءَ پروڙي وڃي ٿي ته ان کان ته اسان جو ملڪ بهتر آهي، جتي ڇڱو يا برو سامهون هوندو آهي، هنن وانگي ٻهروپي معاشري ۾ ته ڪونه ٿا گذاريون. ڪهاڻيءَ جا هي جملا ان جي مقصد کي بيان ڪن ٿا ته "اس نے حویلی میں بیٹھے ہوئے سب لوگوں پر نظر ڈالی اور بولی آپ کی مہربانی کا بہت بہت شکریا آپ کا پیار آپ کا خلوص میں زندگی بھر نہیں بھولوں گی میں یہاں

رسرچ کرنے آئی تھی آپ نے میرا بہت ساتھ دیا آج رات میری ریسرچ مکمل ہو گئی میں نے جان لیا کے مغرب پردے سے باہر اور مشرق پردیے کے اندر ہے۔"(119)

"بھروسو": قدامت پسند سماج، جتي تعليم ۽ شعور صرف مردن جي ميراث سمجھيو ويندو آهي، ان جي تصوير هيءَ ڪهاڻي پيش ڪندي نظر اچي ٿي، جنهن ۾ صدين جي بيٺل هن روايتي سرشتي کي ٽوڙي، ان مان سماج جي ٻنهي فردن عورت ۽ مرد، ٻنهيءَ کي مساوي حق ڏيڻ جو فلسفو پيش ڪيو ويو آهي. ليڪڪ طرفان گهڻو زور عورت جي تعليم حاصل ڪرڻ تي ڏنو ويو آهي، ڇو ته سندس اهو پڪو يقين آهي، ته جيستائين عورت باشعور نه ٿيندي، تيستائين هوءَ مختلف سماجي ۽ نفسياتي مسئلن جو شڪار ٿيندي رهندي، پر جڏهن هوءَ خودمختيار بڻجي ويندي، تڏهن ڪابه قوت ڪيس خودڪشيءَ ڪرڻ تي مجبور نه ڪري سگهندي.(109)

## پشتو ادب :

انساني زندگي ڪڏهن به هڪ جهڙي نٿي رهي. اها تبديليءَ جي مختلف رجحانن هيٺ بدلجندي رهي ٿي. انهن رجحانن ۾ سياسي، سماجي، ثقافتي توڙي مذهبي، سينيءَ جو عمل دخل برابر رهي ٿو. جيئن جيئن اها تبديلي عمل پذير ٿئي ٿي، ته معاشرو ۽ ان جا قدر به تبديل ٿين ٿا. جن جا اثرات اثر ادب اندر ظاهر ٿيڻ لڳن ٿا. ڇاڪاڻ ته ادب انساني زندگيءَ جو عڪس ۽ تفسير پيش ڪري ٿو ان ڪري انهن رجحانن جو اثر ان تي هئڻ اٽل آهي. ان ڪري ڪنهن به علائقي، خطي يا ملڪ جو ادب ان جي جاگرافي، سياسي، سماجي ۽ ثقافتي ڪلچر جو پيش خيمو هوندو آهي. پشتو ادب به پنهنجي خمير ۾ پنهنجي قوم جي خصوصيت، يعني خدا ترسي، سخاوت، غيرت، وعده وفائي، رحمدلي، سچائي، خلوص، عشق ۽ محبت جي رنگ ۾ رنگيل نظر اچي ٿو. جن ۾ پختونن جا جنگجو ڪردار، پنهنجي دليري ۽ مخصوص ثقافت جو عڪس پيش ڪندي نظر اچن ٿا. پاڪستان جي ٻين ٻولين جيئان پشتو ادب به، باقاعده انگريزن جي دؤر حڪومت دوران لکت جي صورت ۾ قدم رکيو. جنهن جي اشاعت ۾ سڀ کان وڏو نالو ميان نعمان الدين جو اچي ٿو جنهن ڪيترا ئي پشتو زبان ۾ ڪتاب ڇپرائي، پشتو ادب کي فروغ ڏنو. جنهن لاءِ سندس هيءَ چوڻ هو

تہ، ”علم مادری زبان میں آسان ہوتا ہے اس لئیے چاہیے کہ ہر قسم کی علمی اور ادبی کتابیں ہماری زبان میں لکھی جائیں اور جو کوئی بھی علمی یا فنی کتاب پشتو میں لکھے گا تو میں اس کي وسعت کاوش اور مضمون کی اہمیت کے مطابق اسے اپنی طرف سے انعام دونگا۔“ (110)

ان سان گڏ مولوي احمد ساڪن جو نالو پشتو زبان جي فروغ ۾ اهميت جوڳو آهي، جنهن پشتو زبان کي خارجي اثرن مان ڪڍي، سندس اصلي محاورتي انداز کي جٽاريو. هڪ ٻيو نالو مير احمد شاهہ رضوانيءَ جو آهي، جنهن جي ڪوشش سان پشتو زبان اسڪولن ۽ ڪاليجن اندر پڙهائي ويئي. ان ڪانپوءِ رحمت الله راحت زرخيليءَ جو نالو اچي ٿو جنهن هڪ هفتيوار اخبار ”افغان“ ڪڍي، ۽ 1931ع ۾ سٽڙي مهيني جي نالي هيٺ ماهوار رسالو جاري ڪيو. ان کان علاوه هن ڪيترا ئي ترجما پڻ ڪيا. جيستائين پشتو افساني جو تعلق آهي، تہ ان جي شروعات بہ راحت الله راحت زرخيلي ڪئي. ان کان علاوه پشتو ادب جي افسانہ نگارن ۾ ميان سيّد رسول رضا، فضل حق شيدا، ماستر عبدالڪريم، سيّد عظيم شاهہ خيال، محمد نواز خان خٽڪ، ميرمهدي شاه مهدي، سيّد انوارالحق، ايس اي رحمان، اجمل خٽڪ، پريشان خٽڪ، مرزا گل، گل افضل، قمبرراهي، هميش خليل، اياز دائودزئي، عبدالخالق خليق، محمد اسلم خان خٽڪ، رضا مهمندي، ميان بهادر شاهہ ظفر ۽ زيتون بانو وغير شامل آهن.

پشتو ادب ۾ افسانن جا موضوع پشتو قوم جي خاصيت، اخلاق، اخوت ۽ شجاعت سان ڀرپور نظر اچن ٿا، جيڪي پشتو ڪهاڻيءَ جي دلچسپيءَ ڪي وڌائين ٿا، جنهن مان سندن قوم جي ثقافت، فطرت، محبت ۽ خلوص جو رنگ جهلڪندي نظر اچي ٿو. عام ماڻهن ۾ انهن جي مقبوليت ان ڪري بہ گهڻي رهي، جو اهي گهڻي ڀاڱي سندن تهذيب ۽ تمدن جو عڪاس رهيا آهن، جنهن مان ڪنهن بہ ڌارئي عنصر جو رجحان نظر نہ ايندو. پشتو افسانہ شروعاتي دؤر ۾ گهڻي ڀاڱي منظوم هئا، جن جو تاريخ يا حقيقت سان گهٽ لاڳاپو نظر اچي ٿو اهي صرف دلچسپيءَ جي بنياد تي ٺڏبا يا ٺڏايا ويندا هئا. مثلاً: ”پدم طوطا“، ”ملوڪ ۽ بدرئي“، ”بهرام اور گل اندام“، ”ڪاش ديو ۽ مهر پري“، ”قلندر ۽ ميرا“، ”خوائنداد ۽ نيازو گئي“، ”مومن خان ۽ شيرينو“، ”يوسف ۽ شهربانو“ وغيره. جن جو مرڪزي خيال عموماً داستانن جيئان ساڳيو جيئن خوبصورت بهادر هيري جو ڪنهن حسين شهزاديءَ يا

قيد ۾ بند ڪنهن خوبصورت پريءَ جي عشق ۾ گهايل ٿيڻ ۽ بعد ۾ گهڻن مشڪل مرحلن مان گذري گهربل مقصد حاصل ڪرڻ وغيره تي مشتمل هو. پشتو ڪهاڻيءَ جي هڪ نمايان خوبي اها به آهي، ته ان ۾ عورت جو هئڻ لازم هوندو جنهن جي حصول لاءِ عاشقن ۾ مقابلو ٿيندو آهي، جنهن ۾ سوبيِ ماڻيندڙ کي اها عورت حاصل ٿيندي آهي. پشتو ڪهاڻيءَ جا اهي موضوع پشتو قوم جي شجاعت ۽ بهادريءَ کي نمايان ڪن ٿا. ورهاڱي کان پهرين پشتو ڪهاڻي حقيقيت نگاريءَ جي روپ ۾ لکجڻ هيٺ آئي، جنهن جي شروعات راحت علي راحت 1917ع ۾ "ڪونډا جينئي"(ڪنواري بيوه) ۽ "شليدلي پنډه" (قاتل جتي) سان ڪئي. جيڪي ان وقت جي نڪرندڙ اخبار "افغان" ۾ شايع ٿيا، جن جا موضوع سماجي براين جي نشاندهي ڪن ٿا. ان کان علاوه ان وقت هڪ رسالو "پشتون" نڪرندو هو جنهن پڻ جديد ادب جي فروغ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. شروعات ۾ طبعزاد افسانن کان علاوه اردو افسانن جا ترجما پڻ ڪيا ويا. پشتو افساني جي مقبوليت ۾ مرد ڪهاڻيڪارن سان گڏ عورتن جو پڻ اهم ڪردار رهيو، جن ۾ زيتون بانو جو نالو سرفهرست آهي. ان سان گڏ سيّد مهدي شاه، ارباب رشيد احمد، هدايت الله، قلندر مومند جا نالا اهميت جوڳا آهن. ان کان علاوه طاهر آفريديءَ جو نالو به خاص اهميت جو حامل آهي (جنهن جو پهريون افسانن جو مجموعو 1962ع ۾ شايع ٿيو ۽ ڪيترائي مجموعا هينئر تائين شايع ٿي چڪا آهن) پشتو افسانن ۾ هڪ ٻيو نالو صنوبر حسين جو ملي ٿو جنهن سجاد ظهير سان گڏجي ترقي پسند تحريڪ کي فروغ ڏيڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. بقول طاهر آفريديءَ جي ته "*ہمارے افسانے میں شروع ہی سے حقیقت نگاری کا رجحان حاوی رہا لہٰذا ان میں زندگی کی ساری حقیقتوں کی عکاسی نظر آتی ہے دراصل پشتو جدید افسانے پر اردو افسانے کے اثرات خاص طور پر ترقی پسند افسانے کے اثرات بہت گہرے ہیں.*" (111)

پاڪستان جي قائم ٿيڻ بعد پشتو صوبي سان به ٻين ننڍن صوبن جيئان حڪمرانن جو سلوڪ نهايت غير منصفاڻو رهيو. ايستائين جو انهن کي پاڪستان جو دشمن تصوّر ڪيو ويندو هو جنهن جو ذڪر ڊاڪٽر ناشاد ڪجهه هن طرح ڪري ٿو ته "*تقسیم کے بعد پشتو بولنے والوں کے ساتھ پاکستان کے حکمرانوں نے جو سلوک کیا وہ انتہائی غیر منصفانہ تھا آپ مجھے معاف فرمائیں تو وہ بے حد تک آمیز اور عوام کش تھا۔ یہاں تک کہ پختونوں کو پاکستان کا دشمن بنا کر پیش کیا گیا اور جو بھی شخص*

یہاں پاور میں آیا وہ اپنی مفاد پرستی اور استحصالی ہتھکنڈوں کی پردہ پوشی کے لیئے جو چند نعرے اختیار کرتا ان میں سے ایک ضرور پشتو دشمنی کا ہوتا حالانکہ ہمارا قصور صرف یہ تھا کہ ہم نے انگریزوں سے نجات حاصل کرنے میں دوسروں کے مقابلے میں کہیں زیادہ قربانیاں دیں تھیں."(112)

ان ڪري ورهاڱي بعد پشتو افسانو بہ ڪجهہ وقت مانار جو شڪار رهيو. پوءِ آهستي آهستي ان ۾ چرپر آئي. مختلف ادبي رسالا ۽ اخبارون جاري ٿيون، جن ۾ "لار"، "رهبر"، "ننگ يالي"، "اسلم" (جنهن ۾ ترقي پسند تحريڪ جي ادبي پروگرامن جو احوال، منفرد انداز بيان هيٺ شايع ٿيندو هو) "غنچہ"، "کوهار"، "ليکوال" ۽ "بانگ حرم" وغيره. جن مان ڪجهہ پابنديءَ هيٺ آئي، حڪومت طرفان بند ڪيون ويون. جن جو سبب مٿي بيان ڪيل بدلجندڙ سياسي حالتون هيون. مارشل لا جون زيادتيون ۽ زراءِ ابلاغ جي وسيلن جي بند ٿيڻ سبب، پشتو ادب گهٽي ياڳي تلخي ۽ حق تلفيءَ جو شڪار رهيو. شروع ڪان ئي نشرو اشاعت ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي اردو دانن جو قبضو رهيو. جنهن ڪري پيا صوبا پنهنجي قومي حق ڪان وانجهيل رهيا. گڏو گڏ سندن ڪيترن ئي ڪتابن تي پابنديون مڙهيون ويون. مثلاً غني خان جي ڪتاب حمزا خان شنواري، جي ناول "تیکھی لہریں" وغيره. انهن سيني حالتن گڏجي صوبن ۾ احساسِ محروميءَ کي جنم ڏنو جنهن جو اظهار مزاحمتي ادب جي صورت ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو. جيئن تہ پختون قوم شروع ڪان وٺي جنگجو قوم رهي آهي، ۽ هن هر خارجي (مغل، سک ۽ انگريز) توڙي داخلي حملن جو جواب شجاعت ۽ بهادريءَ سان مقابلو ڪري ڏنو آهي، ان ڪري پشتو افسانن جي موضوع کي جاچبو تہ اهو قوم پرستيءَ سان گڏوگڏ، پشتو سماج جي انهن اعليٰ قدرن ۽ حقيقت پسنديءَ جو مظهر نظر ايندو.

ترقي پسند تحريڪ پشتو افساني کي ادب، ۽ زندگيءَ جي مختلف قدرن ۽ رجحانن طرف آندو. شروعاتي افسانن جيئان انهن ۾ قبائلي تعصب گهٽ نظر ايندو. ان جي برعڪس اهي افسانا پنهنجي سياسي، سماجي ۽ معاشرتي ناهموارين جي تصوير پيش ڪندي نظر اچن ٿا. ترقي پسند پشتو افسانہ نويسن ۾ مير مهدي شاه جو نالو قابلِ تعريف ليکيو وڃي ٿو. ان سان گڏ ساحل خان دائودزئي، جنهن پڻ ترقي پسندّ فڪر کي پنهنجي افسانن جو

موضوع بنايو. ان کان علاوه قلندر مهيندر ۽ ڊاڪٽر شاهه افضل (جنهن بعد ۾ خودڪشي ڪري، افسانوي دنيا کي ويران ڪري ڇڏيو) جو نالو پڻ اهم جاءِ والاري ٿو. سندس ياءَ گل حسن پڻ افسانا لکي رهيو آهي. پشتو افسانن ۾ هڪ نالو عرب خان عرب جو پڻ اهميت جوڳو آهي، جنهن پنهنجي افسانن جو موضوع، گهٽي ياڳي ڳوٺاڻي ماحول جي پسگردائيءَ کي بڻايو. عورت افسانه نويسن ۾ هڪ معتبر نالو زيتون بانو جو پڻ مشهور رهيو.هيٺ پشتو ادب جي ڪهاڻين جو مختصر جائزو ترجمي ذريعي پيش ڪجي ٿو:

**"گنهگار"** (زيتون بانو): هيءَ غريب گهر جي ٻار جي ڪهاڻي آهي، جيڪو معاشي تنگيءَ سبب هڪ جج جي گهر ۾ ڪم ڪندو آهي، جتي پنهنجي ٻاراڻي عمر جي ڪري واندو ٿي، ٻڳل رانديڪا، جيڪي گهر ۾ ڪچري جي حيثيت کان وڌيڪ نه آهن. انهن کي ميڙي هو راند ڪندو آهي، ۽ پنهنجي ٻاراڻي حِس کي تسڪين پهچائيندو آهي. چو ته جڏهن اهو ٻار جنهن جي عمر جج جي ٻارن جيتري مس آهي، انهن سان گڏ کيڏندو آهي تڏهن طبقاتي سوچ ڏي مائل معاشرو ۽ ان جا ماڻهو کيس ڏڏڪاري سندس معصوم دل کي ڏڪائيندا آهن. جنهن جو اظهار ڪهاڻيءَ ۾ مالڪياڻيءَ جي هنن جملن مان پڌرو ٿئي ٿو ته، "لو دیکھو اتنا بڑا بھینسے کا بھینسا بچوں میں بچہ بن کر کھیلتا ہے چوکیدار جھوٹ نہیں بول رہا تھا ننھی کو بھی یہیں زمین پر بٹھا کر خود کھیلنے لگ جاتا ہے تجھے اس لیئے نوکر رکھا ہے کہ تو ہمارے بچوں کے ساتھ مل کر کھیلے تیری یہ مجال تجھے پارک میں کھیلنے کا حق کس نے دیا. تو پارک میں ہمارے بچوں کی طرح کھیلنے لگا اور یہ بھول گیا، کہ معصوم بچہ چل کر کہاں گیا اگر وسیم گھر نہ پہنچاتو؟؟۔" (113)

هيءَ ڪهاڻي طبقاتي معاشري جي فرق سان گڏ، چائلڊ ليبر جي پڻ نمائندگي ڪري ٿي.

**"بغاوت"** (قيوم مروت، ترجمو فاروق سحر): پشتو ادب جي هيءَ ڪهاڻي سماج ۾ مڙس جي سگهاري ڪردار جي نشاندهي ڪري ٿي، جنهن ۾ مڙس نه صرف زال تي جسماني تشدد ڪري ٿو پر سندس جذبات کي پائمال ڪرڻ لاءِ سندس گهر اندر هم جنس پرستي ڪندي، کيس به ان گناهه ۾ شامل ٿيڻ لاءِ مجبور ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. جنهن جي خلاف سندس وجود ۾ ويڙهه جا جذبا اڀرن ٿا، ۽ هوءَ پاڻ کي ان گناهه کان

بچائڻ لاءِ پنهنجي هڪ سهيليءَ جي مدد سان، پنهنجي مڙس جو خون ڪري ڇڏي ٿي. ڪهاڻيءَ جا هي جملا ڪهاڻيءَ جي مقصد کي ظاهر ڪن ٿا:
"فاطمہ مسلسل روئے جا رہی تھی پھر جب روتی روتی اس نے چادر سے ھاتھ باہر نکالا تو اس کے دونوں ہاتھ خون سے سرخ تھے اس کا ایک ہاتھ خالی تھا دوسرے میں خون آلود خنجر اور پھر اس نے گلبانو کو یوں دیکھا جیسے کہہ رہی ہو میں بھی آج باغی ہو گئی۔"(115)

"ڏوهاري ڪير": هيءَ ڪهاڻي پشتو سماج جي ماحول جي عڪاسي ڪري ٿي، جنهن ۾ ليکڪ ٻڌائڻ چاهي ٿو ته اڄ به اسان وٽ انسانن کان وڌيڪ سماج جون رسمون ۽ عقيدا آهن، اڄ به اسان جي عورت معاشري ۾ آزاديءَ راءِ کان محروم آهي، ۽ اڄ به اسان وٽ زندگيءَ گذارڻ کان وڌيڪ، هر مسئلي جو حل صرف موت آهي. جاگيرداري پس منظر هيٺ لکيل هيءَ ڪهاڻي، پشتو ادب ۾ خاص اهميت رکي ٿي.

بلوچي ادب:

بلوچي زبان ۾ افساني جي باقاعده شروعات ورهاڱي کانپوءِ عمل ۾ آئي. بلوچي ادب جو پهريون ماهوار رسالو "اومان" جي نالي سان ڪراچيءَ مان شايع ٿيو جنهن ۾ بلوچي افسانه شايع ٿيڻ لڳا. ان کانپوءِ "بلوچي" جي نالي سان هڪ ٻيو ماهوار رسالو جاري ٿيو جو پڻ ڪراچيءَ مان نڪرندو هو جنهن جو ايڊيٽر آزاد جمال الديني هو. جنهن جي اڻ ٿڪ محنت سان، ان رسالي ۽ بلوچي ادب جي فروغ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو يا ڪٿي چئجي ته ان رسالي بلوچي ادب ۾ سنگِ ميل جو ڪردار ادا ڪيو جنهن ۾ مقالا، شعر ۽ افسانه وغيره شايع ٿيندا هئا. اڳتي هلي اهو رسالو صحيح معنيٰ ۾ ادب جي ترقي پسند رجحانن جي قلهاءَ جو سبب بڻيو جنهن جي ذريعي افساني جي مقبوليت ۾ اضافو ٿيو. هن رسالي شروعات ۾ گهڻي ڀاڱي ترجمو ڪيل افسانا شايع ڪيا، جن ۾ ڪرشن چندر، ميڪسم گورڪي، ۽ چيخوف جي افسانن جا ترجما شامل آهن، جن جي بدولت بلوچي ادب ۾ ترقي پسند رجحانن تي مبني افسانا لکجڻ ۾ آيا. جن ۾ سماجي موضوعن مثل برين رسمن ۽ سماجي نا انصافين، سرمائيداري ظلمن، جرگ سسٽم، سردارن ۽ نوابن جي ظلم ۽ جبر کي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، مزاحمتي ادب تخليق ڪيو ويو. بلوچي افسانه نگارن ۾ شير محمد مري، ڊاڪٽر نعمت خان،

صورت خان، غني پرواز، غني طارق ۽ مبارڪ وغيره شامل آهن. بلوچي ادب ۾ هڪ وڏو لاڙو "ون يونٽ" قائم ٿيڻ سبب آيو جنهن سبب ننڍين صوبن جي سياسي، معاشي ۽ اقتصادي حق تلفيءَ سان گڏ، سندن ڪلچرکي پڻ هاڃيڪار نقصان رسيو. اعجاز قريشي ان جو اظهار ڪندي لکي ٿو ته "ون يونٽ جو قيام 1955ع ۾ عمل هيٺ آيو ان ڪري ننڍين صوبن خاص طور تي سنڌ ۽ بلوچستان جي ٻولي، ادب، ثقافت ۽ سماج کي گهڻو نقصان رسيو."(116)

- جنهن بلوچي ادب ۾ سنڌي ادب جيئان قوم پرستيءَ جي لاڙي کي زور وٺايو. جنهن جي بنياد تي بلوچي ادب جمهوريت، سياسي آزادي، سماجي انصاف، قومي برابري، ۽ قومي تحريڪ جي پس منظر هيٺ لکجڻ لڳو. بلوچي ادب جا اهي موضوع بلوچي عوام جي جذبات، خيالات ۽ سماجي حقيقت نگاريءَ جي ترجمانيءَ تي مشتمل هئا. بلوچي اديبن ترقي پسند فڪر کي پنهنجي ادب جو موضوع بنائي، اعليٰ قسم جو ادب تحرير ڪيو. ان ڪري اها دعويٰ ڪري سگهجي ٿي ته سياسي توڙي سماجي لحاظ کان بلوچي ادب، پنهنجي عوام ۽ پنهنجي سماج جي ڀرپور عڪاسي جو مظهر رهيو آهي، جنهن نه صرف سندن مسئلن ۽ مشڪلاتن جي ترجماني ڪئي، پر ان سان گڏ ان کان نجات حاصل ڪرڻ جون راهون پڻ ڏسيون.

هيٺ پاڪستاني ادب ۾ شامل ڪجهه بلوچي ڪهاڻين جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو:

<u>"تالا ٽوڙيندڙ"</u>: هيءَ ڪهاڻي هڪ اهڙي ٻار جي نفسيات ڏيکاري ٿي، جنهن کي ننڍپڻ کان تالي ۾ بند رکيو ويجي ٿو ۽ جنهن سبب هو پنهنجي خوشحال ننڍپڻ کان محروم رهي ٿو ۽ اهو ٻار کي زنجيرن ۾ ٻڌل هڪ قيدي جيئان سمجهي پوءِ جڏهن هن کي پنهنجي زندگي گذارڻ جو موقعو ملي ٿو تڏهن هو پوري شهر جي جاين جا تالا ٽوڙي ڇڏي ٿو ڇو ته انهن بند ڪيل جاين جي تالن جي ٽوڙڻ سان کيس آزاديءَ جو احساس ٿئي ٿو.

مجموعي طور هيءَ ڪهاڻي هڪ اهڙي ٻار جي نفسيات جو جائزو پيش ڪري ٿي، جيڪو ذهنيٰ معذور بنجي وڃي جنهن جي سوچ ۾ آزاديءَ جو تصوّر صرف تالن ڀڃڻ تائين محدود ٿي وڃي ٿو. (117)

"ڊنڊ وهندي رهي" (نعمت خنچي): هيءَ ڪهاڻي حقيقي دنيا جي عڪاسي ڪري ٿي، جنهن ۾ رهندڙ سڀ ماڻهو هڪ ڏينهن گذاري ويندا پر دنيا ائين ئي هلندي رهندي، ۽ محسوس ائين ٿيندو ته ڄڻ اهي ماڻهو هتي آيا ئي ڪونه هئا. (118)

"دي چيف" (مريد ساحر): هيءَ هڪ اهڙي ڳوٺ جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ مينهن نه پوڻ ڪري ماڻهو ڏڪر جو شڪار بڻجن ٿا. تڏهن ڳوٺ جو سردار پنهنجي پٽ کي ٻاهرين ملڪ ڪمائڻ لاءِ موڪلي ٿو ۽ اهو سوچي خوش ٿئي ٿو ته هڪ ڏينهن سندس پٽ واپس ايندو ۽ هو خوشحال زندگي گذاريندا. ٻئي پاسي ڳوٺ جي ماڻهن کي هڪ ڏاهي ڪان هيءَ خوشخبري ملي ٿي، ته ايندڙ گرمين ۾ ضرور رحم جي برسات وسندي، ايندڙ سال آيو ته هن جي پٽ پڻ ڳوٺ اچڻ جو فيصلو ڪيو. تمام گهڻي برسات وسي، جنهن سڄي ڳوٺ جي ماڻهن کي مسرت بخشي، سواءِ سردار جي- ڇاڪاڻ ته انهيءَ شديد برسات ۾ ڪنوڻ جي ڪرڻ سبب هن جو پٽ، هن جي خوشي، هميشه لاءِ ختم ٿي ويئي.(119)

مجموعي طور هيءَ ڪهاڻي خدا جي مرضيءَ بيان ڪري ٿي، جيُڪو هڪ ئي وقت رحمان به آهي ته قهار به!!

"جنگل جا قانون" (غني پرويز): هن ڪهاڻيءَ ۾ آفيس جي ماحول کي علامت بڻائي، دراصل ملڪ جو نقشو چٽيو ويو آهي. جنهن جو پورو عملو رشوت خور ۽ جانور صفت طبيعت جو حامل آهي، جن کي مفاد پرستي ايڏو ته گهيري چڪي آهي، جو هو انسانيت ڪان پري، هوس پرستيءَ جي خول ۾ جي رهيا آهن. جتي جيڪڏهن ڪو انسان صفت ماڻهو داخل ٿئي ٿو، سو به سندن خول ۾ ڦاسي، ساڳيو بنجي وڃي ٿو. ڪهاڻيءَ جون هي سٽون پوري ڪهاڻيءَ جي تاثر کي واضح ڪندي نظر اچن ٿيون ته "تمام صاف نظر ڪڏهن ڪڏهن ماڻهن لاءِ مصيبت بنجي ويندي آهي. ان لاءِ ضروري آهي ته نظر کي ٿورو خراب هئڻ گهرجي." (120)

هنن ڪهاڻين کي پڙهندي محسوس ٿئي ٿو ته برصغير جي هن حصي ۾، جيڪو هاڻي پاڪستان آهي، تنهن ۾ رهندڙ جدا جدا قومن جا مسئلا هڪجهڙا آهن، ۽ هنن ۾ استحصالي قوتون به هڪجهڙيون هيون. تنهن ڪري هي ڪهاڻيون نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين سان ٺهڪي اچن

ٿيون. فرق صرف اهو آهي جو نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جا موضوع انيڪ هئا، ۽ هن جون ڪهاڻيون تعداد ۾ پڻ گهٽيون آهن.

مجموعي جائزي ۾ هي نتيجا سامهون اچن ٿا، تہ ترقي پسند ادب جا فڪري ۽ نظرياتي محرڪ ساڳيا هئا، ۽ جن ليکڪن ادب جي هن نظريي جي پيروي ڪئي، انهن جي تخليقن ۾ همعصر دؤر جي ليکڪن جي سلهاڙيل تخليقن جا هڪ ٻئي تي اثر هئڻ لازمي آهن.

## حوالا:


(1) ايس اختر جعفري "اردو افساني ڪي روايت 1903ع سي 1990ع تڪ" اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان 1993ع

(2) جالبی جمیل ڈاکٹر: "تاریخ ادب اردو" (جلد سوئم) انیسویں صدی نصب اول مجلس ترقی ادب لاہور

(3) چانڊيو جامي، "ادب، سياست ۽ سنڌي سماج"، حيدرآباد: سينٽر فار پيس اينڊ سول سوسائٽي 2007ع. ص: 41

(4) نقوي طاهر: 2011ع "متنوع موضوعات ڪا افسانہ نگار"، اجرا سہ ماهي جنوري تا مارچ مدير احسن سليم ص 386

(5) وقار عظيم: "نیا افسانا" کراچی اردو اکیڈمی سندھ ١٩٥٧ع، ص: 13

(6) ملڪ فتاح: "فيض شاعري اور سياسيات" لاهور: سنگ ميل پبليڪيشنز 2008ع. ص: 27

(7) بيگ حامد مرزا: "اردو افساني ڪي روايت 1903ع سي1990ع تڪ" اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان 1993 ص: 217

(8) ايضاً

(9) ڪشن پرساد ڪول "نيا ادب" ڪراچي: انجمن ترقي اردوپاڪستان ص: 20 ـ 19

(10) شهزاد منظر : ترقي پسند افساني ڪي روايت اور نيا افسانا (ترقي پسند ادب پچاس سالا سفر) ترتيب قمر رئيس عاشور ڪاظمي ايجوڪيشنل پبلشنگ هائوس، ڇاپو ٽيون دهلي 1994ع. ص: 347

(11) مظهر جميل، "گفتگو" ڇاپو پهريون، ڪراچي: مڪتبہ دانيال 1986ع. ص: 123

(12) مرزا، حامد بيگ: "اردو افساني ڪي روايت 1903ع سي 1990ع تڪ" اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان 1993ع ص: 90

(13) امجد رشيد. "پاڪستاني اردو افسانہ چند باتين"، مرتب: رشيد امجد، پاڪستاني ادب 1947 ـ 2008ع

(14) ويسريو منظور علي "ترقي پسند تحريڪ ڪي سنڌي ادب پر اثرات" ڇاپو پهريون سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد ص81

(15) سبط حسن. "ادب اور روشن خيالي"، مرتب سبط حسن، لاهور: فڪشن هائوس 1993ع. ص: 156

(16) صديقي، شوڪت "گفتگو"، ڇاپو پهريون. ڪراچي: مڪتبہ دانيال 1986ع. ص: 126
(17) رشيد امجد. "پاڪستاني اردو افسانہ چند باتين"، "پاڪستاني ادب" 2008۔ 1947ع
(18) فخر زمان. "پنجاب، پنجابي اور پنجابيت" (تاریخ سیاست اور ادب کی دستاویز) ص 56۔ 57۔ 58
(19) عتيق احمد "تخليقي ادب عصري"، ڪراچي: مطبوعات
(20) فخر زمان. (بئڪ ٽائٽل)، "مزاحمتي ادب اردو"، مرتب: رشيد امجد اسلام آباد : اڪادمي ادبيات پاڪستان 1995ع.
(21) فيض احمد فيض : ايضاً ص 57
(22) نظامي قيوم. "جرنيل اور سياست دان تاريخ ڪي عدالت ۾"، جهانگير بڪ ڊيپو 2006ع. ص: 137
(23) رشيد امجد "مزاحمتي ادب"، مرتب رشيد امجد. اڪادمي ادبيات پاڪستان اسلام آباد: ص: 79
(24) ايضاً ص: 312
(25) "رشيد امجد. مرتب (گرم ڪرسي)، "مزاحمتي ادب" نديم واحدي اسلام آباد : اڪادمي ادبيات 1995ع ص: 337 340
(26) ايضاً ص:
(27) رشيد امجد. ڊاڪٽر. مرتب "پاڪستاني ادب. 1947ع کان 2008ع تائين" (انتخاب افسانہ) اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان ص: 17
(28) ٻاٻاڻي، "پيهي منجهہ پاتار"، پونا :آرميڪ سنڌي ساهتيہ پرچار يوجنا، ص : 95
(29) ڪشن پرساد ڪول. "نيا ادب" ڪراچي: انجمن ترقي اردو پاڪستان ص: 50
(30) مرزا، حامد بيگ. پريم چند: "يهي ميرا وطن هي". "اردو افساني ڪي روايت 1903ع سي 1990ع تڪ" اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان 1993ع.
(31) ايضاً ص:
(32) منظر حسن"پريم چند گهر مين" شوراني ديوي ترجمہ. فضلي سنز لميٽيڊ اردو بازار. 1998ع. ص 71 72
(33) عرساڻي، شمس الدين ڊاڪٽر. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر"، ڄامشورو : انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1984ع ص: 153 152
(34) مرزا، حامد بيگ: "اردو افساني ڪي روايت 1903ع سي 1990ع تڪ"، اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان ص: 41
(35) وقار عظيم پروفيسر. "نيا افسانا" ڪراچي: اردو بازار. 1957ع. ص: 24
(36) انور سعيد ڊاڪٽر. "اجره" مدير احسن سليم ۔6 سہ ماهي اپريل تا جون 2011ع : ص 343
(37) صديقي، محمد علي "گفتگو" مظهر جميل ڪراچي : مڪتبہ دانيال ص: 116
(38) سليم اختر ڊاڪٽر. مجموعہ "منشي پريم چند افساني" لاهور: سنگ ميل پبليڪيشن 2002ع.
(39) جالبي جميل ڊاڪٽر. "اردو ڪي عظيم افسانہ نگار"، لاهور: مجلس ترقي ادب ص 31
(40) احتشام حسين ڊاڪٽر. "نگار" پاڪستان اصناف ادب نمبر ڪراچي: 1966ع. ص 18

(41) سليم اختر ڊاڪٽر. "مجموعہ منشي پريم چند کي افساني"، لاهور: سنگ ميل پبليڪيشن 2002ع.ص:7
(42) جميل احمد انجم پروفيسر. "ترقي پسند تحريڪ" اردو ادب ڪا ساتوان پرچا، لاهور: ايم-اي علي ڪتاب خانہ اردو بازار، ص: 54
(43) ايم سلطانہ بخش ڊاڪٽر. "عصمت چغتائي شخصيت اور فن"، چاپو پهريون، اسلام آباد: ورڊ ويزن پبلشرز 1992ع. ص: 12،13
(44) "ننهي ڪي ناني" ايضاً ص: 368
(45) آغا، وزير. "عصمت چغتائي ڪي نسواني ڪردار"، عصمت چغتائي شخصيت اور فن، 217۔218
(46) شہزاد منظر، "عصمت کے دس بہترین افسانے، تخلیقات لاہور: 1997ع ص: 10
(47) کشن پرساد کول نئے ادب کے افسانانگار"، "نیا ادب" ڪراچي : ص: 218
(48) "چوتهي ڪا جوڙا" عصمت چغتائي فن اور شخصيت، اسلام آباد: ورڊ ويزن پبلشرز بليو ايريا ص: 345
(49) وقارعظيم. "عصمت چغتائي"، نيا افسانہ چاپو ٻيو ڪراچي: اردو اڪيڊمي، 1957ع. ص: 124 125
(50) ام عمارہ. "اردو افسانا کرب آگہی اور خواتین افسانا نگار"، "اپنی نگاہ" عورتوں کی لکھی تخلیقات اور تنقیدی جائزے ترتیب جویریہ خالد ثمینہ رحمان ص: 35
(51) مرزا، حامد بيگ اردو افسانے کی روایت 1903ع کان 1990ع تائين اسلام آباد: اڪادمي ادبيات 1993ع. ص: 75
(52) ظ. انصاري: "کرشن چندر کا تنقیدی مطالعہ"، مشرف احمد کراچی: نفیس اکیڈمی اردو بازار جنوري 1988ع
(53) "علمي ادبي تذڪري"، ڪرشن چندر، ڪراچي: علي بڪ ڊيپو اردو بازار ص: 120
(54) رشید امجد "پاکستانی اردو افسانہ" چند باتیں پاکستانی ادب 1947ع کان 2008ع
(55) منگي، بشير "غدار"، ترجمو سنڌيڪار: تاج شيخ حيدرآباد: خديجہ پبليڪيشن. 2012ع. ص:67 ۽ 96
(56) احمد مشرف. "ڪرشن چندر ڪا تنقيدي مطالعہ" نفيس ڪراچي: اڪيڊمي اردو بازار.1988ع. ص: 279
(57) ظہیر سجاد "روشائی" تیر وہاں باب ڪراچي: مڪتبہ دانيال صدر. 2005ع. ص: 287
(58) شيخ اياز. ايڊيٽر "اڳتي قدم"، شيخ اياز فائونڊيشن حيدرآباد : 2008ع. ص: 81
(59) احمد عزيز "ترقي پسند ادب" (تنقيدي تاريخ) حيدرآباد دڪن ادارا اشاعت اردو. 1945ع
(60) ڈاکٹر احمد حسن: "کرشن چندر کا آرٹ اور ٹیکنیک"، کرشن چندر کا تنقیدی مطالعہ، کراچی: نفیس اکیڈمی اردو بازار
(61) شہزاد منظر، "بیدی کا تنقیدی شعور"، "علامتی افسانے کے ابلاغ کا مسئلہ" (تنقید) کراچی: منظر پبليڪيشن 1990ع
(62) لڌيانوي، ساحر. "غدار" ڪرشن چندر: سنڌيڪار تاج شيخ، خديجہ پبليڪيشن حيدرآباد: جنوري 2012ع. ص: 12

(63) اعجاز حسين ڊاڪٽر. "مختصر تاريخ ادب اردو"، ڪراچي: اردو اڪيڊمي سنڌ، ص: 423 422

(64) ایس اختر جعفری ایم اے "کرشن چندر کی افسانہ نگاری کرشن چندر کا تنقیدی مطالعہ" کراچی: نفیس اکیڈمی اردو بازار ص: 42

(65) قمر رئیس اور عاشور کاظمی۔ "کرشن چندر کا تنقیدی مطالعہ" کراچی: نفیس اکیڈمی اردو بازار 1988ع. ص : 154

(66) اعجاز حسين ايم اي ڊاڪٽر. "مختصر تاريخ ادب اردو"، ڪراچي : اردو اڪيڊمي سنڌ ص: 425 424

(67) منگي، بشير. "منٽو جا سؤ سال" لاهور: ٽي اينڊ ٽي پبلشرز ڪالوني، ص: 12

(68) هَڪڙو انور فگار، مرتب. "جي تند برابر توريان" شيخ اياز ڪراچي: سنڌ ادبي اڪيڊمي 1998ع. ص: 50

(69) منٽو سعادت حسن" اوپر نيچي اور درميان " ناشران گوشہ ادب لاهور: چوڪ انار ڪلي 1952 ع.ص: 10 11 ۽ 253

(70) رشيد امجد. "پاڪستاني اردو افسانہ چند باتين"، "پاڪستاني ادب" 1947ع کان 2008 ع (افسانہ انتخاب) اسلام آباد: اردو اڪادمي ادبيات 2008 ع. ص: 13

(71) منٽو سعادت حسين، "نيا قانون"، "منٽو ڪي افساني" دهلي: ساقي بڪ ڊيپو. 1940 ع.

(72) مرزا، حامد بيگ اردو افساني ڪي روايت 1903ع کان 1990ع تڪ، اسلام آباد: اڪادمي ادبيات 1991ع.

(73) وقار عظيم: "سعادت حسين منٽو جي افسانن جي ڊائري"، "نيا افسانہ" ص 72 ۔ 171

(74) بيگ، عصمت چغتائي،"ميرا دوست ميرا دشمن"، عصمت چغتائي شخصيت اور فن، ڊاڪٽر ايم سلطانہ بخش 1992ع. ص: 186

(75) حيدر قرت العين، "آگ ڪا دريا" لاهور : مڪتبہ شعر و ادب سمن آباد. ص: 542

(76) مرزا حامد بيگ: "اردو افساني ڪي روايت 1903ع سي 1990ع تڪ" اسلام آباد : اڪادمي ادبيات پاڪستان 1991ع ص: 42

(77) سيّد، عابد علي. "اصول انتقاد ادبيات: مختصر افسانہ" لاهور: مجلس ترقي ادب، ص: 919

(78) منگي، بشير. "منٽو جا سؤ سال" لاهور: ٽي اينڊ ٽي پبلشرز ڪالوني.2012ع.

(79) ڪاظمي، قمر ۽ رئيس عاشور ترتيب "ترقي پسند ادب پچاس سالا سفر" دهلي: ايجوڪيشنل پبلسٽنگ هائوس 1994ع. ص: 368 ۔ 369

(80) "منٽو سعادت حسين" سنڌيڪار: غني ڪانڌڙو ڪينجهر سيپٽمبر 1993ع.ص: 16 17

(81)) منظر شهزاد: "بيدي ڪا فڪري پسمنظر"، علامتي افساني ڪي ابلاغ ڪا مسئلا ڪراچي: منظر پبليڪيشنز. 1994ع ص: 111

(82) وقار عظیم ایم اے؛ "نیا افسانا" ڇاپو ٻيو ڪراچي: اردو اڪيڊمي سنڌ1957ع ص: 109

(83) شيخ، اياز "جي تند برابر توريان" مرتب انور فگار هَڪڙو سنڌ ادبي اڪيڊمي. 1998ع. ص: 50

(84) سنگھ، راجندر بيدي، "لاجونتي ڪهانيان" لاهور: نذير سنز پبلشرز 1992ع. ص: 45

(85) وقار عظيم پروفيسر، "نيا افسانا"، ڪراچي : اردو ڪيڊمي 1957 ع. ص: 8

(86) علوي، وارث "عصمت چغتائي"، شخصيت اور فن، "عصمت كي فن كي چند پهلو"،
اسلام آباد: ورڈ ويزن پبلشرز 1992ع ص: 336
(87) كاظمي، قمر ع رئيس عاشور "ترقي پسند ادب كا پچاس سالا سفر" چاپو ٹيون دهلي:
ايجوكيشنل پبلشنگ هاؤس 1994 ع
(88) وقار عظيم ايم اے؛ نیاافسانہ، چاپو پيو كراچي: اردو اكيڊمي سنڌ 1957ع .ص: 109
(89). ايضاً ص 557
(90) بيگ مرزا حامد: "اردو افسانے کی روایت 1903ع سے 1990ع تک"، اسلام آباد: اكادمي
ادبيات پاكستان 1991 ع
(91) الخيري صادق، "ترقي پسند ادب كا پچاس سالا سفر"، چاپو ٹيون، دهلي: ايجوكيشنل
پبلشنگ هاؤس 1994
(92) شيخ، اياز "اِگتي قدم" آگسٽ 1947ع حيدرآباد: شيخ اياز فائونڊيشن. 2008ع. ص: 23
(93) صادق ڈاکٹر "ترقی پسند افسانے کے پچاس سال" ترقی پسند ادب پچاس سالا سفر ترتیب قمر رئیس عاشور کاظمی دہلی:
ایجوکیشنل پبلشنگ ہاؤس 1994ع ص: 366
(94) انور سجاد "رات كا سفرنامہ" مزاحمتي ادب اردو، مرتب رشيد امجد اسلام آباد:
اكادمي ادبيات پاكستان1995ع: ص: 166
(95) صادق الخيري، "ترقی پسند ادب پچاس سالا سفر"، مرتب قمر رئیس عاشور كاظمي ایجوکیشنل پبلشنگ
ہاؤس دہلی 1994ع. ص: 366
(96) سنگهہ خشونت. "ٹرين ٹو پاكستان"، ترجمہ عرفان احمد خان، سٽي بك پوائنٽ، چاپو
پهريون 2011 ع.ص: 169، 186
(97) رشيد امجد: "پاكستاني اردو افسانہ چند باتين"، پاكستاني ادب 1947ع كان 2008ع
تائين، اسلام آباد: اكادمي ادبيات پاكستان ص: 42
(98) وقار عظيم، "نيا افسانا" كراچي: اردو اكيڊمي سنڌ 1957ع. ص: 297
(99) "معيار" ( تنقيد) ٹیکنیک کا تنوع۔ناول اور افسانہ میں ص: 13
(100) قرت العين حيدر: "سيتا هرڻ"، ترجمو ولي رام ولپ، كنڊيارو: روشني پبليكيشن
1997ع
(101) بيگ مرزا حامد. "اردو افسانے کی روایت 1903ع سے 1990ع تک" اسلام آباد: اكادمي
ادبيات پاكستان 1991ع
(102) مستوں خديجہ "علامتي افساني كي ابلاغ كا مسئلا" (تنقيد) كراچي: منظر
پبليكيشن 1990ع.
(103) سبط حسن، "گفتگو" چاپو پهريون، كراچي: مظهر جميل مكتبہ دانيال. 1986ع. ص:
63
(104) منظر شهزاد . "علامتي افساني كي ابلاغ كا مسئلا" كراچي: منظر پبليكيشنز
1990ع ص: 159
(105) ظهير سجاد "ترقي پسند ادب تجزيہ" "نيا دور" 1944ع

(106) ابرار احمد. "مزاحمتي ادب اردو"، مرتب رشيد امجد. اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان1995ع.
(107) احمد، سليم. "سارس"، مارچ، 1993ع.
(108) ابڙو، بدر. "پتائيءَ جو فن بابت نظريو"، افسانوي ۽ فڪري ادب، مرتب: جامي چانڊيو. ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي2007ع. ص: 286
(109) لوڌي فرخنده: "قسمر خدا ڪي"حصہ نثر: ادبيات "پاڪستاني ادب" مرتبين: ڊاڪٽر سليم اختر مسعود اشعر اڪادمي ادبيات پاڪستان 1993ع
(110) ڪلانچوي مسرت: "نقاب ڪي ادهر" ايضاً
(111) "پروسو"، "پاڪستاني ادب" اسلام آباد: اڪادمي ادبيات اڪيڊمي آف ليٽرس، پاڪستان 2002ع. ص: 157
(112) آفريدي طاهر " گفتگو " ڇاپو پهريون ڪراچي: مڪتبہ دانيال 1986ع. ص: 283
(113) محمد نواز طاهر پروفيسر. ترجمہ: سيّد صفدرعلي شاه، "روهي ادب"، پشتو اڪيڊمي پشاور يونيورسٽي، تاريخ ادبيات پشتو ص: 441
(114) محمد نواز طاهر. "ڏوهاري ڪير؟"، پاڪستاني لٽريچر، اسلام آباد: اڪيڊمي آف ليٽرس، 1992ع.
(115) زيتون بانو. "گنهگار"، پاڪستاني ادب، حصہ نثر. مرتب: ڊاڪٽر سليم اختر مسعود اشعر اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان1993ع. ص: 703
(116) قريشي اعجاز. "جيئي سنڌ جيئي سنڌ" (شاعري) حيدرآباد: باباءِ سنڌ حيدر بخش اڪيڊمي اپريل 2009ع.ص: 18
(117) قيوم مروت: "بغاوت"، پاڪستاني ادب، حصہ نثر. مرتب: ڊاڪٽر سليم اختر مسعود اشعر، اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان1993ع. ص: 706
(118) "لاڪر بريڪر"، پاڪستاني لٽريچر اسلام آباد: اڪادمي ادبيات پاڪستان
(119) نعمتہ "ڏنڊ وهندي رهي"، اسلام آباد: اڪيڊمي آف ليٽرس پاڪستان
(120) غني، پرويز. "جنگل جا قانون"، پاڪستاني لٽريچر، اسلام آباد: اڪيڊمي آف ليٽرس، پاڪستان.

# تحقيق مان حاصل ٿيل نتيجا

تحقيق ڪنهن به تخليقي ۽ تعميري عمل ڪي سمجهڻ ۾ ان ڪي اڳتي وڌائڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪري ٿي. پر پوءِ به ڪنهن به تحقيق کي حتمي يا دائمي نتيو سڏي سگهجي. پر تحقيق ڪنهن به لقاءُ ۽ ماجرا کي سمجهڻ لاءِ بنيادي ڏس يا گس فراهم ڪري ٿي. ان ڪري منهنجي هن ايماندارانه ڪاوش ۽ تحقيقي پورهيي کي حتمي سمجهڻ بجاءِ، ان کي نجم عباسيءَ جي لکڻين کي سمجهڻ، پرکڻ ۽ ان دؤر جي ضرورتن کي سڃاڻڻ لاءِ اشاري طور استعمال ڪرڻ گهرجي.

**تحقيق مان اخذ ڪيل نتيجا:**

سماج ۾ ترقي پسند نظريي تحت سرجيل ادب، سماج ۽ معاشري، توڙي ادب کي اڳتي وڌائڻ لاءِ رهنمائي مهيا ڪري ٿو. شعوري ۽ فڪري تحريڪ لاءِ سماج کي اهڙي ادب جي هر وقت ضرورت آهي، جيڪو سماج کي تبديليءَ لاءِ متحرڪ ڪري. اديب ان ڏس ۾ اهڙو ادب تخليق ڪن ٿا، جيڪو سماج کي متحرڪ ڪري، بيٺل ۽ مدي خارج سماج کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪري. نجم عباسي ان لحاظ کان پنهنجي دؤر جو اهو رهنما ليکڪ آهي، جيڪو ڊاڪٽري پيشي سان وابسته هئڻ ڪري، بيمار سماج لاءِ مسيحا جو ڪم ڪري ٿو. هو ڪنهن ماهر طبيب جيئان نه صرف بيماريءَ کي سڃاڻي، ان جا سبب ڳولي لهي ٿو پر پنهنجي علم وسيلي ان جي پاڙ اکيڙي، بيمار سماج کي صحتمند سماج ۾ تبديل ڪرڻ جا جتن به ڪري ٿو. ان ڏس ۾ جيڪڏهن ادب جي ترقي پسند روشن خيال مقصد هيٺ تحقيق ڪئي وڃي، ۽ ان کي سماج جي ذهني اوسر ۽ شعوري آبياريءَ لاءِ هڪ بنيادي عنصر طور ليکيو وڃي، ته پوءِ نجم عباسيءَ جو فڪر انهن خيالن سان ڪافي قدر ٺهڪندڙ معلوم ٿئي ٿو ۽ ان سان گڏو گڏ جيڪو

ادبي ۽ قلمي پورهيو ديس جي عوام جي حق تلفين خلاف ڪيو ويو تو ۽ جنهن ۾ پنهنجي تهذيب و تمدن ۽ ثقافت ۽ ٻوليءَ کي متاثر ڪندڙ وارن جي خلاف مزاحمت ڪئي وئي، تہ اهو هميشہ تاريخ ۾ امر رهي ٿو. نجم عباسي پنهنجي فڪري ڪاوشن ۾ اهڙن سيني ساڃاهہ وند جتن سان گڏ نظر اچي ٿو جيڪي سماجي تبديليءَ جو اهم مورچو سنڀاليندي ٿا. سندس ڪهاڻيون هيٺين موضوعن تي مشتمل آهن:

(1) سياسي

(2) سماجي

(3) قومي

(4) نظرياتي

(5) ترقي پسند فڪر

نجم عباسيءَ جون لکڻيون انهن موضوعن جي نشاندهيءَ سان گڏ، اها عملي سوچ پڻ ڏيکارين ٿيون، جنهن جي ذريعي انهن حالتن کي نہ صرف بدلائي سگهجي ٿو پر انهن کان ڇوٽڪارو بہ حاصل ڪري سگهجي ٿو. ان کان علاوه، نجم عباسيءَ پنهنجي ڪهاڻين ذريعي معاشري جي انهن سيني، غير سائنسي، دقيانوسي سوچن ۽ مدي خارج جاهلاڻا رسم رواج، ۽ انڌي عقيدي ۾ ڦاٿل عوام جي سائنسي، ۽ عقلي دليلن سان رهنمائي پڻ ڪئي. ان سان گڏ هن معاشري جي مظلوم ۽ پيڙهيل ڪردارن هارين نارين، مزورن ۽ عورتن کي پڻ برابريءَ جي بنياد تي مذهبي، توڙي سماجي حقن جو مستحق ڄاڻائي، پنهنجي ڪهاڻين ذريعي پيش ڪيو. نجم عباسي بنيادي لحاظ کان ادب ۾ مقصد جو قائل ڪهاڻيڪار هو، جنهن جو ذڪر هن پنهنجي ڪهاڻين توڙي ٻي تخليقي ادب دوران بار بار ڪيو. نجم عباسي هر ننڍي توڙي وڏي مسئلي تي نہ صرف لکيو پر ان کان نجات جو ذريعو پڻ پڙهندڙن جي ذهن تائين رسايو- ۽ جڏهن سندس ڪهاڻين جي ڀيٽ سندس همعصر ليکڪن جي فن ۽ فڪر سان ڪئي وڃي ٿي، تڏهن جيڪي نتيجا سامهون اچن ٿا، اهي ڪجهہ هن طرح جا آهن تہ:

(1) پهريون تہ نجم عباسي ۽ هن جي همعصرن ساڳي محاذ ۽ ساڳي پليٽ فارم تان ادب جي ترقي پسند ۽ روشن خيال منصب کي نظر ۾ رکي،

پنهنجي قوم جي بقا ۽ ان جي ٻاجهاري ٻوليءَ جو ادبي مقدمو ڪاميابيءَ سان لڙيو.

(2) نجم عباسي پنهنجي دؤر ۾ سرجيل ترقي پسند ادب کان متاثر ٿيندي، ان کي سنڌي سماج کي بدلائڻ واري شعور جي اوسر لاءِ استعمال ڪيو. نجم عباسي ان سان گڏ ادب ۾ سماجي حقيقت نگاري، ۽ ان جي مقصد ۽ افاديت سان سلهاڙيل ادب پڻ سرجيو جنهن جي ذريعي سنڌي ماڻهن جي شعوري اوسر ڪئي ويئي.

(3) ورهاڱي بعد يڪسر تبديل ٿيندڙ سياسي، سماجي ۽ ثقافتي لاڙن، قدرن ۽ رويـن سنڌي ماڻهن جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا هئا. ان وقت ۾ نجم عباسي اهڙو ادب تخليق ڪيو جنهن سنڌي عوام ۾ خود اعتمادي پيدا ڪرڻ سان گڏ، مزاحمت جو روح پڻ بيدار ڪيو. هن پنهنجي لکڻين وسيلي ثقافتي ۽ لساني ويڙه ڪاميابيءَ سان وڙهي.

(4) سنڌ ۾ سياسي، سماجي، لساني ۽ ثقافتي اپار واري تحريڪ ۾ سنڌ جي ٻين اديبن سميت، نجم عباسيءَ جو ڪردار بہ نمايان رهيو.

(5) نجم عباسي پنهنجي تحريرن وسيلي سماجي حقيقت نگاريءَ هيٺ، شهري توڙي ڳوٺاڻي زندگيءَ جي معاشي حالتن، ۽ واقعن کي پنهنجي ڪهاڻين جو موضوع بنائي، سماج جي پرمار طاقتن جهڙوڪ: وڏيري ۽ سرمائيدار ۽ سندن هر ظلم ۾ ساٿ ڏيندڙ ڇاڙتن (ملن ۽ پوليس) جي عقوبتن، ۽ ويساهہ گهاتين کي بيان ڪرڻ سان گڏ، هن سنڌ جي ابوجهہ ماڻهن کي جڙتو آسماني عقيدن، ۽ مذهبي منطقن جي ڄار ۽ فريب مان ڪڍي، منجهن سائنسي ۽ عقلي بنياد تي شعور بيدار ڪيو. گڏو گڏ انهن منفي قوتن خلاف بغاوت جو علم پڻ کوڙيو. هن پنهنجي فني سفر دوران ٽن آمرن (ايوب، يحيٰ ۽ ضياءالحق) جو دؤر ڏٺو ۽ سٺو هو. جن جي ڏاڍ ۽ ڏمر جو بہ سندن ڪهاڻين تي گهرو اثر نظر اچي ٿو. سندس هر ڪهاڻي ڪنهن نہ ڪنهن واقعي، يا مسئلي جي نشاندهي ڪندي نظر اچي ٿي. جيئن تہ هو پيشي جي لحاظ کان هڪ ڊاڪٽر هو، ان ڪري سندس ڪيترييون ڪهاڻيون مريضن جي حالتن جون ترجمان نظر اچن ٿيون. ان کان علاوه هن ان پيشي سان وابستہ ڊاڪٽرن جي منهن تان منافقي ۽ فريب جو نقاب لاهي، سندن اصل چهرو ڏيکاريو آهي. خاص ڪري عورتن جي معاملي ۾ ڊاڪٽرن

جي منفي رويي خلاف، هن ڪيترين ڪهاڻين ۾ ذڪر ڪيو آهي. نجم عباسي هر قسم جي وطن دشمن ۽ غاصب پاليسين خلاف ڪهاڻيون لکي، ديس جي عزت، آبرو ۽ عظمت سان سلهاڙيل فڪر هيٺ، سنڌي قوم ۾ آزاديءَ ۽ انسانيت جي فلسفي کي جيئاريو. مطلب تہ هن هر قسم جي ڏاڍ، ڏمر، ظلم ۽ ناانصافيءَ خلاف جدوجهد ۽ بغاوت جي فڪر هيٺ ڪهاڻيون لکي، مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن کي پختو سياسي شعور ۽ سکيا ڏيڻ سان گڏ، ڪين جاگيرداري ۽ سرمائيداري نظام کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ، متحرڪ جدوجهد، ۽ جستجوءَ جو پيغام ڏنو. مجموعي طور سندس ڪهاڻيون پنهنجي وقت جون نمائنده ڪهاڻيون مڃيون وڃن ٿيون. جن جي ذريعي هن هڪ ريفارمر ۽ هڪ رهنما بڻجي، اڏنگي سماج تي نڪتہ چيني، ۽ ان جي نقص شناسي ڪري، هڪ ترقي پسند ۽ استحصال کان آجي سماج جوڙڻ جو تصوّر ڏنو. بنيادي طور سندس ڪهاڻين جو واضح مقصد پراڻي مدي خارج سماج جي نئين سر اصلاح، ۽ ارتقا لاءِ هر قسم جي جستجو ۽ جدوجهد ڪرڻ تي مشتمل نظر اچي ٿو. جنهن لاءِ هو شاگردن، مزدورن ۽ هارين ۾ سياسي ۽ سماجي شعور پيدا ڪري، تعليم ذريعي سنڌ جي وچولي طبقي کي مضبوط ڪرڻ جو خيال ٿو ڏئي، تہ جيئن استحصالي طبقو ڪمزور ٿي وڃي. ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ هن پنهنجي هر ادبي تخليق کي فني اوچائيءَ بدران، مقصد جي تڪميل لاءِ ڪتب آندو ۽ آخري پساهن تائين ڪندو رهيو.

مجموعي طور سندس افسانوي فن ۽ فڪر ۾ پاڪستاني تاريخ جي بدلجندڙ سياسي، سماجي ۽ ثقافتي لاڙن ۽ رجحانن جو اولڙو پسي سگهجي ٿو.

ضميمو-1

# نجم عباسيءَ جي شخصي زندگيءَ جو احوال

نجم عباسي 27 آڪٽوبر 1927ع تي خانواهڻ، ضلعو نواب شاهه ۾ ڄائو. سندس پيءُ هڪ پرائمري ٽيچر هو. هن مئٽرڪ نواب شاهه لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول مان پاس ڪئي، ۽ ايم.بي.بي.ايس جي ڊگري ڊائو ميڊيڪل ڪاليج ڪراچيءَ مان 1953ع ۾ حاصل ڪئي. هن پنهنجي فني زندگيءَ جي شروعات شاعريءَ سان ڪئي، پر سندس وجهه شهرت ڪهاڻي رهي آهي. نجم عباسي پنج سال سرڪاري نوڪريءَ ۾ رهيو ان کانپوءِ هن پنهنجي خانگي ڪلينڪ گاڏي کاتو حيدرآباد ۾ کولي، جتي هن پنهنجي سموري حياتي وقف ڪئي. سندس ادبي سفر جو آغاز به سندس علمي ۽ عملي زندگيءَ سان گڏ شروع ٿيو. سندس پهرين ڪهاڻي ”همت ۽ ڪوشش“ جي نالي سان، مهراڻ رسالي ۾ 1944ع ۾ ڇپي. سندس ڪهاڻين جو پهريون ڪتاب ”طوفان جي تمنا“ هو جنهن ۾ ڪل 17 ڪهاڻيون ڏنل آهن. جنهن ۾ سندس ڪهاڻي ”چوڏو“ تمام گهڻي پسند ڪئي ويئي، جنهن کي پوءِ ڊرامائي تشڪيل ڏيئي پي ٽي ويءَ تان پڻ نشر ڪيو ويو. هن ڪتاب علمي ۽ ادبي دنيا ۾ تهلڪو مچائي وڌو. سندس ڪهاڻيون ايتري قدر مقبول ٿيون، جو سندس پهرين ئي مجموعي تي کيس پاڪستان رائيٽرس گلڊ، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان انعام سان نوازيو ويو. ائين سندس مسلسل لکڻ جو بنياد پيو. هو شروع کان آخر تائين ”سنڌيت“ جو پرچاري رهيو جنهن جو ثبوت سندس فن ۽ فڪر مان عيان آهي.

سندس فن ۽ فڪر تي سندس زندگيءَ ۾ پيش ايندڙ ڪجهه تلخ تجربن، واقعن ۽ حادثن جو اثر نمايان نظر اچي ٿو جن ۾ پهريون سندس شادي، پيو شاديءَ جي ناڪاميءَ سبب طلاق ٿي وڃڻ، جنهن لاءِ هو چوندو هو ته آئون پنهنجي شاديءَ کي ٽرئجڊي چوندو آهيان. منهنجي زال هڪ وڏي

ماڻهوءَ جي شهري ڇوڪري هئي، ۽ آئون غريب ماستر جو پٽ، سو ٺهي نه سگهياسين. ڪلاس ڪامپليڪس ۽ ذهني تضاد اسان کي گڏ هلڻ نه ڏنو نيٺ ويهن سالن کانپوءِ اسين ڌار ٿي وياسون.

ٿيون سندس لطيف آباد وارو گهر مهاجرن جي هٿان نه صرف ڪسجڻ، پر سندس قيمتي ڪتابن جي لائبرري ساڙڻ. گڏوگڏ سندس ڀائيج فهيم عباسيءَ کي بيگناهه فوج جي هٿان قتل ڪرڻ، ۽ سندس مامي جو مذهب جي نالي هيٺ غريب ۽ ابوجهه ماڻهن کي لٽڻ ڦرڻ وغيره. نجم عباسيءَ جي فن ۽ فڪر ۾ هن جي زندگيءَ ۾ رونما ٿيندڙ انهن تلخ تجربن جو اولڙو پسي سگهجي ٿو. ڊاڪٽر صاحب 25 آڪٽوبر 1995ع تي اڌ رنگ جي بيماريءَ سان طويل جنگ لڙڻ کانپوءِ زندگيءَ جي جنگ هارائي ويو. اڄ هو جيتوڻيڪ جسماني طور اسان وٽ موجود نه آهي، پر علمي ۽ ادبي دنيا سان چاهه رکندڙن لاءِ سندس سوچ، حب الوطني ۽ جدوجهد جو اهڃو وجود قائم ڪري ويئي آهي، جنهن کي تا قيامت وساري ڪو نه سگهبو. سندس تعزيتي پيغام ۾ محمد ابراهيم جويو لکي ٿو ته، ”ڊاڪٽر صاحب سنڌي ٻولي ۽ سنڌ ڌرتيءَ جو سچو عاشق هو.“ جڏهن ته بقول قادر مگسيءَ جي ته، ”هيءَ واحد سنڌ جو قومي اديب هو جيڪو آخري وقت تائين سنڌ جي قوم پرستي ۽ حب الوطنيءَ واري نظريي تي قائم رهيو. هن اصولن تي ڪڏهن به سودي بازي نه ڪئي. اسان کي فخر آهي ته هو مزاحمتي قوتن جو ساٿي رهيو.

# نجم عباسيءَ جي فن بابت پڇيل سوال

**محمد ابراهيم جويو:**

سوال_1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ اوهين ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب: منهنجي ملاقات سائنس گمبٽ يا نئتي ۾ ٿيندي هئي. حيدر شاهه، جيڪو هڪ جج هو ان اسان جي واقفيت ڪرائي هئي. پوءِ لطيف آباد ۾ رهائيو ن ٿينديون هيون. هڪ پيري نجم عباسي چيو تہ مون افسانو لکيو آهي پر ڪيئن پڙهان؟ انهن ڏينهن ۾ ادبي سنگت ۾ ملندا هئاسين. هن جا ڪيترا ئي دوست هئا. هن جي ڪنهن سان بہ دشمني ڪانہ هئي، هڪ اڻ لڀ انسان هو هڪ اهڙو ماڻهو جهڙو هاڻي سنڌ جهڙي ئي ڪانہ پئي! هو هڪ وڏو اديب هو.

سوال_2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي راءِ ڏيو؟

جواب: نجم عباسي غير معمولي شعور رکندڙ انسان هو تصوف تي عبور حاصل هئس. تصوّف تي لکيو بہ اٿس(تصوف جي چير ڦاڙ) سندس ڪهاڻين جا جديد موضوع هئا بلڪل ماڊرن موضوع هوندا هئا. هو نہ لالچي هو ۽ نہ ڪڏهن وڪاڻو. صفا سادو انسان هو ڪڏهن بہ اصولن تي ڪمپرومائيز نہ ڪندو هو. نجم عباسي ڊاڪٽر هو هن جي روش مونسان ڏاڍي همدردي ۽ ياڻپيءَ واري هئي. هونئن بہ ڊاڪٽر جي حيثيت ۾ هن جو روّيو ۽ ڪردار جهڙو مون تمام ٿورن ڊاڪٽرن ۾ ڏٺو. هن جي نجي اسپتال ۾ هن جي روش، سيني مريضن سان ڏاڍي زبردست هوندي هئي. پئسا گهٽ وٺندو هو. ڪمپائونڊر کي چوندو هو تہ دوا ناهي پوءِ ڏي، خانواهڻ جو رهاڪو هو.

سوال_3. سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: هو لکڻ جو ماهر هو. مون هن کي گانڌي ڪتاب ترجمي لاءِ ڏنو هو. ترجمو ڪندو ويندو هو بغير ڪنهن ڊاه ڊوه جي . دراصل هو بنيادي

طرح هڪ مختصر ڪهاڻيءَ نويس هو. هن تمام گهٽيون ڪهاڻيون لکيون. هو مون وانگر مسلم ليگ جي نظريي کي ناپسند ڪندو هو. ساڻس منهنجو ناتو ان لحاظ کان به وڌيڪ ويجهو ٿيو. هو منهنجي نظريي سان متفق هو مون جيڪو ڪتاب لکيو هو "سيوَ سنڌ سيوَ ڪانٽينينٽ"، هو به ان سان متفق هو ان ڪتاب به سندس ۽ مون ۾ دوستيءَ جي رشتي کي وڌيڪ مستحڪم ڪيو. هو منهنجو هم خيال هو.

سوال-4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: هن پرمار طاقتن(زميندارن ۽ سرمائيدارن) خلاف لکيو. مهاجرن کان هن کي نفرت ڪانه هوندي هئي، پر جڏهن هنن کي ڪراچيءَ اندر سڀ ڪجهه ملي ويو ۽ هو پڪن گهرن ۾ ويهي عيش ڪري رهيا هئا. ڪارخانا، واپار ۽ گهر، جيڪي هندن جي ملڪيت هئا، سي سڀ هنن مهاجرن پنهنجي حوالي ڪرائي ڇڏيا. ڪراچيءَ مان سنڌي پڙهائيندڙ اسڪول بند ٿيڻ لڳا، حيدرآباد ۾ پڻ اردو اسڪول کوليا ويا. سنڌ جا اصلوڪا رهواسي غريبيءَ ۾ بکون ڪاٽي رهيا هئا، هن اهو سچو لقاءُ پنهنجي اکين سان ڏٺو. جنهن سندس فڪر ۾ ان حق تلفين خلاف مزاحمت جو روح بيدار ڪيو.

سوال-5: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: پاڻ سنڌيءَ ۾ لکندو هو. هو هڪ سوشلسٽ هو ۽ سوشلسٽ انقلاب جيڪو (1917ع) ۾ آيو ان جو حامي هو. مون جيڪو ڪتاب لکيو هو ان کي ڪاپيءَ ڏر جو فڪر يا ترقي پسند ادب به چئبو آهي، هن به ان فڪر کي پنهنجي فن جو محرڪ بنايو هو. هو هڪ محبتي ماڻهو هو سنڌي قوم جو خادم هو. هارين پورهيتن لاءِ تبديلين جو خواهشمند هو.

سوال-6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي همعصر اديبن جي لکڻين جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: سنڌي اديب هڪ ٻئي تي اثرانداز ٿيندا رهندا آهن، ۽ انهن جو اثر هڪ ٻئي تي رهي ٿو نجم عباسي جيئن ته ترقي پسند ادب کي

پنهنجو موضوع بنايو هو ان ڪري سيني اديبن ۾ هن کي گهڻو پسند ڪيو ويندو هو.

**حميد سنڌي:**

سوال-1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ اوهين ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سڃاڻپ پهرين ڊاڪٽري هئي. مون ان کي تڏهن ڏٺو جڏهن هو ڊاڪٽر به هو ۽ نجم عباسي به هو ۽ گاڏي کاتي ۾ ڪلينڪ به هلائيندو هو. ان جي ڪلينڪ جي پرسان اسان جي پريس هئي. ڊاڪٽر صاحب ڏي ڪچهري ۽ علاج لاءِ ويندا هئاسين. سندس طبيعت مائيٽي ۽ انقلابي هئي. اسان سان هنن جو فيمليءَ طور اچڻ وڃڻ هو. ڇاڪاڻ ته اسان جو گهر ۽ هنن جو گهر هڪ ٻئي سان لاڳاپيل هئا. سندس شادي جي .ايم شيخ جي نياڻيءَ سان ٿي. پاڻ انقلابي فڪر جا مالڪ انسان هئا. جنهن زندگيءَ جي مسئلن کي بهادريءَ سان منهن ڏنو. هن سان اسان جون گذاريل محبت ڀريون گهڙيون اڄ به اسان وٽ محفوظ آهن.

سوال-2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي راءِ ڏيو؟

جواب: سماجي شعور ڪانسواءِ ڪنهن به ليکڪ کي پنهنجو وجود قائم رکڻ ڏکيو ٿو ٿئي. سماج ئي آهي جيڪو هن کي لکڻ تي آماده ڪري ٿو ۽ شعور بخشي ٿو. ليکڪ ۽ سماج گڏو گڏ هلن ٿا. سماجي آزادي يا بندشون، ليکڪ جڏهن پاڻ سان لاڳو ڏسي ٿو ته هو قلم کڻي انهن سماجي بندشن لاءِ آواز اٿاري ٿو ۽ آزاديءَ بابت ڪي شعوري قاعدا ۽ قانون ٺاهي ٿو. ڊاڪٽر هڪ باشعور سماج يا سوسائٽيءَ جو فرد هو. سندس رايا اختلافي هجن يا سماج سان سهمت هجن. ان ۾ گهڻو ڪري ڊاڪٽر جي هڪ منفرد راءِ ۽ ان جي شخصيت جو اثر شامل ٿي سگهي ٿو. هُن هميشه هن سماج سان ويڙهه جو واسطو رکيو ۽ آخر تائين هن سماج جي ڏاڍاين ۽ اٽبرابرين جي خلاف جهيڙو جوٽيندو رهيو.

سوال-3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: ڊاڪٽر نجم عباسي بنيادي طرح هڪ ڪهاڻيڪار هو. سندس ڪهاڻيون سنڌي ادب جو خاص حصو والارين ٿيون. ڊاڪٽر نجم

عباسي ان دؤر ۾ ڪهاڻيون لکيون، جنهن دؤر ۾ جمال ابڙو غلام رباني، شيخ اياز محمد عثمان ڏيپلائي، اياز قادري ۽ ٻيا ڪيترائي ليکڪ هئا. جن جو دؤر ساڳيو هو. اهو نجم عباسيءَ وارو دؤر هو. ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جون ڪيتريون ئي يادگار ڪهاڻيون ۽ ناول موجود آهن. سندس اوائلي ڪهاڻين مان "چوڙو" سنڌي ڪهاڻيءَ جو نڪ آهي، ۽ سنڌي ادب ۾ ڪلاسيڪل ڪهاڻيءَ جو درجو رکي ٿي. سندس ٻين ڪيترين ئي ڪهاڻين جا مجموعا ڇپجي ميدان ۾ آيا. تازو سنڌي ادبي بورڊ نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جي اينٿالاجي ڇاپي آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر نجم عباسي سنڌي سماج ۾ حق ۽ سچ جو ڳولائو رهيو آهي. سندس موضوع سماجي اڻ برابرين ۽ هيڻانهين مٿاهين جو جائزو وٺندي نظر اچن ٿا. جنهن ڪري سندس قلم ۾ تکائي ۽ تيزي رهي آهي، جيتوڻيڪ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ سان ملبو هو ته هن جهڙو ٿڌو ۽ مٺو ماڻهو ٻيو ڪو نظر نه ايندو پر جڏهن سندس ڪهاڻيون پڙهبيون، ته انهن ۾ سندس قلم هڪ نشتر جيئان هلندي نظر ايندو.

سوال-4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جون ڪهاڻيون سنڌي ٻوليءَ جي سونهن آهن، سندس ٻولي تز ۽ ادبي لحاظ کان اثرائتي آهي. جيئن ته ڊاڪٽر نجم عباسي سنڌي سماج جو هڪ پارکو ڪهاڻيڪار آهي، تنهن ڪري سندس لکڻين جو مجموعي اثر ماڻهن جي دل وٽان پئي رهيو آهي.

سوال-5: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي همعصر اديبن جي لکڻين جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: منهنجي خيال ۾ نجم عباسي ڪنهن به همعصر اديبن جي لکڻين کان متاثر ٿيڻ وارو ليکڪ نه هو. هن پنهنجي واٽ جو پاڻ تعين ڪيو. سندن لکڻين مان اسان کي نه رڳو هڪ خوشبو محسوس ٿئي ٿي، پر سماجي بغاوت جا شعلا آسمان تائين پڙڪو ڪائيندا نظر اچن ٿا. منهنجي نظر ۾ هن جي زندگيءَ ۾ ڪيتريون ئي هيڻانهيون

مٿانهيون رهيون آهن. ان لحاظ کان سندس لکڻين ۾ اوتري ئي سختي ۽ وارتائون بيان ڪيل آهن.

**رسول بخش پليجو:**

سوال_1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ اوهان ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب: دوست نواز هو عام ماڻهوءَ جي زندگيءَ جي ترجماني ڪندو هو. هن ملائيت ۽ برهمنيت، جن کي ماڻهو پئسو ڪمائڻ جو ذريعو ڪري وٺن ٿا، هن انهن جي خلاف ڪلم ڪلا لکيو ۽ جيڪو اديب انهن جي خلاف لکندو آهي، هو انهن جي خلاف ٿي ويندا آهن. ڇاڪاڻ تہ اهي پنهنجي فڪر ۾ تنگ هوندا آهن. جنهن سبب ڪنهن بہ سماجي تبديليءَ کي هو ناپسند ڪندا آهن.

سوال_2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي ڄاڻ ڏيو؟

جواب: هو انصاف پسند ۽ انقلاب پسند ماڻهو هو. پنهنجي وطن سان بيحد محبت رکندڙ انسان، اهو هڪ پروگريسو دؤر هو جنهن جو وڏي ۾ وڏو ليڪڪ جمال ابڙو سمجهيو ويندو هو. مون هن کي اياريون نئين سنڌ ۾ مون هن کي آندو هو.

سوال_3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: هو محبتي ماڻهو هو. سنڌي قوم جو خادم هو هارين ۽ پورهيتن لاءِ تبديليءَ جو خواهشمند هو. اهو ساڳيو انقلاب پسند ڪندو هو جيڪو روس ۾ آيو هو. سندس افسانن ۾ قومي خدمت ۽ وطن سان محبت، غربت جو خاتمو ۽ سماج ۾ تبديلي آڻي، انهن عنصرن کي فنا ڪري، مساوات، اخوت ۽ آزاديءَ جو درس سمايل هوندو هو.

سوال_4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثر ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: هن جو جواب مٿي اچي چڪو آهي.

سوال_5: سنڌي ٻولي، ادب ۽ سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جو مجموعي اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: جيترو ٿيڻ کپندو هو اوترو ڪونہ رهيو. هن جا ڪتاب شهرن ۾ پڙهيا ويا، ٻيو هو سياست ۾ نہ هئڻ سبب گهڻو مشهور نہ ٿيو. هن وٽ

ڪڏهن به ياڙياڻپ جو لاڙو ڪونه هو. هو ڪڏهن به نه ڊنو بي باڪ لکندو رهيو. باقي اسان جي ملاقات منهنجي جيل ۾ رهڻ سبب گهٽ رهي. مجموعي اثر ماڻهو توري نٿو سگهجي، سندس افسانا بنيادي طور سماج مان غربت، جهالت ۽ غير برابريءَ جي خاتمي لاءِ لکيل هوندا هئا، هو انسانن جي برابريءَ ۽ آزاديءَ جو خيرخواهه هو. هن ڪڏهن به مهاجرن لاءِ گهٽ وڌ نه لکيو.

سوال-6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي هم عصر اديبن جي لکڻين جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب : سنڌي اديب هڪ ٻئي تي اثر انداز ٿيندا آهن. انهن جو اثر هڪ تي ڪٿي نه ڪٿي ضرور موجود رهي ٿو. نجم عباسيءَ تي به ترقي پسند اديبن جو اثر رهيو ڇو ته هو پاڻ به هڪ ترقي پسند ليکڪ هو ان ڪري ماڻهن کي وڻندو هو.

سوال-7: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪا به فني يا ذاتي معلومات، جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟

جواب: يار مست ماڻهو هو. هن ڪڏهن به ڪنهن سان چالاڪي نه ڪئي، اندر ۾ هو هڪ بهادر ۽ دلير انسان هو. اهو سياسي، رياستي جبر هجي يا سماجي ناانصافي، هن انهن کي محسوس ڪيو ۽ خود ڀوڳيو ۽ پنهنجي ڪهاڻين ۾ قلمبند ڪيو.

**پروانو ڀٽي:**

سوال-1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ اوهين ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب: نجم عباسي سنڌ جي پيڙهيل طبقي جي حقن لاءِ قلمي محاذ تي هڪ بهترين جرنيل هو.

سوال-2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي راءِ ڏيو؟

جواب: سماج جي ادراڪ ڪانپوءِ، فڪري طرح ڪميٽيڊ هئڻ جو هڪ عملي مثال هو.

سوال-3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: سنڌي ادب سدائين نجم عباسي جهڙن ليکڪن لاءِ واجهائيندو رهندو.

سوال_4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟
جواب: عام پڙهندڙ ڪي شعور مليو قومي سماجي مسئلن بابت. سو به سوڪي ۾ ججهي حساب ۾.
سوال_5: سنڌي ٻولي، ادب ۽ سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جو مجموعي اثر ڪيتري قدر رهيو؟
جواب: عام پڙهندڙن کي سادي ٻوليءَ ۾ ادب جي قومي ۽ سماجي ڪارج بابت ڄاڻ ملي.
سوال_6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي همعصر اديبن جي لکڻين جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟
جواب: همعصر ادب ۾ اشارن ڪناين جي مقابلي ۾ سادي ٻوليءَ ۾ واضح طور لکڻ جو فيصلو ڪيائين.
سوال_7: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪا به فني يا ذاتي معلومات، جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟
جواب: صرف هڪ دفعو سندس ڪلينڪ تي ويس، جتي سندس سادگي ۽ خلوص جي گهرائين جو اندازو ٿيو.

## تاج جويو:

سوال_1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ اوهان ڇا ٿا ڄاڻو؟
جواب: ڊاڪٽر بنيادي طور ڊاڪٽر هو. هو پنهنجي پيشي ۾ مڪمل فرض شناس رهيو. اڪثر اديبن ۽ غريب مريضن جو مفت علاج ڪندو هو. ان پنهنجي زندگيءَ جو وڏو حصو لکڻ ۾ صرف ڪيو هو ترقي پسند خيالن سان واسطو رکندڙ هو. مذهبي ۽ تصوراتي خيالن کي پسند نه ڪندو هو ۽ هن زندگيءَ جي آخري گهڙيءَ تائين قلم جو ساٿ نه ڇڏيو.
سوال_2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي ڄاڻ ڏيو؟
جواب: ڊاڪٽر بنيادي طور ترقي پسند خيالن جو حامي هو. ان جي سماجي شعور جي سطح تمام بلند هئي. هو سنڌي سماج کي ترقي پسند

سماج بنائڻ جو حامي هو. هو چاهيندو هو تہ سنڌ سيڪيولر روشن پسند خيالن تي هلي، دنيا اندر پنهنجو مقام حاصل ڪري.

سوال ـ 3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: سنڌي ادب کي ڊاڪٽر نجم عباسي ڪهاڻي، ناول، مضمون، ترجمن ۽ خطن ذريعي تمام گهڻو مواد ڏنو جيڪو نہ رڳو معياري هو پر سماج جي سڌاري ۽ قوم جي خود مختياري ۽ آزاديءَ لاءِ زندگيءَ گذارڻ جي مقصد هيٺ لکيل هو. جمر عباسي پنهنجي دؤر جو تمام وڏو ڪهاڻيڪار ناول نگار ليکڪ هو جن جي لکڻين جو اثر نئين نسل ۽ همعصرن ورتو.

سوال ـ 4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: جيئن مون مٿي بيان ڪيو آهي تہ نجم عباسي اهو ليکڪ هو جنهن جي ڪهاڻين، ناولن ۽ ترجمن سنڌي سماج سان واسطو رکندڙ نئين نسل ۽ همعصرن کي متاثر ڪيو نتيجي طور پير پرستي، وهم پرستي، ۽ ن ماڻهن جي چمچاگيري جهڙن نؤن اڙن کي نوجوانن رد ڪيو. ڏيپلائيءَ کانپوءِ نجم عباسي اهو مؤثر ليکڪ هو جيڪو سماج جي مختلف پرتن تي،پنهنجي لکڻين جي ذريعي سڌو سنئون اثر انداز ٿيو. هن پير پرستي، وهم پرستي ۽ بنياد پرستيءَ جي لاڙن کي ڏک هڻڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو ان ڪري هن جون لکڻيون سنڌي سماج تي سڌو سنئون اثر انداز ٿيون.

سوال ـ 5: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي هم عصر اديبن جي لکڻين جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: هر اديب پنهنجي دؤر جي همعصرن کان ضرور متاثر ٿيندو آهي. نجم عباسي محمد عثمان ڏيپلائي ۽ حاجي احمد ملاح جهڙن فرسوده روايتن جي خلاف لکندڙ اديبن کان متاثر هو. گڏو گڏ عالمي ادب ۾ سمرسيٽ ماهام، خاص ڪري خليل جبران ۽ ڪرشن چندر کان گهڻو متاثر هو پر ان جي باوجود سندس لکڻين جو اسلوب ۽ اسٽائيل سڌو سنئون ۽ ڪليو ڪلايو هو جنهن ۾ ان تي ڪنهن خاص

اديب جي ڇاپ هڻڻ مناسب نہ ٿيندو هن جو پنهنجو لکڻ جو منفرد ۽ ڪرو انداز هو.

سوال-6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪا بہ فني يا ذاتي معلومات، جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟

جواب: نجم عباسي سنڌ جي آجپي ۾ يقين رکندڙ هو ان ڪري هن وصيت ڪئي هئي تہ منهنجي قبر تي آزاديءَ جو ڏيئو ٻارجو ۽ اها بہ وصيت ڪئي هئائين تہ منهنجي تيجهي تي درودن بجاءِ شاهہ لطيف جي بيتن جو ورد ڪيو وڃي. جيڪي ٻئي ڳالهيون سندس منفرد سوچ جو اندازِ بيان ظاهر ڪن ٿيون.

**ولي رام ولڀ:**

سوال- 1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ اوهان ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب: منهنجي ان سان 1961ع ۾ ملاقات ٿي. هو تمام سنو ماڻهو هو. منهنجو گهر ان وقت ۾ رسالا روڊ تي هو جتي هن جي اسپتال هوندي هئي. هو ڳالهائيندو آهستي هو. سندس لهجو شگفتگيءَ اٿل هو. سندس گهرو زندگي طلاق جي سبب تمام گهٽي ڊسٽرب ۽ بلڪل بي رونق هئي. سندس ڌيءَ زالا ۽ منهنجي ڌيءَ ٻئي گڏ پڙهنديون هيون.

سوال-2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي ڄاڻ ڏيو؟

جواب: منهنجي راءِ موجب هو هڪ پڙهيل ماڻهو ۽ سماج ۾ انصاف ڏسڻ جو خواهان انسان هو. جيڪو سندس رچنائن مان ظاهر ٿئي ٿو. هو سوشلزم جي حوالي سان زندگيءَ کي بهتر بنائڻ جو خواهان هو.

سوال- 3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: فِڪشن ۾ جيڪو وڏو خال سنڌي هندن جي ورهاڱي بعد لڏ پلاڻ سبب پيدا ٿيو ان جو ڪنهن حد تائين نجم عباسي پورائو ڪيو. هو اٽڪ قسم جو ماڻهو هو جيڪو پنهنجي پروفيشن سان تمام گهڻو سچو هو. جنهن ڪي ائين چئي سگهجي ٿو تہ افسانوي ادب ۾ نجم عباسيءَ جو وڏو ڪردار رهيو.

سوال-4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: ادب جو اثر هوريان هوريان ٿيندو رهي ٿو. نجم عباسيءَ جي
ڪهاڻين جو اثر بہ سماج جي هوريان هوريان تبديليءَ طرف وڌندڙ
رهيو. انگريز آيا تڏهن ٽي ڏريون هيون، جن ٻوليءَ لاءِ پاڻ پتوڙيو.
نجم عباسي جيئن تہ خانواهڻ جو رهاڪو ۽ ساهتي علائقي جو
ماڻهو هو ان ڪري هن معياري (حيدرآبادي) لهجي کي پنهنجي فن ۽
فڪر جو حصو بنايو. ان حوالي سان سندن ٻولي پڪي هئي. ادب ۾
بہ اها ٻولي سماج ۾ ترقي پسند رجحانن جي حوالي سان مؤثر طور
نظر اچي.

سوال_5: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي هم عصر اديبن جي لکڻين جو اثر
ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: همعصرن اديبن جو تجزيو ڪجي تہ، ليکڪ برادريءَ جو هڪ ٻئي
جي لکڻين تي اثر ضرور ٿئي ٿو. پر بظاهر اهو غيرمحسوس انداز ۾
هوندو آهي.

**زيب سنڌي:**

سوال_1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ اوهان ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب: نجم عباسي پنهنجي شخصيت ۾ انتهائي نفيس، تڏو ڳالهائيندڙ
شريف انسان هو ۽ فطري طور قوم پرست ۽ وطن دوست ماڻهو هو.

سوال_2 : ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي ڄاڻ ڏيو؟

جواب: نجم عباسي جيترو بہ لکيو انهيءَ ۾ سنڌي سماج جو ڀرپور عڪس
موجود آهي، هو سنڌ ۽ سنڌي سماج جي حوالي سان انتهائي حساس
ليکڪ هو. هن روزمرهہ جي عام رواجي واقعن، جيڪي ٻين ليکڪن
جي نظر ۾ هڪ اخباري خبر کان وڌيڪ اهم نہ هوندا هئا، انهن کي بہ
اهميت ڏني، ۽ انهن ننڍڙن واقعن تي لکندي، هن پنهنجي سماجي
شعور جو ثبوت ڏيندي، پڙهندڙن جي ذهن کي تبديل ڪرڻ جي
ڪوشش ڪئي.

سوال_3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: انهيءَ حوالي سان تہ سنڌي ادب ۾ سندس تمام وڏو حصو آهي، جو
هن سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي سيني همعصرن کان وڌيڪ ڪهاڻيون

لکيون آهن. ساڳي ئي وقت هڪ ناول نگار ۽ سٺو مترجم به هو. سنڌ ۾ فڪشن جا گهٽ ليکڪ آهن، جن نجم عباسيءَ جيترو لکيو هجي.

سوال_4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: نجم عباسيءَ جي لکڻين بنا ڪنهن شڪ جي سنڌي سماج تي اثر ڇڏيا آهن، مان ذاتي طور تي ان ڳالهه جو گواهه آهيان ته، ايم. آر. ڊي تحريڪ جي دوران جدوجهد ڪندڙ سياسي پارٽيون، پنهنجي ڪارڪنن کي جدوجهد لاءِ تيار ڪرڻ خاطر، جيڪو ادب پڙهائينديون هيون، ان ۾ نجم عباسيءَ جا ڪجهه ڪتاب به شامل هوندا هئا. جيڪي انهن نوجوانن لاءِ اتساهه جو سبب بڻبا هئا، جن ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ قربانيون ڏنيون ۽ جيل ڪاٽيا. اهڙيءَ طرح نه فقط انهن نوجوانن جي ذهني تربيت ٿي، پر انهن نوجوانن وسيلي نجم عباسي ۽ ٻين اهڙن ليکڪن جي تحريرن، سنڌي سماج تي پنهنجا اثر ڇڏيا آهن.

سوال_5: سنڌي ٻولي، ادب ۽ سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جو مجموعي اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: هو صاف سٿري ۽ عام سمجهه ۾ ايندڙ ٻولي لکندو هو. هو ڪنهن به اهڙي لفظ کي استعمال ڪرڻ کان پرهيز ڪندو هو. جيڪو عام پڙهندڙن کي سمجهه ۾ نه اچي. ليکڪ جي ٻولي پڙهندڙن جي ذهن تي اثر انداز ٿيندي آهي، ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته نجم عباسي ڪنهن به طرح سان سنڌي ٻوليءَ جي بگاڙ جو سبب نه بڻيو.

سوال_6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي هم عصر اديبن جي لکڻين جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: منهنجي خيال ۾ نجم عباسيءَ تي ڪنهن به هم عصر ليکڪ جو اثر نه رهيو. هن جو هڪڙو پنهنجو سادو سودو ۽ عام فهم لکڻ جو انداز هو. هن تي ڪنهن به ليکڪ جي ڇاپ نظر نه ٿي اچي.

سوال_7: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪا به فني يا ذاتي معلومات جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟

جواب: مون نجم عباسيءَ جي ڪهاڻي ”ڇوڏو“ کي ساڳي نالي سان
پاڪستان ٽيليويزن لاءِ ڊراما ٽائيز ڪيو هو. 1987ع ۾ اهو ڊرامو ڏسي
نجم عباسي مون کي هڪ خط ۾ لکيو هو ته ”مون کي پنهنجي
ڪهاڻيءَ کي ڊرامائي انداز ۾ ڏسي بيحد خوشي محسوس ٿي، ۽ هڪ
نئين لذت جو احساس ٿيو ان ڪري جو مون زندگيءَ ۾ پهريون دفعو
پنهنجي ڪردارن کي هلندي ڦرندي ۽ ساهه کڻندي ڏٺو آهي.“ ڪجهه
عرصي کانپوءِ پاڪستان ٽيليويزن تان مون کي اهو ڊرامو اردوءَ لاءِ
ترجمو ڪرڻ لاءِ چيو ويو (ڇوڏو جيئن ته ناٽڪ رنگ ۾ هليو هو).
1989ع ۾ اهو ڊرامو اردوءَ ۾ ڊراما سيريل ”چار سُو“ ۾ ٽيلي ڪاسٽ
ٿيو جنهن ڏينهن اهو ڊرامو اردوءَ ۾ ٽيلي ڪاسٽ ٿيو ته مون نجم
عباسيءَ کي فون ڪري چيو ته ”اڄ پنهنجي ڪهاڻيءَ کي اردو ڊرامي
جي روپ ۾ به ڏسي وٺجو.“ تڏهن نجم عباسي کلي چيو هو ته ”بس يار
ڇڏ، اٿين سمجهه ته تو اها ڳالهه مونکي ٻڌائي ئي ڪانه هئي.“ مون کي
خبر ناهي ته پوءِ اهو ڊرامو هن ڏٺو يا نه. آخر ۾ اهو واقعو شيئر ڪرڻ
چاهيندس ته مون نجم عباسيءَ جي ڪتاب ”پٿر تي ليڪو“ جو ٻيو
ايڊيشن پنهنجي اداري سڳنڌ پبليڪيشن طرفان ڇپرايو هو
ڪتاب جي ڪجهه ڪاپين سان گڏ مون هڪ لفافو به نجم عباسيءَ
جي هٿ ۾ ڏنو هو ته هن پڇيو هو ته ”هن ۾ ڇا آهي؟“ مون وراڻيو هو
ته ”لفافي ۾ توهان جي ڪتاب جي رائلٽيءَ جا ڪجهه پئسا
آهن.“ تڏهن هن حيرت مان چيو هو ته ”اڳي ته ڪڏهن به مونکي
ڪنهن ڪتاب جا پئسا ناهن مليا!.“ مون چيو هو ته ”ساٿين سنڌيءَ ۾
به رائلٽيءَ جي روايت پوڻ گهرجي.“ تڏهن هن جي چهري تي هڪ
خوشگوار مرڪ پکڙجي ويئي.

## ٻوليءَ بابت پڇيل سوال

جواب: منهنجي خيال ۾ ٻوليءَ جو درجو ماءُ برابر آهي، ڪنهن به ٻوليءَ جي
لوليءَ ۾ ماءُ پنهنجي ٻار کي نفرت جو درس نٿي ڏيئي. ڪنهن به
ٻوليءَ جا سمورا ڳالهائيندڙ خراب ناهن هوندا پر ڪنهن ٻوليءَ جا

ڪجھ ماڻھو خراب ٿي سگھن ٿا. ان ڪري لساني بنياد تي ڪنھن
بہ تعصب جو مان قائل نہ آهيان.

**بدر سومرو:**

سوال_1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت راءِ ڏيو؟
جواب: ڊاڪٽر صاحب سان پن ملاقاتن ۾ مون محسوس ڪيو تہ، پاڻ ترقي
پسندانہ شعور رکندڙ هو.
سوال_2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪابہ فني يا ذاتي معلومات،
جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟
جواب: آءٌ سندس تلخ ذاتي زندگيءَ جي باري ۾ ڪافي ڪجھ ڄاڻان ٿو پر
ان جو تذڪرو ڪرڻ مناسب نہ ٿو سمجهان. سندس ننيڙي نياڻي
اسان جي ڳوٺ ۾ پرڻيل آهي.

**يوسف سنڌي:**

سوال_1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ اوهان ڇا ٿا ڄاڻو؟
جواب: اول تہ منهنجي ان سان ڏاڍي ويجهڙائپ رهي. سندس گهڻو لاڳاپو
علم ادب سان هو. ذاتي زندگيءَ ۾ بلڪل سادو هو. هو پروگريسو
ليکڪ هو. هن جيڪو ڪجھ لکيو ان تي عمل پڻ ڪيو.
سوال_2 : ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي ڄاڻ ڏيو؟
جواب: هن جو سماجي شعور تمام بلند هو. هن پنهنجي ڪم جي حوالي
سان جيڪي ڪجھ لکيو ان تي عمل پڻ ڪيو لکڻ جي حوالي
سان هن سماج جي اوڻاين کي نہ صرف واڪو ڪيو پر عملي
زندگيءَ ۾ بہ ان تي ڪاربند رهيو. هو پنهنجي ذات ۾ ايماندار هو. هن
جو گهڻو واسطو قوم پرست ترقي پسند ليکڪن سان هو ان ڪري
قوم پرستيءَ جو سندس لکڻن ۾ پڻ کليو اظهار ٿيندو نظر اچي ٿو.
سوال_3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟
جواب: سنڌي ادب ۾ نجم عباسي ابتدائي ليکڪ هو. هن پنهنجي فن جي
شروعات ورهاڱي کان پهرين ڪئي. هو بنيادي طور سنڌيت پسند
ليکڪ هو ۽ جن بہ سندس ڪهاڻيون پڙهيون ۽ سمجهيون، اهي بہ

اڳتي هلي سڻن ترقي پسند ليکڪن ۾ شمار ٿيا. نجم عباسيءَ جا ڪتاب ماڻهن ۾ تمام گهڻو پسند ڪيا ويندا هئا، جن ۾ ڪهاڻين سان گڏ، ناول ۽ ترجمن جا ڪتاب پڻ شامل آهن. ان ڪري اهو چوڻ بلڪل وڌاءُ نہ ٿيندو تہ سنڌي ادب ۾ سندس ڀرپور ڪردار رهيو ۽ سندس ڪيترائي پيروڪار بڻيا، جيئن انور پيرزادو، يوسف سنڌي، پرويز علي وغيره. سندس ويهہ کن ڪتاب ڇپيا. ٻي جيڪا ڳالهہ جنهن هن کي مقبول عام بنايو. اها هيءَ هئي تہ هو هر عام خاص ماڻهن جي خطن جا جواب ضرور لکندو هو. هن ڪيترن ئي ليکڪن جي ذهني تربيت ڪئي. هو بنيادي طور پرائمري سطح تي تربيت ڪرڻ وارو ليکڪ هو.

سوال-4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: سنڌي سماج جي لکيل پڙهيل طبقي تي اهي اثرات پيا، جو هنن وهم پرستي، مذهبي ڪٽرپڻي کي رد ڪري ڇڏيو. انڪري اهو چئي سگهجي ٿو تہ معاشري ۾ لازمي تبديليون ظاهر ٿيون. ان سان گڏ هن سماج وادي ڪهاڻيون بہ لکيون ۽ سنڌ ۾ جيڪا بہ قومي ۽ سماجي جاڳرتا آئي، ان ۾ سياسي سطح تي سائين جي ايم سيد ۽ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻن جو ڀرپور ڪردار رهيو. هو نيشنلسٽ ليکڪ هو پر شائونسٽ نہ هو.

سوال-5: سنڌي ٻولي، ادب ۽ سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جو مجموعي اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو اثر هم عصرن تي گهٽ رهيو پر نئين ٽهيءَ تي گهڻو رهيو. ڪيترائي نوان ليکڪ سندس ڪهاڻيون پڙهي ادب جي ميدان تي نروار ٿيا، جيئن تاج جويو انور بلوچ، يوسف سنڌي، سليم چنا ۽ طارق قريشي وغيره. هن مستقبل جي پس منظر ۾ پڻ ڪهاڻيون لکيون، جيڪي اميد پرستيءَ کي ظاهر ڪن ٿيون.

سوال-6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪا بہ فني يا ذاتي معلومات، جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟

جواب: هن جي لکڻين ۾ عورت جي آزاديءَ جو پرچار گهڻو نظر اچي ٿو جنهن جو عملي ثبوت هن جي پنهنجي زندگيءَ ۾ پڻ موجود آهي. ان کان علاوه هو سياست ۾ هٿياربند جدوجهد جو قائل هو پر ذاتي زندگيءَ ۾ هو عدم تشدد جو قائل نظر اچي ٿو. ان جو سبب اهو آهي تہ رياست جي خلاف جدوجهد ۾ ڪجھ اهڙا قدم کڻڻا پون ٿا.

پوليٖ بابت پڇيل سوال:

جواب: پوليءَ جي استحصالي روپ کي هو پسند نٿو ڪري، هن پنهنجي ڪهاڻين ذريعي مهاجر ۽ اردوءَ جي ڪردار کي واڪو ڪيو هيءَ ان دؤر جي سياسي حالتن جو ري ايڪشن هو.

**ڊاڪٽر نور افروز خواجہ:**

سوال_1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ اوهين ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب : ڊاڪٽر نجم عباسيءَ ايم. بي. بي. ايس ڊاڪٽر هو هن کي سنڌي ادب سان تمام وڏو لڳاءُ هو. هو پنهنجي ڪلينڪ هلائڻ سان گڏ مختلف موضوعن تي لکندو رهندو هو. هو هڪ وڏو افسانہ نگار ۽ ناول نويس ٿي گذريو آهي، پاڻ ڪيترائي ڪتاب لکيائين، سندس 30 کن ڪتاب هينئر تائين ڇپجي چڪا آهن. هو هڪ حساس طبيعت رکندڙ اديب هو. هن پنهنجي قوم ۽ پنهنجي سنڌي ماڻهن جي ڏکن ۽ سورن جو علاج قلم ذريعي ڪيو ٿي.

سوال 2 : ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي ڄاڻ ڏيو؟

جواب : ڊاڪٽر نجم عباسي ترقي پسند اديبن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هن جي اندر ۾ قومي احساس ۽ قومي جذبو ۽ سياسي سجاڳي پيدا ڪرڻ جو جذبو موجود هو. سندس ڪاوشن سان سنڌ جي عوام ۾ سياسي سجاڳي، سماجي سجاڳي ۽ نظرياتي شعور پيدا ٿيو.

سوال 3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: ڊاڪٽر نجم عباسي سنڌي ادب ۾ ڪهاڻيون ۽ ناول لکيا آهن.

سوال 4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب : سندس ڪهاڻين توڙي ناولن جا موضوع پيار محبت، نفرت، حسد، ساڙ سماجي اڻ برابري، جاگيرداري نظام سرمائيداري نظام وڏيرا شاهي، سماجي برايون، قومي جاڳرتا، غير طبقاتي سماج جي خوشحالي ۽ گنل پيٺل ۽ ٻُرين ريتن ۽ رسمن لاءِ نفرت شامل آهي.

سوال 5 : سنڌي ٻولي ۽ سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جو مجموعي اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: نجم عباسي سماجي براين سان گڏ سياسي انقلاب، قومي جاڳرتا ۽ غير طبقاتي سماج پيدا ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪئي. سندس لکڻين جو مقصد فرسوده سماج ۾ تبديلي آڻڻ ۽ سماج ۾ انقلاب آڻڻ هو. هن سنڌي ادب ۾ خاص طور تي سنڌيت جي جذبي جي اپٽار ڪئي.

سوال-6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪابه فني يا ذاتي معلومات جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟

جواب: سندس ڪهاڻي ۽ ناولن جا موضوع حقيقت تي ٻڌل آهن. جيڪي گهڻو تلخ ۽ گهرا نظر اچن ٿا. هو ڪردارن جي شخصي تجربي بدران اجتماعي احساس، ۽ مشاهدن کي پيش ڪري ٿو. هو هڪ حقيقت نگار هو ۽ معاشري جي براين تي نگاهه رکندڙ هو. زندگيءَ جي مختلف رخن کي ظاهر ڪندڙ هو. هن سنڌ جي طبقاتي نظام خلاف به جدوجهد ڪئي. سندس لکڻين ۾ فرد سان ٿيندڙ ظلم جو داستان بيان ڪيل آهي. انهي ڪري هن سنڌ جي شاگرد، هاري، ناري، مزدور، ڪلارڪ جي سک ڏک تڪليف، ڏاڍ، ظلم، ڪاميابي، ناڪامي، محروميون، مسرتون، پيار محبت، نفرت، ڌڪار، پير پرستي، قبر پرستي، ۽ ٻين معاشري جي اوڻاين کي پيش ڪيو.

### ڊاڪٽر انور فگار هَڪڙو:

سوال-1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ اوهان ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب: جيڪي ڪجهه ڄاتم سو ٻڌايم.

سوال-2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي راءِ ڏيو؟

جواب: نجم عباسيءَ جي لکڻين جي اڀياس مان خبر پوي ٿي ته، هو هڪ ليکڪ جي حيثيت سان گهڻ طرفي مشاهدي جو مالڪ هو. اهڙي

مشاهدي ۾ هڪ پهلو سماجي مشاهدي جو بہ اچي وڃي ٿو. هو سماج جو مشاهدو حاصل ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي نقطہ نظر سان، ان متعلق سوچي ٿو ۽ رد عمل ٿو ڪري، جنهن کي اسان ادب ۽ آرٽ ۾ نجم عباسيءَ جو سماجي شعور ۽ ان جو ردعمل چئي سگهون ٿا. اهو انفراديت کان اڳتي وڌي اجتماعيت تائين ٿو رسي.

سوال-3: سنڌي ادب ۾ نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: نجم عباسي اسان جي ادب جي تاريخ ۾ فڪشن رائيٽر جي حيثيت سان معروف آهي. ڳالهہ اها آهي تہ اسان وٽ ادبي تاريخ جي جيڪا ترتيب ٿي آهي، تنهن ۾ رڳو نالن جو اندراج ۽ ان شخصيت جي ڪتابن جي داخلا رکي ويئي آهي، جنهن کي هڪ عام رڪارڊ ٿي چئي سگهجي ٿو. باقي ادبي تاريخ جي ترتيب شعور جي تاريخ جي نقطہ نگاهہ کان اجا ڪونہ ٿي آهي. ڪي تحقيقي مقالا ان صنف ۾ اچي سگهن ٿا، جن ۾ نجم عباسيءَ جي مقام جو تعين ڪيو ويو آهي، جن کي مد نظر رکي چئي سگهجي ٿو تہ هو قومي سطح جو ليکڪ هو. سندس دل ۾ جو درد موجود هو سو پنهنجي قوم جي سورن کي ڏسي سرجي پيو هو ان احساس جو روپ اختيار ڪري ادب ۾ جيڪو اظهار ورتو سو نجم جو منفرد مقام آهي.

سوال-4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر هئا؟

جواب: نجم عباسي هن سموري سماج ۾ پنهنجي انداز سان سوچڻ وارو اڪيلو ماڻهو هو جو انفراديت کان هٽي اجتماعيت جي سوچ رکڻ وارو هو ۽ ان ئي پاڻ تي هلندو رهيو باقي جيستائين نجم جي لکڻين جي سماجي ڪارج جو سوال آهي، ان ڏِس ۾ هُن شيخ اياز جمال ابڙو امر جليل ۽ نسيم کرل جي لکڻين وانگر سماج تي وار ڪونہ ڪيو جنهن کي اسان زوراڻو سماجي ڪارج چئون ٿا. ها! البت نجم عباسيءَ جو اثر نوجوانن تي ضرور پيو.

سوال-5: سنڌي ٻولي ۽ سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: هن سوال جو جواب مٿي اچي چڪو آهي.

سوال-6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي همعصر اديبن جي لکڻين جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو دؤر سياسي لحاظ کان ورهاڱي کان پوءِ جو دؤر آهي ۽ ادبي لحاظ کان اهو ترقي پسند تحريڪ جو دؤر چئي سگهبو. ان دؤر ۾ شيخ اياز، جمال ابڙو، آغا سليم، ثميرا زرين، مهتاب محبوب، نسيم کرل، طارق اشرف، رسول بخش پليجو، شوڪت شورو ۽ رشيده حجاب وغيره اچي وڃن ٿا.

سوال-7: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ فني يا ذاتي معلومات، جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟

جواب: اهڙي ڪا به نه.

**شمس الدين عرساڻي:**

سوال-1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ اوهان ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب: نجم عباسي ساهتي پرڳڻي جو جيڪو معياري (حيدرآبادي)، لهجو هو ان ۾ معياري ادب جي توسط سان سڃاتو وڃي ٿو ساهتي پرڳڻي ۾ خانواهڻ خاص اهميت جو حامل ڳوٺ رهيو هن پنهنجي دؤر ۾ سنڌي ادب کي نمائندا اديب ڏنا، جن جي ڪري هن پرڳڻي تاريخ ۾ ڪافي جاءِ پيدا ڪئي، نجم عباسيءَ ۾ اها عجيب ڳالهه آهي ته پيشي جي لحاظ کان هڪ ڊاڪٽر هو ۽ سرڪاري ملازمت سان هن پنهنجي زندگيءَ جي ابتدا ڪئي، ۽ سنڌ جي مختلف اسپتالن ۾ ڊاڪٽر ٿي رهيو پوءِ ڪجهه سالن بعد سرڪاري نوڪري ڇڏي، حيدرآباد ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائين.

سوال-2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي جاچ ڏيو؟

جواب: هن معاشري جو گهرو مطالعو ڪيو هو جنهن ۾ مرد ۽ عورت درميان معاشرتي ۽ نفسياتي فرق، ۽ خصوصاً سماجي ۽ تهذيبي ويڇن جو خاص طور مخالف هو. هن انهن حقيقي موضوعن جو مطالعو ڪري پنهنجون ڪيتريون ئي ڪهاڻيون لکيون، جيڪي سندس ان حقيقت پسنديءَ سبب پڙهندڙن کي پرڪشش لڳنديون هيون، پر سماج جي ٺيڪيدارن کي سندس سچائيءَ تي مبني اهي ڳالهيون

تلخ لڳنديون هيون، ان ڪري هو وقت بہ وقت مختلف بهتانن ۽ الزامن جو شڪار پڻ رهيو. هو پنهنجي نظرين ۽ عقيدن سان اهڙو سچو هئڻ سبب عزيزن ۽ رشتيدار کان پڻ پري رهجي ويو.

معاشري جي انهن ڪڙين گولين، ۽ ويتر جو وري آخري عمر ۾ بيماري هن کي وڪوڙيو تہ هو بلڪل ئي اڪيلو رهجي ويو تاهم هو مسلسل حقائق تي مبني ڪهاڻيون لکندو رهيو. سندس بهترين ڪهاڻين ۾ "چوڏو" اعليٰ درجي جي ڪهاڻي آهي، هن ڪهاڻيءَ ۾ هن ڪوڙن عقيدن تي ڀرپور جهل ڪئي آهي.

سوال ـ3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: هن ذات پات جا ويڇا وساري قومي شعور کي سامهون رکي ڪهاڻيون لکيون. هو غير طبقاتي فڪر جو ترجمان هو. ڏيپلائيءَ جو سچو شاگرد هو. هن مرشدن تي جيڪي چٽرون ڪيون، هن پڻ انهن موضوعن کي ڪهاڻيءَ ڪيتر ۾ اڳتي وڌايو.

سوال ـ4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثرات ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: سنڌي سماج تي ان جو اثر اهو ٿيو جو نوان لکندڙ سنڌ قوميت جي ان فڪر کي اپنائڻ لڳا. نجم عباسي حيدر بخش جتوئي ۽ سائين جي ايم سيّد کان گهڻو متاثر هو ان ڪري سندس ڪهاڻين جا ججها موضوع قوم پرستي ۽ وطن دوستيءَ تي مبني آهن. ان کان علاوه هن جون ڪهاڻيون ان دؤر جي سياسي ۽ سماجي حالتن جو چٽو عڪس پيش ڪن ٿيون. نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين ۾ اشاراتي ۽ علامتي ڪردار گهٽ نظر ايندا، پر ان جي برعڪس سندس ڪهاڻيون سنڌي سماج جو سڌو سنئون عڪس پيش ڪندي نظر اچن ٿيون.

سوال ـ5: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪا بہ فني يا ذاتي معلومات، جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟

جواب: هو پنهنجي دؤر جو سچو ۽ ايماندار ماڻهو هو جيڪو سچ پسند ڪندو هو ان جو برملا اظهار پنهنجي فن ذريعي ڪندو هو. هي معاشي فڪر جي لحاظ کان ڪارل مارڪس جو پيروڪار ۽

سيڪس رليشنشپ ۾ فرائيڊ جي فڪر کان متاثر هو. بنيادي طور هو سائنٽيفڪ حقيقت جو پرچاري هو.

**سليم چنا:**

سوال-1: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي زندگيءَ جي باري ۾ اوهان ڇا ٿا ڄاڻو؟

جواب : خانواهڻ ۾ ڄائو ڪراچيءَ مان ڊاڪٽري پاس ڪري ڪجهه سال سرڪاري نوڪري، پوءِ حيدرآباد جي گاڏي کاتي جي علائقي ۾ پنهنجي ڪلينڪ کولي هلايائين. ڪيس هڪ پٽ ٻه نياڻيون ٿيون. پنهنجي زال سان گهڻو وقت نباءُ ٿي نه سگهيس، تنهن ڪري هن جي طلاق ٿي ويئي. ڊاڪٽر نجم عباسي خاموش طبيعت رکندڙ هو. آخر ۾ مٿس فالج جو حملو ٿيو هو.

سوال-2: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي سماجي شعور بابت پنهنجي راءِ ڏيو؟

جواب: سندس سماجي شعور تمام تيز هو هڪ ته سندس مطالعو وسيع هو ٻيو ڊاڪٽر هجڻ سبب ڪيترين ئي سماجي حالتن جو آزمودو رکندو هو.

سوال-3: سنڌي ادب ۾ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جو ڪيترو حصو آهي؟

جواب: ڊاڪٽر صاحب پنهنجي حياتيءَ ۾ تمام گهڻو پڙهيو ويندڙ ليکڪ هو خاص طور تي نوجوان ۽ قوم پرست سندس لکڻين کي گهڻو پسند ڪندا هئا. پاڻ سنڌي ادب ۾ تمام گهڻيون ڪهاڻيون لکندڙ ليکڪ طور به مشهور ٿيا. سندس ناول نگاريءَ کي به سنڌي ادب ۾ خاص جڳهه آهي.

سوال-4: سنڌي سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جا اثر ڪيتري قدر رهيا؟

جواب: سنڌ ۾ اجاين رسمن، وهمن، وسوسن جي خلاف ڊاڪٽر صاحب ڀرپور نموني لکيو. ڊاڪٽر صاحب هر ڳالهه کي سائنس جي اصولن تحت ڏسندو هو. سندس لکڻين سنڌ ۾ هڪ قومي شعور ۽ جاڳرتا پيدا ڪئي. سندس لکڻين عام ماڻهن کي متاثر ڪيو.

سوال-5: سنڌي ٻولي، ادب ۽ سماج تي ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي لکڻين جو مجموعي اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: ڊاڪٽر صاحب عام فهم سنڌي ٻولي لکي آهي، جنهن کي ٻهراڙي توڙي شهري ماڻهو آسانيءَ سان پڙهي سگهي ٿو. پاڻ مسلسل ڪهاڻيون لکندڙ اهڙا اديب هئا، جنهن کي هر دؤر ۾ پسند ڪيو ويو. سندس 'ڇوڏو' ڪهاڻيءَ کي پي - ٽي - وي وارن ڊرامي ۾ تبديل ڪري هلايو هو. هن سنڌي ادب کي پنهنجو مخصوص اسٽائيل ڏنو سادا سلوڻا لفظ ڏنا ۽ سماج کي پنهنجي لکڻين وسيلي اڳوات آگاهه ڪيو ته ايندڙ سماجي خطرا ڪهڙا آهن.

سوال-6: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ تي همعصر اديبن جو اثر ڪيتري قدر رهيو؟

جواب: ڊاڪٽر صاحب وٽ پنهنجو الڳ انداز هو هن پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي جي آڌار تي جيڪي ڪجهه به لکيو سو سندس ئي اثر هو. هن پنهنجا سياسي نظريا ٻين ليکڪن وانگر رومال ۾ ويڙهي پيش ڪو نه ڪيا، پر بنا ڊپ ڊاءَ جي هن جيڪو به محسوس ڪيو اهو ئي ڪهاڻين ۽ لکڻين وسيلي قوم کي ڏنو.

سوال-7: ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي باري ۾ ڪا به فني يا ذاتي معلومات جيڪا اوهان ڏيڻ مناسب سمجهو؟

جواب: ڊاڪٽر نجم عباسي نه صرف هڪ سچو مخلص ميڊيڪل ڊاڪٽر هو پر ان سان گڏو گڏ هو انساني سماج جي بيمار، فرسوده، ناڪاره ۽ جاهلاڻا اثرن کي فنا ڪرڻ جو به ڊاڪٽرهو جيڪو فرض هن ايمانداريءَ سان نڀايو.

## نجم عباسيءَ جي ڌيءَ غزاله کان نجم عباسيءَ جي باري ٿيندڙ ڳالهه ٻولهه:

سوال-1: نجم عباسيءَ جي ابتدائي زندگيءَ بابت ڪجهه ٻڌايو؟

جواب: بابا خانواهڻ ۾ هڪ پرائمري استاد جي گهر ۾ ڄاوا، ۽ پاڻ پنهنجي ابتدائي زندگيءَ ۾ خواجه صاحب کان گهڻو متاثر هوندا هئا، ڏاڏي ٻڌائيندي هئي ته پاڻ ننڍي هوندي کان ئي خاموش طبيعت جا مالڪ هئا.

سوال-2: لکڻ سندن شوق هيو يا مقصد؟

جواب: بابا جو لکڻ سان عشق هيو. پاڻ چوندا هئا تہ جيڪڏهن مونکي توهان جون ذميواريون نہ هجن تہ مان سڄي ڄمار لکڻ جي حوالي ڪري ڇڏيان.

سوال-3: نجم عباسيءَ جي لکڻين ۾ سندس مامي واري ڪردار جي حقيقت ڇا آهي؟

جواب: مامي جي سخت مذهبي پاليسين بابا کي گهڻي ڀاڱي مذهبي معاملن کان منڪر ڪري ڇڏيو جڏهن تہ چاچا مرتضيٰ مامي جي پاڇي هيٺ روايتي ملان بنجي ويو. ايتري قدر جو سندس گهر واري يعني اسان جي چاچي بابا کان بہ پردو ڪندي هئي.

سوال-4: سندس شاديءَ جي ناڪاميءَ جا سبب توهان جي نظر ۾ ڪهڙا هئا؟

جواب: بابا ان موضوع تي ڪڏهن بہ ڪونہ ڳالهايو اسان اڃا ننڍا هئاسين، ان ڪري اصل سببن کان واقف نہ ٿياسون.

سوال-5: طلاق کان پوءِ هن (نجم عباسي) ٻي شاديءَ لاءِ سوچيو؟

جواب: نہ، ڪڏهن بہ نہ! ڏاڏي جڏهن بہ کين ٻي شاديءَ لاءِ چوندي هئي تہ بابا جو هڪڙو ئي جواب هوندو هو تہ امان توهان کي جيترا ڏينهن هتي رهڻو آهي، ڀلي رهو پر آئيندا اها ڳالهہ مون سان نہ ڪجو.

سوال-6: نجم عباسي ڪهڙن ڪهڙن شهرن ۾ نوڪري ڪئي؟

جواب: تفصيل سان تہ ياد ڪونہ ٿو پوي، باقي بابا راڻي پور، ڪراچي، نوابشاهہ ۽ حيدرآباد ۾ نوڪري تي رهيا.

سوال-7: بحيثيت فرد جي نجم عباسي ڪهڙي طبيعت جا مالڪ هئا؟

جواب: بابا حساس طبيعت جا مالڪ هئا، ڪنهن بہ الميي کي ٻڌڻ سان اکيون پاڻيءَ سان پرجي ويندڙيون هئن.

سوال-8: اولاد جي تربيت هن ڪهڙي طرح ڪئي ۽ ان معاملي ۾ سندس رويا ڪهڙي قسم جا هئا؟

جواب: بابا اسان جي پرورش هميشہ محبت ۽ شفقت سان ڪئي، بابا ٻارن جي مار جي خلاف هئا. مونکي غزالہ ڪري ڪوٺيندا هئا، جڏهن تہ گهر جا ٻيا سڀ ڀاتي 'پنڪي' چوندا هئا. بابا کي اهو نالو پسند نہ هو.

بابا کي هميشه اهو ڏک رهيو ته هو پنهنجي ٻارن کي نج سنڌي پڙهائي نه سکيهيو ڇاڪاڻ ته ان وقت حيدرآباد ۾ جيڪي پرائيويٽ اسڪول هلندا هئا، انهن ۾ نالي ماتر سنڌي پڙهائي ويندي هئي، ان ڪري اسان اهڙي عاليشان ٻوليءَ کان ننڍي هوندي کان ئي محروم رهياسين. امان جيئن ته اسان کي ننڍي هوندي ئي ڇڏي هلي ويئي هئي، ان ڪري بابا اسان جو پيٽو خيال رکندو هو. اسان جي پرورش لاءِ بابا اسان جي چاچي گهرائي هئي، جيڪا بابا جي غير موجودگيءَ ۾ اسان ٽن گهر جو خيال رکندي هئي. بابا اسان کي فردوس ڪلاٿ تان شاپنگ ڪرائيندو هو. بابا وقت جو ايڏو ته پابند هو جو پورا اٺ وڄندي گهران نڪرندو هو نه هڪ منٽ اڳتي نه وري پوئتي. اسان جي پاڙي واري چوندي هئي ته مان صبح جو روز گهڙيال جي ٽائيم تي نه، پر ڊاڪٽر صاحب جي وڃڻ سان گاڏيءَ جي آواز تي اٿندي آهيان، ته اٺ ٿي ويا آهن.

سوال_9: سندن آخري لفظ جيڪي توهان کان نه وسريا هجن، اهي ڪهڙا هئا؟

جواب: (غزاله جون اکيون پاڻيءَ سان پرجي ويون) اسان جي امان بيمار هئي، مان صبح جو ان جي عيادت لاءِ وڃي رهي هئس ته بابا جا اهي آخري لفظ جيڪي بابا مونکي چيا سي هي هئا ته، "امان پنهنجي ماءُ کان منهنجي پاران به پڇجانءِ!"

سوال_10: چوڪرين جي حقن جي باري ۾ سندن ڪهاڻين جو دائرو وسيع هو پر ڇا عملي زندگيءَ ۾ به هن ان حقن جي پورائي ڪئي؟

جواب: ها، بلڪل! وراثت ۾ بابا پٽ جي برعڪس ڌيئرن کي جائداد ۾ وڏيڪ حصو ڏنو. بابا اولاد جي پنهنجي پسند جو قائل هو جنهن ڪري اسان سڀني جي شاديءَ ۾ پڻ اسان جي ذاتي راءِ کي شامل رکيائون، ان کان علاوه بابا منهنجي ننڍي ڀيڻ 'ڪونج' جي نالي سان خانواهڻ جهڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾، 'ڪونج مارڪيٽ' کولي ڳوٺاڻي ماحول ۾ انقلابي قدم کنيو.

سوال_11: نجم پنهنجي ڪهاڻين ۾ لطيف آباد واري گهر جو مهاجرن هٿان ڦرجڻ جو ذڪر ڪيو ان جا اصل سبب ڪهڙا هئا؟

جواب: اول تہ مان توهان کي ٻڌايان تہ بابا انهن کي مهاجر نہ پر 'پناهگير' چوندا. هئا. مونکي ياد آهي تہ ڪجھہ غنڊا گهر اندر گهڙي آيا هئا. هو قلعي واري واقعي جو بدلو سنڌين کان وٺڻ چاهين پيا.

سوال-12: آخر ۾ اهو ٻڌايو تہ سنڌن پسنديده کاڌو ڪهڙو هو؟

جواب: بابا جو پسنديده کاڌو انب هئا. جيڪي پاڻ شگر پيشنٽ هوندي بہ گهڻا کائيندا هئا. ۽ بعد ۾ گوري کائي ڇڏيندا هئا.

ضميمو_2

# نجم عباسيءَ جون چوندَ ڪهاڻيون

## چوڏو:

ڳوٺ جي ويجهو پهچي چڪو هوس. سج پهاڙن پٺيان غائب ٿي ويو هو. مان ٿڪل ٽٽل، مٽي تي ڪتابن جي بُجڪي، ڪانئچ جا ور مٽي ڪنيل، جُتي ۾ گوڏن تائين ڄنگهون ڏڏڙ سان ڀريل. گهر جلدي پهچڻ لاءِ تڪڙا تڪڙا قدم ڀريندو ٿي آيس. اوچتو ياد اچي ويم ته پوڙهيءَ عارب ماءُ جي شيءِ اڄ به مون کان آڻڻ وسري ويئي آهي. ڏاڍو ارمان ٿيم. ارمان ان ڪري ٿيم جو هن وٽان چڱي چوکي خرچي ملڻي هئي.

پوڙهيءَ عارب ماءُ کي ٻن ـ اڍائي هفتن کان ٽيئڙ تپ ٿي آيو. ڳوٺ جي حڪيم کان ٻه ـ چار دفعا ڦڪيون ورتيون هٿائين، پر فرق ڪونه پيو هو. ڪالهه جنهن وقت مان اسڪول ڏانهن وڃڻ لاءِ سنيري رهيو هوس، ان وقت هوءَ آئي ۽ مون کي چيائين ته "پٽڙا! منهنجي واسطي پير سائين سباجهي جن جي ڪنڊيءَ جو چوڏو آڻجان، هونءَ ته تپ ڇڏيندم ئي ڪونه!"

پوڙهي تپ جي ڪري ڳري ڪنڊا ٿي ويئي هئي. رنگ پيلو پئجي ويو هوس ۽ اکيون ڏرا ڏيئي ويون هيس. ڳالهائيندي ڳالهائيندي به سهڪي پئي. مون هن سان انجام ڪيو ته ضرور آڻيندس. پر اسڪول کان موٽڻ وقت اها ڳالهه ئي وسري ويم. تنهن ڪري اڄ صبح جو وري اچي ڏاڍيون آزيون نيزاريون ڪيائين، ۽ لالچ به ڏنائين ته جي چوڏو آڻيندين ته تمام گهڻي خرچي ڏيندي ڏيندي سانءِ. هڪ آنو ته اڳواٽ ئي ڏيئي ڇڏيائين. هيتريءَ تاڪيد جو سبب اهو به هو جو ٻئي ڏينهن تي پوڙهيءَ جي تپ جو وارو هو ۽ هن چاهيو ٿي ته چوڏو اڄ ئي ٻانهن ۾ ٻڌي، جيئن سڀاڻي ان بخار جي بلا کان بچي وڃي.

اسان جي ڳوٺ جا رهاڪو پير سپاجهي جي ڪنڌيءَ جو ڇوڏو اڪثر ڪري استعمال ڪندا رهندا هئا. هر بيماريءَ جو ان کي هِڪتِڪ علاج سمجهيو ويندو هو. جڏهن ڪا دوا اثر نه ڪندي هئي، تڏهن ماڻهو اُن ڪنڌيءَ جو ڇوڏو ڳاڙهي اڳڙيءَ ۾ ويڙهي، تعويذ وانگر ٻانهن ۾ ٻڌندا هئا. ڪي ته دوا اصل ڪندا ئي ڪونه هئا، ۽ بيمار ٿيڻ شرط اهو ڇوڏو ٻڌندا هئا.

ان ڇوڏي جي شفا ملڪان ملڪ مشهور هئي. چوندا هئا ته ڪيترائي لاعلاج مريض به ڇوڏي جي ڪرامت سان صحتمند ٿي ويا. ماڻهن جو ان ۾ ڏاڍو ويساهه هو. قصو ته مشهور ائين آهي ته هڪ لڱا پير سپاجهي ان ڪنڌيءَ جي وڻ هيٺان اچي منزل ڪئي هئي، ۽ اتي ئي هڪ انڌي کي ڪرامت سان سڄو ڪيو هئائين. ان کان پوءِ ئي ان وڻ کي اهو شرف حاصل ٿيو هو. جنهن وقت جي مان ڳالهه ڪري رهيو آهيان، ان وقت ان ڪنڌيءَ جي وڻ جي ڇوڏاري لوڙهو ڏنل هو. ڪي عقيدتمند اچي وڻ هيٺان ٻهاري ڏيئي صفائي ڪري ويندا هئا. وڻ جي ٽارين ۽ ڏارن ۾ ڪيترين ئي ڳاڙهي رنگ جون اڳڙيون ٻڌل هيون.

پير سپاجهي واري ڪنڌي اسڪول واري ڳوٺ ڏانهن ويندڙ پيچري تي هئي. جيئن ته مان روزانو ان رستي تان ايندو ويندو هوس، ان ڪري اوڙي پاڙي جا ضرورتمند مون کي ڇوڏو آڻڻ لاءِ چوندا هئا. جڏهن مان سندن اهو ڪم ڪري ايندو هوس، تڏهن هو مون کي ٽَڪو- آنو خرچي ڏيندا هئا. ٻئي ڏينهن به مائيءَ عاربَ ماءُ لاءِ ڇوڏو آڻڻ وسري ويو هوم. هاڻي هن کي ڪهڙو منهن ڏيکاريندس! هوءَ منهنجي اچڻ لاءِ اکيون وڇهيو ويٺي هوندي. ڪيترو نه نااميد ٿيندي، ۽ مان پاڻ به ته انعام کان محروم رهجي ويندس! هيئنر ڪوهه پنڌ ڪري پوئتي وڃڻ به مون لاءِ مشڪل هو.

مان هڪ هنڌ بيهي رهيو هوس ۽ دماغ ۾ اهي ئي ڳالهيون پئي آيون ويون. اتي ئي منهنجي ذهن ۾ هڪ نئون خيال اڀريو. ان خيال اچڻ ڪري مون اطمينان جو ساهه کنيو ۽ خودبخود مرڪڻ لڳس. پر وري خيال آيم ته ائين ڪرڻ ٺيڪ نه آهي، اهو گناهه آهي. اها آنڌ مانڌ ٻه-چار گهڙيون منهنجي اندر ۾ چالو رهي. سامهون، وک پنڌ تي ئي هڪڙو ڪنڌيءَ جو وڻ موجود هو. مان فيصلو ڪري، ان ڏانهن وڌيس. چوڌطرف نظر ڊوڙايم، مون کي

ڪوبہ ڏسڻ وارو ڪونہ هو. منهنجي دل ڌڙڪي رهي هئي. ڇوڏو پٽيندي منهنجا هٿ ڏکڻ لڳا.

پوڙهي عارب ماءُ اسان جي گهر ۾ ٿي ويٺي منهنجي واٽ نهاري رهي هئي. مون کي ڏسندي ئي رڙ ڪيائين، "پٽڙا منهنجو ڪم ڪري آئين نہ؟" مون بہ ڪجهہ ڪڇڻ کان سواءِ ڇوڏو هن جي طرف وڌايو. هن وٺي ان کي چميو. پاٺلي ڪيڏي منهنجي ترڪيءَ تي رکيائين، ۽ دعائون ڪندي پنهنجي گهر ڏانهن رواني ٿي. پر مون کي هن جون دعائون پٽ جا نيٺر بنجي پئي چُڀيا. مان تہ سڄو هراس ۽ ڊپ ۾ ٻرجي ويو هوس. خيالي خوف مون کي گهيرو ڪندا ٿي ويا.

پير سباجهي جي ان ڪنڊيءَ جي باري ۾ ڪيترين ئي روايتون مشهور هيون. چوندا هئا تہ جن ماڻهن بہ ان وڻ جي بيحرمتي ڪئي هئي، يا ڪاٺڻ لاءِ سگريون پٽڻ يا ٻڪرين لاءِ ٿاريون ڪپڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، سي يا تہ انڌا ٿي پيا هئا، يا ڳاٽو ٻجي پيو هون، يا عضوا سڪي پيا هئن، يا ٻين مصيبتن ۾ مبتلا ٿيا هئا! ان ڪانسواءِ سندس ٻيون بہ ڪيترين ئي ڪرامتون ننڍي وڏي جي وات هيون.

مان رواجي ڪنڊيءَ جي وڻ جي ڇوڏي کي پير سباجهي واريءَ ڪنڊيءَ جو ڇوڏو ڪوٺي، پڇتائي رهيو هوس. ان ڊپ کان ڪنبي رهيو هوس تہ مون تي ضرور ڪا مصيبت نازل ٿيندي. ان رات مون کي مشڪل سان ٿوري ننڊ آئي. ننڊ ۾ بہ ڊيڄاريندڙ خواب ڏسندو رهيس. صبح جو اسڪول ويندي جڏهن ان ڪنڊيءَ جي قريب پهتس، تڏهن اهو ٻيچرو متائي، وڪڙ ڪري، پئي پاسي کان ويس، تہ متان ان جي ويجهو لنگهڻ وقت ڪا آفت نہ اچي ڪڙڪي! چار ڏينهن ان ڳڻتيءَ ۾ گذري ويا. مون کي ٻڪ هئي تہ مصيبت ضرور ايندي. ڪيترائي انديشا پئي اندر ۾ پيدا ٿيا. هڪڙو انديشو تہ اهو بہ هو تہ مان امتحان ۾ ناپاس ٿيندس! ڪلاس جا سبق تہ هونئن بہ پوريءَ طرح ياد ڪونہ ٿيندا هئم.

هڪ ڏينهن، هلندي هلندي ٿابو اچي ويم. هڪدم خيال پيدا ٿيو تہ اچي ويئي پير سباجهي جي موڪليل آفت، ۽ اجهو ٿو ڪو عضوو ٻجيم! پر پاڻ جهلي ويس ۽ ڏٺم تہ بيخياليءَ ڪري رستي ۾ پيل پٿر ۾ پير اٽڪڻ ڪري ٿابڙجي پيو هوس.

ان وچ ۾ عارب ماءُ بہ نظر نہ آئي. خيال ٿيم تہ شايد منهنجي بي ايمانيءَ ڪري ويچاري وڏيڪ بيمار ٿي پئي آهي، ۽ سزا پئي پوڳي. آخر پنجين ڏينهن پهہ پڇايم تہ اڄ پير سپاجهي واريءَ ڪنڌيءَ مان ڇوڏو پٽي ايندس، ۽ اهو اچي عارب ماءُ کي ڏيندس ۽ حقيقت ٻڌائي معافي وٺندس.

ان ڏينهن صبح جو وچڻ کان اڳ، جڏهن امان مکڻ ۽ ماني زوري، کارائيندي چٽي رهي هئي، تہ ٻن - ٽئن ڏينهن کان توکي ڇا ٿي ويو آهي، جو پوري ماني بہ ڪونہ ٿو کائين، تہ ان وقت مائي عارب ماءُ بہ اچي اسان جي گهر نڪتي - بلڪل تازي تواني ۽ تندرست! مون کي ڏسندي ئي چيائين، "پٽ! شابس هجي توکي! مون ان وقت ئي ڇوڏو اڳڙيءَ ۾ وجهي، ٻانهن ۾ ٻڌي ڇڏيو. تپ وري منهنجو نالو بہ نہ ورتو. صدقي وڃان پير سائينءَ سپاجهي جي نانءَ تان!"

مان واڻرو ٿي، هن ڏانهن نهارڻ لڳس.

(ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي شڪريي سان)
(مهراڻ 2_3/1964ع)

## توکي مُرڪندو ڏسان:

اوچتو هڪ ڏينهن لالي گم ٿي ويئي.

مون هن جو نالو "انٽرنيشنل معشوق" رکيو هو. جڏهن مون کي پنج - ماڙ هاسٽل جي اولهہ واري بلاڪ ۾ ڪمرو مليو ۽ مان بالڪنيءَ ۾ ويهي آسپاس جي دنيا جو ديدار ڪري رهيو هوس، ان وقت منهنجي نظر هيٺ هڪڙي ڪچڙي گهر جي اڱڻ ۾ بيٺل ڇوڪريءَ تي وڃي پيئي. هن جي عمر سورهن – سترهن سال مس هوندي، هوءَ ڦوهہ جوانيءَ ۾ هئي ۽ هن جو انگ انگ جوڀن وچان ٽڙڪي رهيو هو.. هوءَ مون ڏانهن گهوري نهاري رهي هئي، مُشڪي رهي هئي ۽ منهنجي ڏسندي ڏسندي هڪ ملٽري سٽليوٽ (سلام) بہ ڪري ورتائين، ۽ هٿ سان اٽين اشارو ڪرڻ لڳي، ڄڻ تہ پڇيائين ٿي تہ خوش چڱو ڀلو تہ آهين نہ، ٻيو تہ مڙئي خير آهي!

منهنجون واڇون ٽڙي ويون ۽ بي اختيار چهري تي مسڪراهٽ ناچ ڪرڻ لڳي. هر نوجوان وانگر هڪدم خوشفهميءَ ۾ مبتلا ٿي ويس. مون کي

پنهنجي حسن تي ناز ٿيڻ لڳو ته ڪيئن نه منهنجو حسن عورتن کي بنان دير جي گهائل ۽ مائل ڪري ٿو وجهي. مون سمجهيو ته لو ائٽ فرسٽ سائيٽ (پهرين نظر ۾ ئي عشق) جو جيئرو جاڳندو مثال قائم ڪيو اٿم. هن هيترن نوعمر شاگردن ۾ جو منهنجو انتخاب ڪيو آهي. ان ۾ به ڪو راز ته آهي!

پر لاليءَ (اهو ئي سندس نالو هو) مون کي گهڻو وقت ان خوشفهميءَ ۾ مبتلا رهڻ نه ڏنو. آءٌ اڃان انهيءَ روحاني لذت مان لطف ماڻي رهيو هوس، ته هن کي وري سلام ڪندي ڏٺم. مگر هن دفعي هن جو رُخ ڪنهن ٻيءَ بالڪنيءَ طرف هو. مون نِوڙي ڏٺو هوءَ سعيد احمد کي سلام ڪري رهي هئي. هو به هن سان ڏاڍي تيزيءَ اشاري بازي ڪري رهيو هو.

اندر جلي ويم. رقابت جي آگ پڙڪڻ لڳي. منهنجو سارو غرور غائب ٿي ويو ۽ منهنجا بنايل هوائي قلعا هڪ لحظي ۾ لٽجي ويا.

الاهي بخش ٻاهر بالڪنيءَ ۾ نڪتو ته وري هن سان نخرا ڪرڻ لڳي. مون کي قصو ڪجهه عجيب ۽ واهيات نظر اچڻ لڳو ۽ غصو پڻ سخت اچي رهيو هوم. (خبر نه آهي ته ڪنهن تي ۽ ڇو؟)

نهايت دلچسپ معاملو هو. لالي سيني شاگردن جي هئي ۽ سڀ شاگرد لاليءَ جا هئا. جو به هن ڏانهن نهاريندو هو (جيڪڏهن ڪو ڏانهنس نه نهاريندو هو ته پوءِ هوءَ پاڻ ڪنهن نه ڪنهن نموني هن جو ڌيان ڇڪائيندي هئي) يا هن سان حرڪت ڪندو هو ته هوءَ به فراخليءَ سان ان جو جواب ڏيندي هئي. ڪڏهن هوءَ ويچارا ڪيندي هئي، ڪڏهن آهستي آهستي راڳ جهونگارڻ لڳندي هئي، ڪڏهن ڇپن ئي ڇپن ۾ الائي ڇا ٻڙ ٻڙ ڪري مصنوعي غصي جو مظاهرو ڪندي هئي، ناچ ڪري ڏيکاريندي هئي، آرسي سامهون جهلي بيهندي هئي، يا ان مان اولو ڪندي هئي يا ڪنهن اخبار مان ڪٽيل مورت ڏيکاريندي هئي. هوءَ گهر جو ڪم ڪار (صفائي ڪرڻ، ٿانو ٿپا ملڻ، ڪپڙا ڌوئڻ، ڪاڏو پچائڻ وغيره) به برابر ڪندي رهندي هئي، ۽ بالڪنين ۾ بيٺلن سان به مُنهن ڏيندي رهندي هئي.

هوءَ ڪافيءَ کان زياده معصوم هئي، جهڙو بي سمجهه ٻارا نوجوان شاگردن کي نهاريندو ڏسي، هوءَ ايترو خوشيءَ ۾ پرجي ويندي هئي، جيترو ننڍو ٻار نئين رانديڪي کي ڏسي.

سچ پچ تہ لالي اسان واسطي هڪ وڏي وندر هئي. جڏهن ڪتاب پڙهي پڙهي ڪڪ ٿيندا هئاسين، تہ اچي بالڪنيءَ ۾ ويهندا هئاسين. جيڪڏهن لالي پنهنجي گهر جي پڌر ۾ نہ هوندي هئي، تہ اسين ڪنهن جو نالو پڪاري آواز ڪندا هئاسون "او فلاڻا!" ۽ لالي ٻاهر ايندي هئي. هوءَ بہ اسان جا اهي اشارا ڄاڻندي هئي. اهڙيءَ ريت بيمارين ۽ دوائن جي ڪتابي دنيا مان نڪري اچي صحت ۽ سونهن، مسڪراهٽن ۽ معصوميت جي فرحتي فضا ماڻيندا هئاسين. انهن ڳالهين ڪري ئي مون هن کي "انٽرنيشنل معشوق" جو لقب ڏنو هو.

شام جو بالڪنين ۾ رونق لڳي ويندي هئي. جيڪي شاگرد راندين ۾ ٻهرو ونڻ يا شهر گهمڻ نہ ويندا هئا، سي ٻاهر بالڪنين ۾ نڪري ايندا هئا. ڪي ڪرسيون ڪڍي ويهندا هئا ۽ ڪي ريڊيا ٻاهر رکي، ان جو آواز بلند ڪري ڇڏيندا هئا. پوءِ لاليءَ سان مستيون پيون ٿينديون هيون. هوءَ پنهنجي اڱڻ ۾ نڪري ايندي هئي ۽ ڪم ڪار ڪندي هئي يا ويهي رهندي هئي.

ڪي ڇوڪرا شيون وٺي پاڻ وٽ رکندا هئا، ۽ ان مهل لاليءَ جي آڌو هن جي پڌر ۾ اڇلڻ شروع ڪندا هئا. اهي شيون گهڻو ڪري ڪاڳر جون هونديون هيون، خاص ڪري ڪتمنڙا ۽ بسڪوٽ.

اهو بہ ڏاڍو مزيدار ڏيک هوندو هو. لالي هڪ هنڌ ويٺي هوندي هئي يا بيهي رهندي ۽ ڇوڪرا جدا جدا بالڪنين مان، جدا جدا طرفن کان هڪ ـ هڪ ڪري ڪتمنڙا اڇلائيندا ويندا هئا. بلڪل ائين، جيئن مداري کيل ختم ڪرڻ کان پوءِ، وچ ميڙ ۾ چادر وڇائيندو آهي ۽ ان تي ماڻهو ڏوڪڙ اڇلائيندا ويندا آهن.

اڇلائڻ وقت هر ڪو ڇوڪرو ڪونہ ڪو رومانوي ۽ محبت ڀريو لفظ يا جملو ٻ چوندو ويندو هو: "اڇئي ٿو منهنجي پيار جو نذرانو."، "تون بہ هن ٽافيءَ جهڙي مٺي آهين." "اڏامي وڃي تون پياريءَ جي ڇپن سان لڳ."، "جيڪر مان بہ ڪتمنڙو هجان ها"، "تنهنجي مرڪ تان قربان!" وغيره.

لالي هڪ خاص انداز سان ڪتمنڙن کي ڏسندي هئي، ۽ اڇلائيندڙ ڏي ڏسي مرڪندي هئي. هن جي مرڪ ڏاڍي پياري ۽ دلڪش هوندي هئي، جڻ تہ وايومنڊل ۾ هڪ ئي وقت هزارين، لکين مکڙيون ٽِڙي پونديون هيون. هن جي مرڪ اندر ۾ اهڙي مٺڙي احساس کي جنم ڏيندي هئي، جو مرڪ جي

مالڪياڻيءَ ڪي، دنيا جهان کان بي نياز ٿي، سيني سان لڳائڻ لاءِ دل تڙڦي اٿندي هئي.

پوءِ جڏهن ڇوڪرا شيون اڇلائڻ بند ڪندا هئا، لالي اهي ميڙي گڏ ڪندي هئي، ۽ شڪريي مجڻ طور سلام ڪندي هئي.

ڪن موقعن تي هڪ ـ ٻن شاگردن سرخيءَ جي شيشي، ڪنن جون واليون، پائوڊر جي دٻي وغيره جهڙيون شيون اڇلايون. لاليءَ پهرين ٻانهون ٻڌي جڻ معافي ورتي، تہ اهي شيون مان پاڻ وٽ رکي نٿي سگهان، ۽ پوءِ اهي شيون پٺ کان ٻاهر رستي تي اڇلائي ڇڏيائين.

مهينن جا مهينا ائين ٿيندو رهيو پر مون ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺو تہ لاليءَ ڪنهن ڇوڪري سان سڌي گفتگو ڪئي هجي، يا سوال جواب ۾ ڳالهايو هجي. سڀ مستيون اشارن ۽ اٽسڌن واڪن ذريعي ٿينديون هيون.

جنهن ڏينهن هن کي مٿي تي پنبي ٻڌل هوندي هئي، ان ڏينهن اسين سمجهي ويندا هئاسين تہ هوءَ بيمار آهي. جو بہ ڇوڪرو هن کي پهرين اهڙي حالت ۾ ڏسندو هو تہ هٿ جي اشاري سان هن کان پڇندو هو تہ ڇا ٿيو آهي؟

لاليءَ کي ڄاڻ هئي تہ هي ڇوڪرا ڊاڪٽري ٿا پڙهن، پوءِ هوءَ هٿن جي اشاري سان پنهنجو مرض ٻڌائيندي هئي. جي ڪٽس هوندي هيس تہ نبض ڏسڻ وانگر پنهنجي ٻانهن تي هٿ رکندي هئي. مٿي ۾ سُور هوندو هوس تہ مٿي ڏانهن آڱر سان اشارو ڪندي هئي. مٿي ۾ ڦيريءَ جي حالت ۾ مٿي تي آڱر رکي هٿ ڦيرائي ڏيکاريندي هئي. پيٽ ۾ سُور هوندو هئس تہ پيٽ تي هٿ رکي ويهندي هئي. دست هوندا هئا تہ پيٽ تي هٿ رکي، پوءِ هٿ کي زمين ڏانهن ڇنڊيندي هئي. کنگهہ هوندي هئس تہ کنگهي ڏيکاريندي هئي.

اشاري مان بيماري سمجهي، پوءِ ڇوڪرو جي ڪيس ڪا دوا سُجهندي هئي، نہ تہ ٻين سان مشورو ڪري، اها دوا پاڻ وٽان يا ٻئي ڪنهن شاگرد وٽان، نہ تہ ڊوڙ پائي اسٽور تان وڃي وٺي ايندو هو. پوءِ اها ڪاڳر ۾ ويڙهي، بالڪنيءَ مان لاليءَ جي پڌر ۾ اڇلائيندو هو. لالي مٿي نهاريندي هئي، ۽ هو آڱرين جي اشارن سان هن کي دوا جو وزن سمجهائيندو هو تہ هڪ گولي ٽي دفعا يا ٻہ ٽڪيون ٽي دفعا. ان تي لالي هٿ لوڏي ۽ مرڪي شڪريو ادا ڪندي هئي. اها ئي دل لڀائيندڙ مرڪ!. دوا ڏيندڙ جي دل بهار

بهار تي ويندي هئي. پنهيءَ کي پنهنجي پنهنجي درد جي دوا ملي ويندي هئي. پيئي ساڳئي وقت هڪبئي لاءِ ڊاڪٽر بہ هئا ۽ بيمار بہ!

هن جي گهر ۾ فقط بہ ڀاتي هئا، هڪ پاڻ ۽ ٻيو سندس مڙس. هن جو مڙس پنجيتاليهن ورهين جو پوڙهو هو ۽ اهائي لاليءَ جي حياتيءَ جي وڏي ٽريجڊي هئي.

پوڙهي کي شهر ۾ پان جو دڪان هو. هو سارو ڏينهن گهر مان غير حاضر رهندو هو. هو موالي هو ۽ چرس جام پيئندو هو. جيترا لاليءَ ۾ ڦڙتائي ۽ زنده دليءَ جا اهڃاڻ هئا، اوترو ئي سندس مڙس ڪُند ذهن، ڇُرندڙ پُرندڙ بوتو ۽ زندگيءَ کان خالي نظر ايندو هو.

جنهن ڏينهن، يا جنهن وقت هن جو مڙس گهر ۾ هوندو هو تڏهن هوءَ يا تہ ڪم ڪندي رهندي هئي، يا اندر ڪوٺيءَ ۾ وڃي ويهندي هئي. جي ٻڌر ۾ ويهندي هئي تہ بہ ڪنڌ هيٺ ڪيو ماٺ ۾ هوندي هئي. وڌ ۾ وڌ مڙس جي پڇيل سوال جو جواب ڏيندي هئي. مڙس گهٽو ڪري ڪٽ تي ويٺي سلفي ڇڪيندي، ڪنگهندي يا گهيرٽ کائيندي نظر ايندو هو.

بعضي بعضي اوچتو هيٺان رڙين ۽ گارين جو گوڙ ٻڌبو هو ۽ اسين پڇندا پڇندا بالڪنين ۾ پهچي ويندا هئاسين. هيٺ نهارڻ سان ڏسبو هو تہ لاليءَ جو مڙس هن کي ماري ۽ گاريون ڏيئي رهيو آهي، پر هوءَ پاڻ بچائڻ جي ڪابہ ڪوشش نٿي ڪري.

ان تي شاگرد وٺي شور مچائيندا هئا، ۽ مڙس تي ڌمڪين ۽ لعنتن جو وسڪارو لڳائي ڏيندا هئا: "اڙي بيغيرت، عورت ذات تي هٿ ٿو کڻين!"، "اڙي وٺو مواليءَ کي، سڏي اچو پوليس!"، "اڙي متان، متان! نامرادا"، "ڇڏينس ٿو نہ تہ اسين سڀ اچي توکي ٻُج ٻُج ڪري ڇڏينداسين!"

پوءِ شاگردن جو شور ايترو وڌي ويندو هو جو مواليءَ جا نشا ئي ٽُٽي پوندا هئا ۽ هو لاليءَ کي ڇڏي، اندر گهر جي ڪوٺيءَ ۾ گهڙي ويندو هو ۽ لالي ڪنڌ هيٺ ڪري ڪجهہ ساعتون ويٺي هوندي هئي، ۽ پوءِ مٿي نگاهہ ڪري ڇوڪرن جي جڙ احسان منديءَ لاءِ مرڪندي هئي... اُهائي سڄي دنيا ۽ حياتيءَ جي غمن کي وساري ڇڏيندڙ لڪين ٽِڙيل مکڙين جي بنيل مرڪ. ان وقت هن جو منهن سڄيل ۽ نيڻ نماڻا هوندا هئا. اسين بہ سڀ خاموشي اختيار ڪري پنهنجي همدردي جتائيندا هئاسين.

لالي نوجوان هئي، ۽ هن کي هر نوجوان سان محبت هئي. هوءَ نظرن ئي نظرن ۾ چوندي هئي، تہ مون کي توهان جا جوان ۽ خوبصورت چهرا وڻن ٿا. توهان جا ڪوٽ ۽ سوٽ مون کي پسند آهن. مون کي ڪارا وار پيارا آهن. مون کي اڇن وارن کان نفرت آهي. مون کي پنهنجي مڙس جي بدصورت ۽ گهنجيل چمڙيءَ واري چهري کان نفرت آهي. هن جي پان جي پڪن سان پريل ڪپڙن کان نفرت آهي... ٻار ٻار سان راند ڪيڏندو آهي ۽ مان جوان آهيان، ۽ جوان سان ئي هم آغوش ٿيڻ جي تمنا اٿم... اڇو مون کي اهڙي دنيا ۾ وٺي هلو جتي رڳو جوان ئي جوان هجن.

اوچتو هڪ ڏينهن لالي گم ٿي ويئي. خبر پڏيسون تہ هوءَ ڪنهن سان ڀڄي ويئي. پوڙهي مواليءَ ان لاءِ ڇا ڪيو سا اسان کي سُڌ ڪانهي. اسان کي ڏينهن انهن مرڪن، مستين ۽ معصوميتن کي ڳوليندا رهياسين. بالڪنيون ويران ۽ اداس ٿي ويون. وقت گذرندو ويو ۽ اسان بہ هن "انٽرنيشنل معشوق" کي وساري ڇڏيو.

(2)

ڊگري پاس ڪري ڪراچي ڇڏي، وڃي نوڪريءَ ۾ لڳس. ڪيترا ئي سال گذري ويا. هڪ دفعي پنهنجي پراڻي هم ڪلاسي الاهي بخش جو حيدرآباد ۾ اچي مهمان ٿيس. تلڪ چاڙهيءَ تان لنگهندي، هن مون کي هڪ عورت ڏيکاري پڇيو تہ هن کي سڃاڻين ٿو؟ هوءَ وچولي عمر واري هڪ سڪل سڙيل عورت هئي. هن کي ميرا ڪپڙا پهريل هئا ۽ بيک پني رهي هئي. مون کي مهانڊو ڏٺل ضرور معلوم ٿيو پر وڏيڪ ياد ڪري ڪونہ سگهيس.

پوءِ هن چيو "هوءَ پاڙ واري انٽرنيشنل معشوق ياد ڪانہ اٿئي؟"

اتي مون کي سڀ ڪجهہ ياد اچي ويو ۽ مون هن کي سڃاتو هوءَ اها ئي لالي هئي. پهرين نظر ۾ ئي پروڙي ورتم تہ هن جي چهري تي نہ اها رونق ۽ چمڪ هئي، ۽ نہ اهو جوڀن ۽ جذبو. لاليءَ جي لالائي، وقت کان اڳي ختم ٿي چڪي هئي.

الاهي بخش چيو "هن عورت جي حياتي بہ مون ئي خراب ڪئي." هو ٿورو ترسي وري چوڻ لڳو "پر هوءَ تہ موجوده زندگيءَ کي بهتر ٿي سمجهي."

الاهي بخش، هڪ دولتمند زميندار جو شوقين پٽ هو. هن وٽ ڪاليج جي زماني ۾ بہ موٽر هوندي هئي.

"مان ئي هن کي موٽر ۾ چاڙهي، ڪراچيءَ مان پڇائي آيو هوس. اسين ملير وٽ هڪ عاليشان هوٽل ۾ اچي رهيا هئاسين، اتي هفتو ڪن ڏاڍي عيش سان گذريو. پوءِ هن کي ملير جي گهٽين ۾ اڪيلو ڇڏي، آءٌ واپس ڪراچيءَ ترڪي آيس، ۽ ڪنهن کي بہ مون ۾ شڪ ڪونہ پيو." هن سارو واقعو بيان ڪيو.

"ان بعد هن سان ڇا وهيو واپريو ۽ هتي حيدرآباد ۾ ڪيئن پهتي؟" مون دلچسپي ۽ حيرت ڏيکاريندي پڇيو.

هن وراڻيو "مون هڪ ڏينهن اوچتو هن کي هتي ڏسي ورتو. هن بہ مون کي سڃاتو. هن کي پنهنجي گهر وٺي ويس ۽ رات رهايومانس. هن مون کي ٻڌايو تہ جڏهن مان هن کي دغا ڏيئي اڪيلو ڇڏي آيس، تڏهن هوءَ موٽي ساڳي هوٽل ۾ ويئي. اتي هن کي رنڍيءَ وانگر استعمال ڪيو ويو هر رات هن کي ڪنهن نہ ڪنهن مسافر جي بستري جي زينت بنجڻو پوندو هو."

"يعني اتي بہ هوءَ انٽرنيشنل معشوق ٿي رهي!" مون وچ ۾ ٽوڪيو.

"هائو اهڙي نموني ڪي سال اتي رهي. آخر اتان لاڙ جو هڪ زميندار جو ان هوٽل ۾ اچي رهيو هو ۽ جنهن کي هوءَ ڏاڍو وڻي ويئي، سو ريجهي ريجهي، پڇائي، پنهنجي ڳوٺ وٺي آيس. اتي ڏيڍ سال کن هن جي جوانيءَ جو رس چوسيائين. پوءِ ڪڪ ٿي، پنهنجي ٻيلين کي حڪم ڪيائين تہ وڏي شهر حيدرآباد ۾ هن کي گهٽين ۾ هيڪلو ڇڏي اچو. ٻيلين هڪدم ائين ڪونہ ڪيو پر جيئن هو زميندار جي اوبر ڪاٺ تي هريل هئا، تيئن هن جوڀن جي اوبر مان بہ پنهنجي جنسي پياس اجهائيندا رهيا. واري وٽيءَ تي. ٻن مهينن کان پوءِ ائين ڪيائون، جيئن مالڪ حڪم ڪيو هون. هاڻي هُوءَ حيدرآباد ۾ هوندي آهي ۽ بيک پنندي آهي. ان سان گڏ هُوءَ هينئر بہ انٽرنيشنل معشوق آهي."

"ڇا هن جا پيءُ ـ ماءُ ڪونہ آهن؟" مون دريافت ڪيو.

"هن جو دنيا ۾ ٻيو ڪوبہ مٽ مائٽ ڪونهي، سواءِ هڪ چاچي جي، جو هن کي هندستان مان هيڏي وٺي آيو هو ۽ ڪجهہ رقم وٺي لالچ ۾ کي ان ٻڍي مواليءَ جي حوالي ڪيو هئائين، ۽ وري ڪڏهن بہ هن جو منهن ڏسڻ ڪونہ آيو."

"هوءَ پوڙهي مواليءَ ڏي موٽي ڇو نٿي وڃي؟"

”مون چيومانس تہ هل تہ توکي تنهنجي مڙس وٽ ڇڏي اچان.“ تنهن تي چيائين ”نہ نہ! آءٌ هتي وڏيڪ خوش آهيان. پوڙهن کان مون کي سخت نفرت آهي.“

منهنجي اندر ۾ ان وقت اها اجهل خواهش پيدا ٿي تہ آءٌ هن جي اها مرڪ وري ڏسان، جنهن کي مان لکين ٽڙندڙ مکڙين جي بنيل چٽي چڪو آهيان. ان ڪري بهانو بنائي، الاهي بخش کان موڪلائي پوئتي تلڪ چاڙهيءَ طرف موٽيس... مگر ٿورو ئي اڳتي هلڻ سان احساس ٿيم، تہ اها مرڪ هاڻي مان ڪڏهن بہ ڏسي ڪونہ سگهندس. مون کي پڪ ٿي تہ اها ڪوشش بيسود آهي....

انهن مُرڪن کي جي امر بنائڻو آهي تہ پهرين انهن طاقتن ۽ تهذيبن کي ختم ڪرڻو پوندو جي اهڙين سونين مرڪن، ٽڙيل مکڙين جهڙين مُرڪن، ۽ خود مکڙين کي ناس ڪن ٿيون.

(مهراڻ_2، 1972ع)

## ڪاوڙ:

ڊاڪٽر چارلس چارمنگ ڏاڍو خوش هو. تازو هو انگلينڊ ۾ جوهري جنگ (Nuclear War) خلاف هلچل هلائي، حيدرآباد سنڌ ۾ پنهنجي هڪڙي پياري ۽ ذهين دوست ۽ شاگرد وٽ آيو هو. هن جو خيال هو تہ جوهري جنگ جو جيئڻ تہ انساني حياتيءَ جي بقاءَ سان واسطو آهي، ۽ هڪ ڊاڪٽر جي ذميواري بہ انساني جانيون بچائڻ آهي، ان ڪري هن کي هر حال ۾ اهڙي جنگ ٿيڻ کي روڪڻ، ۽ جوهري هٿيار (Nuclear Weapons) جي هيل تائين دنيا ۾ ناهيا ويا آهن، انهن کي برباد ڪرڻ ۽ انهن جي وڏيڪ ناهڻ تي بندش وجهڻ لاءِ پورا اُپاءَ وٺڻ کپن. هن کي خبر هئي تہ جوهري جنگ جو نتيجو ۽ اثر ڏسڻ لاءِ دنيا ۾ ڪو انسان ئي ڪونہ بچندو. نہ رڳو انسان، پر حيوان ۽ وڻ ٻوٽا بہ تباهہ ٿي ويندا. جتي ڪٿي انسانن ۽ جانورن جا سڙيل ويل هڏاوان پڃرا نظر ايندا. زمين جي مٿاڇري جو پاڻي سڪي ويندو ۽ جو پاڻي بچندو اهو زهريلو ۽ پيئڻ لائق نہ هوندو. ايڪڙ ٻيڪڙ ڪو انسان بچيو تہ اهو بہ ڪئنسر ۾ ورتل، لُولو لنگڙو ۽ رڳو چرندڙ پرندڙ لاش، ۽ شڪل ۾ پوائتو

هوندو. هن جو ماس سڪل سڙيل هوندو. هو نہ ڏسي سگهندو ۽ نہ ٻڌي سگهندو. انسان جي صدين دوران حاصل ڪيل تهذيب ۽ ترقي ڪَنَ ۾ تباهہ ٿي ويندي. ماحول ۾ گرميءَ جو ٽيمپريچر ايترو وڏي ويندو جو ڪوبہ ساهوارو جيئرو رهي نہ سگهندو.

اهڙي جوهري جنگ ٿيڻ خلاف سڄي يورپ ۽ آمريڪا ۾ احتجاج ٿيا هئا. ڊاڪٽر چارلس چارمنگ جي تحريڪ تي برٽش ميڊيڪل ائسوسيئيشن، اهڙي جنگ کي بنجو ڏيڻ ۽ اهڙن موتمار هٿيارن ناهڻ تي بندش وجهڻ لاءِ سرگرم رهي هئي. اتي جي اٽڪل ٻن هزار ڊاڪٽرن، انگريزي پارليامينٽ آڏو چوويهن ڪلاڪن جي بک هڙتال ڪئي هئي، ۽ اتي جي جوهري ڪارخاني (Nuclear Plant) آڏو مظاهرو ڪيو هو. لنڊن ۾، يورپ ۽ آمريڪا جي ٻين مرڪزي شهرن وانگر، عوام لکن جي ڳاٽاٽي ۾ هڪ زبردست جلوس ڪڍيو هو. ان ۾ ماڻهو اهڙا نقلي چهرا (Masks) پائي شامل ٿيا هئا، جهڙا پوائتا چهرا، جوهري جنگ جي نتيجي ۾ ماڻهوءَ جا ٿِي ٿي سگهيا. اهي موت جا ڀيچاريندڙ چهرا هئا. ڊاڪٽر چارلس بہ موت جو ماسڪ (Mask) پائي، ان عوامي جلوس ۾ شريڪ ٿيو هو.

اهڙي قسم جي احتجاجن جو ئي نتيجو هو جو دنيا جي ٻن وڏين طاقتن، يعني روس ۽ آمريڪا جي ڀڳدارن، ان مامري تي ملڻ ۽ ڳالهيون ڪرڻ ۽ جوهري هٿيارن ۽ جوهري جنگ کي روڪڻ لاءِ تجويزون ڳولي لهڻ، ۽ انهن تي عمل ڪرڻ لاءِ گڏجڻ جو ارادو ڪيو هو. اها ڳالهہ هئي ڊاڪٽر چارلس جي خوشيءَ جو ڪارڻ. هو انسان، انسانذات ۽ دنيا جي سونهن ۽ سينگار جو گهڻگهرو هو.

ڊاڪٽر چارلس برٽش ميڊيڪل ائسوسيئيشن جو پريزيڊنٽ هو ۽ انگلينڊ جي هڪڙي وڏي ميڊيڪل ڪاليج جو پرنسپال پڻ. هن ڪاليج ۾ دنيا جا وڏا وڏا ۽ ماهر ڊاڪٽر پڙهي ۽ سکيا وٺي چڪا آهن. اهڙيءَ طرح هن جا شاگرد هر ملڪ ۾ پکڙيل آهن. انهن مان گهڻن سان هن جي دوستي ۽ شخصي ناتا هوندا هئا. اهي پيا هن کي سندس ملڪ ۾ اچڻ ۽ گهمڻ جون دعوتون ڏيندا هئا. جوهري جنگ جي سلسلي ۾ هلچل جي ڪاميابيءَ ڪان پوءِ، هن کي دنيا گهمڻ ۽ ڏسڻ جو شوق جاڳيو.

هو دنيا جي ڪن ملڪن جو سير ڪندو هاڻي حيدرآباد سنڌ ۾ ڊاڪٽر لائق ٽيٻي وٽ اچي مهمان ٿيو هو. اچڻ سان ڊاڪٽر ٽيٻي کي چيائين: ”مان جتي به ويو آهيان، اتي مون کي شهرن جون رنگينيون ۽ روشنايون ڏيکاريون ويون آهن. يا وڏ ۾ وڏ سمنڊن، ڍنڍن، نديون ۽ باغن جي نظارن ۾ وندر ڪرائي وئي آهي؛ پر هاڻي تون مون کي انهن کان صفا الڳ هنڌ گهماءِ. پوءِ ڀلي ته ان ۾ مون کي تڪليفون ڏسڻيون پون ۽ مصيبتون سهڻيون پون. مان دنيا جي ڪنهن نئين تجربي سان واقف ٿيڻ چاهيان ٿو.“

ڊاڪٽر لائق نه فقط ماهر ڊاڪٽر هو پر دانشور ۽ ساهتڪار قسم جو ماڻهو به هو. هو ٿر جو وينٺل هو ۽ هن ٿر جو سوچيو.

جيپ جڏهن ٿر جي وارياسي ميدان ۾ پهتي، ته سج چڱو چڙهي آيو هو. مئي جو مهينو هو ۽ گرمي پنهنجيون جهڙون چوڏاري پکيڙي رهي هئي. هر طرف واريءَ جون ڀٽون ئي ڀٽون هيون. ننڍيون ڀٽون، وڏيون ڀٽون. نه رستو نه واٽر ڪورس، نه واهه، نه نهرون، نه ڍنڍون ۽ نه تلاءَ. ڪوهن ۾ ايڪڙ ٻيڪڙ ڪو انسان جي قد کان ننڍو ۽ چانوَ کان وانجهو ٻوٽو. نه بنگلا نه ماڙيون. ڪٿي ڪٿي ٻن چئن چوئنرن وارا ڳوٺ. نه ساوڪ نه سبزي، نه آبادي نه پوک. چوڌاري اس جو ڪورو ۽ واريءَ جون چٽنگون. آسمان ۾ ڪو پکي اڏامندو نظر نه ٿي آيو. البت هڪ هنڌ، مٿي آڪاس ۾ ڪيترن پکين جو ميڙ اڏامندو نظر آيو.

”اهي ڪهڙا پکي آهن؟“ چارلس پڇيو.

”اهي ڳجهون آهن“ ڊاڪٽر لائق جواب ڏنو.

”اهي ڪهڙي قسم جا پکي آهن؟“

”اهي ڪنهن مئل جانور مٿان مڙيل آهن، ۽ ان جي ڍونڍ کي چيرينديون ڦاڙينديون آهن. هتي ستن سالن کان مينهن نه وُٺو آهي، جانور ته ڇڏيو انسان به بک ۽ اڃ وگهي مري رهيا آهن.“ ڊاڪٽر لائق چيو.

ڊاڪٽر چارلس ان ڍونڍ وارو هنڌ ڏسڻ چاهيو. اڏامندڙ ڳجهن جي آڌار تي، ڀٽن جي وچ مان جيپ ڪاهيندو ڊاڪٽر لائق ان جاءِ تي پهچي ويو جتي ڍڳن جي ڍونڍ کي ڳجهيون چيري ڦاڙي، ماس ڪائي رهيون، ۽ هڪ ٻئي سان وڙهي رهيون هيون. چارلس حيرت ۾ ماٺ ۾ اهو نظارو ڏسندو رهيو.

هن هلندڙ جيپ مان ڪيترن ئي هنڌن تي ڳجهن جا ولر اڏامندي ڏٺا. اڳيرو هليا ته ٽن اُٺن جو هڪڙو قافلو اچي لنگهيو. اُٺ ڏٻرا ۽ ڏڪاريل هئا. انهن تي چڙهيل ٻار، زائفون ۽ مرد، بس انسانن جا پاڇولا هئا. سنهڙا سڪل، زندگيءَ جو ڪو اهڃاڻ ڪونه. رنگ نه روپ، نه جوڀن نه جواني، نه صحت نه صفائي. چپ سڪل ۽ اکيون ڏرا ڏيئي ويل. ڳٻا ۽ اڏ اگهاڙا. ماس ته هوَن ئي ڪونه. رڳو ڪاراٽيل ۽ گهنجيل چمڙي ۽ هيٺا هڏڙا. چپ ئي ڪونه تي چُرين، ڄڻ گونگا هئا. اکيون خالي خالي، ڄڻ نظر ڪان وانجهيون هيون.

رستو ڪٿي هئو ئي ڪونه. ڪٿي ڪٿي گاڏين هلڻ ڪري ڪجهه چيلا ٺهيل هئا. نه ته جيپ گهڻو ڪري پٽن جي وچ مان پنهنجا پيچرا ٺاهيندي هلي رهي هئي. هڪڙي هنڌ هڪڙي ٽرڪ ويندي نظر آين. چارلس ڏٺو ته اها تمام پراڻي هئي ۽ تمام اڏنگا گهوگهٽ ڪندي، وڏ ۾ وڏ ڏهه ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان هلي رهي هئي. ڦيٿيان ماڻهو پريل هئا. انهن جي ويهڻ واسطي ڪي سيٽون ڪونه هيون، پر سڀ هيٺ تري ۾ ويٺل هئا، ۽ اهڙا سوڙها ويٺا هئا جو چرڻ پرڻ جي گنجائش به ڪونه هئي. اهي ايرا ۽ سڪل سڙيل هئا، ۽ هينئر پگهر ۾ شل هجڻ ڪري ۽ مٽان واريءَ ۽ ڌوڙ ۾ لنبجڻ ڪري هو عجيب قسم جا ڀوت لڳي رهيا هئا. نه رڳو ايترو پر هنن سان گڏ وچ ۾ ڪجهه ٻڪريون به ويهاريون يا ٻيهاريون ويون هيون، ۽ انهن جو مُٽ ۽ ڦولهڙيون، هنن جي لٽن ڪپڙن کي ٿڦي ۽ ڏپ ڦهلائي رهيون هيون. چارلس سنڌي نه هو نه ته جيڪر "ٻڪر ٻوساٽ" جي اصطلاح جو جيئرو جاڳندو مثال، هن جي ذهن ۾ ايري ها.

هو هڪڙي کوهه وٽ اچي بيٺا. چارلس نوڙي کوهه ۾ نهاريو. ٻه سؤ فوٽ کن اونهو هو. هڪڙو اُٺ رسيءَ ۽ گرٽيءَ رستي ان مان پاڻيءَ جون پکالون ٻاهر ڇڪي رهيو هو. پاڻي گندو ۽ ڪاري رنگ جو هو. هن اهو چکڻ چاهيو. پر انجي صورت ڏسي، اهو خيال لاهي ڇڏيائين. اتي ڪجهه عورتون، مرد ۽ ٻار، دلا، ڏول ۽ گهاگهريون کنيون بيٺا هئا. انهن سڀني جا جسم بيمار ۽ نٻل هئا، ۽ ڪپڙا ليڙون ليڙون ٿيل ۽ اٽپورا. هن کي ٻڌايو ويو ته ڏهن ڪوهن اندر ماڻهن ۽ حيوانن جي پاڻيءَ جو ذريعو اهو اڪيلو کوهه هو. ماڻهن کي ايتري پنڌ تان پاڻيءَ جي هڪڙي گهاگهر واسطي اچڻو ٿي پيو.

هو اڳتي وڌيا. ڪن هنڌن پاڻيءَ جا ننڍا تلاءَ جا دُٻا نظر آيا، جي ڌوري گهٽي پيل مينهن جي ڪري بڻيا هئا. چارلس ڏٺو تہ اهو تلائن جو بيٺل پاڻي ڪنو ٿي ويو هو، سائو ۽ گندو هو ۽ پري کان ئي نڪ بند ڪرڻ جيتري ڌپ ٿي آئي. وڏي ڳالهہ تہ ان مان جناور ڍور ڍڳا، ڪتا ٻلا توڙي انسان پاڻي پي رهيا هئا. انسان ان پاڻيءَ ۾ پنهنجي ۽ پنهنجي ڪپڙن جي گندگي صفا ڪري رهيا هئا، ۽ حيوان ان ۾ پنهنجي گندگيءَ کان فارغ ٿي رهيا هئا. چارلس کي اهو ڏيک ڏسي، ايتري ڪرِپ ۽ ڪراهت آئي، جو هن کي قيءِ اچي ويئي.

هو هڪڙي ڳوٺ ۾ پهتا، ان ڳوٺ ۾ ڪجهہ ڪچين سرن جي جاين، ۽ هڪ ٻن پڪين سرن جي جاين کان سواءِ، ٻيا گهر سڀ چؤنرا هئا. ڊاڪٽر لائق، ڊاڪٽر چارلس کي هڪڙي دڪان تي هلي بيهاريو جو هڪ حڪيم جو دواخانو هو. مريضن جا ميڙ لڳا پيا هئا. چارلس هنن کي ڏسي اندازو ڪيو تہ هنن ۾ گهڻا سلهہ جا مريض هئا. ٻيا مليريا، دستن، مدي جي بخار ۽ شايد ڪي ڪينسر جا بيمار پڻ. هن ڏٺو تہ حڪيم فقط نبض تي هٿ رکي، هر ڪنهن کي دوا ڏئي رهيو هو. ڪنهن کي گوريون، ڪنهن کي ڪڪ، ڪنهن کي چاڙهو ڪنهن کي عرق، ڪنهن کي شربت ۽ ڪنهن کي معجون. اتي نہ جسماني تپاس جا اوزار هئا، نہ رت ۽ پيشاب جون چڪاسون. نہ ايڪسري ۽ نہ چڪاس جا ٻيا سائنسي ذريعا. هن کي خيال آيو تہ هنن بيمارن جون انساني صورتون رهيون ئي ڪونہ آهن. رت جي گهٽتائي، هيڻائي، ڪُٻائي، بيماريءَ جي پيڙا، اڻ پوري کاڌي ۽ موسمن ۽ ماحول جي اثر، هنن جي چهري تي نہ زندگيءَ جو اهڃاڻ ڇڏيو آهي ۽ نہ انساني روپ.

هي تہ هئا ڪجهہ ڏيک، جي ڊاڪٽر چارلس ٻاهر ڏٺا، پر سائٽس ڇا ٿي گذريو؟

اونهاري جي گرمي، سج جو تيک ۽ تتل واريءَ مان اٿندڙ لُڪ. ڊاڪٽر چارلس جي برداشت کان ٻاهر هئي. هن گُهٽ ۽ ٻُوسٽ محسوس ڪئي، ۽ هو سهڪڻ لڳو. هلندڙ جيپ جي هوا هوندي بہ هو پگهر ۾ شل ٿي ويو. پهرين قميص جا پيڙا کوليائين، پوءِ قميص لاهي ڦٽي ڪيائين. پوءِ سوٽ لاٿائين. بوٽ ۽ جوراب لاٿائين. گنجي بہ لاهي ڇڏيائين. پڇاڙيءَ ۾ فقط ڪڇو وڃي رهيس. تڏهن بہ پگهر ريلا ڪري ٿي نڪتس. مٿان وري اڏامندڙ واري، هن

جي بدن سان ٺهڪندي ۽ چنبڙندي ٿي ويئي. ائين سمجھو تہ پگهر، ڌوڙ ۽ واريءَ جي گاري سان هن جو جسم لنبجي ويو. واري اکين ۾ ٿي پيس ۽ مهڻ ڪري اهي ڳاڙهيون ٿي ويون هئس، جن مان جهڙ رت ٿي ٽِميو. وات ۾ واريءَ جي داڻن پورڻ ڪري ڪِر ڪِر محسوس ڪرڻ لڳو. ان سان گڏ ساري بدن ۾ بيزاري پئي محسوس ڪيائين. هن کي ائين لڳي رهيو هو تہ هو ڪنهن ٻئي قسم جي مخلوق ۾ مٽيل انسان بنجي ويو هو.

البت هنن ڪاڏي پيٽيءَ جو سامان ڪنيو هو. ٿڌي پاڻيءَ جو ڪولر هو. شراب جون بوتلون هيون ۽ کائڻ لاءِ ڪيتريون ئي شيون. چارلس ڪڏهن ٿڌو پاڻي ٿي پيتو ۽ ڪڏهن شراب ڍُڪو. اهڙي نموني ٻاهريون ٻنو رکڻ ۾ ڪامياب ٿِي ٿي ويو باقي اندر جي اندر سان هئس.

هڪ هنڌ، واريءَ جي دڙي جو پاسو اُپرندي، جيپ جو توازن رکجي نہ سگهيو ۽ جيپ پاسيري ٿي ڪري، پر بولاٽيون کائڻ کان بچي ويئي. ٻيئي ڊاڪٽر پري واريءَ تي وڃي ڪريا. گهڻو هاڃو ڪونہ ٿيو. ڪنهن کي زخم ڪونہ رسيا. چارلس واريءَ ۾ پيوت ٿي ويو. جسم پگهر ۾ آلو هجڻ ڪري، واري ۽ ڌوڙ بدن تان پوري طرح ڇنڊجي نہ سگهيون. جيپ کي آسانيءَ سان سڌو ۽ چالو نہ ڪري سگهيا.

هو تعلقي جي هيڊ ڪوارٽر واري شهر ۾ پهتا. هتي ڊاڪٽر چارلس کي هر هنڌ ڪچا رستا، ڪنو پاڻي، گند جا ڍير ۽ ڊٺل ۽ پراڻا گهر نظر آيا، ۽ هر جڳهہ بدبوءِ هن جي آجيان ڪرڻ لاءِ موجود هئي. هن ڏٺو بہ ۽ پڇڻ تي بہ معلوم ٿيس تہ هن شهر ۾ بہ بجلي ڪانہ آهي.

ڊاڪٽر لائق ٽيبي جي هتي واري هڪڙي دوست وٽ وڃي هنن کي ٽڪڻو هو. هو هن جي گهر ۾ گهڙيا. گهر سهڻو ۽ آرام وارو ٿي ڏٺو.

هڪڙي ڪمري ۾ گهڙندي، اتي رکيل درسنيءَ ۾ جيئن ئي ڊاڪٽر چارلس جي نظر پنهنجي شڪل تي پيئي، تہ هو خوفناڪ دانهن ڪري، بيهوش ٿي ڪري پيو. ٿڪ ۽ گرميءَ کان بيحال تہ اول ئي هو پر آرسيءَ ۾ پنهنجو ڀيانڪ چهرو سڃاڻي نہ سگهيو ۽ صدمي ۽ اڻڄاتل خوف کان هوش حواس وڃائي ويٺو. هيءَ چهرو ڪنهن انسان جو تہ نہ هو!

هن جي منهن تي ٿڌي پاڻيءَ جا ڇنڊا هنيا ويا، ۽ هن کي مڌ جو ڍُڪو پياريو ويو. ٿوري ويرم کان پوءِ هن جا هوش حواس درست ٿيا. هن ڪجهہ

سوالن جا جواب ڏنا. پوءِ اٿي هڪ آرام ڪرسيءَ تي ٽيڪ ڏيئي آهلي پيو. هو اکيون بند ڪري، ڪجهه مهل ماٺ ۾ رهيو. پڌرو هو ته هو ڪنهن گهريءَ سوچ ۾ آهي.

نيٺ ڊاڪٽر لائق هن کان پڇيو: "ڊاڪٽر صاحب! ڇا پيا سوچيو؟"

ڊاڪٽر چارلس چارمنگ اکيون کوليون، جي اڃا به رت جهڙيون ڳاڙهيون هيون، ۽ هوريان هوريان چپ کوليائين، جي اڃا به سڪل هئا، ۽ پهرين ڌيمي آواز ۾ ۽ پوءِ زور سان جوشيلي آواز ۾ جواب ڏنائين، ۽ ائين ڳالهايائين ڄڻ ته پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو هجي. هن چيو:

"اسان سان دوکو ڪيو ويو آهي. اسان يورپ ۽ آمريڪا ۾ جوهري جنگ ۽ جوهري هٿيارن خلاف احتجاج ڪندڙن سان دوکو ڪيو ويو آهي. اسان کي چيو ويو هو ته اڃا هنن ائين نه ڪيو آهي، پر مون اڄ پاڻ پنهنجي اکين سان ڏٺو آهي ته سامراجين، ٽين دنيا جي هن ٽڪري تي ننڍڙو جوهري بم (Nuclear Bomb) اُڇليو آهي."

(مهراڻ 2/1987ع)

## پنهنجا پَرَ پنهنجو اُڏامڻ:

"سائين، اسان کي رات خبر پئي ته توهان آڪاٽيون لکندا آهيو. هوٽل ۾ وينو هوس. ماڻهن کي اڳواٽ ئي پتو پئجي ويو هو ته ٽيليويزن تي توهان جي آڪاٽين جو پروگرام اچڻو آهي، سو ڳوٺ جا هشام اچي مڙيا هئا. اهو ته اسان جي ڳوٺ جو شان آهي. اسان کي ڏاڍي خوشي ٿي ۽ ڏاڍو فخر ٿيو."

"مان به جڏهن توهان ڳوٺاڻن جا همت، بهادري ۽ دليريءَ جا ڪارناما پڙهندو آهيان، ته فخر کان ڳاٽ اوچو ٿي ويندو اٿم ۽ پوءِ انهن ئي ڪارنامن جون ڪهاڻيون لکندو آهيان."

"ها سائين، مان انهيءَ لاءِ ته توهان وٽ آيو آهيان، ته منهنجي ڪهاڻي به لکو نه رڳو منهنجي پر منهنجي ساٿي هارين جي پڻ."

هي هو بصر هاري، قد ننڍو بدن مضبوط ۽ ٺلهيرو منهن بصر جهڙو گول، مُڇون ڪڪيون جهڙا پڪل ڪٽڪ جي سنگ جا ٻُجَ، ڏاڙهي ڇاپئين ۽ اهڙي صفائيءَ سان ڪتريل، جيئن ٻڪريءَ جي ڏاس ڪتبي آهي. اچو

پٽڪو ڏگھي قميص ۾ پٽاپٽي بوڇڻ جي گوڏ. خوش خيرعافيت ڪندي يا ڪجھہ پڇندي ٻانهون ٻڌندو رهندو. مونکي ڏسندو تہ اچي پيرن ڪان ويهندو ۽ چنگھن ڪي زور ڏيڻ لڳندو. مان چنگھون هٽائي ڇڏيندس تہ ادل مان انهن ڳالهين جو هيراڪ نہ آهيان ۽ نہ ضرورت اٿم ۽ نہ ڪنهن کي هرويرو اهڙي تڪليف ڏيندس. چوندو: سائين، اسان مسڪينن وٽ پيو ڇا آهي، توهان جي ڪهڙي خذمت چاڪري ڪريون، قسمت سان ڳوٺ ٿا اچو. مان چوندوسانس بس ويهي پنهنجيون خبرون چارون ٻڌاءِ. اڳي تہ ٿورو ڳالهائو هو پر اڄ هن جي ڳالهائڻ ۾ هوشياري ۽ خوداعتمادي پئي جهلڪي.

"ڳالھہ ڪهڙي آهي؟ پوري ڳالھہ تہ ٻڌاءِ!" مون پڇيو.

"ڳالھہ ڪجھہ پراڻي آهي، ڪجھہ نئين."

مون دلچسپيءَ سان هن ڏي نهاريو. هن چوڻ شروع ڪيو:

"گذريل چونڊن ۾ مون ۽ منهنجي سنگتين وڏيري جي چوڻ تي ووٽ ڪونہ ڏنو. پوءِ هن مونکي پنهنجي زمين تان بيدخل ڪرڻ چاهيو. بيدخليءَ واري ڳالھہ پراڻي آهي، ان ڪري اها نہ ورجائيندس. هن مون سان اهي ئي ويل وهايا ۽ ڪلور ڪيا جي هر زميندار هاريءَ کي پنهنجي زمين تان زوريءَ تڙڻ لاءِ ڪندو آهي، يعني منهنجي گھر جو سامان ۽ ڍانڍ چورايائين، گھر ساڙايائين، ٿاڻي تي فرياد ڪٽي وياسين تہ مرڳوئي مونکي ۽ منهنجي پٽ کي ٻڌي ويهاريو ويو. ائين تہ پئي ٿيو آهي، ان ڪري اها ٿي پراڻي ڳالھہ. هاڻي ٻڌايانوَ ٿو نئين ڳالھہ..."

"هائو سائين، هيءَ نئين ڳالھہ ٻڌڻ جهڙي اٿوَ. ڏيانَ سان ٻڌجو." هاري هوٽ وچ ۾ ٽپي چيو. هوٽ سدائين هيسيل ڏسبو هو. نڪ ڏگھو هوس. ڦاٽل قميص مٿان پراڻو نيلامي سئيٽر پهريل هوس ۽ پٽڪي جي ٻُٽَ ٻڌل هئس.

"پر بصرا! تون تہ اڄا ساڳئي وڏيري وٽ هاري آهين. بيدخل وري ڪيئن ٿئين؟" مون چيو.

"ها سائين، نہ رڳو بيدخل ڪونہ ٿيو پر وڏيرو ٻنئيءَ لاءِ بہ ٻار تي ڪونہ اچي. هي فصل جو پنهنجو قانوني حصو ڪنيو وڃي ۽ زميندار کي هن جو حصو ڏياري موڪلي." هوٽ وراڻيو.

"هائو سائين، ڪورٽن ۾ ڪوڙا ڪيس وڏيري اسان تي بہ ڏاڍا ڪيا آهن، جن کي اسين سڀ هاري گڏجي منهن ڏئي رهيا آهيون، باقي ٽن فصلن

ڪان نہ ڪنهن هاريءَ کي بيدخل ڪري سگهيو آهي، ۽ نہ پنهنجي مرضيءَ موجب ٻٽئي ڪرڻ ڏيري تي آيو آهي.“ ڪراڙي هاري سومر چيو جو اجرڪ ۾ ويڙهو سيڙهيو گرونڊڙو ٿيو ڪٽ تي ويٺو هو.

”چڱو پيرا ٿئي ڳالهہ ٻڌاءِ!“ مون بصر ڏي منهن ڪري چيو.

”سائين، ملهار ڪلهوڙو سڃاڻو نہ؟“ بصر پڇيو.

”ها ها، جيڪو چورين ڪندو هو نہ؟“

”ها سائين، اهوئي. هو چورين ڪري پوليس جي بہ اک ۾ تي پيو ۽ ماڻهن جي بہ ٿڪ لعنت پئي ٿيس، سو هي ٿَرُ ڇڏي لاڙ وڃي ڪنهن زميندار وٽ هاريو ڪيائين. اتي ڪا هاري ڪاميٽي آهي، هي انهن ماڻهن سان اٿيو ويٺو ۽ لهہ وچڙ ۾ آيو. هارين جي ڪا وڏي ڪانفرنس تي هئي، ان ۾ بہ ويو هو ۽ هارين جي ٻڌيءَ جا رنگ ۽ ان ٻڌيءَ کان اتي جي زميندارن جو ڪؤ ڪائڻ ڏسي دنگ رهجي ويو. پنجن سالن کان پوءِ واپس هتي آيو تہ همراهہ ۾ ڏاڍو ڦيرو ڏٺوسين. اصلي اسان جو چڱو مڙس بنجي ويو. اسان هارين جي اهڙي همت ٻڌارايائين، جو اسين وڏيري سان اک ملائڻ لڳاسين.“

”اڙي يار، ڊيگهہ نہ ڪر. سائينءَ کي اصلي ڳالهہ ٻڌاءِ، تہ تنهنجي ۽ تنهنجي پٽ جي ٽاٽي ۾ ٻڌجڻ ڪانپوءِ ڇا ٿيو؟“ وري هوت وچ ۾ چيو.

پر بصر کي سڀ ڪجهہ ٻڌائڻ جو شوق هو. هن هر ڳالهہ ٻڌائي، ورجاءَ ڪري، وڌاءُ ڪري، پٽاڙ ڪري.

—

هن وڏيري جي هارين هڪ ٻئي سان صلاح مشورا ڪيا هئا، پر ڪا وات ڪانہ سجهي هئن. هينئر جو فرياد ٻُڌڻ بدران پوليس مرگوئي بصر کي ڪاٺ ۾ وڌو تہ سيئي هاري ڪنا ٿيا تہ ڪجهہ ڪرڻ گهرجي، نہ تہ سياڻي اسان بہ ساڳي چڪيءَ ۾ پيسباسين. صلاح بيٺي تہ ملهار ڪلهوڙي سان ملجي.

ملهار جي ڳالهين جڻ سوڪهڙي ۾ پلر جي پالوٽ ڪري ڇڏي. هنن جي حوصلن جا سلا ڦٽي نڪتا. ملهار چيو تہ اسان هارين کي پنهنجي ٻڌيءَ جو مظاهرو ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. ٻڌي قائم رهي تہ ضرور سوپيارا ٿينداسين، ۽ آئينديءَ هي ظالم زميندار اسان کان ڪن هٽندا. هن جو خيال هو تہ ٿَرَ جي ٻين زميندارن جي هارين سان صلاح مشورا ڪري، هنن کي ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار ڪجي. ٿر جي هارين جون گڏجاڻيون ٿيون. هاري ملهار

جا ويچار ٻڌندا هئا تہ محسوس ڪندا هئا، تہ اهي ڳالهيون اول ئي هنن جي دل ۾ هيون، ۽ هنن انهن تيڻ گهريو ٿي، انهن ڪرڻ چاهيو ٿي.

ملهار پيري پيري سان اها ڳالهہ هنن جي ذهنن ۾ ويهارڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو تہ اسان هارين کي پنهنجي مڙسي ڪرڻي آهي، پنهنجي پرن تي اڏامڻو آهي، پنهنجي ڪوشش ۽ همت سان پنهنجا حق حاصل ڪرڻا آهن ۽ ظلم جو مقابلو ڪرڻو آهي. اسان کي پوليس ۽ ڪامورن تي ڀاڙڻو نہ آهي، اهي زميندارن جا ڇاڙتا ۽ سهڪاري آهن. اهي فقط زميندار طبقي جو ئي ڀلو چاهيندا.

—

ٻهاول بہ ساڳئي وڏيري وٽ هارپو ڪندو هو. بصر سان ماٺي هئس. هن بصر جي زال، ٽنهن ۽ بہ ٻار پاڻ وٽ اچي رهايا. وڏيري چوائي مڪس تہ انهن کي گهر مان ڪڍ، نہ تہ تنهنجو حشر بہ بصر وارو ٿيندو.

پوليس، بصر ۽ سندس پٽ تي ٿاڻي ۾ مار موچڙي جي ڌَمَ لڳائي ڏني. هنن کي طرحين طرحين ايذاءَ ڏنا ويا. هنن سان ملڻ لاءِ اچڻ وارن دوستن ۽ مائٽن کي چيو ويو تہ پنج سؤ روپيا ڏيو تہ هنن کي ڇڏيو وڃي.

هڪ سومهڻي لڙيءَ جو گهگهہ اونداهي هئي. مائيٽي وايومنڊل ۾ تڏين جي "هُون هُون" ۽ ڏيڏرن جي "ٽان ٽان" جا آواز هئا. وقتي وقتي ڊِگن جي جي "ٽِڻ ٽِڻ" ٿي ايري. ٻن ڄڻن اچي ٻهاول جي لوڙهي ٻاهران سڏ ڪيو. هو ٻاهر نڪتو تہ ٻن ڄڻن اوچتو حملو ڪري هن کي پڪڙي سوگهو جهليو. ٻنهي وٽ ڪهاڙيون هيون. ڌمڪي ڏئي چيائون:

"جي پنهنجو خير گهرين تہ بصر جي ٽنهن اسان جي حوالي ڪر."

ٻهاول زور زور سان رڙ ڪري چوڻ لڳو:

"توهان ڪير آهيو ڇو آيا آهيو؟"

"جيئڻ چئون ٿا انهن ڪر نہ تہ توکي ۽ تنهنجي گهر جي ڀاتين کي بہ ماريندا سين، ۽ تنهنجو الهہ تلهہ بہ ساڙي رک ڪري ڇڏينداسين."

هن وري وڏي آواز سان چيو:

"پر توهان ڇوڪريءَ کي ڪيڏانهن وٺي وڃڻ ٿا چاهيو؟"

مالڪ جو ڏاڍيان ڳالهائڻ ٻڌي، هن جو ڪتو ڀؤنڪڻ لڳو.

"اڙي ڪتي جا پٽ، زور سان رڙيون نہ ڪر، هتي ڪير توکي بچائڻ وارو ڪونهي، ميل اڌ ۾ ڪا پھرئي ڪانہ تي رهي."

اٿين برابر هو. هي اڪيلو گهر ٻهاول جي ٻنيءَ تي هو جيئن ٻين هارين جا هئا. پر ٻهاول گهر ۾ لڪل ساٿين کي خبردار ڪرڻ ٿي چاهيو. وڏيري جي دڙڪي جي پيش نظر چار هاري واري ڦيري سان هن گهر ۾ رات جو سمهندا هئا.

ٻهاول کي ڏڪيندا هو گهر ۾ گهڙيا. اڱڻ ۾ بينڊل هڪ وڻ جي ٿڙ سان هن کي رسيءَ سان ٻڌڻ لڳا.

ماٺ ماٺ ۾ چئن ماڻهن هنن کي پنيان اچي ٻڪ وڌا، ۽ ساڳئي وقت هنن جا ٻوٿ بہ بند ڪيائون. پوءِ ساڳي رسيءَ سان ساڳي وڻ سان ٻنهي ڄڻن کي ٻڌائون، ۽ هنن جي واتن ۾ ڪپڙو وجهي اهي پڻ بند ڪيائون. پوءِ صلاح ڪيائون تہ هنن لچن جو ٻاهر بہ ڪو ساٿي چوڪيءَ تي هوندو ان کي سوگهو ڪجي. بہ هاري ماٺ ۾ ٻاهر نڪتا ۽ ڪجهہ اڳيرو وڌيا. ڪو ماڻهو ٻنيءَ ۾ بينڊل وڻ پنيان نڪري هنن ڏي وڌڻ لڳو. ويجهو آيو تہ هن کي بہ پڪڙيو ويو ۽ هن کي بہ ساڳئي وڻ سان ٻڌو ويو.

رڻا موجب بہ هاري ٻن ڪوهن اندر ٻنين تي، يا ڳوٺڙن ۾ رهندڙ شامل راءِ هارين کي سڏڻ ويا.

سيارو ختم ٿي چڪو هو. نہ سيءُ هو نہ گرمي. لالٽين ٻاري پڌر ۾ اچي رکيو ويو. گهر جا ٻار بہ ٻاهر نڪري آيا. انهن ۾ بصر جا ٻار پڻ هئا. بصر جو هڪڙو پٽ ٻارنهن سالن جو هو. هن ۾ ٻاراڻو جوش هو. ڪيترا پيرا ٻهاول کي پئي چيائين: "چاچا، وڏيري اسان جو گهر ساڙيو آهي، مان بہ هن جي گهر کي باهہ ڏيندس." ٻهاول وات تي آڱر رکي چپ ٿي ڪرايس.

هينئر جو خبر پيس تہ هي وڻ سان ٻڌل ماڻهو بہ وڏيري جا آهن، ۽ هي گهر ساڙڻ آيا هئا، سو ڪهاڙي کڻي هنن تي اُلَر ڪري آيو. پر ٻين بچاءُ ڪري ورتو.

هارين پڇڻ شروع ڪيو. ملهار بہ اچي ويو. ٻڌل ٻوٿ کوليا ويا. هنن کي سڃاتو ويو. بہ ڄڻا آسپاس جا نامي گرامي شودا هئا ۽ ٽيون، جنهن کي گهر ٻاهران پڪڙيو ويو هو سو وڏيري جي جيپ جو ڊرائيور هو.

هنن کي ڌمڪايو بہ ويو تہ هينئر توهين اسان جي هٿن ۾ آهيو اسين چاهيون تہ توهان کي ڳترا ڳترا ڪري پوري ڇڏيون، يا توهان کي بيعزتو

ڪريون يا پوليس جي حوالي ڪريون. وري هنن کي سمجهاين ته توهين ۽ اسين سڀ محنت ڪندڙ ۽ پورهيت ۽ ستايل طبقي جا ماڻهو آهيون. وڏيرا اسان کي ويڙهائين ٿا ۽ پنهنجي مطلب لاءِ استعمال ڪن ٿا. جي هاري مئا ۽ هنن جا گهر سڙيا ته به وڏيري کي پرواهه ڪانهه. جي توهان جا هڏ گڏ ڀڳا يا توهين مئا ڦٽيا ته به وڏيري جي آڱوٺي مٿي سور. اسان سيني واسطي ڀلو اهو آهي ته پاڻ ۾ ٻڌي ڪريون، ۽ وڏيري جي ظلم جو گڏجي مقابلو ڪريون.

ٻڌلن هنن کي ٻڌايو ته وڏيرو جيپ ۾ اسان سان گڏ آيو آهي، ۽ ميل کن پنڌ تي ٻنين جي وچ مان ويندڙ ڪچي پيچري تي جيپ ۾ ويٺو آهي. اسان ڇوڪريءَ کي ڪنيي کڻي وڃون ها، ۽ هن جو پروگرام رات سندس باغ واري لانڍيءَ ۾ گذارڻ جو هو.

-

وڏيري اوندهه ۾ ٽن ماڻهن کي ايندي ڏٺو. هن سمجهيو ته مون وارا ماڻهو آهن. نااميدي ٿيس ته هو ڪنهن کي ڪلهن تي کنيو ڪونه ٿا اچن. انهن ايندي ئي وڏيري تي وار ڪيو. وڏيري وٽ بندوق هئي، پر اها کڻڻ جي مهلت ڪانه مليس. پنيان ٻيا به ٻه چار ماڻهو پهچي ويا. ڏهن منٽن کان پوءِ ڏهه هاري وڏيڪ اچي وارد ٿيا. وڏيري کان هٿيار ڦريا ويا. هن جي تلاشي ورتي وئي. ڪوٽ جي کيسي مان پنجن هزارن جا نوٽ نڪتس. هي پيسا هن شايد شودن کي انعام ڏيڻ، ۽ بصر جي ٿُنهن کي لالچ ڏيڻ لاءِ آندا هئا. اهي پيسا هارين پنهنجي قبضي ۾ ڪيا.

وڏيرو پاڻيءَ مان نڪري ويو. وات مان گف وهڻ لڳس. گاريون ۽ ڌمڪيون ڏيندو رهيو:

"توهان ٽڪي جي ماڻهن جي هيءَ مجال..... مان هڪ هڪ کي ڏسي رهندس."

"وڏيرا، اسين هاڻي تنهنجي هر ظلم جو مقابلو ڪنداسين ۽ پنهنجا حق وٺندا رهنداسين." ملهار چيو "هي پيسا توکي موٽي ڪونه ملندا. اهي بصر جو حق آهن. هنن مان پنج سؤ روپيا پوليس کي ڏئي، هن کي ڇڏائبو ۽ باقي پيسا هن جي ساڙايل گهر ۽ چوري ڪرايل مال جو عيوضو."

"بڪواس بند ڪر!." وڏيري رنڀ ڪئي.

ايستائين ويهارو ڪن هاري پهچي ويا. هر هاريءَ جي ڪلهيءَ تي ڪهاڙي هئي. ملهار انهن ڏي مهڙ ڪري چيو:

”توهان وڏيري ڪي سندس ئي باغ واري لانڍيءَ ڏي پنڌ ئي پنڌ وٺي هلو اتي فيصلو ٿيندو. مان وجي ٿو بصر ڪي ٽاٽي تان ڇڏائي اچان.“

—

هو چار هاري پاڻ سان وٺي ٽاٽي ڏي روانو ٿيو. جمعدار کي چيائين:

”جيڪڏهن توهان بصر کي هينئر نه ٿا ڇڏيو ته اسين سڌو وڃي ايس پي، آءِ جي ۽ گورنر سان ملنداسين. اسين هاري ڪاميٽيءَ وارن کي به اطلاع ڏينداسين. اسين اخبار وارن کي به وٺي ايندا سين ۽ سرزمين ڏيکاري فوٽا ڪڍرائينداسين ۽ اخبارن ۾ ڇپرائينداسين.“

جمعدار ٿورو هٻڪيو. تازو ئي هالن پاسي بيدخليءَ جي سلسلي ۾ جيڪي هارين تي ظلم ۽ ڏاڍايون ٿيون هيون، تن جون اخبارن ۽ رسالن ۾ خبرون ۽ تصويرون آيون هيون. سياسي اڳواڻن، هاري رهنمائن ۽ شاگردن جا بيان ڇپيا هئا ۽ ڏاڍو گوڙ متو هو. پر ٻاهريون دهمان رکندي، جمعدار ملهار ۽ هن جي ساٿين کي بيعزتو ڪري ٽاٽي مان ڪڍي ڇڏيو.

موٽندي ساٿين ملهار کان پڇيو ”تو جمعدار کي پيسا ڇو نه ڏنا؟“

ملهار وراڻيو ”خيال نه ڪيو بصر ۽ سندس پٽ اسان جي پٺيان پٺيان آزاد ٿي پهچي ويندا.“

—

رات جو ٽيون پهر آهي. چنڊ ڪونهي. آڪاس تي تارن جي جهرمر آهي. ڪتي ۽ ٽيڙو به ٽمڪي رهيا آهن. اونده آهي پر هارين جا هي ڳس ۽ پنڌ ساريا پيا آهن. هو ڳالهيون ڪندا، ٻنين جي وچان، ٽڪڙو ٽڪڙو باغ ڏي وڃي رهيا آهن.

اڄ ٻنين ۾ اڌن تان هلندي، ڪٽڪ جي فصل جي پنن ۽ سنگن جي ڇهاءَ ۾ هنن کي پنهنجائپ جي ڪتڪتائي محسوس ٿئي ٿي.

راتين جا پنڌ ته هنن هر رُت ۾ ڪيا هئا، هر دوَر ۾ ڪيا هئا، پر اڄوڪي رات نرالي هئي. اڄ رات هي ڪيت جنگ جو ميدان هئا.

ھھڙيون خاموش راتيون اڳي بہ ٿينديون هيون. هنن خاموشين ۾ آواز اڳي بہ ٻڌبا هئا، پر اڄ انهن آوازن ۾ نئون آلاپ هو: تڏين جي "هون اوُن اوُن اُون" لاڳيتي جاکوڙ لاءِ گونجار هئي. ڏيڏرن جي "ٽان ٽان" هارين ۾ پورهيتن جي ڌارين ۾ پرمارن تي مشين گنن جا ٺڪاءَ هئا.

گدڙن جون اوناڙون ٻڌي يقين ٿي ٿين تہ جلدئي اسان جي بہ ٻکن کان جان ڇٽندي، پوءِ اسين بہ ڳائينداسين ۽ هڪ ٻئي جي ڳائڻ جو آواز ٻڌي اڃا بہ وڏي آواز ۾ ڳائينداسين.

ڪتن جون ڀؤنڪون هنن لاءِ آٿت هيون تہ اسان جا ٻيا بہ ساٿي آهن جي پهري تي سجاڳ آهن.

ڪڪڙن ٻيو دس هنيو. هنن جو "ڪڪڙُو ڪُو" ڄڻ هارين کي هڪل هئي، تہ وقت جو اوهان سان ساٿ آهي، وقت اوهان جو آهي، آئيندو اوهان جو آهي.

تارا حيرت مان هارين کي ڏسي رهيا هئا، تہ هنن جي چهرن تي اڄ هيءَ ڪهڙي جوت آهي، ۽ جوت بہ اهڙي جو هو پاڻ کي ائين ڦڪو محسوس ڪري رهيا هئا، جيئن چنڊ جي آڏو ڪندا هئا. هنن تہ سدائين هنن جا محرومي ۽ مايوسيءَ سان سينواريل چهرا، اونڌهي رات کان وڌيڪ اونداها ڏٺا هئا. هي تہ ڏهڪايل، هيسايل ۽ ٿڪايل چهرا هئا تن ۾ زندگيءَ جا آثار ڪيئن پيدا ٿيا. هي تہ دٻيل، پوريل ۽ لڪل ٻج هئا، ڇا انهن کي گهربل پاڻي ۽ پلو پاڻ ملي ويا آهن، جو ڌرتيءَ جو سينو چيري ڦاڙي ڦٽي نڪتا آهن.

—

ٽيو بہ ائين جيئن ملهار ڇيو هو. هو وڏيري واري باغ جي لانڍيءَ ۾ پهتا، تہ مٿان ٻنهي قيدين بہ اچي "ڪچهري قائم!" چئي ڪيڪاريو.

لانڍيءَ ۾ گولو ٻرڻ ڪري ڏينهن لڳو پيو هو. هڪڙي پاسي کان عاليشان پلنگ هو ڪوچ هئا، ڪرسيون هيون، پٽ تي سهڻو غاليچو وڇايل هو هڪڙي ٽپائيءَ تي شراب جي بوتل رکيل هئي.

هاري هيٺ غاليچي تي ويٺل هئا ۽ وڏيرو هڪڙي ڪوچ تي، پر پنجوڙ ۾ ڦاٿل شينهن وانگر. ڪنڌ هيٺ هوس. وقتي وقتي نظرون مٿي تي ڪيائين. هينئر هن جي اکين ۾ غصي بدران حيرت هئي، ڄڻ ساڀيان کي سپنو سمجهندو هجي.

. ملهار چوڻ شروع ڪيو:

"وڏيرا! اسين چاهيون ٿا تہ توکي هينئر پوليس جي حوالي ڪري ٿا سگهون. تنهنجي هن پاليل جمعدار وٽ نہ پر تعلقي يا ضلعي جي پوليس وٽ. هاري ڪاميٽيءَ ۾ ايتري طاقت آهي جو تو جهڙي ظالم زميندار خلاف ائين ڪري سگهي. ممڪن آهي تہ آخر ۾ تون جان ڇڏائي وڃين، پر گهٽ ۾ گهٽ ٻچڙو تہ ٿيندين، خلق ۾ خواري تہ ٿيندءِ، دولت بہ لٽائڻي پوندءِ. پر اسين توکي صرف اهو چتاءُ ڏئي ڇڏي ٿا ڏيون تہ آئيندي ڪنهن بہ هاريءَ تي ڏاڍائي ڪيئي، تہ ان جو نتيجو ڀوڳڻو پوندءِ. توکي اهو بہ ٻڌائي ڇڏيون تہ جي ڪنهن بہ هاريءَ کي هروڀرو بيدخل ڪندين، تہ ڪوبہ ٻيو هاري تو وٽ ڪم ڪرڻ لاءِ نہ ايندو. اهو اسان سڀني هارين جو فيصلو آهي. هتي هينئر پنجاهہ کن هاري موجود آهن. تنهنجن هارين کانسواءِ ٻين زميندارن جا هاري بہ آهن. ڪوبہ هاري تو وٽ ڪم نہ ڪندو ۽ جي ٻاهران هاري گهرائيندين، تہ اسان هاري ئي هنن کي هتي ڪم ڪرڻ نہ ڏينداسين."

"ملهار! ٻٽئيءَ وارو فيصلو بہ تہ ٻڌائي ڇڏيو." هڪ هاريءَ رڙ ڪئي.

"ها وڏيرا! ٻٽئيءَ لاءِ تون ديري تي نہ ايندين. هاري ٻج ۽ پاڻ جو حساب ڪري، پنهنجو حصو ڪڍي ويندو. پوءِ تون پنهنجو حصو ڪٽائي وڃجانءِ! سڀ ڳالهہ قانون موجب ٿيندي."

اتي لانڍيءَ ٻاهران ٻيڻلن مان ڪنهن رڙ ڪئي:

"وارو ڪريو پريان ڪٿي باهہ لڳي آهي."

سڀ ٻاهر نڪري آيا. باهہ جو ٻيڙ نظر اچي رهيو هو. ڪن کي شڪ پيو تہ شايد بهاول جو گهر سڙي رهيو آهي، سو وٺي ڀڳا.

پرسان اچي ڏٺن تہ وڏيري جي جيپ سڙي رهي هئي.

—

## ناچڻي:

هيءَ آهي ان ناچڻيءَ جي ڪهاڻي، جنهن کي، سنڌيءَ جي برک رسالي "سهڻي" جو ايڊيٽر فن جو شاهڪار سمجهي، پنهنجي پرچي جي هر پوش تي ان جي تصوير ڏيندو آهي؛ جنهن کي دنيا جي دانشورن سنڌ جي

سپيتا جو اڻ مٽ اهڃاڻ ڄاڻي، ”سنڌ صدين دوران“ واري جشن جو مونوگرام بڻايو ۽ ساڳئي ئي جشن ۾ جنهن جي مورتيءَ تي هڪ مسلمان بزرگ چوهه چنڊيا.

_

پنج هزار ورهيه اڳي. موهن پور شهر ۾:

جتي هوءَ رهندي هئي، اتي جا هو چڪر ڪاٽيندو هو. جتي هوءَ ويندي هئي، اتي هو پهچندو هو. جتي هوءَ نچندي هئي، اتي هو موجود رهندو هو.

_

چوڏهينءَ جي چانڊوڪي آهي. سونهري ۽ سهڻو چنڊ، نيري ۽ نرمل آڪاس ۾ ساري ڪائنات جي سونهن ۽ سوجهري جو مرڪز بڻيل آهي. تارا حُسن ۾ هن کان گهٽ آهن ۽ اک ٽيٽ ڪري، رِيسارين نظرن سان چنڊ جو حسن ڏسي رهيا آهن. هيٺ درياهه مٿان چانڊوڪيءَ جي ورڪا ٿي رهي آهي. لهرن ۾ چنڊ جو عڪس ائين ٿو لڳي، ڄڻ ته چنڊ درياهه جي هندوري ۾ لڏي رهيو آهي.

موهن پور جا رهاڪو هر مهيني ”چوڏهينءَ جو جشن“ ملهائيندا هئا. هيءَ شهر سنڌوءَ جي ڪناري تي هو. ڪناري سان لاڳيتو هڪ چڱو خاصو سنئون سڌو ميدان هو جتان درياهه جو دلڪش ڏيک نظر ايندو هو ۽ جتي ماڻهو جشن ملهائيندا هئا.

اڄ اهو جشن آهي. هن دلفريب منظر ۾ ماڻهو ڪنا ٽيندا ٽا وچن. ننڍا وڏا، ٻار ٻيڍا، مڙسالا زائفون سڀ آهن ۽ هزارن ۾ آهن. هنن جي چهرن تي بي فڪريءَ جي روشني پئي ٻهڪي، هنن جي مُنهن مان مسرت جا ڦوهارا پيا ڦُٽن. چوڌاري خوشيءَ جا آواز پيا ٻڌجن، ٽهڪ پيا گونجن، سريلا راڳ پيا آلاپجن. خوشيءَ جون ڪيڪارون آهن، سڪ جا سنيها آهن، محبت جون مُرڪون آهن. ڪي گلي ملي گڏجن ٿا، ڪي هڪ ٻئي کي هٿ ٻڌي نمسڪار ڪن ٿا، ڪي پري کان ئي نالو پڪاري پرڻام ڪن ٿا. ڪجهه ماڻهو درياهه تي ٻيڙين ۾ سير ڪندي گيت ڳائي رهيا آهن. ڪي ماڻهو وهنجي رهيا آهن، ڪي تري رهيا آهن، ڪي ٽٻيون هڻي رهيا آهن ۽ ڪي

پاڻيءَ ۾ ڪيڏي رهيا آهن. ميدان جي هڪڙي طرف دهل تي "ٺاهو" پيو وڄي ۽ ڪيئي جوڙا سندرا ٻڌيو ملهه پيا وڙهن.

چانڊوڪيءَ جي سونهن، سنڌوءَ جو ڏيک، فرحتي هوا، ڪائنات جو حسن، مِٺا مٺا ماڻهو سباجها سباجها سنڌي، پيار پريو وايومنڊل، خوشيءَ سان ٽمٽار دليون، بيفڪريءَ واريون دليون: دليون جذبن سان ڀرجڻ لڳيون، دليون اُڌمن سان اٿلڻ لڳيون، دليون امنگن ۾ تڙپڻ لڳيون. جذبن، اڌمن ۽ امنگن جو اظهار جسماني چرپر سان ٿيندو آهي. ماڻهو بي ساختو نچڻ لڳا. ڀهريائين ڪي نوجوان نچڻ لڳا. نوجوان وڏيڪ جذباتي ٿيندا آهن. ماڻهن کي نچندي ڏسي، ڏسندڙن ۾ به وجداني ڪيفيت پيدا ٿيندي آهي، ۽ هو به خودبخود نچڻ ۽ ناچ ۾ شامل ٿيڻ لڳندا آهن. پوءِ سڀ ماڻهو بي تحاشو نچڻ لڳا. جن وٽ وڄائڻ جا ساز هئا، تن ناچ کان اول ئي اهي وڄائڻ شروع ڪيا هئا. ماڻهو انهن سازن جي تال تي ناچ جا تال ملائيندا رهيا. پوءِ ناچ ۽ سازن جي تال تي به ڳائڻ لڳا. فضا رقص ۽ راڳ سان ڀرجي وئي، تاڙين ۽ تال سان گونجڻ لڳي، ساز ۽ سُر ۾ مست ٿي وئي. ماڻهو نچندا رهيا، وڻ نچندا رهيا، درياهه نچندو رهيو درياهه ۾ چنڊ نچندو رهيو.

اڄوڪي رات هيءَ سونهن، سُرَ ۽ سازَ جي سرزمين جاڳندي رهي.

نچيا ته سيئي ٿي، پر نچڻ جي ڏات ڪن ڪن کي هئي. نچيا ته سيئي ٿي، پر نچڻ جو ڏانءُ ڪن ڪن کي هو.

پر هن ناچڻيءَ کي ڏات به هئي ته ڏانءُ به. ماڻهو هن کي نچندي ڏسندا هئا ته بيخود ٿي بيهي رهندا هئا، ۽ اُڌمن ۽ جذبن سان ڀرجي، پاڻ پڻ نچڻ لڳندا هئا. هن جو عضوو عضوو ٽِرڪندو هو، لُڏن لُڏن لرزندو هو، انگ انگ شاعري ڪندو هو. هن جي چرپر ۾ اهڙو تال هوندو هو جو ڏسندڙ مست بنجي ويندو هو.

ان ڪري هوءَ جشنن جي ۽ محفلن جي جان هوندي هئي. هن جي وڏي عزت ڪئي ويندي هئي.

هوءَ ڪنير جي ڌيءَ هئي. هن جو پيءُ نکر جا ٿانوَ ٺاهيندو پچائيندو ۽ چٽيندو هو.

—

هن جو قد ڊگهيرو رنگ سانورو جسم سنهون ۽ سڊول هو. هن کي هار، ٻانهين چوڙا، ڪنگڻ ۽ ٻانهونٽا پهريل هوندا هئا ۽ ان وقت جي رواج موجب سرير تي مختصر لباس ڏکيل هوندو هو.

مجسمي سازُ هن ناچڻيءَ تي هرک هاري ويٺو هو ۽ هن کي ڏسڻ خاطر جتن ڪندو رهندو هو. هو هن چوڏهينءَ جي جشن ۾ موجود هو ۽ ناچڻيءَ جي آسپاس پئي ڦريو. هو ٻه ٻين ڇوڪرين ۽ ڇوڪرن، مردن ۽ زائفن سان جوڙن ۾ چڪرن ۾ نچندو رهيو. ڪيترائي ڀيرا چڪري ۾ رقص ڪندي، واري ڦيري سان هن کي ناچڻيءَ سان هٿ هٿ ۾ ڏئي نچڻ جو موقعو پڻ مليو ٿي. ان وقت هو نچيو ڪونه ٿي، اُڏامو ٿي ۽ هن جيٰ دل ۾ خوشيءَ جون لهرون ٿي اڀريون. ساري رات هو خواب ۽ خمار جي ڪيفيت ۾ نچندو رهيو جهومندو رهيو اڏامندو رهيو.

—

هيءَ موهن ڀور جي "مکيه وهنجڻ جاءِ" آهي. هڪ تلاءُ آهي. ان جي چوڌاري موڪري پڪين سِرن جي پت يا بند آهي. تلاءَ ۾ هيٺ لهڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي. هتي عام ۽ خاص ماڻهو اچي وهنجندا ۽ ترندا آهن.

اڄ هتي ڪو جشن ملهائجي رهيو آهي. جشن ۽ خوشيءَ جي موقعن تي هنن تي وجداني ڪيفيت ڇانئجي ويندي آهي، انجو اظهار هو سان ناچ ۽ راڳ جي سياويڪ صورت ۾ ٿي ڪندا آهن. ناچ هنن جي سياءَ ۽ سڀيتا ۾ اولين حيثيت رکي ٿو. ناچ هنن جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي.

درياهه ۾ پاڻي چڙهيو آهي ۽ هنن جي کيتن کي پهريون ريج آيو آهي. اڄوڪو شادمانو ان خوشيءَ ۾ آهي.

دهلن، ٻنسرين، شرناين جا آواز بلند ٿيا، ۽ ماڻهو تلاءَ جي پت مٿان نچڻ لڳا. هڪڙي قطار ۾ مرد ۽ ٻيءَ ۾ عورتون، هڪ ٻئي جي آمهون سامهون هئا. هنن جي هٿن ۾ ڏؤنڪا هئا، جي هو نچندي، وڄائي رهيا هئا. نچندڙن جو مور "ناچڻي" هئي. سيني جي منهن تي مسڪراهٽ جي بهار ۽ زندگيءَ جو چمڪو هو. هو ساز ۽ ناچ ۾ مدهوش ٿي ويا.

پوءِ ناچ جو ٻيو ڀاڱو شروع ٿيو. ناچڻي پت جي هڪڙي ڪنڊ وٽ ٿي بيٺي. هڪ هڪ ڄڻو ٿي، اچي هن سان نچيو ٿي ۽ هن جي ڏؤنڪي سان ڏؤنڪو ٿي وڄايائين. پوءِ هن تلاءَ ۾ ٽپو ٿي ڏنو ۽ پاڻيءَ ۾ ڪلندو ٺهڪ ڏيندو

رڙيون ڪندو ترندو تلاءَ جي ٻئي پاسي ڏاڪڻ تائين ٽي پهتو ۽ ان تان چڙهي، مٿي پٽ تي ٽي آيو. هن ناچ ۾ فقط اهو حصو ٽي وٺي سگهيو جنهن ترڻ ڄاتو ٿي.

مجسمي ساز هن محفل ۾ شريڪ ٿيڻ خاطر سوير ٿي اچي سهيڙيو هو. هو پري کان پنهنجي پرينءَ، پنهنجي روح جي راحت، پنهنجي من جي مراد کي ڏسي، پنهنجي اکين جي نه اڃهامندڙ اڃ اجهائڻ ۾ مگن رهيو. پوءِ هو ناچ ۾ شريڪ ٿيو. نچندي به هن جون نگاهون هر وقت پنهنجي ناچڻيءَ کي نشانو بڻائينديون رهيون.

پوءِ ناچ جو تلاءَ ۾ ٽپو ڏيڻ وارو عمل شروع ٿيو. هو ترڻ اصل ڪونه ڄاڻندو هو ۽ تلاءَ ۾ پاڻي تار هو. هو پيار جي نشي ۾ سڀ ڪجهه وساري ويٺو. هن پنهنجي محبوبڙيءَ جي ايتري ويجهڙائيءَ ۽ هن جي مرڪن جي بارش کان ڪنهن به قيمت تي، وانجهو ٿيڻ نه چاهيو. هو ناچڻيءَ سان نچندو رهيو. هن جي ڏؤنڪي سان پنهنجو ڏؤنڪو وڄائيندو رهيو. هو هڪ ٻئي جي چوڌاري ڦيرا ڏيندا رهيا، مرڪندا رهيا. مجسمي ساز چاهيو ته هن جي سڄي عمر ائين گذري وڃي. حقيقت ۾ هن نچڻ ۾ دستور کان وڌيڪ وقت ورتو. نيٺ رسم پٽاندڙ هيٺ تلاءَ ۾ ٽپو ڏيڻو پيس.

هو تارو ڪونه هو. هيٺ پاڻيءَ ۾ پهچڻ سان غوطا کائڻ لڳو. پر محبت جي مانَ رکڻ لاءِ رڙ ڪونه ڪيائين. ڏسندڙن تاڙي ورتو ته هو تري ڪونه ٿو سگهي، ٻڏڻ وارو آهي ۽ بچڻ خاطر هٿ پير هلائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري رهيو آهي. رڙيون مچي ويون ته وارو ڪريو همراهه بچايو. ڪيترائي تارو پاڻيءَ ۾ ٽپي پيا ۽ هن جيئري عاشق کي جيئرو ڪڍي آيا.

---

هن شهر ۾ هن ديس ۾ هن قسم جون راڳ ۽ رقص جون محفلون عام جام ٿينديون هيون. اهڙيءَ طرح هنن جي جيوَن ۾ ساز ۽ سرود، ناچ ۽ نغمي جو به ايترو ئي دخل هوندو هو جيترو محنت ۽ مزوريءَ جو. سماج جا طبقا ضرور هئا، پر امير ۽ غريب ۾ گهڻو فرق نه هو. سڀ خوشحال هئا. ڪوبه انگ اگهاڙو نه هو. ڪوبه پيٽ بکيو نه هو ڪوبه اجهي بنا ڪونه هو. سڀ ڪم ڪندا هئا، سڀ آرام جي ننڊ سمهندا هئا، سڀ نچندا هئا. ناچ هنن ۾

هڪجهڙائيءَ جو احساس اجا بہ وڌائيندو هو ۽ هنن جو جذباتي ناتو اجا بہ مضبوط ٿيندو هو.

ناچ هنن جي زندگيءَ جو روح هو. ناچ هنن کي سماجي ساڃهہ، بدني صحت ۽ ذهني تازگي بخشي هئي. ناچ هنن کي جسماني سونهن ۽ دلي سڪون عطا ڪيو هو. ناچ ڪري هو ڪيني، پيائي، تعصب ۽ طبقاتي فرقن جي نالن کان بہ ناواقف هئا. هو سال ۾ ڪيترائي ناچ جا جشن ملهائيندا هئا: ٻنين ۾ ٻج ڇٽڻ وقت، لابارو لڻڻ وقت، ديرن تان ان ڪڍڻ وقت، درياهہ ۾ پاڻي چڙهڻ وقت، چنڊ جي چوڏهينءَ تي.

—

سنڌ جا اصلوڪا رهاڪو، اصل سنڌي، ڌرتيءَ جي پوڄا ڪندا هئا. هو ڌرتيءَ کي ڪو خيالي خدا، غيبي طاقتن جو مالڪ سمجهي، يا ان کان ڊڄي ان جي آڏو مٿو نہ ٽيڪيندا هئا، پر هو ڌرتيءَ کي عزت ۽ پيار جي نگاهہ سان ڏسندا هيا، ۽ ڇو جو هو ڏسندا هئا تہ ڌرتي کين جياپو بخشي ٿي، جياپي جو سهارو آهي ۽ ڌرتي ئي پنهنجي سونهن: وڻن، گلن، درياهن، سبز ميدانن ۽ خوبصورت نظارن ڪري، زندگيءَ کي رهڻ لائق بنائي ٿي.

موهن پور جا ماڻهو بہ وڻن، ساوڪ، پاڻي ۽ درياهن مان روحاني خوشي ۽ ذهني آسودگي ماڻيندا هئا، ۽ انهن ئي چيزن کي پنهنجي حياتيءَ ۾ وڏو درجو ڏيندا هئا، پنهنجي جياپي جو مرڪز سمجهندا هئا.

موهن پور ۾ نہ ڪو مندر هو ۽ نہ ڪا مڙهي. ان ڪري هن شهر ۾ نہ گناهہ جو تصوّر هو ۽ نہ گناهہ.

هن شهر ۾ نہ جنگي هٿيار هئا ۽ نہ شهر جي چوڌاري قلعو يا ڪوٽ. نہ هتي جي رهاڪن جو ڪنهن ٻئي ملڪ سان جنگ ڪرڻ جو ارادو هو ۽ نہ هنن کي ڪنهن ٻئي جي حملي جو خطرو هو. هيءَ امن پسند قوم هئي، پنهنجي ملڪ جي واڌاري ۾ رڌل. ان ڪري سڀ خوشحال هئا، ۽ قدرت جي سونهن ۽ نظارن مان جلدي متاثر ٿيندا هئا. سهڻا نظارا ۽ اندر جي خوشي هنن جي دلين کي جذبن، اڌمن ۽ امنگن سان پري ڇڏيندي هئي، ۽ پوءِ هو نچڻ ۽ ڳائڻ لڳندا هئا.

—

مجسمي ساز پنهنجي پريينءَ جو ديدار ڪرڻ لاءِ سدائين پريشان رهندو هو. هو انهن راهن تي ڀٽڪندو رهندو هو جتان ناچڻي لنگهي هئي. هوءَ سهيلين سان گڏجي درياهہ جي ڪناري ۽ کيتن تي گهمڻ ويندي هئي. پنهنجي پيءُ جا نهيل نڪر جا ٿانوَ پهچائڻ لاءِ ٻين گهرن ۾ ويندي هئي. مجسمي ساز کي هن جي چال ۾ رقص جو رنگ محسوس ٿيندو هو هن جي آواز ۾ موسيقي وارو ميٺاج لڳندو هو ۽ هن جي ڳهڻ جي کڙ ڪڙ ۾ سازن جا سُرَ پاسندا هئا.

رستي تي ڪڏهن آمهون سامهون ٿيندا هئا ۔تہ هڪ ٻئي کي ڪيڪاريندا هئا. ڪيئي سال گذري ويا، پر اڄ ڏينهن تائين، هن کي پنهنجي محبت جو اظهار ڪرڻ جي همت نہ ٿي. هو اندر ئي اندر ۾ تڙڦندو رهيو. هو پري کان ئي ديدار ڪندو هو. هن ڪنهن سنگتيءَ کي بہ پنهنجي راز ۾ شامل نہ ڪيو. البت هڪڙي ڳالهہ، جا سيني شهر واسين محسوس ڪئي، تہ هو هاڻي اڳي کان وڌيڪ سهڻيون ۽ وڌيڪ مڪمل مورتيون ٺاهڻ لڳو هو. هو پنهنجي فن جي اوج ۽ ڪمال کي پهچي ويو هو.

—

پوءِ هن ارادو ڪيو: هو پنهنجي سپريينءَ جي اهڙي سهڻي ۽ اهڙي مڪمل پتلي بنائيندو جو ڏسندڙ اچرج ۾ پئجي ويندا، دنيا حيران ٿي ويندي، هو پنهنجي پريينءَ کي امر بنائي ڇڏيندو.

پوءِ هن پريت جو پورهيو ۽ محبت جي محنت ڪري، دل جا احساس ۽ دماغ جون قوتون اوتي، هٿن جي فني عظمت استعمال ڪري، پنهنجي ناچڻيءَ جي پتل جي مورتي ٺاهي.

سچ پچ هيءَ مورتي فن ۽ پورهيي جو شاهڪار ثابت ٿي.

ڪن ڏنو ۽ ٻين کي ٻڌايو. پوءِ ماڻهن جا هشام اها پتلي ڏسڻ لاءِ اچڻ لڳا. اها ڏسي، خوشي ۽ حيرت جي جذبن جي پڌرائي ڪندا هئا. ڪي تہ اها مورتي ڏسي، نچڻ لڳندا هئا.

ناچڻيءَ کي بہ خبر پئي تہ مجسمي ساز سندس مجسمو ٺاهيو آهي. هوءَ پڻ ڏسڻ آئي. اهو ڏسي، هن جي منهن تي خوشي ۽ فخر جون روشنايون چمڪيون. هن اهڙي ڏکي ۽ جادو ڀريل مرڪ سان مجسمي ساز ڏي نهاريو جو هن کي محسوس ٿيو تہ هن کي پنهنجي محنت جو بدلو ملي چڪو.

پر هن جي محبت جو بدلو!؟ ناچڻيءَ کي تہ اها بہ خبر ڪانہ هئي تہ مجسمي ساز سندس پيار ۾ ديوانو ٿي چڪو آهي، يا شايد هن جي دل ۾ ڪو ٻيو دلدار ٿي وسيو.

شهر جي حاڪم کي بہ اهو پتلو ڏاڍو پسند آيو ۽ دل چاهيس تہ اهو هن ڪان وٺي پنهنجي محل ۾ رکي، ۽ روز ان کي ڏسي دل کي خوش ۽ تازو ڪندو رهي. پر پوءِ سوچيائين تہ جي اهڙي سونهن واري چيز محل ۾ رکبي تہ ان کي فقط منهنجي خاندان وارا ڏسي سگهندا، ۽ عوام ان کي ڏسي ڪونہ سگهندو. اهڙي سونهن واري چيز کي گهٽي ڪان گهٽي خلق ڏسي دل خوش ڪري ۽ اتساهہ سان ڀرجي.

—

مسوپوٽيما جا واپاري، موهن پور ۾ واپار سانگي ايندا هئا. هو ڪي شيون هتي وڪڻي ويندا هئا ۽ ڪجهہ مال هتان خريد ڪري ويند اهئا. هو مجسمي ساز جي مورتين جي خريداري پڻ ڪندا هئا.

هن ڀيري جڏهن هو هن جي دڪان تي آيا تہ شهري ماڻهن جا ميڙ اچي مڙيا. هو اهو ڏسڻ خاطر ڪونہ آيا هئا تہ مجسمي ساز ناچڻيءَ جو پتلو بہ وڪڻي ٿو يا نہ!؟ پر هنن جي دلچسپيءَ جو مرڪز واپارين سان آيل هڪڙو عجيب غريب شخص هو. پهرين هنن، هن کي ڪو انوکو جانور ٿي سمجهيو هو.

هي ميسوپوٽيما جا وڻجارا، هيڏانهن ايندي، عربستان جي برپٽ مان لنگهندا هئا. هن ڀيري جڏهن سندن قافلو اتان اُڪري رهيو هو تہ واٽ تي هنن هڪ عرب بدويءَ کي ڪم ڪار واسطي، غلام ڪري کنيو. هي اهوئي عرب هو جو هن وقت، هن شهر جي رهاڪن جي نگاهن جو مرڪز بنيل هو.

هو رنگ جو ڪارو هو. هتي جا بہ ڪجھ ماڻهو رنگ جا سانورا هئا، پر هو صفا ڪارو روڏو هو. هن جي بدن جا وار ڏاڍو وڏيل، گندا، گهنڊيدار ۽ چيڙهہ سان ڀريل هئا. هن جو ستر ڪجهي ۽ ٻين وٽن جي پنن سان ڍڪيل هو. ٻيو جسم اگهاڙو هو. ڪوبہ ڪپڙو ڪونہ هوس. هو وحشي نموني ٿهڪ ڏئي رهيو هو ۽ وحشي حرڪتون ٿي ڪيائين.

هو واٽ ٿاڙي، حيرت ڀريل اکين سان پنهنجي آسپاس ماڻهن ۽ جاين کي گهوري گهوري ڏسي رهيو هو. هن ڪڏهن ميسوپوٽيما بہ ڪونہ ڏٺو هو ۽

هيءَ ٿي پهرين شهري تهذيب هئي جا هن ڏٺي هئي. هن جي پنهنجي علائقي ۾ ماڻهو ڇڙوڇڙ ڇُرن ۽ غارن ۾ رهندا هئا، وڻن جا پن، ۽ رڍن ۽ اُٺن جون کلون ڍڪيندا هئا، ۽ کجور ۽ ٻين ڪن وڻن جون پاڙون ۽ ميوو کائيندا هئا.

- ۽ هتي ۾ تنهنجي ڏينهن رهڻ دوران هن ڇا ڇا ڏٺو؟

باقاعدي رٿابنديءَ سان ٺهيل شهر هو: سڌيون ۽ ويڪريون گهٽيون، ماڻهن کي رهڻ لاءِ پڪسرا گهر، جن ۾ اگهڻ هو ڏاڪڻ هئي، وهنجڻ جاءِ هئي، کوهہ هو.

ماڻهن ڪڻڪ ۽ ٻيا فصل پوکيا ٿي. گهرن ۾ جنڊ هئا، جن ۾ اَن پيهي، اٽو ڪري، ان مان مانيون ٿي پچايائون. هنن ڪپهہ جو فصل پڻ ڪيو ٿي ۽ ڪپهہ مان ائٽ ۽ آڏاڻي تي ڪپڙو اُڻي، اهو جسم تي ٿي ڍڪيو. ماڻهن جي سير بہ لئل هئي. ماڻهو بيحد خوش ۽ خوشحال هئا. جو سندن گيتن جي گونجن، سازن جي سُرن، ۽ ناچ جي ادائن مان پڌرو هو.

هتي جا ماڻهو وڏا هنرمند ۽ ڪاريگر هئا. هن اهڙا دڪان ۽ هنڌ ڏٺا، جتي ڪپڙو اُڻيو ٿي ويو، زيور ٺاهيا ٿي ويا، ڪاٺ مان ٽيڙ جوڙيا ٿي ويا، ڌاتن مان برتن ٺاهيا ٿي ويا، مورتي سازيءَ جو ڪم پئي ٿيو عاج جو ڪم پئي ٿيو ڇُرَ ۽ رڱاوت جو ڪم پئي ٿيو ٽڪر جي ٽانوَن تي چٽسالي پئي ٿي، ڪاشيءَ جو ڪم پئي هليو علاج گهر هئا، پٿر تي چٽسالي ۽ اُڪرَ پئي ٿي. هن هڪڙو وڏو گدام ڏٺو جتي ڪڻڪ جو وڏو ذخيرو ڪري رکيو ويو هو. هن بيل گاڏيون ڏٺيون، جي سامان ڍوئي رهيون هيون. هن اهي شيون فقط ڏٺيون ٿي، باقي سمجهہ ۾ ڪونہ ٿي آيس.

-

زمانو ڦرندو رهيو. ماڻهو مرندا رهيا، بادشاهيون بدلبيون رهيون، مذهب مٽبا رهيا، پر ناچ قائم رهيو. هر زماني جي ناچڻي نچندي رهي.

-

آرين جو دؤر آيو. آريا ڪنهن ڏاري ڌرتيءَ تان سنڌ ۾ آيا. هنن وٽ جنگي هٿيار هئا، جن جي زور تي هتي جي رهاڪن تي غالب پئجي ويا، ۽ هنن کي دربدر ڪري ڇڏيائون، غلام بنائي ڇڏيائون.

ڪيترن سنڌين وانگر ناچڻيءَ به سوچيو: "اسان کي جنگي اوزار به ناهڻ کپندا هئا ۽ لشڪر تيار ڪرڻ گهربو هو. اسان وٽ دنيا جو بهترين دماغ، هنر ۽ ڪاريگري هئي، ۽ اهڙا هٿيار جوڙي ٿي سگهياسين، جو دنيا جي ڪابه قوم انهن جو مقابلو ڪري نه سگهي ها. سنڌين جو ٻين ملڪن تي اگرائي يا چڙهائي ڪرڻ جو ڪڏهن به مقصد ڪونه رهيو آهي: پر سکيا ورتل فوج ۽ موتمار هٿيارن سان سنڌ تي حملو ڪندڙ دشمن، ۽ سنڌ ۾ وڳوڙ ڪندڙ نمڪحرامن جا ڏند کٽا ڪري ٿي سگهياسين."

ناچڻيءَ پنهنجن وڏڙن کي خانگي ڪچهرين ۾ هي چوندي ٻڌو:

"هي نوان آيل ڏاريا پاڻ کي سڌريل، مهذب ۽ آريا سمجهن ٿا ۽ اسان کي اڻ سڌريل، جهنگلي ۽ اڻ آريا سڏين ٿا. جيتوڻيڪ حقيقت هيءَ آهي ته لڙائيءَ جي ميدان ۾ نه پڄڻ جي باوجود به، اسين سنڌ جا اصل رهاڪو علم، فن، هنر، کيتي، مورتي سازي، اڏاوت، ڪاريگري، ٻولي، ناچ، سازن، سنگيت ۽ حياتيءَ جي ٻين تهذيبي ۽ علمي پهلوئن ۾ نه رڳو هنن آرين کان، بلڪ سڄي سنسار جي قومن ۽ قبيلن کان گهڻو مٿڀرو ۽ اڳيرو آهيون."

آرين به جلدئي اها ڳالهه محسوس ڪئي. پوءِ هو آهستي آهستي سنڌ ۽ سنڌين ۾ جذب ٿيندا ويا. سنڌي ٻولي ڳالهائڻ لڳا ۽ سنڌي رهڻي ڪرڻي اختيار ڪيائون. سنڌي سيتا کي پنهنجو بنايائون. هڪ ٻن پيڙهين کان پوءِ اصلوڪن ۽ نون سنڌين ۾ ڪوبه سنڌو نه رهيو. سيئي سنڌي تهذيب ۾ رنگيل هئا، سيئي سنڌي هئا.

آرين پاڻ سان گڏ پنهنجا معبود پڻ آندا هئا. هنن هتي مندر ٺهرايا ۽ اتي پنهنجي ديوتائن جي بتن کي پوڄڻ لڳا.

هو سنڌي ناچ ۽ سنڌي سنگيت جا عاشق بڻجي ويا. ناچ ۽ راڳ جا جشن جاري رهيا. هاڻي ناچ جون وڏيون محفلون مندرن ۾ ٿيڻ لڳيون. عام خاص ماڻهو سڀ ناچ ۾ شريڪ ٿيندا هئا. اتي عقيدتمنديءَ جو عنصر، نچندڙن ۾ نئين وجداني ڪيفيت پيدا ڪندو هو ۽ ناچ ۾، مست ڪندڙ بي ساختگي پيدا ٿي پوندي هئي. نچندڙ آسپاس کان بي خبر، پهرن جا پهر ناچ ڪندا رهندا هئا.

”ناچڻي“ هر ناچ ۾ ”اڳواڻ ناچڻي“ بڻجندي هئي. ڪيترن ئي ڪوهن تي، ديرن ۽ درياهن تي، دهل وڄندا هئا، بانسريون ۽ مُرليون سُرَ ڪيڏنديون هيون، ۽ ماڻهو نچندا هئا. سويمبرن ۽ وهانءَ جي موقعن تي دعوتي نچندا هئا.

-

سنڌوءَ مان پاڻي وهندو رهيو. زمين سرسبز ٿيندي رهي. سِرنهن جا گُل ٽِڙندا رهيا. ڪڻڪ جا سنگ نسرندا رهيا. ناچ جون راتيون جهومنديون رهيون. صبح جي ٿڌڙي هير ۾ ڪڻڪ جي پڪل پوک لهرون بنائيندي لڏندي رهي. ناچڻي نچندي رهي. هوءَ پنهنجي ملڪ جو فخر هئي. هوءَ پنهنجي ديس واسين جي ڌڙڪندڙ دل هئي.

صدين پٺيان صديون گذرنديون رهيون. عربن جي سنڌ تي قبضي ڄمائڻ تائين گهڻو ڪري سنڌ تي ٻُڌ گهراڻي ۽ برهمڻ گهراڻي جي حڪومت رهي. پر ان وچ ۾ ايرانين ۽ يونانين سنڌ تي ڪاهون ڪيون ۽ ڪافي عرصو هتي راڄ به ڪيو.

-

ايران جو دارا، جو سنڌ کي ”سون جو گهر“ سڏيندو آهي، ڪيترائي ملڪ فتح ڪري چڪو آهي. هن جو دنيا ۾ وڏو دٻدٻو آهي. سنڌ ۾ به ايرانين جي حڪومت آهي. هو هتي جي بهمن آباد شهر ۾ پنهنجو قومي ”نو روز جشن“ ملهائي رهيا آهن. ڪيترائي سنڌي به اتي موجود آهن. انهن ۾ ”ناچڻي“ پڻ آهي.

ايران جي پنهنجي منڊڙي موسيقي بلند ٿئي ٿي. ايراني پنهنجو ناچ شروع ڪن ٿا. سازن ۾ جوش وڌندو وڃي ٿو نچندڙن جي جسم ۾ لرزش وڌندي وڃي ٿي. ڪجهه بيتل سنڌي به سازن جي تال تي نچڻ ۾ شامل ٿي وڃن ٿا ۽ سنڌي نموني نچن ٿا. ۽ هنن جي ناچ ۾ بيخوديءَ جي ڪيفيت پيدا ٿي وڃي ٿي. هنن جي رقص ۾ اهڙي ڪشش، اهڙو حسن ۽ اهڙي اصليت آهي، جو ايراني مرد ۽ عورتون پنهنجو نچڻ وساري، سراپا شوق بڻجي، نچندڙ سنڌين کي ڏسڻ لڳن ٿا. موٽ ۾ انهن ايرانين تي وري اهڙي وجداني ڪيفيت طاري ٿئي ٿي، جو هو پاڻمرادو سنڌين جو نقل ڪري، سنڌي ناچ نچڻ لڳن ٿا.

پر ناچڻي اصل نہ ڇُري، اصل نہ نچي. غيرن ۽ غاصبن جي جشن ۾ هن جي اندر ڪو جذبو ڪو اڏمو ڪونہ اُڀريو.

پوءِ هي ايراني، سنڌي ناچ جا اهڙا متوالا ٿي ويا، جو جتي بہ سنڌين جو ڏِڻُ هوندو هو اتي وڃي حاضر ٿيندا هئا. ناچ ڏسندا هئا ۽ پاڻ بہ نچڻ لڳندا هئا.

هو پنهنجي حياتين ۾ نئون سرور محسوس ڪرڻ لڳا. ايرانين کي جهاز رانيءَ جو ڏاڍو شوق هو. هنن وٽ ڏاڍا سهڻا درياهي جهاز هئا. ان وقت جي سنڌ جي ايراني حاڪم کي سُڌ هئي، تہ سنڌي هر چوڏهينءَ جي چنڊ تي، سنڌوءَ جي ڪناري "چوڏهينءَ جو جشن" ملهائيندا آهن. ان رات پنهنجي خوبصورت درياهي جهاز ۾ چڙهي، هو درياهہ جو سير ڪندو ويندو هو ۽ ڪناري جي هر ڳوٺ ۽ شهر جي سامهون جهاز بيهارائي، سنڌين جو ناچ ڏسندو هو ۽ راڳ ٻڌندو هو. ناچ ڏسندي ڏسندي هو خود، هن جا ساٿي، خلاصي ۽ ملازم بہ نچڻ لڳندا هئا.

هو راڳ ۽ رنگ، شعر ۽ شاعري، غزل ۽ غنچن، گلن ۽ گلابن جا متوالا هئا. اهي نعمتون سندن ملڪ ۾ بہ هيون. پر راڳ ۽ سُرَ سان گڏ ناچ جو روحاني سرور، جو هنن کي هتي مليو سو هنن کي ڪڏهن بہ حاصل نہ ٿيو هو.

"ناچڻيءَ" جو ناچ ڏسي، هنن جو لُڏن لُڏن ٽڙڪڻ لڳندو هو ۽ پوءِ پاڻ بہ ناچ ۾ شامل ٿي، نچندا رهندا هئا. پهرن جا پهر، راتين جون راتيون. ناچڻيءَ سان گڏ نچڻ ۾ هو خوشي ۽ فخر محسوس ڪندا هئا. پوءِ هتي جي ناچ ۽ راڳ جي پوترتا، هنن جي جيون ۾ اهڙي سمائجي وئي، جو انهن مان ڪيترا پنهنجي ٻولي ۽ پنهنجو ملڪ وساري، هتي جا ٿي ويا، هميشہ لاءِ هتي جا ٿي ويا. سندن قوم جو راڄ هتي ختم ٿي ويو تہ بہ هو هن ديس کي ڇڏڻ لاءِ تيار نہ ٿيا.

-

ايرانين جي دؤر دوران، سنڌين ۾ ڌارين جي غلاميءَ ۾ ذلت جي زندگي گذارڻ جو احساس وڌندو رهيو. انهيءَ زماني ۾ هڪڙو گيت مشهور ٿيڻ لڳو هو. جشنن ۽ محفلن ۾ اهو گيت اڪثر ڳايو ويندو هو.

ناچڻي تہ جنهن بہ جشن ۾ نچندي هئي، تہ ناچ سان گڏ اهو گيت ضرور ڳائيندي ۽ ڳارائيندي هئي. هن گيت سان، سنڌ جي ناچ جي تاريخ ۾

پهريون پيرو هٿيار کڻي نچڻ جو رواج پيو. نچندڙن جي هٿن ۾ کهاڙيون، لوڙهيون يا تراريون هونديون هيون. اهو گيت ڪجهه هن ريت هو:

دائم آهيون، قائم آهيون،
سنڌي اسين اصل کان.
موهن جي دڙي ۾ ديجي،
وري به،
جيئرا ٿي اٿندا آهيون.

سنسار ساري ۾،
سنسار ساري کان،
مٿاهان رهيا آهيون،
اوچا رهيا آهيون؛
تهذيب، علم، فن، زبان ڪري،
واپار هنر، امن امان ڪري.

اڳتي به رهنداسين،
دائم ۽ قائم،
اوچا ۽ مٿاهان،
جنگ به سڪي، جنگجو به بنجي،
هٿيار ٺاهي، هٿيار هلائي.

اهائي آهي وقت جي وصيت،
اهائي آهي زماني جي ضرورت،
اهائي آهي اسان ۾ ڪمي،
رڳي ڪمي، رڳي ڪمي، رڳي ڪمي.

ڏارين کي ڏکي ڪيڻداسين،
دشمن لاءِ موت بنباسين.

سنڌ جو سُنهن، سنڌوءَ جو قسم،
ائين ڪنداسين،
ائين مرنداسين،
دائم رهڻ لاءِ،
قائم رهڻ لاءِ

-

سنڌ ۾ يونانين جي فرمانروائيءَ جو دؤر آهي. پٽالا شهر ۾ سنڌي ڪو ڏڻ ملهائي رهيا آهن. رات جو وڳڙو آهي. گهر گهر ۾ ڏيا ۽ ڏياتيون روشن آهن. رستي تان هڪڙو جلوس نچندو لنگهي رهيو آهي. نچندڙن جي هٿن ۾ ڏياتيون آهن ۽ هو نچي رهيا آهن. لاٽون نچي رهيون آهن، شمعون نچي رهيون آهن، روشنيون نچي رهيون آهن. ڪيترائي ماڻهو دهل، نغارا، بانسريون ۽ شرنايون وڄائيندا هلن ٿا. ماڻهو نچندي گيت به آلاپي رهيا آهن. رستي جي هر هڪ گهر مان راڳن، سُرن ۽ سازن جو آواز اچي رهيو آهي. جيئن ئي جلوس لنگهي ٿو گهرن مان ماڻهو نڪرندا، نچندا، هن جلوس ۾ شامل ٿيندا وڃن ٿا. سڄي شهر ۾ اها ڪيفيت آهي. ماڻهو موج ۽ مستيءَ ۾ آهن.

يوناني اهڙو دلفريب ڏيک، دل جون تارون ڇيڙيندڙ ناچ ڏسي، ۽ رس ڀريا نغما سڻي، سراپجي وڃن ٿا. هن جيءَ پنهنجي ملڪ يونان ۾ به ناچ ۽ سنگيت بلند پايي جا هوندا هئا، پر اهي هھڙي روحاني ڪيفيت پيدا نه ڪندا هئا. هو هن ناچ جي روح روان "ناچڻيءَ" جو ناچ ڏسي ته صفا منڊجي ويا: ڇا ته هن جو جسم هو ڇا ته هن جو فن هو ڇا ته هن جي منهن تي مرڪ هئي. ڪنهن يوناني ديويءَ جو حسين ترين بُت به هنن تي ايترو اثر ڪري نه سگهيو هو جيترو هيءَ سانوري ڇوڪري. هنن جا سيس، هن جي آڏو خودبخود نمي وڃن ٿا.

يوناني سنڌ جي راڳ ۽ ناچ کان ايترو متاثر ٿيا، جو ان کي "سُر ۽ ساز" جو ديس ڪوٺڻ لڳا.

سڪندر به ناچڻيءَ جي ناچ جي ساراهه ٻڌي. هو يوناني هو فن جو قدردان ۽ فن جي فلسفي مان واقف. هو ڇمڙا ٻوش ڪري، هڪڙي جشن ۾ ناچڻيءَ جو رقص ڏسڻ ويو. هن کي خبر هئي ته فنڪار جو فن، ان وقت اوج

تي هوندو آهي، جڏهن هو فطري ماحول ۾ دل جي امنگن ۽ پوري آزاديءَ سان ان جو مظاهرو ڪندو آهي. هو ناچڻيءَ جي فن کان بيحد متاثر ٿيو.

-

عرب سنڌ تي قبضو ڪري چڪا آهن.

هڪڙي عرب، برهمڻ آباد شهر ۾ لِڪي ڇپي، ڳڙڪين مان جهاتيون پائي، هڪڙي مندر جو اندريون ڏيک ڏٺو. مندر ۾ شري ڪرشن جو راڌا ۽ گوپين سان ناچ پٽي ورجايو ويو. ان ۾ راڌا، "ناچڻي" بڻي هئي.

هن عرب، ان وقت جي سنڌ جي عرب حاڪم وٽ اچي، "ناچڻيءَ" جي سونهن ۽ نزاڪت جي شاعراڻي ڍنگ سان واکاڻ ڪئي. عرب حاڪم هرڪجهي ويو ۽ هڪدم ڪيترن سپاهين کي حڪم ڪيائين ته ان ناچڻيءَ کي هٿ ڪري، سگهوئي منهنجي ننڊ ڪوٺيءَ ۾ پهچايو وڃي.

-

ان ڏينهن، سانجهيءَ جو ناچڻي رستي تان لنگهي رهي هئي، ته هڪ هنڌ سنڌين جو ميڙ ڏٺائين، جي حيرت ڀريل نگاهن سان عربن کي عبادت ڪندي ڏسي رهيا هئا.

جيئن ته ناچڻيءَ جي ذهن ۽ زندگيءَ ۾ پوڄا پاٺ جي جڳهين سان ناچ ڳنڍيل رهيو هو ان ڪري هُنَ، هِنَ عبادت کي سمجهيو ته اها هنن جو ڪو مذهبي رقص آهي.

هوءَ پنهنجي گهر پهتي ته ڏهه عرب سپاهين جي ٽولي، هن کي عرب حاڪم وٽ وٺي هلڻ واسطي اچي سهڙي. ناچڻيءَ اعتراض ڪيو. اڄ تائين ڪنهن به هن کي اهڙي نموني رعب ۽ اڏنگائيءَ سان نه سڏايو هو جڻ ته هوءَ ڪا ڏوهارڻ يا نيچ هئي. هن کي نئيدو وڏو بي انتها عزت ڏيندو آيو هو. ان کانسواءِ ههڙي بيگاهه وقت ۾ اڪيلو وڃڻ کان هن انڪار ڪيو پر سپاهي هن کي زبردستي ڪنيي کڻي ويا.

ناچڻيءَ کي سامهون ڏسي، عرب حاڪم جي وات ۾ پاڻي پرجي آيو. هن سيني موجود ماڻهن ۽ ملازمن کي ڪمري مان ٻاهر وڃڻ لاءِ چيو. اڪيلائي ٿي ته ناچڻيءَ کي چيائين:

"مون تنهنجي ناچ جي ڏاڍي ساراهه ٻڌي آهي. ان ڪانسواءِ سنڌي حسن ملڪان ملڪ مشهور آهي، ۽ تون سنڌي حسن جو اعليٰ نمونو ٿي ڏسجين. اڄ رات مون کي پنهنجو ناچ ڏيکار ۽ پنهنجي حُسن جي باغ مان گل چونڊڻ ڏي. اڄ رات مان حُورن جا خواب نه ڏسندس، پر جيئري جاڳندي حور منهنجي پهلوءَ ۾ هوندي."

ناچڻي پهرين منجهي پئي، پر پوءِ جرئت سان جواب ڏنائين: "هيءَ بند ڪوٺي به ڪا نچڻ جي جڳهه آهي. تون ٻاهر کليل ميدان ۾ ماڻهن جي ميڙ جو ناچ ڇو نه ٿو ڏسين، ۽ پنهنجي قوم ۽ پنهنجي مذهب وارين کي سڏائي، انهن جو رقص ڇو نه ٿو ڏسين؟"

"مان ائين ڪري نه ٿو سگهان ۽ اسان جي مذهب وارا نچي نه ٿا سگهن. مان فقط لڪي ڇپي ناچ جو مزو ماڻي سگهان ٿو."

"سبب؟"

"نچڻ حرام آهي."

"حرام!... حرام ڇا ٿيندو آهي؟"

"جيڪو ڪم ناجائز هجي."

"ناجائز جو مطلب پڻ منهنجي سمجهه ۾ نه ٿو اچي."

"يعني جيڪو ڪم خدا کي ناپسند هجي."

"خدا کي ناپسند! اسين ته نچندا ئي خدا کي، پرماتما کي راضي ڪرڻ لاءِ آهيون. اسين انهن جي آڏو مڙهين ۽ مندرن ۾ نچندا آهيون. خود توهين به ته پنهنجي عبادتگاهه ۾ نچندا آهيو. مون پاڻ اڄ اوهان جي مذهب وارن کي اتي نچندي ڏٺو."

عرب جو ڪاوڙ ڪان منهن ڳاڙهو ٿي ويو. رڙ ڪري چيائين:

"او نادان! اهو ناچ نه هو! بهرحال مان تنهنجو بحث ٻڌڻ لاءِ توکي هتي نه گهرايو آهي. مان تنهنجو رقص ڏسڻ جو خواهان آهيان. هاڻ نچ ۽ لباس کان بي نياز ٿي نچ، نچندي رهه ۽ نچندي نچندي منهنجي پهلوءَ ۾ هلي اچ."

هو صراحيءَ مان پيالو پري پيئندو رهيو. هاڻي خمار چڙهڻ لڳو هو س ۽ هن جي اکين ۾ هوس ڇلڪي رهيو هو.

ناچڻي ڪانـ چري ۽ پوري خوداعتماديءَ سان چوڻ شروع ڪيائين:
”مان تـ جڏهن دل ۾ اڌما ۽ اتساهـ اٿندا آهن، تڏهن نچندي آهيان. جڏهن منهنجي دل چاهيندي آهي، تڏهن نچندي آهيان. مان خودبخود نچندي آهيان. خاص ماڻهوءَ جي دٻدٻي ۾ اچي، اڪيلي هن جي سامهون ۽ بند ڪمري ۾ نـ نچندي آهيان. مان صفا ننگي ٿي نـ نچندي آهيان، جيئن تون چاهين ٿو. مان ڪنهن جي عياشيءَ جو رانديڪو ٿي نـ نچندي آهيان، جيئن تنهنجي آرزو آهي. مان سدائين لوڪ ناچ نچيو آهي. تون مون کي دولت عيوض نچڻ تي هرڪائين ٿو. ڇا دولت واسطي نچبو آهي؟ نچبو آهي پنهنجا جذبا ظاهر ڪرڻ خاطر، انهيءَ طرح ذهني آسودگي ۽ روحاني خوشي حاصل ڪبي آهي. ها، اڪيلو نچبو آهي محبوب لاءِ، اڪيلو نچبو آهي محبوب سان، ۽ تون منهنجو محبوب نـ آهين.“
اها ڏکِي تقرير ٻڌي عرب حاڪم پاڻيءَ مان نڪري ويو. هن جي اکين ۾ ۽ چهري تي وحشي پڻو پرجي آيو.
ناچڻيءَ کي هن جو اهو روپ ڏسي، ان بدوي عرب جو خيال آيو، جو ڪيترين صديون اڳ موهن پور آيو هو.
هو ناچڻيءَ تي حملو ڪرڻ لاءِ اٿيو. پر ناچڻي بـ خطرناڪ شينهڻ بنجي مقابلي لاءِ تيار هئي. للڪار ڪري چيائين:
”جي هڪ وک بـ وڌائي اٿئي تـ هي خنجر تنهنجي ان پليت دل مان پار ٿي ويندو.“ هن پنهنجو لڪل خنجر ڪڍي ظاهر ڪيو.
خنجر کان خوفزده ٿي، يا ناچڻيءَ جو حوصلو پسي، يا ڪنهن مصلحت ڪري، يا نشي هن کي نستو ڪري ڇڏيو هو. هو مقابلي تان هٽ ڪٽي ويو.
تاڙي وڄايائين. چار چوبدار در کولي، ڊوڙندا آيا.
حاڪم حڪم ڏنو ”هن ناچڻيءَ کي لوهي زنجيرن ۾ جڪڙي، اونداهيءَ ۾، اونداهي قيد ۾ وجهي قابو ڪيو!“
۽ هوءَ اڄ تائين قيد آهي.

(حيدرآباد، 12ـ مئي، 1975ع)

—

# ببليوگرافي

## سنڌي ڪتاب:

(1) آغا، سليم. "شيخ اياز صدين جي صدا" ڄامشورو. سنڌي ادبي بورڊ 2005ع

(2) آگرو غلام رباني. سهيڙيندڙ: نصير مرزا، حفيظ شيخ، اچو پکي واءِ، ڪهاڻي ناولٽ مطالعو، ڇاپو پهريون نئون نياپو سنڌ پبلشنگ هائوس 1997 ع

(3) آزاد ابوالڪلام مولانا. (سنڌيڪار عبدالرزاق ڏڪڻ) "صدين جون صدائون"، سنڌيڪا اڪيڊمي، 1999ع.

(4) آريسر عبدالواحد. (مرتب: يوسف سنڌي)، نجم عباسي فن ۽ شخصيت، (هڪ مطالعو) دڙو: سچائي اشاعت گهر جولاءِ 2002ع.

(5) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. "سنڌي نثر جي تاريخ" سنڌي ساهت گهر 1993 ع.

(6) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جا نوان موڙ"، مهراڻ. 1975ع

(7) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. "چونڊ سنڌي افسانا" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1986ع

(8) الانا، غلام علي ڊاڪٽر. "سنڌي ثقافت صداءِ مهراڻ"، مهراڻ ميڊيڪوز آرگنائيزيشن ڊو ميڊيڪل ڪاليج 1970ع

(9) امر جليل. "سنڌنامو" ڇاپو پهريو ڪراچي: ڪاڇو پبليڪيشن آگسٽ 2012ع.

(10) امر جليل. "جڏهن مان نه هوندس." ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 2008ع.

(11) امر جليل. "رني ڪوٽ جو خزانو"، ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن، 1989ع

(12) امر جليل. "تاريخ جو ڪفن" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1991ع

(13) امر جليل. "سرد لاش جو سفر" ڪراچي: ڪاڇو پبليڪيشن، سنڌ 2011ع
(14) اتم اي جي. "سنڌي ڪهاڻي، ناول ۽ تنقيد".
(15) جتوئي، ادريس. "جمال ابڙو جديد سنڌي ڪهاڻي" حيدرآباد: ڪويتا پبليڪيشن، سنڌي ادبي سنگت 2005ع
(16) ابڙو جمال. "ڪهاڻيون شخصيت مضمون" ڪراچي: ثقافت ۽ سياحت کاتو 1992ع.
(17) ابڙو جمال. "ڪتا اونهي ڳالهہ اسرار جي"، جلد ٻيو تنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊ پبليڪيشن 1998ع.
(18) ابڙو جمال. (سهيڙيندڙ: بدر ابڙو)، "آءٌ بہ جاڳي پوندس"، ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي، 2009ع.
(19) ابڙو جمال. (مهاڳ "خبرون ڪيڏانئن جون")، الطاف شيخ (سفرنامو)
(20) ابراهيم خليل ڊاڪٽر. "ادب ۽ تنقيد" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1975ع.
(21) ايڇ. ٽي. سورلي. "ڀٽ جو شاهہ" ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 1992ع
(22) انور. "سنڌي ترقي پسند ڪهاڻيءَ جو سماجي ڪارج"، "لطيف" سنڌي ٻاڳو ڄامشورو: ايل. ايم. سي
(23) بلوچ، نبي بخش ڊاڪٽر، "لوڪ ڪهاڻيون"، مقدمو جلد ـ 1، ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ
(24) بلوچ، نبي بخش. "سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ" ڄامشورو: پاڪستان اسٽڊي سينٽر.
(25) بدوي، احسان "تنقيد ۽ تنقيد نگاري" دفعو ٻيو حيدرآباد: آر ايڇ احمد اينڊ برادرس، شاهي بازار 1971ع.
(26) بلوچ، اختر. "ڪيڊياڻيءَ جي ڊائري"، ڇوٿون ڇاپو ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع.
(27) ٻوهيو الهداد ڊاڪٽر. "تنقيدون" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
(28) ٻوهيو الهداد ڊاڪٽر. "سنڌي ٻوليءَ جو سماجي ڪارج" ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1978ع.

(29) پوهيو الهداد. "ادب جو فڪري پسمنظر" حيدرآباد: سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت سنڌ، 1984ع.
(30) ٻاٻاڻي، ڪيرت. (مهاڳ) "سنڌي ڪهاڻيءَ جو شروعاتي دؤر"، "امر لعل جون ڪهاڻيون" امر لعل هنگوراڻي ايڊيٽر حيدر سومرو.
(31) ٻاٻاڻي، ڪيرت. "پيهي منجهه پاتار" پونا: آرميڪ سنڌي ساهتيہ پرچار يوجنا
(32) ٻاٻاڻي، ڪيرت. "ڪجهه ٻڌايم ڪجهه لڪايم" (آتم ڪٿا) الهاس نگر: سنڌي ٽائمس پبليڪيشن، 90_ لڪشمي مارڪيٽ ص 86
(33) ڀٽي، رشيد. (مهاڳ) "خط تقريرون انٽرويو" شيخ اياز ڇاپو پيو حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن، ڊسمبر 1999ع
(34) ڀٽي، قمر. "لطيف ـ ڪل سنڌ ادبي ڪانفرنس" ايل ايم سي سيڪريٽري ذوالفقار سيال.
(35) ڀٽ، هادي بخش. "ڳالهيون ڪتابن جون" (ڪتاب شيخ اياز ۽ ابراهيم جويي جا مهاڳ) حيدرآباد: سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت 2000ع.
(36) پليجو رسول بخش. "سندي ذات هنجن" حيدرآباد: سنڌي ادبي پبليشنگ ايجنسي سنڌ، 1983ع
(37) پليجو رسول بخش. "انڌا اونڌا ويڄ" ڇاپو پيو حيدرآباد: انسائيڪلوپيڊيا ڪارپوريشن، 1988ع .
(38) پليجو رسول بخش. "ڪوٽ لکپت جو قيدي" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن1995ع.
(39) پليجو رسول بخش. "اوهانجي پڄاڻان" (مهاڳ) نورالهديٰ شاهہ حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 2004ع.
(40) پليجو رسول بخش. "سياسي ادب"ٻاگو ٻهريون، حيدرآباد: سي پي سي ايس،2005ع
(41) پليجو رسول بخش. "وهڻ مون نہ وڙاءُ" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن سنڌ، 1992ع.
(42) پنجواڻي، رام امر لعل ۽ ساويتري ڪوتو مل منسڪاڻي. "سنڌ رگ ويد ڪان شيخ اياز تائين" شهيد فهد اڪيڊمي سنڌ، 2013ع

(43) پنجاپي، گوبند. "سورج مکي" بمبئي: سهڻي ڪتاب گهر، نئون جيون سوسائٽي.
(44) پيرزادو انور. "جديد سنڌي ادب" انور پيرزادو اڪيڊمي 2010ع.
(45) جوڻيو تاج.
(46) جوڻيو خاڪي. "جن پڙهايو پاڻ" سڪرنڊ حيدرآباد: مارئي اڪيڊمي 2010ع
(47) جوڻيو خاڪي. "ترقي پسند ادب جا معيار" سنگم پبليڪيشن 1986ع.
(48) جوڻيو تاج. "محمد ابراهيم جوڻيو" (شخصيت: علمي، ادبي ۽ قومي خدمتون) حيدرآباد: سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم 2003ع.
(49) جوڻيو تاج. "ناچڻيءَ جو جنم" (سهيڙيندڙ) غلام نبي ناشاد، خانواهڻ: ڪونج ڪتابي مرڪز 1979ع.
(50) جوڻيو محمد ابراهيم. "فڪر جي آزادي"، ڇاپو ڇوٿون، ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن 2008ع.
(51) جوڻيو محمد ابراهيم. (مهاڳ) "گوندر ويندا گذري"، ابراهيم منشي ڇاپو ٽيون، ڪنڊيارو: روشني پبليڪيشن، 2004ع.
(52) جوٽيجو عبدالجبار. "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1984ع.
(53) جوٽيجو عبدالجبار ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو مطالعو"، ڇاپو پهريون حيدرآباد: ڪهاڻي، گنج بخش ڪتاب گهر حيدرآباد: 2001ع.
(54) جوٽيجو عبدالجبار ڊاڪٽر. "ڪنمال" افسانوي ادب ۾ ڪردار جي اهميت، ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 2002ع.
(55) جوٽيجو تنوير. "عورت، سماج ۽ ڏاڏ" (تحقيقي مضمون) ڪراچي: عورتازاد ويمن ريسرچ ۽ پبليڪيشن، 2004ع
(56) سيّد، جي. ايم. "چونڊ ادبي مضمون" نئين سنڌ پبليڪيشن، 1984ع.
(57) جعفري، خيرالنساءِ "منهنجو تخليقي سفر"، ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 1992ع.
(58) جتوئي، حيدر بخش. "جيئي سنڌ جيئي سنڌي شاعري" شاعريءَ باباءِ سنڌ حيدر بخش اڪيڊمي 2009ع.
(59) چانڊيو جامي. "ادب، سياست ۽ سنڌي سماج" سي پي سي ايس حيدرآباد: ص

(60) چانڊيو جامي."تبديليءَ جا محرڪ ۽ سنڌ جو آئيندو" حيدرآباد:
. سينٽر فار پيس اينڊ سول سوسائٽي 2007ع.
(61) چانڊيو جامي. "سنڌ ڪيس"، حيدرآباد: سي پي سي ايس 2009 ع .
(62) چنداڻي، سوڀو گيان. "تاريخ جا وساريل ورق" حيدرآباد: سنڌي ساهت سنڌ، 1992ع.
(63) چانڊيو جامي (مرتب) "افسانوي ۽ فڪري ادب" (اينٿالاجي) ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2007 ع
(64) راشدي، پير حسام الدين. "اهي ڏوتي اهي ڏينهن" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ، 1973ع.
(65) راشدي، پير حسام الدين. "سنڌي ادب"، (ترجمو) غلام محمد لاکو حيدرآباد: سنڌي تحقيقي بورڊ 1996ع.
(66) راشدي، پير علي محمد. "اهي ڏينهن اهي شينهن" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ
(67) سيّد، جي ايم. "جيئڻ ڏنو آ مون" ڪراچي: نئين سوچ پبليڪيشن 2001ع.
(68) سيّد، جي ايم."سنڌوءَ جي ساڃاهه" بمبئي سورٺ پبليڪيشن آدرش نگر 1982ع.
(69) سيّد، جي ايم. "سنڌ ڳالهائي ٿي"، ڪراچي: سنڌيڪا اڪيڊمي 2009ع
(70) سنڌي، حميد. "مهراڻ جون چونڊ ڪهاڻيون"، ڇاپو پيو ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ، 2005 ع
(71) سنڌي، حميد "ويريون" ٽيون ڇاپو حيدرآباد: زندگي پبليڪيشن 1995ع
(72) حسيني، سحر امداد ڊاڪٽر. "شعور شاعر شاعري" ڇاپو پهريون ڄامشورو : سنڌي ادبي بورڊ 2008ع.
(73) سنڌي يوسف. (مرتب) "جبل مٿي باهڙي"، (خط) نجم عباسي،حيدرآباد: سچائي اشاعت گهر دڙو
(74) سراج."ادبي گڏجاڻي"، ڪراچي: سنڌي ادبي سنگت،21 ڊسمبر 1981ع.

(75) سنائي، ناز. "ڪچان تان ڪافر" ڇاپو پهريون، حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر جون 1983ع.
(76) شيخ، اياز. (مرتب: انور فگار هَڪڙو) "جي تند برابر توريان"، ڪراچي: سنڌ ادبي اڪيڊمي 1998ع.
(77) شيخ، اياز. "ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي"، ڇاپو پهريون، حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن، ڊسمبر 1963ع.
(78) شيخ، اياز. "ساهيوال جيل جي ڊائري" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1986ع.
(79) شيخ، اياز. (ترتيب رشيد ڀٽي)، "خط تقريرون، انٽرويو"، ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن، 1999ع.
(80) شيخ، اياز. "ڪٿي نہ ڀڄبو ٽڪ مسافر" حيدرآباد، نيو فيلڊس پبليڪيشن
(81) شيخ، اياز. "جي تند برابر توريان"، ڪراچي: سنڌي ادبي اڪيڊمي 1998ع.
(82) شيخ، انعام. (سنڌيڪار: رشيد ڀٽي)، "دنيا جا عظيم افسانا"، ڇپائيندڙ پاران، ڄامشورو سنڌي ادبي بورڊ
(83) شيخ ،عزيز. " تقسيم کان تقسيم تائين "ڪراچي: باک پبليڪيشن 2008ع.
(84) صديقي، حبيب الله. (مرتب محمد عثمان منگي) "هڪڙو قلم هڪڙو ماڻ"، حيدرآباد: سنڌ ماٺڪ موتي تنظيم 2007ع.
(85) عرساڻي، شمس الدين. "آزاديءَ کانپوءِ سنڌي افسانوي ادب جي اوسر"، ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1982ع.
(86) عباسي، نجم. "طوفان جي تمنا"، ڄامشورو: سنڌ يونيورسٽي پبليڪيشن بوڪ ڪلب 1969ع.
(87) عباسي، نجم. "جيڪي منهنجي من ۾"، حيدرآباد : زيب ادبي مرڪز 1977ع.
(88) عباسي، نجم. "ناچڻي" حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1978ع.
(89) عباسي، نجم. "ناچڻيءَ جو جنم" خانواهڻ: ڪونج ڪتابي مرڪز 1979ع.

(90) عباسي، نجم. "رشتا ناتا"، حيدآباد: سهڻي پبليڪيشن 1981ع.
(91) عباسي، نجم. "سورج هوندي مرجهايل" حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن، ڊسمبر 1982ع.
(92) عباسي، نجم. "اڪيلا نہ آهيون"، حيدرآباد سنڌ: اداره شهباز پبليڪيشن 1982ع.
(93) عباسي، نجم. "پٿر تي ليڪو"، حيدرآباد : زيب ادبي مرڪز 1983ع.
(94) عباسي، نجم. "للڪار"، حيدرآباد : نيو فيلڊس پبليڪيشن 1983ع.
(95) عباسي، نجم. "پروفيسر"، لاڙڪاڻو : سڳنڌ پبليڪيشن 1984ع.
(96) عباسي، نجم. "پهاڙن ۾ پڪار"، سڳنڌ پبليڪيشن 1984ع
(97) عباسي، نجم. "ڪهاڻيءَ جو قافلو"، نيو فيلڊس پبليڪيشن 1986ع.
(98) عباسي، نجم. "مٺي سنڌ سڪار"، حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1988ع.
(99) عباسي، نجم. "ڏنم اڻ ڏٺل"، حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1988ع.
(100) عباسي، نجم. "دوکو"، حيدرآباد: سهڻي پبليڪيشن ، 1989ع .
(101) عباسي، نجم. "منهنجون بهترين ڪهاڻيون"، دڙو: سچائي اشاعت گهر 1991ع.
(102) عباسي، نجم. "ايڏو شور سهي"، حيدرآباد: زيب ادبي مرڪز 1991ع .
(103) عباسي، نجم. "پاڻ ۾ ويئا آهيون" ڪنديارو: روشني پبليڪيشن 1992ع.
(104) عباسي، نجم. "اونچا ڳاٽ پهاڙن جا"، حيدرآباد: نيو فيلڊس پبليڪيشن 1993ع.
(105) عباسي، نجم. "سوچون هڪ سچار جون"، سڪرنڊ: مارئي اڪيڊمي 1999ع.
(106) عباسي، نجم. (مرتب يوسف سنڌي)، "فن ۽ شخصيت"، دڙو: سچائي اشاعت گهر ع .
(107) عباسي، نجم. "دل وارن جي دنيا"، ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 2008ع.
(108) عاشق حسين ڊاڪٽر. (ترجمو ۽ ترتيب) "چونڊ شاهڪار ڪهاڻيون"، پدم پبليڪيشن
(109) فهميده حسين ڊاڪٽر، "هڪ هوا ڪئين ڪهاڻيون" ڪراچي: سنگم پبليڪيشن، 2003ع.

(110) فهميده حسين ڊاڪٽر. ايڊيٽر انٽرنيشنل ڪانفرنس "سنڌ ماضي حال مستقبل" ڪراچي: شاهه لطيف ڀٽائي چيئر 2006ع.
(111) خواجه، نور افروز. "ورهاڱي ڪانپوءِ سنڌي ناول جي ارتقا" (ٿيسز) ڄامشورو: سنڌ يونيورسٽي
(112) خواجه، نور افروز. "پاڻي پٽ ڪٽا" حيدرآباد سنڌ، گنج بخش ڪتاب گهر، 2005ع.
(113) قاضي، علامه آءِ آءِ. "صوفي لاڪوفي" (مرتب عبدالغفار سومرو) ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 2009ع
(114) قاضي، خادم حسين ڊاڪٽر. "ادب ۽ روايتون" حيدرآباد :سنڌي ساهت گهر، 1992ع.
(115) قاضي، خادم حسين ڊاڪٽر. "پير اڃا مون پنڌ ۾" (يادگيريون) حيدرآباد: ڪويتا پبليڪيشن 2012ع.
(116) قادري، اياز. "سنڌ جي ڏاهپ ڪان سورنهن انٽرويو" همسفر ڳاڙهي ڪراچي: سارنگ پبليڪيشن 2004ع.
(117) ڪلپنا موهن. (مهاڳ) "انين ڪٿا" (ڪهاڻيون) ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد : نيو فيلڊس پبليڪيشن 1990ع.
(118) ڪلپنا موهن. (آتم ڪٿا) "بک عشق ادب" حيدرآباد: سپي پبليڪيشن سنڌ، 1984ع.
(119) گرامي، غلام محمد. "مشرقي شاعريءَ جا فني قدر ۽ رجحانات"، ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ، 1992ع.
(120) لڇاڻي، جڳديش صوڀراج. "سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر"، الهاس نگر: ريٽا پبليڪيشن 1991ع.
(121) لغاري، اڪبر. "سنڌي ادب جو مختصر جائزو"، ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد: نيوفيلڊس پبليڪيشن 1993ع.
(122) لاشاري، فقير محمد. "ڏرتتيءَ جي دانهن" ڪراچي: سڄاڳ پبليڪيشن 1988ع.
(123) لغاري، يوسف، مارچ 1967ع، ڪارونجهر پبليڪيشن، 2003ع.
(124) ملڪاڻي، منگهارام. "سنڌي نثر جي تاريخ"، حيدرآباد روشني پبليڪيشن 1993ع.

(125) ڪلپنا موهن. (آتم ڪٿا) "بک عشق ادب"، حيدرآباد: سپي
پبليڪيشن سنڌ، 1984ع.
(126) مامتاڻي، شوانند. "سنڌي گلشن" چونڊ سنڌي اصلوڪين ڪهاڻين
جو گلدستو لعل باغ لکنؤ.
(127) مرزا قليچ بيگ "زينت" ڄامشورو: سنڌي ادبي بورڊ 1995ع.
(128) مرزا، نصير. (مرتب) "مرزا نادر بيگ جون ڪهاڻيون" ڄامشورو:
انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 1992ع.
(129)مهر ممتاز. "ويچار"، حيدرآباد: آگم پبليڪيشن ايجنسي 1980ع.
(130) مهر ممتاز. "سنڌ ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر"، ساهت ڏارا پبليڪيشن
1980ع.
(131) ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي. "سنڌي ادب جي تاريخ".
(132) ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي. "سنڌي آکاڻيءَ جي ارتقا"، سنڌي ادب جو
تنقيدي اڀياس.
(133) ميمڻ، راجهڻ خان. "سنڌي افسانو" حيدرآباد: انسٽيٽيوٽ آف
سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي.
(134) ميمڻ، غفور ڊاڪٽر. "سنڌي ادب جو فڪري پس منظر" ڪراچي:
شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر يونيورسٽي، 2002ع
(135) ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي: "سنڌي ادب جو تاريخي جائزو".
(136) مرزا، مراد علي، "عالمي افسانا"، ڇپائيندڙ پاران ڄامشورو: سنڌي ادبي
بورڊ.
(137) راماڻي، موتي رام ايس. "ڄيٺمل پرسرام ۽ سندس چونڊ ڪهاڻيون"،
بمبئي: شاردا پرڪاش 1991ع.
(138) مغل، غلام نبي، (مهاڳ) "ڪتاب ڪهاڻي هر دؤر جي"، اياز قادري
ڪراچي: قادري قلم قبيلو 2008ع. ص:15
(139) ناز سنائي. (مرتب) "سوڀي جون تحريرون"، سوڀو گيانچنداڻي،
حيدرآباد سنڌي ساهت گهر، اپريل 2011ع.
(140) نواز علي شوق ڊاڪٽر. (سنڌيڪار) "ميزان"، ثقافت کاتو حڪومت
سنڌ 2012ع.

(141) هَڪڙو انور فگار ڊاڪٽر. (مرتب) "اِدب زندگي ۽ سماج" شڪارپور: مهراڻ اڪيڊمي 2006ع.
(142) هَڪڙو انور فگار ڊاڪٽر. (مرتب) "اڳتي قدم" (ٽيئي شماره گڏ) شيخ اياز فائونڊيشن، 2001ع.
(143) هَڪڙو انور فگار ڊاڪٽر. "شڪارپور شهر جو سنڌي ادب ۾ حصو"، ڄامشورو: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي 2009ع.
(144) هيرانندائي، پوپٽي، "منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق" حيدرآباد: سنڌي ساهت گهر 1993ع.
(145) هيرانندائي ، پوپٽي. "بهترين سنڌي ڪهاڻيون" (سمپادڪ)
(146) وفائي، نواز علي. "وفائيءَ جا ڪتاب عالمن ۽ اديبن جي نظر ۾"، ڪراچي: وفائي اڪيڊمي

**مختلف سنڌي رسالا، مخزن ۽ تحقيقي جرنل:**

- علمي دنيا 1920ع
- سنڌو 1936ع
- اڳتي قدم رسالو آگسٽ 1947ع
- پرک، سنڌي شعبو سنڌ يونيورسٽي 76- 1976ع
- ٽه ماهي مهراڻ 1958 ع
- ٽه ماهي مهراڻ 1959ع
- ٽه ماهي مهراڻ ، آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر 1985ع
- ٽه ماهي مهراڻ ادب ۽ زندگي 1988ع
- ٽه ماهي مهراڻ 1989ع
- ٽه ماهي مهراڻ ڄامشورو ڪميشن 1993ع
- ٽه ماهي مهراڻ نجم عباسي فن ۽ شخصيت ، جنوري جون ، 1994ع
- نئين زندگي، جمال ابڙي جا ڪرداري افسانا 1963ع
- نئين زندگي، سنڌي ڪهاڻيءَ تي هڪ نظر 1968ع
- نئين زندگي 62 جي افسانن جو اڀياس (نسيم ڪرل) ٻه ڀاڱا
- نئين زندگي، بلو دادا جائزو (قاضي خادم) جون 1978ع
- نئين زندگي، نجم عباسي تعارف 1990ع

- سهڻي، امر جليل نمبر 1973ع
- سهڻي، شيخ اياز 1 ـ 2 1975 ـ 1976ع
- سهڻي، نسيم کرل نمبر
- روح رهاڻ (سالنامو) 1965ع
- روح رهاڻ ، ادب زندگي ۽ سياست 1965ع
- روح رهاڻ 1967 ع
- آرسي ـ 5، 1986 ع
- ساڃاه 1993ع
- نئون نياپو
- سنڌي ٻولي 2009ع
- ڪينجهر
- ادبي تحقيق ريسرچ جرنل
- ڇه ماهي: سنڌي ادب، 1995ع
- ڪينجهر تحقيقي جرنل 1 ـ 10
- ڪلاچي تحقيقي جرنل جون 2009ع
- ڪلاچي پتائي جرنل جمال ابڙو نمبر سيپٽمبر 2004ع
- سنڌي ٻولي 2009ع
- پتائي جرنل شيخ اياز نمبر مارچ 2006ع
- سنڌي شعبو شاه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور 2010ع

**اردو کتاب:**

(۱) آغا، وزیر۔ "عصمت چغتائی کے نسوانی کردار"، "عصمت چغتائی شخصیت اور فن" اسلام آباد ورڈویژن پبلشرز بلیو ایریا، ڈسمبر1992ع

(۲) آغا، ناصر۔ "ہم جیتے جی مصروف رہے" فیض احمد فیض کی شاعری منظر اور پسمنظر" لاہور سنگ میل پبلیکیشنز۲۰۰۸ع

(۳) آفریدی، طاہر۔ "گفتگو" کراچی مکتبہ دانیال،1986ع

(۴) احمد مشرف۔ "کرشن چندر کا تنقیدی مطالعہ" کراچی نفیس اکیڈمی اردو بازار۱۹۸۸ع

(۵) احمد سلیم "سارس" مارچ1993ع

(٦) ام عمارہ۔،(ترتیب جویریہ خالد ثمینہ رحمان )"اردو افسانا کرب آگہی اور خواتین افسانانگار"، اپنی نگاہ، عورتوں کی لکھی تخلیقات اور تنقیدی جائزے
(۷) اعجاز حسین ڈاکٹر۔" مختصر تاریخ ادب "کراچی اردو اکیڈمی
(۸) احمد رشید۔"مزاحمتی ادب اردو" کراچی تخلیقی ادب عصری مطبوعات
(۹) احمد عتیق۔" تخلیقی ادب" کراچی مطبوعات
(۱۰) اختر سلیم ڈاکٹر۔"منشی پریم چند کے افسانے"(مجموعہ) لاہور سنگ میل پبلیکیشن ۲۰۰۲ع
(۱۱) ایم سلطانہ بخش ڈاکٹر، "عصمت چغتائی شخصیت اور فن" اسلام آباد ورڈوین پبلشرز بلو ایریا 1999ع
(۱۲) امجد رشید، پاکستانی ادب،(پاکستانی اردو افسانہ چند باتیں) ۱۹۴۷سے۲۰۰۸ع
(۱۳) امجد رشید، مزاحمتی ادب اردو" اکادمی ادبیات پاکستان۱۹۹۵ع
(۱۴) امجد رشید، منشایاد "پاکستانی ادب ۱۹۹۱ع (انتخاب نثر) اسلام آباد اکادمی ادبیات پاکستان ۱۹۹۲ع
(۱۵) جمیل جالبی ڈاکٹر: "تاریخ ادب اردو"(جلد سوئم ) انیسویں صدی نصف اول لاہور مجلس ترقی ادب
(۱۶) جمیل احمد پروفیسر۔"ترقی پسند تحریک اردو کا ساتواں پرچا" لاہور علی کتاب خانہ اردو بازار
(۱۷) چنا، محبوب علی۔"سندھی ادب کے مختلف رجحانات" حیدرآباد ادارہ صالح سیریز-2 ۱۹۹۷ع
(۱۸) چندر کرشن۔"علمی ادبی تذکرے" کراچی علی بک ڈیپو اردو بازار
(۱۹) چانڈیو، جامی۔"پاکستان میں قومی تضاد اور سندھ کا مقدمہ" حیدرآباد سی پی سی ایس ۲۰۱۰ع
(۲۰) حیدر قرت العین۔"آگ کا دریا" لاہور مکتبہ شعر و ادب
(۲۱) حسین احتشام ڈاکٹر۔"نگار، پاکستان" اصناف نمبر لاہور،۱۹۶۶ع
(۲۲) سبط حسن۔"روشن خیالی" (مرتب) احمد سلیم لاہور فکشن ہاؤس ۱۹۹۳
(۲۳) سبط حسن۔"افکار تازہ" (مرتب) ڈاکٹر سیّد جعفر احمد کراچی مکتبہ دانیال صدر ۲۰۰۹ع
(۲۴) سلیم اختر ڈاکٹر۔مسعود اشعر "پاکستانی ادب" ۱۹۹۳ع حصہ نثر اسلام آباد اکادمی ادبیات پاکستان
(۲۵) سنگھ، خشونت۔" ٹرین ٹو پاکستان،( ترجمہ) عرفان احمد خان سٹی بک پوائنٹ ۲۰۱۱ع

(۲٦) "سندھی زبان کا ارتقاء"، "سندھی زبان اور ادب کی تاریخ"
(۲۷) "سیّد، عابد علی۔" اصول انتقاد ادبیات" (مختصر افسانہ) لاہور مجلس ترقی ادب
(۲۸) شاہ، سفدر علی (ترجمہ) "روہی ادب تاریخ ادبیات پشتو" پروفیسر محمد نواز طاہر پشتو اکیڈمی پشاور یونیورسٹی
(۲۹) سنگھ، راجندر بیدی۔ "کہانیاں" لاہور نذیر سنز پبلشرز اردو بازار ۱۹۹۲ع
(۳۰) سجاد ظہیر۔ "روشنائی" کراچی مکتبہ دانیال صدر ۲۰۰۵ع
(۳۱) شہزاد منظر۔ "بیدی کا تنقیدی شعور" علامتی افسانے کے ابلاغ کا مسئلہ (تنقید) کراچی منظر پبلیکیشن ۱۹۹۰ع
(۳۲) عطیہ دائود "سندھ کی عورت سپنے سے سچ تک" (مضامین) کراچی شہرزاد گلشن اقبال ۲۰۰۲ع
(۳۳) فہمیدہ ریاض۔ "ہم لوگ" کراچی اوکسفرڈ یونیورسٹی پریس ۲۰۱۳ع
(۳۴) کشن پرساد کول۔ "نیا ادب" انجمن ترقی اردو پاکستان
(۳۵) منظر شہزاد۔ "عصمت چغتائی کے دس بہترین افسانے" لاہور تخلیقات پاکستان ۱۹۹۷ع
(۳٦) منظر حسن "پریم چند گھر میں" شورانی دیوی فضلز کراچی سنز لمیٹڈ اردو بازار ۱۹۹۸ع
(۳۷) مبارک علی ڈاکٹر۔ "تاریخ اور عورت" لاہور فکشن ہائوس ۱۹۹٦ع
(۳۸) مفتی، ممتاز۔ "علی پور کا ایلی" لاہور گورا پبلشرز
(۳۹) مرزا، حامد بیگ۔ "اردو افسانے کی روایت ۱۹۰۳ع سے ۱۹۹۰ع تک" اسلام آباد اکادمی ادبیات پاکستان، دسمبر 1993ع
(۴۰) منٹو، سعادت۔ "اوپر نیچے اور درمیان" گوشہ ادب لاہور انار کلی چوک ۱۹۵۲ع
(۴۱) منٹو، سعادت حسین۔ "نیا قانون"، "منٹو کے افسانے"، دہلی ساقی بک ڈپو ۱۹۴۰ع
(۴۲) میمن، عبدالمجید۔ "سندھی ادب کی مختصر تاریخ" جامشورو انسیٹیوٹ آف سندھالاجی ۱۹۸۳ع
(۴۳) نظامی، قیوم۔ "جرنیل اور سیاستدان" تاریخ کی عدالت میں جہانگیر بک ڈپو ۲۰۰٦ع
(۴۴) زمان، فخر۔ "پنجاب پنجابی اور پنجابیت" (تاریخ سیاست اور ادب کی دستاویز)
(۴۵) ویسریو، منظور علی۔ "ترقی پسند تحریک کے سندھی ادب پر اثرات" حیدرآباد سندھی ادبی سگت
(۴٦) واحد حمزا۔ پروفیسر "حمزا واحد اور جہد حیات" کراچی ارتقا انسٹی ٹیوٹ آف سوشل سائنس ۲۰۰۷ع
(۴۵) وقار عظیم ایم اے۔ "نیا افسانا" کراچی اردو اکیڈمی سندھ ۱۹۵۷ع

اردو رسالا:

- نقوش 1965ع
- ادبيات
- ارتقا
- اجره 2011ع
- معيار

English books:

1. The Study of the short story: An introduction to the study of literature William Henry Hudson page-339
2. The study of the short story: An introduction to the study of literature. William. Henry. Hudson. Page 337
3. Oxford advanced learner's dictionary sixth new edition (OUP)
4. R.H. Robins: "General Linguistics- An introductory Survey", Great Britain (London,), 4th Edition, 1968, p.16

- Pakistani Literature, the Academy of letters Islamabad Pakistan1992 Vol 1.
- Pakistani Literature, the Academy of letters Islamabad Pakistan1994 Vol.3
- Pakistani Literature, the Academy of letters Islamabad Pakistan 2001
- Pakistani Literature, the Academy of letters Islamabad Pakistan 2002 Vol.7
- Pakistani Literature, the Academy of letters Islamabad Pakistan 2003 Vol .8
- Pakistani Literature, the Academy of letters Islamabad Pakistan 2005 Vol 10

لائبريريون:

(1) پروفيسر محرم خان سيمينار لائبريري، سنڌي شعبو ڄامشورو
(2) علامہ آءِ آءِ قاضي لائبريري، ڄامشورو
(3) انسٽيٽيوٽ آف سنڌيالاجي، ڄامشورو
(4) علامہ دائود پوٽو لائبريري، سنڌ ميوزم حيدرآباد
(5) سنڌي لينگويج اٿارٽي لائبريري، حيدرآباد
(6) گورنمينٽ گرلس ڊگري ڪاليج، دادو



مقالانگار محترمہ ادي ريحانہ نظير، هن تحقيق ذريعي نجم عباسيءَ جي افسانوي تخليقي ۽ تعليم جي عمل کي فن ۽ فڪر جي ڏس ۾ پاڪستاني تاريخي ۽ سنڌ جي بدلجندڙ سياسي، سماجي، ثقافتي لاڙن ۽ رجحانن جو اولڙو ايمانداريءَ ۽ شدت سان پسايو آهي تہ عباسيءَ جي تخليق ۾ ڪمال واري گوناگونيت آهي. گهري اڀياس ۽ پارکو تنقيدي نظر سان ليکن کي سمجهي، پرکي، اُن دؤر جي ضرورتن کي سمجهڻ، سڃاڻڻ جي لاجواب ڪوشش ڪندي گڏ ڪيل معلومات کي يڪجان ڪري اُن جي مناسب تجربي ۽ بهتر تحقيق وسيلي علمي ڪم سرانجام ڏنو آهي.

تحقيق ادبي تحقيق جي اصولن تي آڌارت جديد ۽ سائنسي نظريئي موجب سندس ارتقا ۽ افاديت انداز ۾ نِروار ٿئي ٿي. تنقيد، مختلف علمي، ادبي ۽ فني حوالن کان ڪيل آهي.

نجم عباسيءَ جي ڪهاڻين جي فني جائزي سان گڏ اُن جي سماجي ڪارج جي بہ باريڪيءَ سان ڇنڊڇاڻ ڪيل آهي پر عباسيءَ جي هم عصر اديبن ۽ پاڪستاني ٻين مقامي ٻولين جي اهم ڪهاڻيڪارن جي فن روشنيءَ ۾ نجم جو مقام ۽ ادبي معيار پيش ڪيو ويو آهي، جا ڳالھ آجيان لائق آهي.

مقالانگار جنهن اندازِ بيان ۽ اَسلوب سان نجم جي افسانوي تخليق جو تحقيقي تنقيدي ۽ فني ڪاوشن تي هڪ ڪامياب نقاد واري قلم سان روشني وڌي آهي. وزنائتا رايا پيش ڪندي کي نتيجا ڪڍيا آهن سي مقالانگار جي روشن خياليءَ جا شاهد آهن.

مجموعي طور زمان، مڪان جي بدلجندڙ تقاضائن جي ڏس ۾ هيءَ ڪوجنا بهتر ۽ سَنَدِي آهي. مقالانگار کي مٺين مبارڪون.

**ڊا. چيتو لالواڻي**

ISBN: 978969-9329-67-8

Rs. 700-00

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

ڄڻ ڄڻ ڄاڙ وڏي تي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)